جواهر جيوني

# جواهر لعل نهروءَ جي آتم ڪٿا

جواهر لعل نهرو




تيرٿ وسنت

سنڌي ساهت گهر ـ ڪتاب نمبر 275

ڪتاب جو نالو: جواهر جيئوني
ليکڪ: جواهر لعل نهرو
سنڌيڪار: تيرٿ وسنت
موضوع: آتم ڪهاڻي
ڇاپو: اداري پاران پهريون، جنوري 2015ع
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، سنڌ
قيمت: 600/ـ (ڇهه سؤ رپيا)

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

آئيڊيل ڪتاب گهر، رابعه اسڪوائر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ
سنڌي ساهت گهر، دڪان نمبر 4، سيد آرڪيڊ، روزانه عبرت گهٽي، گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ
Ph: 022-2780701 Mob: 0300-3946518

- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ اسٽال ٽلڪ چاڙهي، حيدرآباد، 022_2633679
- مدني ڪتاب گهر، دادو 0300_3203464
- جنيد بوڪ اسٽور دادو 0303_3652040
- سليم نيوز ايجنسي، دادو 0302_3270628
- وسيم بوڪ اسٽور، لکير، شڪارپور 0307_3529117
- الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز، سکر، 0300_9313528
- مهراڻ ڪتاب گهر، گهنٽي ڦاٽڪ، لاڙڪاڻو 0301_3472125
- رهبر بوڪ اڪيڊمي، لاڙڪاڻي، 0302_3468755
- رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو 0307_3471205
- عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر. 071_2007402
- بوڪ ورلڊ، رابعه سينٽر، لگ عسڪري بئنڪ، بندر روڊ، لاڙڪاڻو 0333_7548804
- المهراڻ ادبي گهر، ٺاٺو روڊ، سانگهڙ 0300_2913588
- ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچي. 2218025_2638025
- ڪِنگ پن ڪتابي ميلو پريس ڪلب، حيدرآباد سنڌ، 0322_3085213

JAWHIR GIVNI

By: Jawhar Lal Nehru
Translated by: Tirath Wasant
Published by: Naz Sanai
Chariman
Sindhi Sahar Ghar, Hyderabad, Sindh.
1st Edition January 2015, Book No 275
Price Rs 600/=

# سٽاءُ

# پيش لفظ

”جواهر جيُوني“ برصغير جي اِنتهائي وڏي اڳواڻ جواهر لعل نهروءَ جي آتم ڪٿا آهي، جيڪا هُن پنهنجي عتابَ وارن ڏينهن ۾ جيل ۾ باندي هئڻ وقت تحرير ڪئي ۽ ورهاڱي کان گهڻو اڳ 1941ع ۾، سنڌي زبان ۾ ان وقت جي وڻجي نالي تيرٿ ويڙهومل وسنت، ترجمو ڪري ٻن ڀاڱن ۾ ڇپارائي وڌي.

جواهر لعل نهرو پنهنجي آتم ڪٿا ان طرح تحرير ڪئي آهي جو پڙهجي ٿي ته ان وقت واريون برصغير جون سياسي، سماجي حالتون، انگريزن جون عياريون ۽ پنهنجي اقتدار کي ڊيگهه ڏيڻ ۽ سلامت رکڻ لاءِ هنن جيڪي سازشون ۽ حرڪتون ڪيون اُهي سڀ جو سڀ اسان جي اکين اڳيان اِن طرح اچي بيهن ٿيون ڄڻ انهن جو مشاهدو اسين پنهنجي اکين سان ڪري رهيا آهيون. انگريزن کي هند مان پچائي ڪڍڻ ۾، هندواسين جيڪي ڪردار ادا ڪيو ۽ جيڪي قربانيون ڏنيون اُهي به سڀ نهروءَ جهڙي اعليٰ اديب ۽ سياستدان هتي تحرير ڪري روتيون آهن. هندواسين، ڪانگريس، مسلم ليگ توڙي ان وقت جي ٻين سياسي ڌُرين، آزاديءَ ۾ ڪهڙو ڪردار ڪيو انقلابين ڪهڙي ريت ڦاهيءَ جا ڦندا، پنهنجي ڳچين ۾ وِڌا، ڪهڙي وقت ان زماني جي سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جا مٿا لٺين سان پچي ڪين لهولهان ڪيو ويندو هو اُهو سڀ ڪجهه، اُن وقت جو احوال ذرو پرزو هِن ڪتاب ۾ موجود آهي. اُن ڪري هيءُ ڪتاب رُڳو جواهر لعل نهروءَ جي پنهنجي ذاتي آتم ڪٿا ڪونهي پر ان وقت جي سڄي سياسي وايومنڊل جي تاريخ آهي.

جواهرلعل نهرو نه رڳو پنهنجي زندگيءَ ۾ هندستان جي سياست ۾ ڇانيل رهيو پر ان جي زندگيءَ کان پوءِ به نهرو خاندان ۽ ان جي پارٽيءَ هندوستان تي ڪيترو ئي وقت حڪمراني ڪئي آهي ۽ اڄ تائين به هندوستان ۾ نهرو خاندان جو مان ۽ مرتبو اُهوئي آهي جيڪو نهروءَ جي زندگيءَ ۾ هو. اُن جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. هندوستان مان انگريزن کي پچائي ڪڍڻ ۾ جتي هندواسين، انقلابين جو هٿ هو اتي نهرو جو سڄو خاندان سياست ۾ سرگرم هو. ان جو پيءُ موتي لعل نهرو، ان جي امڙ، ان جي زال، ان جون ڀينرون ۽ گهر

جا بار بہ آزاديءَ جو پرچم کنيو پيا گهمندا هئا. انگريز جي لٽ اڳيان رڳو عام ماڻهو عام سياسي ڪارڪن ڪونہ هو. قربانيون رڳو اُهي ڪونہ ڏيندا هئا. پر لٽ بانڻو نهروءَ جي پيءُ ماءُ ۽ زال کي بہ لڳندو هو رَت انهن جو بہ وَهندو هو. جيلن ۾ اُهي بہ ويندا هئا. جڏهن قوم جو ليڊر تحريڪ ۾ سڀني سان گڏ هوندو هو تہ پوءِ عام ماڻهو پوئتي ڇو هٽي ۽ آزاديءَ کان سواءِ انگريزن سان عهدنامو ڇو ڪري؟

هندوستان جو ورهاڱو ٿي ويو. انگريز هليا ويا. اسان گورن بدران ڪارن جي ور چڙهي وياسين. آسمان مان ڪِري وَڻ ۾ اَٽڪي پياسين. تيرٿ وسنت. جواهر لعل نهروءَ جي آتم ڪٿا کي اهڙي تہ دلربائيءَ سان سنڌي ويس ڍڪيو جو لڳي پيو تہ نهروءَ جو اُهو ڪتاب اَصلوڪو آهي ۽ اُهو خود نهروءَ جو پنهنجو سنڌي ٻوليءَ ۾ تحرير ڪيل آهي.

هاڻي تہ نهرو جسماني طور اسان وٽ موجود ناهي. هو پنهنجي شاهڪارن تحرير تورڙي دانشمندانہ شخصيت ۽ ساڃاهہ وند ڪردار اَدا ڪرڻ ڪري سدائين لاءِ اَمر بڻيل آهي ۽ تاريخ ۾ بار بار اُن جو ورجاءُ ٿيندو رهيو آهي ۽ اُن جي اَمر ۽ لازوال هئڻ جي شاهدي ڏئي رهيو آهي.

هاڻي سنڌ جي صورتحال ڏِسي ائين پيو لڳي تہ اڳي تہ برصغير ۾ اسان جي دانهن نهرو ۽ گانڌيءَ تائين بہ پهچي ويندي هئي ۽ اُهي بہ ٻُڌڪ ڪندي ويهندا هئا تہ ويچارا سنڌي! هاڻي تہ اسين اِن طرح آهيون جو طوطي کي نقاره خاني ۾ ڪوبہ ٻُڌڻ سُڻڻ وارو ڪونهي!

سنڌ جي سمورن سياسي ڪارڪنن ۽ ساڃاهہ وند ماڻهن کي جواهر لعل نهرو جي هيءَ آتم ڪٿا جڏهن هٿ چڙهندي ۽ هو پڙهندا تہ مونکي خاطري آهي تہ نهروءَ جا خيال ۽ سوچون هنن کي همت ۽ حوصلا عطا ڪنديون ۽ رهبري ڪنديون.

**نازسنائي**
0300_3946518

حيدرآباد, سنڌ
4_ نومبر 2014ع

هيءُ ڪتاب سليم چنا مهرباني ڪري پنهنجي والد محترم
مرحوم انجم الدين چنا جي لئبرريءَ مان اسان کي ڏنو.

# ڀاڳ

تي مهينا ساندهہ اِندا پرڻ بعد دل تي چوٽ تہ ڪي هفتا سمهي ننڊون ڪريان يا جهنگ مُنهن ڏئي وڃان يا باغ جي ڪنڊ ۾ ڪنهن شاندار درخت هيٺ ليٽي ڪنن بالا جو "ڇلي پوڻ هر مُو" ڳايان، انگريزي شعر پڙهان، پکين جي ٽڪلو ٽڪلو ٻڌان ۽ نوريئڙن جون رانديون ڏسان. بهتر تہ جهنگ جبل آبشار ڏسان يا چؤماسي ۾ سمنڊ جو سير ڪريان ڇاڪاڻ تہ هن منڊ ۾ ورڻ ديوتا جنسي جهوليندو آهي ۽ اک ڇنڀ ۾ ساگر جي سطح تي هزارين پهاڙ ۽ ماٿريون ٺهنديون ڊهنديون آهن. مون ڏٺو آهي تہ طوفان جي تندي، درياهہ جي شوخي ۽ شور، بادلن ۾ گجگوڙ ۽ وڄ جو چلڪاٽ منهنجي رت ۾ تازگي ۽ ٻوڏلائي آڻيندو آهي. برف آلود بلندي ۽ عميق اوڙاهہ سان بہ محبت اٿم. هندوستان اندر خواه ٻاهر جمار شهرن ۾ گذاري اٿم پر مان اصلي جهنگ جو ماڻهو آهيان. شهري هلڻي چلڻي جو اثر مون تي گهٽ ٿيو آهي ۽ شهرين جي عادتن ۽ اخلاق لاءِ نفرت اٿم. تنهن ڪري دل تي چوٽ تہ بهار جي بادل وانگر اڪيلو ئي اڪيلو تن تنها برپٽ، بيابان ۽ جبل گوناگون گهمان تران. ٻيو ڇا بہ ڪريان پر ڪي مهينا جيڪر قلم ۽ ڪاغذ کي "ترابسلام مرابخير" ڪري ڇڏيان.

ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي وڻن جو ٻور ڇڻي وٻو هو ۽ انبڙين جي جهڳٽن سبب لامون لڙي پيون هيون. هر روز ڳنوار ۽ ميهار اڪيڊميءَ جا وديارٿي ۽ پاڙي اوڙي جا اوڦتو نينگر حاطي جي ديوار پنيان ولر ڪري ايندا هئا ۽ پر واري قبرستان مان ننڍا پٿر ۽ پتر ڪٽي انبڙين جي جهڳٽن ۾ هڻندا هئا. وڻن جي اوٽ ۾ مان بينچ تي ويٺو هيءَ "جيوني" لکندو هوس. پر ۾ سنگ باران ڏسي ڇرڪ نڪري ويندو هوم ۽ ڪڏهن تہ غصي ۾ لال ٿي، پٺ وارو در کولي، مٿي پيرين اُگهاڙو ڇوڪرن پنيان ڪاهي پوندو هوس. ڏاڪو گزا ڳيان ڪو ڊوڙندو ڏسبو هو تہ لُوهہ ڏئي وڃي جهليندو هومانس. در کُلڻ جو

آواز ٻُڌي چوڪر رفو چڪر ٿي ويندا هئا ۽ مان چُپ پيڪوڙيءَ ذوم مان دربندي، وري لکڻ کي لڳي ويندو هوس. چوڪر چِتيءَ ذات جا سو جهلي ڪيترا جهلبا. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو ور چڙهيو تہ ڪٽي دڙڪو عتاب ڪبس. ننڍي هوندي آءٌ بہ انهن وانگر انبڙيون، ٻير، ڪجور وڻن مان چورائيندو هوس. رونشو تي لڳندو هو. چوريءَ جو خواب خيال نہ هو. وڻ الله جا سو ڪنهن جي ملڪيت ڪيئن ٿيندا؟ انهيءَ خيال ڪري ڪاوڙ ڍري ٿي ويندي هئي ۽ آءٌ نئين سر لکڻ کي لڳي ويندو هوس.

جڏهن مون هيءُ ڪتاب هٿ ۾ کنيو تڏهن لنڊن مٿان هٽلر جو هوائي "بلٽز" ختم ٿي چڪو هو ڪي ورهيہ ڏارين ملڪن ۾ رهڻ ۽ گانڌي يگ ۾ اُسرڻ سبب مون ۾ قومي آزادي، اتحاديہ بين الملل ۽ انساني برادريءَ لاءِ بلڪل گهري دلچسپي پيدا ٿي وئي آهي. نيم بيروزگار سفيد پوش هئڻ ڪري ساميواد ڏانهن پڻ گهڻو جهڪجي ويو آهيان. جسم نرويو رت گرم، ڪٽنب قبيلي جي بنڌن کان آجو، ننڍي ٿهيءَ کان رولاڪ قلندري شخص آهيان جنهنڪري سماج جي ويچار وهنوار جو اثر مون تي گهٽ پيو آهي. مان سمجهان ٿو تہ جواهر لال بہ ساڳئي سياوَ ۽ منورتيءَ جو ماڻهو آهي. هو اوچو مٿي آڪاس، آءٌ پوٺو مٿي پون آهيان. سندس حياتيءَ ۾ وڏا ڪارناما ٿي گذريا آهن جنهن ۾ هن چڱو ڀرو ورتو آهي. پر مون جهڙا ڪيئي شخص جي شايد دلي ۽ دماغي اڏاوت ۾ جواهر لال سان گهڻي قدر مشابهت رکن ٿا. سي حالتن سبب گمنام رهجي ويا آهن. منهنجو مطلب شڪايت ڪرڻ يا پاڻ پڌائڻ جو ناهي. منهنجي لکڻ جي مراد اها آهي تہ هن "جيوني" لکندي مون کي ڪا مشڪلات درپيش نہ آئي آهي. هم خيال ۽ هم اُمنگ هئڻ سبب سهج سڀاء ويو آهيان لکندو. اکر بہ اکر ترجمو ڪرڻ جو نڪي خيال هوم، نڪي ڪيو اٿم. ڪٿي اصلي انگريزي ڪتاب جو سؤ سِٽون ڏهاڪو سِٽن ۾ سمائي ويو آهيان تہ ڪٿي مائيدار پنجن سٽن جي پنجوڙ ۾ سمجهاڻي ڏني اٿم. سعيو ڪري سنڌي سليس ۽ عام فهم ڪتب آندي اٿم. البت لاچاري حالتن هيٺ ڪي ڇڊا لفظ گهڙيا اٿم يا هندي ۽ پارسيءَ مان ورتا اٿم. مون لاءِ ٻيو چارو ئي ڪونہ هو. نڪتہ چين جيڪڏهن اصل انگريزي ڪتاب ڪٺي پيٺي ڏسندو تہ خود مشڪلات محسوس ڪندو ۽ ڏمرجڻ لاءِ گهٽ سبب ملندس. تنهن

هوندي بـ انسان خطا کان خالي ناهي. ممڪن آهي تـ ڪيئي عيب ۽ اوڻايون رهجي ويون هجن جنهن لاءِ معافي طلب آهيان.

منهنجي عادت آهي تـ جيڪي هڪ دفعو لکي ويندو آهيان سو وري نقل نـ ڪندو آهيان. جنهنڪري دستخط ۾ ڊاهـ ڊوهـ ۽ ڏنگيون ڦڏيون سِٽون پنهنجي اوائلي صورت ۾ بيٺيون هونديون آهن. ڇپيندڙ لاءِ اهي محنت ۽ مونجهاري جو باعث آهن. امڪان آهي تـ انهيءَ سبب ڪي چُڪون رهجي ويون هجن. مان پاڻ نقل ڪري نـ ڄاڻان. ڇاڪاڻ تـ ان ۾ من نـ لڳندو اٿم. باقي نقل ڪرائڻ لاءِ ڪپن پئسا, ۽ پئسا بـ جهجها. نَو سؤ صفحا نقل ڪرڻ مسخري ناهي. مون وٽ نڪي ايترا پئسا آهن ۽ نڪي مفت ۾ نقل ڪري ڏيندڙ منشي. تنهنڪري جو حال حبيبان سو پيش پريان رکيو اٿم.

سنڌ ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي سچي ڄمار سُڃو رهڻو هجي تـ ليکڪ جو ڌنڌو اختيار ڪري. ڪتان پَٽ سَٽ ڪري يا رت چڪو ڏئي چار ڏوڪڙ ڪمائي ڪتابن بلي وڃائي تـ واهـ نـ تـ پني ۽ ڇاپي جو خرچ نڪرڻ محال اٿس. مون کي اهڙو تجربو پنهنجي تازي ڇپايل ڪتاب "ڇٽنگون" مان مليو آهي. ڪن همت افزائي لاءِ بـ چار لفظ ساراهـ جا لکيا تـ ڪن در در وڃي گلا ڪئي ۽ گاريون ڏنيون پر ڪتابن جا ٿهـا اُڏوهي ۽ ڪوئن جي کاڄ لاءِ بهري ۾ ڍير ٿيا پيا آهن. بهري جي ماهانـ مسواڙ موربِڪو هڙ جو هرج. دل ٿي چوي تـ هن سياري اُماڙي ڏئي پينٽ ٻاري, پنهنجن خيالن ۽ اُمنگن کي ائين جلندو ڏسي, وڏا ٿهڪ ڏيئي اندر جو بار هلڪو ڪريان. هن "جيونيءَ" تي اٽڪل بـ هزار رپيا خرچ اچي ويو آهي. مون ۾ ايڏي سمرٿي ڪٿي جو ايڏو ڪتاب ڇپايان. منهنجو دوست ڀائي پرتاپ ڏيئلداس واهر نـ ڪري ها تـ هيءَ "جيوني" نڪي لکجي نڪي ڇپجي ها. ممڪن آهي تـ ڪنهن ڌرمي پستڪ لاءِ پئسا ملن- پستڪ بـ اهڙو جنهن جا ويهارو کن ترجما اڳي ئي موجود هوندا. پر "جواهر جيوني" جا ويهين صديءَ جي هندوستان جي تواريخ, قومي تحريڪ جو انڪشاف, هڪ عالم آشڪار هستيءَ جي جنون آور اُمنگ ۽ افڪار جو تذڪرو آهي تنهن جي ڇپائڻ لاءِ واجهـ وجهندي بـ آسامي لهڻ مشڪل آهي.

منهنجو دوست ڀائي پرتاپ سرود يسڪ ساهتيہ ۽ ڪلا جو شائق, قومي آزادي ۽ انساني برادريءَ جو طرفدار, فراخ دل ۽ آزاد خيال نوجوان آهي.

سنڌ کي اهڙن جوانن جي ضرورت آهي. ”جواهر جيوني“ ڇپائڻ سان هن ملڪ جي خدمت ڪئي آهي ڇاڪاڻ ته هن ڪتاب جي پڙهڻ سان سنڌ واسين کي دلي ۽ دماغي تربيت ۽ تفريح ٻئي ملنديون. مون کي قوي اميد آهي ته سندس نگهباني ۽ سهاري هيٺ ”سنسار ساهتيه لئبرري“ وڌندي ويجهندي ۽ سهڻا ڪتاب ۽ ترجما ڇپائي سنڌي ساهتيه کي اوڄ تي رسائيندي.

11 آگسٽ 1941ع تيرٿ وبڙهومل وسنت

# ديباچو

ذري گهٽ ٻه ورهيه ٿيا. لڙائيءَ جو نغارو وڄي چڪو هو. جرمني پولينڊ ۾ ڌوڪي پئي ويئي. واردا ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ماڙ جاري هو. نہ رخصت، نہ صلاح، نہ پُڇا، نہ چتاءُ، چاليهہ ڪروڙ هندواسين جي نصيب جو فيصلو هڪ گوري هند وزير مِٽ ماٽِ ۾ ڪري ڇڏيو! ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ۾ سخت رنجش هئي. ڌمر هو. بحث جي ڌارا گرم پئي وهي. انگريزن جا مددگار ڪيئن بڻجون؟ نازي جرمني جي سوپ ڇو آٽيون؟ هئي پُٽڙ ڳرا.

مهاتما جي صلاح پنهنجي ليکي سهٽي هئي. جنگي ميدان ۾ لڙي خون جون نديون وهائڻ، اهو ڪم ڪانگريسي ڪيئن همٿائين؟ هيءُ تہ پاڻ موقعو آهي جو دنيا جي ڇوٽڪاري لاءِ ڪانگريس ڪا نئين وات گهڙي ڇڏي ٻي طرفدار ٿي اسين هن جنگ کان پاسو ڪري ويهون. نہ اسان جي جنگ، نہ اسان جي صلاح، نہ اسين هنسا ۾ خونريزيءَ جا همراهہ!

هوڏانهن ٻين گهڻن جو خيال نرالو هو. ڇو نہ موقعي جو فائدو ونجي؟ شايد انگريز اسان کي آزادي آڇي! ڌي وٺ ڪريون؟ چوي ٿو لوڪ شاهيءَ لاءِ لڙان ٿو. ڌٻري پولينڊ لاءِ وڙهان ٿو. مدد جي آڇ ڪريونس پر شرط وجهونس تہ آزاديءَ جو اعلان ڪري لڙائي پڄاٽان سوراج ڏئي. لڙائيءَ پُڄاٽان ڪجهہ طاقت ملي. جواهر لال انهيءَ خيال جو اڳواڻ هو. دليلن جو درياهہ اُٿلي پيو. ڪي ڇوليون هيڏانهن تہ ڪي هوڏانهن. جهجهن جو رايو ساڻس مليو. مهاتما پنهنجي اصول تي محڪم هو تہ ڪانگريس لڙائيءَ ۾ ڪيئن بہ مدد نہ ڪري. دنيا ۾ انڌوڪار وقت من ڪانگريس پنهنجو اهنسا جي متي تي قائم رهي ۽ خونا خوني کان پاسو ڪري.

ميٽنگ پوري ٿي. مهاتما موٽي سيوا گرام ٿي ويو. سندس منهن تي سدا جيئان مشڪ هئي. موٽر جي ويجهو پئي ويو تہ جواهر لال ميٽنگ تان اُٿندي

ئي پنهنجي ننڍي 700 رپيين واري ڪئميرا هٿ ۾ جهلي مهاتما جو اڳ وڃي ورتو ته ههڙي اتهاسڪ ميڙ بعد سندس فوٽو ڪڍان. مهاتما اکيون مٿي ڪري ڏسي ته مار جواهر لال ڪئميرا تاڻي بيٺو آهي. وڏو ٺهڪ ڏيئي پيار سان لٺ اولاري جواهر کي روڪيائين. چي، هي وري ڇا ٿو ڪرين؟ پر ايتري ۾ جواهر لال سندس فوٽو ڪينچي ورتو!

جواهر لال جي جيون ۾ به مکيه انگ گڏوگڏ سمايل آهن. هو هڪ زبردست تواريخي سياو جو ماڻهو آهي. اڪثر اڳواڻ هلچلون هلائيندي انهيءَ ڳالهه کان بلڪل بي خبر هوندا آهن ته سندن عمل يا سندن ساٿين جو عمل گذريل، چالو ۽ ايندڙ زماني جي تواريخ ۾ ڪهڙي جڳهه والاريندو. پر جواهر لال سنسار جي سياسي، سماجڪ، مذهبي هلچل کي انسانذات جي تواريخ جا باب ڪري ليکيندو آهي. امرڙو ماڻهو هرهڪ مکيه واقعي کي اتهاس ۾ پنهنجي جڳهه ڏيندو آهي. پاڻ خود انهن هلچلن جو باني پڻ ڪري هجي پر هو انهن جي اتهاسڪ جڳهه جو ساڳي وقت ڄاڻو به آهي. سندس من جي ساڳي بيهڪ آهي جا ان ماڻهوءَ جي جو ناٽڪ ڪندڙ به آهي ته ساڳي وقت ناٽڪ ڏسندڙ به آهي. اهوئي سبب هو جنهن ڪري ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي فيصلي کان منٽ پوءِ ان اهم ميڙ سان لاڳاپو رکندڙ مهاتما جهڙي زبردست شخصيت جو فوٽو ڪيڻ لاءِ ڊوڙي اڳ جهلي وڃي بيٺو. جواهر لال جي گهڙت ۾ انهيءَ ٻئي عملي ۽ تواريخي انگ ڪجهه ڪمزوري به آندي آهي. جيڪڏهن رڳو عمل ۾ مگن ٿئي ته جيڪر سندس شخصيت هاڻي کان به زبردست ٿئي. هينئر ڪڏهن ڪڏهن عمل ۾ هچڪ هٿڪ رهي ٿي. دل جو گهوڙو تيز ڊوڙي ته ڪنهن مهل مغز جو لغام ڪيس روڪيو ڇڏي اها دل ۽ مغز جي ويڙهه سدائين سندس جيون ۾ رهي آهي.

ميڙ ختم ٿيو. شام مان رات ٿي. ڊار ڊار ميمبرن جون پاڻ ۾ ڳالهيون پئي ٿيون. اڳواڻن وٽ ٻين ملاقاتين جي به پيهه هئي. ڪن جا ڪهڙا سوال، ڪن جا ڪهڙا. سيني کي مُنهن ڏيڻو. سو جواهر لال کي 12 بجه ته انهن ۾ ئي لڳي ويا. ميڙ ۾ فيصلو ٿيو هو ته جواهر لال نهراءُ ٿاهي صبح جو بحث لاءِ ميمبرن اڳيان رکي. پويان به چار ڏينهن سخت پورهئي جا. به ڏينهن مسافريءَ جي ٿڪ ۽ اوجاڳي جا. سجو ڏينهن گرما گرم بحثن ۾. اڌ رات تائين

ملاقاتين جا نندڍا وڏا رڳڙا. سو تڪڃي تنجي 12 ڪان پوءِ وينو لکڻ. ڪانگريس جا جنگ جي باري ۾ سالن جا اڳيان نهراءُ اتلايائين پٽلايائين جيئن نئون نهراءُ انهن سان نهڪائي سگهجي. منجهند جوا ڍائي بجي هڪ ڏگهو لنبو بيان تيار ٿي ويو جنهن جي پڙهڻ ۾ ئي جيڪور اڌ ڪلاڪ ڪن لڳي وڃي. بيان نہ هو پر هڪ چترڪار جو اکري چتر هو. ٻوليءَ ۾ جان هئي. دليلن ۾ دم هو. هڪ زبردست اعلان هو. آزاديءَ جو ناد هو. دوستيءَ جو هٿ وڌو يا ڪانگريس جي واهر وڃايو. اها للڪار هئي. اهو بيان غلبہ راءِ ميڙ ۾ بحال ٿيو. رات جو ئي ولايتن تائين تند بنا تار ۾ پهچي ويو. گهڻن ئي ملڪن ۾ لڙائيءَ وقت اعلان، پڌرناما، وزارتي تقريرون ٿيون پر انهن سيني ۾ جواهر لال جي جوڙيل ڪانگريس جي بيان پنهنجي جڳهہ لڌي. دماغي قابليت ۾ جواهر لال جو جڏو ڪو مَٽُ پوي. هندوستان جي تازي تواريخ ۾ ٻيو اهڙو زبردست اڳواڻ مولانا محمدعلي هو. هن جو دماغ بہ هڪ تکي ترار هئي. جهڙي تکي ڌڪ ۾، تهڙي تيز رفتار ۾. جواهر لال جي شخصيت ۾ زبردست دماغي طاقت هڪ ٻيو انگ آهي.

1936ع جو سال هو. سنڌ جي دؤري تي نڪتو هو. پانيان ٿو تہ شڪارپور جو شهر هو. سندس آجيان جي سرگس هئي. گاڏيءَ ۾ سوار هو. ماڻهن جي پيهَ لڳي پيئي هئي. گاڏي آهستي آهستي پئي هلي. اوچتو ئي اوچتو وچ رستي تي گاڏي بيهي رهي. ٻہ ٽي ڇٽا ساڻ هئاسونس. اسان پانيو تہ ڪو ماڻهو اڳيان لنگهي رهيو آهي. اجهو ٿي گاڏي هلي. هڪ منٽ گذريو ٻہ گذريا. جواهر لال اڃي بي صبر ٿيو. منهن ڪڍي ٻاهر نظر ڪري اهو ڪم ڪيائين جو اسين تہ وائڙا ٿي وياسين. ڪانگريس جو پريزيڊنٽ هو. سندس ئي آجيان جي سرگس هئي. ٻاڻ شهر جو مهمان گاڏيءَ ۾ براجمان هو. پر اوچتو ئي اوچتو اُجل ڏيئي، گاڏيءَ مان ٽپ ڏيئي. ڊڪون پائيندون اڳتي وڃي ماڻهن جي انبوهہ ۾ پهتو. اُتي بيهي ڇا ٿا ڏسون؟ هڪڙو فوٽو گرافر سر زمين تي شاهي ڪئميرا کوڙي جواهر لال جي فوٽي لاءِ نشان پيو وٺي. انهيءَ ئي سرگس بيهاري هئي. ڏوڪيندو جواهر لال بہ وڃي رسيس. گجندو لال ٿيندو جوءِ مان ڌماليندو وڃي ڪئميرا تائين پهتو. سنهي سرير جي ٻلوان ٻانهن سان جوش مان ڪئميرا ٻاڻ ڪٽي پر وارن ماڻهن جي پيهہ ڪي ڇڙوڇڙ

ڪري. ٻانهون هلائيندو نرڙ گُهنجائيندو اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيو. مجال جو هڪ جڻو بہ انهن هزارن مان گاڏيءَ اڳيان وري بيهي سگهي. سرگس وري شان مانُ سان اڳتي وڌي. بازار جو چڪر هڻي، هزارن کي درشن جو لاڀ ڏيئي. جواهر لال اچي پنهنجي ميزبان جي گهر پهتو.

سندس ڏرم پتني ڪملا نهرو جي پوتر يادگيريءَ ۾ اسپتال جي بنياد جو مهاتما گانڌيءَ ئي پٿر وڌو. الهہ آباد شهر جا هزارين معزز ماڻهو مرد زالون حاضر هئا. مهاتما ۽ جواهر لال متي ٿلهي تي ويٺا هئا. ان موقعي جو سڀاپتي جواهر لال پاڻ هو. شاميانې کان ماڻهو وڌيڪ هئا. ميڙ جي چيڙي تي گپا گيهہ لڳي پيئي هئي. سيڪو پاڻي تہ ويجهو هجان تہ مهاتما کي ٻُڌي سگهان. ٽيلهہ ٽيلهان ۾ اچي اُتي گوڙ ٿيو. بس ئي نہ ٿئي. جواهر لال تقرير لاءِ اُٿيو شور بند ئي نہ ٿئي. اتان بيهي خوب چينپيائين پر اثر جهڙو ٿيو تهڙو نہ. وري بہ ڏماليائين. ٽي داٽيون. پوءِ اسان کي تہ تپرس ۾ وجهي ڇڏيائين. ٿلهي تان ڇال ماري، هيٺ ٽپي، ڊوڙون پائيندو، ڳاڙهو ٿيندو اکيون شوخيندو وڃي گوڙ ڪندڙن تي ڪڙڪيو. ڪين ڏمال بہ ڏمالن جهڙيُ ڪيائين. زبان کان تہ خوب ڪم ورتائين. ذري گهٽ ٻانهن کان ڪم ٿي ورتائين پر روڪي ڇڏيائين. سندس ڪُروڌ گهڻا نہ جهلي سگهندا آهن سو جوان جلد ئي ڏمڪجي ويا. پر پاڻ جيئن ڊوڙندو ويو تيئن ڊوڙندو موٽي ٿلهي تي چڙهي اچي تقرير شروع ڪيائين. پنجاهہ ورهيہ تڏهن سندس عمر هئي. سرير کان سندس من جوان هو. سو دم چڙهي آيو هوس. منٽ بہ تہ ساهہ کڻڻ لاءِ ترسيو. پوءِ شروع ڪيائين. پر پوءِ 15-20 سِتون تقرير جون نہ سهڪندي سهڪندي چيائين. پوءِ آهستي آهستي وڃي پنهنجي رفتار ۾ پيو.

جواهر لال جي شخصيت جو ٽيون مکيہ انگ آهي انتظام. بي انتظامي هڪ پل بہ سهي نہ سگهي. سندس اندر اچل ڪائي اُپريو اچي. جڏهن جڏهن ڪانگريس جي عهدي جو بوجو مٿس پيو تڏهن سزا ۾ سخت نہ هو پر انتظام سخت رکندو هو. پيو تہ والنٽيئري سپاو سندس رڳ رڳ ۾ ڦوڪيل آهي. سپهہ سالار اهو سنو جنهن ۾ سپاهيءَ جا سڀ انگ هجن. ڪنهن شاهي ميڙ جو پريزيڊنٽ هوندي بہ ڪڏهن ڪونہ پلجي ويندو هو تہ مان والنٽيئر آهيان. پريزيڊنٽ جو عهدو ماڻيندي بہ والنٽيئر جي فرض پالڻ جي اجهل

چڪ رهندي هيس. عهدي جي ڪوڙي شان ايمان مان جاتي ئي ڪين

جواهر لال جي سياو ۾ دل ۽ دماغ جا گهڻي ئي گڻ آهن. منهنجي ساڻس 1919ع کان وٺي واقفيت آهي. اجا تازو ولايت مان موٽيو هو. امرتسر ڪانگريس کان ڪجهه اڳ گڏجاڻي تي هئي. سندس شخصيت ڇڪيندڙ آهي. متيپيد هوندي بہ سڀ سان دل ڳنڍي سگهندو آهي. سچو نيڪ نيت انسان آهي. ڪيني کي دل ۾ جاءِ ڪونہ ڏي. رِيس حسد سازي جي خبر ڪانہ اٿس. مغز تيز دل وڏي. هنن سالن ۾ گهڻن ئي موقعن تي سندس دل ۽ دماغ جي طاقت جو اظهار ڏنم. مٿين ٻن ٽن مثالن ۾ مون سندس زبردست شخصيت جي رڳو ڪن مکيہ جُزن جو بيان ڪيو آهي. سندس ”جيوني“ مثالن سان ڳتي پيئي آهي، جن مان سيني جزن جي پڙهندڙن کي پروڙ پوندي. هڪ هڪ سِٽ هن ڪتاب جي پڙهڻ وٽان آهي. ڪوبہ پنو ڪنهن سبق سکيا کان خالي نہ آهي.

جواهر لال جي انگريزي قلم ۾ خوب جواهر آهي. سندس لکڻيءَ جو ترجمو ڪنهن رواجي ترجمان جي وت کان ٻاهر آهي. ان ڪري چڱو ٿيو جو تيرٿ وسنت تي اهو ڪم رکيو ويو. وسان ڪين گهٽايو اٿس. سندس سنڌي قلم ۾ بہ چڱو ئي پاڻي آهي. اهو ترجمي مان ظاهر آهي. جواهر لال جي ٻلوان ٻوليءَ جي ٻل رکڻ ۾ پوري محنت ڪيل آهي، ترجمو سليس آهي. سِٽن جي ٽور هلڪي جيئن خود جواهر لال جي انگريزيءَ ۾. پڙهندڙ جي دم يا دماغ تي بوجو ئي معلوم ڪونہ ٿيندو. وچ لس پڙهندو ۽ سمجهندو. ڪٿي بہ ڳؤراڻ ڪانہ ياسبي. سنڌي ساهتيہ ۾ هن ڪتاب کي پنهنجي جاءِ رهندي

ڪراچي
7 آگسٽ 1941ع

**جئرامداس دولترام**

# ڪشمير مان ڪُوچ

"آتم ڪٿا لکڻ ۾ مزو ۽ مشڪلات ٻئي آهن. پاڻ ڪُسو ڪندي
دل پٽي ڪرڪي پر پاڻ سرس ڪندي پڙهندڙ کي اُپٽا ڏيارڻ جو
ڍپ پيو ٿئي." ابراهيم ڪُولي

شاهوڪاري پار اڪثر ڪريل ٿيندو آهي. ويتر سچا سارا يارهن ورهيه ماءٽن کي ٻيو اولاد نه ٿئي ته تپڙ ئي تيڙي. مون کي ٻه ڀينر برابر آهن پر هو مون کان گهڻو ننڍيون آهن. جنهنڪري ٻالڪ اوستا ۾ گهڻو وقت اڪيلو گذارڻو پوندو هوم. جيڏن سرتن جي سنگ کان به محروم هوس ڇاڪاڻ ته ماءٽن مون کي اسڪول ۾ پڙهڻ واجب نه سمجهي خانگي ماستريائيون ۽ ماستر رکي ڏنا هئا. گهر ويٺي ماٽهن سان ڏيٺ ويٺ ٿيڻ مشڪل آهي سو مان بنا ڪنهن يار دوست جي جيئن تيئن وقت پيو گذاريندو هوس. البت هن مان اِهو مطلب ڪيڻ نه گهرجي ته اسان جي گهر ۾ ماٽهن جي ڪا اَڻاٽ هئي. ٻين هندو خاندانن وانگر اسان جو به گڏيل ڪٽنب هو. ڪيترائي سؤٽ ۽ ويجها عزيز اسان سان گڏ رهندا هئا. پر هو مون کان وڏا هئا. منهنجا سؤٽ هاءِ اسڪول يا ڪاليج ۾ پڙهندا هئا ۽ مون کي پاڻ کان ننڍو سمجهي راند روند، ڪم هاج ۾ شامل نه ڪند هئا. اِهوئي سبب هو جو هيڏي وڏي ڪٽنب ۾ مان پاڻ کي بلڪل اڪيلو سمجهندو هوس ۽ پنهنجي روءِ سوءِ پيو پاڻ وندرائيندو هوس.

اسين ڪشميري هئاسين. ٻه سؤ ورهيه اڳ اسان جا آبا دولت ۽ ناماچار هٿ ڪرڻ خاطر ڪشمير مان ڪُوچ ڪري هندوستان جي سرسبز ماٿريءَ ۾ آيا. اورنگزيب جي وفات بعد مغل خاندان جي زواليت جو زمانو هو. وقت جو حاڪم فرخ سيار هو. هڪ دفعي فرخ سيار ڪشمير جو سير ڪرڻ آيو جتي کيس معلوم ٿيو ته اسان جي خاندان ۾ هڪ شخص راج ڪؤل نالي

سنسڪرت ۽ پارسيءَ جو تمام سٺو ڄاڻو آهي. ڏسجي ٿو تہ شايد شهنشاھہ جي اِشاري تي اسان جو ڪٽنب ڪشمير مان هجرت ڪري هت آيو. اِهو واقعو اٽڪل 1716ع ۾ ٿيو. اچڻ سان راج ڪؤل کي هڪ واھہ جي ڪناري تي ٺهيل جڙيل شهر سميت جاگير عطا ڪئي وئي. آسپاس جي ماڻهن اسان جو گهر نهر جي ڪنٺي تي ڏسي اسان تي ڪؤل- نهرو جو نالو ڏريو پر پوءِ ڪن ورهين پڄاڻا ڪؤل ڪيڏي باقي نهرو جي نالي سڏڻ لڳا.

انهيءَ زماني ۾ ملڪ جي حالت سٺي نہ هئڻ سبب اسان جي ڪٽنب کي ڪيئي لاها چاڙها ڏسڻا پيا. جاگير بہ ويئي سسندي تان جو هڪ جريب بہ اسان وٽ نہ رهيو. اسان کي پنهنجي آجيوڪا لاءِ پيو ڪو رستو ڳولڻو پيو سو منهنجي پڙڏاڏي لڪشمي نارائڻ نهرو انگريزن جي ڪمپنيءَ پاران دهلي دربار ۾ وڪالت ڪرڻ شروع ڪئي. 1875ع جي بلوي کان اڳ منهنجو ڏاڏو گنگاڌر نهرو ڪجھہ وقت لاءِ دهليءَ جو ڪوتوال هو. سندس ديهانت چوٿيهن ورهين جي ننڍي ڄمار ۾ 1861ع ڌاري ٿيو. بلوي ۾ اسان جو مال ملڪيت، ڪاغذ پٽ چٽ تي ويا ۽ اسين ٻين وانگر دهليءَ مان ڪَل بچائي سگهين ڪنين آگري اچي نڪتاسين. تڏهن بابو اجا ڄائو بہ ڪونہ هو پر منهنجا نوجوان چاچا ٿوري گهڻي انگريزي ڄاڻندا هئا. اِنهيءَ زماني جو هڪ مزيدار قصو آهي. هڪ دفعي منهنجو هڪ چاچو ڪٽنب سميت دهليءَ مان اچي رهيو هو. ساڻس سندس ننڍي ڀيڻ پڻ هئي جا ڪشميري ڇوڪرين وانگر تمام حَسين هئي. اتفاق سان واٽ تي ڪي انگريزي سولجر گڏجي وين. جن سفيد پوست سهڻي ڇوڪري ڏسي سمجهيو تہ منهنجي چاچي ڪا انگريز ڇوڪري ڀڄائي آهي. انهيءَ زماني ۾ تڙي ڪڙي فيصلو ٿيندو هو. جيڪڏهن منهنجي چاچي کي انگريزي ٻولي نہ ايندي هجي ها تہ نہ پهہ ڳچيءَ ۾ رَسو وجهي وڻ ۾ ٽنگي ڇڏينس ها. پر هن جي سمجهائڻ تي ٿورو ناپر ڪيائون ۽ انهي وچ ۾ چاچي جو هڪ جاڻل سُڃاتل شخص اچي لانگهائو ٿيو جنهن مڙني جا پلؤ آجا ڪرايا.

ڪي سال اسان جو ڪٽنب آگري ۾ ٽانيڪو رهيو. بابي جو جنم بہ 1861ع ۾ اُتي ٿيو. روي بابو پڻ ساڳئي سال ڄائو هو. بابو پوءِ ڄائو هو. سندس جم کان ٽي مهينا اڳ ڏاڏم گذر ڪري ويو هو. اسان وٽ ڏاڏي جي هڪ ننڍي

تصوير آهي جنهن ۾ ڪيس مغل درٻارين جهڙو لباس پيل آهي. پاسي کان خمدار ترار اٿس. روش ڪشميري اٿس. باقي ٻين درٻارين جهڙو پيو لڳي. سندس ديهانت بعد ڪٽنب جو بار منهنجي ٻن چاچن تي پيو جي بابي کان عمر ۾ گهڻو وڏا هئا. وڏو چاچو بنسي ڌر نهرو انگريز سرڪار جي عدالت خاني ۾ نوڪري ڪندو هو ۽ ننڍو چاچو نند لال نهرو راجپوتانا جي کتري رياست جو ڏهه ورهين لاءِ وزير هو. تنهن کان پوءِ هو قانون پڙهي آگري ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. بابي ۽ چاچي جو پاڻ ۾ ڏاڍو سنيهه هوندو هو. ڏاڏيءَ جو ٻه بابي تي گهڻو آر هو، ڇاڪاڻ ته هو ننڍو پٽ هيس. منهنجي ڏاڏي ٻه ڪا اهڙي جهڙي نه هئي. اڄ تائين ڪشميري گهرن جي زالن ۾ سندس نالو وڃيل آهي. ڪنهن کي مجال نه ٿيندي هئي جو سندس سامهون پوي يا سندس اِڇا اورانگهي. برڌ اوستا هوندي به سيني کي آگر جي اِشاري سان هلائيندي هئي ۽ ننڍيون وڏيون ڪانئس ڏڪنديون هيون.

منهنجو چاچو هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت ڪندو هو. جڏهن هاءِ ڪورٽ آگري مان ڪٽي الهه آباد آنداڻون ته، منهنجو چاچو ته ٽپڙ ڪٽي الهه آباد آيو. انهيءَ وقت کان اسين الهه آباد رهندا اچون. جتي گهڻا ورهيه پوءِ 1889ع ۾ منهنجو جنم ٿيو. چاچي جي ڪرت وٺي وڌندي بابو ننڍي هوندي رڳو پارسي ۽ عربي پڙهيو هو. بالغ ٿيڻ کان پوءِ انگريزي سِکڻ لڳو. ماڻهو سمجهندا هئا ته هو پارسي ۽ عربي ۾ وڏو ماهر آهي، تنهن ڪري ڪانئس وڏا ڪيس عزت ڏيندا هئا. انهيءَ هوندي به اسڪول ۽ ڪاليج واري عرصي ۾ ور ور ڏئي پڇي ويندو هو ۽ حرڪتي به هڪ ئي هو. اڙٻنگ ۽ لچن ڇوڪرن جو ليڊر ڪري ليکيندا هئس. ڪيس مغربي لباس ۽ مغربي روش پسند پوندي هئي جا هتي جي ماڻهن جي لاءِ هڪ نئين ڳالهه هئي. پروفيسر سندس جرئت ۽ ذهن جو قدر ڪري سندس اڙٻنگايون ۽ اُبتو سبتو هلڻ نظرانداز ڪري ڇڏيندا هئا. ٻين وانگر ڪتابن تي نُور نه نچوئيندو هو. هڪ ئي سَٽ سان امتحان پاس ڪري ويندو هو. پڇاڙيءَ جو بي. اي واري امتحان ۾ ڪوري جو ڪورو وڃي ويٺو پهريون پيپر لکي موٽيو ته خيال اچي وينس ته پڪ ئي پڪ ناپاس ٿيندو. سو ٻئي ڏينهن تي امتحان ٻهشڪار ڪري تاج محل طرف گُهمڻ هليو ويو. سندس پروفيسر کي انهيءَ تي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽

خوب چنڊ ڪيائينس. چيائينس تہ سندس پهريون پيپر سنو لکيل هو ۽ جي امتحان ڏي ها تہ پاس ٿي وڃي ها. خير انهيءَ بعد بابو وري ڪاليج ۾ نہ ويو ۽ نہ ڪڏهن بي. اي پاس ڪيائين.

هاڻي بابي جي مرضي ٿي تہ ڪنهن ڪرت ڪار کي لڳي. انهيءَ زماني ۾ وڪالت کان سواءِ ٻيو ڪو اهڙو ڌنڌو هوئي ڪونہ، جنهن ۾ لياقت ۽ قابليت ڏيکاري نالو ڪيجي. پاءُ جو مثال بہ اڳيان هوس، سو بابي هاءِ ڪورٽ جي وڪالت جو امتحان ڏنو. عجب تہ هو امتحان ۾ نہ رڳو پاس ٿيو پر پهريون نمبر آيو ۽ سونو ٻلو انعام مليس. اوائل ۾ وڪالت ڪانپور ضلع جي ڪورٽ ۾ شروع ڪيائين، ستت ئي پنهنجي ڪم سان چاهہ هئڻ سبب سندس پير ويو کُپندو. انهيءَ زماني ۾ ڪانپور ۾ ڪشتيءَ لاءِ پهلوان اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ وڏيون مئچون لڳنديون هيون. بابو ڪشتيءَ جو ڪوڏيو هو سو وڪالت جي ڪم ڪندي بہ رانديون ۽ ڪشتيون ڪيڏندو هو.

ڪانپور ۾ بابي کي ٽي سال ڪم سکڻ جو معياد پورو ڪرڻو هو سو ان بعد الهہ آباد موٽي اچي هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ٿوري وقت کان پوءِ سندس پاءُ سرڳ ڌام پڌاريو. پنڊت نند لال بابي کي نپائي وڏو ڪيو هو. هئس پاءُ پر پتا سمان. بابي جو ساٺس ڏاڍو قرب هوندو هو. هن جي ديهانت بعد ڪٽنب جو سڄو بار بابي مٿان پيو. ڪورٽ ۾ چاچي جو سمورو ڪم بہ بابي کي مليو. مٿي ڪنهڻ جي فرصت نہ هوندي هيس. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ وڪالت ۾ سندس نالو برک ٿيو پر ٻئي ڪنهن بہ ڪم جي ڪيس فرصت نہ هوندي هئي. انهيءَ زماني ۾ انگريزي دان، وچولي درجي جا سفيد پوش بابُو لوڪ ڪانگريس ۾ ڪجهہ دلچسپي وٺڻ لڳا. اوائل ۾ بابو ڪانگريس جي ڪن ساليانن جلسن ۾ شريڪ ٿيو هو پنهنجي ڌنڌي ۾ گتل هو جنهن ڪري سياسي ۽ ملڪي معاملن جي چڱيءَ ريت اڀياس ڪرڻ جو موقعو نہ مليو هوس. سندس سياءُ اهڙو نہ هو جو ٻين سان سڪٽي ها ۾ ها ملائي يا ٻين.جو پوئلڳ ٿي هلي. ظاهراً گهٽي ڪم سبب سندس اڳرو ۽ تکو سياءُ ڪي قدر مانو ڏسڻ ۾ ايندو هو پر درحقيقت ان جو فقط روپ بدليو هو ۽ ان عيوض ٻين تي حڪم هلائڻ جي خواهش پيدا ٿي هيس. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ انهيءَ پرٻل اِڇا شڪتيءَ سبب هو پنهنجي ڌنڌي ۾

ڪامياب ٿيو هو ۽ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙڻ ۽ پاڻ ۾ فخر ونڻ سکيو هو. ويڙهہ جو تہ ڪوڏيو هو. خاص ڪري زوردار طرف سان اَتڪڻ ۽ وڏ وڏيرن جي مخالفت مان مزو ايندو هوس. عجب آهي تہ اهڙي سياءُ هوندي هو راج نيتيءَ کان دُور ڪيئن رهي سگهيو؟ اها بہ حقيقت آهي تہ انهيءَ زماني ۾ ڪانگريس ڪا ويڙهو سنستا نہ هئي ۽ نڪي خود بابي کي راج نيتي جي گهڻي جاڻ هئي، تنهن هوندي بہ ڪٽي چئجي تہ الهي ٻلهي بابو قومي خيالات جو ماڻهو هو. انگريز جي رهڻي ڪرڻي پسند هيس ۽ سندس مَن تي اثر ويٺل هو تہ هندستاني پنهنجن ٻچڙن افعالن سبب ذليل ۽ پنت درجي تي پهتا آهن. ڏسندو هو تہ اڳواڻ بنا ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ جي رڳو پيا ڊگهيون تقريرون ڪن ۽ لباڙون هڻن. ڇا ڪري ڏيکارين تنهن جي ڪيس بہ خبر ڪانہ هئي پر تنهن هوندي بہ اندر ۾ انهن لاءِ نفرت پيدا ٿي هيس. فخر هئس تہ پاڻ وڪالت ۾ برک ٿيو آهي، جنهنڪري سمجهندو هو تہ راج نيتيءَ ۾ ٻهرو وننڌڙ ماڻهو گهڻو ڪري اُهي آهن جي ٻئي ڪنهن ڪم ۾ ڪامياب نہ ٿيا آهن.

ڏينهون ڏينهن بابي جي ڪمائي ويئي وڌندي، اُپراسي سان خرچ بہ ويو وڌندو. پئسا ميڙي اوکيءَ سوکيءَ لاءِ توشو ناهي رکڻ جي عادت نہ پرائي هئائين. وشواس هئس تہ جيترو بہ چاهي اوترو ڪمائي سگهندو. سندس رهڻي فلڪدار اميراڻي هئي ۽ سندس خيال فرنگي، جنهن ڪري پوءِ تيئن پوءِ اسان جو سجو ڪٽنب يورپي نموني هلڻ چلڻ لڳو.

مان اجهو اهڙي گهر ۾ جائو نپنو هوس.



# بالڪ اوستا

منهنجي ٻالڪ اوستا مائٽن جي سنيال هيٺ گذري. گهر ۾ منهنجا سؤٽ پاڻ ۾ بحث مباحثا ڪندا هئا ۽ اڪثر انگريزن جي اعتراض جوڳي روش ۽ اسان جي ديس واسين سان بدسلوڪيءَ جا واقعا هڪ ٻئي کي ٻڌائيندا هئا. اهڙا مثال انيڪ هئا. ريلوي ۾ گاڏا انگريزن لاءِ خاص رزرو ٿيل هوندا هئا ۽ گاڏيءَ ۾ پيهه هوندي بہ هندو واسيءَ کي مجال نہ ٿيندي هئي تہ انهن ۾ پير پائي سگهي. جيڪڏهن انگريز هٿان هندواسي خون ٿي ويندو هو تہ جوري جوابدار کي ٻي ڏوهي ٺهرائي ڇڏي ڏيندي هئي. عام وندرگاهن ۾ يورپين لاءِ خاص بينچون هونديون هيون. اِهي ڳالهيون ٻڌي ڏاري قوم جي حاڪمن تي مونکي خار لڳندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن تہ منهنجا سؤٽ ڪنهن اهڙي معاملي تان انگريزن سان اَٽڪي پوندا هئا ۽ سڄي گهر ۾ جوش ڦهلجي ويندو هو. منهنجو هڪڙو سؤٽ طاقتور همت ڀريو مڙس هو سو اڪثر ڪِرانين سان ڏَندَ ڏيندو هو. انگريزن سان ڪو اتفاقي جهيڙو ٿيو هوندس، باقي ڪِراني جي پاڻ کي حاڪمن جي قوم جو سؤٽ ثابت ڪرڻ لاءِ ڏاڍي وڇي ڏهہ توڏو وڇي تيرهن مٿل هندواسين سان خواه مخواه ڪانئس بازي ڪندا هئا، تن سان تڪو پوندو هو. اهڙا واقعا اڪثر ريل ۾ مسافري ڪندي پيش ايندا هئس. ڪڇيءَ اوستا ۾ اهي ڳالهيون ٻڌي منهنجي دل تي ڏاري قوم جي حاڪمن لاءِ بُرو اثر ويٺو. هن مان اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪنهن خاص انگريز سان دشمني هيم. انگريزن کي تہ اندر ئي اندر ۾ ساراهيندو هوس. منهنجي خانگي ماستريائي انگريزڻ هئي ۽ بابي جا ڪيترا دوست پڻ انگريز هئا جي اسان جي گهر ايندا ويندا هئا.

سانجهين جو بابي جا سنگتي وٽس اچي ڪِل ٺهڪڙي سان گهر ڪٺي ڏيندا هئا. بابي جي ڪِل بہ ڪا ڪِل هئي! ٺهہ ٺهہ ٻڌي مان پردي پٺيان لڪي ليئا پائي ڏسندو هوس تہ هي وڏا ماڻهو ڪهڙيون ڳالهيون ڪن. اتفاق سان

مون تي ڪنهن جي نظر پئجي ويندي هئي تہ، ڇڪي ٻاهر ڪڍندو هوم ۽ بابو مون کي ڊنل ڏسي هنج ۾ کڻي ويهاريندو هو. هڪ دفعي بابي ڪلئريٽ يا ٻئي ڪنهن قسم جو ڳاڙهو شراب ويٺي پيتو. وِسڪي پيئندو تہ ڪيئي دفعا ڏنو هومانس. پر هي ڳاڙهو شراب ڏسي مان ڏڪي ويس ۽ امان کي وڃي ٻڌايم تہ بابو رت وينو پئي.

بابي لاءِ مون کي اندر ۾ ڏاڍي عزت هوندي هئي. هو منهنجي نظر ۾ همت، هوشياري، مردانگيءَ جو سروپ هو ۽ آس هيم تہ وڏي هوندي سندس جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش ڪندس. پر ايڏي پيار ۽ عزت هوندي بہ آءٌ ڪانئس ڊڄندو هوس، ڇاڪاڻ تہ هو زود رنج، تکي سياءُ جو ماڻهو هو. ڏسندو هوس تہ نوڪرن ۽ ٻين ڏسڻ وائسڻ سان جهٽ ڇَپِ پوندو هو. مون کي ويچارن نوڪرن جي حال تي قياس ايندو هو ۽ ساڻن اهڙي قسم جي روش تي خار لڳندا هئا. بابو شل نہ ڪنهن تي ڪاوڙجي. خدا پناهہ ڏيا شڪر جو وري بہ پاڻ تي ضابطي رکڻ جي شڪتي ۽ ٻين جي ڪم عقلي ۽ ڪوتاهہ نظريءَ تي کِلڻ ۽ مذاق اُڏائڻ جي ڏات هيس، جنهنڪري اندر ۾ اُٿندڙ ڪاوڙ جي طوفان کي روڪي ويندو هو. ٻڍاپي ۾ پاڻ تي مڪمل ضابطو هئس. ورلي ڪو اهڙو موقعو ٻڻيو هوندو جڏهن جوانيءَ جي زماني وارو ڌرن ڌڪائيندڙ زلزلو پيدا ڪيو هونداٸين. مون کي هڪ اهڙو حادثو هينئر بہ ياد آهي. مان اٽڪل پنجين ڇهين ورهين جو هئس. هڪ ڏينهن بابي جي ميز تي ہہ خود نويس قلم ڏٺم. منهنجي دل سڪي وئي. خيال ڪيم تہ بابو لکندو هڪ قلم ۽ ٻيو تہ هونئي پيو هوندو، سو ماٺ ڪري هڪ قلم کسڪائي ورتم. ٿوري وقت بعد ڏٺم تہ قلم جي ڳولا ۾ گهر هيٺ مٿي ڪري ڏنو اٿن. مون کي لڳو بہ ڊپ سو سچي ڪرڻ کان نابري واري وينس. نيٺ ڳوليندي قلم مون وٽان ليي پيئن. بابو غصي ۾ لال ٿي ويو ۽ اهڙا تہ سٽڪا ڪڍيائينم جو ڪيترا ڏينهن بستري داخل هوس ۽ اندر جو سور ۽ ڦٽن جو پورسرڻ پي سنم. انهيءَ مار سبب بابي لاءِ اندر ۾ ڪٽ ڪونہ پيم، فقط ايترو سو سمجهيم تہ ايڏي سخت سيڪت ڏيڻ نہ کپندي هيس.

انهيءَ مان ڏسي سگهندا تہ بابي مان ڊپ ڪرڻ لاءِ مون کي قوي سبب هو. امان جي ڳالهہ نرالي آهي. هوءَ مون کي حد کان ٻاهر، آڳي پيڇي جو

ويچار نہ ڪري، پيار ڪندي هئي ۽ مان بہ ڪوشش ڪري سندس مٿي تي چڙهندو ويندو هوس. مان بہ ڪانئس لڪ لڪاءُ نہ ڪري، ذرو پرزو وچي ڪيس ٻڌائيندو هوس. هوءَ ننڍي قد جي هئي. ٿورو اُسرڻ بعد مان پاڻ کي سندس ساريڪو سمجهڻ لڳس. واهہ جي سونهن هيس! دل ڏئي نہ ڏاپي! سندس سهٽا پر تمام پتڪڙا هٿ ۽ پير مون کي وڻندا هئا. سندس رڱن ۾ تازو ڪشميري رت هو. چاڪاڻ تہ سندس مائٽن کي اصلي وطن ڇڏئي بہ پيڙهيون مس ٿيون هيون.

منهنجي پيءُ وٽ مبارڪ عليءَ نالي هڪ منشي هوندو هو جنهن جي ڪٽنب بلوي سبب گهٽيون سختيون ڏٺيون هيون. سورن سَهڻ ڪري منشي مبارڪ علي جو سياءُ نرم ۽ قلهڙو ٿي پيو هو. خاص ڪري ٻارن تي هو مهربان هوندو هو. مان بہ وٽس وڃي پنهنجو حال اوريندو هوس. سندس سهٽي سفيد سونهاري ڏسي سمجهندو هوس تہ هو تمام قديم زماني جي پيدائش آهي. جڏهن سندس مُک مان الف ليليٰ وغيره مان قصا ۽ بلوي جا واقعا ٻڌندو هوس، تڏهن عجب ۾ ڏندين آڱرين ڏيندو هوس. منشي مبارڪ علي جڏهن رحلت ڪري ويو، تڏهن آءٌ ڇگيءَ چمار جو هوس. سندس پياري يادگيري هينئر بہ مون کي لاءِ هڪ بي بها خزانو آهي.

ننڍي هوندي ٻيون بہ ڪيتريون آکاڻيون ٻڌيون هيم. منهنجي چاچيءَ وٽ مهاڀارت، رامائڻ ۽ ٻين پُراڻن مان گڏ ڪيل ڪهاڻين جو اڪٽ پنڊار هو. اهي آکاڻيون ٻڌي ٻڌي مون کي هندو پراڻن ۽ ڏند ڪٿائن جي چڱي واقفيت ٿي وئي پر جنهن کي ڌرم چئجي تنهن جي گهٽي چاڻ ڪانہ هيم. بابو ۽ منهنجا سؤٽ کل چرچي ۾ ڳالهہ ٽاري، ڌرمي ڳالهين کي گهٽو وزن نہ ڏيندا هئا. گهر ۾ زالون پاٺ پوڄائون، گنگا اشنان وغيره ڪنديون هيون ۽ ڇٽ ڇماسيءَ ڪنهن مشهور مندر يا سنياسيءَ جي درشن لاءِ وينديون هيون. مون کي انهن ڪريائن مان مزو ايندو هو پر ٻاهران بابي ۽ سؤٽن وانگر ڳرائي رکندو هوس. هر سال وڏا پرب پڻ ملهائيندا هئاسين. هوليءَ تي سڄو شهر خوشيءَ ۾ نہ ماپندو هو. پچڪاريون پري هڪ ٻئي کي هٽندا هئاسين ۽ ڏياريءَ تي هزارين ڏيئا ٻاري گهر کي چمڪندڙ موتين سان جڙيندا هئاسين. جنم اشٽميءَ تي ڪرشن جي جيل اندر جنم لاءِ اڌ رات تائين اوسيڙو ڪرٽو پوندو هو جنهنڪري مان تہ سمهي پوندو هوس. باقي دسهڙي تي رام

ليلا خوب ڏسندو هوس. محرم تي امام حسن ۽ حسين جو درد انگيز داستان ٻڌڻ ۽ عاشورا ڏسڻ ويندا هئاسين ۽ هر سال منشي مبارڪ علي عيد جي موقعي تي اسان کي پنهنجي گهر وٺي سَيون ۽ مٺايون کارائيندو هو. ازانسواءِ رڪڙي ٻڌڻ جهڙا ٻيا ڪيترا هندڪا ننڍا پربپ پڻ ملهائبا هئا. ڪڏهن ڪنهن سؤٽ ماسات جي شاديءَ سانگي ٻاهر وڃڻو پوندو هو. اهڙي موقعي تي ڪيئي عزيز خويش اچي ڪٺا ٿيندا هئا. منهنجي جيڏن سرتن جي ٻه ڪمي ڪانه هوندي هئي، جنهنڪري اهڙن موقعن تي راند روند ۽ ڪيچل ۾ وقت گذاري، وڏن جون چڙٻون ٻُڌيون اڻ ٻُڌيون ڪري ڇڏيندا هئاسين.

اسان جي ملڪ ۾ شادين تي اجايو ڏيک ڪرڻ ۾ ڪيترو فضول خرچ ٿو ٿئي. اهڙي ڏيک ۾ نڪا آهي ساڃهه نڪا سونهن. اُن کي ننڌڻ جائز آهي. خاص ڪري وچولي درجي وارن ۾ هن قسم جو فضول خرچ وڌيل آهي. غريب ٻه هٿ قاڙ آهن. قرض کڻي ٻيا شغل ڪن! پر اهو دليل ڏيڻ ته سندن مفلسي سندن پنگتي رسمن ۽ اڍنگي خرچ جو نتيجو آهي سو سراسر غلط آهي. ويچارن جي جيوت اهڙي ته ايوڳي ۽ بي مزي آهي جو ورهين جي ڳهڻ ۽ سُورن بعد شاديءَ جو موقعو جنهن تي ڪانا گانا ٿين سو سندن لاءِ بيابان ۾ باغ مثل آهي. جيڪڏهن اها خسيس اتفاقي خوشي ۽ کِل ٻه کسي وٺجين ته هنن لاءِ حياتي ناقابل برداشت ٿي پوندي، پِل ته کين هدايت ڪجي ته پنهنجي وت کان ٻاهر خرچ ڪري، گهر ٻاري ڏياري نه ڪن. پر غور ڪريو ته ويچارن وٽ آهي ڇا جنهن مان جشن ڪن؟ غريبن لاءِ جشن، محفلون، فضول خرچ بي معنيٰ لفظ آهن. تنهنڪري نردتي ٿي سندن ڦٽن تي لوڻ نه ٻُرڪيو ۽ نڪي سندن خشڪ زندگيءَ کي وڌيڪ الوٽو ۽ بي سوادي بنائڻ جي ڪوشش ڪريو. اهڙيءَ ريت وچولي درجي وارن لاءِ شادي مِٽن مائٽن جي ميلاپ جو موقعو آهي. هندوستان وڏو ملڪ آهي جنهن ۾ سيني يارن دوستن، عزيز خويشن سان ملڻ محال آهي. شاديءَ تي سڀيئي گڏجن ٿا. اهوئي سبب آهي جو شاديءَ تي ايڏو تڪسات ڪيو وڃي ٿو. البت هينئر ڪانگريس ۽ ڪانگريسن تي اهڙو موقعو ملي ٿو ۽ انهيءَ خيال کان شايد راج نيتي ۽ پنگتي سميلن شادين جي جڳهه والارين.

اسان ڪشميرين ۾ پردي جو رواج ڪونهي پر هندوستان ۾ اچڻ بعد

پنهنجي رتبي رکڻ خاطر لاچار غير ڪشميرين اڳيان اسان کي پردو اختيار ڪرڻو پيو. اڄ تائين اسين پاڻ ۾ پردو نہ ڪندا آهيون ۽ وڏن موقعن تي بہ زالون مرد گڏ اُٿندا ويهندا آهيون. البت ائين ٿيندو آهي تہ زالون پاڻ ۾ گڏجي ٽولي ٺاهي وهنديون آهن ۽ مرد پاڻ ۾. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ ڀيد ڪونہ رکون، جنهن ڪري هو هڪ ٻئي سان ڀيا رلن ملن. انهيءَ مان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ اسان وٽ يورپ جيتري آزادي آهي.

وڏي ڪٽنب ۾ ننڍين ڳالهين تان جهڳڙي ٿيڻ جو گهڻو امڪان آهي. ڪڏهن ڪڏهن مان ڏسندو هوس تہ ڪي گهر جا ڀاتي هڪ ٻئي کان پاسو ڀيا ڪن يا هڪ ٻئي لاءِ اڻ وڻندڙ نموني ڀيا سُس پُس ڪن. مون کي سندن اها هلت نہ وڻندي هئي ۽ دک ٿيندو هئم. بابو سمجهندو هو تہ انهيءَ گهپيءَ لاءِ زالون ٽلاهي آهن پر جڏهن ڏسندو هو تہ گهر ۾ اڻبڻت وڌي وئي آهي تہ ٽپي باهہ تي ويندو هو ۽ سيني کي خوب ڪن مهٽ ڪري ڪجهہ وقت لاءِ ڪلڪل کي ٻنجو ڏئي ڇڏيندو هو.



# ٿياسافي

مان جڏهن ڏهين ورهين جو هوس، تڏهن بابي "آنند ڀون" نهرائڻ شروع ڪيو. اڳين گهر کان هي گهر گهڻو وڏو هو ۽ منجهس باغ ۽ سنان جو تلاءُ پڻ هئا. اونهاري جو مان هر روز ڪلاڪن جا ڪلاڪ تلاءَ ۾ وڃي ترڳندو هوس. ٿوري ئي وقت ۾ چڱو تارون ٿي پيس. شهر جي ٻي ڪنهن گهر ۾ تلاءُ ڪونه هو سو بابي جا سنگتي سانجهن جو هتي سنان ڪرڻ ايندا هئا. مون لاءِ رونشو ٿي لڳندو هو، جيڪي اڻ تارُو هوندا هئا، تن سان هٿ چراند ڪري، ٽيلها ڏئي پاڻيءَ ۾ ڏڪي، ٻيهي ٿه ٿه ڪندو هوس. سر تيج بهادر ساپرو انهن ڏينهن ۾ اجا ننڍو وڪيل هو. هو اڻ تارُو هو. ترڻ سِکڻ جو خيال بہ ڪونہ هوس. چا ڪندو هو جو پهرين ڏاڪي تي اٽڪل سوا فوٽ پاڻيءَ ۾ ويهي پاڻ تي پاڻيءَ جا ڪ پري وجهندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو کيس اندر ڇڪڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ ونبي واڪا ڪندو هو. بابو بہ ترڻ ڪونہ ڄاڻندو هو پر جيڪڏهن گهلي اندر ڪندا هيس تہ ڏند ڀيڪوڙي، تنگون ٻانهون هڻي وڃي پار پهچندو هو. انهيءَ وقت بوئر جنگ لڳي رهي هئي. بوئرن سان منهنجي دلي همدردي هئي جنهن ڪري جنگ جي احوال مطالع ڪرڻ لاءِ اخبارون پڙهڻ شروع ڪيم. منهنجي ننڍي ڀيڻ بہ انهن ڏينهن ۾ ڄائي. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي ڇاڪاڻ تہ ٻين جا ٻائر ڀينر ڏسي پنهنجي اڪيلي حالت تي ارمان ٿيندو هئم. هينئر سمجهيم تہ راند روند لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيڻ تہ هونديم. بابو تڏهن ولايت ۾ هو سو جڏهن ڊاڪٽر ٻاهر اچي مون کي ڀيڻ جي جنم جي خبر ٻڌائي تہ، چوڻ لڳو شڪر ڪر جو ڀاءُ نہ ڄائو اٽئي جو ملڪيت جو حصو ڪٽي وڃيئي! نيچتا کي بہ ڪا حد ٿيندي آهي سو، سندس اهڙي نيچ گُفتار ٻڌي مونکي ڏاڍو غصو آيو.

بابي جي ولايت وڃڻ تي ڪشميري برهمڻن ۾ چۏ پچۏ ٿيڻ لڳي ۽ موٽڻ بعد پراشچت ڪرڻ کان نابري وارڻ تي سندس خلاف اچي گوڙ متو.

ڪي سال اڳ پنڊت وشن نارائڻ ڏر بئريسٽري پڙهڻ لاءِ ولايت ويو هو ۽ موٽڻ بعد پراشچت ڪيو هئائين. تنهن هوندي بہ پراچين مت وارن ڪيس تالهين لاهي ڇڏيو هو. ڪن سالن بعد پنڊت وشن نارائڻ ڏر ڪانگريس جو پريزيڊنٽ ٿيو پر اسان جي نيات ۾ جهونن ۽ نَون خيالن وارن وچ ۾ ڳرا مت ڀيد پيدا ٿيڻ سبب بہ ڌريون ٿي پيون. انهيءَ وچ ۾ ڪيترا نوجوان ولايت مان ٿي آيا ۽ موٽڻ بعد ظاهري پراشچت ڪندي بہ اندروني طرح سڌارڪ خيال ويا ڦهلائيندا. پراشچت لاءِ ڪريا ڪرم بہ هڪ قسم جو فارس هو. جنهن سان ڌرم جو رتيءَ ماتر بہ واسطو ڪونہ هو. فقط گهٽن جي مرضي رکڻ خاطر هالو چالو رسم اڳيان مٿي ٽيڪ لاءِ ملمعو رچيو ويو آهي. پراشچت جو اکو قلو ڪري هر ڪو پنهنجي روءِ سوءِ پيو نوان خيال ڦهلائيندو ۽ غير برهمڻن ۽ غير هندن سان رلندو ملندو ۽ کائيندو پيئندو هو.

بابو تہ ماڳهين پراشچت کان پڙ ڪڍي بيٺو. کليو کلايو انهيءَ قسم جي ڊونگ کي ننڌي پراچين پوڄارين ۽ ڪهنہ پرستن تي ڦتڪار وجهڻ لڳو. نتيجو اهو ٿيو جو نيات ۾ ٽنٽو مچي ويو ۽ ڪيترن ڄڻن بابي سان شامل نئين پارٽي ٺاهي. هينئر تہ ڪيئي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ولايت مان ٿي آيا آهن ۽ ڪنهن کي مجال نہ ٿي آهي تہ کانئن پراشچت ڪرائي. نَون خيالن جي ڦهلجڻ ڪري اڳين مت ڀيدن کي ڪو پُڇي ڪونہ ٿو. جنهن ڪري هينئر ٽيئي ڌريون ڪنڌ ڪير ٿي ويون آهن. ڪاڏي پيتي جا ٻنڌن ڪن جزوي پوڙهين زالن ۾ آهن باقي ٻيا تہ هندو مومن سان گڏ پيا کائين پيئن. ڪشميرين ۾ پردو هوڻئن ئي نالي ماتر هو پر هينئر تہ صفا ڪونهي. 1930ع جي اسهيوگ آندولن بعد ٻين غير ڪشميرين بہ پردو ڪڍي ڇڏيو آهي. نيات کان ٻاهر سنگوتيءَ جو رواج ڪجهہ گهٽ آهي پر منهنجون بہ ڀينر غير ڪشميرين سان پرڻيل آهن ۽ ٻيا بہ ايڪڙ ٻيڪڙ مثال ٿيا آهن. هڪڙو نوجوان تہ هنگاريءَ مان ڇوڪري پرڻجي آيو آهي. هن ڳالهہ ۾ ڌرم جو لاڳاپو ڪونهي پر نسل جي بگڙڻ جو ڊپ رهي ٿو. هن ملڪ ۾ اسين بلڪل ٿورا آهيون ۽ جيڪڏهن ريل ڇيل سنگوتي ڪنداسين تہ اسان جا چٽا آريا روش هندي ۽ غير هندي منش ساگر ۾ غائب ٿي ويندا. اسين پنهنجي ڪشميري حيثيت سلامت رکڻ گهرون ٿا.

پهريون ڪشميري برهمڻ جو هندوستان کان ٻاهر ويو سو مرزا موهن لال ڪشميري هو. انهيءَ کي اٽڪل سؤ ورهيه ٿي ويا آهن. دهليءَ جي مشن ڪاليج مان پڙهي انگريزي سفارت سان پارسيءَ ٻوليءَ جو ڄاڻو ٿي پرديس ويو هو. هن گهڻي ئي ملڪ ڏٺا ۽ جتي ويو اُتي نئين ٻانهن ورتائين. نيٺ وڃي مسلمان ٿيو ۽ ايران جي شاهي خاندان مان شادي ڪيائين. جنهن ڪري ڪيس مرزا نالي سڏڻ لڳا. انگلنڊ ۾ راڻي وڪٽوريا جي حضوريءَ ۾ وڃڻ جو شرف پڻ حاصل ٿيو هوس. سندس هٿ جو لکيل سفرنامو پڙهڻ وٽان آهي.

مان يارهن ورهين جو هوس ته مون کي بروڪ نالي خانگي ماستر رکي ڏنائون. هن جو پيءُ آئرلينڊ جو رهواسي ۽ ماڻس فرانسوي يا بيلجي هئي. مائي بسنتيءَ جي سفارش تي بابي هن کي رکيو هو. ٿي ورهيه هن جي نظر هيٺ رهي مون سندس ٿياسافسٽي خيال جهٽيا. هن مون تي چڱو اثر ورهايو. هيو هڪ پيرسن پنڊت به پاڙهڻ ايندو هوم. هن وٽ مون کي هندي ۽ سنسڪرت سکڻي هئي پر پنڊت جي پڙهڻي اهڙي هئي جو ڪيترن سالن جي پڙهڻ پڄاڻا به سنسڪرت نالي ماتر مس ايندي اٿم. ڏوهه منهنجو ڇٽبو ڇاڪاڻ ته ٻولين سکڻ جي ذات ڪانهيم ۽ گرامر ته ڏٺو ڪين وڻندو اٿم. بروڪ جي سنگ ۾ ڪتابن پڙهڻ جو چاهه اُتپن ٿيم. بنا ڪنهن رٿا جي ڪتاب پيو پڙهندو هوس. انگريزي رومان، ناول، سفرناما وغيره وڻندا هئم ۽ شعر سان ته اهڙي دل ٻجهي ويم جو حياتيءَ ۾ هيترين ڦيرين ڦارين ايندي به اڄ تائين ان لاءِ شوق هلندو اچي. ازانسواءِ علم ڪيميا ۽ علم طبعيءَ ۾ به ننڍا تجربا ڪرڻ سکيس جنهن لاءِ گهر ۾ هڪ ننڍي لئبارٽري هوندي هيم.

بروڪس پنهنجي جڳهه تي ٿياسافسٽس جا ميڙ گهرائيندو هو. مان به وٽن وڃي ويهندو هوس جنهن ڪري آهستي آهستي سندن ٿياسافسٽي خيال ۽ گفتا گرهڻ ڪرڻ لڳس. پنر جنم، سوڪيم شرير، آتما وغيره تي ڳرا بحث هلندا هئا. مئڊم بلئواٽسڪي ۽ ٻين ٿياسافسٽن جي ڪتابن ۾ هندو گرنٿن، ڌرم پد، فيثا غورث، اپالونيس ۽ ٻين فيلسوفن، گيانين ڌيانين ۽ گپت وديا جي ڄاڻن جي پستڪن مان برمارڻ ڏنا ويندا هئا. بحث جو گهڻو ڀاڱو ته منهنجي سمجهه ۾ ئي ڪونه ويهندو هو پر تنهن هوندي به برهم وديا ۽ گپت گيان جي اپٽار منهنجي ڪن کي وڻندي هئي ۽ اندر ۾ سمجهندو هوس ته دنيا جي لڪل رازن کي کولڻ

جي ڪُنجي هتي آهي. هندو ڌرم لاءِ عزت ٿيڻ لڳم. هندو پوڄائن ۽ ڪريائن کي ميڻ ڪونہ لڳس باقي اپنشد ۽ گيتا جو قدر ڪرڻ لڳس. اهي ڪتاب منهنجي ٻالڪ ٻڌيءَ کان گهڻو اوچا هئا پر تنهن هوندي بہ من تي اثر ويهجي ويو تہ انهن گرنٿن ۾ اعليٰ علم سمايل آهي. پيو تہ سوڪيم سريرن جا سپنا لهي خيال ۾ مٿي چوٽ تي اُڏامڻ لڳس. بنا پَرن اُڏامڻ جا خواب اڄ تائين ڏسندو آهيان جي ڪڏهن تہ اهڙا چٽا هوندا آهن جو هيٺ زمين بلڪل وٽندڙ رنگين منظرن وانگر پيئي پاسندي آهي. مون کي سپنا سلڻ نہ ايندا آهن ۽ نڪي ڄاڻ اٿم تہ فرائڊ ۽ ٻيا هن قسم جي خواب جي ڪهڙي تعبير ڪندا.

ڪجهہ وقت بعد مائي بسنتيءَ جو الهہ آباد ۾ اچڻ ٿيو. ٿياسافيءَ تي ڪيترا وياکياڻ ڪيائين. منهنجي دل تي سندس فصاحت جو جبرو اثر ٿيو جنهنڪري سوسائٽيءَ جي ميمبر ٿيڻ جو پهہ پچايم مان اڃا تيرهن ورهين جو مس هوس. بابي سان ميمبر ٿيڻ جي ڳالهہ ڪيم تہ هن کِلي چيو تہ پلي وڃي ٿيءُ. مان سمجهي ويس تہ هو هن ڳالهہ کي وزن نٿو ڏئي ۽ دک ٿيم تہ هيڏن گُڻن هوندي بہ آتم گيان سان چاهہ ڪونہ اٿس. حقيقت ڪجهہ ٻي هئي. هو جهونو ٿياسافسٽ هو. مئڊم بلئوائسڪي جڏهن هندوستان ۾ آئي هئي، تڏهن سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيو هو پر پوءِ وري جلدئي پاسو ڪري ويو هو. سندس ڪي سنگتي ڪائنس وڏيڪ اورچ ٿي سوسائٽيءَ ۾ هلندا آيا ۽ ٿياسافٽن جي روحاني برادريءَ ۾ چڱو درجو حاصل ڪيائون.

خير، مان سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيس ۽ مائيءَ پاڻ دڪشا ڏنم. دڪشا ويل ڪجهہ اپديش ڏيندا آهن ۽ ڪي گپت نشانيون سليندا آهن جي شايد ميسنريءَ وٽان ورتيون اٿن. ان کان پوءِ بناس ۾ ٿياسافسٽ ڪنوينشن ڏسڻ ويس جتي ڪرنل آلڪاٽ کي شاهاڻي سفيد ريش سان پڻ ڏٺم.

ٽيهہ ورهيہ گذري وڃڻ بعد نئيڻ جي يادگيري چِٽي ٿي رهي. مان چٽي نٿو سگهان تہ ان وقت منهنجي ٻاهرين توڙي اندرين بيهڪ ڪهڙي قسم جي هئي. پر دل تي پڪو اثر ويٺل اٿم تہ ٻين ٿياسافٽن وانگر مان بہ اپوڳو سادو سودو ٻاہو ٻُڌو ڏسڻ ۾ ايندو هوس. اندر ۾ پاڻ کي برگزيدو سمجهندو هئس ۽ ٻاهران ساڏن جهڙي رهڻي هوندي هيم. مون کي خاطري آهي تہ منهنجن جيڏن سرتن کي منهنجي اهڙي قسم جي هلت اصل ڪانہ وڻندي هئي.

بروڪس جي وچڻ ڪان پوءِ ٿياسافسٽس سان لهه وچڙ گهٽجي ويئي ۽ پڙهڻ لاءِ ولايت وچڻ ڪان پوءِ تہ رهيو ڪهيو اثر بہ ويندو رهيو. پر تنهن هوندي بہ سمجهان ٿو تہ بروڪس ۽ ٿياسافيءَ جو مون تي ڪجهہ اثر رهجي ويو آهي، جنهن لاءِ مان سندن شڪرگذار آهيان. البت ٿياسافسٽس لاءِ اها عزت نہ اٿم جا اڳ هيم. رواجي ماڻهن وانگر هو بہ شهادت ۽ خوف خطري ڪان ڪنارو ڪري سٽين ستابين نوڪرين ۽ سلامتيءَ واري زندگيءَ ڪي ڇهتي پيا آهن. مائي بسنتي نرالي نموني جي هئي جنهن ڪري سندس لاءِ مون کي گهڻي عزت آهي.

انهيءَ زماني ۾ روس ۽ جاپان جي وچ ۾ اچي جنگ لڳي. جپانين جي سوڀ جا بيان اخبارن ۾ پڙهي خوشيءَ وچان دل ٽپا ڏيندي هئي. چڱا پئسا خرچي جاپان تي ڪيترا ڪتاب گهرايم. جاپاني تواريخ جا ڪتاب پڙهي مُنجهي پوندو هوس پر پراچين جاپان جي سوروِيرن جا ڪارناما ۽ لئفڪيڊِيو هيرن جا دلچسپ داستان ڏاڍو وڻندا هيم.

مان هينئر چوڏهن ورهين جو اچي ٿيس. منهنجا سؤٽ گهر ڇڏي ڏنڌي کي وڃي لڳا. منهنجو گهڻو وقت پنهنجن جيڏن سرتن سان گذرندو هو. ڇوڪرين سان گهڻي لهہ وچڙ رکڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهندو هوس پر تنهن هوندي بہ من ۾ عجيب خيال ۽ دل ۾ اچل پيدا ٿيڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن پارٽيءَ تي ڪشميري خوبصورت ڇوڪريون ڏسي دل گد گد ٿيندي هئي ۽ جي اتفاق سان ڪنهن جو هٿ لڳي ويندو هو يا ڪا چِتائي نهاريندي هئي تہ جسم مان ڄڻ بجليءَ جي لهر لنگهي ويندي هئي. 1905ع ۾ جڏهن مان پندرهن ورهين جو ٿيس تہ بابو مون کي امان ۽ ڀيڻ سميت انگلنڊ وٺي ويو.



# هئرو ۽ ڪيمبرج مڪتب

مئي مهيني جي آخر ۾ انگلنڊ پهتاسين ۽ ڊوور کان لنڊن ويندي ريل گاڏيءَ ۾ جاپان جي سوشيما وٽ بحري سوڀ جي خبر ٻڌيسين. ان وقت منهنجو من بود ۾ هو. ٻئي ڏينهن ڊربي ڏسڻ وياسين. ٽورو ئي پوءِ ڊاڪٽر انصاريءَ سان ڏيٺ ويٺ ٿيم. انهيءَ وقت هو لنڊن جي هڪ اسپتال ۾ هوم سرجن هو ۽ ان کان اڳ علمي مرڪزن ۾ چڱو ڀاڱو موڪيو هئائين.

هئرو جي مڪتب ۾ پندرهين ورهين جي ڇوڪرن کي داخل نہ ڪندا آهن پر منهنجي خوش نصيبي چئبي جو ٽورو وڏيتڙو هوندي بہ مون کي داخل ڪيائون. منهنجا مائٽ ڪي مهينا يورپ ۾ رهي هندوستان موٽي آيا. مان پاڻ کي ڏارين جي وچ ۾ ڏسي اُپاٽڪو ٿيڻ لڳس ۽ ڪجھ وقت گهر جي ڇڪ ٿيندي هيم. ڪوشش ڪري پاڻ کي اتي جي حالتن تي هيرايم پر صفا ٺهڪي ٺڪي نہ سگهيس. پاڻ کي ڏاريو پئي سمجهيم ۽ ٻين جو بہ مون ڏانهن ساڳيو رُخ هوندو هو. بنا گس گساءَ جي راندين تي ويندو هوس پر ٻين کان ڪڏهن گوءِ کڻي نہ سگهيس. مون کي لاطين صفا ڪانہ ايندي هئي تنهن ڪري پهرين هيٺين درجن ۾ رکيائون پر پوءِ جلد مٿي چڙهندو ويس. اسڪول جي ڪيترن ڪمن ۽ خاص ڪري عمومي ڄاڻ ۾ مان ٻين هم ڪلاسين کان برک هوس. اخبارون ۽ ڪتاب جام پڙهندو هوس. مٿين درجن ۾ ڪن ٽورن ڇوڪرن کان سواءِ ٻيا رڳو راندين نسبت ڪجھ ڳالهائي ٻولهائي سگهندا هئا. جنهن ڪري مون کي منجهانئن مزو ڪونہ ايندو هو.

1905ع ۾ جيڪي پارليامينٽ جون چونڊون ٿيون جن ۾ لبرل ڌُر کي سوڀ حاصل ٿي تن ۾ مون چڱي دلچسپي ورتي ۽ جڏهن ماسٽر ڪلاس ۾ ڪئمپبيل- بئنرمن وزارت جي ميمبرن جا نالا پُڇيا تڏهن مان ئي رڳو هوس جو ڪيس سڄي لسٽ ٻڌائي ويس. راج نيتيءَ کان سواءِ ومان رانيءَ ۾ پڻ دلچسپي هوندي هيم. رائيٽ برادرس، سانتو ڊيو مونٽ، فارمان، لئٿم ۽

بليريو انهيءَ ڏس ۾ چڱو نالو ڪڍيو هو. مون بابي کي لکي موڪليو ته موٽندي هوائي جهاز ۾ چڙهي ايندس.

هٽرو ۾ ڪل چار پنج هندواسي مس هوندا هئاسين. مان هيڊ ماستر جي گهر ۾ رهندو هوس جتي بڙودي جي گايڪواڙ جو هڪ پٽ پڻ رهندو هو. هو مون کان وڏو هو ۽ ڪرڪيٽ راند ۾ هوشيار هئڻ سبب ڇوڪرا کيس پائيندا هئا. منهنجي اچڻ کان ٿورو ئي پوءِ اسڪول ڇڏي ويو پر ڪجهه وقت بعد مهاراجا ڪپورٿالا جو وڏو پُٽ پرم اجيت سنگهه آيو جو هينئر ٽيڪا صاحب يعني گادي نشين آهي. سياءَ رلڻو ملڻو نه هوس جنهن ڪري ڇوڪرا ڏاڍو ستائيندا هئس. هي پيو خار کائيندو هو ۽ چوندو هو ته ڪپورٿالا اچو ته توهان جي چنچري لاهيندس. ڇوڪرا اهڙين ڌمڪين پر ناحق ٿا ڊڄن سو پاڻ وڌيڪ چيڙائيندا هئس. هتي اچڻ کان اڳ هو فرانس ۾ رهي آيو هو جنهن ڪري فرانسوي زبان آسانيءَ سان ڳالهائيندو هو پر هتي ڏاريون ٻوليون سيکارڻ جو طريقو اهڙو اُبتو هو جو فرانسوي زبان هم ڪلاسين کان وڌيڪ ڄاڻندي به ڪلاس ۾ سندس نمبر هيٺ هوندو هو.

اسان جي اسڪول ۾ ٿورا يهودي ڇوڪرا به هئا. سندن هلت چلت چڱي هوندي هئي پر سامي قوم خلاف حقارت ڦهليل هئڻ سبب هنن کي "دوزخي يهودي" جي قطار ۾ شماريندا هئا. مون ۾ به اهڙي قسم جو اثر واسو ڪرڻ لڳو جيتوڻيڪ سامين خلاف حقارت اصل ڪانه هيم ۽ يهودين مان ڪيترا شخصي سنگتي پڻ هيم.

هٽرو ۾ هينئر هِري مِري ويو هوس پر اندر ۾ سمجهڻ لڳس ته مان اسري ويو آهيان جنهنڪري ڪاليج جي ڇڪ تيڻ لڳم. هندوستان مان ايندڙ خبرن پڻ بي آرام پئي ڪيو. بنگال، پنجاب، مهاراشٽرا مان سنگين خبرون پئي آيون. لالا لجپتراءِ ۽ اجيت سنگهه کي جلاوطن ڪيو هئائون. بنگال ۾ وڳوڙ ۽ سوديشي ۽ بهشڪار جو شور هو ۽ پوني مان تلڪ جي گرجنا ٻڌبي هئي. موڪلن تي سوئٽ ۽ ٻين وطني يارن دوستن سان ڳالهيون ڪري دل جو بار هلڪو ڪندو هوس پر هٽرو ۾ حال محرم هوئي ڪونه جنهن سان اهڙي نموني جي رهاڻ ڪجي.

هڪ دفعي مون کي گئريبالڊيءَ جو جيون چرتر انعام طور مليو. پڙهڻ

سان دل تي اهڙو اثر ٿيو جو پنهنجي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد جا خواب لهڻ لڳس ۽ منهنجي من ۾ هندوستان ۽ اطاليا هڪ ئي ديس ڀاسڻ لڳا. هئرو ۾ ٻه سال مس ٿيا هيم پر اِهو مون لاءِ تنگ مڪان ثابت ٿيو هو جنهنڪري بابي کي لکيم ته مون کي ڪاليج موڪلي. هئرو ڇڏڻ ويل دل پرجي آيم چاڪاڻ ته اتي هِري مِري ويو هوس. دراصل ارهو ڪونه هوس پر شايد هئرو جي رسم ۽ راڳ مطابق دک ظاهر ڪرڻو هوم.

ارڙهين ورهيه ۾ پير پوڻ تي هو ته ترنٽي ڪاليج، ڪيمبرج ۾ داخل ٿيس. ڀالڪپڻ جي بندڻن کان آجو ٿي ڪاليج جي آزاد وايومنڊل ۾ اچڻ سبب خوشي ٿيم. ڳرائيءَ سان ڪيمبرج جي سوڙهين گهٽين ۽ ڪاليج جي ڪشادي احاطن ۾ چڪر ماري جاٽو سجاتوءَ کي لنگهندي پاهيندي ڪيڪاڻ لڳس. آهستي آهستي بنا ڪنهن لهر لوڏي جي ٽي سال پنهنجي پاٽيهي گذري ويا. ڪجهه ڪم، ڪجهه راند ۽ گهڻڻ يارن دوستن سان رهاڻ ۾ وقت ويو گذرندو. منهنجي دماغي دنيا به ويئي ڪشادي ٿيندي علم ڪيميا، علم ارض ۽ علم نباتات جو اڀياس ڪندو هوس. اوائل ۾ ڪن وشين تي اوچي اپٽار مغز ۾ نه ويهندي هئي پر پوءِ روءِ سوءِ ڪتاب پڙهي بين وچ ۾ پاڻ کي ڳالهائڻ ٻولهائڻ جهڙو ڪيم. انهن ڏينهن ۾ نيشي جو نالو زور هو ۽ برناردشا جي مهاڳن ۽ ڊڪنسن جي تازن ڪتابن جي واڪاڻ هئي. اسين پاڻ کي ڏاڍو چتر سمجهندا هئاسين ۽ ايوان بلوڪ، ايلس، ڪرافٽ ريبنگ، آٽو وائننگر جي پستڪن مان پرماڻ ڏيئي زالن مردن جي سنجوڳ ۽ نيتيءَ بابت فلڪي نموني رايا ظاهر ڪندا هئاسين. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته انهن مسئلن نسبت اسان پڙهيو گهڻو ئي هو پر تنهن هوندي به عورتن اڳيان اچڻ سان اسان مان مڙسي ڇڏائي ويندي هئي ۽ لليهر ٿي پوندا هئاسين. چوائين ٿيندو هو سو سمجهائڻ مشڪل آهي . لطيف جنس ڏسي دل ٻه ڏاڍي سرڪندي هئي. پاپ پڄ جو ته خيال ئي ڪونه هوندو هو ڇاڪاڻ ته ڪام بک مثل هڪ ترشنا آهي جنهن نسبت پاپ پڄ جو سوال اُٿيئي نٿو. تنهن هوندي به زال ذات ڏسڻ سان لڄ غالب پئجي ويندي هئي. مون کي اُبتا سبتا رستا اختيار ڪرڻ کان نفرت هئي جنهن ڪري استري جاتيءَ جي سنگ کان محروم رهجي ويس.

انهيءَ زماني ۾ منهنجا خيال سُک سڏانتين جهڙا هئا يعني تہ کهڙي بہ ذريعي سکي رهڻ جيوت جو مول مقصد آهي. هڪڙو تہ جواني هئي ٻيو تہ آسڪر وائيلڊ ۽ جان پيٽر جا خيال مون ۾ گهر ڪري ويا هئا. انهيءَ مان اتين سمجهڻ نہ گهرجي تہ آءٌ آسائش پسند هوس پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ حياتيءَ جا گونا گون تجربا ڏسڻ جي خواهش هيم. مون کي ڌرمي ڳالهين ڏانهن لاڙو اصل ڪونہ هو ۽ خاص ڪري روڪ ٽوڪ لاءِ ڌڪار هئي تہ هي ڪر ۽ هي نہ ڪر. حياتيءَ جي مسئلن ۾ اونهو نہ وڃي چمڪندڙ مثاچري تي ٻهڪڻ پسند ڪندو هوس. رس ۽ سوپيا جو ڪوڏيو هوس ۽ جيتوڻيڪ ڪشيل ڪمن کان ونءُ ويندو هوس تڏهن بہ جيوت ۾ جدا جدا تجربا ڪرڻ، رنگ رس ۾ لين ٿي وڃڻ جي آرزو هوندي هيم. حياتيءَ مان لطف ايندو هوم ۽ اهڙي قسم جي زندگيءَ کي بچڙو سمجهڻ لاءِ مون کي ڪو قوي دليل ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو. انهن خيالن هوندي بہ مان خطري ۽ خوف وارن ڪمن کي پسند ڪندو هوس. بابي وانگر مان بہ ڪي قدر سٽائي هوس. ٻهرين پئسن، پوءِ ڳرن داون ۽ آخر ۾ حياتيءَ جي وڏن مسئلن سان بازي کيلڻ لڳس. 1907ع ۽ 1908ع ۾ هندوستان جي سياسي حالت ولولہ خيز هئي ۽ منهنجي ڏاڍي دل هئي تہ ان ۾ تکو ڀهرو وٺان. خوش گذران ۽ سياسي جدوجهد جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪرائڻ مشڪل آهي، جنهنڪري هڪ ٻئي خلاف خيالات ۽ خواهشون من ۾ مونجهارو پيدا ڪرڻ لڳيون. پر اجا تہ مان وديارٿي هوس تنهن ڪري ڪي ورهيہ فيصلي تي اچڻ جي ضرورت نہ هئي. فعلاً جسماني توڙي دماغي ريت حياتي مزيدار هئي. ڪيئي نيون چيزون اک چڙهنديون هيون ۽ ڪيترين جي کوجنا جو خيال اُتپن ٿيندو هو. سياري جي سانجهن جو باهہ جي پر ۾ ويهي بحث ڪندا هئاسين تان جو اگر ٽري ويندا هئا ۽ لڳن ۾ سيات بستري داخل ٿيڻ لاءِ مجبور ڪندو هو. ڪڏهن تہ بحث ڪندي جوش اچي ويندو هو ۽ وڏي واڪي هڪ ٻئي جا دليل رد ڪندا هئاسين. هي سڀ ملمعو هو جاڪاڻ تہ اجا حياتيءَ جي پيچ ۾ نہ اٽڪيا هئاسين جنهن ڪري هن قسم جي وادو واد فقط وائي بادي هئي. ويهين صديءَ جي شروعات جو زمانو هو. اجا جنگ ڪانہ لڳي هئي. سٽت هي زمانو دفن ٿيڻو هو ۽ نوجوان کي موت مصيبت ۽ بي انتها ڏک جو مقابلو ڪرڻو هو.

حال في الحال مستقبل اکين کان لڪل هو ۽ اسين موجوده زماني ۾ آئينده جي ترقي ۽ آسودگيءَ جا آثار پسي پنهنجو وقت موج ۾ گذارڻ لڳاسون.

مون مٿي لکيو آهي تہ مان سک سڏانتي هوس. درحقيقت ڪيترن نرالن سڏانتن جا مون تي اثر هئا. مون ڪڏهن بہ انهن کي چنبڙي چاٽي ٻيهارڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. منهنجو مٿو طرحين طرحين غبارن سان ڀريل هو. ڪن جو اثر گهٽ ڪن جو وڌ هو. انهن متن متانترن, اصولن عقيدن جو مونجهارو مون ۾ ڪنهن بہ قسم جي چنتا اتپن نہ ڪندو هو. راند روند, پڙهڻ لکڻ, گهمڻ ڦرڻ ۾ مشغول هوندو هوس. البت هندوستان ۾ قومي هلچل جي ڪجهہ اوڻ رهندي هيم, ڇاڪاڻ تہ 1857ع واري بلوي کان پوءِ اڌ صديءَ بعد ٻهريون دفعو هندوستان ڪنهن قسم جي مڙسي ۽ جرئت ڏيکارڻ لڳو هو ۽ ڏاري اڳيان ڪنڌ نوائڻ کان پڙ ڪڍي بيٺو هو. بنگال ۾ سوديشي ۽ ٻهشڪار, تلڪ ۽ اربندو گهوش جي گرفتاري اسان جي اندر ۾ نئون سماجڪ جوش جاڳايو ۽ اسين سڀ هندستاني گرم ڌر يعني تلڪ جي ڌر جا طرفدار بڻجي پياسون. اسان کي پنهنجي "مجلس" هوندي هئي،جنهن ۾ راج نيتي مسئلن تي خوب بحث ڪندا هئاسون پر مسئلن کي مڙس ٿي حل ڪرڻ عيوض پارليامينٽ ۾ تقريرن جو نوع ۽ ڳالهائڻ جو نمونو پيا نقل ڪندا هئاسون. مان "مجلس" ۾ ويندو هوس پر اُتي ڳالهائيندو ڪونہ هوس. لڄارو سياءُ ۽ پاڻ ۾ عدم اعتماد آڏو ايندو هوم. ڪاليج جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ ۾ بہ مون سان ساڳي ڪار هئي ۽ بحثن ۾ ڀهرو نہ وٺڻ سبب ڏنڊ ڀري ڏيندو هوس. ايڊون مانٽيگ جو پوءِ هند سيڪريٽري ٿيو سو پڻ ڪاليج ۾ بحث ٻڌڻ ايندو هو. هو ڪاليج جو اڳيون شاگرد هو ۽ پارليامينٽ ۾ پڻ ڪيمبرج پاران چونڊجي ويو هو. هڪ دفعي ليڪچر ڪندي عقيدي ۽ وشواس جي سمجهاڻي ڏنائين, چيائين تہ جيڪڏهن عقل جي آڌار ڪنهن ۾ عقيدو آڻجي تہ ان کي ايمان چئي نہ سگهبو. ايمان آهي ئي ان قسم جو عقيدو جو عقل کي ريٽي, ان جي دليل کي باطل سمجهي پاڻ ۾ ويساهہ جمارائي ٿو. سائنس جي اڀياس منهنجي من تي چڱو اثر ڪيو ۽ مان بہ اوڻويهين ۽ شروعاتي ويهين صديءَ جي وگيانين وانگر پنهنجي وگيانڪ راين کي وڏيڪ معتبر ۽ خطا کان خالي سمجهڻ لڳس.

مجلس ۾ توڙي ٻاهر هندواسي وديارٿي سياسي مسئلا بحث ڪندي تمام گرم نموني جا خيال ظاهر ڪندا هئا. ڪي تہ بنگالين جي هنسا کي ساراهيندا هئا. عجب تہ هندوستان ۾ موٽي اچڻ بعد انهن مان ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ قومي هلچل ۾ ڀرو ورتو ۽ ٻيا ڪليڪٽر ۽ جج ٿيا. گنپير ۽ اسٽر سياءَ جا ماڻهو تي يا. سين گپتا، ڪچلو، شيرواڻي، ايس. ايم. سليمان وغيره انهن ڏينهن ۾ ڪيمبرج ۾ پڙهندا هئا ۽ ٻيا بہ ڪيترا سجهنم جن پوءِ وچي سول سروس ۾ عهدا ڪمايا يا رياستن ۾ وزير ٿيا.

اسان وٽ ڪڏهن ڪڏهن هندوستان مان ٻين چندرپال، لجپت راءِ، گوکلي جهڙا وڏا قومي اڳواڻ ايندا هئا. اسين کين عزت ڏيندا هئاسون پر اندر ۾ پاڻ کي کائنن اعليٰ تر انسان سمجهندا هئاسون. اسان کي وهم ويٺل هو تہ انگلنڊ جي سياسي وايومنڊل ۾ رهڻ سبب اسان ۾ قومي خواه ٻين مسئلن تي فراخ دليءَ سان سمجهڻ جو مادو پيدا ٿيو آهي. هڪ دفعي اسان ٻچن چندر پال کي پاڻ وٽ گهرايو. اسان پاڻ ۾ درجن کن مس هئاسون پر هو يار ايڏي وڏي آواز تقرير ڪندو ويو جو چڻ تہ ڏهاڪو هزار ماڻهن اڳيان ميدان تي بيٺو ليڪچر ڏئي. منهنجي ڪنن مان نڪاوَ نڪري ويا ۽ سندس تقرير مغز ۾ ئي نہ ويٺي. لالا لجپتراءِ جو نمونو وڌيڪ سهائيندڙ ۽ اثرائتو هو جنهن ڪري بابي کي لکي موڪليم تہ پال کان لال مون کي وڌيڪ ٿو وڻي. بابو خط پڙهي خوش ٿيو چاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ بنگالي گرم ڌر وارن جي خيالن سان شامل راءِ نہ هو. گوکلي جي تقرير جي فقط ايتري يادگيري اٿم تہ اي ايم. خواجہ نالي هڪ وديارٿي ميڙ جي آخر ۾ کائنس هڪ سوال پڇيو جو ايڏو تہ لنبو هو جو جڏهن چئي بس ڪيائين تہ اسان کي سوال جي منڍ ۽ مطلب جي ٻيٽ ئي ڪانہ پيئي.

لنڊن ۾ شيام جي ڪرشن ورما ۽ سندس جاري ڪيل "هندي گهر" جو نالو ٻڌڻ ۾ ايندو هو. مون سندس اخبار ڏٺي هئي پر وٽس ويو ڪونہ هوس. گهڻو پوءِ 1926ع ڌاري اوچتو ساڻس جنيوا ۾ ملاقات ٿيم ۽ ڏٺم تہ سندس ڪيسا پنهنجي پراڻي اخبار جي پرچن سان ڀريل هئا ۽ هو اهڙو تہ شڪي ٿي ڏٺو جو هر ڪنهن هندواسيءَ کي انگريز جو جاسوس ٿي سمجهائين.

لنڊن ۾ "انڊيا آفيس" پاران هندواسي وديارٿين لاءِ مرڪز کوليو هئائون. انهيءَ مرڪز جي سفارش بنا يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت مشڪل

ملندي هئي. لاچار وديارٿي اتي سلام پريندا هئا پر سيني کي دل تي اثر ويٺل هو تہ اتي سندن ڪمن تي تيٽ رکي وڃي ٿي.

هندوستان ۾ سياسي حالتون اهڙيون ٿيڻ لڳيون جو بابي کي بہ ڪي قدر ڀهرو وٺڻو پيو. مان سندس نرم خيالن جو نہ هوس پر تڏهن بہ خوشي ٿيم تہ راج نيتيءَ جي ميدان ۾ گهڙيو آهي. سندس بيا ساٿي پڻ نرم ڌر جا هئا. هڪ دفعي پرانتڪ ڪانفرنس جو سڀاپتي ٿيو ۽ مهاراشٽرا بنگال جي گرم ڌر خلاف شديد ڪلامي ڪيائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ گڏيل پرانتن جي ڪانگريس جو صدر ٿيو ۽ 1907ع ۾ سورت ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيو جو ڌرين جي مخالفت سبب ٽُٽي پيئي ۽ وري جڏهن نئين سر هستيءَ ۾ آئي تہ نرم ڌر وارن جو اُن تي قبضو رهيو.

انهيءَ زماني ۾ ڪجهہ وقت پڇاڻا هينري نيونسن الهہ آباد ۾ اسان وٽ مهمان ٿي آيو ۽ پنهنجي ڪتاب ۾ بابي لاءِ وڃي لکيائين تہ هو فقط مهمانوازي ۽ سخا ۾ فياض آهي باقي ٻين سيني ڳالهين ۾ اعتدال پسند. حقيقت ۾ بابي جي طبيعت اعتدال پسند يا مڊريم مارگي نہ هئي. رڳو سياست ۾ نرم ڌر جو نمونو اختيار ڪيو هئائين جو پوءِ ترڪ ڪري ڇڏيائين. بابو جوش، جذبي، احساس، قوت اراده ۽ شيخيءَ وارو انسان هو پر تنهن هوندي بہ ڪيترو وقت هو نرم ڌر وارن سان شامل رهيو. گرم ڌر وارن مان رڳو تلڪ لاءِ عزت هوندي هيس. سندس اهڙي قسم جي منورتيءَ لاءِ ڪي سبب هئا. هڪ تہ هو سچي چمار وڪيل ٿي رهيو هو جنهن ڪري قانون ۾ اعتقاد هوس ۽ مسئلن کي قانوني نقطئہ نظر کان ڏسندو هو. ڪيس جاڻ هئي تہ جيسين تڪو عملي قدم نہ کڻبو تيسين اجائي سخت ڪلاميءَ مان ڪڙتيل نہ نڪرندو. سندس خيال هو تہ سوديشي ۽ ٻهشڪار ذريعي گهڻو ڪجهہ نہ ڪري سگهبو. ٻين وانگر هندوستان جي پراچين سڀيتا لاءِ عزت نہ هيس ۽ نڪي چاهيائين ٿي تہ نئين سر اها جاري ڪجي. اڳين زماني جي رسمن رواجن، جات پات، ڌرمي سنسڪارن لاءِ ڌڪار هيس. قومي هلچل کي ڌرمي ڳالهين سان ملائي ڇڏڻ جو ور وڏي هو. سندس من تي يورپ جي تهذيب ۽ تمدن جو جبر و اثر ويٺل هو ۽ سمجهائين ٿي تہ انگلنڊ جي ساٿ ڏيڻ بنا هندوستان پنهنجي روءِ سوءِ گهڻو ٻوٽو ٻاري نہ سگهندو. سماجڪ اُن تي جيءُ ويچار کان 1907ع واري قومي هلچل پس قدم يعني پنتي نيندڙ هئي جنهنڪري نرم ڌر وارن جا خيال انهيءَ ڏس ۾ وڏيڪ فراخ ۽ ترقي

خواه هئا. پر نرم ڏر وارا پاڻ ۾ بلڪل ٿورا هئا ۽ عام الناس سان لهه وچڙ ڪانہ هين. مالي مسئلن تي بہ ايترو توجہ نہ ٿي ڏنائون. فقط سفيد پوش طبقي جي اون هئن. سندن مراد هئي تہ. جات پات بندن ٽوڙي ڇڏجن ۽ جهونيون رسمون جي ترقيءَ ۾ رنڊڪ وجهن ٿيون تن کي صفا ڪيڏي ڇڏجي.

بنگال ۾ ڪن اڳواڻن کان سواءِ باقي بيا گرم ڌُر وارا گهڻو ڪري نوجوان هئا. نئين تهيءَ وارن کي پنهنجي روءِ سوءِ بي لغام ويندو ڏسي بابي کي خار لڳندا هئا. احمقن جي تان تان ٻڌي نہ سگهندو هو ۽ تيز فهم جوانن جي مخالفت کي ڏيرج سان سمجهڻ وارو سياءُ ڪونہ هوس جنهنڪري سيني کي بنا تميز سٽيندو ويندو هو. ڪيمبرج ۾ مون سندس هڪ ليک پڙهيو جنهن مون کي ڏاڍو غصو ڏياريو. يڪدم لکي مڪومانس تہ انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ انگريز بهادر سندس ليک پڙهي ڏاڍو خوش ٿيندو. مون کي چاڻ هئي تہ هن قسم جي لکڻ تي سخت ڪاوڙ لڳنديس. ٿيو بہ ائين. ڏڪ گهڻ مون کي انگلنڊ مان واپس تي گهرايائين پر پوءِ انهيءَ خيال تان لهي ويو.

ڪيمبرج ۾ پهرين مون کي سول سروس لاءِ تيار ڪرڻ جو خيال ڪيو هئائون. چاڪاڻ تہ انهيءَ نوڪريءَ ۾ شام مانُ هو پر نڪي منهنجي نڪي بابي جوان ۾ گهڻو چت هو. بيو تہ مان اجا عمر جو ننڍو هوس جنهنڪري اهو خيال صفا لاهي ڇڏڻو پيو. مون کي ويهين ورهين جي ڄمار ۾ ڪيمبرج مان ڊگري ملي. آءِ سي. ايس لاءِ تي چار سال ترسڻو پوي ها. منهنجي مائٽن جي مرضي هئي تہ آءُ جلد هندوستان موٽي اچان. بيو تہ نوڪري ملڻ بعد مون کي گهر کان پري رهڻو پوي ها جا ڳالهہ منهنجي مائٽن کي نٿي آتڙي. تنهنڪري فيصلو ڪيائون تہ ابي ڏاڏي وارو وڪالت جو ڌنڌو اختيار ڪريان. عجب اهو آهي تہ انهن ڏينهن ۾ گرم خيالن هوندي بہ آءِ سي. ايس ۾ گهڙي سرڪاري مشين جو پرزو بڻجڻ خلاف مون ۾ خيال پيدا نہ ٿيو. مون کي خاطري آهي تہ نوڪريءَ ۾ گهڙڻ بعد مون ۾ اُن خلاف نفرت پيدا ٿئي ها.

1910ع ۾ سائنس ۾ سيڪنڊ ڪلاس جي ڊگري مليم. بہ سال تہ بئريسٽريءَ لاءِ لنڊن جون گهٽيون گهمندو رهيس. بئريسٽريءَ جا امتحان سولا آهن سو گهڻو وقت اوپارا لهرارا ڪتاب پيو پڙهندو هوس. فيبينس ۽ ساميوادين طرف ڪجهه لاڙو ٿيڻ لڳم. آئرشي تحريڪ ۽ زالن کي ووٽ جو حق ملڻ واري

هلچل ۾ خاص دلچسپي هيم. 1910ع ۾ آئرلينڊ ويو هوس ۽ اتي شن فين وارن جي ميٽنگن ڏانهن ڇڪجي ويو هوس. انهيءَ وقت هنرو جي ڪن جهونن يارن سان ملاقات ٿيم ۽ سندن سنگ ۾ فضول خرچ ٿي پيس. گهران جيڪو خرچ ملندو هو سو مون لاءِ پورو نه هو. بابي سمجهيو ته شايد مون ڪري پيو آهيان. حقيقت ۾ ڪريو ڪونه هوس پر شاهوڪار انگريزن جي وائي ڦرن جو بنا هوش نقل ڪري اميراڻي نموني گهمڻ ڦرڻ سکيو هوس. هن نموني جي احمقانه زندگيءَ مان مون کي ڪو فيض ڪونه رسيو. مورڳو آڪٽريل ٿي پيس ۽ اڳيون اُتساهه پڻ گهٽجي ويو.

1909ع ۾ بابي سان گڏجي برلن ويس. هڪ ڏينهن ڪائونٽ زيپلن هوائي جهاز ۾ وڏي مسافري ڪري سلامت برلن اچي پهتو. پندرهن ويهه لک ماڻهو سندس مرحبا لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا. هوٽل وارن اسان کي سندس فوٽو مفت ڏنو جو اجا تائين مون وٽ آهي. ٻه مهينا پوءِ پئرس ۾ هڪ ومان کي آئيفل برج مٿان چڪر ڏيندو ڏٺم. هوا باز جو نالو لامبرٽ هو. سورهن ورهيه پوءِ جڏهن لنڊ برگ ائٽلانٽڪ پار ڪري پئرس پهتو هو تڏهن پڻ آءٌ پئرس ۾ هوس.

ڪيمبرج ڊگري ملڻ بعد مان هڪ انگريزي دوست سان ناروي گهمڻ ويو هوس. هڪ ڏينهن پهاڙن جو سير ڪري ٿڪجي ٽُٽجي هوٽل ۾ اچي نڪتاسون. مرضي ٿي ته سنان ڪري بت جي گرمي گهٽايون پر هوٽل ۾ اهڙو بندوبست ئي ڪونه هو. سو هوٽل وارن جي ڏس تي ننڍيا هٿن اُگهڻ جا ٽوال کڻي هڪ پهاڙي لهر تي وهنجڻ وياسون. پاڻي هو ننڍو ۽ تڏو ۽ نهر جو ترو هو لسو. گهڙڻ سان يخ ٿي ويس. عضون ۾ چُرڻ پُرڻ جي سگهه نه رهي سو ويس گهلبو. ويهارو وِڪون پريرو اونهو لاهه هو. منهنجي انگريز دوست مون کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هٿ هٽندي منهنجي ٽَنگ ۾ هٿ پئجي ويس ۽ ڇڪي ٻاهر ڪڍيائينم. انهيءَ وقت انهيءَ دوست جا هٿ نه رسن ها ته اوڙاهه ۾ ڪري پهاڙسان ٽڪرجي، پٿون پٿون ٿي پوان ها.

ست ورهيه انگلنڊ ۾ رهڻ بعد 1912ع ۾ هندوستان ۾ اچي وڪالت شروع ڪيم. انهيءَ وچ ۾ ٻه دفعا ٿوري وقت لاءِ آيو هوس. مان سمجهان ٿو ته هن دفعي جڏهن جهاز مان بمبئي لٿس ته ڪي قدر ترڙو ۽ ميرزا مزاج ٿي لڳس ۽ هتي جي ماڻهن ۾ سرخرو ٿيڻ جو لل اصل ڪونه هيم.

❊

# جنگ جو زمانو

1912ع جي آخر ۾ هندوستان جي سياسي زندگيءَ ۾ ماناڻي هئي. تلڪ جي جيل ۾ هئڻ سبب گرم ڌر وارن وٽ ڪو اڳواڻ ڪونہ هو. سرڪار کين هيسائي چڏيو هو. بنگال ۾ بہ ڻاپر هئي ۽ نرم ڌر وارا منٽو مارلي سڌارن جا حمايتي هئڻ سبب سرڪار جا طرفدار ٿي پيا هئا. ڪانگريس نرمن جي هٿ هئي جي هر سال ڦلهڙا نهراءَ پاس ڪري گهر وڃي آرامي ٿيندا هئا. ...ن بانڪيپور جي ڪانگريس تي ويس. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪانگريس انگريزي پڙهيل فئشنبل وچولي درجي وارن جي گڏجاڻي هئي جنهن ۾ ڪنهن قسم جو سياسي جوش خروش هوئي ڪونہ. گوکلي بہ اُتي آيو هو. مڙس دلير، سچار، قوت پريو تي ڏنو. پڏرو هو تہ هن قومي معاملن کي بين وانگر هلڪڙائيءَ سان نٿي ڏٺو. منجهس صداقت جو مادو هو جنهن ڪري سندس شخصيت جو مون تي چڱو اثر ٿيو.

انگلنڊ مان موٽڻ بعد پهريان ہہ چار مهينا مٺن مائٽن جي صحبت ۾ کِل خوشيءَ ۾ گذري ويا ۽ هاءِ ڪورٽ جو ڪم بہ ڪجهہ وٺڻ لڳو. پر آهستي آهستي مزو ويو نہ ڪرندو. ڪورٽ ۾ ساڳئي نموني جي دستور العمل مان ڪٽ ٿيڻ لڳس ۽ حياتي بي معنيٰ ۽ بي ذوق ٿي پئي. پلا ست ورهيہ رهيو هوس، انگلنڊ ۾ سو هتي جو وايومنڊل مون کي پانئي نہ ٿي پيو. منهنجا خيال نرالا ۽ هتي جو ڍنگ نرالو. پاڻ ۾ ٺهڪي نٿي آيا. البت گهر ۾ پاڻ کي سکي سمجهندو هوس ڇاڪاڻ تہ اُتي اسان جي هلت ٻين ماڻهن کان نرالي هئي. بار، لائبريري ۽ ڪلب ۾ بہ مزو ڪونہ ايندو هو ڇاڪاڻ تہ وڪيل گهڻو ڪري قاعدي جي حُجتن تي پيا ٽان ٽان ڪندا هئا يا ساڳين ڳالهين تي خواه مخواه پيا جهڳي هڻندا هئا، جنهن مان نہ دل کي فرحت ۽ نہ دماغ کي تقويت. ڪٿي بہ اهڙي وندر ورونهن ڪانہ هئي جنهن ۾ ہہ چار گهڙيون وڃي پاڻ وندرائجي.

ڊڪنسن جي جيون چرتر لکندي فارسٽر هڪ هنڌ هن جي هڪ رمارڪ ڏانهن اشارو ڪيو آهي جنهن ۾ هو چوي ٿو ته انگريز هندواسين سان انهيءَ ڪري نٿا رلن ملن جو هندواسي هلاڪ ڪندڙ ۽ بي مزي انسان آهن. ممڪن آهي ته انگريزن ۾ اهڙو اثر وينل هجي ڇاڪاڻ ته هندواسي سچ پچ اهڙي اڻ وڻندڙ طبيعت جا ماڻهو آهن. ٻيو سبب جو فاريسٽر ڏيکاريو آهي سو اهو ته هرڪو انگريز هندوستان ۾ پاڻ کي انگريزي لشڪر جو هڪ جزو ٿو سمجهي جنهن ڪري ٻنهي قومن جي وچ ۾ آزاد رفتار گفتار ٿي نه ٿي سگهي. ازانسواءِ جڏهن ٻنهي قومن جا ماڻهو هڪ ٻئي کي گڏجن ٿا تڏهن ٻاهريون دم جهلڻ جي ڪوشش ڪري اڻ سياويڪ نموني جي روش اختيار ڪن ٿا. جنهن ڪري هرڪو هڪ ٻئي کان پيو ٿهي ۽ ڪنارو ڪري. انگريزن جي لهه وچڙ گهڻو ڪري سرڪاري نوڪرن ۽ سرڪار سان تعلق رکندڙ ماڻهن سان ٿئي ٿي. انهيءَ دائري کان ٻاهر ڪيئي بلڪل مزي جهڙا لائق ماڻهو پيا آهن جن سان سندن ڏيٺ ويٺ ٿيڻ محال آهي. انگريزي راڄ خواه مخواه ڪامورن ڪڙڻ کي انداز کان ٻاهر اهميت ڏني آهي. هن فرقن جا ماڻهو گهڻو ڪري تنگ دل ۽ بي مزي انسان ٿيندا آهن. تازو آيل نوجوان گورا اهڙن ماڻهن جي سنگ مان بلڪل بر ٿي پوندا آهن ۽ آهستي آهستي دماغي ۽ دلي سستي ويڙهي ويندي اٿن. اهوئي سبب آهي جو گورا هن ملڪ ۾ ڏينهن جو لکپڙهه جا اڪٽ ورق ورائي، ٿوري ڪسرت ڪري، سانجهن جو ڪلب ۾ هم وطنين سان وسڪي چاڙهي، پنج ۽ ٻيون مورتين واريون هفتيوار اخبارون ڏسي وڃيو بستري داخل ٿين. گهڻو ڪري ڪتاب پڙهن ئي ڪونه پر جي اتفاق سان دل سرڪين ته ڪو اڳيون ڪتاب جو وڻيو هوندن سو پڙهندا. نتيجو اهو ٿو نڪري ته هندوستان ۾ رهڻ سبب سندن دماغ ۽ دل تي ڪٽ چڙهي ٿي وڃي جنهن لاءِ هو ئِل مان سمجهن ٿا ته هتي جي آبهوا ۽ ملڪ ۾ سياسي وڳوڙ پيدا ڪندڙ تلاهي آهن. درحقيقت سندن دلي ۽ دماغي سستيءَ جو ڪارڻ نوڪر شاهي سرشتو بي جوابدار حڪومت ۽ بي ذوق ۽ تنگ دل ڪامورا ڪڙا آهن جن جو پاڻ هڪ جزو آهن. ديسي ڪامورن جي حالت به ڪا بهتر ناهي. ڪين نوڪر ٿي رهڻو آهي تنهنڪري سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ پيا پنهنجي بالا عملدارن جو نقل ڪن. جيڪڏهن ڪنهن کي حد

ڪان ٻاهر ٻر ٽيڻ جو آزمودو پراڻو هجي تہ دهليءَ ۾ ديسي ۽ وديسي آفيسرن جي ٽوليءَ ۾ ويهي موڪلن، پينشن، اضافا، بدلي ۽ هڪ ٻئي خلاف گلا ۽ چغلين واري گفتار ٻڌي. اهي ئي ماڻهو آهن جن جو هندوستان جي ڪنڌ ڪڙيچ ۾ احمقانہ نقل ڪيو وڃي ٿو. وڪيل. ڊاڪٽر ۽ خود پروفيسر بہ انهيءَ مرض ۾ مبتلا آهن. اهي هڪڙي مصنوعي دنيا ۾ رهن ٿا ۽ نہ رڳو عام ماڻهن پر هيٺين طبقي جي سفيد پوشن سان بہ گهٽي لهہ وچڙ ڪانہ اٿن. اڳ سياست اهڙن ماڻهن جي هٿ هئي. 1906ع ۾ بنگال واري هلچل انهن کي نظرانداز ڪري هيٺين درجي جي سفيد پوشن ۽ ڪن ٿورن پورهيتن وغيره ۾ جاڳرتا آندي. اسهيوگ بعد تہ قصو ئي الٽ پلٽ ٿي ويو آهي ۽ هينئر سياسي ميدان ۾ فقط اُهي رهي سگهن ٿا جي سڄو وقت ڏيڻ لاءِ تيار هجن ۽ اُن جي محدود دائري اندر ڪم ڪرڻ جي خواهش هجين.

مون کي اهڙي قسم جي حياتي پسند نہ هئي. وڪالت جي ڌنڌي ۾ ئي من سان محو ٿي وڃڻ مون لاءِ اسنيؤ هو. سياسي ميدان ۾ مون لاءِ جڳهہ ڪانہ هئي، ڇاڪاڻ تہ مان گرم خيالن جو هوس ۽ ڌاري حڪومت خلاف ڪاٿ ڪُهاڙا ڪڍڻ جي فائدي ۾ هوس. ڪانگريس جو ميمبر ٿيس ۽ ڇٽ ڇماسيءَ ڪانفرنسن ۾ وڃڻ لڳس. اتفاق سان ڪڏهن موقعو ملندو هو تہ دل و جان سان ڪاهي پوندو هوس، جيئن ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسي مزورن کي حق وٺي ڏيڻ لاءِ پاڻ پتوڙيم. پر اهڙا موقعا گهٽا تہ هئا ۽ بلڪل ٿورو وقت جٽاءُ ٿي ڪيائون. اهوئي سبب هو جو دل وندرائڻ لاءِ شڪار ڪرڻ لڳس جيتوڻيڪ شڪار ۾ ڪا خاص دلچسپي ڪانہ هيم. ڪليل هوا ۽ جهنگ ۾ رُلڻ پنڻ وڻندو هوم. مان سٺو شڪاري نہ هوس ۽ ناحق حيوان مارڻ نہ وڻندا هيم. هڪ دفعي هڪ هرڻ شڪار ڪيم. ويچارو سهڪي سهڪي منهنجي پيرن اڳيان پئجي رهيو ۽ پنهنجون سهڻيون نماڻيون اکيون کڻي مون کي ملامت ڪرڻ لڳو. اندر ۾ اهڙي ڇهنڊڙي پيم جو شڪار ڪرڻ ڇڏي ڏنم. اڄ تائين اهي اکيون منهنجي اڳيان پيون ڦرن.

انهن ڏينهن ۾ گوکلي جي سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ جو ڪم ڪي قدر وڻندو هوم. مون ڏٺو تہ ڪي هڏڏوکي ماڻهو پيا آسرا پلي پيٽ قوت تي وطن جي خدمت خاطر سڄي حياتي ارپڻ ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ

وڪالت ڇڏي سندن سات ڏيڻ جو خيال نہ هوم پر تڏهن بہ مون کي هنن لاءِ عزت هوندي هئي. هو هڪ منو تي لڳاتار ديس شيوا کي لڳي ويا هئا پر هنن جا سياسي تحريڪ نسبت خيال منهنجي دل وٽان نہ هئا جنهن ڪري مان ساڻن شامل نہ ٿيس.

هڪ دفعي سري نواس شاستري الهہ آباد آيو ۽ وديارٿين جي ميڙ ۾ تقرير ڪيائين جنهن ۾ ور ور ڏيئي ڇوڪرن کي هدايت ڪيائين تہ هو ماسترن ۽ پروفيسرن جي ادب ۾ رهن. اسڪول ۽ ڪاليج جا نيم پالن ۽ مدرسي جي اندر خواه ٻاهر اختياريءَ وارن جي حڪمن جي بجا آوري ڪن. نہ رڳو ايترو پر هڪ ٻئي جي اڙبنگاين کان بالا عملدارن کي آگاهين يعني تہ هڪ ٻئي تي نظر رکن. صفا کولي ڪونہ چيائين تہ ڇوڪرا جيڏن سرتن مٿان چغليون هڻن پر مطلب اهو هوس. هن قسم جي گفتار مون کي تہ حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. ڇوڪرن کي غلام طبع ۽ جي حضور بنائڻ جو ہيو کهڙو طريقو ٿيندو آهي. ظاهراً اهڙي قسم جي تقرير معتبر ۽ پُراخلاق ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مان انگلنڊ مان تازو موٽيو هوس. جتي هم ڪلاسيءَ تي چغلي هڻڻ بداخلاقي ۽ جرم سمجهيو وڃي ٿو. مون ڏٺو تہ جنهن کي مسٽر شاستري چڱا لڇڻ سمجهي ٿو ۽ جيڪي لڇڻ چڱا سمجهي مون کي ولايت ۾ سيکاريا ويا هئا تن ۾ وڏو فرق هو.

گذريل جنگ ۾ هندوستان جي سچي همدردي انگريزن سان نہ هئي. ٻاهران وڏي واڪي ماڻهن وفاداريءَ جا ڍڪ پٽي پريا پر نرم توڙي گرم جرمن جي سوڀ ٻُڌي خوش ٿيندا هئا. بچاءَ جي قاعدن سان سرڪار ملڪ جا هٿ پير ٻَڌي ڇڏيا هئا. تنهن هوندي بہ منصوبن ۽ نڪتہ نوڪيءَ جون ڳالهيون ٻُڌبيون هيون. پنجاب ۾ تہ زوري رنگروٽ هٿ ڪرڻ لاءِ ٻنهہ رڻ ٻاري ڏنو هئائون. اخبارون انگريز جي فائدي ۾ پرچار ڪنديون هيون پر ماڻهو ان تي اعتبار نہ ڪندا هئا. ماڻهو جرمنيءَ جي فائدي ۾ نہ هئا پر سندن مرضي هئي تہ انگريز کي ڌڪ لڳي جيئن ڪنڌ مان ڪِلي نڪريس. شخصاً مون کي فقط فرانس جي حال تي قياس پوندو هو. شروعات ۾ قومي تحريڪ صفا ويهي وئي هئي پر پوءِ لوڪمانيہ تلڪ جي جيل مان ڇٽي اچڻ تي هن ۽ مائي بسنتيءَ هوم رول ليگون ناهيون. مان ٻنهي ۾ شامل ٿيس جيتوڻيڪ پنهنجو

ڳھڻو وقت مائي بسنتيءَ جي ليگ کي ڏيندو هوس. ڪانگريس جي ساليانيءَ بيٺڪ پڻ وڏيڪ مزيدار ٿيڻ لڳي ۽ خاص ڪري مسلم ليگ جي ساٿ ڏيڻ بعد وايومنڊل ۾ جوش خروش وڌڻ لڳو. مائي بسنتيءَ کي نيڪالي ملڻ تي ويتر جوش وڌيو ۽ خاص ڪري پڙهيلن ۾ تحريڪ ٿھلي. 1907ع کان جيڪي گرم خيالن وارا ڪانگريس کان ڪنارو ڪري ويا هئاسي پڻ موٽي اچڻ لڳا ۽ سفيد پوشن جو بہ تعداد وڌي ويو. ڪيترا نرم خيالن وارا ۽ پوڙها پڻ شامل ٿيا. مائي بسنتيءَ کي نيڪالي ملڻ کان اڳ مسٽر شاستريءَ جون تقريرون اخبارن ۾ پڙهي خوش ٿيندا هئاسون پر پوءِ هو اوچتو ئي اوچتو ماٺ تي ويو. هي عمل جو وقت هو ۽ ليڊر جي ضرورت هئي، پر مسٽر شاستريءَ جي ماٺ اسان کي نراس ۽ مايوس ڪري ڇڏيو. انهيءَ وقت کان منهنجي دل تي اثر ويهي ويو آهي تہ مسٽر شاستري ميدان عمل ۾ مڙس تي وڙهڻ ۽ بحران ۾ سُکاني ٿيڻ جي ڏانوَ جو ناهي. ڪرم ڪيتر جا سورما ڪنهن بہ ڏؤل جا ٿيندا آهن. سيپيئي نرم ڏر وارا هڪ ئي وقت هتي ڪونہ ويا. ڪي هلندا آيا ۽ ڪي پوءِ پير ڪڍائي ويا. انهن ڏينهن ۾ سرڪار ملڪ جي اندروني انتظام لاءِ سفيد پوشن جي فوج تي ناهي. پهرين تہ ملڪ ان جي مخالفت ڪئي پر پوءِ فوجي تعليم جي ضرورت سمجهي ڪيترا اُن ۾ شامل ٿيا. مون بہ الهہ آباد ۾ والنٽيئرن جو جٿو ناهيو پر مائي بسنتيءَ کي نيڪال ملڻ تي استعيفيٰ ڏئي ٻين سان گڏجي سرڪار خلاف هڪ بيان شايع ڪرايم. جنهن تي بابي، سرتيج بهادر ساپرو چنتامڻيءَ ۽ ٻين صحيحون وڌيون. ڪن پوءِ پڇتايو ۽ ظاهر ڪيو تہ جنگ جي نازڪ وقت اهڙو قدم کڻڻ نہ کپندو هو پر بابي نہ رڳو استعيفيٰ نہ ڏني پر الهہ آباد ۾ هوم رول ليگ جو صدر بڻجي ڪم هلائيندو آيو.

بابي جو سياءُ حاڪمن اڳيان ڪنڌ نوائڻ ۽ جي حضور ڪرڻ خلاف هو تنهنڪري هو آهستي آهستي نرم ڏر کان ويو هٽندو پر گرم ڏُر وارن جي تقرير، تحرير ۽ روش بہ کيس نہ وڻندي هئي. مائي بسنتيءَ جي نيڪالي ۽ ان بعد واقعات جو مٿس اثر پيو پر اڳتي قدم وڌائڻ کان ڀئي هچڪيو. چوندو هو تہ نرم نيتي بي سود آهي پر جيسين هندو مسلم ايڪتا نہ ٿي آهي تيسين گهڻو نہ وڻيو. هڪ واريءَ اتحاد تي وجي ها تہ هو جوانن سان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ

لاءِ تيار هو. لکنؤ واري ڪانگريس- ليگ ناهہ تي هو بلڪل خوش ٿيو ۽ اڳين نرم دوستن کي ڇڏي اسان سان ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو. اهو معاهدو آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جنهن اجلاس ۾ بحال ڪيو هو سو اسان جي گهر ۾ ٿيو هو. 1918ع ۾ جڏهن مانٽيگ- چيمسفورڊ تجويز تي ويچار ڪرڻ لاءِ بابي جي زير صدارت لکنؤ ۾ پرانتڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي تڏهن نرم ڌُر وارن ڪانفرنس جو بهشڪار ڪيو ڇاڪاڻ تہ ڪين ڊپ لڳو تہ ڪانفرنس انهيءَ تجويز خلاف رايو ظاهر ڪندي. نرم ڪانگريس جي خاص اجلاس ۾ بہ انهيءَ سبب ڪونہ آيا. انهيءَ زماني کان وٺي هو ڪانگريس کان ٻاهر رهيا هئا. مون کي سندن روش پسند نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪنهن بہ پبلڪ ڪارڪن جي شان وٽان ناهي تہ نڪي پبلڪ ميٽنگ، ڪانفرنس، ڪانگريس ۾ اچي شامل ٿئي ۽ نڪي پنهنجا رايا ظاهر ڪري بين کي پنهنجي طرف ڪري ۽ رڳو ٻاهر ئي ٻاهر پاڻ کي ميان مِٺو پيو چوائي. مان سمجهان ٿو تہ نرم ڌُر وارن جو سياسي ميدان مان نالو نشان گُم ٿي وڃڻ جو وڏو ڪارڻ سندن بزدلي آهي. شروعات ۾ مسٽر شاستري ڪانگريس اجلاس ۾ اچي پنهنجي خيالن جي پڌرائي ڪندو هو جنهنڪري ڪانگريسي ساٿس هم خيال نہ هوندي بہ عزت ڏيندا هيس.

جنگ جي شروعات ۾ مان رواجي ڪم ڪندڙ هوس. تقريرن ڪرڻ کان ڇرڪندو هوس. پاڻ ۾ ايترو ست نہ ساريندو هوس تہ اُتي ماڻهن کي اُپديش ڪريان. ازانسواءِ پنهنجي ديس واسين اڳيان انگريزي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ واجب نہ سمجهندو هوس ۽ هندستانيءَ جو ايڏو محاورو نہ هوم جو گهڻو وقت سانده ڳالهائي وڃان. مون کي ياد آهي تہ 1915ع ۾ پريس ائڪٽ خلاف پهرين تقرير ڪيم. ڳالهايم انگريزيءَ ۾ پر مختصر. اجا ميٽنگ برخواست ٿي مس تہ سر تيج بهادر ساپروءَ ماڻهن اڳيان مون کي ڀاڪر پائي نراڙ چُميو. مون ڪا گوهر افشاني ڪانہ ڪئي هئي، پر سندس اجهل خوشيءَ جو ڪارڻ فقط اهو هو تہ مون عام ميڙ ۾ ڳالهائڻ سان ثابت ڪري ڏيکاريو تہ مان پبلڪ ۾ ڪم ڪرڻ لائق آهيان. انهيءَ زماني ۾ ليڪچر بازيءَ کان سواءِ ٻيو ڪم هوندوئي ڪونہ هو.

انهن ڏينهن ۾ اسان جوانن کي ڪجهہ اُميد هئي تہ ڊاڪٽر سابرو

ڪنهن وقت اڳتي قدم وڌائڻ لاءِ تيار ٿيندو. پيءُ نرمن جي پيٽ ۾ منجهس جذبو ۽ اتساهه هو. بابو اندر جو آتشي پر ٻاهران صفا سرد خون هوندو هو. جنهنڪري اسان جي منجهس گهٽي اميد نه هئي. پنڊت مدن موهن مالويه تجربيڪار هو جنهن ڪري اسين ساڻس بحث ڪندا هئاسون ۽ ڪيس ملڪ جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ منٿ ميڙ ڪندا هئاسون.

گهر ۾ سياسي مسئلن تي بحث ڪندو هوس ته يڪدم ڪُلم ٻري ويندو هو. بابي ڏنو ته مان تقريرن وغيره جي خلاف آهيان ۽ ڪنهن عملي قدم کڻڻ جا پهه پيو پچايان. هن کي شڪ اچي پيو ته بنگال جي جوانن وانگر مان به شايد هنسڪ ڪارروايُن ڏانهن ڪينچجي ويندس. جنهنڪري هن کي اندر ۾ مون لاءِ چورا ڪورا ويڙهي وئي. حقيقت ۾ هنسا ڏانهن منهنجو لاڙو اصل ڪونه هو. فقط ائين ٿي سمجهيم ته شخصي توڙي قومي عزت خاطر ڏاري حڪومت خلاف ڪجهه ڪرڻ ضرور گهرجي. چا ڪجي تنهن مُنجهائي وڌو هوم. بابي سان به ساڳي ڪار هئي. هو نرم ڏُر وارن جي بي سود بڪ بڪ ۽ بزدليءَ مان ناراض هو پر سياءَ جو ضدي هئڻ سبب هڪ دفعو ڪو گس وٺندو هو ته. ان کي ڇڏڻ ڪان پيو ڪيبائيندو هو. ڪو به قدم کڻڻ ڪان اڳ اندر ۾ پيو تڪ تور ڪندو هو جنهنڪري هوڙهيائي ۽ جوش وچان نه پر دماغي ڇڪاس بعد جڏهن آتم وشواس اتپن ٿئي تو اُن جي آڌار تي اڳتي پير رکندو هو. مغرور به جهڙو ڪو ڳوليو لڀي سو هڪ واري پاسو ڦيرايائين ته وري پنتي نهارڻ يا موٽڻ هن لاءِ محال هو. مائي بسنتيءَ کي نيڪالي ملڻ تي بابي ۾ ڪجهه تبديلي آئي. ان بعد نرمن ڪان ويو ڇجندو تان جو 1919ع ۾ پنجاب جي دکدائڪ حادثن ورهين جي ڏنڏي ۽ رهڻي ڪرڻي ترڪ ڪرڻ ۽ مهاتما سان نئين تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيس. انهيءَ وچ ۾ من تن پئي هنيائين. هڪ پاسي اندر ۾ شڪ شبها. ٻئي پاسي مون لاءِ چنتا هوندي هيس جنهن ڪري جڏهن به سياسي مسئلن تي ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي. ته اسان سان تِکو پوندو هو ۽ اڌ ۾ ئي بحث بند ٿي ويندو هو. منهنجي مهاتما سان پهرين ملاقات 1916ع ۾ لکنؤ ڪانگريس پيري ٿي. ڏکڻ آفريڪا ۾ جيڪو جوهر ڏيکاريو هئائين تنهن جو اسان کي قدر هو پر هو اسان جوانن کي بلڪل نرالي نموني ۽ ڍنگ جو ماڻهو ڏسڻ ۾ پئي آيو.

سياسي نمونې جو تہ لڳو ئي نہ پئي. ڪانگريس ۾ بہ رڳو ڏکڻ آفريڪا جي مسئلي تائين پاڻ کي محدود رکي قومي تحريڪ جي بين مسئلن ۾ بهري ونڻ کان نابري واري ويئو. ڪجھہ وقت پوءِ چمپارن جي راهڪن لاءِ جدوجهد ڪيائين. سندس ڪاميابي ڏسي اسين خوش ٿياسون ۽ سمجهيوسون تہ هندوستان ۾ بہ ساڳيو ڏکڻ آفريڪا وارو طريقو اختيار ڪرڻ لاءِ هو تيار آهي.

لکنؤ ڪانگريس ۾ سروجني نئدو جي تقريرن مون تي چڱو اثر ڪيو ڇاڪاڻ تہ منجهن قوميت جو جذبو پريل هو. 1916ع ۾ رابرٽ ڪيسمينٽ مقدمي وقت پنهنجي بچاءَ ۾ هڪ تقرير ڪئي هئي جنهن ۾ ڏيکاريو هئائين تہ غلام ديس جي رهواسيءَ جا خيال ڪهڙا هئڻ گهرجن. هينئر مان بلڪل قومي خيالن جو ٿي پيو هوس ۽ انگلنڊ ۾ پرايل سامياوادي خيالن جو اثر مون ۾ گهٽجي ويو هو. آئرلينڊ ۾ ايسٽر وارن فسادن مون کي پنهنجي خيالن ۾ پڪو ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ آئرش هار مان مون سمجهيو تہ ديڙ دونس سان قومي جذبو نابود نٿو ڪري سگهجي ۽ سچي ويرتا انهيءَ ۾ آهي تہ ڪاسيابي حاصل ٿئي يا نہ تہ بہ ظلم زبردستيءَ جو مڙس ٿي مقابلو ڪجي. انهيءَ زماني ۾ انهيءَ قسم جا خيال مون ۾ گهر ڪري ويا هئا. انهن خيالن ۾ اتساهہ ۽ آدرش جو جُزو گهٽ هو پر دنيوي سمجهہ ۽ تجربيڪاري گهٽ. برٽرنڊ رسيل جا ڪتاب پڙهندو هوس، ڇاڪاڻ تہ سندس خيال وڻندا هيم. انهن جذبن ۽ خيالن سبب وڪالت ڪرڻ مون لاءِ مشڪل ٿي پئي پر تنهن هوندي بہ ملڪ ۾ تکي ۽ زوردار عمل جي واهہ نہ ڏسي گاڏو پيو گهليندو هوس.

هڪ دفعي سر راش بهاري گهوش مشورو ڏنم تہ ڪو قانوني ڪتاب لکان. الائي ڇو هو مون ۾ دلچسپي ونڻ لڳو پر اهڙي قسم جا خشڪ ڪتاب لکڻ ۾ پنهنجو وقت ۽ قوت ضايع ڪرڻ واجب نہ سمجهيم ۽ نڪي اهڙي قسم جو لاڙو يا اندر ۾ چڪ محسوس ڪيم. پيريءَ ۾ سر راش بهاري تمام ڪاوڙيل سڀاءُ جو ٿي پيو هو جنهنڪري سندس زبردست ڪانئس ڏاڍو چرڪندا هئا. انهيءَ هوندي بہ هو مون کي وڻندو هو ۽ خي... ...س اوڻائين مان مزو ايندو هوم. هڪ دفعي شملا ۾ مانٽيگ چيمسفورڊ ... تي ويچار ڪرڻ لاءِ ڪن دوستن کي پاڻ وٽ گهرايائين. اُن وقت بابو ۽ مان سندس مهمان هئاسون. مانيءَ بعد راش بهاري ۽ ڪاپار ڊي بحث ڪندي اچي ڇُپ

پيا. راش بهاري نرم ڏُر جو ۽ ڪاپار ڍي تلڪ ڏُر جو هو. ڪاپار ڍي گوکلي تي نڪتہ چيني ڪرڻ لڳو ۽ چيائين تہ هو سرڪاري چاڙتو جاسوس وغيره آهي. راش بهاري اعتراض ورتو ۽ چيائين تہ گوکلي لک لهي ۽ ٻيو تہ هو پنهنجي سنگتيءَ خلاف ڪنهن ماءُ ٻچي کي ڳالهائڻ نہ ڏيندو. ڪاپار ڍي ٻوءِ اچي شاستريءَ تي متيو. راش بهاري کي ڳالهہ نہ وڻي پر شاستري لاءِ ايڏي عزت نہ هئڻ سبب گهٽو گوڙ بکيڙو نہ ڪيائين. راش بهاريءَ کي گوکلي لاءِ گهڻي عزت هوندي هئي ۽ جيسين هو جيئرو هو تيسين سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ کي چندو ڏيندو ايندو هو جو ٻوءِ سندس ديهانت بعد بند ڪري ڇڏيائين. ڪاپارڍي آخر ۾ تلڪ جي نرمن سان ڀيٽ ڪرڻ لڳو ۽ چيائين "ڏسو تلڪ ڪهڙو نہ اعليٰ درجي جو حيرت انگيز انسان آهي. هو سچو پچو سنت آهي." هن جو ائين چوڻ ۽ راش بهاري جو ڀڙڪو ڏئي گجڻ. "سنت! مون کي ذات سنت لاءِ نفرت آهي؟ ڪجا سنت ۽ ڪجا مان؟ منهنجو اهڙن ماڻهن سان بلڪل واسطو ڪونهي."



# ڪشمير جو سئر

1916ع جي وسنت پنچمي تي دهلي شهر ۾ منهنجي شادي ٿي. ڪي مهينا ڪشمير گذاريم ۽ هفتن جا هفتا هڪ سؤٽ سان گڏ پهاڙن تي پئي چڪر ڏنم. پهريون ئي دفعو لدخ طرف وڃڻ جو موقعو مليو هوم. دنيا ۾ ڪٿي به ههڙيون نديون، نوبڪليون، اوچيون ماٿريون ملڻ مشڪل آهن. زوجيلا لنگهه جي چوٽ تان هڪ طرف وڻن ۽ ساوڪ سان ڀريل ڇهڇ ساوا پهاڙ ۽ ٻئي طرف بي درخت سُڃا سڪٽا جبل ڏسبا. اسين به ماٿريءَ جو سوڙهو ڀيچرو ڏئي وياسين مٿي چڙهندا. ٻنهي طرفن کان برف جي چوٽين وارا بلند جبل پئي ٻهڪيا ۽ اڳيان اوچتو ئي اوچتو برف جون نديون ڇپون چرنديون پئي آيون. ڏينهن جو اُس ۾ ڪجهه ڪوساڻ هئي پر هونئن هوا اهڙي ته سرد هئي جو بت ۾ ڏڪٽي پئي پئي ۽ فضا اهڙي صاف ۽ گرد و خاڪ کان خالي جو دُور دُور شيون بلڪل ويجهو ڏسڻ ۾ پئي آيون. جيئن وياسين مٿي چڙهندا تيئن سُڃ وئي وڌندي. ٻوٽي ۽ درخت جو نشان ڪونه هو. فقط پهاڙ برف، يخ ۽ ڪٿي ڪٿي ٿورا گل هئا. تنهن هوندي به قدرت جي انهن ويران هنڌن ۾ گهمندي اندر ۾ مؤج ۽ ٻُت ۾ سگهه پئي محسوس ڪيم. مٿاهين لنگهه کان امرناٿ غفا اٽڪل اَٺ ميل پري آهي. رستي تي برف ۽ يخ سان ڍڪيل هڪ وڏو جبل آهي، اسان جي ڪئمپ ساڍا يارهن هزار فوٽ اونهائي هنڌ تي هئي. هيل تائين ڪيئي اٺانگا وريل وڻگيل لڪ ۽ ڀيچرا پار ڪيا هئاسون سو اَٺ ميل حساب ۾ نه آٽي هڪڙو ريڊار سونهون ڪري امرناٿ طرف نڪري پياسون. ريڙهيون پائيندا، نوڙين سان هڪ ٻئي کي ڇڪيندا، برف جون ڇپون چڙهندا وياسون. اسان کي ساهه کڻڻ ۾ مشڪلات ٿيڻ لڳي. حمال هلڪي بار هوندي به وات مان رت واهڻ لڳا. مٿان برف باران، هيٺان لسيون گسڪندڙ ڇپون، سو قدم قدم تي خبرداري ڪرڻي ٿي پئي. ٽڪجي ساٿا ٿي پيا هئاسون ۽ مشڪل سان وِڪ ٿي وڌي صبح جو ڇئين بجي

ڪئمپ مان نڪتا هئاسون. ٻارهن ڪلاڪن جي تڙ پيڙ بعد هڪ وڏو شاهي يخ جو ميدان ڏٺوسون جنهن جي اردگرد سفيد برف جون چوٽيون هيرن سان جُڙيل تاج مثل ٻهڪي هن هنڌ کي فرشتن جو وندر گاهه بڻائي ڇڏيو هو. افسوس جو ٿوري ئي وقت ۾ چاٽ ۽ لڙاٽ هن سوينيڪ درشيه کي ڍڪي ڇڏيو. اٽڪل پندرهن يا سورهن هزار فوٽ مٿي هئاسون. هي ميدان اُڪري غفا ۾ پهچڻو هو. اسان سمجهيو ته هاڻي لاهين چاڙهين کان ڇُٽاسون ۽ باقي اٽڪل اڌ ميل پنڌ جو جيئن تيئن پار ڪري وڃي پهچبو. مڃاڻ ته اڳيان ٻر ۽ سوراخ ۽ خال هئا جي تازي برف مٿان ڍڪي ڇڏيا هئا. سو هلندي هلندي اوچتو ڪنهن شاهي ٻرگهه ۾ ڦير پئجي ويم ۽ پاڻ کي اٿاهه اوڙاهه ۾ غرق ٿيندو ڏٺم جتي منهنجو جنازو شايد هزارين ورهيه بلڪل تازو توانو پيو هجي ها. خوش بختيءَ سبب نوڙي سٽ جهلي وئي ۽ مان ٻه ڏر جي پاسن کي پئي چنبڙيس. سو ساٿين ڇڪي ٻاهر ڪيم. اڳيان اجا ٻه ڪي وڏا سوراخ هئا. تنهنڪري لاچار وڏيڪ هلڻ جو سَت نه ساري امرناٿ ڏسڻ بنا پويان پير ڪياسون.

ڪشمير جي بلند پهاڙن، ماٿرين، ڍنڍن، آبشارن مون کي سدائين پاڻ ڏانهن پئي ڇڪيو آهي. ڪيئي دفعا مانسرور ڍنڍ ۽ ڪيلاس جي چوٽين ڏسڻ جو خيال ڪيو اٿم. پر ارڙهن سال سڏون ڪنڌي نبرن ويا آهن. قومي ۽ سياسي ڪم مان فرصت ئي نٿي ملي ۽ سرڪار جي نوازش سبب هر هر جيل ياترا پيو ڪريان، جتي اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ ويهي انهيءَ سڀاڳي ڏينهن جا سپنا پيو لهان. جڏهن جنجالن کان آجو ٿي هماليه پار ڪري مانسرور ۽ ڪيلاس جو ديدار ڪندس. پر ڏينهن پڄاڻان ڏينهن وڃڻ تي گذرندڙ [illegible] بدلجي ڪروڙن وسنا ۾ آئي آهي [illegible] نه [illegible] پيرسن ٿي نه وڃان جو ڪيلاس ۽ مانسرور تي پهچڻ ئي غيرممڪن ٿي پوي. خير، ڇا ٻه ٿئي پر اندر جو اشتياق هلندو اچي ۽ ڪڏهن ڪڏهن نماشام جي گلابي رنگ ۾ رتل برف جون چوٽيون انتراڪ اڳيان اچيو پرگهٽ ٿين ۽ دل انهيءَ برف، آبشار، گلن واري ملڪ ڏسڻ لاءِ اُڌما پئي ڏئي.

*

# ستياگرهہ

جنگ ختم ٿيڻ بعد ملڪ ۾ دبيل اتساهہ جي لهر هئي. ڪارخانن جي وڌڻ سبب شاهوڪارن ناڻي ٻڏا ناڻا ڪمايا هئا ۽ سندن مرض هئي تہ ڪمائي لايدايڪ ڏنڊي ۾ لڳائي وڏيڪ ڏوڪڙ ڪمائين. سفيد پوش تعليم يافتہ پنهنجي ترقي ۽ اقتدار برقرار رکڻ لاءِ خود حڪومت جا خواب لهي رهيا هئا ۽ هاري ڏلن گهٽجڻ جا خيال پچائي رهيا هئا. پنجاب جي ڳوٺن مان رنگروٽ يا اِجباري هٿ ڪرڻ لاءِ سرڪار جيڪا ڏبڙ دونس ڪئي هئي سا اتي جي هارين ڪان وسري نہ وئي هئي ۽ ”ڪوماگاتا مارو“ وارو معاملو ۽ منصوبن جا ڪيس پڻ ياد سين. ديسي فوجون بہ ڪو راضي نہ هيون. دور ملڪن ۾ بين قومن جي سولجرن سان گڏ رهڻ سبب سندن دماغ جا طاق کليا هئا. جنهنڪري بنا سوال جواب حڪم برچشم ڪرن هنن لاءِ ڏکيو ٿي پيو هو. خلافت جي معاملي ۽ ترڪن کي دٻائڻ جي نيتي مسلمانن ۾ رنجش پيدا ڪئي هئي ۽ هو ڪنهن جبري تحريڪ هلائڻ جو سعيو ڪري رهيا هئا.

ماڻهن جي دلين ۾ آسون اُميدون هيون ته انهيءَ سان گڏ [illegible] خطري جو اهڃاڻ پڻ. اهڙي وقت ڪار رولٽ ائڪٽ جاري ڪري ماڻهن جي رهي کهي آزادي نگهوسار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سڄي ملڪ ۾ جوش [illegible] وير ۽ سڀ نرم گرم ڌريون گڏجي اُن کي ننديو لڳيون. سرڪار [illegible] رهڻي ائڪٽ پاس ڪيو. ايتري سو رعايت [illegible] جو انهيءَ ائڪٽ [illegible] نقط ٽي سال رکيائون. پندرهن سالن گذرڻ بعد جڏهن ان تي ويچار ٿو ڪجي تہ حيرت ٿي لڳي چاڪاڻ تہ انهن ٽن سالن ۾ سخت گوڙ گنبوڙ هوندي بہ ائڪٽ هڪ دفعو بہ ڪم نہ آندو ويو. شايد ائڪٽ جي مراد ئي خواه مخواه جهڳڙو پيدا ڪرڻ جي هئي، ورنہ هندوستان ۾ اڳي ئي اهڙا قاعدا موجود هئا ۽ آهن جن اڳيان رولٽ ائڪٽ جي دال نہ ڳرندي انهيءَ ائڪٽ بعد ايترو سو ٿيو جو ملڪ کي مانٽيگ چيمسفرڊ سڌارا مليا ۽ هينئرچيو وڃي ٿو

سڌارن جي ٻي قسط ملڻي آهي. ڇا تا ڀانيو؟ اسان جي ترقي قسط بہ قسط ٿيندي پئي وڃي.

1919ع جي شروعات ۾ مهاتما سخت بيمار هو تنهن هوندي بہ وائسراءِ کي وينتي ڪيائين تہ هو اهو ائڪٽ بحال نہ ڪري. هن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيس. جنهن ڪري لاچار مهاتما ستياگرهہ هلچل هلائڻ جو پهہ پچايو. پهريات ۾ ستياگرهہ سڀا کولي ميمبرن کان پرتگيا ورتائين تہ هو رولٽ ائڪٽ ۽ ٻين اهڙن قانونن جي ڀڃڪڙي ڪن جن جي باري ۾ سڀا اهڙو فيصلو ڪري، يعني تہ هو ڄاڻي ٻجهي جيل وڃڻ جو سعيو ڪن. مون جڏهن اخبارن ۾ اها خبر پڙهي تہ ڀانيم تہ دل تان بار هلڪو ٿيو اٿم. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ هي هڪ سڌو سنواتو عملي قدم آهي جنهن مان ممڪن آهي تہ ڪاميابي حاصل ٿي سگهي. اهوئي سبب هو جو مون ستياگره سڀا ۾ داخل ٿيڻ جو خيال ڪيو. جيل وڃڻ، قاعدي جي انحرافي ڪرڻ مان جيڪي نتيجا نڪرن سي برسر ڪرڻ هڪ معمولي ڳالهہ سمجهيم. تنهن هوندي بہ مون لاءِ رستو صاف نہ هو ڇاڪاڻ تہ بابو انهيءَ جي سخت مخالفت ڪري رهيو هو. ڪابہ نئين ڳالهہ هڪدم اختيار ڪرڻ سندس سڀاءَ ۾ نہ هو. ڳڻ ڳوت ڪري، آڳو پيڇو جاچي قدم کڻندو هو. تنهن ڪري هيءَ نئين ستياگرهہ سڀا کيس پسند نہ پئي. ڪن شخصن جي جيل وڃڻ مان سرڪار کي ڪهڙو لوڏو ايندو؟ ڪهڙو زمين آسمان هيٺ مٿي ٿي ويندو؟ ازانسواءِ بابي جو پنهنجي ٻارن سان تمام گهڻو پيار هوندو هو. ڏيک سو ڪونہ ڪندو هو پر اندر ۾ آنڊي جي ڇڪ هيس سو منهنجي جيل وڃڻ جي ڳالهہ کيس اصل ڪانہ وڻي. نہ رڳو ايترو پر ڪوبہ شخص ستياگرهہ ڪري جيل وڃي سو کيس هڪ قسم جي چريائي ڏسڻ ۾ پئي آئي. سندس قصور ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ پنهنجي عقيدي يا ملڪ جي آزادي ۽ ماڻهن جي حقن خاطر جيل وڃڻ جو سلسلو جاري ڪونہ ٿيو هو. ڪيترا ڏينهن تہ اسان جي اندر ۾ اُڻ تُڻ پئي هلي ۽ سمجهيوسون ٿي تہ معاملو سنگين آهي. هالو چالو حياتيءَ کي اُلٽ پلٽ ڪرڻ جو سوال هو سو فهميدي نموني هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳاسون. مون کي ستياگرهہ کانسواءِ ٻي واهہ ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي، سو انهيءَ چنتا ۾ هوس تہ اهڙو ڪو نمونو اختيار

ڪريان جو بابي کي ڏُک نہ پهچي. راتين جون راتيون اڪيلو جهنگ منهن ڏئي ويندو هوس ۽ ڪنهن واهہ لهڻ لاءِ هورا کورا ڪري پيو پاڻ آزاريندو هوس. بابي کي مون لاءِ اهڙي ڳڻتي ويڙهي وئي جو رات جو پٽ تي سمهڻ لڳو. سمجهائين ٿي تہ مون کي جيل ۾ پَٽ تي سمهڻو پوندو، سو اڳي ئي اُن جو آزمودو وٺي ٿي چڏيائين.

بابي مهاتما کي لکي پاڻ وٽ گهرايو ۽ منهنجي غير حاضريءَ ۾ ساڻس لنبيون چوڙيون ڳالهيون ٻولهيَون ڪيون، جنهن تي مهاتما مون کي صلاح ڏني تہ مون کي ڪوبہ اهڙو ڪم نہ ڪرڻ گهرجي، جنهن مان بابي کي رنج رَسي. مون کي اها صلاح نہ وڻي ۽ ڏُک بہ ٿيم پر پوءِ جلد ملڪ جي حالتن ۾ زبردست ڦيرو آيو. ستياگرهہ جي ڏينهن سڄي ملڪ ۾ هڙتال ٿي. دهليءَ ۽ امرتسر ۾ پوليس ۽ فوج گوليون هلائي ڪيئي ماڻهو ماريا، احمد آباد ۽ امرتسر ۾ وڳوڙ ۽ هنسڪ ڪارروايون ٿيون، جليانوالا ۾ ڪوس ۽ پنجاب ۾ مارشل لا هيٺ ظلم ۽ ستم جو زمانو شروع ٿي ويو. پنجاب کي هندوستان کان ڇني الڳ ڪيو ويو. ڪوبہ اتان اچي وڃي ٿي سگهيو. اتفاق سان جيڪڏهن ڪو مصيبتن جو ماريل هن دوزخ مان کسڪي ٻاهر ٿي آيو تہ وٽائنس سربستو احوال معلوم ٿي نٿي سگهيو. اسان جي اندر ۾ جنسي چير پئي پيا ۽ انهيءَ چنتا ۾ هئاسون تہ مارشل لا جي انحرافي ڪري پنهنجي دکي ديس واسين پيڙو وڃي ٿيون، پر اسان کي وڃڻ نہ ڏنائون. ايتري ۾ ڪانگريس وڏي پيماني تي ستايلن کي سهائتا ڏيڻ ۽ مارشل لا هيٺ ٿيل ڪارروائين جي جاچ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

مارشل لا جي ختم ٿيڻ تي ڪانگريسي پنجاب ۾ ڊوڪي پيا. سهائتا جو ڪم پنڊت مالويا ۽ سوامي شرڌانند جي نظر هيٺ ۽ جاچ جو ڪم بابي ۽ نچت رنجن داس جي سپرد ڪيو ويو هو. مهاتما بہ ڪم ۾ مشغول هو ۽ ڪانئس مشورو ورتو ويندو هو. ديش بنڌو داس امرتسر جي ايراضيءَ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو ۽ مون کي سندس اسسٽنٽ ڪري رکيائون. اهو پهريون دفعو هو جو مون کي سندس نظر هيٺ ۽ ساڻس گڏ ڪم ڪرڻ جو شرف مليو. چڱو تجربو پرايم ۽ سندس لياقت جو قدر پڻ ٿيم. اسان جليانوالا باغ چڱيءَ طرح جاچي ڏٺو ۽ ماڻهن کان روبرو شاهديون ورتيون جي پوءِ ڪانگريس جاچ رپورٽ ۾ درج ڪيون ويون.

ايڊورڊ ٿامسن جو چوڻ آهي تہ جنرل ڊاير کي شايد خبر ئي ڪانہ هئي تہ جليانوالا باغ ۾ ماڻهن لاءِ ڪو ٻيو لنگهہ ڪونہ هو. اها ڳالهہ اعتبار جوڳي ڏسڻ ۾ نٿي اچي. ڇاڪاڻ تہ چارو طرف بہ تہ ماڙ جڳهيون آهن جي هو چڱيءَ ريت ڏسي سگهيو ٿي. فقط هڪ طرف اتڪل سؤ فوٽ ڊگهي ۽ پنج فوٽ ڊگهي ڀت آهي جنهن تان ماڻهن ٽپي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي پر گولين جي وسڪاري سبب ڀت جي ٻنهي پاسي مئلن جا ڍير پيا هئا. ڀت تي بہ سوين گولين جا نشان آهن. جنهن مان هرڪو ڏسي سگهي ٿو تہ سندس مطلب ڪهڙو هو. 1919ع جي پڇاڙيءَ ۾ مان امرتسر مان دهليءَ اچي رهيو هوس. گاڏيءَ ۾ فقط مٿان سمهڻ جي هڪ جڳهہ هئي سو مون اُها اچي والاري. مون ڏٺو تہ سجو گاڏي فوجي عملدارن سان ڀريو پيو هو جن مان هڪ جٽي وڏي واڪي فخر سان امرتسر ۾ ڪيل ڪوس جو ذڪر پئي ڪيو. اهو شخص جنرل ڊاير پاڻ هو. ڊاير کي پنهنجي وحشي گوري نسبت سنگدل نموني لباڙ هڻندو ڏسي منهنجي دل کي ڏاڍو ڪو آيو ۽ عجب لڳم تہ ههڙا ماڻهو بہ دنيا ۾ پيا آهن.

پنجاب ۾ جاچ ڪميٽيءَ جو ڪم ڪندي مهاتما سان وڌيڪ واقفيت ٿيم. گهڻو ڪري سندس رٿون اهڙيون عجيب هونديون هيون جو ڪميٽي انهن کي ريتي ڇڏيندي هئي پر هو تڏي نموني دليل ۽ سمجهاڻيون ڏئي نيٺ پنهنجي ڳالهہ بحال ڪرائيندو هو. مون تجربي مان ڏٺو تہ سندس رٿون وڌيڪ ڪارگر هيون جنهن ڪري سندس سياسي فهم ۾ منهنجو اعتقاد وڌندو ويو.

پنجاب جي حادثن بابي جي دل تي جبرو اثر پيدا ڪيو. قانون ۽ قاعدي مان اڳيون اعتقاد نڪري ويس. نرمن ڪان تہ اڳي ئي ڇڄي ويو هو ۽ سندن مکيہ اخبار "ليڊر" مان ناراض ٿي 1919ع ۾ "انڊيپينڊنٽ" جاري ڪئي هئائين. ماڻهن کي هيءَ اخبار پسند هئي پر اسان مان ڪنهن کي بہ اخبار هلائڻ جو تجربو ڪونہ هو. جنهنڪري مشڪلاتون پيش آيون. پنجاب مان موٽڻ بعد مون ڏٺو تہ اخبار جي مالي حالت بلڪل سقيم آهي. اجا ڪوشش ڪري ڪجهہ بهتري آندم تہ جيل جو سڏ ٿيو ۽ منهنجي غير حاضريءَ ۾ اخبار بند ٿي وئي. هن آزمودي بعد مون وري اخبار هلائڻ يا ڊائريڪٽر ٿيڻ کان پئي ڪيٻايو آهي.

بابي امرتسر ڪانگريس جو صدر ٿيڻ قبوليو ۽ نرمن کي اپيل ڪيائين،

تہ ملڪ جي دردناڪ حالت جو ويچار ڪري ڪانگريس ۾ اچي شامل ٿين، پر هنن جون اکيون نون سڌارن ۾ وچي کتيون هيون. سو کيس ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون. بابي کي ڏک ٿيو ۽ انهيءَ وقت کان سندس ۽ نرمن وچ ۾ وڏو ويڇو پئجي ويو.

امرتسر ڪانگريس ۾ مهاتما سيني کان گوءِ کٽي ويو. لوڪمانيہ تلڪ بہ چڱو بهرو ورتو پر ماڻهو مهاتما ۾ اڳواڻيءَ جي اُميد رکي ويٺا هئا ۽ ”مهاتما گانڌيءَ جي جيءَ“ سان پنڊال کٽي ڏنو هئائون. علي برادران بہ تازو بند مان خلاص ٿي ڪانگريس ۾ اچي شامل ٿيا جنهن ڪري قومي هلچل ۾ نئين جان اچڻ لڳي. مولانا محمدعلي جلد ئي خلافت وارن جي سفارش وٺي ولايت اُسهيو جنهنڪري خلافت ڪميٽيءَ وارا مهاتما جي اثر هيٺ اچي عدم تشدد ۽ قطع تعلقات (اهنسا ۽ اسهڪار) جا پهہ پهچائڻ لڳا. مون کي هڪڙي ميٽنگ ياد آهي. جنهن ۾ مولوي، علماءَ ۽ ٻيا خلافتي انهيءَ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا تہ سفارت ناهي وائسراءِ وٽ منجن. مهاتما کي بہ ساڻن گڏجي وڃڻو هو پر جيسين هو دهليءَ پهچي تيسين رسم مطابق ائڊريس وائسراءِ کي اڳوات ڏياري موڪلي هئائون. مهاتما اچڻ سان ائڊريس پڙهي ڏٺو تہ ان ۾ ڪي ڪينهي سو خلافتين کي چيائين تہ هن نموني جي بي معنيٰ گهڻ اکرائي مان ڪهڙو سود. بهتر ٿيندو تہ هو پنهنجون واجبي گهرون بيان ڪن ۽ انهن جي حاصليت لاءِ سڀ ڪجهہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن. هندوستان جي قومي مرڪزن ۾ هيءَ نئين ڳالهہ هئي. هيل تائين وڏا بيان ڪيدي، ڪڙاڪيدار ٻوليءَ ۾ پيا اوپارا لهوارا بحث ڪندا هئا. سليس سادي نموني پنهنجي اندر جو مطلب ظاهر ڪرڻ سکيا ئي ڪونہ هئا. مهاتما جي ڳالهہ ۾ وزن ۽ سياڻپ ٻئي هئا سو خلافت ڪميٽيءَ سندس درستي قبولي، اڳين مسودي ۾ نوان فقرا گڏي، وائسراءِ جي سيڪريٽريءَ کي موڪليا. جنهن تي وائسراءِ بلڪل مزي جهڙو جواب ڏنن تہ اڳيون مسودو بلڪل پورو هو ۽ نوان فقرا گڏڻ جي هو بلڪل برخلاف آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ سرڪار خلافت ڪميٽيءَ جون گهرون قبولڻ لاءِ تيار نہ هئي. پوءِ تہ مهاتما ۽ مولوين ۽ علمائن جي وچ ۾ قطع تعقات نسبت اچي بحث ڇڙيا. مهاتما جو کين چوڻ هو تہ هو پنهنجي گُهرن تي سالم ٿي بيهن ۽ هنسا يا تشدد جي

ڪارروائيءَ کان باز رهن. قطع تعلقات جو طريقو اختيار ڪن وغيره. هنن کي پهرين تہ اِها ڳالهہ ئي نٿي وڻي ۽ اهنسا جو اصول سندن دماغ ۾ ئي نٿي وينو. چوڻ لڳا تہ اسان جو دين سچ ۽ انصاف خاطر هنسا جي اجازت ٿو ڏي. اهنسا اسان جو اصول ٿي نہ ٿو سگهي پر تنهن هوندي بہ اهنسا ۽ اسهيوگ سياسي نيتيءَ طور قبول ٿا ڪريون. ڪانگريس بہ ساڳي نيتي اختيار ڪئي ۽ بنهي ڌرين گڏجي پهرين آگسٽ تي اسهيوگي آندولن شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

سال جي شروعات ۾ سيد رضا علي جي گهر الهہ آباد ۾ مسلمانن جو جلسو ٿيو مولانا محمدعلي ولايت مان اجا ڪونہ موٽيو هو پر مولانا شوڪت علي اتي حاضر هو. مون ڏٺو تہ هن کي ڏاڍو جوش هو پر ٻيا مولوي ۽ علماءُ ملول ۽ گهبرايل پئي ڏٺا. هو ڪنهن بہ تکي قدم کڻڻ لاءِ تيار نہ هئا پر ان جي مخالفت ڪرڻ جي بہ همت نٿي ساريائون. مون کي تہ مايوسي ويڙهي وئي ۽ پاڻ کي پڇڻ لڳس تہ ههڙا ماڻهو ڪيئن انقلابي تحريڪ هلائي برطانيہ سرڪار جو مقابلو ڪري سگهندا؟ مهاتما سندن اڳيان تقرير ڪئي جنهن جي ٻڌڻ سان وڏيڪ ڊپ ويڙهي وين. پهرين تہ مهاتما حڪما حڪم ويو پنهنجي نيتي سمجهائيندو. سندس ڳالهائڻ نهنو نرم وٽندڙ هو پر منجهس هيري جو جوهر ۽ سختي، اخلاص ۽ آزادي هئي. اکين ۾ ڪوملتا ۽ گنڀيرتا هوندي بہ منجهن اجهل شڪتي ۽ اٽل ارادو پئي بکيا. هو مولوين کي چوڻ لڳو تہ هينئر هڪ زبردست دشمن سان جنگ شروع ٿيڻ واري آهي. جيڪڏهن اوهين هن جنگ ۾ بهرو وٺڻ چاهيو تہ سڀ ڪجهہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو. جنگ شروع ٿيڻ سان فوجي قانون لاڳو ڪيو ويندو آهي. اسان کي بہ جيڪڏهن پنهنجي جنگ ۾ ڪامياب ٿيڻو آهي تہ ليڊر جي حڪم ۽ فوجي قانون جي تعميل ڪرڻي پوندي. توهان کي اختيار آهي تہ مون کي ڪيڏي مهل بہ ڪڍي ڇڏيو. سزا ڏيو يا ڦاسيءَ چاڙهيو پر جيسين مون کي اوهين پنهنجو سپهہ سالار ڪريو ٿا تيسين توهان کي منهنجو حڪم فوراً مڃڻو پوندو. هن قسم جي حڪومت جو مدار توهان جي رضامنديءَ تي آهي چاڪاڻ تہ اها حڪومت سهڪار بنا هلائي ڪانہ سگهبي. مون کي اوهان جي سهڪار جي ضرورت آهي. تنهن ڪري جڏهن

مون مان دل کٽي ٿيو تڏهن بلاشڪ مون کي لت هڻي ٻاهر ڪڍجو. مان شڪايت جو هڪ لفظ زبان تي نہ آڻيندس.

مهاتما جي دل سچائيءَ ۽ صاف ڪلاميءَ ۽ اٽل ارادي ٻڌندڙن جا لڱ ڪانڊاري ڇڏيا پر مولانا شوڪت علي بہ چتن ۽ ڏجڻن کي کسڪي وڃڻ کان روڪي بيٺو جنهن ڪري ووٽن وٺڻ مهل مهاتما جي رٿ بحال ٿي وئي جلسي مان موٽڻ بعد مون مهاتما کان پُڇيو تہ جنگ ائين شروع ڪبي آهي ڪيئن؟ مون کي تہ جوشيليون طوفاني تقريرون ٻڌڻ جي اميد هئي. خواهش هيم تہ اکين مان باهہ جا اُلا نڪرندا ڏسان! پر هتي ڇا هو؟ ضعيف ۽ سُست دل ڪرڙود ملا جن لاچار عام رايي اڳيان نمي جنگ جي اعلان جي اجازت ڏني هئي! دراصل هيڏي مولوين جي اڌالي مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ تحريڪ ۾ شامل ٿيا. ڪيترن تہ وڃي سرڪار جي پناهہ ورتي. مسلم ليگ ۾ نہ اڳ ۽ نہ هاڻي مسلمانن جي سچي رهنمائيءَ جي لياقت آهي. 1920ع واري خلافت ڪميٽي وڏيڪ اثرائتي جماعت هئي جا هن ستياگرهہ يڌ ۾ شامل ٿي.

اسهيوگ آندولن شروع ڪرڻ لاءِ مهاتما پهرين تاريخ مقرر ڪئي هئي. ڪانگريس اڃا باقاعدي بحالي نہ ڏني هئي. عين انهيءَ ڏينهن لوڪمانيہ تلڪ جو بمبئيءَ ۾ ديهانت ٿيو ۽ ساڳئي ڏينهن مهاتما سنڌ جو دؤرو پورو ڪري بمبئيءَ اچي پهتو. مان مهاتما سان گڏ هوس. بمبئيءَ جو اٿاهہ آدم ٻارين ٻچين، زالين مڙسين گهٽين ۽ رستن ۾ اچي نيو هو. هو انهيءَ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا هئا تہ سرگواسي تلڪ سان پنهنجي قلبي محبت ۽ عزت جو اظهار ڪري ساڻس وفاداريءَ جو ثبوت ڏين.



# شهر نيڪالي

شروعات ۾ سياسي ڳالهين ۾ منهنجي منورتي بين سفيد پوشن جهڙي هئي، ڇاڪاڻ تہ مان انهن ۾ جائو نپنو هوس. درحقيقت نرم توڙي گرم انهيءَ طبقي جا هئا ۽ فقط پنهنجي فرقي جي ڀلائيءَ جي اون هين. هينئر بہ گهڻو ڪري ساڳي حالت آهي. نرم شاهوڪار سفيد پوشن جا عيوضي هئا جي آهن ئي آتي ۾ لوڻ سمان ۽ انگريز جي صاحبيءَ ۾ برک تيا آهن. هنن جي مرضي نہ هئي تہ ملڪ ۾ يڪدم وڏي تبديلي آڻجي جنهن مان سندن طبقي کي نقصان پهچي. گرم ڏر وارا دال روٽي ڪمائيندڙ سفيد پوشن جا عيوضي هئا. نون ڪارخانن کلڻ سبب مزورن جو تعداد وڏي ويو هو ۽ ڪن جزوي هنڌن تي سندن جماعتون پڻ هيون پر سياسي زندگيءَ ۾ سندن هلندي پڄندي ڪانہ هئي. هاري ويچارا مصيبتن جا ماريل، ابوجهہ ۽ اڻ پڙهيل هئا، جنهن ڪري سرڪار زميندار شاهوڪار ڪامورا، پوليس، وڪيل، پير ۽ مولوي کين ڦرڻ ۽ دٻائڻ پنهنجو پيشو سمجهندا هئا. اخبارن جي پڙهڻ مان پتو ئي ڪونہ پوندو هو تہ ملڪ ۾ ڪي ڪروڙين هاري ۽ پورهيت بہ ٿيندا آهن. ائنگلو انڊين اخبارن ۾ وڏن عملدارن جي پارٽين، ناچ، شڪار وغيره جو وچور سان بيان ڏنل هوندو هو. سرڪار ۽ ملڪ جي ڪاروبار نسبت هندواسي ڇا ٿا سمجهن تنهن جو نالو نشان ڪونہ هوندو هو ۽ خود ڪانگريس جي ساليانی اجلاس جي ڪارروائي ڪن، مختصر سِٽن ۾ اخبار جي پاسي ڪنڊ درج ڪئي ويندي هئي. قومي خبرن کي اهميت اصل نہ ڏيندا هئا پر جيڪڏهن ڪانگريس تي ڪو ٺٺولي ڪندو هو تہ وڏي شدمد سان ظاهر ڪندا هئا. هڙتالن نسبت ٿورو گهڻو لکندا هئا ۽ ڳوٺن ۾ ڪو بلوو ٿي پوندو هو تہ خبر شايع ڪندا هئا نہ تہ ٿيو پلو. هندستاني اخبارون بہ هنن جو نقل ڪنديون هيون فرق رڳو ايترو هو جو قومي هلچل کي وڏيڪ جڳهہ ڏينديون هيون. جيڪڏهن ڪنهن آفيسر کي اضافو ملندو

هو يا ڪنهن جي بدلي ٿيندي هئي تہ خدا حافظيءَ جي پارٽي ڏيندا هئس ۽ اخبار ۾ ان شخص جي ساراهہ ڪندا هئا. يا سرڪار زميندارن تي وڏيڪ ڏل وجهندي هئي تہ اخبارن ۾ گوڙ شور ٿيندو هو. ڇاڪاڻ تہ اخبارن جا مالڪ زميندار يا شاهوڪار هوندا هئا. اهڙيون اخبارون جن ۾ ڪروڙين هارين ۽ پورهيتن. جو نالو بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو هو تنهن ڪي "قومي پريس" جي نالي سان سڏيندا هئا.

هينئر ڪجهہ حالت ڦريل آهي. ائنگلو انڊين اخبارن ڪي لاچار سياسي خبرون ڏيڻيون پون ٿيون، ڇاڪاڻ تہ ٻيءَ حالت ۾ هندواسي خريد نہ ڪندن. البت اهي خبرون پنهنجي ڍنگ ۽ نوع ۾ ظاهر ڪندا آهن. هندستاني اخبارن ۾ ڪجهہ تبديلي آئي آهي. هينئر پورهيتن ۽ هارين جو ڪجهہ احوال ڏيندا آهن. پر نمونو اهڙو اختيار ڪندا آهن جو جڻ تہ مٿن خاص نوازشن ۽ ايڇپو تا ڪن. ازانسواءِ زرعي ۽ هنري معاملن ۾ پڙهندڙن جي دلچسپي وڌيل ڏسي ڪين ڪجهہ لکٹو پوي ٿو پر اڄ تائين اخبارن ۾ رڳو زميندارن، شاهوڪارن، ڪارخاني وارن جي حقن لاءِ وڪالت هلندي اچي. رياستن جا والي بہ هينئر اخبارن ڪي ورساڻ لڳا آهن ۽ ان مان پُورو پُورو فائدو وٺي رهيا آهن. گهڻين اخبارن جا مالڪ ڪانگريس جا چئين آنا وارا ميمبر بہ ناهن پر تنهن هوندي بہ پنهنجي اخبار ڪي ڪانگريسي پيا سڏائين. ڪانگريس جو نالو ماڻهن ڪي اهڙو تہ پسند پئجي ويو آهي جو ڪيترا شخص ۽ جماعتون ان جو ناجائز فائدو وٺي رهيا آهن. ڪي آزاد خيال اخبارون بہ آهن پر هنن ڪي پريس ائڪٽ ۽ سينسر ۽ ٽپي ٽپي ضمانت ۽ ضبطيءَ جو ڊپ لڳو رهي ٿو.

1920ع ۾ هارين ۽ مزورن جي حالت کان مان غير واقف هوس. ايتري سا ڄاڻ هيم تہ هي ملڪ مفلس آهي ۽ آزاديءَ ملڻ بعد مفلسي ٽڙي ڪيڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻي پوندي. چمپارن (بهار) ۽ ڪيرا (گجرات) ۾ مهاتما جي هلايل تحريڪ بعد هارين ۾ ڪجهہ وڌيڪ دلچسپي پيدا ٿي هيم پر فرصت نہ هئڻ سبب ان طرف توجہ ڏئي نہ سگهيو هوس.

1920ع جي مئي مهيني ۾ امان ۽ منهنجي زال جي طبيعت نيڪ نہ هئي، جنهنڪري مان هنن ڪي مسوريءَ وٺي ويس. اسين سيواءِ هوٽل ۾ وڃي

لتاسون. امان الله جي تخت تي ويهڻ کان پوءِ 1919ع ۾ افغانستان ۽ برطانيه جي وچ ۾ مختصر جنگ لڳي هئي. اسان جي مسوريءَ اچڻ وقت ٻنهي ڌرين جا عيوضي ساڳي هوٽل ۾ لٿل هئا. افغاني عيوضي سيني کان الڳ رهندا هئا ۽ ڪنهن سان به رلندا ملندا نه هئا. منهنجي به منجهن ڪا خاص دلچسپي ڪانه هئي جنهن ڪري مهينو گذري ويو ته مون انهن جي شڪل به ڪانه ڏٺي. هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو پوليس سپرنٽينڊنٽ هڪ ڪاغذ کڻي آيو جنهن ۾ مون کان اقرار تي ورتائون ته مان ڪنهن به افغان سان نه گڏبس، نه ڳالهائيندس. سپرنٽينڊنٽ کي خبر هئي ته گذريل مهيني ۾ مون افغان عيوضين سان ڪا به ملاقات ڪانه ڪئي هئي. سندس چاڙتا سڄو وقت پيا سيني تي ٽيٽ رکندا هئا. مون کي هي حڪم غير مناسب نظر آيو جنهنڪري صحيح گهڻ کان صاف انڪار ڪيم. تنهن تي مون کي ديرا دون ضلع مئجسٽريٽ سان روبرو گڏجڻ لاءِ چيائين. مان ديرا دون ويس ۽ اُتي مون کي حڪم مليو ته چوويهن ڪلاڪن اندر مسوري ڇڏي وڃان. منهنجي مرضي نه هئي ته امان ۽ زال کي بيمار حالت ۾ اڪيلو ڇڏي وڃان پر اجا سول نافرماني شروع نه ٿي هئي، جنهن ڪري لاچار مسوري ڇڏڻي پيئي. انهيءَ زماني ۾ سر هاءِ ڪورٽ بٽلر گڏيل پرانتن جو گورنر هو. بابي جي ساڻس چڱي واقفيت هئي سو ڪيس لکي موڪليائين ته هڙو چسو ڪم ضرور سملي وارن کان ٿيو هوندو. هاءِ ڪورٽ بٽلر جواب لکي موڪليس ته اهڙي حڪم مڃڻ ۾ ڪا عزت جي گهٽتائي ڪانهي ۽ نه ڪو خاص ضرر. بابي وري خط لکيس جنهن ۾ چيائينس ته هو سندس راءِ سان متفق نه آهي ۽ جيڪڏهن منهنجي ماءُ ۽ زال جي عدالت سبب منهنجو مسوري وڃڻ ضروري ٿيو ته حڪم جي پرواهه نه ڪري ويندس. ٻيءَ حالت ۾ حڪم جي انحرافيءَ جي ضرورت نه آهي ۽ نه مون کي اهڙو خيال آهي. ٿوروئي پوءِ خبر آهي ته امان جي طبيعت خراب ٿي پيئي آهي ۽ سو مان مسوريءَ هليو ويس. ساڳئي ڏينهن سرڪار به اڳيون حڪم منسوخ ڪري مون کي مسوريءَ وڃڻ جي آزادي ڏني.

ٻئي ڏينهن صبح جو هوٽل جي اڳڻ ۾ پهرين نظر هڪ افغاني تي پيم جنهن منهنجي ننڍي ڪڪيءَ کي راند ويني ڪرائي. پڇا ڪرڻ مان معلوم ٿيو ته هو افغانستانُ جو هڪ وزير ۽ هن وفد جو ميمبر هو. اهو پڻ

معلوم ٿيم تہ افغانين منهنجي شهر نيڪالي جي خبر اخبارن ۾ پڙهي هئي ۽ ان بعد هنن جي اسان سان ايتري تہ محبت ٿي ويئي هئي جو هر روز ميوي ۽ گلن جي ٽوڪري اسان کي ڏياري موڪليندا هئا. پوءِ تہ مان بابي سان گڏجي وفد کي ڏسڻ ويس. هنن اسان کي افغانستان اچڻ جي دعوت ڏني. افسوس آهي جو افغانستان وڃڻ جو موقعو نہ مليو اٿم. هينئر تہ ايتري بہ خبر ڪانہ اٿم تہ افغانستان ۾ نئين حڪومت بعد اها دعوت اڃا قائم آهي يا منسوخ ڪري ڇڏي اٿن.

مسوريءَ مان نيڪالي ملڻ بعد بہ هفتا الہ آباد ۾ هوس جنهن ڪري هارين سان وڌيڪ واقفيت پيدا ڪرڻ جو موقعو اچي بڻيو. نيڪالي نہ مليم ها تہ اهو موقعو هٿان نڪري وڃي ها ۽ شايد هارين نسبت منهنجي منورتي ڪجهہ ٻي نموني جي هجي ها. مان سمجهان ٿو تہ 1920ع جي جون جو پهريون هفتو هو جڏهن پرتاپ ڳڙهہ ضلع مان بہ سؤ هاري پنجاهہ ميل پنڌ ڪري الہ آباد ۾ ليڊرن سان پنهنجو حال اورڻ آيا هئا. رامچندر نالي هڪ شخص سندن سُونهو هو. مان ڪن دوستن سان گڏجي جمنا گهاٽ تي هارين کي گڏجڻ ويس. هنن اسان کي ٻُڌايو تہ زميندارن کين ڦري پينگيو ڪري ڇڏيو آهي ۽ سندن وحشي ۽ ظالمانہ هلت برداشت ڪرڻ کان ٻاهر آهي. هو اسان کي منٿون ڪرڻ لڳا تہ کين زميندارن جي آزار کان بچايون. اسان گهٽي ئي گوٺناٿي ڪئي پر هو مُڙڻ جا نہ هئا جنهن ڪري لاچار ٻن ٽن ڏينهن بعد وٽن وڃڻ جو وعدو ڪيوسون.

ٻہ چار ساٿي گڏ ڪري ڳوٺن ۾ ويس تہ سهين پر منهنجون اکيون کُلي ويون. ڏٺم تہ ڳوٺن ۾ ڏاڍو جوش ڦهليل هو. فقط زباني اطلاع تي هزارين لکين ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا هئا. هڪ ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ خبر پهچي وئي هئي ۽ ٻيدا ٻار، زالون مرد "سيتارام" جا نعرا هڻندا، ڊوڙندا ڀڄندا جلسا گاهہ ڏانهن اچي رهيا هئا. ڪپڙا ڦاٽل، ڇتيون لڳل هين پر مُنهن ۾ جوش ۽ اکين ۾ چمڪ ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو ڄڻ ڪنهن ڪرامت ذريعي سندن مصيبتن جو خاتمو ٿيڻ وارو آهي. اسان مٿان تہ ٻلهار پئي ويا. جنسي قرب ۽ محبت جي برسات وسائي ڏنائون. سندن آس ۽ پيار وارين اکين مان ائين پئي ڏنو ڄڻ تہ اسين سندن لاءِ راحت ۽ آسودگيءَ جو پيغام کڻي آيا آهيون ۽ جلد کين منزل

مقصود تي پهچائي ڇڏيندا سون. هنن جون بي انتها مصيبتون ۽ اٿاهه محبت ڏسي ڏک ۽ شرم وچان منهنجو ڪنڌ جهڪي پيو ۽ اکيون وڃي زمين ۾ کتيون. پنهنجي عيش آرام جي زندگي ۽ شهرين جي بيهودي سياست جا وطن جي هنن اڌ اگهاڙن پيٽ ٻکين ڀچن ڏانهن اک کڻي به نه ڏٺي نهاري. تنهن جو خيال ڪندي شرم ۾ ٻڏي ويس ۽ ديس جي مفلسي ۽ ذلت جو نقش اکين اڳيان ڏسي دل ۾ چير پوڻ لڳم. هيئنر مادر وطن کي ڪنهن ٻيءَ نظر سان ڏسڻ لڳس. هوءَ مون کي اگهاڙي ٻکي. ڏکي ۽ مظلوم ڏسڻ ۾ آئي. اهو نقش ڏسي اندر ۾ گهبراٽ لڳس ۽ هن نئين ذميواريءَ جو بار محسوس ڪري خوف وچان ڏڪڻ وني ويم.

سندن مصيبتن جون بي انداز ڪهاڻيون ٻڌم ۽ ڏٺم ته روز بروز سندن بروحال ٿيندو ٿو وڃي. وڏندڙ ڍلون. زميندارن جي تقاوين ۽ ابوابن. ڪامورن جي رساين ۽ بيگر سندن چيلهه ڀڃي وڌي هئي ۽ زبردستيءَ کين ڪڪاين جهوڪڙين مان ڪڍي بنيءَ تان نيڪالي ڏئي دربدر خاڪ بسر ڪيو ٿي ويو. ڏٺم ته چئني طرفن کان رت پياڪ ۽ مردار خور (يعني زميندار ۽ سندن ڪارڪن. شاهوڪار ۽ پوليس ۽ ڪامورا) سندن ماس چٽي رهيا آهن. هو ويچارا صبح کان شام تتيءَ ٿڌيءَ ڍورن وانگر وهني. جيءَ جٺو سازي ٻاري چار داڻا پيدا ڪري جڏهن گهر ورن ٿا تڏهن پلؤ ۾ ڪي ڪين نهين. فقط گاريون. لتون ۽ بُک سندن نصيب ۾ آهي. هاري جيڪي اُتي گڏ ٿيا هئا تن وٽ ڍگهو ٿي مرڻ جيتري به زمين ڪانه هئي. زميندارن بي دخل ڪري ڇڏيو هون. نه هئن زمين جتان مانيءَ ٽُڪر پيدا ڪن ۽ نه جهوپڙي جنهن ۾ منهن لڪائين. زمين پلي آهي پر بوجهه. مٿانئس گهٽو هو جريب لاڻ ڪيئي مرضدار آهن جنهن ڪري زميندار ناجائز طلبون وصول ٿو ڪري. جي قانون مطابق کيس ملي نٿيون سگهن. هو ب لاچار آهي. شاهوڪار وٽان قرض کڻي زميندارن کي پئسا ٿو پهچائي تان جو اها نوبت اچيو بڻجي جو نه شاهوڪار ۽ نه زميندار کي ڪجهه ڏئي ٿو سگهي. هو به کيس بي دخل ڪري نلهي هٿين نيڪالي ڏئي ٻيا هاري آڻيو ويهارين. هيءَ حالت ورهين کان هلندي اچي. سڄي اوڌ پرڳڻي جا هاري مفلس ۽ مصيبت زده آهن پر 20-1921ع جي ڪِسان هلچل صرف پرتاب ڳڙهه. راءِ بريلي ۽ فيض آباد ضلعن تائين

محدود هئي. انهيءَ جو سچو ڪارڻ هڪ حيرت انگيز شخص هو جنهن کي هاري بابا رام چندر ڪري سڏيندا هئا.

رامچندر اصل مهاراشٽر جو ويٺل هو ۽ مزور جي حيثيت ۾ فجي مان ٿي آيو هو. موٽڻ بعد اوڌ جي ڳوٺن ۾ چڪر لڳائي رامائڻ جو پاٺ ڪندو ۽ هارين جا ڏک سور بلڪل همدرديءَ سان ٻڌندو هو. پاڻ گهٽو پڙهيل ڪونه هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هارين جي جهالت جو ناجائز فائدو وٺندو هو. ڳوٺاڻن کي گڏ ڪرڻ ۽ انهن ۾ تنظيم آڻڻ جي منجهس ڏات هئي، جنهن ڪري هارين ۾ ٻڌي ڪرڻ ۽ پنهنجي مسئلن تي غور ڪرڻ جو مادو پيدا ڪيو هئائين. هن جي رهبريءَ هيٺ هاري جلسا ڪندا هئا ۽ پاڻ کي هزارن جي تعداد ۾ ڏسي منجهن پنهنجي هستيءَ ۽ طاقت جو احساس پيدا ٿيو هو. "سيتارام" هڪ عام ۽ قديم نعرو آهي جنهن کي هن نئين جنگي اهميت ڏني، جنهن ڪري هارين ۾ "سيتارام" پاڻ ۾ ايڪو ڪرڻ ۽ ڪنهن هنڌ اچي گڏ ٿيڻ جو پڙهو ٿي پيو. فيض آباد. راءِ بريلي، پرتاب ڳڙهه قديم ايوڌيا جي سلطنت جو حصو آهن. تلسي داس جو هندي رامائڻ هتي جي ماڻهن کي ذاتي وڻندو آهي ۽ اُن مان ڪيترين ڪوتائون برزبان ياد اٿن. رامچندر اهڙن موقعن تي رامائڻ مان چيديون ڪوتائون ٻڌائيندو هونِ. هارين ۾ ايڪو آڻڻ لاءِ رامچندر هُنن کي ڪيئي انجام اڪرام ڪندو هو ۽ ويچارا ساده روح هاري هن تي اعتبار ڪري ويندا هئا. پر هن وٽ ڪو ڪارگر عملي طريقو ڪونه هو جنهنڪري جڏهن هارين ۾ ڪافي جوش پيدا ٿي ويو ته پنهنجي جوابداري لاهي ٻين مٿان وجهڻ لڳو. انهيءَ مراد سان هو هارين کي الهه آباد وٺي آيو هو ته ٻين کي به هن تحريڪ ۾ دلچسپي پيدا ٿئي. رامچندر سال کن پوءِ به هارين ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ به ٽي دفعا جيل به ڪاٽي آيو پر پوءِ ڏسڻ ۾ آيو ته هو بلڪل بي جوابدار ۽ غير معتبر ماڻهو آهي.

ائوڌ ۾ هاري هلچل شروع ٿيڻ لاءِ ڪي خاص سبب هئا. هتي جا زميندار پاڻ کي "نواب" سڏائيندا هئا ۽ سندن هاري زمين تي مزوري ڪري گذر ڪندا هئا. هارين کي زمين تي ڪوبه حق ڪونه هو جنهن ڪري انهن "نوابن" جون غير واجبي گهرون کين قبول ڪرڻيون پونديون هيون. ائين ڪٿي چئجي ته هن ملڪ ۾ فقط نواب ۽ مزور هئا. وچين ڏُر هئي ئي

ڪانہ جنهن ڪري هلچل هلائڻ ڪي قدر آسان هئي. هندوستان ۾ ڪيتي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿي. هڪڙي وڏن زميندارن ۽ جاگيردارن جي زمين ۽ ٻي ننڍن ڪاتيدارن ۽ ڪيتي ڪندڙن جي زمين. ڪٿي ڪٿي زميندار ۽ ڪاتيدار ٻئي آهن. بنگال، بهار ۽ گڏيل پرانتن ۾ زميندار ي طريقو چالو آهي. هارين کي ڪٿي موروثي حق آهن ۽ ڪٿي ڪونهن. زميندار گهڻو ڪري هارين کي هڪ ٻئي سان ويڙهائي ٻڌي ڪرڻ کان روڪي ڇڏيندا آهن. پنجاب ۽ گجرات جي حالت نرالي آهي، ڇاڪاڻ تہ اتي هارين کي زمين تي حق حاصل آهي. ائوڌ ۾ تہ رڳو زرعي فلاح يا راهڪ ٿين جن کي زميندار ٻيءَ ڏُر وٺان وڏيڪ رقم ملڻ تي ڪڍيو ڇڏين. زميندار تي ڪنهن بہ قسم جي روڪ ٽوڪ ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ وصول ٿيل رقم جي رسيد بہ ڪانہ ڏين جو مٿن قاعدي جي ڪارروائي ڪري سگهجي. ناجائز وصولين جي بہ حد ڪانهي. هڪ هنڌ ٻڌم تہ هارين کان پنجاهہ قسمن جي اوڳاڙ ڪندا آهن. ممڪن آهي وڌاءُ هجي پر عالم آشڪار آهي تہ زميندار جي گهر ۾ شادي ٿي تہ هاري مٿو زميندار جو پُٽ ولايت پڙهي تہ هاري ڪُنو گورنر يا ٻي ڪنهن بالا عملدار کي زميندار پارٽي ڏي تہ هاريءَ مٿان ڇڻ ماڪڙ اچي پئي. انهن وصولين جا نالا بہ نرالا نرالا آهن. مثلاً موٽراڻو ۽ هاٿياڻو يعني زميندار لاءِ موٽر ۽ هاٿي خريد ڪرڻ جو خرچ وغيره وغيره.

اهڙين حالتن هيٺ اوڌ جي ڪسانن ۾ جيڪڏهن هلچل پيدا ٿي تہ عجب ڪونهي. حيرت رڳو هن تي آهي تہ شهر واسين، ڪانگريسين، قطع تعلقاتين، خلافتين، مسلم ليگين ۽ هندو سياين جي مدد بنا هاري پاڻ ۾ اتحاد آڻي تحريڪ هلائي سگهيا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ مهاتما لاءِ گهڻي عزت هين ۽ سندس نالو گهر گهر ۾ ڦهليل هو ۽ 1919ع ۾ مهاتما جيڪي هڙتالون ڪرايون تن ۾ هارين پورو پورو بهرو ورتو. پر مون کي تعجب رڳو انهيءَ تي لڳو تہ اخبارنَ ۾ هارين جي نسبت هڪ لفظ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو. شايد هنن کي ڪنهن ٻيءَ دنيا جا رهواسي سمجهي وساري ڇڏيو هئائون ۽ ٻيو تہ مون کي شناس اچڻ لڳي تہ هي اسان جون تحريڪون فقط پنهنجي فرقي کي فائدي پهچائڻ لاءِ آهن جن ۾ 90 سيڪڙو غريبن جو ڪو تعلق ئي ڪونهي.

✻

# ڳوٺن جو گشت

ٽي ڏينهن ڳوٺن ۾ گذاري مان الهہ آباد آيس ۽ وري ٽورن ڏينهن کان پوءِ دؤري تي نڪري ڳوٺ ڳوٺ جو چڪر ڏنم. هارين جي ماني کاڌم، سندن جهوپڙين ۾ رهيس، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساڻن ڳالهيون ڪيم ۽ ڪن جلسن ۾ تقريرون پڻ ڪيم. اسين هڪ ننڍي موٽر ۾ دؤري تي نڪتا هئاسون، جنهن لاءِ ڳوناٽن ٻنين ۾ ڪچيون سڙڪون ناهي ڇڏيون هيون. ڪٿي موٽر ڦيري پوندي هئي تہ هٿن سان ڪڍي ٻاهر ڪندا هئس، جنهنڪري اسان پيدل گهمڻ واجب سمجهو ۽ موٽر ڇڏي ڏنيسون. اسان جي پٺيان پوليس ۽ جاسوس ۽ لکنؤ جو ڊپٽي ڪليڪٽر پاڇي وانگر پيا ڦرندا هئا. اسين سڄو ڏينهن ٻنين ۾ پيا رُلندا هئاسون سو هو اسان مان ڏاڍو اپڇي تنگ ٿيا. لکنؤ جو ڊپٽي ڪليڪٽر زنانہ طبيعت نوجوان هو. پمپ شُو پيل هوس. ويچارو اسان کي منٿ ميڙ ڪرڻ لڳو تہ ايڏو تڪڙو پنڌ نہ ڪريون پر اسان کي پنهنجو ڪم ڪرڻو هو تنهنڪري هن کي لاچار هڪ هنڌ ويهي رهڻو پيو.

جون جو مهينو هو جنهن ۾ هتي سخت گرمي ٿيندي آهي ۽ برسات جي اچڻ جون تياريون ٿينديون آهن. اُس جي تکاڻ سبب ٻُت مان ٻگهر ۽ اکين اڳيان اوندهہ اچي ٿي وئي. مان اُس تي ڇريل ڪونہ هوس.

انگلنڊ مان موٽڻ بعد اونهارو پهاڙن تي گذاريندو هوس پر هن دفعي تہ بہ ٻهراڙيءَ جو ڪاڙهي تتي ۾ پئي چڪر ڏنم. ڪڏهن مٿي تي ٽوپي هوندي هئي تہ ٽوال ويڙهي ڇڏيندو هوس. مون ڀين ڪڏهن ٿي پاڻ تي اهڙي ڦيري ڇڏيو هو جو گرمي خيال ۾ بہ نہ آندم. جڏهن الهہ آباد موٽيس تڏهن پاڻ کي ڪجهہ سانوري رنگ جو ڏسي خوشي ٿيم تہ غريب محنتي هارين وانگر مان بہ اُسن جي سَٽ سهي سگهان ٿو. مون ڏٺو تہ منهنجو بدن سالم هو جنهن ڪري تڏيءَ ڪوسيءَ مان اُن کي ڪو خطرو ڪونہ هو. بابي کي ورزش جو شوق هوندو هو. ڪسرت تہ آخر دم تائين ڪندو رهيو. وار اڇا، مُنهن ۾

ليڪا ۽ گهنج. اندر ۾ ڳٽيون ۽ فڪر پر بت اهڙو جاننو هوس جو ديهانت
ڪان هڪ ٻه سال اڳ عمر ۾ اتڪل ويهارو سال ننڍو لڳندو هو. مون کي ٻه
ورزش جو سبق بابي وٽان ئي مليو.

هن دؤري ڪرڻ ڪان اڳ ڪيئي دفعا مان ڳوٺن مان لنگهيو هوس. ميلي
ڪڙي تي هزارين لکين هاري ناري ڏٺا هيم ۽ هوم رول ليگ جي زماني ۾ گنگا
ءَ ڪناري تي منجهن پرچار ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي هيم. ٻين وانگر
ان ٻه سمجهندو هوس تہ هارين کي چڱيءَ ريت سُڃاڻان. پر سچي ڄاڻ مون کي
هن دفعي پئي. هينئر جڏهن پنهنجي وطن جو خيال ٿو ڪريان تہ انهن اڌ
اُگهاڙن، پيٽ ٻُکين جي تصوير اکين آڏو اچيو وڃي. شايد اُن وقت وايومنڊل ۾
بجليءَ جو اثر هو يا منهنجو من اهڙو اثر پذير هو جو جيڪي ڏٺم ۽ جيڪي اثر
پيم سي منهنجي دل ۽ دماغ تي نقش وانگر چٽجي ويا.

انهن هارين جي سنگ ۾ منهنجو حجاب لهي ويو ۽ عام ماڻهن جي وچ
۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ سکيس. انهيءَ کان اڳ مشڪل ڪا تقرير ڪئي
هونديم. هندستانيءَ ۾ ڳالهائڻ جو محاورو نہ هو تنهنڪري پاڻ وڏيڪ
چرڪندو هوس. هارين جي جلسن ۾ مون کي ور ور ڏئي تقريرون ڪرڻيون
پيون. انهن سادن سودن غريبن اڳيان ڳالهائڻ ۾ نہ لڄ ڪرڻ لاءِ سبب هو ۽ نہ
ڪنهن فن جي ضرورت هئي. سولي ٻوليءَ ۾ سڌو سنئون جيئن ڳالهہ ٻولهہ
ڪبي آهي ويندو هوس ڳالهائيندو. ماڻهو ٿورا هجن توڙي گهڻا پر منهنجي
ڳالهائڻ جو نوع ساڳيو هلندو ايندو هو. تجربي مان ڏٺم تہ علمي لحاظ کان
منهنجي تقرير ۾ ڪٿي ڪيئي اوڻايون ٻہ هجن پر منهنجي ڳالهائڻ ۾ رواني
هئي جنهن ڪري مان پنهنجو مطلب صاف چئي ويندو هوس. شايد ٻوليءَ ۾
ڪٿي ڪٿي مشڪل لفظ اچي ويندا هئا جي هنن جي سمجهہ ۾ نہ ايندا هئا
۽ منهنجا خيال ٻہ آسانيءَ سان جهٽڻ هنن لاءِ مشڪل هو. وڏن جلسن ۾
ڪيترا تہ منهنجو آواز ٻہ ٻڌي نہ سگهندا هئا پر انهن اوڻائين جي پرواهہ نہ
ڪري ويٺا ٻڌندا هئا. چاڪاڻ تہ غريب جڏهن ڪنهن ۾ وشواس رکندا آهن
تہ ان جي ننڍين خامين جو خيال نہ ڪندا آهن.

مسوريءَ مان تي وري ڳوٺن جي چڪر تي نڪتس. ڏٺم تہ تحريڪ زور
پوندي تي وڃي. هاري ڪي قدر پاڻ تي ڀاڙڻ، ڳالهہ متي ڪٽڻ سکيا هئا.

زميندارن ۽ پوليس جو دپ بہ گهٽ هين. زمين تان هڪ ڇٽي کي بي دخل ڪيو ويندو هو تہ ٻيو هاري ڪڙهڻ ڪان نابري واريندو هو. زميندار جا ڪارڪن ۽ پوليس وارا مارڪُٽ ڪرڻ ڪان ڊڄڻ لڳا ۽ ناجائز ڦرلٽ کي بہ ٻنجو اچڻ لڳو. ڪٿان بہ زور زبردستيءَ جي خبر ايندي هئي تہ اسين تحقيقات شروع ڪندا هئاسون. سرڪار پڻ قانوني سڌاري آڻڻ جو اقرار ڪيو پوليس ظلم ڪان باز آئي ۽ زميندار پنهنجي بچاءَ جا سعيا ڪرڻ لڳا.

جاگيردار ۽ زميندار جي خدا طرفان پاڻ کي زمين جو مالڪ سمجهي ويٺا آهن ۽ فخر سان پاڻ کي هارين جو "قدرتي ليڊر" سڏائين ٿا تن کي انگريز سرڪار بلڪل ڪاري ٻهر ڪري ڇڏيو آهي. هڪڙو تہ منجهن ڪافي علم ڪونهي ۽ جيڪڏهن ڪن کي ٿوري گهڻي تعليم ملي آهي تہ اهڙي جو سندن دماغ بلڪل نڪما ٿي پيا آهن. نہ آهي منجهن اخلاق، نہ انسانيت، نہ فهم. ٻين ملڪن ۾ زميندارن زمين ۽ رعايا کي سڌارڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ پئي ڪيو آهي پر هتي جا زميندار رڳو رت چُوس آهن. ايترو سو ڄاڻن تہ عملدارن جي چاپلوسي ۽ رسائي ڪيئن ڪجي ڇاڪاڻ تہ انهن جي عنايت بنا سندن جان مال جي سلامتي غيرممڪن آهي.

"زميندار" لفظ مان شايد غلط فهمي ٿيڻ جو امڪان آهي ڇاڪاڻ تہ ٿوري زمين وارن کي بہ زميندار سڏيو وڃي ٿو. هندوستان جي ڪن پرانتن ۾ ننڍا ڪاتيدار گهڻا آهن ۽ ڪن ۾ ٿورا. انهن کي جيڪڏهن تربيت ڏجي تہ ڪارگر ثابت ٿي سگهن ٿا. باقي وڏن زميندارن ۾ ايڏو جسماني خواه دماغي تنزل اچي ويو آهي جو هو پاڻ لاءِ توڙي ٻين لاءِ ڪارگر زندگيءَ جا ڏينهن پورا ڪري چُڪا آهن. جيسين ڏاري حڪومت آهي تيسين شايد ان جي سهاري ٽڪي سگهن باقي پوءِ ملڪ اهو ڳرو بار برداشت ڪري نہ سگهندو.

سن 1921ع ۾ اسهڪاري هلچل زور هئي. اسين ٻهراڙين ۾ وڃي پرچار ڪندا هئاسين. جيتوڻيڪ هاري هلچل ۽ سياسي تحريڪ هڪ ٻئي ڪان جدا رکڻ جي ڪوشش ڪبي هئي تڏهن بہ اهي هڪ ٻئي ۾ ملي وينديون هيون. ڇاڪاڻ تہ سوراج هڪ اهڙو لفظ آهي جنهن ۾ ملڪ جا سڀ مسئلا اچي وڃن ٿا. ڪانگريس جي پرچار جو نتيجو اهو ٿيو جو ڳوٺن ۾ مقدمہ بازي گهٽجي وئي، جهڳڙن نبيرڻ لاءِ راج يا پنچاتون برپا ٿيون، اهنسا جي

پرچار ڪري خون خرابي گهٽجي وئي. هيءَ ڪا معمولي ڳالهه نه هئي چاڪاڻ ته دنيا ۾ هاري هلچل خونريزي ۽ فسادن ڪان مشهور آهي. انهيءَ وقت اوڌ جي هارين ۾ گهڻو جوش هو. چٽنگ لڳڻ سان پنيت بري پوي ها پر هو بلڪل باامن ۽ اهنسڪ رهيا. مون کي سندن هنسا جو فقط هڪ مثال سُجهي. هڪ دفعي هڪ هاري زميندار جي اوطاق تي ويو. زميندار پنهنجي دوستن سان پلنگ تي وينو هو. هاريءَ وڃڻ سان چماٽ وهائي ڪڍيس ۽ چيائينس ته هي تنهنجي بدچلن ۽ پنهنجي زال سان بي وفائي جو اجورو ٿئي.

ٻي قسم جي هنسا به سُجهيم جا اڳي پوءِ شايد ٿيڻي هئي. سرڪار لاءِ غيرممڪن آهي ته هارين جو وڌندڙ اتفاق ۽ انتظام هٿ ٻڌي ويهي ڏسي. مون کي خبر ناهي ته ڪنهن هنن کي ترغيب ڏني ته ريلن ۾ بنا ٽڪيٽ مسافري ڪن. مون کي خاطري آهي ته ڪانگريسين اهڙي صلاح نه ڏني هين. پر انهيءَ زماني ۾ هارين جا سميلن ٿيندا هئا جنهن ۾ سٺ ستر هزار آدم اچي ڪٺو ٿيندو هو. هاري ڪليو ڪلايو بنا ٽڪيٽ گاڏيءَ ۾ چڙهندا هئا ۽ سرڪاري عملي کي چوندا هئا ته گهڻا ڏينهن مستيون ڪيون اٿو. هينئر اسين اوهان جي ٻڌنداسون به ڪانه. هيترن کي گاڏيءَ مان لاهڻ به مشڪل هو. پر پوءِ سرڪار وڏيڪ چوڪسي رکڻ لڳي ۽ بنا ٽڪيٽ ريل ۾ چڙهڻ جو رواج بند ٿي ويو.

مان ڪلڪته ڪانگريس تي ويو هوس ته پنيان هڪ مزي جهڙو واقعو ٿيو. سرڪار هاري ليڊرن کي ڪنهن معمولي الزام هيٺ گرفتار ڪري آئي. ڪيس هلڻ جي ڏينهن هارين جا حشام اچي [illegible] ۽ ڪورٽ جو احاطو ۽ ٻاهريون [illegible] ماڻهن [illegible] مئجسٽريٽ [illegible] ٻئي ڏينهن تي رکيائين [illegible] تعداد ٻيو وڌندو [illegible] ڪري ڌرڻو ماري ويهي رهيا. لاچار مئجسٽريٽ هاري ليڊرن کي ڇڏي ڏنو. هارين سمجهو ته اها سندن شاندار فتح هئي ۽ منجهن وهم ويهجي ويو ته وڏي تعداد جي زور تي جيڪي چاهيندا سو ڪرائي سگهندا.

ٿورو ئي وقت پوءِ شڪست ڏسڻي پين. 1921ع جي جنوريءَ ۾ سرڪار راءِ بريليءَ جي هاري ليڊرن کي گرفتار ڪيو. هارين اڳيان پرتاب ڳڙهه جي هارين جي ڪاميابيءَ جو مثال ياد هو سو هزارن جي تعداد ۾ اچي گڏ ٿيا.

سرڪار بہ پوليس ۽ فوج جو ڪافي بندوبست رکيو هو سو هنن کي نديءَ جي ڪناري تي روڪي بيهاريائون. خبر ملڻ تي مان هارين کي گڏجڻ آيس تہ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ پنهنجي ٽڪريءَ تي لکي موڪليو تہ مون کي اڳتي وڃڻ جي اجازت ناهي. مون ورائي ساڳئي پني تي لکي پڇيو تہ ڪهڙي قلم هيٺ موڪل نٿي ڏني وڃي ۽ جيسين جواب اچي تيسين اڳتي وڌڻ لڳس پر پوليس پل وٽ روڪي بهاريم. اٽڪل بہ هزار هاري منهنجي چوڌاري اچي گڏ ٿيا ۽ پريان نديءَ طرف گولين جي ڇٽڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هاري پنهنجا پائر ماريا ڏسي هراسجي ويا پر مان هنن کي سمجهائيندو رهيس جنهن ڪري خوف لهي وين. ايتري ۾ مئجسٽريٽ واردات تان موٽيو ۽ مان سندس چوڻ تي گڏجي سندس گهر ويس جتي بہ ڪلاڪ مون کي روڪي ويهاريائين چاڪاڻ تہ سندس مرضي نہ هئي تہ مان پنهنجي رفيقن ۽ هارين سان يڪدم وڃي گڏجان. مون کي خاطري آهي تہ جيڪڏهن مون کي وٽن وڃڻ جي موڪل ملي ها تہ هاري موٽي وڃن ها. پر مئجسٽريٽ جي مرضي نہ هئي تہ جتي پاڻ ناڪامياب ٿيو اتي مون جهڙو باغي شخص ڪامياب ٿي. ڌاري حڪومت کي سدائين پنهنجي رعب ڄمائڻ جو خيال رهي ٿو. نتيجو اهو ٿيو جو ڪيترا هاري مارجي ويا پر هڪ عملدار جنهن ۾ هنن جو وشواس نہ هو تنهنجي حڪم تي ڇڙوڇڙ نہ ٿيا.

انهيءَ زماني ۾ سرڪار راءِ بريلي ضلعي ۾ هارين تي بہ دفعا گوليون هلايون ۽ ان بعد ڪسان ڪم ڪندڙن ۽ پنچائت جي ڪارپردازن مٿان ڊيڙ دوڙنس شروع ڪئي. انهن ڏينهن ۾ هارين جي گهر گهر ۾ چرخو هلندو هو جنهن کي سرڪار بغاوت جو نشان سمجهي جلائڻ شروع ڪيو ۽ گهر وارن سان رڻ ٻاري ڏنو. ڪانگريسين سان بہ ساڳي ڪار ٿي چاڪاڻ تہ ٻئي تحريڪون تقريباً ملي ويون هيون. ڪجهہ عرصي بعد فيض آباد ضلع ۾ بہ ساڳي ڪار ٿي. اتي چيا ٿيو جو هارين کي ڪنهن زميندار جي دشمن چيو تہ مهاتما جي مرضي آهي تہ هو زميندار جي گهر وڃي لٽين. هاري ويچارا سادا سودا سو حڪم برچشم ڪري زميندار جو گهر تي ڪاهي ويا ۽ ڦرمار شروع ڪري ڏنائون. مونکي جڏهن اها خبر ملي تہ مان يڪدم وٽن ڪهي ويس ۽ ڪليءَ ميٽنگ ۾ سندن ڪرتوتن کي ننديم. انهيءَ وقت منهنجي

دماغ تي مهاتما جي ستياگرهي فلسفي جو رنگ چڙهيل هو سو مون کين چيو تہ جنهن بہ اهو ڏوهہ ڪيو آهي سو هٿ مٿي ڪٽي. پوليس عملدار ميٽنگ ۾ ويٺا هئا. ماڻهو ٻڏي واٽڙا تي ويا پر تنهن هوندي بہ درجن ماڻهن هٿ مٿي ڪنيا. ميٽنگ بعد جڏهن مون کي معلوم ٿيو تہ مهاتما جي نالي ڪنهن شرارت ڪري کين برغلايو آهي تہ پنهنجي ڪئي تي بلڪل پشيمان ٿيس ڇاڪاڻ تہ هٿ کڻائڻ سان مون هنن ويچارن جي جان ٻوهي ۾ وڌي هئي. سرڪار کي تہ اهڙو وجهہ کپندو هو سو اٽڪل هزار ماڻهو گرفتار ڪري جيل اُماڻيائون. ڪيترا تہ ويچارا مقدمي هلندي جيل ۾ مري ويا ۽ ڪيترا ڇوڪر ۽ نوجوان اڄ تائين پنهنجي مِٺي جواني جيل ۾ ڪاٽي رهيا آهن.

هن ملڪ جي هارين ۾ طاقت ناهي جو گهڻي وقت لاءِ مقابلو ڪري سگهن. هر سال قحط ۽ مرض وگهي لکين اجل جو شڪار ٿين ٿا. عجب رڳو انهيءَ تي آهي تہ هتي جا هاري سڄو سال زميندارن ۽ سرڪار جي گڏيل طاقت جو مقابلو ڪندا رهيا. رفتہ رفتہ سندن قوت وئي گهٽبي ۽ ظاهري طور تحريڪ بند ٿي وئي. پر تنهن هوندي بہ وٽن اُهي اڳيان ڪم ڪندڙ موجود هئا جن کي جيل ۽ سختيون هيسائي نٿي سگهيون. هي ڪسان هلچل 1921ع واري اسهيوگ کان ٿورو اڳ جي آهي. جڏهن ڪانگريس سوراج لاءِ جيل جو پيغام ڏنو تڏهن اُهي ساڳيا سر باز ميدان ۾ نڪري نروار ٿيا.

ڪسان تحريڪ جي زماني ۾ سرڪار کي ڊپ اچي لڳو جنهن ڪري هنن قانون ۾ سڌاري آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر پوءِ هلچل جي تڏي ٿيڻ بعد ويا ڪاٽ ڪوٽ ڪندا. البت ايترو سو ٿيو جو هارين کي موروثي حق پلئہ پيو. پهرين سمجهيو ويو ٿي تہ انهيءَ حق ملڻ سان کين ڪي پلئہ پوندو پر هينئر تجربي مان چئي سگهجي ٿو تہ سندن حالتن ۾ ڪو ڦيرو ڪونہ آيو آهي ۽ نڪي سندن ڏک سور گهٽيا آهن.

# قطع تعلقات

1921ع قطع تعلقات جو زمانو هو. هر ڪنهن جي وات ۾ پنجاب ۾ ٿيل ظلمن ۽ خلافت جي وائي هئي. انهيءَ لاءِ اسهيوگ هڪ قسم جو علاج سمجهيو ٿي ويو. قومي آزادي يا سوراج تي ايترو زور نٿي ڏنو ويو ڇاڪاڻ تہ مهاتما وڏيون ڳالهيون ڪرڻ پسند نہ ڪندو آهي ۽ ان عيوض ڪنهن مقرر مقصد کي حاصل ڪرڻ تي زور ڏيندو آهي. انهيءَ هوندي بہ سوراجي فضا ڦهلجي وئي هئي ۽ جلسن ۾ "سوراج - سوراج" جي صدا بلند هئي.

1920ع ۾ ڪلڪتہ ۾ ڪانگريس جو اجلاس سڏايو ويو انهيءَ لاءِ تہ مٿين مسئلن تي غور ڪجي ۽ خاص ڪري قطع تعلقات نسبت ڪنهن فيصلي تي اچجي. لالا لجپت راءِ جو سالن جي جلاوطن بعد وطن وريو هو. تنهن کي اجلاس جو صدر ڪيو ويو. هن کي قطع تعلقات ۾ وشواس ڪونہ هو جنهن ڪري هن ان جي مخالفت ڪئي. عام طرح لالا جي گرم ۽ انتها پسند سمجهيو ويندو هو پر درحقيقت هو نرم ۽ آئين پرست هو. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ حالتن اهڙو مجبور ڪيس جو پنهنجي عقيدي جو خيال نہ ڪري تلڪ سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. لالا جي کي سماجڪ ۽ آرٿڪ (گذراني) مسئلن سان خاص دلچسپي هئي. ٻاهرين ملڪن ۾ سالن جا سال رهڻ سبب سندس خيال ۽ عقيدا پڪا ٿي ويا هئا ۽ هندوستان جي ٻين ليڊرن جيّ ڀيٽ ۾ نظر گهڻو وسيع هوندي هيس.

مسٽر بلنٽ پنهنجي روزنامچي ۾ ڪوڪلي ۽ لالا جيءَ سان ملاقات جو ذڪر ڪيو آهي. اها ملاقات 1909ع ۾ ٿي هئي هن ٻنهي تي سخت نڪتہ چيني ڪئي آهي ۽ لکيو اٿس تہ هي ٻئي حقيقتن کي منهن ڏيڻ کان ڇرڪن ٿا ۽ حد کان وڌيڪ اڳ ڀوءِ جاچڻ جي عادت اٿن. هندوستان جا سيئي ليڊر اهڙا هئا. هنن جي ڀيٽ ۾ لالا گهڻو اڳرو هو. ڪيئي بہ بلنٽ جي لکيت مان اُن وقت جي قومي ليڊرن جي سياست ۽ سندن مسڪين مزاجيءَ جي پروڙ پوي ٿي. گذريل ڏهن ويهن ورهين انهيءَ مسڪين مزاجيءَ ۾ گهڻو ڦيرو آندو آهي.

لالا جيءَ سان گڏ ٻيا ڪيترا پُراڻا ڪانگريسي ۽ هلندي پڄنديءَ وارا ليڊر قطع تعلقات جا مخالف هئا. سي. آر. داس انهن جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. هو مهاتما کان ٻه چار قدم اڳتي وڌڻ لاءِ تيار هو پر ڪائونسلن جي بهشڪار جي رٿ کيس پسند نه هئي. جهونن ليڊرن مان رڳو منهنجو پيءُ مهاتما جو حمايتي هو. بابي جو سي. آر. داس سان خاص رستو هو ۽ خيال ٻه گهڻوڪري ساڳئي نموني جا هيس پر تنهن هوندي ٻه بابي مهاتما جي پنيرائي ڪئي ۽ داس اُن جي مخالفت.

ڪلڪته ڪانگريس کان اڳ بابي سان گهٽ گهڻو ملڻ ٿيندو هوم ۽ جڏهن گڏبو هومانس ته ڏسندو هوس ته هو ڪنهن فڪري اوڙاهه ۾ غلطان آهي. اسهيوگ آندولن ۾ شريڪ ٿيڻ هن لاءِ آسان نه هو ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان هن کي پنهنجي وڪالت ڇڏي، اڳين زندگيءَ کي الوداع ڪري، پاڻ کي نئين قالب ۾ وجهڻو هو. وڪالت جي ڪمائي بند ٿيڻ سبب خرچ گهٽ ڪري، سٺ ورهين جي ڄمار ۾ اڳيان دوست ۽ رهڻي ڪرڻي ترڪ ڪرڻ آسان ناهي. ليڪن پنجاب ۾ ٿيل حادثن ۽ قومي ذلت جي احساس کيس مجبور ڪيو. عقل، سؤمان، غيرت جي تقاضا هئي ته اڳتي قدم وڌائي. مهاتما سان ٻه قلبي محبت ٻُجهي وئي هيس، جيتوڻيڪ سندس سياءُ هن جي بلڪل اُبتڙ هو. هڪ طرف هو هڪ سنت ساڌو ڌرمي شخص جنهن جسماني لذتون ۽ سواد تياڳيا هئا ۽ ٻئي طرف هو هڪ سنساري وهنواري گرهستي جنهن عيش عشرت جو لطف اُڏائي ڪڏهن خواب خيال ۾ نه آندو هو ته ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو. هنن جو ميلاپ گويا باطن پسند ۽ ظاهر پسند طبيعتن جو ميل هو تنهن هوندي ٻه هنن جو سنبنڌ ويو وڌندو ۽ ڪن سالن بعد جڏهن پاڻ ۾ متڀيد پيدا ٿين، تڏهن ٻه سندن شخصي دوستيءَ ۾ فرق نه پيو.

والٽرپيٽر هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي ته "زاهد ۽ عياش، جوڳي ۽ يوڳي جو مارگ نرالو آهي ۽ اُديش هڪ ٻئي جي اُبتڙ. پر سندن طبيعت ۾ جوش ۽ قوت هئڻ سبب هو رواجي سُست فطرت ماڻهن کان ممتاز آهن. ڏٺو ويو آهي ته هو ٻين کي ايترو سمجهي نٿا سگهن جهڙو پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪو ڪارڻ اچيو ٻڻجي جو سندن وات ٻه ساڳي ٿيو پوي."

ڪلڪته ڪانگريس ڪانپوءِ گانڌي يُگ شروع ٿيو جو اڄ تائين هلندو

اچي. رڳو وچ ۾ ٿورا سال داس ۽ بابي کي مهاتما سوراج پارٽيءَ جي واڳ ڏئي
ڇڏي ۽ پاڻ پاسو ڪري ويٺو. مهاتما جي اچڻ سان ڪانگريس جو رنگ ڦري
ويو هو. کاڌي پوشن جي سارگي برک ٿيڻ لڳي هئي ۽ هيٺئين طبقي جا وچولي
درجي وارا ڪانگريس جا عيوضي ٿي اچڻ لڳا هئا. ڪانگريس اندر تقريرون
هندستانيءَ ۾ ٿيڻ لڳيون ۽ اهو خيال وڌندو ويو ته قومي ڪاروبار لاءِ ڌاري زبان
استعمال نه ڪرڻ گهرجي. سچ ته ڪانگريس ۾ مهاتما نئون ساهه ڦوڪيو
جنهنڪري هر طرف اُتساهه اُمنگ ۽ صداقت جي لهر ڏسڻ ۾ آئي.

ڪلڪته ڪانگريس جي اجلاس ختم ٿيڻ بعد هڪ ڏينهن مهاتما
موتي لال گهوش جي مزاج پرسي ڪرڻ ويو. هو مرٽينگ حالت ۾ بستري
داخل ٿيو. مهاتما کي ڏسي چيائين "ڀڳوان ڪري ته شل تنهنجي نئين
هلچل ڦلي ڦولي. مان هينئر پرلوڪ پڌارجان ٿو. مون کي ڄاڻ ناهي ته اهو
پرلوڪ ڪٿي آهي پر ايتري خاطري اٿم ته هن ڪان پوءِ انگريزي راڄ ۾ نه
هوندس. گهٽ ۾ گهٽ برطانيه سلطنت کان ته پلؤ آجا ٿي ويندم."

هن دفعي مهاتما سان گڏجي شانتينڪيتن وڃڻ جو موقعو پڻ مليو
جتي روي بابو ۽ سندس وڏي ڀاءُ "بڙو دادا" ۽ اينڊريوز سان مڪاميلو ٿيم.
اينڊريوز مون کي ڪتاب ڏنا جن ۾ موريل جو "Black man's Burden"
خاص اهميت رکندڙ ڪتاب هو. اينڊريوز به هندوستان جي آزاديءَ جي
حمايت ۾ هڪ رسالولکيو هو جنهن ۾ اهڙا ته جبرا دليل ۽ حقيقتون پيش
ڪيون هئائين جنهن جو جواب ڏيڻ غيرممڪن هو. هي رسالو ڄڻ ته
منهنجي قلب جو نقشو هو. اينڊريوز جيّ سليس سڌي سنواٽي پر اخلاص ۽
راست گوئي واري عبارت ۾ مون کي پنهنجي دلي جذبن ۽ اٿپورين تمنائن
جي تصوير اکين اڳيان اچي وئي. سندس هيءَ تحرير آرٿڪ ۽ سماجڪ،
معاشي ۽ اشتراڪي اصولن جي ڇنڊڇاڻ لاءِ لکي نه وئي هئي. اول کان آخر
تائين ملڪ جي روز افزون ذلت جو احساس ۽ ان مان نجات حاصل ڪرڻ
لاءِ بيتاب خواهش خالص قومپرستيءَ جي رنگ ۾ ڇٽي وئي هئي. مون کي
حيرت هئي ته هڪ پرديسي، حاڪم قوم جي شخص ڪيئن ويهي اسان
جي اندر جو روئڻو رنو آهي. قطع تعلقات لاءِ دليل سيليءَ اڳي ئي پنهنجي
ڪتاب ۾ ڏئي ڇڏيو آهي جنهن ۾ هو لکي ٿو ته "ڌاري سرڪار کي

حڪومت هلائڻ ۾ مدد ڪرڻ هڪ شرمناڪ ڪم آهي.“ بقول مسٽر اينڊريوز ”هندستانين جي روح اندر بي چئني ۽ هيجان پيدا ڪرڻ لازمي آهي، چاڪاڻ تہ آزادي اعلان ۽ عنايت ذريعي حاصل ڪرڻ غيرممڪن آهي. روح اندر بي چئني ۽ جوش جذبو هن مرض جو علاج آهي. اها حالت خودبخود پيدا ٿي وجڻ گهرجي. مون کي خوشي ٿي آهي تہ مهاتما هندوستان کي آزاديءَ جو پيغام ڏنو آهي. ماڻهن جي ڪن ۾ منتر ڦوڪيو اٿس تہ ”آزاد ٿيو ۽ غلامي ڇڏيو“.هندوستان جي دل مان هينئر مان لبيڪ لبيڪ جو آواز پيو ٻُڌان، هن تحريڪ ذريعي زنجير ۽ بيڙيون ڍليون ٿيون آهن ۽ آزاديءَ جو رستو کلي پيو آهي.“

ڪلڪتہ ڪانگريس کان پوءِ اسهڪار جي هلچل سيلاب وانگر وڌي وڃڻ ڪائونسلن جو بهشڪار حد کان وڌيڪ ڪامياب ٿيو. ڪوبہ ڪائونسل جو ميمبر نہ ٿئي سو غيرممڪن هو چاڪاڻ تہ ڪن ٿورن ووٽن سان يا ماڳهين ووٽن بنا، بنا مخالفت ميمبري ملي سگهي ٿي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ تمام گهٽن ووٽرن وُوٽ نہ ڏنو ۽ اهي شخص جن تي ملڪ جي آواز جو ٿورو گهٽو اثر هو سي اميدوار نہ بيٺا. چونڊن جي ڏينهن ويلنٽائين شرول الهہ آباد ۾ هو. اتي جي مڪمل بائيڪاٽ ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ ويتر جو ٻڌائين تہ الهہ آباد کان پندرهن ميل پري پولنگ اسٽيشن تيِ هڪ بہ ووٽر نہ آيو آهي تنهن تہ سندس حواس خطا ڪري ڇڏيا. شاهديءَ لاءِ سندس ڪتاب پڙهو.

سي. آر. داس ۽ بابي ڪانگريس ۾ ڪائونسل بائيڪاٽ تي اعتراض ورتو هو پر فيصلي ٿيڻ بعد هنن ڪانگريس جو ساٿ ڏنو. چونڊون پوريون ٿيون تہ اختلاف بہ ڇٽو. ناگپور جي ڪانگريس ۾ سيئي وري اچي گڏيا. البت ڪي پُراڻا ڪانگريسي هميشہ لاءِ علحده ٿي ويا جن ۾ هر دلعزيز ۽ مشهور معروف مسٽر جناح پڻ هو. سروجني نئدو جناح کي ”هندو مسلم اتحاد جو سفير“ سمجهندي هئي ۽ هو بہ ائين، چاڪاڻ تہ هن جي ڪوشش سبب مسلم ليگ ڪانگريس جي ويجهو اچڻ لڳي هئي. هينئر ڪانگريس جو ڊؤل ئي ڦري ويو هو ۽ ڪانگريس عام ماڻهن جي جماعت ٿي پئي هئي. ٻيو تہ سرڪار سان قطع تعلقات ڪرڻ مسٽر جناح کي پسند نہ هو. اگرچ

سندس مخالفت سياسي هئي پر سياست سان گڏ هن کي ٻين ڪن ڳالهين تي پڻ اعتراض هو. هڪ تہ ڪانگريسي گذر پوش هئا ۽ هندستانيءَ ۾ تقرير ڪرڻ تي زور تي ڏنائون، جنهن سبب مسٽر جناح اهڙي مجلس ۾ بلڪل ڌاريو اجنبي شخص تي لڳو ۽ ٻيو تہ عام ماڻهن جي جوش خروش کي چريائي يا پاڳلپڻو تي سمجهيائين. مسٽر جناح ۽ هندوستان جي عام ماڻهن وچ ۾ ايڏو فرق هو جيڏو لنڊن جي بانڊ اسٽريٽ ۽ هتي جي ڳوٺن وچ ۾ آهي. هڪ دفعي صلاح ڏنائين تہ ڪانگريس اندر مئٽرڪ پاس ڪيلن کي ورتو وڃي. ممڪن آهي تہ سندس سچي منشا ڪجهہ ٻي هجي پر اهڙو خيال بلڪل سندس سڀاءَ مطابق پيو لڳي. خير هو ڪانگريس ڇڏي ويو ۽ ڪيترو وقت سياست جي ميدان ۾ اڪيلو رهجي ويو. افسوس رڳو اهو آهي جو ان بعد هي ”اتحاد جو جهونو حمايتي“ ڪٽر فرقہ پرست ۽ رجعت پسند ۽ سست فڪر مسلمانن سان ناتو ڳنڍڻ لڳو.

نرم ۽ لبرل ڏُر وارا بہ ڪانگريس ڇڏي سرڪار سان وڃي مليا. نون سڌارن هيٺ هنن کي وزيري ۽ وڏا عهدا مليا جنهن ڪري هو سرڪار جو ساٿ ڏئي ڪانگريس ۽ قطع تعلقات جي مخالفت ڪرڻ لڳا. اڳ بہ هنن جي دلي مراد ڪن عهدن هٿ ڪرڻ جي هئي سو هينئر وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ ساري ملڪ ۾ جوش هو ۽ ماڻهو انقلاب پسند ٿيندا ٿي ويا پر هي ڪليو ڪلايو سرڪار سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. نتيجو اهو نڪتو جو راڄ مهاڄڻ سان سندن تعلقات ٽُٽي ويا ۽ هو هر مسئلي کي سرڪاري نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ لڳا. سري نواس شاستري آمريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ برطانيہ جو شاهي سفير بڻجي نڪتو ۽ دنيا ۾ پنهنجي ديس واسين ۽ ڪانگريس کي بدنام ڪرڻ لڳو.

نرمن کي وڏا عهدا تہ مليا پر تنهن هوندي بہ انتر آنند پراپت نہ ٿين. پنهنجي پائرن ڪان ڇڇي وڃڻ ۽ گلا جو گهانگهو ڪٽڻ ماڻهن جي ننڍ ڦٽائي تو ڇڏي. دنيا ۾ ڪٿي بہ راجوٽي تحريڪ ۾ مخالفن سان رعايت نہ ڪئي ويندي هئي. ليڪن قطع تعلقات جي هلچل ۾ مهاتما جي بار بار تاڪيد ۽ تنبيهہ سبب مخالفن سان بلڪل نرم ۽ شريفانہ هلت هلي ويندي هئي. تنهن هوندي بہ وايومنڊل اهڙو هو جو هلچل جي حامين ۾ جرئت ۽ همت

ڦوڪبي پئي وئي ۽ ان جي مخالفن جي دل خودبخود سُست ٿيندي پئي وئي. انقلابي هلچل جا سدائين ٻہ پاسا ٿيندا آهن. هڪ طرف عوام ۾ نئين شخصيت ۽ طاقت جو احساس پيدا ٿيڻ سبب دليري ۽ همت ڏسڻ ۾ ايندي آهي ۽ ٻئي طرف مخالفن جو ساهہ قبض ٿيڻ لڳندو آهي ۽ هو پنهنجو پاڻهي دٻجي ويندا آهن.

اهوئي سبب هو جو ڪن کي خيال اچي وينو تہ اسهيوگ هلچل ۾ سهن شيلتا، رواداري ۽ تحمل جو مادو گهٽ آهي ۽ ان ذريعي ملڪ ۾ خيال ۽ عمل جي ٻي جان يڪسانگي ۽ موافقت پيدا ڪئي وڃي ٿي. مٿيون اعتراض بلڪل صحيح هو. اسهيوگ هڪ راڄوٽي آندولن هئي. ماڻهن جي مهاتما ۾ شرڌا هئي ۽ لڪن جو منجهس انڌو وشواس هو. هو سمجهڻ لڳا تہ سندن زنجير ٽُٽڻ تي آهي. مٿي تان ڄڻ بوجهہ لهي پيو هوندو هو پنهنجي رڳن ۾ آزاديءَ جي ويهڪ حس ڪرڻ لڳا هئا. اندر مان دٻپ نڪري ويو هوندِ ۽ سينو ساهي اوچي ڳالهہ هلڻ لڳا هئا. ٻهراڙين ۽ ننڍين ڳوٺن ۾ ڪانگريس ۽ سوراج، جليانوالہ ڪوس ۽ خلافت تي بحث ٿيڻ لڳا. ڳوٺن ۾ "خلافت" جي عجيب معنيٰ تي ڪيائون. هنن سمجهيو ٿي تہ "خلافت" لفظ "خلاف" مان نڪتو آهي ۽ "خلافت" جي معنيٰ "سرڪار سان مخالفت". اڪثر آجيوڪا، گذراني، معاشي مسئلن تي بہ مزي جهڙا بحث ڪندا هئا ۽ پيو نہ تہ هزارين جلسن ۽ ڪانفرنسن سبب ماڻهن جي سياسي معلومات ۾ چڱو واڌارو ٿيو.

1921ع ۾ گهڻن ڪم ڪندڙن جي من جي حالت اهڙي هئي جهڙي انهيءَ شخص جي هجي جو مذهب مٿان جان نثار ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو هجي. اسين هڪ قسم جي نشي ۾ مخمور جوش همت ۽ زندهہ دليءَ سان سرشار هئاسون. آڳي پيڇي جي اون اصل ڪانہ هئي. اسان اڳيان رستو صاف هو ۽ اڳتي وڌندي ٻين کي پاڻ سان گهليندا پئي وياسون ۽ ٻيا پنيان تل ڏئي اسان کي ڌڪيندا پئي ويا. اڳ ڪڏهن ايترو پورهيو نہ ڪيو هوسون جيترو هن هلچل پيري ڪيوسون. اسان کي ڄاڻ هئي تہ جنگ جو زمانو آهي ۽ سرڪار جلد پڪڙ پڇاڙ ڪري اسان کي جيل اُماڻيندي تنهن ڪري جيڪي هڏن مان نڪري سگهي سو ڪري ونون. ازانسواءِ اسان ۾ آزاديءَ

جو احساس پيدا ٿيو هو جنهن تي اسان کي ناز هو. مايوسي ۽ بي همتي اسان مان ڪافور ٿي وئي هئي. ڪن ۾ ٻُس ٻُس ڪرڻ يا قانون جي اڙيءَ کان بچڻ لاءِ ڇپي ڇٽي ڳالهائڻ جي عادت اسان مان نڪري وئي هئي ۽ ان عيوض کليو کلايو وڏي واڪي دل جو راز چلي ڏيندا هئاسون. جيل جو ڊپ تہ هوئي ڪونہ. انهيءَ لاءِ تہ هر وقت تيار هئاسون. خفيہ پوليس جا سوين ماڻهو اسان پٺيان ڦري بلڪل تنگ اچي ويندا هئا ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ ڳجهو ڳجهہ هوئي ڪونہ. نغاري تي ڏونڪو هڻي اندر جو منجهہ ظاهر ڪندا هئاسون. اسان کي خوشي هئي تہ اخلاقي طور اسان جا عقيدا ۽ اعمال مخالف ڌُر کان اعليٰ تر هئا. اسان پنهنجي اڪين سان پئي ڏٺو تہ اسان جي محنت ۽ اخلاص سبب ملڪ جي ڪايا پلٽجي وئي آهي ۽ آزادي بلڪل ويجهو اچي وئي آهي. واچوڙي جي وچ ۾ هوندي بلڪ واچوڙي کي پنهنجي همت ۽ زور سان هلائيندي بہ اسان جي اندر ۾ شانتي ۽ آرام هو. اسان کي پنهنجي ليڊر تي ناز هو ۽ اُن جي پرتاب سبب ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کي بہ مهاتما پئي سمجهيوسون. اسان جي ڪيفيت ڏسي حاڪمن جون وايون بتال ٿي ويون. هنن کي سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي آيو تہ هي ڇا ٿي رهيو آهي. هڪ طرف سندن اکين اڳيان قديم افسرده هندوستان غائب ٿيندو پئي ويو ۽ ٻئي طرف پنهنجو آتم وشواس، بي ڊپائي ۽ رعب کوهي ويٺا. ڪٿي بہ ٿورو وار ٿي ڪيائون تہ ملڪ ۾ برقي اثر پيدا ٿي ٿيو جنهنڪري وڏن ليڊرن کي هٿ لڳائڻ کان پئي ڇرڪيا. پوليس حڪم جي تعميل ڪندي؟ هندستاني فوج تي ڀروسو رکي سگهبو؟ انهن سوالن منجهائي ماريو هون. خود لارڊ ريڊنگ جهوڙ لڳو تہ سرڪار "عجيب ڳُڙ ڦور" ۾ غلطان آهي. گڏيل پرانتن ۾ سرڪار ضلع عملدارن کي هڪ خط لکيو جنهن ۾ ڄاڻايائون تہ سخت ارمان آهي جو دشمن (ڪانگريس) هميشہ پيش قدم رهي ۽ سرڪار ويٺي واٽون نهاري. لبرل ڌر جي وزيرن صلاح ڏني هين تہ "امن سڀائون" جاري ڪن سو آفيسرن کي اهڙي قسم جي هدايت لکي موڪليائون. اها حقيقت آهي تہ 1921ع ۾ انگريزن جا حوصلا خطا ٿي ويا هئا. ملڪ ۾ مخالفت ۽ نافرماني پر ساڳي وقت اهڙي اهسنڪ روش جو سرڪار کي آڱر کڻڻ جو موقعو نہ ملي تنهن مڙسن کي مُنجهائي وڌو هو. سرڪار هر وقت هنسا ۾ ڏاڍ لاءِ تيار هئي.

انگريزن کي اصل اعتبار نٿي آيو تہ هندواسي عدم تشدد يا اهنسا جا قائل ٿيا آهن. هنن سمجهيو ٿي تہ ڪنهن ڳجهي منصوبي لڪائڻ لاءِ ٻاهران اهنسا جو ڍونگ رچيو ويو آهي. ڳجهہ ظاهر ٿيندو تہ ملڪ ۾ بلوو ۽ غدر مچي ويندو. ننڍپڻ کان انگريزن کي سُتي پيل آهي تہ مشرق جي سوڙهين اونداهين گهٽين ۾ سازشون ۽ منصوبا پيا سٽبا آهن ۽ مشرقي ڳجهي، خفيہ طبيعت جا انسان آهن. هتي جي سادا مزاج ۽ صاف دل ماڻهن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪونہ ۽ رڳو جاسوسي ناول ۽ واهيات قصا ۽ ڪهاڻيون پڙهي هن ملڪ کي هڪ قسم جو جادو گهر ۽ طلسمي مڪان پيا سمجهن. اهوئي سبب آهي جو جڏهن ڪجهہ اُٿل پٿل شروع ٿيڻ لڳي ٿي تہ خوف ۽ هراس وچان پريشان ۽ سرگردان ٿيڻ لڳن ٿا. 1919ع ۾ ساڳي ڪار ٿي. پنجاب ۾ انگريزي عملدارن کي اچي ڊپ لڳو تہ زبردست بلوو ٿيڻ وارو آهي، جنهن ۾ انگريزن جو عام قتل ڪيو ويندو سو جان بچائڻ جي سياويڪ پر هن حالت ۾ بلڪل انڌي ڊپ وچان خوفناڪ خوني ڪارروايون ڪيائون جي هينئر "جليانوالا ڪوس" جي نالي سان مشهور آهن. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ 1921ع انگريزن لاءِ مشڪلات جو وقت هو پر گهڻيون مشڪلاتون هنن پنهنجي عجيب تصورات ۽ خيالات ذريعي ٿي پيدا ڪيون. مون کي هڪ مثال ياد آهي. 10 مئي 1921ع تي منهنجي پيڻ جي شادي ٿيڻي هئي جنهن تي وڏا قومي اڳواڻ مهمان ٿي اچڻا هئا. شهر ۽ ضلع واسين ليڊرن جي موجودگيءَ مان فائدو وٺڻ لاءِ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي ۽ شهر کي خوب سينگاريو. ويجهڙائيءَ مان ڪيترن هارين پڻ ڪانفرنس ۾ اچڻ جو خيال ڪيو. عجب اهو جو ڪانفرنس جون تياريون ڏسي انگريزي آفيسرن جا وائي سر ڦري ويا ۽ هو سمجهڻ لڳا تہ 1857ع ۾ 10 مئي تي بلوه ٿيو هو سو اسين بہ ٻاهران شاديءَ بهاني غدر جي تيارين ۾ آهيون. بس پوءِ تہ ديسي ملازمن کان بہ ڇرڪڻ لڳا ۽ قلعي ۾ پنهنجي بچاءَ جو خاص بندوبست رکي پاڻ سان پريل پستول ڪڍي پئي گهميا. مان تہ سمجهي نٿي سگهيس تہ الهہ آباد جهڙي پُرامن ۽ خوابيده شهر ۾ جتي اهنسا جو اوتار پيَر گهمائڻ پئي آيو، اُتي انگريزن کي غدر ۽ بلووي جو خيال ڪيئن آيو. پر هنن کي سيرت جو بلوو ياد هو جنهن ڪري خواب ۾ بہ اهي پوت پئي ڏنائون.

جواهر جيُوني

1921ع ۾ خلافت جي تحريڪ زور وٺي وئي. ڪيترائي ملا مولوي سياسي معاملن ۾ تڪو بهرو وٺڻ لڳا جنهنڪري هلچل کي مذهبي رنگ اچي ويو. هونءَ به مسلمانن تي مذهبي سياست جو اثر گهٽو آهي سو هينئر مغربي خيالن وارا مسلمان به انهن مذهبين جي اثر هيٺ ڏاڙهيون رکڻ ۽ شرع جي حڪمن جي سخت پابندي ڪرڻ لڳا. خلافت کان اڳ جديد خيالات ۽ مغربي تهذيب جي ترقي سبب مُلن جو اثر گهٽجي ويو هو پر خلافت تحريڪ هنن جو ستارو بلند ڪيو جنهن ڪري مسلم قوم مٿان سندن ٺپو لڳي ويو. علي برادران خود مذهبي ذهنيت رکندڙ هئا ۽ مهاتما مولوين ۽ عالمن کي گهٽي عزت ڏيندو هو تنهنڪري هنن جو عام مسلمانن تي ڏاڪو جمي ويو.

دراصل مهاتما خود هلچل کي ڌارمڪ ۽ آتمڪ رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو هو. البت سندس نظر ۾ ڌرم جي معنيٰ مت متانتر، پاٺ پوڄا نه هئي پر تنهن هوندي به ڌارمڪ جيون ۽ شرڌا هيس جنهن ڪري اسهيوگ آندولن هڪ ڌرميڌ تي پئي. تمام گهڻا ڪانگريسي پنهنجي ليڊر جي پيروي ڪرڻ جا خواهان هئا ۽ سندس خيال ور ور ڏئي پيا دُهرائيندا هئا. پر ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ مهاتما جا خاص همڪار ۽ رفيق مثلاً بابو سي. آر. داس، لالا لجپتراءِ وغيره بلڪل غير مذهبي طبيعت جا ماڻهو هئا ۽ هو سياست کي فقط سياسي نظر سان ڏسندا هئا. هو انهن خيالن جو اظهار به کليو کلايو ڪندا هئا پر ٻاهران هلٽي چلٽي ٻين ڪانگريسين جهڙي هين. عام ماڻهن ڏٺو ته هنن اميرانه زندگي ترڪ ڪري سادي زندگي اختيار ڪئي آهي سو هنن جي تقريرن ۽ تحريرن کي نظرانداز ڪري، سندن عمل کي صدق جي ثابتي سمجهي هنن بي مذهبين مٿان به مذهب جو رنگ چاڙهي ڇڏيو. مون کي اها ڳالهه اصل نه وڻندي هئي ته مذهب کي سياست سان گڏي ڇڏجي. ڪڏهن ڪڏهن ته هي عجيب نوع ڏسي سخت پريشان ٿيندو هوس. مولوين ۽ سوامين جون تقريرون ٻڌي دل کي چوٽ لڳندي هيم. سندن تواريخ ۽ اقتصاديات ۽ عمرانيات يا اُتهاس، ارٿ وديا ۽ سماجڪ وديا مون کي سراسر غلط ۽ بي بنياد ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون ۽ هر ڪنهن ڳالهه کي مذهبي رنگ ڏيڻ سان روشن خيالي ۽ فهم جو ڏيوالو نڪري ويندو هو. مهاتما جا به ڪيترا ٻول مون کي پسند نه پوندا هئا. مثلاً هو ايندڙ سونهري

زماني کي "رام راڄ" چوندو هو. مان بيوس، لاچار هوس ۽ پنهنجي دل کي آٿت ڏيندو هوس ته هو اهڙي قسم جي ٻولي عام فهم هئڻ سبب ڪتب ٿو آڻي ۽ اهو عقيدو به هوم ته هن وٽ ماڻهن جي دلين جهٽڻ جو جادو آهي. مون کي فرصت به ڪانه هئي جو انهن ننڍين ڳالهين ۾ وقت وڃايان. هيڏي هلچل ۾ هر قسم جا ماڻهو داخل ٿي وڃنتا ۽ جيسين عملي ريت گاڏو سنئين راهه تي پيو هلي تيسين ڪي جزوي رجعت پسند، ڪُهن خيال ۽ پراچين ٻُڌ وارا گهڻو نقصان پهچائي نٿا سگهن. باقي رهيو مهاتما. هن کي سمجهڻ سولو ڪم نه هو. ڪيئي دفعا اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو جي نئين روشنيءَ وارن جي سمجهه ۾ بلڪل اچي نٿي سگهيون. پر اسان جو منجهس ويساهه هو ۽ کيس بزرگ، بي مثال، اعليٰ رهبر سمجهي، صاف صدق سان پنهنجي واڳ سندس هٿ ڏئي ڇڏيسون. البت پنهنجو پاڻ ۾ سندس عجيب و غريب خيالن، خفتن ۽ پورن تي کلون ڪندا هئاسون ۽ چوندا هئاسون ته سوراج ملڻ بعد انهن چريائن کي اُپڙڻ هرگز نه ڏبو. اسان ۾ ڪيترا اهڙا به هوا جي مهاتما سان ويجهن لاڳاپن سبب سندس ڏرمي اثر کان آجا نه ٿي ٿي سگهيا. منهنجي حالت عجيب هئي. جيئن لشڪر سڌو سنواتو قلع تي حملو ڪريَ ڪامياب ٿيڻ جو امڪان نه ڏسي پٺين جي چوڌاري ڪنهن ڪمزور هنڌ جاچڻ لاءِ پيو ڦرندو آهي تيئن مان به هن مذهبپڻي سان سامهون پوڻ جو ست نه ساري انهيءَ جي اردگرد پئي ڦريس. مذهبي رسم رواج مون کي پانئي نه پوندا هئا ۽ ساڌو ۽ ملا، گرو ۽ پير جي مذهب جي بهاني ماڻهو ڦريندا وتن تن لاءِ ته سخت نفرت هيم. 1921ع ۾ مون تي مذهبي رنگ چاڙهڻ جي گهڻي ڪوشش [illegible] پر مان [illegible] هوس [illegible] رهيس [illegible]

مون [illegible] ۾ [illegible] اخلاقي [illegible] پسند هو [illegible]

وشواس [illegible] آنڌي ايندو [illegible] هوم ته بي هٿيار هندوستان جي حالت اهڙي ڪمزور ۽ [illegible] آهي جو [illegible] لاءِ اهنسڪ نيتي بنا ٻي واهه ناهي. سياست ۽ روحانيت جيڪڏهن اعليٰ نظر سان ڏسجي ته لاڳو ڪونهي. سٺي اُديش جي ميلاپ لاءِ سٺا واهڻ سونهن. تنهنڪري اخلاقي توڙي عقلي ۽ علمي لحاظ کان به اهنسڪ طريقو بهتر ڏسڻ ۾ آيو. خراب رستا وٺڻ سان اعليٰ مقصد تي خراب اثر پوي ٿو ۽ منزل ۾ نيون مشڪلاتون ۽ مونجهارا

پيدا ٿين ٿا. ازانسواءِ قوم جي شان وٿان ناهي تہ غليظ ۽ ڏنگا رستا اختيار ڪري ائين ڪرڻ سان ماڻهن جي قلب تي ڪارنهن ويهي ويندي ۽ قوم جو دامن داغدار ٿي پوندو. انهيءَ قسم جا خيال منهنجي من ۾ واسو ڪري رهيا هئا. مان قومي آزاديءَ جو ڪوڙيو هوس ۽ چاهيم ٿي تہ هن تحريڪ ذريعي غريبن تي قرمار بند ٿئي. هن هلچل ۾ جيڪي اُپاءَ ورتا ٿي ويا تن مان منهنجي اخلاقي جذبن کي تسڪين ٿي ملي ۽ اندر ۾ شخصي آزاديءَ جو احساس ٿي پيدا ٿيو. ڪاميابي يا ناڪاميابيءَ جي اون ڪانہ هيم. چاڪاڻ تہ ڪابہ محنت اجائي ويڃي ناهي. ڀڳوت گيتا جا گوڙ گيان وارا شلوڪ نہ منهنجي سمجهہ ۾ اچڻ جهڙا هئا ۽ نہ اُن ڏانهن لاڙو هوم پر اُهي شلوڪ جي مهاتما جي آشرم ۾ پرارٿنا سمي پڙهيا ويندا آهن سي وڻندا اٿم. انهن جو مطلب هي آهي تہ انسان کي پنهنجو فرض پالڻ گهرجي ۽ اُنجي ڦل جي چنتا اصل نہ ڪجي. سدائين نشچنت، نرموهہ شانتي مئہ ٿي نشڪام شيوا ڪجي. مون ۾ شانت چت رهڻ جي گهڻي شڪتي ناهي تنهنڪري شايد انهيءَ اُپديش جو اثر ٿيندو هوم.



# ٻهرين جيل ياترا

1921ع اسان لاءِ رواجي سال نہ هو. انهيءَ زماني ۾ ديش ڀڳتي، راج نيتي، ڌرم، ڪٽرپڻو پاڪبازي ۽ پاڳلپڻي جو گڏيل مربو ٺهي پيو هو. هڪ پاسي هارين ۽ مزورن جي هلچل زور ونڻ لڳي تہ ٻئي پاسي قوم پرستي ملڪ ۾ بي چئني ۽ بي آراميءَ جي جدا جدا جزن کي ملائي متحد ڪرڻ لڳي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ قوم پرستيءَ جي جذبي حيرت انگيز ڪم ڪري ڏيکاريو پر انهيءَ قوم پرستيءَ ۾ خود ٽن جدا قسمن جي جُزن جي ملاوت ڏسڻ ۾ تي آئي. هندو قوم پرستي، مسلم قوم پرستي (جنهن جو ڪجهہ تعلقات هندوستان کان ٻاهر اسلامي ملڪن سان بہ هو) ۽ هندستاني قوم پرستي جا زماني ۽ حالتن سان وڌيڪ نهڪي ٿهڪي آئي ٿي. حال في الحال هي ٽيئي فرقا پاڻ ۾ گڏجي ويا ۽ "هندو مسلمان جي جيءَ" جي گونج ٻُڌڻ ۾ آئي. سيني کي حيرت هئي تہ مهاتما ڪهڙو جادو پڙهيو آهي جو هي پانت پانت جا لوڪ هڪ هنڌ اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ يڪ آواز ٿي هڪ ئي صدا بلند ٿا ڪن. پر انهيءَ کان وڌيڪ حيرت هن تي ٿي لڳن تہ انهن ماڻهن جو ديسي حاڪمن سان بہ ايترو وير وروڌ ڪونہ هو. قوميت يا جاتيپڻو دراصل هڪ وروڌي سنسڪار آهي. ڏارين قومن سان نفرت ۽ مخالفت ان جي غذا آهي. خاص ڪري غلام ملڪ ۾ قوميت جو جذبو وديسي حاڪمن خلاف ڏڪار سان پريل ٿيندو آهي. هندوستان ۾ پڻ ساڳيءَ ريت انگريزن خلاف نفرت ڦهليل هئي پر ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ گهٽي گهٽ. انهيءَ جا ڪي ڪارڻ هئا. هڪ تہ مهاتما حد کان وڌيڪ اهنسا تي زور ڏيندو هو ۽ ٻيو تہ شروع کان ئي لوڪن ۾ آزاديءَ ۽ سويم شڪتيءَ يا ذاتي قوت جو احساس پيدا ٿي ويو ۽ سمجهڻ لڳا تہ سوراج آيو ڪي آيو. تنهنڪري سوچڻ لڳا تہ جنهن حالت ۾ چرخو اهڙو سنو پيو هلي ۽ ماڳ بہ ڪو دور ڪونهي تہ اجائي نفرت ۽ ڪاوڙ مان ڪهڙو سود؟ ذاتي قوت جي احساس اسان ۾ فراخ دلي پيدا

ڪري چڙي هئي پر اسان جا هم وطني جي ڏاري حڪومت جو ساٿ ڏئي پنهنجي ڪمزوري، زمانہ سازي ۽ قوم فروشي جو ثبوت ڏئي رهيا هئا تن لاءِ رنج ۽ حقارت پيدا ٿي ٿي. اسان کي هنن لاءِ نفرت ۽ ڪاوڙ ڪانہ هئي پر رنج ۽ حقارت، چاڪاڻ تہ انهن ڳاڻ ڳڻين سرڪاري چاپلوسن کي سياست جي ميدان ۾ ڪا خاص اهميت نہ هئي ۽ اسان ۾ ڪافي طاقت هئي جو سندن ڪڏا ڪرتوت نظرانداز ڪري سگهون.

خير، اسين بنا سوچ ويچار زور سان سان اڳتي وڌندا وياسين. عمل جي تيزي ۽ سفر جي استرڳي اسان جي دل ۽ دماغ تي غالب هئي. اسان اڳيان سوراج جو آدرش چمڪي رهيو هو پر ان جو چٽو نقش اسان جي مغز ۾ اُڪريل نہ هو ۽ نڪي ان جي فلسفہ تي ڪافي ويچار ڪيو هوسون. "سوراج" "سوراج" جي صدا لڪين ماڻهن جي واتان ٿي نڪتي پر هر ڪو پنهنجي پڌيءَ انوسار ان جو مطلب نرالو ڪڍي رهيو هو. اڪثر نوجوان سوراج جو مطلب ڪامل سياسي آزادي ۽ جمهوري نموني جي حڪومت سمجهي وينا هئا ۽ سمجهيائون ٿي تہ ان ذريعي هارين ۽ پورهيتن جي حالت سڌاري سندن بار هلڪو ڪري سگهبو. اسين اهڙي قسم جون تقريرون عام جام ڪندا هئاسون. پر اسان جا بزرگ ليڊر سوراج کي خود حڪومت يا محدود قسم جي آزادي تصور ڪندا هئا. خاص ڪري مهاتما تہ اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري ڳالهہ ٽاري ڇڏيندو هو. سندس مرضي نہ هئي تہ ماڻهو اُن تي غور ڪن. سندس مبهم گفتگو مان اسان کي آٿت ايندو هو تہ هو غريبن جو طرفدار آهي جيتوڻيڪ ساڳي وقت هو اميرن کي بہ خوش ڪندو هو. هو ڪنهن بہ مسئلي کي عقلي ۽ فڪري نموني حل ڪرڻ عيوض اخلاق ۽ پرهيزگاريءَ تي زور ڏيندو هو. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ ماڻهن ۾ محڪم ارادو ۽ اخلاق آڻڻ ۾ هن کي حيرت انگيز ڪاميابي ٿي پر اها بہ حقيقت آهي تہ سندس چيلن ۾ ڪيترا اهڙا بہ هئا جن ۾ نہ محڪم ارادي ۽ نہ اخلاق زور ورتو. بلڪ هو سمجهي وينا تہ ڪمزور ڏبرو بدن ۽ چپ جهڙو ٻوٽ سنت مهاتما جي نشاني آهي.

اسهيوگ آندولن لوڪن ۾ حيرت انگيز چستي ۽ قوت پيدا ڪئي. صدين کان غلام، سست، ضعيف، قوم پٽ جو ڪندو سنئون ڪري 'اوچي

ڳالهيون ٻڌائيندو هو ته هو تحريڪ ۾ باانتظام بهرو وٺڻ لڳي. اسان کي وشواس هو ته هن قسم جي هلت خودبخود منجهس اهڙي مردانگي ۽ همت پيدا ڪندي جو انگريز ته ڇا پر سڄي دنيا کي اُن جي سامهون پوڻ جي جرئت نه ٿيندي اهوئي سبب هو جو اسان ان تي پورو ڌيان نه ڏنو ته عمل پنيان صحيح نموني جو خيال هئڻ ضروري آهي. اسين وساري ويناسون ته ويچار بنا ڪرم ۽ ڪنهن مقرر ماڳ بنا پنڌ ڦلدائڪ ناهي ۽ عام ماڻهن جو اتساهه ۽ جوش جتاءُ نه ڪندو آهي. ملڪ ۾ ڪنهن قسم جي جاڳرتا ۽ نوجيون جا آثار پئي ڏنا ۽ ڪيترن کي وهم ويهجي ويو هو ته اسين هندو بين ڪان وڏيڪ اُتم ۽ ڌرمشت آهيون ۽ دنيا اندر اسان کي ڌرم ۽ اهنسا جو سنديش پهچائڻو آهي. اسان کي ناز هو ته آرٽڪ، راجنيتڪ، آجيوڪا جي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ اسان اهنسا جو هٿيار ڳولي ڪڍيو آهي ۽ دنيا ۾ جنگ و جدال بند ڪرڻ لاءِ اسان کي اهو نئون پيغام پهچائڻو آهي. نه رڳو ايترو پر مهاتما نئين سڀيتا، ڪارخانن، ريلن وغيره جو به وروڌي هو. هو هڪ عجيب و غريب ابر آباد جا سپنا لهي رهيو هو. ڪي جزوي شخص سندس انهن خيالن جا حامي هئا پر اسان مان گهڻا اهڙين ڳالهين کي بلڪل وائي بادي سمجهندا هئا. مان ته وڏن ڪارخانن ۽ تيز رفتار جهازن ۽ موٽرن وغيره جي فائدي ۾ آهيان. مطلب ته هن هلچل ۾ اهڙا نرالي نرالي نموني جا ماڻهو اچي گڏ ٿيا جو ڪن جي اک ڪياڙيءَ ۾ ۽ نظر مرده ماضي ۽ قديم تهذيب ڏانهن، ته ڪن جي تمدن ۽ تجدد مستقبل ۾ ڪتل. لطف هن ۾ هو ته اهي ٻئي ڌريون هڪ ٻئي سان گڏجي ڪم ڪرڻ ۾ لاڀ سمجهڻ لڳيون ۽ بنا چُون چرا، سوال جواب جي سختيون سهڻ، قرباني ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويون. ڪيترن بين وانگر مان به ڪم کي جنبي ويس ۽ اڳيان يار دوست، ڪتاب وغيره وساري ڇڏيم. ايتري قدر جو اسهيوگي خبرن بنا اخبار ۾ ٻيو احوال ڪونه پڙهندو هوس. اڳ مون کي انتر ديسڪ معاملن ۾ دلچسپي هئي پر هينئر پڙهڻ جو وقت ئي ڪونه هو. مون کي پنهنجي مائٽن سان قرب هو پر هينئر پنهنجي زال ۽ ڪکيءَ کي به وساري ڇڏيم. گهڻو پوءِ اندر ۾ [illegible] اڙي پيم ته منهنجي هن روش سبب منهنجي مائٽن کي ڪيڏي نه تڪليف ٿي [illegible]ندي ۽ منهنجي زال کي ڪيڏو نه صبر ۽ تحمل ڪرڻو پيو هوندو. رات ڏينهن جلسا، ڪانفرنسون ۽

ڪاميٽيون هونديون هيون ۽ پيرين پنڌ ڪوهن جا ڪوهہ لتاڙي ڳوٺڙن ۾ تقريرون ڪندا هئاسين. مون ۾ لوڪ ياءُ اٿپن ٿيڻ لڳو ۽ خوشي ٿيم تہ ماڻهن جي دلين تي اثر ڄمائي سگهان ٿو. ڳوناٺن ۽ شهرين جي منورتي ۾ تميز ڪرڻ جي سُوجهہ پيم ۽ گوڙ گنبوڙ ڍِڪ ڍِڪان، ڏڏڙ ۽ دونهي مان لطف اچڻ لڳم. ڪڏهن ڪڏهن انبوهہ جي بي انتظاميءَ تي غصو ايندو هوم. هينئر تہ ڪيئي دفعا مخالفن جي ميڙاڪي ۾ گهڙي ويندو آهيان. ڪڏهن تہ مخالفت اهڙي زبردست هوندي آهي جو چٽنگ مان پنيٽ ٻري پوي. پر مان بنا ڊپ سڌو وڃ ۾ ڪاهي پوندو آهيان ۽ لوڪن جي من ورتي جي ڄاڻ هئڻ سبب منهنجو وار بہ ونگو نہ ٿيندو آهي. شايد لوڪ مون سان ۽ مان لوڪن سان هِري مِري ويو آهيان. عجب اهو آهي تہ منهنجا سنسڪار ۽ ويچار، جذبا ۽ خواهشون، هلٽي ۽ چلٽي عام ڪان نہ رڳو نرالي پر بلڪل علحده نموني جي آهي. تنهن هوندي بہ هنن جو مون ۾ وشواس آهي. شايد هو مون کي هڪ جو ٻيو سمجهي وينا آهن. ائين آهي ڇا تہ جيڪڏهن هنن کي منهنجي اصلي صورت ۽ سيرت جي ڄاڻ پوي تہ هو مون کان ٿهي ويندا؟ مون ڪڏهن لڪ لڪاءُ ڪونہ ڪيو آهي. جيڪي اندر ۾ هوندو اٿم سو ڦهڪائي مُنهن ۾ هڻندو آهيان ۽ سندن رسم رواج، ايمان اعتقاد تي ملامت ڪندو آهيان. تنهن هوندي بہ هو مون مان بيزار نہ ٿيا آهن. مون ۾ خود پسندي ۽ آپي جو مرض آهي پر هنن سادن سودن هارين نارين اڳيان ان جي ظاهر ڪرڻ جو موقعو ئي ڪونهي. وچولي درجي وارن ۾ جا ٽيگر ۽ آڪڙ ۽ لباڙ آهي تنهن مان هو ڄاڻن ئي ڪونہ. انفرادي ريت هو موٽر ۽ بي مزي انسان آهن پر مجموعي طور هنن کي ڏسندي ۽ سندن ڏکي جيوت جو خيال ڪندي اندر ۾ ترس اچيو وڃي. تنهن هوندي بہ وڏن جلسن ۽ ڪانفرنسن جي موقعي تي اسين خواه مخواه معتبر ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسون. اهڙن موقعن تي معمولي نموني اُٿڻ ويهڻ آسان ناهي. هڪ تہ هزارن جون اکيون ڪتل ٿين ٿيون ۽ ٻيو تہ اسان کي حياتيءَ ۾ پهريون دفعو هيڏي شهرت نصيب ٿي هئي، جنهنڪري بزرگ ليڊرن جو نقل ڪري ڏاڍي سنجيد گيءَ ۽ گنڀير نموني واري هلت هلندا هئاسون. ڪل ڇرچو تہ خيال ۾ بہ نہ ايندو هو. خلافتي تہ ڳرائي رکڻ سان حد ڪري ڇڏيندا هئا. اسان جون تقريرون

جهڙيون هيون جوشيليون تهڙيون هيون عقل ۽ هوش کان خالي. پنهنجا عيب ثواب جاچڻ ۽ پارڻ کي ٻين جي نظر سان ڏسڻ مون لاءِ مشڪل هو. باقي ٻيا جيڪي ڪندا هئا سو مان جاچي ڏسندو هوس ۽ انهيءَ تي ڏاڍي ڪل ايندي هيم، پر جڏهن اهو خيال ايندو هوم ته مون تي ٻيا به ساڳيءَ ريت اندر جو اندر ۾ کلندا هوندا ته سيسرات وٺي ويندو هوم.

1921ع ۾ ڪانگريسي ڪم ڪندڙ هڪ هڪ تي ويا گرفتار ٿيا. علي برادران کي فوج ۾ بغاوت ڦهلائڻ جي ڏوهه هيٺ جيل اُماڻيو هئائون پر جن لفظن سبب هنن کي سيڪت ڏني وئي سي هزارين ميٽنگن ۾ هزارين ماڻهن ور ور ڏئي دهرايا پر سرڪار هٿ نه لاتن. سال جي پڇاڙيءَ ۾ پرنس آف ويلس هندوستان ۾ اچڻو هو سو ڪانگريس اُن کي بهشڪار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. نومبر مهيني جي آخر ۾ سرڪار بنگال ۾ والنٽيئرن خلاف نوان قانون ٺاهيا جي پوءِ گڏيل پرانتن سان پڻ لاڳو ڪيا ويا. اسان سرڪار جي چئلينج قبولي ۽ نه رڳو والنٽيئرن جا جٿا ٺاهيندا آياسون پر انهن جا نالا اخبارن ۾ شايع ڪرڻ لڳاسون. داس اعلان ڪيو. "هي اسان جو غلام ملڪ هڪ وسيع جيل خانو آهي. اسان جي هٿن ۾ ڪڙيون ۽ پيرن ۾ بيڙيون آهن. اسين جيل اندر هجون يا ٻاهر، جيئرا هجون يا مري وڃون پر آزاديءَ جي تحريڪ جاري رهڻ گهرجي."

بابو ڪڏهن به والنٽيئر نه ٿيو هو سو هينئر هن پنهنجو نالو لسٽ ۾ پهرين داخل ڪرايو. ڊسمبر جي شروعات ۾ گرفتارين جي ڏم مچي وئي. اسان سمجهيو ته هينئر جنگ چڙي آهي. هڪ ڏينهن مون ڪانگريس آفيس ۾ ويٺي ڪم ڪيو ته هڪڙي ڪلارڪ اچي ٻڌايو ته پوليس ٻاهران جڳهه کي گهيرو ڪري وئي آهي. مون لاءِ هي پهريون تجربو هو سو ڪجهه گهٻرائجي ويس، پر دل ۾ چيم ته ٻيلي ٻاهريون رعب ضرور رکبو سو ڪلارڪ کي چيم ته پوليس عملدار کي پارڻ سان وٺي سڄو دفتر ڏيکار. باقي اسين اهڙو ڪم ۾ لڳي وياسين جو ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. ايتري ۾ پوليس وارو منهنجي هڪ دوست کي گرفتار ڪري مون وٽ وٺي آيو. مون پنهنجو ڏيک نه ڇڏيو ۽ بلڪل بي پرواهيءَ سان هن کي چيم ته ٿورو ترسو ته هي ڪاغذ ڏسي وٺان. هينئر سمجهان ٿو ته پنهنجي دوست سان مون کي

ائين ڪرڻ نہ ڪپندو هو. پوءِ خيال آيم تہ ڏسان تہ گهر ڇا پيو وهي واپري ڏٺم تہ اتي بہ تلاشي هلي رهي هئي جنهن بعد بابي ۽ مون کي گرفتار ڪيو ويو.

پرنس آف ويلس جي اچڻ تي سڄي ملڪ ۾ هڙتال ٿي وئي. جتي بہ هو ويو ٿي اُتي شهر ۾ ڄڻ راڪاس گهمي ٿي ويو. هو ويچارو بي قصور هو پر سرڪار هن مان ناجائز فائدو وٺڻ ٿي گهريو تنهنڪري لاچار اسان کي سندس بهشڪار ڪرڻو پيو. بس پوءِ تہ ڪم ڪندڙن، ليڊرن، والنٽيئرن جي گرفتارين جي ڏم مچي وئي. ڪيترا ماڻهو جن کي جيل وڃڻ جو خيال بہ ڪونہ هو سي اوچتو جوش اچڻ سبب جيلن ۾ ڪاهي پيا. ڪيترا تہ هرويرو جيل جي لارين ۾ ويهي هليا ايندا هئا. جيل جي اختياريءَ وارا سندن نالا لسٽ ۾ نہ ڏسي مُنجهي پوندا هئا. اهڙن ماڻهن سان ڇا ڪجي تنهن نسبت جيل مئنيوئل ۾ ڪجهہ ڄاڻايل ئي ڪونہ هو. اسين جيل جي ڪوٺڙين مان نعرا هڻي سندن استقبال ڪندا هئاسون. نيٺ سرڪار تنگ اچي عام گرفتاريون بند ڪيون ۽ فقط چونڊ ڪم ڪندڙن کي جيل اُماڻڻ لڳي. ڪارپردازن جي جيل وڃڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو آهستي آهستي ماڻهن جو جوش ويو گهٽبو. تنهن هوندي بہ فضا ۾ برق ۽ ملڪ ۾ انقلابي اثر نمايان هو. سرڪار ننڍا وڏا ڪم ڪندڙ تہ جيل اُماڻيا هئا پر مهاتما کي ڇيڪ ڇڏي ڏنو هئائون سو هو روز بروز نيون هدايتون ۽ پيغام جاري ڪندو هو جي پڙهي ماڻهن جو جوش پڙڪي اٿندو هو. سرڪار کي ڊپ هو تہ مهاتما کي گرفتار ڪرڻ سان فوج ۽ پوليس ۾ بغاغو نہ مچي وڃي. اوچتو چؤري چورا ۾ ڳوٺاڻن پوليسي ظلم مان بيزار ٿي پوليس چؤنوڪيءَ کي باهہ ڏني جنهن ۾ ڇهہ ست پوليس وارا جيئري جلي ويا. هڪدم مهاتما هلچل بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اسان جي حيرت ۽ پريشانيءَ جي حد نہ رهي. انهيءَ وقت ڪانگريس زور هئي ۽ قوم ترقي ڪري رهي هئي. اسان کي مهاتما تي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي پر لاچار هئاسون جو جيل مان ڪجهہ ڪرڻ محال هو. هلچل جي بند ٿيڻ بعد سرڪار ڪجهہ ساهہ پٽيو ۽ ٿورن هفتن اندر مهاتما کي گرفتار ڪري گهٽي مدت لاءِ جيل اندر اُماڻيو.

٭

# اهنسا يا تلوار

چؤري چؤرا جي حادثي کان پوءِ تحريڪ جي ملتوي ٿيڻ تي مهاتما کان سواءِ باقي ڪانگريسين ۾ سخت ناراضپو هو. بابي کي بہ ڏاڍا خار لڳا. نوجوانن کي تہ اصل باهہ وٺي وئي ڇاڪاڻ تہ سندن اُميدن جو گهڙو اوچتو ئي اوچتو ڀڄي پيو. مهاتما جيڪي ڪچا ڦڪا دليل پيش تي ڪيا تن پاڻ اسان جي اندر وڌيڪ گهبراهٽ تي پيدا ڪئي. ڪٿي فرض ڪجي تہ چؤرا چؤري جو واقعو نهايت افسوسناڪ ۽ عدم تشدد جي اصول جي بلڪل خلاف هو پر اهو ڪيئن ممڪن تي سگهي تو تہ ڳوناٽن ۽ هارين جي هڪ ٽولي سڄي قوم جي هلچل کي بيهاري سگهي ٿي؟ جيڪڏهن هيڏي ملڪ جي ڪنهن بہ هنڌ ڪن ماڻهن جي هنسڪ ڪارروائي قومي رفتار روڪي سگهي ٿي تہ اهنسا جي اصول ۽ عمل ۾ ضرور ڪا خامي هوندي؟ اهو غيرممڪن آهي تہ هيڏي ملڪ ۾ ڪٿي بہ هنسڪ ڪارروائي نہ ٿئي. ڀهرين تہ چاليهن ڪروڙن کي پورن اهنسڪ بنلڻ لاءِ لکين ڪم ڪندڙ ڪپن جي اسان وٽ ڪونهن. خود اسان مان ڪي ٿورا ليندا جي پوليس جو دٻاءُ ۽ ظلم ماٺ ۾ برداشت ڪري سگهن. جيڪڏهن فرض بہ ڪجي تہ ملڪ سڄو اهنسا ۾ رنگجي ويو آهي تہ سرڪاري ڇاڙتن کي ڪير روڪي سگهندو؟ هو ماڻهن کي برغلائي خون خرابو ڪرائي سگهن ٿا. اهنسڪ آندولن هلائڻ لاءِ جيڪڏهن اهي شرط آهن تہ ان جو ڪامياب ٿيڻ غيرممڪن آهي. اسان اهنسا کي اثرائتو ۽ ڦلدائڪ طريقو سمجهي اختيار ڪيو هو. خود مهاتما بہ اهنسا کي ملڪ اڳيان انهيءَ نموني پيش ڪيو هو. اسان عملي ريت ڏٺو تہ اسان مان جيل جو ڊپ، حاڪم جو خوف نڪري ويو هو ۽ اهنسا اسان ۾ عملي لياقت پيدا ڪئي هئي. هن قسم جي اهنسا بزدل ۽ گيدي جو اجهو ۽ بچاءُ نہ هئي پر دلير ۽ آزاد انسانن لاءِ غلامي ۽ ذلت خلاف وڙهڻ لاءِ هٿيار. پر سورما ۽ جان نثار اتي ڇا ٽا ڪري سگهن، جتي ڪي ٿورا ماڻهو اڙٻنگائي ڪري قومي جنگ جي رفتار روڪي سگهن ٿا؟

مهاتما جي تقرير ۽ تحرير صاف ۽ سادي، ظاهري جوش ۽ جذبي کان خالي هوندي هئي، پر هن جميل برف جي هيٺان جوالا مکيءَ جي باهہ هوندي هئي. سندس اختيار ڪيل راهہ اهڙي اٽانگي هئي جو ان تي فقط سورما هلي سگهيا ٿي. اهوئي سبب هو جو اسين سندس پٺ ونڻ لڳاسون. هڪ دفعي ليک ۾ لکيائين.

"منهنجو وشواس آهي تہ جيڪڏهن ماڻهوءَ اڳيان فقط ٻہ رستا هجن هڪڙو ڪانئرتا ۽ ٻيو هنسا، تہ مان جيڪر هنسا اختيار ڪريان. هندوستان گيدي بڻجي ذلت ۽ غلاميءَ جو شڪار بڻجي اُن کان بهتر آهي تہ پنهنجي عزت خاطر ترار کڻي وڙهي. ليڪن منهنجو عقيدو آهي تہ هنسا کان اهنسا بهتر آهي. وير ونڻ کان کميا ڪرڻ ۾ وڌيڪ ويرتا آهي.

"کميا فقط اُهي ڪري سگهن ٿا جن ۾ وير ونڻ جي سگهہ آهي. جيڪڏهن ڪو ضعيف ۽ ڪمزور کميا جا ڏيک ڀري تہ لباڙ چئبي. ٻلي جڏهن ڪوئي کي تڪر تڪر ڪري کائي ٿي تہ ڪوئو ٻليءَ تي کميا ڪيئن ڪري سگهندو؟... پر مان هندوستان کي اهڙو نبل نٿو سمجهان ۽ نڪي پاڻ کي اهڙو ضعيف ۽ ڪمزور. جسماني قوت جو مدار روحاني طاقت تي آهي اهنسا رڳو رشين منين لاءِ ناهي پر ساڌارڻ منش بہ اُن تي عمل ڪري سگهن ٿا. حيوان هنسڪ آهن، چاڪاڻ تہ سندن آتما سوپن اوستا ۾ آهي. هنن کي جسماني طاقت کانسواءِ ڪنهن اصول جي ڄاڻ ناهي. منش کي آتمڪ ٻل جي ڄاڻ آهي تنهنڪري اُن لاءِ ضروري آهي تہ اُن تي عمل ڪري.

"اهوئي سبب آهي جو مون ۾ ملڪ اڳيان قربانيءَ جو اصول پيش ڪرڻ جي جرئت ٿي. ستياگرهہ اسهڪا، سول نافرماني رڳو جدا جدا نالا آهن. مراد آهي تہ ماڻهن ۾ سهن شڪتي ۽ آتم ٻل پيداڪجي. رشي جن اهنسا جو نيم ڳولي لڌو سي نيرٽن کان وڌيڪ ڄاڻو ۽ ويلنگٽن کان وڌيڪ شجاع هئا. هو هٿيارن جي فن ۾ ماهر هئا پر ڪين ڄاڻ هئي تہ اُن مان ڪو آخري نتيجو نہ نڪرندو، تنهن ڪري هنن دنيا کي اهنسا جي سکيا ڏني.

"اهنسا جي سچي مراد اها آهي تہ ماڻهو ڄاڻي ٻجهي تڪليف برداشت ڪن. اُن جي معنيٰ اها هرگز ناهي تہ ظالم اڳيان سر جهڪائجي. اهنسا ۾

اها شڪتي آهي جا ظلم سلطنت جو مقابلو ڪري اُن کي جڙ کان اُکوڙي
ڇڏي ٿي ۽ ان دوران هر ڪو شخص پنهنجي سومان ۽ ڌرم کي بچائي سگهي
ٿو. مان هندستنا کي ڪمزور سمجهي اهنسا جو سنديش نٿو ڏيان پر
منهنجي دلي خواهش آهي تہ هندوستان پنهنجي سموري طاقت جو احساس
ڪري ان تي عمل ڪري. مان هندوستان کي ٻڏائڻ گهران ٿو تہ منجهس اها
امر آتم شڪتي آهي جا جسماني ڪمزوريءَ هوندي بہ سڄي دنيا جو مقابلو
ڪري سگهي ٿي.

"مان اسهيوگ کي آئرلينڊ جي شن فين تحريڪ کان گهٽ و مٿي ڪٿي
وچڻ گهران ٿو. مان هنسا وادين کي بہ نيڻ ٿو ڏيان تہ مُهي نئون طريقو آزمائي
ڏسن. ممڪن آهي تہ هندوستان ڪنهن وقت شمشير ذريعي فتح حاصل
ڪري پر مون کي اهڙي هندوستان کي فخر نہ ٿيندو. منهنجو هن ملڪ سان
اهڙو جگري سنبنڌ آهي جو مان ان لاءِ سڀ ڪي قربان ڪرڻ لاءِ تيار
آهيان. مونٰ کي يقين آهي تہ هي ديس سڄي دنيا کي امن ۽ صلح جو پيغام
ڏيندو."

مهاتما جي انهن دليلن جو اثر اسان تي بہ پوندو هو پر اسان اهنسا کي
پنهنجو ڌرم سمجهي نہ ويٺا هئاسون. اسان لاءِ هيءَ هڪ حڪمت عملي يا
سياسي پاليسي هئي جنهن مان اسان ڪنهن نتيجي جي اُميد ٿي رکي.
شخصي حيثيت ۾ هر ڪنهن کي اختيار هو تہ اهنسا کي پنهنجو ڌرم ڪري
ڄاڻي پر ڪانگريس جهڙي قومي جماعت لاءِ غير ممڪن هو تہ اهڙي قسم
جي ڌرم اختيار ڪري ۽ پوءِ بہ پاڻ کي سياسي سڏائي.

چؤري چؤرا جي حادثي کان پوءِ اسان کي اهنسا جي خوبين ۽ خامين
تي غور ڪرڻو پيو. اسان خيال ڪيو تہ جيڪڏهن مهاتما جا دليل درست
آهن تہ سرڪار ڪڏهن بہ ۽ ڪٿي بہ ڇيڙڇاڙ ڪري قومي جنگ بند
ڪرائي سگهي ٿي. پر اسين لاچار هئاسون. هو ملڪ جو هرتا ڪرتا هو. هن
کان سواءِ اسان جي هلچل هلي نٿي سگهي.

چؤري چؤرا کان پوءِ اهنسڪ يڌ بندڪرڻ لاءِ ٻيا بہ سبب هئا. مهاتما
کي ماڻهن جي دلين جي غيبي سوجهہ آهي. سندس هٿ لوڪن جي نبض
تي هئڻ سبب سندن حالت جهٽ سهي ڪري وٺندو آهي ۽ ان مطابق عمل

ڪندو آهي. سندس دليل اڪثر ڪچا ڦڪا هوندا آهن پر عمل پڪو ۽ پختو. هن دفعي ملڪ جا رهبر اڳي ئي جيلن اندر هئا. ٻاهران جوش و خروش هلندو پئي آيو پر اندروني بدانتظامي وڌي ويئي هئي ۽ ڪيترا سرڪاري ڇاڙتا ڪانگريس ۾ ڪاهي پيا هئا. عام ماڻهن کي نہ هو تجربو نہ تربيت، تنهنڪري هو پنهنجو پاڻ هلچل هلائي نتي سگهيا. آندولن کي جيڪڏهن وڏيڪ هلائجي ها تہ خونريزيءَ جا ننڍا ننڍا واقعا عام جام ٿين ها ۽ سرڪار کي وجهہ ملي وڃي ها، تہ انهن کي خونخوار نموني دٻائي خوف ۽ وحشت پيدا ڪري، ممڪن هو تہ ائين ڪرڻ سان ماڻهن جي همت هارجي وڃي ها ۽ وري ڪين اُٿارڻ مشڪل ٿي پوي ها. ازانسواءِ اهو بہ مشڪل هو تہ هڪ پاسي اهنسا جي دعويٰ ڪجي ۽ ٻئي پاسي هنسا تي چشم پوشي ڪجي. البت سرڪاري دٻاءَ ڪري ماڻهو هميشہ لاءِ هيسجي ڪونہ وڃن ها، ڇاڪاڻ تہ دنيا جي تواريخ شاهد آهي تہ اهڙيون تحريڪون دٻجڻ بعد ٻيڻو ڪو ڏئي اُٿنديون آهن ۽ عارضي شڪست مان نئين قوت ملندي آهي بشرطيڪ مراد ۽ مقصد بلڪل صاف هجي. پر اسان جو مقصد هو سوراج جو هڪ قسم جو خيال ۽ غبار هو ڇاڪاڻ تہ اسان مان ڪنهن کي بہ ان جي صورت ۽ سيرت جي ڄاڻ ڪانہ هئي. ممڪن آهي تہ 1921ع واري هلچل ۾ اسان کي شڪست ملي ها پر جنهن وقت مهاتما ان کي ٻنجو ڏنو تنهن وقت ملڪ ۾ ڪافي جوش هو جنهن ڪري اسان سيني کي سخت رنج ٿيو ۽ عوام جي اخلاقي حالت تي پڻ خراب اثر پيو جنهن جي ثابتي سول نافرماني بعد جيڪي فرقيوار فساد ٿيا تن مان ملي ٿي. جيسين قومي هلچل زور هئي تيسين رجعت پسند مزدور فرقہ پرست ڪوئن وانگر ڏرن ۾ لڪا ويٺا هئا. ڪنگهي نهارڻ وارو ڪونہ هونِ. پر هينئر هر قسم جا خود غرض، چاپلوس ۽ ڇاڙتا دين ڌرم جا ڍڪ پري ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ لڳا ۽ خسيس ڳالهين تان فساد ۽ خونريزي هڪ معمولي ڳالهہ ٿي پئي. سرڪار کي بہ موقعو مليو ويو موپلن سان ظلم ۽ عقوبتون ڪيائون، ڪيئي اُڃ ۽ گرميءَ وگهي ڦٿڪي ڦٿڪي مئا. بهتر هو تہ ماڻهن جو جوش سرڪاري دٻاءَ سبب گهٽجي وڃي ها ۽ اسان کي شڪست نصيب ٿئي ها، انهيءَ ڪان جو اهو جوش خانہ جنگي ۽ فرقيوار خصومت ۾ ظاهر ٿي ملڪ ۾ هڪ قسم جي اخلاقي پليگ ڦهلائي

چڏي سول نافرماني بند ڪرڻ کان اڳ لارڊ ريڊنگ ديش بنڌو داس ۽ ٻين بنگالي ليڊرن سان جيل اندر ناهہ جون ڳالهيون چوريون ۽ هڪ گول ميز ڪانفرنس جي رٿ پيش ڪئي. مهاتما ڪانفرنس ۾ اچڻ کان اڳ شرط وڌو تہ مولانا محمدعليءَ کي ڪراچي جيل مان ان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آندو وڃي، جا ڳالهہ سرڪار کي نہ آئڙي ۽ رٿ ڦسي پئي. ديش بنڌو داس کي مهاتما جي اها منورتي پسند نہ هئي. اسين سڀ جيلن ۾ هئاسون. ليڊر جو فيصلو اسان کي برچشم هو. پر ڏسجي ٿو تہ سرڪار جي اندر ۾ سچائي ڪانہ هئي. وائسراءِ جي مراد هئي تہ اسان کي ڳالهين ۾ رنيائي پرنس آف ويلس جو بنگال ۾ گشت امن امان سان پورو ڪري وني. ڪانفرنس ٿئي ها تہ ان ۾ بنيادي مسئلن جي حل ٿيڻ جو امڪان ڪونہ هو. مهاتما جي نقطہ نگاهہ بہ ڪنهن حد تائين صحيح هئي، ڇاڪاڻ تہ مولانا محمدعلي نہ فقط ڪانگريس ليڊرن مان هڪ هو پر خلافت تحريڪ جو رهنما پڻ هو. انهيءَ زماني ۾ ڪانگريس جي پروگرام ۾ خلافت کي خاص اهميت ڏني وئي هئي، جنهن ڪري ڪانفرنس ۾ مولانا جي موجودگي بلڪل ضروري هئي. جنهن حالت ۾ سرڪار هن کي جيل مان آزاد ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي، تنهن حالت ۾ اسان کي پنهنجي همڪار رفيق بنا ڳالهين ڪرڻ جو ڪهڙو اڌيڪار هو؟

بابي ۽ مون تي جدا قلم لڳائي مقدمو هلايائون. ٻنهي کي ڇهہ ڇهہ مهينا ٽيپ ملي. اسان تي گهٽي ئي قلم لڳي سگهيا ٿي پر بابي تي خلاف قانون جماعت جو والنٽيئر هئڻ سبب ڪيس ڪيائون ۽ ان جي ثابتيءَ لاءِ بابي جو هنديءَ ۾ دستخط ڪيل والنٽيئر فارم پيش ڪيائون. بابو هنديءَ ۾ ڪڏهن اتفاق سان دستخط ڪندو هو جنهن ڪري ان جي سڃاڻپ ڪرائڻ مشڪل هئي. پر سرڪار طرفان هڪ ٽڳڙي فروش، پائمال، بيزار شخص سڃاڻپ ڪرڻ لاءِ آيو. ويچاري کي لکڻ پڙهڻ اصل ڪونہ ايندو هو سو ڪاغذ ابتو جهلي چوڻ لڳو "حضور ائين آهي." اسان کي تہ بچاءُ ڪونہ ڏيڻو هو سو تماشو ويٺي ڏٺوسون. بابي کي اوڏيءَ مهل منهنجي ڇئن سالن جي ننڍي ڪڪي هنج ۾ هئي. جمار ۾ ٻهريون دفعو اهڙو تماشو ڏٺو هئائين.

مون تي الزام هو تہ مون هڙتال ڪرائڻ لاءِ اشتهار ورهايا آهن. انهيءَ زماني ۾ قاعدي مطابق اهو ڏوهہ هو. هينئر اسين خود حڪومت طرف تيزِ ڪ

وڌائي رهيا آهيون تنهن ڪري اهو بہ ڏوھہ شماريو ويو آهي. خير، مون کي ٻہ ڇهہ مهينا سزا ڏئي بابي ۽ بين سنگتين سان گڏ جيل جي هڪ جدا طبقي ۾ رکيائون. ٽن مهينن کان پوءِ پنهنجو پاڻ ئي مٿين عدالت وٽان حڪم آيو تہ مون کي پل مان سزا ڏني اٿن سو مون کي آزاد ڪري ڇڏيائون. بابي کي جيل ۾ اڪيلو ڇڏڻ تي ڏاڍو ڏک ٿيم.

جيل مان ٻاهر اچڻ شرط مهاتما سان ملڻ لاءِ احمد آباد ويس. منهنجي پهچڻ کان اڳ هو گرفتار ٿي ويو هو جنهنڪري سابرمتي جيل ۾ ساڻس ملاقات ٿيم. سندس مقدمي وقت مان حاضر هوس. جج هڪ انگريز هو، جنهن جي روش بلڪل همدرد ۽ فضيلت ڀري هئي. مهاتما جو ڪورٽ ۾ پيش ڪيل بيان سليس ۽ صاف ٻوليءَ ۾ لکيل هو. ٻڌڻ سان اسان جي دل پرجي آئي ۽ اندر ۾ اُمنگ جون لهرون اُٿڻ لڳيون. جيل کان ٻاهر پنهنجي دوستن ۽ همڪارن بنا اباڻڪو ٿي پيس. ڪانگريس آفيس ۾ لکپڙھہ جو ڪم ڪندو هوس ۽ وديسي ڪپڙي جو بهشڪار ڪرائيندو هوس. الهہ آباد جي واپارين اڳي ئي پرتگيا ڪئي هئي تہ وديسي ڪپڙو نہ وڪڻندا ۽ ان لاءِ هڪ سڀا پڻ ٺاهي هئائون. مون ڏٺو تہ قسم نامي هوندي بہ هو لڪ چوريءَ وديسي ڪپڙو پيا وڪڻن. مون سرجوشي ڪري انجمن معرفت وڪرو بند ڪرايو ۽ ڪيترن واپارين تي ڏنڊ وجهايا جي يڪدم وصول ٿيا ۽ انجمن کي ڏنا ويا. ٻہ چار ڏينهن گذريا تہ منهنجي ساٿين کي انهيءَ بهاني گرفتار ڪيو ويو تہ هنن ماڻهن کان پئسا زوريءَ وصول ڪيا آهن. مون تي انهيءَ سان گڏ بغاوت جو قلم بہ لڳايو ويو جو پوءِ ڪڍائي ورتائون. مون کي ڪل پوڻا بہ سال سزا ملي. وچ ۾ رڳو ڏيڍ مهينو جيل کان ٻاهر رهيو هوس.



# لکنؤ جيل

1921ع ۾ ڪانگريسيءَ لاءِ جيل وڃڻ معمولي ڳالھ هئي. اُن کان اڳ ڪيئي بنگالي ۽ ٻيا جيلن ۾ ويا هئا ۽ ڪن کي ڦاسي ۽ ڪن کي ڪارو پاڻي نصيب ٿيو هو. ويچارو تلڪ پيريءَ ۾ ڇھ سال جيل ۾ پئي سڙيو. جنگ جي زماني ۾ مولانا آزاد ۽ علي برادران بہ نظر بند هئا. اڳ ماڻھن ۾ جيل جو ڊپ هوندو جو هينئر هزارين ڏسڻ وائسڻ جي وڃڻ بعد لهي ويو. گذريل تيرهن سالن ۾ ٻيو نہ تہ ٽي لک ڀالون مرد جيل ياترا ڪري آيا آهن. انهن مان ڪي تہ ٻہ چار دفعا ويا آهن. ڪيترا سياسي ڪم ڪندڙ تہ خاص ڪوشش وٺي اهڙي غير طبعي زندگيءَ تي پاڻ کي هيرڻ لڳا آهن. انسان پاڻ کي ڪهڙين بہ حالتن تي هيري سگهي ٿو. تنهن هوندي بہ اسين جڏهن جيل جي وڏي در ۽ لوهہ جي سيخن پٽيان پير رکون ٿا تہ بي اختيار نبض ۾ تيزي، ٻُت ۾ بي چيني ۽ دل ۾ دڪ دڪ پيدا ٿيڻ لڳي ٿي ۽ اسان جون اکيون جيل کان ٻاهر کليل ميدانن، سبزوٽن ۽ ٻوٽن، رستي تان ايندڙ ويندڙ گهوڙي گاڏين ۽ ماڻهن ۾ کُپي وڃن ٿيون. ممڪن آهي ٿہ ٻاهر انهن جو ذرو بہ خيال نہ ڪندا هجون، پر جيل ۾ انهن لاءِ اندر ۾ عجيب اُڪير پيدا ٿئي ٿي.

اسين جيلن ۾ پنهنجي رضا خوشيءَ آيا هئاسون. اسان مان ڪوبہ فقط ارمان ظاهر ڪرڻ سان موٽي گهر وڃي سگهيو ٿي، تنهن ڪري اسان مٿان چوڪسي رکڻ جو سوال ئي نٿي اُٿيو. جيڪڏهن ڪو ڀڄي ڇٽڻ جي ڪوشش ڪري ها يا معافي وٺي ها تہ وري ڪيس ڪانگريس ۾ نہ ورتو وڃي ها. سرڪار کي بہ اها ڄاڻ هئي تنهنڪري لکنؤ جيل جو سپرنٽينڊنٽ جيلر کي چوندو هو تہ سائينءَ سنواريا، تون رڳو بہ چار ڪانگريس پڃارائي ڏيکار، تہ خان صاحب مان خان بهادر ڪرايانءِ. جيل اختياريءَ وارا هيل تائين رڳو چورن ڌاڙيلن خونين تي هريل هئا. تعليم يافتہ اتساهي، ٻي ڊپ نوجوانن سان ڪڏهن پلئو ڪونہ آتڪيو هونِ. خود سرڪار بہ ٿي ڄاتو تہ اهڙن ماڻهن سان رواجي ڏوهارين جهڙي هلت هلي نہ سگهبي. ڪيئي دفعا عملدارن کي تجربو

نہ هئڻ سبب جيلن ۾ رڳڙا ٿيندا هئا. ستياگرهي جيل جي نيمن پاڙڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندا هئا پر جيل جا نيم اهڙا اونڌا هئا جو اٽبٽت پئي هلندي هئي. جڏهن ڪٿي بہ چڪتاڻ گهٽي وڌي ويندي هئي تہ عملدار ڪانگريس جي ڪنهن بزرگ ليڊر جي مدد سان ٺاپر ڪرائيندا هئا. جيل اندر ستياگرهين کي گهڻو ڪري بوراڪن ۾ رکندا هئا. اسان مان ڪل ارڙهن ڄڻن کي شايد ٻين کان وڌيڪ معتبر سمجهي هڪ جهوني پُراڻي اُٽڻ جي ڪارخاني ۾ رکيائون. جڳهہ جي اڳيان ڪشادو اڳيان اڱڻ هو ۽ اسان کي ٻين سان رِلڻ ملڻ جي اجازت هئي. صبح جو مان جڳهہ جي صفائي ڪندو پنهنجا ۽ بابي جا ڪپڙا ڌوئيندو ۽ سٽ ڪتيندو هوس. اسان کي اخبارون ملنديون هيون، جن ۾ گرفتارين جون خبرون ۽ احوال پڙهي پاڻ ۾ بحث ڪندا هئاسون. اسان اڻ پڙهيل والنٽيئرن لاءِ هندي ۽ اردو سيکارڻ جو ڪلاس پڻ کوليو هو جو ٿوري وقت کان پوءِ بند ڪيو ويو ڇاڪاڻ تہ وارڊ کان ٻاهر وڃڻ جي موڪل بند ڪري ڇڏيائون. پوءِ تيئن پوءِ بندشون وڌنديون ويون. اخبارن ۾ هڪ بنهہ واهيات خبر شايع ٿي آهي تہ گورنر بابي کي جيل ۾ شامپين جون بوتلون موڪليندو هو. ڪانگريس جي اسهڪار ڪرڻ کان پوءِ بابي نہ ڪڏهن شراب ورتايو هو ۽ نہ گورنر جيل ۾ ڪيس ڪا شيءِ مُڪي هئي. ڇهن هفتن جي آزاديءَ بعد مان جڏهن وري جيل ۾ آيس تہ حالتون گهڻو ڦريل ڏٺم. بابي کي نيني تال جيل ۾ بدلي ڪيو هئائون ۽ باقي سندس ساٿين کي رواجي بيرڪن ۾ اُماڻيو هئائون. مهيني ۾ هڪ دفعو ملاقات ڪرڻ ۽ خط لکڻ جي موڪل هئي ۽ کاڌو بہ اڳ کان وڌيڪ سادو سودو هو. مون واري بيرڪ ۾ ڪل پنجاهہ ڄڻا هئا. سڀ گڏجي سنان ڪندا، ڪپڙا ڌوئيندا، ورزش لاءِ بيرڪ جي چوڌاري ڊوڙون پائيندا، سُمهندا اُٿندا هئاسون. سيئي هڪ ٻئي جا ڄاتو سڃاتو هئاسون جنهن ڪري سڃو ڏينهن بحث ڪري بيزار ٿي پوندا هئاسون. خلوت ۾ ڪنهن ڪنڊ پاسي ويهي پنهنجا پور پچائڻ لاءِ جڳهہ ڪانہ هئي. ساڳيا ماڻهو ساڳيون عادتون، ساڳيون ڳالهيون ٻُڌي ڏسي رَڳون پيون سيٽبيون هيون ۽ هرويرو پئي ڪاوڙ لڳندي هئي. مان سمجهان ٿو تہ هيترن ماڻهن سان گڏ رهڻ کان اڪيلي ڪوٺي بهتر آهي جتي ماڻهو لکي پڙهي تہ سگهي ٿو. بيرڪ ۾ رهندڙ ستياگرهي فضيلت وارا هئا جنهن ڪري هڪ ٻئي کي گهٽ تنگ ڪندا هئا. تنهن هوندي بہ ٻِرُ ٿي پئبو هو. مان تہ بيرڪ کان ٻاهر ڪليل

تڪر ۾ ليٽي پوندو هوس جتي سانوٽيءَ جا ڪڪر اُس کان بچائيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن سنهي بوند وسائي بت ٺاريندا هئم. بادل ۽ آسمان ۽ ڦرنڊڙ گهرنڊڙ سهڻا رنگ ڏسي دل بهار بهار ٿيندي هئي. مون ڪيئي پربت، ساگر ۽ ماٿريون ڏٺيون آهن جتي خورشيد جو طلوع ۽ غروب حيرت انگيز ڪمانگري ٿو ڪري پر هن سانوڻ جو منهنجي دل تي گهرو اثر پيدا ڪيو سو ڪڏهن اتي جا من موهيندڙ چٽ چوريندڙ نظارا نه ڪري سگهيا. شايد هتي رات ڏينهن متيءَ جون پتيون ۽ پَٽ ڏسي اکيون رنگين روشني ۽ ڇايا لاءِ پياسي هيون ۽ جيل جي ننڍين حدن اندر ۾ آسماني بي انتهائي لاءِ اُڪير پيدا ڪئي هئي.

جيئن هلچل وئي ڍرڪندي تيئن سرڪار اسان مٿان بندشون وئي وڌائيندي اخبارون اچڻ به بند ٿي ويون پر ڪنهن نه ڪنهن نموني خبرون پيون پهچنديون هيون. اسان ڏٺو ته ڪانگريسي ٻن ڌرين ۾ ورهائجي ويا آهن. هڪڙا پروگرام ۾ ڦيرڦار ڪرڻ جي فائدي ۾ ۽ ٻيا ان جي خلاف. ٻهرين ڌر جا رهبر داس ۽ بابو ۽ پوئين ڌر جو راج گوپال آچاريه. مهاتما جيل ۾ هو. ديش بنڌو ۽ بابو انهيءَ خيال جا هئا ته اسيمبليءَ ۽ ڪائونسلن جي چونڊن ۾ ڪانگريسي ڀرو وٺن ۽ ٿي سگهي ته انهن تي پنهنجو قبضو ڄمائن. راج گوپال آچاريه انهيءَ رٿ جو سخت ورودي هو ۽ اسهڪار جي پروگرام ۾ رتي ماتر ڦيرڦار ڪرڻ جي خلاف. ڪانگريس ۾ ڏڦير اچي پيو ۽ اُهي سونهري اصول جن اسان کي ساموندي وير وانگر تڪڙو تڪڙو اڳتي وڌايو هو سي خسيس جهڳڙن، طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ سازشن، مان ۽ تون جي معاملن ۾ غائب ٿي ويا. اسان ڏٺو ته سانوٽيءَ جي وهڪري ۾ ويهڻ کهڙو نه آسان آهي ۽ ڪيئن نه انساني طبيعت روزاني گاٽ پيٽ ۽ بي جسي محنت کان ڪيٻائي ٿي. جيل اندر اهي ٻاهر جون خبرون ٻڌي اسين مايوس ٿيندا هئاسون ۽ آئينده اونداهو ۽ مُنجهيل ڏسڻ ۾ ايندو هو. پر اسان جي دل سالم ۽ ارادو قوي هو. اسان پاڻ ۾ ڏاڍا بحث ڪندا هئاسون ۽ آخر ۾ انهيءَ نتيجي تي پهتاسون ته اسان کي پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو جيل ۾ ڪاٽڻو پوندو.

جيل اندر اسان ڏينهن جو ورزشون ۽ بحث ڪري ۽ رات جو تارا تڪي پيا وقت ڪاٽيندا هئاسون. ٻيرڪ جي اڱڻ ۾ پاڇين جو هڪ ٻارو پوکيوسون جنهن کي کوهه مان پاڻي ڇڪي پياريندا هئاسون. منهنجو گهڻو وقت پڙهڻ ۾ گذرندو هو. سپرنٽينڊنٽ کي هورا کورا ٿي پيئي ته هي ايترو ڇو ٿو پڙهي، سو هڪ ڏينهن

چيائين تہ پاڻ ٻارهن ورهين جي ڄمار کان پوءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنو اٿس. شايد اهوئي سبب هو جو سندس من ڪنهن بہ فڪر ۽ ويچار کان بلڪل آجو هو. اهڙي ريت ڏينهن پنيان راتيون، هفتن پنيان مهينا ويا گذرندا. اسين هن قسم جي زندگيءَ تي هري وياسون پر پنيان اسان جون مائر پينر ۽ زالون اسان جي فڪر ۾ پاڻ ڳاري رهيون هيون. اوجاڳا ۽ اوسيئڙو ڪندي سندن حياتي وهہ تي پئي هئي.

جيل ۾ اسان کي ٻين قيدين کان جدا رکيو هئائون پر تنهن هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن پيا رُلندا ملندا هئاسون. اسان ڏٺو تہ جيل رشوت، ڦرمار ۽ بداخلاقيءَ جو اَڏو آهي. جيل جو عملو تقريباً اڻ پڙهيل ۽ تمام گهٽ پگهار تي ڪم ڪندڙ هو. جنهن ڪري بهاني ڪبهاني قيدين ۽ سندن مائٽن کان زوريءَ ڇاندو پيا ڇڏائيندا هئا. جيل جي مئنيول ۾ نيم اهڙا ۽ اهڙا آهن جو ڪوبہ عملدار انهن جو پالن نٿو ڪري سگهي. قيدين جي سڌاري لاءِ بندوبست اصل ڪونهي. قيدين کان سخت پورهيو فقط انهيءَ لاءِ [illegible] تہ هو هيسجي وڃن ۽ ڊپ سبب وري جيل ۾ نہ اچن. ڪاڏو بہ بلڪل [illegible] ٿو ملين. راڄ نيتي قيدين سان بہ ساڳي هلت ٿي هلي بہ هو وڏيرڪ [illegible] ويڙهو آهن جنهن ڪري عملي سان سندن ڇڪتاڻ هلندي اچي. [illegible] هڪ پندرهن ورهين جي نينگر کي جيل جي ڪنهن قانون جي [illegible] سبب ٽڪن جي سزا ملي. جيئن ٽڪا لڳس ۽ [illegible] تيئن وڏي واڪي "مهاتما گانڌيءَ جي جي" جو [illegible] بيهوش ٿي ويو. جيل مان ڇٽڻ بعد هو انقلابي [illegible] [illegible] آهي [illegible]

جيل ۾ ڪيترين شين جي ڇڪ ٿيندي آهي. شايد سڀ کان وڌيڪ زالن ۽ ٻارن جي آواز ٻڌڻ جي خواهش ٿيندي آهي. جيل ۾ رڳو ڪانءَ ۽ اڻ وڻندڙ آواز ٻڌبا آهن. ڳارين جو ڦهڪو، گندي ٻولي، ڪڙاڪيدار حڪم ٻڌي طبيعت گهبرائجيو وڃي. هڪ دفعي اوچتو اچي خيال پيم تہ آٺ مهينا ساندهہ ڪتي جو ڀؤنڪڻ ڪونہ ٻُڌو اٿم.

*

# جيل مان رخصت

پهرين جنوري 1923ع جو اسان سڀني کي آزاد ڪيو ويو. اسان مان گهڻا ٽيپ ڪاٽي چڪا هئا ۽ باقي ڪن جو ٿورو عرصو رهيل هو. اسان کي هن اچانڪ عام معافيءَ تي حيرت لڳي. اهو انگريز ڪيائون جو گڏيل پرانتن جي ڪائونسل سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو هو. رواجي ريت سرڪار هنن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيندي هئي. هن دفعي شايد سرڪار ڏنو ته وڏا ليڊر اڳي ئي آزاد ٿي چڪا آهن ۽ ٻين جو مدو اچي پورو ٿيو آهي ۽ ملڪ ۾ به ناپر آهي سو فراخ دلي ڏيکارڻ لاءِ رهيل سياسي قيدين کي ڪٽي عام معافي ڏنائون. جيل کان ٻاهر کُلي هوا، گهڻين ۾ آمدرفت، جهونن دوستن، رفيقن سان مڪاميلي اسان ۾ خوشي آندي پر ڪانگريس جي سقيم حالت ڏسي ڏک ٿيوسون. ڪانگريسي رڳو انڪلون شتڪلون، منصوبا ۽ سازشون، ضد ۽ وير لڳائي وينا هئا ۽ هرڪو آپي خان پنهنجي پوئلڳن جي ننڍي پارٽي ناهي ڪانگريس جون واڳون هٿ ڪرڻ جي چنتا ۾ هو. اهڙي گندي فضا ۾ ڪنهن به شريف ۽ اثر پذير انسان لاءِ جانڻ محال هو.

مان ڪائونسلن ۾ گهڙڻ جي خلاف هوس، چاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان اسان جو آدرش نه رڳو پوئتي پئجي وڃي ها پر اُن جي ڪسي ٿيڻ جو پڻ امڪان هو. پر ملڪ اڳيان ٻيو ڪو عملي پروگرام ڪونه هو. پورڻ اسهڪارين جوڙجڪي پروگرام تي زور تي ڏنو پر اهو هڪ پنگتي سڌاري جو پروگرام تي لڳو. منجهس سياست جو جزو بلڪل گهٽ هو. سياسي طبيعت جي ماڻهن کي اهڙي پروگرام ۾ دلچسپي ڪانه هئي. ازانسواءِ سخت جدوجهد بعد ماٺ جي منڌ ۾ ڪائونسلن جو پروگرام وزنائتو ٿي لڳو. ديش بنڌو ۽ بابي جي مراد هئي ته قومي هلچل کي سرڪار جي اڏي اندر پهچائجي ۽ ڪائونسلن ۾ رنڊڪون وجهي، سرڪار جي مخالفت ڪجي.

نوجوان شن فين جا سپنا لھي رھيا ھئا تہ ميمبريءَ جون جڳھيون والاري، ڪائونسلن جي بينڪن ۾ وڃڻ کان نابري واري ويھجي، جيئن ھو پنھنجو پاڻھي بيھي وڃن. مولانا محمدعلي انھيءَ وقت خلافتين جي سفارت وٺي ولايت ويو ھو پر سندس رايو بہ ساڳيو شن فيني ھو. اسان مھاتما کي گھٽ ۾ گھٽ ٿي سمجھائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ھو نہ مڙيو. سندس چوڻ ھو تہ عام ماڻھن شن فين دليل سمجھي نہ سگھندا ۽ ڪائونسلن ۾ وڃڻ بعد شايد ڪيترا ڪانگريسي پاڻ سنڀالي نہ سگھن ۽ وڃي سرڪاري ڦند ۾ ڦاسن جتان ھنن کي ڪيڏڻ ڏکيو ٿيندو. اھي وزنائتا دليل ھئا. مون ٻنھي ڌرين جي وچ ۾ ناھ آڻڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ۽ جڏھن ڏٺم تہ ھو پنھنجيءَ تي ٿي بيٺا آھن تڏھن انھن رڳڙن کان پلئو آجا ڪري ڪانگريس جي انتظام کي نئين سر پختو ڪرڻ ۾ لڳي ويس. ڪم کي لڳي ويس پر خبر ئي نٿي پئي تہ ڪھڙي واھہ وٺان يا ڪھڙو ماڳ ڳوليان. مان مُنجھيل ھوس تہ اوچتو ئي اوچتو مون کي الہ آباد ميونسپالٽيءَ جو صدر چونڊيائون منو ڪلاڪ اڳ ڪنھن کي خواب خيال ۾ نہ ھو تہ مان ڪو ميونسپالٽي جو صدر ٿيندس. پر اھو سال تہ اھڙو ھو جنھن ۾ سڄي ملڪ جي ننڍين وڏين ميونسپالٽين جا پريزيڊنٽ ڪانگريسي ھئا.

ميونسپالٽيءَ جي پرڏان ٽيڻ سان ڪم کي جنبي ويس. پھرين تہ وڏيون اُميدون ھيم پر پوءِ ڏسڻ لڳس تہ ميونسپالٽين جو آئين يا ڪانسٽيٽيوشن اھڙو آھي جو انھن ذريعي وڏا ڪم ڪرڻ غيرممڪن آھي. تنھن ھوندي بہ گھٽو ڪجھہ ڪري سگھيس ٿي. سو سڄو ڏينھن پندرھن ڪلاڪ ساندھہ ڪانگريس ۽ ميونسپالٽيءَ جو ڪم ڪندو ھوس ۽ رات جو پاڻ کي بلڪل ٿڪل سمجھندو ھوس.

جيل مان موٽڻ بعد پھريون ليٽر جيڪو مليم سو الہ آباد ھاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جو لکيل ھو. شايد ڪيس اڳ ئي جاچڻ ھئي تہ اسين آزاد ٿيڻ وارا آھيون. منھنجي ساٿس ايتري سڃاڻ ڪانہ ھئي. اسھڪار کان اڳ فقط ھڪ دفعو وٽس ڪيس ھلايو ھوم. خط ۾ تمام شفقت آميز نموني لکيائين تہ مان ساٿس ڪڏھن اچي مڪاميلو ڪريان. مون کي خط پڙھي تپرس وٺي ويو. پوءِ ڏٺم تہ جج صاحب جي ذھن ۾ اھو وھم ويھي ويو

هو تہ هندواسي گرم ۾ انتهاپسند طريقا انهيءَ ڪري اختيار ڪن ٿا جو هنن کي خار آهن تہ انگريز سائين رلڻ ملڻ نٿا ۾ ڳرائي ۾ تيگر رکي حاڪمانہ نموني هلت ڪن ٿا. ڪتان ڪو ہڏوهنائين تہ بابي کي انگريزن جي ڪلب ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنو ويو هو جنهنڪري هو وچي ڪانگريسي ٿيو. سر ميئرس جي مرضي هئي تہ مون کي انگريزن جي نقطہ نگاهہ کان آشنا ڪري ۽ بلڪل حريفانہ نمونيءَ مون تي پنهنجو اثر جمائي. درحقيقت نڪي مون سان نڪي بابي سان ڪنهن انگريز بدتضيلات نموني هلت ڪئي هئي ۽ نڪي ڪنهن ڪلب ۾ داخل ٿيڻ کان بابي کي روڪيو ويو هو. شخصي ريت اسان جا انگريزن سان تعلقات بلڪل سٺا رهيا آهن. البت مون کي اهو خيال ستائيندو هو تہ اسان جي قوم سان ان رعيت آهي. ذاتي طرح منهنجو انگريزن سان تمام سٺو وقت گذرندو آهي. رڳو آفيسرن سان نہ پوندي اٿم. جاڪتارو تہ هو پنا ڪنهن لياقت جي رعب جمائڻ چاهيندا آهن پر انا هڪ اڙي ڳالهہ آهي جنهن تي نہ رڳو پر ڪل اڄ جو احتان آهي سچ پچ تہ منهنجو سياڻ انگريزن سان [illegible] ٿوءِ مان پنهنجي [illegible] پيو سرڪار سان [illegible] هندواسين کان انگريزن [illegible] پسند ٿو ڪري.

چيف جسٽس سان [illegible] گڏيس. ڪتڏهن [illegible] پهاني اسان وٽ ايندو هو [illegible] ڏين وارن [illegible] جي "هنن گڏيلن [illegible] زماني ساز آهي [illegible] گهڙيءَ مان [illegible] آڻي سگهي [illegible] جيڪڏ [illegible] ڪٽن تہ ملڪ جلد ترقي [illegible] ٿا ۽ سنڌس گورنر سان ملاقات ٿي هئي جنهن ۾ هن [illegible] هيس تہ جيڪڏهن مان اهو عهدو قبوليان تہ مون کي ڪهڙن بہ سڌارن آڻڻ جي آزادي ڏني ويندي ائين چئي ٿورو هبڪي بيٺو. شايد خيال آيس تہ ضرورت کان وڌيڪ ڳالهائي ويٺو آهي سو ور ڪائي چوڻ لڳو تہ اهو سنڌس شخصي رايو آهي ۽ ڪيس اُميد آهي تہ سرڪار بہ سائس شامل راءِ ٿيندي وغيره.

چيف جسٽس جي ڳالهين مان مون کي ڪافي مزو آيو. وزيري وغيره لاءِ مون کي نفرت هئي. البت جوڙجڪ ۽ بنيادي ڪم لاءِ چاهه اتم پر افسوس هن ملڪ ۾ اسان جي حياتي شايد فقط جنگ وجدال ۾ ختم ٿئي. اسان کي اوائلي ميدان صاف ڪرڻو آهي. جنهن تي هندوستان جي شاندار عمارت اَڏي سگهجي. انهن ڏينهن ۾ وزيريون ٽڪي ٽيهه هونديون هيون. نرم ڏُر وارا سمجهندا هئا ته سرڪار سندن لياقت تي مشتاق آهي پر حقيقت ڪجهه بي هئي. هلچل جو جوش ڍرو ٿيو ته سرڪار جي نرم نوازي به گهٽجڻ لڳي. سرڪار ڪانگريسين کي باز آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪامياب رهي. تنهنڪري دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ ته هندواسين ۾ لياقت ۽ عقل جو صفا ڏيوالو آهي. جاهل ۽ مد مغز زميندارن کي عهدا ۽ وزيريون ڏيڻ لڳي. ڪائونسلون ڪانگريسن ڪيون بهشڪار سو ووٽ به انهن زميندارن جا هئا جي رڳو عملدارن کي پارٽين ڏيڻ ۾ پڙ هئا. پلا غريبن جي رت مان نڪتل پئسن مان بيو ڪهڙو ڪم نڪرندو!



# من جو مونجهارو

مون کي ڪم تہ گهٽو ئي هو پر اندر ۾ شڪ شبها ويا وڌندا. ڪٿي بہ روشني ڏسڻ ۾ نٿي آئي. مهاتما جي رهنمائيءَ ۾ وشواس هوم پر سندس پروگرام ۾ ڪيتريون اوڻايون پئي ڏٺم. هو جيل ۾ هو جنهنڪري اسان کي پنهنجو پاڻ تي ڀاڙڻو ٿي پيو. سوراجي پوءِ تيئن پوءِ ڪائونسلن ۾ ويا گهڙندا ۽ شڌ اسهڪاري ستياگره جو انتر ياءُ وساري ٻاهرين ساڌپڻي ۽ تيج سڌار جي ڪمن تي ڇهٽي پيا. ڪٿي بہ سنچلڪ جيون لهر ڏسڻ ۾ نٿي آئي. ديش بنڌوءَ مون کي پنهنجي طرف آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر مون کي نڪي ڪائونسلن ۾ وشواس هو ۽ نڪي وري پنهنجي ڪا سِنا هيم جا ماڻهن اڳيان رکان. مان سوراج پارٽيءَ ۾ داخل ٿيان ها تہ بابو ڏاڍو خوش ٿي ها پر منهنجي خيالن ۽ طبيعت جو ويچار ڪري هن مون سان ڪڏهن ان باري ۾ ڳالهہ ڪانہ ڪئي.

سوراج پارٽيءَ ۾ همڪار ٿيڻ بعد بابي ۽ ديش بنڌوءَ جي رفاقت وئي وڌندي پيريءَ ۾ نئين دوستي ٻڌڻ مشڪل آهي پر هو ٻئي هڪ ٻئي تي اکن ڇڪن ٿي پيا. ديش بنڌو داس جي حياتي بابي وانگر وڪالت جي ڌنڌي ۾ گذري هئي پر هو شاعرانہ طبيعت جو انسان هو. بنگاليءَ ۾ سهڻيون ڪوتائون رچيون اٿس. فصاحت ۽ بلاغت جو صاحب هو ۽ روحانيت ڏانهن راغب. بابو خشڪ عملي آدمي هو. منجهس تنظيم ترڪيب ۽ جوڙجڪ جي ذات هئي. مذهب ڪان ونءُ ويندو هو. سپاهيءَ وانگر سدائين مرڻ مارڻ لاءِ تيار هوندو هو. مخالفن کي دٻائيندو ۽ احمقن کي ڏنو نہ سهندو هو. هن قسم جي ٻن شخصن جو پاڻ ۾ ڪنڌ ڪير ٿيڻ رواجي ڳالهہ نہ هئي. سندن ميلاپ سوراج پارٽيءَ ۾ استقامت ۽ قوت آندي. پارٽيءَ ۾ شروع ڪان ڪيئي سوارتي ۽ نرم خيالن جا ماڻهو داخل ٿي ويا هئا. جن وقت بوقت سرڪار سان وڏيڪ سهڪار ڪرڻ تي زور پئي ڏنو پر بابو سندن سخت مخالفت ڪندو هو ۽ ڪن کي تہ ميمبريءَ کان بہ خارج ڪري ڇڏيائين.

1923ع کان وني مون کي گهرو جيوت مان آنند اچڻ لڳو. مان خوش نصيب آهيان جو اهنج سهنج ۾ منهنجا مائٽ مون سان همراهہ پئي رهيا آهن. گهڻن ڪمن سبب مان سندن شيوا ڪري نہ سگهيو آهيان ۽ خاص ڪري 1920ع کان 1923ع تائين پنهنجي ارڏا نگنيءَ جي پوري سارسنڀال نہ لڌي اٿم. سندس سياءَ ڏکڻو ۽ آڪڙيل هو پر تنهن هوندي بہ مون کي سدائين تسڪين ۽ دلداري ڏيندي هئي. اسان جي ڪٽنب جي ڪمائي صفا بيهي وئي هئي جنهن ڪري ڪيترا نوڪر چاڪر، گاڏيون گهوڙا ڪڍي ڇڏيا هئاسون. گهر جو سنهو ٿلهو سامان وڪڻي پيا پورائو ڪندا هئاسون. بابو اميرانہ زندگيءَ تي هريل سخي مڙس هو سو سنجم صرفي کان پيو ٿهندو هو. جنهن ڪري لاچار چئمبر پرئڪٽس شروع ڪيائين جنهن مان چڱو اُپراسو ٿيڻ لڳس. مون کي اها ڳالهہ نہ ٿي وڻي تہ سدائين بابي تي بار ٿي رهان. انهيءَ مان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ مائٽن وٽان ڪو اهڙو اشارو مليو هوم. بابي کي رڳو منهنجي خيال جي خبر پوي ها تہ ڏُک ٿئيس ها. منهنجو ۽ منهنجي استريءَ جو خرچ بہ گهڻو ڪونہ هو. ڪاڏيءَ جي ڪيڙن ۽ ٿرڊ ڪلاس مسافريءَ لاءِ گهڻا پئسا ڪونہ کپن. تنهن هوندي بہ ٿي سال ساندهہ ڪجهہ ڪمائڻ جي چنتا ۾ هوس. ميونسپل ۽ ڪانگريسي ڪم مان ٿامي جي پائي نصيب نہ ٿيندي هئي. البت وڏن ڪارخانن وارا ۽ شاهوڪار ڳريون پگهارون آڇيندا هئا. چاڪاڻ تہ منهنجي فقط نالي مان نفعي ٿيڻ جو امڪان هون. پر مون لاءِ اهي آڇون قبولڻ يا وڪالت وري ڪرڻ ناممڪن هو. 1924ع ۾ آچ ٿي تہ جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مون کي ڪانگريس مان ڪجهہ لوازمو ڪڻڻ گهرجي. مون سان گڏ جيڪو جوائنٽ سيڪريٽري هو تنهن کي بہ پئسي جو کپ هو. مون کي اها رت وڻي چاڪاڻ تہ قومي ڪم سجو وقت هوا تي گذر ڪرڻ سان ڪري نہ سگهبو. مفت ۾ فقط اُهي ڪم ڪندا،ا جي شاهوڪار هوندا پر اهڙن ماڻهن کي قومي جماعت ۾ وڏا ڪم سونپڻ خطرناڪ آهي. هڪ تہ هو بي جوابدار رهندا ۽ بيو تہ پنهنجي عهدي جو غير مناسب فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا. مون ۾ اها آڪڙ ناهي تہ اڻ هوند کي هوند ڪري ڏيکاريان ۽ نڪي مفت ڳهڻ ۾ ايمان اٿم. سو مان لوازمي تي ڪم ڪرڻ مان بلڪل راضي هوس پر بابو اُن جي

سخت مخالف هو جنهنڪري لاچار آهو پليم. هڪ دفعي تمام ادب سان بابي کي پنهنجي ڪمائيءَ نسبت چيم. چيائين ”هيڏو قومي ڪم ڇڏي تورا ڏوڪڙ ڪمائڻ ڇِسائي آهي. مان بن چئن ڏينهن ۾ بافرحت ايترو ڪمائي سگهان ٿو جو توهين ٻئي زال مڙس سڄو سال پيا خرچيو.“ سندس دليل وزنائتو هو پر منهنجي اندر جي هورا کورا نہ لٿي.

1923ع ۾ ديش بنڌو ڪانگريس جو صدر هو ۽ مان سندس هڪ سيڪريٽري هوس. آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ۾ گهٽائي شد اسهڪارين جي هئي. اٽبٽت پئي هلندي آئي جنهن ڪري داس استعيفيٰ ڏني ۽ ڊاڪٽر انصاري صدر ٿيو. تئين ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ نڪي سوراجين کي ۽ نڪي شدّ اسهڪارين کي گهٽائي هئي. وچ وارا ٻيا ڇڙا شخص ٻہ هئا جي ٻهن ٻہ ڏُر کي ووٽ ڏيڻ سان هارائي کٽائي سگهيا ٿي. مان انهن مان هڪڙو هوس. مون ڏٺو تہ ڏُرين اتڪلون شتڪلون ڪري پنهنجي طاقت وڌائڻ ۽ ڪانگريس جا عهدا هٿ ڪرڻ ۾ مشغول آهن. ڪانگريسين کي هڪ ٻئي خلاف منصوبا سٽيندو ۽ عهدن هٿ ڪرڻ لاءِ آڏا اُبتا رستا اختيار ڪندو منهنجي دل کي ڌڌڪو آيو جنهن ڪري استعيفيٰ ڏيڻ واجب سمجهيم. داس مون کي منهنجي سرد خونيءَ تي ملامت ڪئي. ائين برابر آهي تہ پارٽي بازيءَ جهڙن معاملن ۾ مان بلڪل سرد خون آهيان. مون ۾ اُمنگ ۽ جذبو ايترو آهي جو سرد خونيءَ جي خاص ضرورت اٿم. افسوس رکو اهو آهي جو اها سرد خوني جيتري هئڻ کپي اوتري ايجا پاڻ ۾ نہ آڻي سگهيو آهيان.



# نايا (رياست)

اسھيوگ آندولن پنجاب جي سکن ۾ بہ جاڳرتا آندي ھئا جا مذھبي تحريڪ جي صورت ۾ نمايان ٿي. ھنن چاھيو ٿي تہ گوردوارن مان بدچلن مھنت ۽ شيواڌاري ڪڍي چونديل عيوضين جي ھٿن ۾ ڪاروبار سونپجي. سرڪار مھنتن جو پاسو کڻي بيٺي جنھنڪري سرڪار ۽ سکن جي وچ ۾ ڪشمڪش شروع ٿي وئي. سک ويڙھو قوم آھي ۽ انھن ۾ خاص ڪري اڪالي بلڪل جنگجو آھن، پر ھنن اھنسڪ نموني پوليس جي وحشيگري ۽ ظلم ۽ مارڪُٽ جو مقابلو ڪيو. "گرو ڪا باغ" ۾ سکن جي عقوبتون سٺيون سي عالم آشڪار آھن. ڪانگريس جي سکن سان ھمدردي ھئي. سندن تحمل ۽ شجاعت حيرت انگيز ھئي جنھن ڪري سرڪار کي لاچار آڻ مڃڻي پئي.

انھيءَ زماني ۾ ھڪ عجيب واقعو ٿيو. پٽيالا ۽ نايا جي راجائن جو ڪو پاڻ ۾ چوڏھون چندرما ھو جنھن جو نتيجو اھو ٿيو جو سرڪار نايا جي راجا کي گاديءَ تان لاھي، رياست جي ڪاروبار ھلائڻ لاءِ ھڪ آفيسر مقرر ڪيو. سکن سرڪار جي فيصلي خلاف آواز بلند ڪيو ۽ جيتو جي ياترا تي ستياگرھين جا جٿا موڪلڻ شروع ڪيا. سرڪار جٿن تي لنين جا وسڪارا ڪرائڻ بعد گرفتار ڪري لارين ۾ چاڙھي ستياگرھين کي ڪنھن اوجھڙ ۾ ڇڏي ٿي آئي. جيتو دھلي جي ويجھو آھي سو اسان سکن وٽان دعوت ملڻ تي اکين سان ستياگرھہ ڏسڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٻن سنگتين سان بيل گاڏيءَ ۾ چڙھي جيتو اچي نڪتاسون. اوڏي مھل سکن جو جٿو بہ اچي نڪتو جنھن تي پوليس لنيون ھلائڻ شروع ڪيون. انھيءَ وچ ۾ ائڊمنسٽريٽو آفيسر وٽان اسان کي نايا جي حد ۾ داخل ٿيڻ جو منع نامو مليو. اسان لکي موڪليو تہ اسين نايا ۾ اڳي ئي داخل ٿي چڪا آھيون ۽ اتي جو اتي اک ڇنڀ ۾ ڪافور ٿي وڃڻ ناممڪن آھي. ازانسواءِ اسين فقط تماشبين آھيون ۽ شام جو ريل گاڏيءَ ۾ ھليا ويندا سون. تنھن ھوندي بہ

اسان کي گرفتار ڪري هٿ ڪڙيون هڻي لاڪپ ۾ رکيائون جتان شام جو ريل ۾ نايا وٺي آيا. مون کي ۽ منهنجي ٻئي دوست کي هڪ ئي هٿڪڙيءَ ۾ ٻڌو هئائون. سڄي رات جيل ۾ هڪ ٻئي جي سهڪار بنا چري پري نٿي سگهياسون. ڪوٺي ننڍي، پوسل واري، ڪوئن سان ڀريل هئي، جنهن ڪري اوندهه ۾ پٽ تي هر گهڙيءَ چرڪ پئي ڀرياسون. ٽن ڏينهن بعد اسان کي هڪ بلڪل اڻ پڙهيل جتوڙ جج اڳيان پيش ڪيائون. ڪيترا ڏينهن ڪيس پئي هليو پر هن اشراف هڪ اکر نه لکيو. جتي ضرورت محسوس ٿي ڪيائين اتي منشيءَ کي لکڻ جو اشارو ٿي ڏنائين ۽ اسان جي اعتراض ۽ عريضن جو جواب به ٻئي ڏينهن تي ڪنهن ٻئي وٽان لکائي ٿي آيو. اسان پنهنجو بچاءُ نه ڏنو. رڳو ويچاريءَ جو مون هڪ بيان پيش ڪيو جنهن ۾ انگريز بهادر جي سايي هيٺ نايا جي حڪومت ۽ عملي نسبت پنهنجا ويچار ظاهر ڪيم. انهيءَ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو شام جو اسان کي هڪ ٻئي ڪمري ۾ وٺي هليا جتي به چار ڄڻا ويٺا هئا. اتي اسان کي چيائون ته اسان تي منصوبي جي الزام هيٺ ڪيس هلايو ويندو. عجب اهو هو ته هڪ چوٿون ڄڻو به اسان سان ڪٺي شامل ڪيائون، چاڪاڻ ته منصوبي جي ڪيس لاءِ ٽي ڄڻا پورا نه هئا. مون کي ته حيرت وٺي وئي. اسان جج کي چيو ته وڪيل وغيره جو بندوبست ڪريون. هن جواب ڏنو ته اسين نايا جي وڪيلن مان چونڊ ڪري سگهون ٿا پر ٻاهريون وڪيل رياست اندر اچڻ نه ڏبو وغيره. بس پوءِ ته روز بروز ڪوڙا شاهد پيا پيش ٿيندا هئا، جن جون شاهديون ٻُڌي ڏنديون آڱريون لڳي وينديون هيون. انهيءَ وچ ۾ ائڊمنسٽريٽو آفيسر اسان کي چوائي موڪليو ته جيڪڏهن اسين معافي وٺون ۽ اقرار ڪريون ته وري نايا اندر پير نه پائينداسون ته اسان کي ڇڏيو ويندو. اسان چوائي موڪليو ته معافي ڪيس وٺڻ گهرجي ۽ نايا ۾ اچون يا نه تنهن نسبت لکيت ڏيڻ کان انڪاري آهيون. ٻه هفتا هي ڪيس پئي هليو ۽ آخر ۾ جڏهن اسان پنهنجو بيان پيش ڪيو ته ڪن منٽن اندر ڪيترن صفحن جي اڳئي لکيل فتويٰ اچي وئي جنهن موجب اسان کي ڇهه مهينا نايا نه ڇڏي وڃڻ ۽ ٻه سال منصوبي سٽڻ جي ڏوهه هيٺ سزا ڏني وئي. ڪيس هلندي بابو مون کي جيل ۾ گڏجڻ آيو پر اسان کي بچاءُ نه ڏيڻو هو تنهن ڪري هو موٽي ويو.

هن مقدمي مان مون کي رياست ۾ هلندڙ نظام جي چڱي خبر پيئي. ويچاري مئجسٽريٽ کي پوليس جو دٻ هو ۽ ڪيترا دفعا تہ پوليس عملدارن سندس هٿن مان ڪاغذ کَسي پئي ورتا يا ڪيس ڏڙهيون پئي ڏنيون. رياستن جي ڪاروبار اڳين ميراثي زماني جي آهي. ماٺهن سان ڪيئي ظلم ٿين ٿا جن تي انگريز سرڪار چشم پوشي ڪري ٿي. ڪاروباري سرشتو جڏو ملڪ ۾ آپي شاهي ۽ انڌ ڌنڌ آهي. خير. اڍائي سالن جي ٽيپ ڪاٽڻ لاءِ سهي سنبري جيل روانا ٿياسون تہ جيل جي سپرنٽينڊنٽ اسان کي ٻاڙ وٺ گهرايو ۽ ائڊمنسٽريٽو آفيسر جو حڪم پڙهي ٻڌايائين تہ اسان جي ٽيپ منسوخ ڪئي وئي آهي ۽ ٻيو تہ اڳتي بنا موڪل نايا جي حدن اندر داخل ٿيڻ جي اسان تي بندش وڌي وڃي ٿي. مون حڪم جي ڪاپي گهري ۽ پوءِ بہ ان لاءِ لکپڙهہ ڪيم پر اڄ تائين نقل نہ مليو آهي. اسان تہ ڇٽي نڪتاسون پر اسان جو چوٿون همراه جو ڪوما گاتامارو وارن مان هو تنهن کي آزاد نہ ڪيائون. اسان هن کي آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪٿو ڪجهہ ڪونہ.

نايا مان موٽڻ کان ڇهہ مهينا پوءِ اسان جي هڪ ساٿيءَ آچاريہ آسوديمل گدواڻيءَ سکن سان جٿي ۾ گڏجي وڃڻ جو ويچار ڪيو. هو نايا جي حد اندر داخل نہ ٿيو پر ٻاهران بيهي ستياگرهين تي ٿيندڙ عقوبتون ڏسڻ لڳو. انهيءَ دفعي پوليس بندوقبازي ڪئي جنهن ۾ ڪيترا ڦٿجي پيا. گدواڻي ڦٿيلن جي سهائتا لاءِ حد اندر ڪاهي پيو تہ جهٽ ڪٽي گرفتار ڪيائونس. هو ڪيئي مهينا بنا دريافت نايا جي دوزخي جيل ۾ پيو هو جتان بٽ جُهري پوڻ بعد کيس آزاد ڪيو ويو. گدواڻيءَ جي گرفتاريءَ تي مون ائڊمنسٽريٽر سان لکپڙهہ هلائي پر هو جواب ڏيڻ کان نابري واري وينو. پنهنجي دوست سان وفاداريءَ تقاضا ٿي ڪئي تہ مان هن وانگر نايا جيل ۾ داخل ٿيان پر سنگتين روڪ ڪئي ۽ نايا جي نرڳي جيل ڏهڪاءُ پڻ منهنجي همت هاري ڇڏي هئي جنهن ڪري پنهنجي کل بچائڻ ۾ مصلحت سمجهي اُتي نہ ويس.

*

# مولانا محمدعلي

1923ع جي ڪوڪوند ڪانگريس جو صدر مولانا محمدعلي چونڊيو ويو هو. هو پنهنجي عادت انوسار مزيدار پر طويل صدارتي خطبو يا ائڊريس لکي آيو هو جنهن ۾ مسلمان فرقہ پرستيءَ جي ٻج ڇٽڻ جي جوابداري سرڪار مٿان مڙهي هئائين ۽ ڏيکاريو هئائين تہ ڪيئن 1908ع ۾ سرڪار جي چرچ تي آغا خان مسلمانن لاءِ جدا چونڊن جي گهر ڪئي جا وائسراءِ يڪدم ڪٽي قبولي.

مولانا منهنجي مرضيءَ خلاف مون کي ڪانگريس جو سيڪريٽري ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو. ساٿس رلي ملي هلڻ جهڙو سيڪريٽري ڳولي لهڻ ڪو چرچو نہ هو. مولانا جي ڪنهن سان ٻجهي ويئي تہ مٿان پلهار پيو ويندس پر جي ڪنهن سان نہ ٻٽيس تہ ڏنو بہ نہ سهندس. مون تي سندس خاص نوازش هئي. مان بہ کيس پائيندو هوس. مولانا تي اهڙو گهاٽو مذهبي رنگ چڙهيل هو جو ان ۾ عقل يا تميز جو جزو داخل تي نٿي سگهيو. مان ان جي بنهہ ابتڙ هوس. مون کي سندس دلي سچائي، قوت عملي، ذهن لاءِ عزت هئي. سندس تيز فهمي ۽ تيز طبعي اهڙي تہ ڏنگيندڙ هئي جو ڪيترا گهڻ گهرا بہ ڪائنس ٿهي ويندا هئا. شل نہ ڪو تز گفتو خيال ۾ اچيس. بي ڏڙڪ ٺهڪائي ڏيندو پر ڪٽي ان جو نتيجو ڪهڙو بہ خراب نڪري. ڪيترين سنهين ڳالهين ۾ اسين پاڻ ۾ نہ نهندا هئاسون پر تنهن هوندي بہ اسان جو پاڻ ۾ ساز هوندو هو. سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مون واجب سمجهيو تہ اڳتي سيني کي چڙي نالي سان خط لکان، ڇاڪاڻ تہ اجايا آداب ۽ القاب مون کي نہ وڻندا آهن. هن ملڪ ۾ مهاتما، مولانا، پنڊت، شيخ، سيد، منشي، سرييت، شري وغيره ايترا آهن جو ڪنن مان نڪاءُ نڪريو وڃن. پر مولانا کي اها ڳالهہ نہ وڻي سو فوراً هڪ ڪڙڪيدار تار مڪائين تہ گانڌي کي مهاتما ڪري لکان ۽ پلي پلائي بہ سندس سڪٽي نالي تي خط و ڪتابت نہ ڪريان.

اسان جا پاڻ ۾ الله سائين تي ڏاڍا بحث ٿيندا هئا. مولانا هرويرو ڪانگريس نهرائن ۾ پيو خدا جو نالو ٽُنبيندو هو. ڪڏهن سندس شڪرانا ڪڏهن دعائون وچ وچ ۾ درج ٿي وينديون هيون. مان اعتراض ونندو هوس تہ منهنجي بي دينيءَ تي اچي متبو هوءِ خوب ڏمال ڪيندو هوم. وري عجب اهو تہ گهڙي ڪن رکي چوندو تہ مان پاهران ڇا بہ چوان پر دليان مذهبي احساس جو ماڻهو آهيان. مون ۾ چاڻ نہ آهي تہ مون ۾ مذهب ڪيتري قدر سمايل آهي. شايد اهو مذهب ۽ مذهبيءَ جي معنيٰ تي منحصر آهي. مولانا سان مذهب تي بحث ڪرڻ کان مان گوشو ڪري ويندو هوس. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ مان مورڳو ترشي پيدا ٿيڻ جو امڪان هو. منهنجي مرضي نہ هئي تہ ڪيس ڏکويان. اهي شخص جي ڪنهن عقيدي جا سخت پابند آهن تن سان بحث ڪرڻ پاڻي ولوڙڻ سمان آهي. خاص ڪري مومن سان مذهب تي ڳالهائڻ خواه مخواه رڳڙو پيدا ڪرڻو آهي ڇاڪاڻ تہ سندس مذهب آزاد خيال ۽ عمل جي اجازت نٿو ڏئي. مومن جو مذهب هڪ سنڌو ۽ سوڙهو پيچرو آهي جنهن تہ جيترو گسڻ بہ گناهہ آهي. ڪن ڳالهين کانسواءِ عام هندو نرالي نوع جا آهن. ممڪن آهي تہ هو ڪيترين قديم ۽ قبيح ۽ فاسد رسمن ۽ رواجن جا پابند هجن پر هو پنهنجي ڌرم نسبت ڪنهڙا بہ انقلابي خيال ٻڌڻ ۽ ان تي چوٽ بحث مباحثا ڪرڻ کان هٻڪندا ناهن. البت آريہ سماجي مسلمانن وانگر سنڌي ۽ سوڙهي پيچري تي هلڻ ۾ مڃيندا آهن ۽ سندن صورتي بہ اهڙي اُدار ۽ وشال ناهي. هندن جي ذهنيت هندو فلسفہ ڪيتري قدر وسيع ٿيڪي آهي جيتوڻيڪ سندن رسمن ۽ رواجن تي ان جو اثر اصل ڪونہ ٿيو آهي. اهو شايد انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو هندن ۾ پنٿ پنٿ جا ويچار ۽ رسمون آهن جي ڪن حالتن ۾ هڪ ٻئي جي بنهہ ابتڙ آهن. ڪن جو رايو آهي تہ ٻين مذهبن وانگر هندو مذهب ناهي. شايد ائين هجي بہ پر ڪيڏو نہ انهيءَ ڌرم جو ڪروڙين ماڻهن تي اثر آهي ۽ ڪيڏي نہ منجهس سويم رکيا جي شڪتي آهي. ممڪن آهي تہ ڪو شخص چارواڪ وانگر ڪليو ڪلايو پاڻ کي ناستڪ سڏائي، خدا کان منڪر ٿيڻ جو اعلان ڪري پر تنهن هوندي بہ ڪنهن کي چوڻ جي مجال نہ آهي تہ هي هندو ناهي. هندو ڪٽنب ۾ پيدا ٿيڻ سان هندو ٿيو پئجي ۽ ڪيتري بہ ڪوشش ڪندي ان

مان چٽي نٿو سگهجي. هندو ڌرم ماتا وانگر پنهنجي ٻچن کي ڇهتي ٿو پوي. مان برهمڻ گهر ۾ ڄائس ۽ هينئر ڇا به ڪريان ڇا به چوان ته ساڳيو برهمڻ پيو ليکجان. سيئي "پنڊت فلاڻو" ڪري پيا ڪوٺين جيتوڻيڪ مون مان پنڊتپڻو ڄاڻي ڄمر کان ڇڏائي ويو آهي ۽ خود پنڊت لفظ نٿو وڻيم. هڪ دفعي سئٽزرلينڊ ۾ هڪ عالم فاضل تُرڪ سان ملاقات ڪرڻ ويس. وڃڻ کان اڳ هڪ دوست منهنجي ڄاڻ سڃاڻ لاءِ خط لکيس ته "پنڊت فلاڻو" توکي گڏجڻ ايندو. مان جڏهن وٽس ويس ته مون کي ڏسي هو بلڪل نااُميد ٿيو ڇاڪاڻ ته سندس سمجهه مطابق پنڊت عالم فاضل پيرسن ٿيندا آهن، نه مون جهڙا ڏاڙهي مڇون ڪوڙيل ڇوڪرا.

مولانا سان مذهب تي بحث ڪرڻ کان مان پاسو ڪري ويندو هوس پر هو مڙس جهل ڏيڻ جو نه هو سو هڪ ڏينهن اٺ هٽي بيٺو ته اڄ بحث ضرور ڪبو. مون گهڻوئي سمجهايس ته ان مان ڪڙتيل نه نڪرندو پر هو مڙي ڇو ٿو سو چوڻ لڳو "تون مون کي شايد متعصب ٿو سمجهين. اڄ مان توکي ثابت ڪري ڏيکاريندس ته مان تعصبي ناهيان." پوءِ ٻڌائڻ لڳو ته ڪيئن پاڻ ويهي مذهب جو اڀياس ڪيو اٿس ۽ نوان پراڻا پستڪ واچيا اٿس. ڪيئي جيل ۾ به قرآن جون شرحون ويٺي پڙهيائين ۽ ان نتيجي تي پهتو ته قرآن ۾ 97 سيڪڙو ڳالهيون سراسر عقل مطابق آهن. باقي 3 سيڪڙو جي عقل قبولڻ کان ڪيٻائي ٿو تن ۾ عقل جو قصور هوندو. ڇاڪاڻ ته جتي 97 سيڪڙو حساب صحيح آهي. اتي باقي ٽي سيڪڙو به صحيح هوندو. انهيءَ دليل قرآن سؤ سيڪڙو صحيح آهي.

هن قسم جو منطق منهنجي عقل کان ٻاهر هو پر مان بحث کان پٺي چرڪيس سو ماٺ ڪري ويٺي ٻڌم. پوءِ ته بلڪل عجيب ڳالهه ڪيائين. چيائين ته "جو به شخص ڪليءَ دل سان قرآن ۾ حق جي تلاش ڪندو سو قرآن جي بلڪل صحيح هئڻ ۾ ضرور ايمان آڻيندو. مون کي خبر آهي ته مهاتما قرآن بلڪل غور سان پڙهيو آهي، جنهنڪري هينئر هو اسلام جي حقانيت جو ضرور قائل هوندو. رڳو اهنڪار ۽ آپو کيس اهڙي اعلان ڪرڻ کان روڪي ٿو."

1924ع کان پوءِ مولانا ڪانگريس کان ويو پرتي پوندو پر تنهن هوندي

ٻہ سالن جا سال آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگن ۾ تڪو ڀرو ونندو هو. ملڪ جي حالت ٻہ اهڙي اچي بڻي جو اختلاف ويا وڌندا. ان ۾ ڪنهن خاص شخص جو ڏوهہ ڪونہ هو. اسان کي سنڌس لاءِ عزت ۽ قرب هو ۽ ڪانگريس کي مولانا جهڙي شخصيت جي ضرورت هئي. سنڌس جُدائيءَ تي اسان کي ارمان ٿيو. ڇاڪاڻ تہ هندو مسلم سوال تي اختلاف هوندي بہ سياسي معاملات ۾ اسين گهڻي قدر هم خيال هئاسون. هو هندوستان کي مڪمل آزاد ڪرائڻ لاءِ جان مال قربان ڪرڻ لاءِ تيار هو. اهي فرقي پرست جي سرڪار جي نوازش تي ٽڪڻ تا تن سان سنڌس ڪنهن بہ قسم جو لڳ لاڳاپو ڪونہ هو.

ملڪ جي بدبختي هئي جو 1928ع ۾ مولانا ولايت ۾ هو هتي هجي ها تہ هندو مسلم سوال فيصل ٿيڻ جو گهڻو امڪان هو. ٻہ سال پوءِ جڏهن اسين جيلن ۾ هئاسون تڏهن هن گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. اسان کي ڏاڍي ڌڪ ٿيو. پاڻ بہ وڃي پڇتايائين. مون کي خاطري آهي تہ ولايت مان موٽڻ بعد پنهنجي جهونن يارن سان جيل ۾ اچي رهي ها. پر سنڌس صحت وئي بگڙندي ۽ اوچتو ئي اوچتو جڏهن سنڌس وفات جي خبر ٻڌيسون تہ اسان جي دل کي سخت چوٽ آئي.

ڪوڪونڊ ڪانگريس تي هندستاني سيوا دل ناهڻ جو ويچار ڪيو ويو. ڪيترا معتبر ڪانگريسي ان جي برخلاف هئا ۽ عجيب و غريب دليل پئي ڏنائون. ڪن جو چوڻ هو تہ والنٽيئر ناهڻ اهنسا جي ورڌ آهي ۽ ڪي تہ ماڳهين فوجي ۽ سول اختياريين ورهائڻ ۾ مُنجهي پيا هئا. ڪن جو چوڻ هو تہ قواعد ۽ صف بندي آخرڪار تشدد آڻيندي. پر هرديڪر پنهنجي حياتي اڳي ئي انهيءَ ڪم کي سونپي ڇڏي هئي جنهن ڪري سيوا دل ويو زور پوندو ۽ ڪانگريس کي ان مان چڱي هٿي آئي. 1924ع ۾ الهہ آباد ۾ وڏو ڪنڀ ميلو لڳو هو. هن ميلي تي ياتري سنگم وٽ سنان ڪرڻ ايندا آهن. هن سال نديءَ جو وهڪرو اهڙو تڪو هو جو ماڻهن جي [illegible] نقصان هو سو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ سنگم تي سنان ڪرڻ کان ماڻهن کي منع ڪئي. پنڊت مالويہ ان تي اعتراض ورتو ۽ آخرڪار ستياگرهہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سرڪار انهيءَ وچ ۾ نديءَ اڳيان بانس جي لڪڙين جو لوڙهو ڏياري

چڙيو. هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيا ۽ پوليس به سون جي تعداد ۾ اچي وئي. مون کي سنان ڪري پوتر ٿيڻ جو خيال ته بلڪل ڪونه هو پر تنهن هوندي به تماشو ڏسڻ لاءِ اُتي اچي نڪتس. مالويه کي ماڻهن جي وچ ۾ وينو ڏسي بنا ڪنهن خيال جي مان به سنڌس پير ۾ وڃي ويٺس. مون کي مزو پئجي آيو. نيٺ ويهي ويهي ڪڪ ٿي پيس. پلا هڪ ننهڙ اُس، هيو واري ڪرسي. ٿيون پيٺ ۾ ٻُک. سو بت ٽڙو ڪرڻ لاءِ خيال ڪيم ته پاڻي ۾ ٽبي ڏئي اچان. منهنجو لوڙهي تي چڙهڻ ۾ ماڻهن جو پنيان پورڻ. پوليس ماڻهن کي پٺي هٽايو. مون دل ۾ چيو ته ٻيلي گانڍو نه ٿيو. لوڙهي جي مٿان ته اڳيئي وينو هوس سو قومي جهنڊو کڻي لوڙهي مٿان جهلي بيٺس. چوڌاري ماڻهن جي ڌڪ ڌوڙ ۾ پوليس جي پڪڙ پڇاڙ ڏسي انقلابي نموني واري ويڙهه جو نقشو اکين اڳيان اچي ويهر. نيٺ ٿاپر ٿي، مان ٿڌي ۾ به چار ڏينهن ڏٺي وري اچي مالويه سان ويٺس. ڏٺم ته سنڌس اندر ۾ اُمنگ جي لهر هئي. ڏسندي ڏسندي هو وڏي ڄڻ ٻالڪ ۾ پوليس جي گهوڙن جي ٽاپن وچ مان ڏسي ايندو لوڙهيو ته اندر ڏکي پاڻيءَ ۾ ٻيو. هن ٻڌي ڇڏيو ته ان جي پڇڙيءَ کي اڃا ڪجهه ڏسي رهيو لڳم. پوليس به مات ڪري ڇڏي. مزو ڏٺي مائٽن جو گهر موٽڻ بعد اسان کي اُلڪو هو ته سرڪار اسان تي ڪا ڪارروائي ڪندي پر ٿيو ڪجهه ڪونه. شايد مالويه خلاف قدم کڻڻ کان پوءِ جو ڪارروائي ڪري نه سگهيا ۽ گرا ڪنجا به بچي ويا.



# مهاتما

1924ع جي شروعات ۾ مهاتما اوچتو جيل ۾ بيمار ٿي پيو ۽ اسپتال ۾ آپريشن ڪرائڻي پيس. ماڻهن کي سندس حياتيءَ جو اچي ڏپ لڳو سو سوين سندس درشن لاءِ ڪتان ڪتان ڪهي ايندا هئا. اسان کي به چنتا ويڙهي وئي سو ٻارين ٻچين اچي اُتي نڪتاسون. آپريشن کان پوءِ عليل حالت ۾ سرڪار باقي رهيل سزا معاف ڪري کيس آزاد ڪري ڇڏيو. ڇهن سالن مان ٻه سال جيل ۾ ڪاٽيا هئائين. آزاد ٿيڻ سان مهاتما آرام ڪرڻ لاءِ جو هو هليو ويو ۽ اسين به سندس پنيان اتي وڃي نڪتاسون. بابو به اسان سان هو سو هن جي مرضي ٿي ته سوراج پارٽيءَ جو پروگرام مهاتما کي ذهن نشين ڪرائي گهٽ ۾ گهٽ سندس خاموش سهڪار هٿ ڪري مون کي به اندر ۾ پنهنجا ڦرٽا هئا ۽ آئينده جي پروگرام جاڻڻ لاءِ آتو هوس.

جوهو ۾ مهاتما ۽ بابي جي وچ ۾ ڳالهيون ته برابر ٿيون پر ڪٿو ڪجهه ڪونه مان بلڪل نراس ٿي موٽيس ۽ ڏٺم ته مهاتما پنهنجي عادت انوسار آئينده جي نيتي ۽ پروگرام تي ويچار ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. رڳو پنگتي ۽ جوڙجڪي پروگرام تي پئي زور ڏنائين. باقي جڏهن ويڙهه جو وقت آيو تڏهن ڏنو ويندو. اسين اهو به کڻي قبوليون ها پر جي ٻيهر چوري چُورا جو حادثو ٿي پئي ته ڪئي ڪمائي ڪٺ. هو ڪنهن به قسم جي خاطري ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. اسين سيئي پورن آزاديءَ جا حامي هئاسون. گڏيل پرانت جي ڪانفرنس اڳيان پنهنجي صدارتي ائڊريس ۾ مون صاف صاف پنهنجو مقصد مڪمل آزادي يا پورن سوراج ڏيڪاريو هو. مون ڏٺو ته هڪ پاسي اسان جا ليڊر، مهاتما سميت رڳو گوٽناڪتي پيا ڪن ۽ چنيءَ ريت ڪانگريس جو مقصد ظاهر ڪرڻ کان پيا ڪيبائين ته ٻئي ... مي نرم ڏړ وارا برطانيه سلطنت جي ساراهه جا پيا ڏڪ پرين. جيتوڻيڪ ڪين اها به ڄاڻ هئي ته هن سلطنت وٽ اسان جو ملهه ڪسيري جيترو به ڪونهي ۽ غلامي ۽ ... کان سواءِ ڪجهه پڙ پوڻو

مقصد سان همدردي ظاهر ڪرڻ نسبت هو. پر ستائو اهڙو اعتراض جيڪو نه هو پر ان تي جيڪي تقريرون ٿيون تن مهاتما جي دل کي سخت صدمو پهچايو. هو ڏسي لڳو ته سندس خاص اڏي اندر ڪيتري ماڻهو آهن جن جو اهنسا ۾ ڪجهه وشواس ڪونهي. انهيءَ سندس من ۾ ايذي ته آنڌ مانڌ ۽ بي چيني پيدا ڪئي جو تقرير مهل پنهنجي زخمي دل جو اظهار اهڙي جيدي ۽ اثرائتي نموني ڪيائين جو حاضرين جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا. هن مان ڏسي سگهندا ته مهاتما جو اهنسا ۾ ڪيڏو نه وشواس آهي ۽ ڪيئن هو ٻين ڳالهين کي ان جي پيٺ ۾ تيچ ٿو سمجهي.

سٽ ڪتڻ جي ٺهراءَ ڪيرائي وڃڻ کان پوءِ مهاتما ڪيتري دفعا پڻي اندر ۾ ٻڏو تريو آهي. ووٽن جي گهٽائي ڪيس ڪيڏي مهل به مني سگهي ٿي پر انهيءَ نموني اهڙي درستي پاس ڪرائڻ سان ڪانگريس کاڌي پوش ۽ چرخي هلائيندڙن جي سنستا تي پوندي. امڪان آهي ته پيا ڪانگريس سان خدا حافظي ڪري وڃن ۽ باقي سندس شخصي پوئلڳ رهجي وڃن. تنهنڪري اهڙي ڳري قدم کڻڻ کان بچي هجڪيو آهي. هينئر ڪانگريس ۾ چار آنا ڀريندڙ ۽ هٿ جو سٽ ڪتيندڙ ٻئي ٻاهر ٿي سگهن ٿا.

مهاتما شروع کان ڪائونسل پروگرام جي خلاف هو پر پوءِ سندس آسستي وڃي پاڻ کي جيرائيندو ٿيندو اهڙو به وقت آيو جو سوراجيه کي آخر واڳ ڏيڻ لڳو. هن ۾ ڪجهه وقت ڪانگريس کان ڪناره گير ٿي رهيو ... اختياري اخبارن واهيات خبرون ڦهلائڻ لڳيون ته ... مهاتما کي ڪانگريس مان نيڪالي ڏني ويندي آهي ۽ ملڪ ۾ مهاتما جو اثر گهٽجي ويو آهي. حقيقت هيءَ آهي ته جڏهن کان ڪانگريس ۾ مهاتما ڪانگريس ۾ پير پاتو آهي تڏهن کان ساري زور اقبال بلند رهيو اٿس. سال به سال پيچ جي چندرما وانگر سندس تيج وڌندو ويو آهي ۽ اجا تائين پيو وڌي. البت تعليم يافته سفيد پوش طبقي ۾ منڊ مطابق ٿرماميٽر لهي چڙهي پيو ۽ ڪيتري دفعا مهاتما جي چنڊ مٿان گرهڻ چڙهي ويو آهي. درياهه ۾ سدائين سانوڻي رهجي سو ته بني بشر جي وس کان ٻاهر آهي. ليڊر سانوڻي آڻي نٿو پر سانوڻي ۾ ظهوراب هلائڻ، ريج ڏيڻ سندس ڪم آهي. ائين برابر آهي ته سفيد پوش تعليم يافته فرقي جو مهاتما جي پروگرام ۾ وشواس ناهي ۽ هو اڪثر مٿس سخت نڪته چيني ڪن ٿا پر تنهن هوندي به دل ۾ مهاتما لاءِ قرب اٿن. سندن اها

منورتي هن ڪري تي آهي جو ملڪ ۾ بيو ڪو اثرائتو پروگرام ۽ پارٽي آهي ئي ڪانہ. هو نرمن کي ليکي ۾ نٿا آڻن. بم ۽ پستول سان ايڪڙ بيڪر خون ڪرڻ واري عقيدي ۾ ايمان ڪونهين. باقي رهي سوشلزم جنهن کان وڏا ماڻهو خود ڪانگريس اندر ڏچن ٿا ۽ عام ماڻهو گهڻي قدر ناآشنا آهن.

مهاتما ۽ بابي جي وچ ۾ ويچو تمام ٿورو وقت هليو. وري ٻئي نہ رڳو نهي ويا پر هڪ ٻئي سان محبت پڻ وڌين. هو سدائين هڪ ٻئي جو حد کان وڌيڪ لحاظ ڪندا هئا ۽ اختلافن هوندي بہ نهايت مروت سان پيش ايندا هئا. بابي هڪ ڪتاب جي مهاڳ ۾ ان جو سبب ڄاڻايو آهي. لکي ٿو:

”مون مهاتمائن ۽ مهاپرشن جا احوال گهڻي ئي ٻڌا سٽيا آهن پر اهڙو جيئرو جاڳندو شخص ڪڏهن اک تي نہ چڙهيو اٿم. انهيءَ ڪري مون کي انهن جي هستيءَ ۾ شڪ آهي. مان تہ ماڻهن ۽ ماڻهن سان تعلق رکندڙ ڳالهين جو قائل آهيان. هن ڪتاب ۾ درج ٿيل ويچار هڪ ماڻهوءَ جي فڪر جو نتيجو آهن ۽ ماڻهن سان تعلق رکندڙ آهن. انهن مان منش سياءُ جون بہ خاصيتون ظاهر ٿين ٿيون جي آهن وشواس ۽ شڪتي.

جنهن شخص جو نہ وشواس ۾، نہ شڪتيءَ ۾ ايمان آهي سو ضرور پڇندو تہ انهن اويارن لهوارن خيالن ڏوزائڻ مان ڪهڙو سود؟ اهڙي ماڻهوءَ کي جيڪڏهن جواب ڏبو تہ ”جيت يا موت“. تہ هن جي دل کي قرار نہ ايندو... انهيءَ وچ ۾ هڪ عاجز مسڪين شخص اٽل وشواس ۽ اجيت شڪتيءَ دوران غلام ديس کي قربانيءَ جو پيغام پهچائي رهيو آهي جو ڪروڙين ماڻهن جي دل ۾ چيپي وڃي ٿو.“

آخرڪار سوئن برن جي هن مصرع سان مهاڳ سماپت ڪيو اٿس:

”چا ناهن اسان وٽ شير اُهي
لڳائن مهر جي هر چيز تي.“

بابي جي اڪيت مان پڌرو آهي تہ سندس نظر ۾ گانڌي جي مهاتما يا

ولي ناهي پر ماڻهو. بابو پاڻ بلڪل نوي ۽ اڻ مڃندڙ سياءَ جو ماڻهو هو جنهن ڪري مهاتما ۾ بہ ساڳيو گڻ ڏسي سندس قدر ڪرڻ لڳو. ڏنائين تہ هن لڄ ۾ ٿولا پيل آهي ۽ هو دنيا جي زبردست طاقت اڳيان جبل وانگر اڏول ٿيو بيٺو آهي.

سُڪل لباڻي ۽ لباس هڪ لنگوٽي هوندي به منجهس اميرانه فلڪ ۽ رعب آهي جنهن اڳيان ماڻهو خودبخود ڪنڌ جهڪائين ٿا. هو جاڻي واڻي نمرتا ۽ هيناهين جي واٽ وٺي ٿو پر منجهس قوت ۽ اقتدار جو مادو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته نادري نموني حڪم پيو ڪيڏي جي يڪدم سيني کي برچشم ڪرڻا پون ٿا. سندس شانتي مي، عميق اڪيون سيني جي تهن اندر گهڙي وڃن ٿيون ۽ سندس صاف چٽو آواز دليون اُٿاري جذبا جاڳائي ٿو. ٻڌندڙ هڪ هجي يا هزارين پر سندس جادوءَ جو اثر ٻين جي هستي فنا ڪري پاڻ ۾ سمائي ڇڏي ٿو. هو دليل ڏئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر هن قسم جو اثر فقط دليل جو نتيجو ناهي. سندس دليل اهڙا وزنائتا ناهن ۽ پاڻ به دليلن ۾ گهڻو ايمان نه اٿس. ٻولي به اهڙي سنئين سڌي سادي ٿو ڳالهائي جو ضرورت کان وڌيڪ هڪ لفظ استعمال نٿو ڪري. خوش بياني ۽ رنگين عبارت جو عادي ناهي پر سندس دل سچائي ۽ شخصيت اهڙي آهي جو قلب قبض ڪيو ڇڏي ۽ ماڻهن جي دلين تي اثر ڄميو وڃي ته وٽس آتم شڪتيءَ جا ڪي اڻ ميا ينڊار لڪل آهن.

سندس آتم ٻل جو هڳاءُ ايترو ته ڦهليل آهي جو لوڪ سندس نسبت ڪجهه به مڃڻ لاءِ تيار آهن. ممڪن آهي ته اُهي شخص جي انهيءَ وايومنڊل ۾ نه رهيا آهن ۽ سياءُ ۽ منورتي نرالي نموني جي اٿن تن تي ذرو به اثر نه ٿئي. تنهن هوندي به ايترو ضرور چئبو ته مخالفن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺڻ يا گهٽ ۾ گهٽ مخالفت کي مانو ڪري ڇڏڻ جو هنر ته بيشڪ اٿس.

مهاتما قدرتي سونهن جو شائق آهي پر جڙتو سونهن ۽ ڪاريگريءَ جو احساس اصل ڪونه اٿس. مثلاً تاج محل کي مزورن جي بيگر جو يادگار سمجهندو آهي. سندس نڪ به اهڙو تيز ناهي. پر اک ۽ نڪ نه هوندي، حسن جو احساس گهٽ هوندي به هن پنهنجي زندگيءَ ۾ حسن پيدا ڪيو آهي جو سندس رفتار گفتار ۾ سوپيا پئي بکي. وچولي درجي وارن وانگر سندس هلت چلت ۾ ڪشيلتا. نڪرائي، ناشائستگي ڪانهي. سندس چت شانتي مئي هئڻ سبب ٻين کي آرام ۽ تسڪين ڏي ٿو ۽ حياتيءَ جي سخت ڪشمڪش ۾ اڏول ۽ ثابت قدمي تي بيهڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

بابو بلڪل نرالي نموني جو ماڻهو هو پر سندس شخصيت ۾ به ساڳي قوت ۽ شاهاڻي فلڪ هئي جنهن ڪري هن سان به سوئن برن وارو مصرع لڳائي

سگهجي ٿي. هو ڪنهن به جلسي ۾ ٻهرو وٺندو هو ته مجلس جو مور ٿي پوندو هو. ڪٿي به ڪنهن پاسي ويٺو هجي ته اکيون رڳو منجهس اٽڪنديون هيون. مهاتما واري نمرتا ۽ حليمائي منجهس ڪانه هئي. مخالفن تي ته آيو رهيو هو جاتي پاڻي جيان مثال حاڪمي هلائيندو هو جنهن ڪري ڪي سندس گهرا دوست ٿي پيا ته ڪي سخت دشمن. سندس هستي اهڙي هئي جو ان کي وساري ڇڏڻ يا درگذر ڪرڻ غير ممڪن هو. ماڻهو مجبور هئا ته ساڻس محبت ڪن يا نفرت. سندس ڪشادي پيشاني، هڪ ٻئي سان پيڪوڙيل چپ ۽ مضبوط ڪاڏي قيصر روم جي مجسمن سان مشابهت رکندڙ هئي. اٽليءَ ۾ ڪيترا دوست سندس فوٽو ڏسڻ سان هڪدم اها مشابهت معلوم ڪري سگهيا. منهنجا وار ڪُمي ويا آهن پر ٻڍاپي ۾ جڏهن بابي جا وار ريشم جهڙا نرم ۽ اڇا هئا ته سندس شڪل ۾ اها شوڪت ۽ شاهاڻو شان پيو جهلڪو جو افسوس اچڪلهه ڳوليندي نه لڀي. ممڪن آهي ته محبت سبب مان وڌاءُ ڪندو هجان پر اچڪلهه جي ترڙائي ۽ ڦلهڙائي ۾ سندس شاندار شخصيت ۽ قلبي قوت وارو انسان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. هڪ دفعي مان بابي جو فوٽو مهاتما کي ڏيکارڻ آيس. تڏهن مچون ڪوڙائي ڇڏيون هئائين جنهن ڪري سندس پيڪوڙيل چپ ۽ ڪاڏي ظاهر ٿي بيني هئي. مُنهن ۾ اونهين اکين ۽ ڪيترين ليڪن سبب ڪي قدر نرمي هيس. اهي ليڪون گهڻن ۽ وڏن تهڪن ڏيڻ سبب ٿيون هيس پر اکين مان ڪڏهن ڪڏهن تيز چمڪ جهلڪا ڏيندي هيس. انهن ڏينهن ۾ مهاتما ۽ بابي جي وچ ۾ سوراج پارٽي سبب ڇڪتاڻ هلندڙ هئي. مهاتما ڪيترو وقت فوٽو جاچي ڏٺو ۽ خشڪ نموني مُشڪي چيائين ته ها، هينئر ٿي ڪل پويم ته ڪهڙي شخص سان مقابلو ڪرڻو اٿم.

بابو اسيمبليءَ ۾ ڪم جي ڏانوَ جو هو. هو ستياگرهه جي باريڪ نقطن مان اهڙو واقف نه هو جهڙو قانون ساز اسيمبليءَ جي بحثن مان. پنهنجي پارٽيءَ تي مڪمل قبضو هوس ۽ بين جي پنيرائي به وقت سر هٿ ڪري سگهندو هو. پر اها حالت گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهي چاڪاڻ ته پارٽيءَ جي ميمبرن کي آپو ۽ سوارت اچي لڳو ۽ سرڪار به وڏن عهدن جون رشوتون آڇڻ لڳس. بابي کين خوب ڌمالون ڪڍيون پر ڪٿو ڪجهه ڪونه. انهيءَ اخلاقي بگاڙي جو هڪ اهو به سبب هو ته پارٽيءَ اندر شروعات کان ڪيترن

خود غرضن کي شامل ڪرڻو پيو هوندو. چونڊن لاءِ پئسا کپندا هئا جي فقط شاهوڪارن وٽان ملي سگهيا ٿي پر اهي شاهوڪار هٿان خرچي عام ڀلي جي ڪم ڪرڻ لاءِ چندا ڏي ڪن ٿيون. آمريڪا جي هڪ ڄاڻوءَ لکيو آهي ته "سياست اهو عجيب فن آهي جنهن ۾ غريبن کان ووٽ ۽ شاهوڪارن کان پئسا انهيءَ بهاني ورتا ويندا آهن ته سندن هڪ ٻئي خلاف بچاءُ ڪيو ويندو."

سوراجين جي اخلاقي حالت وڃي بگڙندي ۽ آهستي آهستي هڪ هڪ تي ويا کسڪندا. ڪي وزير ٿيا ته ڪي ڪاروباري ميمبر. اسان ڏنو ته مار هائي اسان جا ماڻهو اسان کي دٻائيندا. اڳ نرم ڏروارن ڳاڏ پئي گهليو پر هينئر هي اسان جا ماڻهو اسان جي نيتي ۽ نوع کان واقف ۽ عام ماڻهن سان گنل پينل سي قومي تحريڪ ۽ ان ۾ ڀهرو ونندڙ اڳين ساٿين کي نگهوسار ڪندا. نازين وانگر ڀهرين انقلابي نعرا هڻي هنن طاقت هٿ ڪئي هئي ۽ هينئر امڪان هو ته نازين جيان اهو انقلابي علم انقلاب خلاف ڪم آڻين. بابو ۽ داس اهي حالتون ڏسي اسيمبلين مان ڪنا ٿي پيا. ويتر ملڪ ۾ هندو مسلم ممڻ اچي متو تنهن ته هيڪاري بيزار ڪري ڇڏين.

1924ع جي ڪانگريس بيلگام ۾ مهاتما جي صدارت هيٺ ٿي. ڪانگريس جو پرڏان ٿيڻ مهاتما لاءِ هڪ قسم جو تنزل هو. چاڪاڻ ته هو سدائين ڪانگريس جو شرومٽي تي رهيو هو. سندس اتدريس به بلڪل ر جي ۽ مايوسي ڪندڙ هئي. مهاتما مون کي سيڪريٽري ٿي رهڻ لاءِ زور ڪيو جو لاچار قبول ڪرڻو پيم. مون ڏٺو ته مان ڪانگريس جو دائمي سيڪريٽري ٿي پيو آهيان.

1925ع جي وچ ڌاري اسين سڀ ڪٽنب سميت ڊلهائوسي ويا هئاسون. هڪ ڏينهن اوچتو ڪلڪتي مان تار آئي ته ديش بنڌو داس گذر ڪري ويو. تار ڏسڻ سان بابي جي هٿن مان ڪجهه ڪِري پيو. ڪيتري مهل ته سُن ۾ ويٺو هو. مون ڪڏهن به کيس اهڙي دک ۽ چنتا جي حالت ۾ نه ڏٺو هو. ڪن ورهين کان داس سان قلبي محبت ٻجهي وئي هيس ۽ هو پاڻ ۾ گهرا يار ٿي پيا هئا. سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ همراه ۽ ياڳي پائي هوندا هئا. سندس سنيهه ايڏو ته ٻجهي ويو هو جو هڪ ٻئي پاران صحيح ڪرڻ جي اختياري ڏئي ڇڏي هئائون. بابو هينئر پاڻ کي اڪيلو سمجهڻ لڳو. ٻئي ڏينهن صبح جو تڙ تڪڙ ۾ تپڙ ٻڌي ڪلڪتي اُسهياسون.

*

# مذهبي پاڳلپڻي جو زور

نايا جيل مان نڪرڻ بعد ڪيترو وقت مان بستري داخل هوس. اڳ ڪڏهن بيمار ٿيڻ جو تجربو ڪونہ پرايو هوم، چاڪاڻ تہ هاڻي پڪي صحت سني اٿم. بيماريءَ بعد جڏهن ضعيف حالت ۾ ليٽيو پيو هوس تڏهن پنهنجي حياتيءَ ۽ ڪم تي ٿڌي سيني ويچار ڪرڻ جو موقعو مليم. ان وقت مان اهڙو تہ شانت چت ۽ قرٽن ڪان آجو هوس ۽ مغز اهڙو صاف ۽ تيز هوم جو ملڪ جي حالت، پنهنجا ۽ ٻين جا خيال بلڪل نئين ۽ روشن نموني ۾ ڏسي سگهيس. ڏسڻ ۾ تي آيو تہ وٽن ۽ ولين ۽ ٻوٽن جي مونجهارن مان نڪري ٻاهران ٻيلي جو ديدار ڪري رهيو آهيان. منهنجي لاءِ اهو هڪ روحاني تجربو هو. هيئنر يارهن ورهيہ گذرڻ بعد مان سمجهان ٿو تہ منهنجي دل تي اهو اثر رهجي ويو آهي.

1924ع هندو مسلم فسادن جو زمانو هو. هندو مسلمان هڪ ٻئي جو چڪين ماس چني رهيا هئا. خسيس ڳالهين تي ممڻ مچي ٿي ويو. خونن، باهين ۽ ڦرلٽ جي بازار گرم هئي. ڪڏهن قربانيءَ جي عيد تي ڳئون ڪوس تي لٽ بازي تہ ڪڏهن محرم ۽ رام ليلا ساڳي ڏينهن هئڻ سبب مارا ماري. محرم تي مسلمان ڪربلا جا ڪوس ياد ڪري ماتم ڪندا آهن ۽ رام ليلا وقت هندو رام جي راڻوڻ مٿان سوڀ تي خوشي. رام ليلا شمسي حساب موجب هر سال ساڳئي ڏينهن ٿيندي آهي پر محرم قمري حساب موجب سال بہ سال پيو ڦري. شڪر جو ٽيهن سالن ۾ هڪ دفعو ساڳئي ڏينهن رام ليلا ۽ محرم ٿئي ٿو ورنہ ماتامي مومن ۽ خوشيون ڪندڙ ڪافر هر سال هندوستان ۾ ڪربلا ڪان بہ بدتر ڪوس ۽ ڪلور ڪري ڏيکارين. ٻيو ڪارڻ جهڳڙي جو هو نماز ۽ آرتي. هندوستان جي هر ڪنهن شهر ۾ ڪيئي مسجدون ۽ مندر آهن جي ڪٿي هڪ ٻئي جي بلڪل ويجهو آهن. مسلمان راڳ ساز جي برخلاف آهن ۽ سندن چوڻ آهي تہ مسجد ڪان ٻاهر گهڻ گهڻ ۽ آواز سندن نماز ۾ رنڊڪ ٿا وجهن. وڏن شهرن ۾ ٽرامن جي نڪ نڪ، موٽرن جي

ٿون ٿون، حشام ماڻهن جو گوڙ گنبوڙ ڏينهن رات هلي ٿو. مسلمان ڏينهن ۾ پنج وقت نماز پڙهن ٿا پر سانجهين جي نماز وقت هندو آرتي ڪندا آهن جنهن ۾ ناد، گهنڊ، جهانجهہ وغيره وڄائيندا آهن. اهي نمازون ۽ ناد صدين کان هلندا اچن پر هينئر انهيءَ تي بہ فساد ۽ خون ٿيو پوي. اهڙيون خسيس ڳالهيون هڪ ٻئي جي صلاح سان فيصلو ڪرڻ مشڪل ناهن پر جيسين پنيان هُشي ڏيندڙ ٿين ڏُر آهي، تيسين اهي جهڳڙا هلندا ايندا. هينئر بہ رڳو شهرن ۾ هندو مسلم فساد ٿين ٿا باقي ٻهراڙين ۾ جتي ڪروڙين هندو مسلمان رهن ٿا اتي سک سانت آهي. اخبارون شهرن ۾ بگڙيل حالتن تي زور ڏئي هندو مسلمان نفاق وڌائين ٿيون ۽ ڪٽر فرقي پرست جي قومي هلچل جي زور پوڻ سبب ڏرن ۾ وچي لڪا هئا مي سرڪار جو رُخ پنهنجي فائدي ۾ ڏسي ملڪ ۾ نفاق جي باهہ دکائين ٿا. سرڪار ٻنهي ڌُرين جي اڳواڻن کي هڪ ٻئي خلاف ڪم آڻي واڳون پنهنجي هٿ رکي هندوستان کي دنيا ۾ بدنام ڪري ٿي. فرقہ پرست پنهنجي لاءِ اجا ڪجهہ هٿ ڪري نہ سگهيا آهن. سندن ڪارنامن مان رڳو نفاق، فساد، خون خرابي ٿي آهي ۽ آزاديءَ جي هلچل کي ڌڪ لڳو آهي.

ڪانگريس ٻن ٻاهين وچ ۾ آهي. ملڪ ۾ نفاق جي باهہ وڌندڙ ڏسي اسين ان تي اک پور ڪري نٿا سگهون. خود ڪانگريسين ۾ ڪيترا آهن جن گدڙ وانگر فقط ٻاهران ڪٽي قوميت جي شينهن وازي کل چاڙهي آهي. هر ڪا ڌُر ڪانگريس تي زور آڻي رهي آهي تہ سندن گهرون قبول ڪري پر ڪانگريس قوميت جي اصول کي ترڪ ڪري نٿي سگهي ۽ ڪنهن بہ ڌُر کي ناجائز فائدو ڏيڻ کان نابري واري ويٺي آهي جنهن ڪري ٻنهي طرفن جا ڪٽر اچي مٿس بگڙيا آهن. مهاتما هميشہ انهيءَ خيال جو رهيو آهي تہ گهٽائيءَ واري قوم کي ڪجهہ قرباني ڪري بہ ٿورائيءَ واري قوم جي همدردي حاصل ڪرڻ گهرجي. سندس خيال صحيح آهي پر ٽين ڌُر جا ٻن قومن کي ويڙهائڻ ۾ پنهنجو فائدو ٿي سمجهي سا ڪنهن بہ وقت ڪانگريس کان وڌيڪ آڇ ڪري ٿورائيءَ واري قوم کي خريد ڪري سگهي ٿي. اهوئي مکيہ سبب آهي جو هيل تائين ناهہ نہ ٿي سگهيو آهي پر سرڪار کي انهيءَ لاءِ ڏوهہ ڏيڻ واجب ناهي ڇاڪاڻ تہ پنهنجي حفاظت لاءِ ائين ڪرڻ هنن لاءِ روا آهي. ڪانگريس بہ هيل تائين هڪ وڏي ڀل ڪئي آهي جو ملڪ اڳيان پنهنجو آدرش صاف ۽ چٽي نموني نہ رکيو اٿس. قومي تحريڪ جو جيڪڏهن مقصد اهو

آهي تہ ڪن هند واسين کي وڏا عهدا ملن ۽ باقي ملڪ جو نظام جيئن جو تيئن رهجي وڃي تہ سياويڪ انهن عهدن تي ڌرين جي ڇڪتاڻ ٿيندي پر جيڪڏهن مراد آهي تہ ملڪ ۾ بنيادي انقلاب آڻي، مالي ينگتن سياسي نقشو ڦيري ڇڏجي تہ پوءِ ڪي عهدا ۽ ڪائونسلن ۾ ڪرسين حسين ڳالهہ آهي اهوئي سبب آهي جو اسان مڪمل آزادي پورن سوراج تي زور ڀڃي ڏنو آهي. ظاهري ريت پورن سوراج جي معنيٰ سياسي آزادي آهي پر درحقيقت ان جي اندر اقتصادي آزادي بہ سمايل آهي. سماجڪ سڌارو بہ تڏهن ٿي سگهندو. هندوستان جي حالت انقلابي علاج جي طالبو آهي. علاج جو قوم جي ڪايا پلٽي ڇڏي پر اسان جا رهبر رڳو ڪن سڌارن جا خواهان آهن ۽ موجوده سرشتي ۾ بنيادي ڦيرڦار آڻڻ خلاف. ائين برابر آهي تہ عام ماڻهو قومي تحريڪ جي طوفان ۾ ڪانگريس طرف گهلجي اچن ٿا پر هنن کي پوري ڄاڻ ناهي تہ هو ڇا لاءِ ٿا لڙن جنهن ڪري جڏهن ٿا پر ٿئي ٿي تہ پاڻ بہ موٽر ٿيو پون. عجب رڳو اهو آهي تہ ڪٽر فرقي پرست جي رڳو مٿين وچولي درجي وارن لاءِ سٽيپون نوڪريون ۽ عهدا هٿ ڪرڻ جي فڪر ۾ آهن سي ڪيئي پورهيتن، مزدورن، هارين ۽ ڏنڌي ڌوڙي وارن ۾ مذهب جي نالي جوش ڦوڪي سگهن ٿا؟ وچولي درجي وارن کي پنهنجا مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ مذهب هڪ ڪارگر هٿيار ٿي پيو آهي. هو انهيءَ ذريعي نہ رڳو شخصي مطلب پورا ٿا ڪن پر ساڳئي وقت عام ماڻهن وٽان عزت بہ ٿي ملين. انانوي سيڪڙو ماڻهو جن کي سرڪاري نوازش جي ضرورت ناهي جي پگهر جي پورهئي سان مانيءَ ڳيو حاصل ڪن ٿا تن کي سندن ڪارنامن مان ڪجهہ بہ هٿ حاصل ٿيڻو ناهي. درحقيقت اهي فرقہ پرست ليڊر عام جي حقن جا دشمن آهن. جڏهن اقتصادي ۽ سياسي آزادي يا هارين ۽ پورهيتن کي حق وني ڏيڻ يا سماجڪ سڌاري آڻڻ جو سوال اچي ٿو تہ هندو مسلم ڪٽر گڏجي ان جي مخالفت ڪن ٿا. البت ملڪ ۾ ڪي قومي خيالن جا مسلمان بہ آهن پر هو گهڻو ڪري پنهنجي ڪرت ڪار ۾ مشغول آهن. جنهن ڪري غريب مسلمانن سان سندن لاڳاپو گهٽ رهي ٿو. سندن سياست اڳين نموني واري ڪرسين تي ويهي بحث ڪرڻ ۽ ٺهراءُ پاس ڪرائڻ واري آهي. اهڙي قسم جي سياست ۾ مسلم ليگي ڪانئن وڌيڪ ماهر آهن جنهنڪري نتيجو اهو ٿيو آهي جو قومي خيالن وارن مسلمانن جو زور روز بروز ويو آهي گهٽبو.

انهيءَ وچ ڀر ٿاهه آٺڻ لاءِ ڪيترين ڪانفرنسون به ٿيون آهن پر ڪاءِ فيصلو تي نه سگهيو آهي. گهڻن ورتن سان رٿون بحال ڪرائڻ مشڪل ناهي پر ڪاءِ فيصلو ڪرائڻ ٿيڻ سگهن آهي جاڪاڻ ته هر ڪنهن ڪانفرنس ۾ ضرور ڪي شخص اهڙا ليڊرا جي هندو مسلم ايڪتا ۽ سياسي آزاديءَ ۾ عقيدو نٿا رکن. جيئن پوءِ تيئن معاملو به وڌيو آهي پيچدار ٿيندو. پنجاب ۾ هندو سک مسلمان جي وچ ۾ ته طرفو جهڳڙو بنگال ۾ هندو زميندار ۽ مسلمان هارين جي وچ ۾ جڪتاڻ سنڌ پنجاب ۾ مسلم قرضي ۽ هندو قرض خواه جو معاملو وڏنڊڙ آهي. عام ريت هندو ۽ مسلمان ٻئي سُجا پينگيا آهن پر سنڌ ۾ جيڪي ٿورا مالدار آهن تن ۾ هندن جو سيڪڙو وڏيڪ آهي. اهي اقتصادي مسئلا آهن جي سُجن ۽ ساون جي وچ ۾ فيصل ٿيڻ گهرجن. نڪي سيئي مسلمان سُجا آهن ۽ نڪي سيئي هندو ساوا آهن تنهنڪري اهڙي تحريڪ ۾ ٻنهي طرف هندو ۽ مومن گڏ ڪم ڪري سگهن ٿا. پر فرقه پرست انهن مسئلن کي به مذهب جو رنگ ڏئي لوڪن کي گمراهه ڪن ٿا.

1924ع ۾ الهه آباد ۾ رام ليلا جي موقعي تي هندو مسلم فساد ٿي پيو. مان اتحاد ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دهليءَ ويو هوس. پنهنجي گهر ۾ مچ برندو سهي نه سگهيس سو خبر اچڻ تي يڪدم موتي الهه آباد آيس. منهنجي اچڻ کان اڳ فساد بند ٿي ويو هو پر هينئر آٺ سال ٿي ويا آهن ته رام ليلا نه ٿي آهي. ننڍي هوندي الهه آباد ۾ انهيءَ موقعي تي سرگس، گانا بجانا، سانگ ۽ محفلون ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيندي هيم. ٻهراڙين مان هزارين ڳوناٽا رنگ برنگ لباس پهري گڏهن، گهوڙن، بيل گاڏين تي چڙهي ايندا هئا. انهن غريبن ۽ الهه آباد جي ٻالڪن لاءِ هي خوشيءَ جو موقعو هوندو هو. ڪليل ميدانن تي ميڙا ملاکڙا لڳندا هئا ۽ مسلمان به ٻين سان گڏ انهن ۾ ٻهرو وٺندا هئا. خيال ڪريو ته سجا آٺ سال انهن غريبن کي انهيءَ خوشيءَ کان محروم رکيو ويو آهي. خوشي جا هنن جي مفلس ۽ محنت ڪش زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اتفاق سان مس اچي ٿي. سچ پڇو ته مذهب ان لاءِ جوابدار آهي. مذهب ڪيڏو نه سک گهاتڪ، راحت ڪُش ڪاسائي آهي!



# ميونسپالٽي

مان ٽن ورهين لاءِ ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو هوس. ٻه سال ساندهه سرجوشي ڪري ڪي ننڍا سڌاري جا ڪم ڪري سگهيس. ميونسپالٽيءَ دوران وڏا ڪم ڪرڻ غيرممڪن آهي ڇاڪاڻ ته پئسي لاءِ سرڪار اڳيان هٿ ٽنگڻو ٿو پوي. سرڪار ميونسپل ڪاروبار هلائڻ لاءِ نيم اهڙا رکيا آهن جو ڪابه ڪارگر رٿ سندن موڪل بنا هٿ ۾ ڪٽي نٿي سگهجي. ميونسپل ميمبرن ۽ عام جنتا کي سڌاري آڏو جي گهٽي اون ناهي. آستاني خود حڪومت جي کاتي جو وزير به بنهه جاهل شخص هو جنهن کي پبلڪ ڪم جي ڄاڻ اصل ڪانه هئي. کاتي جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ آءِ سي. ايس عملدار ٿلاهي هئا جن جي مغز ۾ اهو اُٺ ويٺل آهي ته سرڪار جو ڪم رڳو جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ آهي. عام ڀلي جي ڪمن کان پيا ڪيٻائيندا هئا جنهن ڪري ڪنهن به رٿ جي منظور ٿيڻ ۾ ڪڏهن ته ورهيه نبري ويندا هئا. رٿ بحال ڪرڻ کان اڳ اهي عملدار ڏسندا هئا ته ميونسپالٽي سائي آهي يا سڃي؟ قرض موٽائي سگهندي يا نه؟ موجوده پونجي ڪيتري اٿس؟ انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته مالي حالت جي چڪاس ڪرڻ ضروري آهي پر ساڳئي وقت اهو به خيال ڪرڻ گهرجي ته ميونسپالٽيون رڳو قرض وٺڻ ۽ موٽائڻ لاءِ نه ناهيون ويون آهن. ميونسپالٽين کي نگر واسين جون گهرجون پوريون ڪرڻيون ۽ کي فرض پالڻا به آهن پر سرڪاري عملدار رڳو واٽئي واري بندي وينا چڪاسيندا هئا ۽ جي ڪوٽ ٿي پوندي هئي ته اسڪول وغيره بند ڪري ڇڏيندا هئا. انگريز ۽ وڏن عملدارن جا ٻار خاص اسڪولن ۾ پڙهندا هئا جن کي سرڪار وٽان سٽيو گرانٽ ملندو هو. هنن کي کهڙي پرواهه جي ٻيا سڀ اسڪول بند ٿي وڃن يا انهن جي اهڙي حالت خراب ٿي وڃي جو شاگردن کي ان مان ڪو فيض حاصل نه ٿي سگهي.

هن ملڪ جا گهڻا شهر بن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. هڪ شهر جو

وچ جتي ماڻهن جي گهڻت آهي ۽ ٻيو آس پاس واريون سول لائينس جتي عملدار ۽ پڙهيل ماڻهو رهن ٿا. ڍلن جو وڏو ڀاڱو وچواري ڳتيل ڀاڱي مان اچي ٿو پر خرچ جو وڏو حصو آس پاس جي رستن بتين، پاڻي وغيره بلي خرچ ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري غير متحرڪ ملڪيت تي مون گهرن جي قيمت مطابق ڍلن وجهڻ جي ڪوشش ڪئي جا سرڪار نامنظور ڪري ڇڏي ميونسپالٽين جي اپت جو گهڻو حصو آڪتراءِ مان ٿئي ٿو جو کاڌي جي شين سميت ٻاهران ايندڙ شين مان وصول ڪيو وڃي ٿو. اهو محصول اڻ سڌو هئڻ سبب لڪائي نٿو پر بوجو وڃيو غريبن تي پوي جن تي ميونسپالٽيءَ جو خرچ اتي ۾ لوڻ سمان مس آهي. تمام غريب يعني هريجن وغيره تہ مفت ۾ اهو اڻ سڌو محصول ڀيا ڀرين، ڇاڪاڻ تہ جتي هو رهن ٿا اتي پاڻي، روشني، پڙهائي، رستن جي صفائي، ميدانن ۽ وندرگاهن جو بندوبست اصل ڪونهي. اها بي انصافي آهي.

مون ڏٺو تہ مان رُج ۽ سُج وچ ۾ اچي ڦاٿو آهيان. هڪ طرف سرڪار خود حڪومت جو سبز باغ ڏيکاري اختياريون پنهنجي هٿ ۾ رکي اسان کي پنهنجي پنيان پئي پتڪايو تہ ٻئي طرف خود غرض ميمبرن ۽ موثر جنتا کي شهر جي سڌاري جو خيال اصل ڪونہ هو. عهدن لاءِ ٻانهون کنجي وڙهڻ لاءِ تيار پر عام ڀلي جي رٿن خلاف ڀيا بهانا ڏيندا ۽ احمقانہ دليل پيش ڪندا هئا. اخبارون ڪڏهن ڪڏهن مٿن چوهہ چنڊينديون هيون پر ان جي ڪين پرواهہ نہ هئي. ميونسپالٽين جو بنياد ٻن متضاد اصولن تي ٻڌل آهي، ڇاڪاڻ تہ عيوضي آهن چونديل لوڪ شاهيءَ جي مت تي پر سندن جوابداري آهي سرڪار ڏانهن جا آپي شاهہ آهي. ائين برابر آهي تہ آستاني سنستا کي ڪن مکيہ ڪمن لاءِ مرڪز سان جوابدار رهڻ ضروري آهي پر اهو سرشتو تڏهن ڪارگر ٿي سگهندو جڏهن مرڪز خود لوڪ شاهيءَ جي اصول تي ٻڌل هوندو. اها حقيقت آهي تہ هتي جي [illegible] جي لياقت بلڪل گهٽ آهي. ميمبر عزيزن خويشن کي [illegible] ۾ [illegible] آهن باقي سڌاري جون وڏيون رٿون تيار ڪري شهر جو نقشو ڪيئن [illegible] انهن ۾ نہ دلچسپي اٿن ۽ نہ ان جي ڄاڻ. سندن نظر تنگ. رايا غلط [illegible] غليظ آهي. ائين ناهي تہ هرويرو سڀ ميمبر ننگ چور آهن پر ڪيترن ۾ ڪافي

علم ڪونهي ۽ عام لوڪ ته بلڪل جاهل آهن. ماڻهن کي ناگرڪ سکيا ڏئي سگهجي ٿي پر اجا تائين ان لاءِ خاطر خواه بندوبست نه ٿيو آهي.

ميونسپالٽين کي ڪيتري خود حڪومت ملي آهي ان جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو. ڪيئي دفعا سرڪار ميونسپالٽين مٿان قومي جهنڊا لهرايا آهن. اسڪولن ۾ قومي ڀاڱي جا درسي ڪتاب پڙهڻ کان منع ڪئي آهي ۽ قومي خيالن جي ماڻهن کي ميونسپل نوڪريءَ ۾ داخل ٿيڻ خلاف رنڊڪون وڌيون آهن. سول نافرمانيءَ جي زماني ۾ ته لک ماڻهو جيلن ۾ ويا جي مٿين قاعدي موجب نوڪريءَ کان خارج ڪيا ويا آهن. قومي خيال وارا ماڻهو اڪثر آزاد، آدرشي، سنچڪ سڀاءَ جا ٿيندا آهن. بين جي پيٽ ۾ هو گهٽ سوارٿي آهن ۽ عام پلڪ جي ڪمن ۾ اتساهه ۽ همت ڏيکاري سگهن ٿا پر سرڪار کي ڪين پچ لتڪاته. قلهڙا، سست دل ۽ سست دماغ ماڻهو جن جي نظر دفتر ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ، قومي ڪم ڪندڙ پڪي خاص جا نهين آهن. پنهنجي زندگيءَ ۾ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ جو تجربو پرايو اٿن. ائين برابر آهي ته قومي ڪم ڪندڙن ۾ به ڪيترا احمق، نڪما، بدتميز پيا آهن، پر انهيءَ ۾ به شڪ ڪونهي ته سچين ڪم ڪندڙن قابل ۽ ڪارگر ۽ اترائتا انسان به آهن جن مان ملڪ کي چڱو فائدو پهچي سگهي ٿو. اهڙن ماڻهن کي بيروزگار حالت ۾ رکڻ ۽ سندن مشڪلاتون پيدا ڪرڻ سان سرڪار ان ساڳيءَ طرح انقلاب کي زور وٺائي رهي آهي. چاڪاڻ ته هونئن اهي سفيد پوش وچولي درجي وارا پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويندا ۽ منجهانئن انقلابي مادو رفته رفته گهٽجي ويندو.

سال کن کان پوءِ مون ڏٺو ته ميونسپالٽي دوران مان گهڻو ڪم ڪري نه سگهندس سو استعيفي ڏيڻ جو خيال ڪيم پر سيني ميمبرن گڏجي وڌيڪ رهڻ لاءِ مون تي زور آندو. لاچار ڪجهه وقت وڌيڪ گاڏو گهليو پيو پر ٻن سالن جي گذرڻ بعد استعيفي ڏئي ميونسپالٽيءَ مان پلئو آجا ڪيم. ساڳئي سال جي سرءُ ۾ منهنجي استري بيمار ٿي پئي ۽ ڊاڪٽرن صلاح ڏني ته سئٽزرلينڊ وٺي وڃانس. مان اڳي ئي هتي جي حالتن مان بر ٿي پيو هوس سو پنهنجي زال، ڪملي، پيڻ ۽ پيٽوپي سان گڏجي يورپ روانو ٿيس.

*

# يورپ

تيرهن سالن جي عرصي بعد يورپ وڃڻ جو موقعو مليو هوم. انهيءَ وچ ۾ وڏيون جنگيون ۽ انقلاب ٿي ويا هئا. قديم دنيا جو خاتمو خونريزي ۽ خوفناڪ ڪارروايين ۾ ٿي چڪو هو. اسان گهڻو وقت سئٽزرليند جي پهاڙن، مونٽينا جي صحت گهر ۽ جنيوا جي شهر ۾ گذاريو. ڙال جي بيماري سبب سانس رهڻو پوندو هو جنهن ڪري هندوستان ۽ يورپ جو حال احوال اخبارن ذريعي معلوم ڪندو هوس. باقي وقت ورزش ڪرڻ، گهمڻ ڦرڻ، برف تي گسڪڻ ڦسڪڻ ۾ مصروف ٿيندو هو. اوائل ۾ ڇهه ست مهينا يورپ ۾ رهڻ جي مرضي هيم پر حالتون اهڙيون اچي بڻيون جو پوڻا ٻه سال اُتي رهڻو پيم. انهيءَ وچ ۾ زال سان گڏجي فرانس، جرمني، انگلنڊ جو چڪر ٻه هڻي آيس. (انٽرنيشنل ليبر آفيس) سرون ديسڪ مزدور آليہ ۽ جنيوا ۾ سرونديسڪ سڀا (ليگ آف نيشنس) ۾ خاص دلچسپي ورتم ۽ يورپ جي سياسي، اقتصادي، معاشرتي معاملن ۽ ماڻهن جي وچ ۾ آزادانہ تعلقات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ڪيم. پهاڙن ۽ برفن جي وچ ۾ هندواسين جا خسيس جهڳڙا منهنجي من کي مُنجهائي نہ ٿي سگهيا ۽ مان بہ فرصت کي نعمت سمجهي پنهنجي دلي دماغي جسماني صحت سڌارڻ ۾ لڳي ويس.

هن دفعي يورپ ۾ ڪيترن سنڌي انقلابين سان ملاقات ٿيم. جنيوا ۾ شيامجي ڪرشن ورما پنهنجي مريض زال سميت هڪ جهوني پراڻي، اونداهي، تنگ مڪان ۾ رهيو پيو هو پٽ تي اخبارن جا پنا ۽ ڪبٽن ۾ ڪتابن مٿان مٽيءَ جا مڻ چڙهيل هئس. شيامجي وٽ پئسا گهٽائي هئا پر خرچڻ کان پيو ڪيپائيندو هو. اتفاق سان جيڪڏهن ڪو وٽس لنگهي ايندو هو تہ ان کي شڪي نظر سان ڏسندو هو. خيال ويٺل هئس تہ ماڻهن کي سندس پئسن ۾ اک آهي ۽ انگريز جا جاسوس سدائين پيا سندس پٺيان ڦرن. سندس ڪوٽ جا کيسا "انڊين سوشلاجسٽ" اخبار جي پرچن سان

تيلهي وانگر قنديل هوندا هئا. ڳالهائڻ وقت گهٽو ڪري جهونيون پراڻيون حڪايتون ڪيڌي ويهندو هو ۽ هر هر پنهنجي اخبار مان ليک ڪيڍي پڙهي ٻُڌائيندو هو. اهي ليک اٽڪل درجن ورهيہ اڳ جا لکيل هئا. انگريزي جاسوسن بہ ڪو ڏاڍو ستايو هوس سو ور ور ڏئي پيو ٻُڌائيندو هو تہ ڪيئن پاڻ کين شهہ ڏئي ويندو آهي. سندس جڳهہ جي خالي اونداهن ڪمرن ۾ مايوسي ۽ موت جا آثار پئي بکيا. ساٽس ڳالهين ڪندي ڏسڻ ۾ آيو تہ هو پنهنجي ملڪيت هند واسي ودريارٿين کي يورپ ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ ٽرسٽ ڪرڻ ٿو گهري. مون کي ٽرسٽي ٿيڻ جي آڇ بہ ڪيائين پر مون پاڻ کي هن شخص جي معاملن ۾ منجهائڻ واجب نہ سمجهيو ۽ بيو تہ دل ۾ سوچيم تہ جيڪڏهن يڪدم ٿو ڪٽي ها ڪريان تہ شڪ پوندس تہ مان بہ سندس ملڪيت ڦٻائڻ ٿو گهران. هو هڪ تہ پيرسن تي وبو هو ۽ بيو تہ سندس من سدائين ماضيءَ ۾ پئي وسيو جنهن ڪري ماڻهو ساٽس رلندا ملندا ڪونہ هئا. جنيوا ۾ هند سرڪار جي عيوضين سان هو گڏبو ڪونہ هو ۽ قومي خيالن وارا هند واسي وري ساٽس نہ گڏبا هئا. چاڪاڻ تہ ان ۾ پنهنجي گهٽتائي ٿي سمجهيائون. سندس حالت قياس جوڳي هئي. تازو اخبارن ۾ سندس ديهانت جي خبر شايع ٿي هئي. ٿورو پوءِ سندس ٻڍي گجراتي زال جا ساٽس ڪيئي ورهيہ پرديس ۾ رهي هئي سا بہ گذر ڪري وئي. ٻڌجي ٿو تہ هوءَ ملڪيت جو گهٽو حصو هند واسي زالن کي يورپ ۾ سکيا ڏيڻ لاءِ ڇڏي وئي آهي.

ٻيو مشهور معروف شخص جو گڏيم سو هو مهيندر پرتاپ. کيس عجيب لباس پيل هو. وڏا روسي بوٽ، چيني ڪڙتو افغاني ٽوپي، هندستاني بوچڻ وغيره اونهاري جي مند ۾ پائي پئي گهميو. سندس نالي مان بہ رڳو "M.P" منڍ وارا اکر وجي بچيا هئا. باقي جدا جدا ڇپيل ڪارڊن تي طرحين طرحين نالا پيو لکندڙ هو جنهن ملڪ ۾ وجي اتي نالو نرالو رکائي. تازو هڪ سوسائٽي کولي هئائين جنهن جو هرتا ڪرتا پاڻ هو. انهيءَ سوسائٽيءَ جو مقصد هو تہ ماڻهن ۾ سک جو سنيهو پهچائجي. سو ڪارڊن تي "Be Happy" ڇپائي سيني کي مفت پيو [illegible] ڏسڻ ۾ [illegible] الف ليليٰ جي قصي وارن شخصن مان هڪ آهي يا چوڏهين صديءَ جو ڪو

مزيدار بانڪو بهادر آهي. هلندڙ حال جي ڪارروايُن کان دور رهي پاڻ لاءِ هڪ مصنوعي دنيا ٺاهي اٿس جنهن ۾ Be Happy پڙهڻ يا ٻُڌڻ سان ماڻهو خوش خورم ٿي پون ٿا. سندس خيال هو تہ نالن ڦيرائڻ، پنجن ستن قسمن جو گڏيل لباس هڪ ٺي وقت پائڻ، سيني کي "Be Happy" چوڻ سان هو پنهنجي سروديسڪ شخصيت جو اظهار ٿو ڪري. راجا مهيندر پرتاپ هڪ گهمندڙ ڦرندڙ عجائب خانو آهي. سندس ڪپڙن ۾ ڪيئي کيسا آهن جي عجيب و غريب ڪاغذن سان ڀريل آهن. جرمن چانسلر هالويگ جو خط، قيصر جي دستخط سان فوٽو تبت جي دلائي لاما وٽان مليل پروانو ۽ ٻيا ڪيئي ڪاغذ ۽ فوٽا سندس کيسن مان ڇٽي پوندا. سندس چوڻ هو تہ هڪ دفعي چين ۾ سندس ڪاغذن جي ٻيٽي چورائجي وئي، جنهن بعد هن اهي کيسا رکائڻ شروع ڪيا جيئن قيمتي ڪاغذ وري چوري نہ ٿي وڃن.

پئرس ۾ مئڊم ڪاما ڏٺم. هوءَ بلڪل خوفناڪ ۽ شوخ پئي لڳي. پريان ٽڪڙو ٽڪڙو اچي يڪدم منهنجي مُنهن ۾ گهور پائي ڏنائين ۽ هٿ جي آڱر سان اچل ڏئي پڇيائين "تون ڪير آهين؟" جواب ڏيانس ٺي ڏيانس تہ ان کان اڳي رفوچڪر ٿي وئي. مان ڪهڙو بہ جواب ڏيانس ها تہ فرق ڪونہ پوي ها، ڇاڪاڻ تہ هن کي اڳي ٺي جيڪي ڪنهن بہ نسبت خيال ويٺل آهن سي ڦيرائي نٿا سگهجن.

اٽليءَ ۾ مولوي عبيدالله سان ملاقات ٿيم. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ هو موجوده زماني جي خيالات کان گهڻي قدر نا آشنا آهي باقي قديم نموني جي سياسي حرفت بازي ۾ ڪافي ماهريت اٿس. مون کي سندس "هندوستان جي اتحاديہ جمهوري" جي رٿ پسند آئي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ هندو مسلم معاملو بلڪل قابليت سان حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. ڪجهہ وقت بعد مولوي عبيدالله جي لالا لجپت راءِ سان ملاقات ٿي، جنهن کي سندس رٿ اهڙي تہ پسند آئي جو انهيءَ سال جيڪي ڪائونسلن جون چونڊون ٿيون تن ۾ گهڻو وزن انهيءَ رٿ کي ڏنو ويو. مولوي پوءِ حجاز هليو ويو جتان هن جي وڏيڪ خبرچار ڪانہ ملي آهي.

برلن ۾ مولوي برڪت الله سان ڏيٺ ويٺ ٿيم. هو نهايت خوش خُلق، اتساهڪ. وڻندڙ نموني جو ٻيرسن شخص هو. دل جو سادو ۽ صاف هو. جديد

حالتن کي سمجهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو هو پر اهڙو ذهين ۽ قابل نہ هو. مون جڏهن ٻڌو تہ هو آمريڪا ۾ رحلت ڪري ويو تہ ڏاڍو ڏک ٿيم.

برلن ۾ ڪيترا شخص گڏيم جن جنگ جي زماني ۾ انگريزن خلاف جرمنيءَ کي مدد ڏني هئي. انهن مان گهڻا تہ اوائل ۾ وديا وٺڻ لاءِ جرمنيءَ ويا هئا. جنگ جي زماني ۾ جرمن پرچار جي اثر هيٺ هو سخت قومي خيالن جا ٿي پيا ۽ جرمني سرڪار بہ کين گهڻي عزت ڏيڻ لڳي. هنن هڪ هند واسين جي ڪميٽي ناهي جنهن جرمن سرڪار سان هندوستان جي مڪمل آزادي نسبت عهدونامو ڪيو. قيصر هنن کي هندستاني سفير جو رتبو عطا ڪيو هو. جرمن سرڪار جي مراد هنن کي انگريزن جي خلاف ڪم آڻڻ جي هئي ۽ هنن جي مراد هندوستان کي جرمنيءَ جي مدد سان آزاد ڪرائڻ جي هئي. جيسين جنگ زور هئي تيسين هنن جو وڏو مان هو. جيتوڻيڪ هنن سان گهڻا نول هئا. جرمنيءَ جي شڪست بعد هنن جي ڏاڍي بري گتي ٿي چاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ جرمنيءَ ۾ بي روزگاري ۽ بک وڌيل هئي. هندوستان ۾ موٽڻ هنن لاءِ محال هو چاڪاڻ تہ پاسپورٽ ڪونہ هونِ ۽ انگريز سرڪار کي بہ سندن ڪارروائين جي جاڻ هئي. هٽلري راج بعد تڪليف ويتر وڌڻ لڳين چاڪاڻ تہ تازي سلطنت شاهيءَ جا حامي آهن ۽ اوائل ۾ انگريزن سان دوستي ڳنڍڻ تي گهريائون. البت انهن هند واسين ۾ پلاءِ جهڙا ڪي شخص ڪٽر قومي خيالن وارا هئڻ سبب نازين سان نهي ويا باقي ٻين سان جرمن پوليس پائي ڪنئي. پلاءِ تازو جرمنيءَ ۾ گذر ڪري ويو.

هند واسي انقلابي ۽ جلاوطن دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. ڪيترن جي هتي جي ماڻهن کي اصل جاڻ ڪانهي جيتوڻيڪ هو مادر وطن لاءِ پنهنجي عقل ۽ لياقت آهر ڪم ڪندا رهن ٿا. [illegible] شخص سان ملاقات ٿي آهي مون کي [illegible] ڪا خاص لياقت نہ هئي [illegible] ساڳيا خيال نٿو رکي سگهي. سدائين پير اصولن ۽ سڌانت ڦيرائي. ايم. اين. راءِ سان ماسڪو ۾ رڳو اڌ ڪلاڪ کن ملاقات ٿيم. هو قابل شخص آهي. ڪجهہ وقت کان روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان اختلاف ٿي پيا اٿس. هينئر ٽن سالن کان هندُوستان ۾ جيل اندر باند آهي. هيو شخص جنهن ۾ دماغي

لياقت ۽ قابليت آهي سو آهي وريندڙ ناٿ چتو پاڌيہ. چتو بلڪل هوشيار ۽ وڻندڙ ماڻهو آهي. حياتيءَ ۾ ڪيئي تڪليفون ڏنيون اٿس. ڪڏهن تہ ڪپڙا پُراڻا ۽ هڙ ۾ ويلي لاءِ ڏوڪڙ ڪونہ نهيس. مان جڏهن هئرو ۾ پڙهندو هوس تڏهن هندوستان ڇڏيو اٿس ۽ هينئر جيڪڏهن هتي موٽي اچي تہ جيڪر جهٽ ۾ هتي جي ماڻهن ۽ انهن جي روش مان بلڪل بيزار ٿي پوي. تنهن هوندي بہ هن کي وطن جي ڇڪ ٿئي ٿي ۽ مئزني جي لفظن ۾ جيڪڏهن چوان تہ وطن کان وڇڙڻ جي روحاني سلهہ کيس ڏارين ملڪن ۾ آرام ڪرڻ نٿي ڏي. پيا بہ ڪيئي انقلابي آهن جي سدائين انهيءَ اُڻ تُڻ ۾ آهن تہ هندوستان آزاد ڪيئن ڪجي. سندن زندگيءَ ۾ سک ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ انگريز سرڪار جي جاسوسن ۽ مفلسيءَ جي مٿن مهر لڳل آهي.



# هندوستان ۾ نفاق

مان سئٽزرلينڊ ۾ اچا پهتس مس تہ انگلنڊ ۾ جنرل اسٽرائيڪ شروع ٿي وئي. منهنجي همدردي اسٽرائيڪ وارن سان هئي، تنهنڪري جڏهن سندن شڪست جو ٻڌم تڏهن دل کي ڌڏڪو آيم. ڪن مهينن گذرڻ بعد جڏهن انگلنڊ ويس تہ اتي ڪاٽيون ڪوٽيندڙن جا زرد چهرا ۽ ڏٽڙيل جسم ڏسي مٽن ڪهل آيم. اسٽرائيڪ جو اثر اچا هلندڙ هو ڇاڪاڻ تہ لنڊن ۾ رات جو اڌ سوجهرو ۽ اڌ اونداهي هئي ۽ ڪورٽن ۾ اسٽرائيڪ ڪندڙن تي ڪيس پئي هليا. ڪورٽ ۾ ڏٺم تہ ٿي چار زالون ننڍين ٻارن سان رجوع ڪيون هئائون. ويچاريون ڳيوراڙيون مصيبت جون ماريل، بکن جون سٽيل ٿي ڏنيون ۽ سندن ٻالڪ بہ بلڪل ضعيف پئي لڳا. سندن چهرن تي هراس ڇانيل هو. هڪ طرف اسٽرائيڪ سبب اڻ هوند ۽ بک ۽ ٻئي طرف پوليس جي دٻاءَ سندن همت هاري ڇڏي هئي. هنن تي الزام هو تہ هنن ”ڪار منهن“ (Black legs) تي ٽولي پئي ڪئي ۽ ڪين ڪم تي چڙهڻ کان پئي روڪيو. انگلنڊ ۾ جتي پورهيتن جون زبردست جماعتون، اخبارون وغيره آهن اتي سندن هيءَ حالت ڏسي حيرت ورني ويم. مقدمو هلائيندڙ جج ڪاٽين جي مليڪت ۾ حصيدار هئا. جيڪڏهن انگلنڊ جهڙي ملڪ ۾ شاهوڪار پورهيتن سان اهڙي قسم جي روش هلي سگهن ٿا تہ خيال ڪريو هندوستان ۾ جتي پورهيتن جو نہ آهي اوهي نہ واهي، نہ جماعت نہ اخبار اتي ساٽن ڪهڙيون تعديون ٿينديون هونديون.

سئٽزرلينڊ ۾ هوس تہ اخبارن ۾ پڙهيم تہ پنڊت مدن موهن مالويہ ۽ لالا لجپت راءِ اسيمبليءَ جي چونڊن لاءِ نئين پارٽي ناهي آهي. خاص ڪري سوراج پارٽيءَ ۽ هن نئين پارٽيءَ وچ ۾ ڪشمڪش پئي هلي. ڪهڙا اصول ۽ آدرش هئا جنهن لاءِ ٻئي ڌريون ٿي وڙهيون تنهن جي پروڙ اچا ڪانہ پئي اٿم ۽ شايد ڪڏهن بہ نہ پونديم ڇاڪاڻ تہ هندوستان جي اسيمبلين ۾ جيڪي پارٽيون آهن تن جي وچ ۾ اصولي سنڌو آهي ئي ڪونہ يا آهي تہ اهڙو جهڙو مير ڪبڙ خان ۽ پير ڪانڌيري جي وچ ۾. هن نئين قومي پارٽيءَ ۾ رڳو اهي هندو ميمبر

هئا جي سوراج پارٽيءَ وارن کان وڌيڪ نرم خيالن جا هئا. هندو مهاسڀا سان گهاٽا تعلقات هئن. پنڊت مالويه جو اهڙي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ طبعي هو ڇاڪاڻ ته سندس خيال لبرل ۽ نرم اڳواڻن جهڙا هئا. مالويه منڊ کان اسهيوگ ۽ سول نافرماني وغيره جي مخالفت پئي ڪئي آهي پر ظاهري ريت ڪانگريس ترڪ نه ڪئي اٿس. ڇاڪاڻ ته ڪانگريس سان قديم ناتو ٽوڙڻ کان سندس دل ڪيٻائي ٿي. درحقيقت مهاتما جي رهبريءَ کان پوءِ ڪانگريس جي صورت اهڙي بدلجي وئي آهي جو ان کي اڳين ڪانگريس سان مشابهت ڏيڻ غلط آهي. هن ڪانگريس جي نيتي ۽ اصول ناهڻ ۾ مالويه جو هٿ ڪونهي ڇاڪاڻ ته هو ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ناهي. البت هندو مهاسڀا ۾ سندس گهڻي هلندي آهي. سندس خيال موجوده ڪانگريس کان گهڻو نرالا آهي ۽ خاص ڪري فرقيوار سوال تي ڪانگريس سان متڀيد اٿس. ڪيئي دفعا ڪانگريس جي مخالفت پڻ ڪئي اٿس پر جڏهن ملڪ ۾ تحريڪ زور ورتو آهي تڏهن سندس دلي همدردي ڪانگريسين سان پئي رهي آهي. انهيءَ سبب هن ڪيئي دفعا اهڙن ڪمن ۽ جماعتن ۾ بهرو پئي ورتو آهي جن جا اصول ۽ نيتي هڪ ٻئي خلاف آهن. قوميت هڪ گڏيل مربو آهي جنهن ۾ جدا خيالن، مطلبن، سڌانتن وارا ماڻهو شامل ٿي سگهن ٿا. مالويه قوميت جو حامي آهي يعني ته ڌارين جي هٿ مان حڪومت جون واڳون کسي هند واسين کي ڏيڻ جي فائدي ۾ آهي پر هو آرٿڪ ۽ پنگتي انقلاب جو سخت وروڌي آهي. هو راجائن، زميندارن، جاگيردارن، شاهوڪارن جو دوست ۽ رهبر آهي. سندس من اوڻويهين صديءَ جي قالب ۾ گهڙيل هئڻ سبب ويهين صديءَ جي انقلابي دنيا کي گرين، مِل، گلئڊسٽن، مارلي واري اک ۽ پراچين هندو سڀيتا ۽ منوسمرتي واري ٻُڌيءَ سان ڏسي ٿو. سماج ۾ زبردست ڦيرڦار آڻي قوم جي صورت ڦيرائي ڇڏڻ جو هو وروڌي آهي. تنهن هوندي به اڄڪلهه جي برقي فضا ۽ ماڻهن جي اندر ۾ خيال ۽ جذبي جي تک ۽ چڪ ڪيس پاڻ ڏانهن راغب ڪري ٿي جنهن سبب سندس رفتار ۽ گفتار ۾ ڪيئي اهڙيون ڳالهيون ڏسجن ٿيون جي هڪ ٻئي خلاف آهن. هو قديم زماني ۾ جائو ۽ پليو آهي ۽ ان مان هن پيرِ اوستا ۾ نڪرڻ سندس لاءِ مشڪل آهي. جوانيءَ کان وٺي ڪيئي ڪمن ۾ پاڻ موکيو اٿس. بنارس وشوويداليه سندس محنت جو نتيجو آهي. سندس موهيندڙ شخصيت، نرم دلي،

بلڪل اعليٰ درجي جي فصاحت ۽ سڀ کان وڌيڪ قلبي سچائي کيس هر دلعزيز بنايو آهي. هندن وٽ سندس وڏو مان آهي ۽ ڪيئي شخص ساڻس اختلاف رکندي به کيس عزت ۽ احترام ڏين ٿا. سندس آواز ۾ اثر آهي جنهنڪري ماڻهو باادب هن کي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪن ٿا پر افسوس سندس خيال ۽ ٻولي گذريل زماني جا آهن جي نڪي ماڻهو سمجهن ٿا ۽ نڪي ان تي عمل ڪرڻ جي خواهش اٿن. لالا لجپت راءِ نرالي نموني جو ماڻهو هو سندس خيال ڪانگريسين جي پيٽ ۾ نرم هئا ۽ فرقي پرستي ڏانهن به ڪي قدر مائل هو. ڏسجي ٿو ته مولوي عبيدالله ۽ ٻين کيس ذهن نشين ڪيو هو ته ڪانگريسي ڏارين ملڪن جي سياستدانن سان ڪي منصوبا سٽي رهيا آهن. انهيءَ زماني ۾ ڪابل ۾ ڪانگريس ڪميٽي برپا ڪئي وئي هئي جنهن تي کيس اجايا اچي شڪ گمان جاڳيا. مان ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري هوس، مون کي ڄاڻ آهي ته ڪانگريس ڪڏهن به غير هندي سياستدان سان منصوبا ڪونه سٽيا آهن. پر چونڊن وقت غلط فهميون ڦهلائڻ رواجي ڳالهه تي پئي آهي. مان جيترو چونڊن جي وقت ٿيندڙ پرچار ۽ ٻين ڪارنامن جو خيال ٿو ڪريان اوترو لوڪ شاهي مت جي خلاف اندر ۾ ڪٿ ٿو پوين.

شخصيتن کي جيڪڏهن نظرانداز ڪجي ته هن نئين پارٽيءَ جي نهڻ لاءِ ڪي ٻيا قوي سبب ڏسڻ ۾ ايندا. هڪ ته قومي تحريڪ ٻيهي وئي هئي ۽ ٻيو ته مدت کان هندو مسلم نفاق وڌي ويو هو. مسلمانن کي هندن جي اڪثريت جو ڊپ هو ۽ هندن کي مسلمانن جي غير مناسب روش تي خار هئا. مسلمان پنهنجون گهرون درجي بدرجي ويا پئي وڌائيندا ۽ سندن رُخ بلڪل نادري هو يعني ته سندن چوڻ هو ته گهرون قبول ڪريو ته واهه نه ته خير ڪونهي. هندن لاءِ خاص مشڪلات اها هئي ته جيڪڏهن سندن هڪڙيون گهرون قبول ٿي ڪيائون ته سرڪار کين سبز باغ ڏيکاري وڌيڪ لالچ ڏئي پنهنجي طرف ٿي ڪيو جنهن ڪري هندو مسلم مسئلو جيئن جو تيئن بنا حل ٿيڻ جي رهجي ٿي ويو. انهيءَ قسم جي روش مان سرڪار کي فائدو ۽ قوميت کي نقصان هو. هندوستان ۾ هندن جي اڪثريت برابر آهي پر بنگال، پنجاب، سنڌ، فرنٽيئر ۾ هندن جي اقليت آهي جنهن ڪري انهن پرڳڻن ۾ رهندڙ هندن کي مسلمانن مان اهڙو ئي خطرو آهي جهڙو مسلمانن

کي ٻين پرانتن ۾. حقيقت هيءَ آهي تہ سڄو معاملو وچولي درجي وارن پڙهيلن پنهنجي خود غرضيءَ يعني نوڪرين چاڪرين هٿ ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي. ساڻن شاهوڪار بہ شامل آهن ڇاڪاڻ تہ هنن کي ڊپ آهي تہ مبادا قوميت جي فتح ۽ ملڪ جي آزادي سندن حقن ۾ ڪتر وجهي.

سوراج پارٽي ڪانگريسين مان نرم خيال وارن جي ٺهيل هئي. هيءَ نئين مالويہ لجپت پارٽي تهائين وڌيڪ نرم هئي. نتيجو اهو ٿيو جو اسيمبليءَ ۾ وڏيرن، خانصاحبن، راءِ صاحبن، زميندارن ۽ شاهوڪارن جو عدد ۽ اثر وڌي ويو. انهن شخصن جي سياست فقط پنهنجي حقن ۽ فائدن جي حفاظت تائين محدود هئي. کين نڪي هئي ملڪي آزاديءَ جي اون نڪي غريبن جي پر گهور جو خيال.

1926ع جي پڇاڙيءَ ۾ سوامي شرڌانند جي شهادت ٿي. هو بيماريءَ جي حالت ۾ بستري داخل هو تہ هڪ مذهبي پاڳل گوليءَ سان سندس خون ڪيو. شرڌانند رواجي ماڻهو نہ هو. دهليءَ ۾ رولٽ ايڪٽ خلاف ميٽنگ ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ جڏهن گورڪا اُگهاڙيون سنگينون بندوق جي نوڪ تي جهلي ماڻهن مٿان جُلهہ ڪرڻ تي هئا تہ شرڌانند بنا هٽڪ ڇاتي اُگهاڙي ڪري، ماڻهن جي اڳيان وڌي، گوليءَ جو نشان بڻجڻ لاءِ سامهون ٿي بيٺو. هو بلڪل بي ڊپو هو ۽ شيِ ڪم لاءِ جان نثار ڪرڻ معمولي ڳالهہ سمجهندو هو. سندس تصوير اکين اڳيان پئي ڦري. قد بلند، شڪل شاهاڻي، لباس سنياسي هوس. ٻڍي اوستا ۾ بہ بُت سالم ۽ چيلهہ سڌي هيس، ۽ اکين ۾ نور ڀڪندو هوس پر ڪڏهن ڪڏهن ٻين جي بزدلي ۽ ڪم قوتي تي غصي ۽ حقارت سبب سرخي چڙهي ويندي هيس. شهادت کان آٺ سال اڳ جامع مسجد دهليءَ ۾ هندن مسلمانن اڳيان زبردست تقرير ڪئي هئائين ۽ جيئن ماڻهو "هندو مسلمان ڪي جيءِ" جا نعرا هڻندا ٻاهر نڪتا هئا تيئن کين گوليءَ جو نشانو بڻايو ويو هو. شرڌانند جي اثر هندو مسلم خون شهادت جي ميدان ۾ ملائي کين هڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر هينئر اهو ساڳيو محب وطن پنهنجي هم وطنيءَ هٿان قتل ڪيو ويو. خوني هڪ بلڪل معمولي شخص هو جنهن کي بهشت جا سبز باغ ڏيکاري گمراهہ ڪيو ويو هو. ڏوهہ انهيءَ ماڻهوءَ جو نہ هو پر انهن جي اهڙي قسم جا خوني خيال ڦهلائڻ لاءِ تلاهي آهن.



# مظلومن جي ڪانگريس

1926ع جي پڇاڙيءَ ۾ بروسيلس ۾ مظلومن جي ڪانگريس منعقد ٿي هئي. مان ڪانگريس طرفان عيوضي ٿي ويو هوس. چين، جاوا، هندو چين، فلسطين، شام، مصر، مشرق اقصيٰ، حبش، جنوبي ۽ مرڪزي آمريڪا وغيره مان عيوضي آيل هئا. چينين جا پاڻ ۾ اختلاف گهٽجي ئي هئا پر دنيا اڳيان يڪ مشت ٿي بيهڻ جو مثال پيش ڪرڻ لاءِ عيوضي مڪا هئائون. مرڪزي ۽ جنوبي آمريڪا کي يونائيٽيڊ اسٽيٽس خلاف شڪايت هئي ته واپار ۽ بئنڪن وغيره ذريعي سندن ملڪن ۾ قرلت لڳائي ڏني اٿائون. ڪيترا ڪميونسٽ خيالن جا ماڻهو به آيا هئا ۽ خود انگلنڊ جي گرم ڏُر وارن جا عيوضي به اُتي هئا. جرمن سرڪار جو ڪانگريس ڏانهن رُخ بلڪل سنو هو. ڇاڪاڻ ته جرمنيءَ کي نڪي هيون بينڪون ۽ نڪا هئي سلطنت، جنهن مان ٻين وانگر اجوڳ فائدو حاصل ڪري سگهي. انگلنڊ ۽ فرانس ۽ اٽليءَ جا حاڪم هن ڪانگريس جي سخت برخلاف هئا پر ڪجهه ڪري نٿي سگهيا. برلن هن وقت دنيا جي مظلومن جو مرڪز ٿي پئي هئي ۽ پئرس وانگر هر قسم جا انقلابي اتي اچي گڏ ٿيا هئا. ڪانگريس جي مراد هئي ته اهي مظلوم پاڻ ۾ گڏجي مشورو ڪري سلطنت شاهيءَ کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا واهه ڳولي لهن.

جارج لئنسبري کي ڪانگريس جو صدر ڪيو هئائون. هن جي تقرير ٻڌي حاضرين کي خوشي ٿي پر افسوس جو ٿورن مهينن بعد ليبر پارٽيءَ جي زور آڻڻ تي هن ڪانگريس مان استعيفيٰ ڏني. مون کي عجب لڳو ته ههڙن زبرست خيالن جو ماڻهو ڪمزور ٿي پارٽيءَ اڳيان سِر جهڪائڻ ڪيئن ٿو پسند ڪري، ڪانگريس ۾ ڪيئي اعليٰ درجي جا مشهور معروف شخص پڻ آيا هئا. آئن اسٽائين، مئڊم سنيت سين، رومين رولان ان ۾ چڱو ڀرو ورتو. ڪجهه وقت بعد آئن اسٽائين کي ڪانگريس جي فلسطين ۾ عرب

نواز پاليسي نہ وٺي جنهنڪري هو استعيفيٰ ڏئي ويو. مون لاءِ هي موقعو نعمت هو ڇاڪاڻ تہ مغرب جي پورهيتن جي ليڊرن سان مڪاميلو ٿيم. هن کان اڳ پورهيتن جي تحريڪ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي هيم پر شخصي ڏيٺ ويٺ نرالي ڳالهہ آهي. منهنجي همدردي ٽين سروديسڪ سڀا (Third inter-national) سان هئي. انگلنڊ جي ليبر پارٽي بہ سروديسڪ سڀا جي ميمبر آهي. سندن افعال اسان کان ڳجها ناهن. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪميونسٽ سياست ۾ للي چپي ڪانهي ۽ مڪاري ۽ حرفت بازيءَ کي پڻ پسند نٿو ڪيو وڃي. البت ڪميونسٽن جي ڳالهائڻ جو جهنگلي نمونو خواه مخواه جهڳڙا، بدڪلامي ۽ هرڪنهن غير ڪميونسٽيءَ مٿان ٿڪ لعنت جي عادت مون کي اصل پسند نہ هئي. مون کي خبر آهي تہ هو چوندا تہ اهو ڏوهہ منهنجي پرورش ۽ تربيت جو آهي جو سندن رفتار گفتار نٿي وڻيم. بيو تہ هو بلڪل طول طويل نهراءَ لکي ايندا هئا جي مون کي نہ وڻندا هئا. مان ائنگلو آمريڪين عيوضين وانگر ٽورن اڪرن ۾ پنهنجو مطلب سمجهائڻ جي فائدي ۾ هوس. مون ڏٺو تہ گهٽي گڙٻڙ بعد ڪنهن ناهہ تي ايندا هئاسون.

بروسيل ڪانگريس ڪري سلطنت شاهين ۾ اچي هراس پيو. هنن ڪيترا جاسوس ڏياري موڪليا جن مان ڪي تہ عيوضي بڻجي آيا. هڪ مزي جهڙو واقعو ياد اٿم. ڪانگريس مان موٽڻ بعد مان پئرس جي هڪ هوٽل ۾ هوس جتي منهنجو هڪ امريڪن جاٽو سُڃاڻو پڻ لٿل هو. هڪ دفعي سانجهين جو فرينچ پوليس جو هڪ جاسوس انهيءَ آمريڪن کان تحقيقات ڪرڻ لاءِ آيو. ڳالهين ڪندي ڪانئس پڇيائين "تون مون کي سُڃاڻين ٿو؟" آمريڪن گهٽي ڪوشش ڪئي پر سُڃاڻي نہ سگهيس. تنهن تي فرينچ جاسوس ياد ڏياريس تہ ڪيئن بروسيل ۾ ڪيس ننهن کان چوٽيءَ تائين تئي جي پٽ جهڙو ڪارو ڏٺو هئائين ۽ ڪيئن هو پاڻ کي حبشين جو عيوضي سڏائي رهيو هو. مون کي ٻڌي ڏاڍو عجب لڳو ڇاڪاڻ تہ اتي مان ڪيس سُڃاڻي نہ سگهيو هوس.

گذريل ڪن سالن ۾ مظلومن جي ڪانگريس جو رُخ وڌيڪ ڪميونسٽي ٿيندو ويو آهي. 1931ع تائين مان لکپڙهہ ذريعي ساڻن حال احوال ڏيندو وٺندو هوس، پر گانڌي- ارون ناهہ ٿيڻ تي ڪانگريس وارن کي

اهڙو غصو آيو جو هڪ ٺهراءُ پاس ڪري مون کي مظلومن جي ڪانگريس مان ڪڍي ڇڏيائون. سندن ڏوهه ناهي ڇاڪاڻ ته منهنجي روش ظاهري ريت تنبيهه جوڳي هئي. فقط هيءُ شڪايت اٿم ته نيڪالي ڏيڻ کان اڳ مون کان سمجهاڻي وٺڻ کپندي هئن.

1927ع جي وچ ڌاري بابي جو يورپ ۾ اچڻ ٿيو. ڪجهه وقت بعد بابو منهنجي زال، ننڍي ڀيڻ ۽ مان ماسڪو ڏسڻ وياسون. ماسڪو ۾ ٽن چئن ڏينهن کان وڌيڪ رهي نه سگهياسون پر انهيءَ ٿوري عرصي ۾ اسان تمام گهڻو پرايو. خود بابي جهڙو ماڻهو جنهن جي حياتي قانون جي پنيرائي ڪندي گذري هئي ۽ جنهن لاءِ ڪميونسٽي خيال هڪ قسم جي بدعت هئي سو پڻ اتي جي فضا ڏسي عجب ۾ پئجي ويو. افسوس جلد موٽڻ جي تڙ پيڙ سبب گهڻو وقت ماسڪو ۾ رهي نه سگهياسون پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته انهيءَ نئين روس جو ڪجهه اثر منهنجي دماغ تي رهجي ويو آهي.

بابي کي پروي ڪائونسل اڳيان لنڊن ۾ هڪ ڪيس هلائڻو هو. انهيءَ ڪيس ۾ سرجان سائمن ساٿي هوس. ڪيس کان ٿورو اڳ سر سائمن کي رايل ڪميشن جو صدر مقرر ڪيو هئائون. هڪ دفعي سر سائمن جي چوڻ تي بابو مون کي وٽس وٺي هليو هو. اسان کي يورپ ۾ پوڻا ٻه سال ٿي ويا هئا سو مون کي هندوستان ۾ موٽي اچڻ جي اُڻ تُڻ لڳي. ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ٻه مهيني کن اندر ٿيڻو هو سو بابي کان سواءِ باقي ٻيا وطن موٽي آياسون. بابو ٿي مهينا پوءِ به انگلنڊ ۾ رهيو پيو هو.



# يورپ مان واپس

يورپ مان موٽڻ بعد منهنجي جسماني توڙي دماغي صحت سڌريل هئي. منهنجي زال جي تندرستي بہ گهڻو بهتر هئي جنهن ڪري آءٌ بي فڪر ٿي قومي ڪم ڪي لڳي ويس. يورپ ۾ اڀياس جو چڱو موقعو مليو هوم جنهنڪري منهنجي فڪري دنيا وڌيڪ ڪشادي ٿي پئي هئي ۽ حالتن کي وڌيڪ صحيح ۽ عملي نموني سمجهڻ جي سوجهي پيدا ٿي هيم. مون ڏٺو تہ جيسين پنگتي ۽ اقتصادي آزادي يعني تہ ساميہ وادي سرشتو جاري نہ ڪيو ويو آهي، تيسين فقط سياسي آزادي يا سوراج مان گهڻو نہ ورندو. البت سوراج هڪ اوائلي ۽ بلڪل ضروري ڏاڪو آهي جنهن بنا ساميہ واديا مالي مساوات آڻڻ محال آهي. جنگ کان ڏهاڪو سال پوءِ يورپ ۾ ظاهري صلح سانت هو پر اندران ئي اندران اهڙيون شڪتيون ڪم ڪري رهيون هيون جي دنيا ۾ زلزلا ۽ انقلاب آڻي ٿي سگهيون. مون کي دنيا جو آئينده سخت ڪشمڪش ۽ جدوجهد سان ڀريل ڏسڻ ۾ پئي آيو. هندوستان کي انهيءَ طوفاني زماني لاءِ تيار ڪرڻ مون پنهنجو فرض سمجهيو. پهرين تہ سوراج جي معنيٰ صاف ۽ چٽيءَ ريت مڪمل سياسي آزادي ڄاڻائڻ ۽ اهڙي قسم جو پرستاو ڪانگريس کان پاس ڪرائڻ ضروري هو. مون کي ڄاڻ هئي تہ ڪانگريس هڪ قومي سياسي جماعت آهي جا اقتصادي ۽ اجتماعي معاملن ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ نہ ڪندي پر ڪانگريس کان ٻاهر ڪيئي نوجوان، پورهيت وديارٿي ۽ انهن جون سنستائون آهن جن دواران سماجڪ انقلاب ۽ سوشلزم جا خيال ڦهلائي سگهجن ٿا. منهنجي مرضي هئي تہ ڪانگريس ۾ سيڪريٽريءَ جو عهدو ترڪ ڪري ملڪ ۾ گهڙي پوان ۽ اهڙي قسم جي انقلابي خيالن جو پرچار ڪريان پر مدراس ڪانگريس تي اچڻ سان حالتون ئي ڦري ويون. هن ڪانگريس ۾ مون کي نهراءَ پيش ڪرڻ جو خيال ڪيو هو جن ۾ مڪمل آزادي، سلطنت شاهيءَ خلاف ليگ سان سهڪار، جنگ جي خطري وغيره نسبت کي پرستاو هئا.

مون کي انهن جي پاس ٿيڻ جي گهٽي اُميد نہ هئي پر جڏهن اهي يڪراءِ بحال ٿيندا ڏٺم تہ منهنجي حيرت جي حد نہ رهي. مائي ائني بيسنٽ مڪمل آزاديءَ جي پنيرائي ڪئي. نهراءَ تہ پاس ٿي ويا پر منهنجي اندر ۾ گمان رهجي ويو تہ هرڪنهن انهن نهرائن جو مطلب پنهنجي نموني ڪڍيو آهي. هو بہ ائين چاڪاڻ تہ ٿوروئي پوءِ مڪمل آزاديءَ جي پرستاو تي اخبارن ۾ وڏا بحث شروع ٿي ويا. مهاتما مدراس ڪانگريس ۾ حاضر هو پر سوراج پارٽيءَ جي زور ۾ اچڻ کان پوءِ هو ڪانگريس ۾ سڌو بهرو نہ ونندو هو. سانس صلاح مصلحت ڪبي هئي پر ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر نہ هئڻ سبب ڪانگريس جي نيتي ناهڻ ۾ سندس هٿ ڪونہ هو. بابو هو ولايت جنهن ڪري مون کي پنهنجي خيالن جي اشاعت لاءِ چڙواڳ ملي وئي. ڪانگريس ۾ آيل عيوضين کي انهن خيالن سان همدردي هئي پر انهن جو عمل ۾ اچڻ حال في الحال غير ممڪن سمجهي پرستاو ڪٽي پاس ڪيائون. ڪن تہ ووٽ انهيءَ ڪري ڏنو جو سمجهيائون تہ اهڙن انقلابي خيالن سان پچڻ جو سولو رستو آهي، ڪنڌ ڌوڻ ڪري ڳالهہ ٽاري ڇڏڻ. بيا وري انهيءَ خيال جا هئا تہ اهڙي قسم جي نهرائن پاس ڪرڻ سان اسين دنيا اڳيان وڏيڪ سڌريل ۽ ترقي ڪيل ڏسڻ ۾ ايندا سون. اهوئي سبب هو جو انهيءَ ساڳي اجلاس ۾ هندوستان جي آئين ناهڻ لاءِ سيني پارٽين جي گڏيل ڪانفرنس گهرائڻ جو نهراءُ پاس ٿيو. مون کي اچي ڊپ لڳو تہ متان اها ڪانفرنس مڪمل آزاديءَ جو مقصد ڇڏي وري بيٺڪن جهڙي خود حڪومت جي گهر ڪري، سو ايندڙ سال لاءِ سيڪريٽري ٿيڻ قبوليم. ڊاڪٽر انصاريءَ بہ مون تي زور آندو ۽ چيائين تہ جيڪڏهن هي نوان نهراءَ عمل ۾ آڻڻ جي مرضي اٿئي تہ هي عهدو نہ ڇڏ. ڊاڪٽر انصاري جي صلاح نہ مڃڻ مون لاءِ مشڪل هئي چاڪاڻ تہ منهنجو سانس بلڪل گهرو دوستيءَ جو رستو هو ۽ بيو تہ ايندڙ سال لاءِ هو ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو هو.

مدراس ڪانگريس جو اجلاس ختم ٿيو ئي مس تہ متان حڪيم اجمل خان جي وفات جي خبر آئي. هو ڪانگريس جو صدر ٿي رهيو هو ۽ قوم جي بزرگ مدبرن مان هڪ هو. سندس زندگي قديم زماني جي اخلاق ۽ آداب سان معطر هئي ۽ سندس هلٽي چلٽي ۾ مغل دربار جي اميرن ۽ سردارن جو رنگ ڍنگ هو. مغل شهزادن جهڙي شڪل ۽ رهڻي هيس. سندس هستيءَ مان

ڪانگريس کي وڏو فائدو هو ڇاڪاڻ تہ ان ذريعي نئين قوميت جا پراڻي تهذيب سان ۽ جوانن جا پير مردن سان تعلقات ڳنڍيا ٿي. حڪيم اجمل خان کي هندو مسلمان ٻئي قرب ۽ عزت ڏيندا هئا جنهن ڪري هو ڪانگريس اندر هندو مسلم اتحاد جو پيلپائو ٻڌجي پيو هو. ڪانگريس ۾ مهاتما حڪيم اجمل خان کي هندو مسلم معاملن ۾ قطعي اختياري ڏئي ڇڏي هئي تنهن ڪري جيڪو فيصلو هو ڪندو هو سو ڪانگريس جو فيصلو ليکيو ويندو هو. بابي سان بہ ياراڻي هيس. هو حاذق حڪيم هو جنهن ڪري پنهنجي ڌنڌي مان مٿي ڪنهڻ جي فرصت نہ هوندي هيس تنهن هوندي بہ ڀهرين توجہ قومي ڪم کي ڏيندو هو. ڊاڪٽر انصاريءَ سان اهڙي دوستي هوندي هيس جو قديم تهذيب ۽ اخلاق جو پابند هوندي بہ سندس چوڻ تي ڪانگريس ۾ داخل ٿيو ۽ آخري دم تائين قومي آزاديءَ جي تحرڪ سان وفادار رهيو.

بابي ۽ حڪيم صاحب جي پاڻ ۾ خاص ياراڻي هوندي هئي ۽ هڪ ٻئي کي ياءُ جي خطاب سان لکندا هئا. پاڻ ۾ ڪي جهونا خانداني تعلقات ڳولي ڪڍيا هئائون. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ مغل دهليءَ ۾ رهڻ سبب ڪشميري پنڊتن تي ايراني تهذيب جو اثر پيو هو. اڄ بہ اسان وٽ تيج بهادر ساپرو ۽ راجا نريندر ناٿ جهڙا پارسيءَ ۾ ماهر موجود آهن. ڪشميري پنڊت جتي وڃن اُتي جي رهڻي ڪرڻي اختيار ڪن. منجهن اها ڏات آهي. انگريزن جي اچڻ کان پوءِ يورپي اثر گرهڻ ڪيا اٿن جنهنڪري هندوستان اندر ترقي ڪيل فرقن ۾ شمارجي سگهن ٿا. ڪيترا هندو سيائي مون کي ايراني تهذيب جي پيدائش سمجهن ٿا پر حقيقت هيءَ آهي تہ مون کي پارسي ٻولي اصل ڪانہ ايندي آهي. مان ڪهڙي سڀيتا يا تهذيب جي اثر هيٺ آيو آهيان سو چوڻ مشڪ آهي ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن مون ۾ ڪا سڀيتا يا تهذيب آهي تہ ان تي ڪنهن خاص ملڪ جو ٺپو لڳائي نٿو سگهجي. البت ائين آهي تہ بابي تي ايراني تهذيب جو اثر هو ۽ اهڙي ڪٽنب ۾ رهڻ سبب ننڍپڻ کان انهيءَ تهذيب جا اثر پيدا هجنم.

حڪيم اجمل خان جي گهر ۾ سخت پردي جو رواج هوندو هو پر تنهن هوندي بہ هو پردي جي مخالفت ڪندو هو. چوندو هو تہ جنهن ملڪ جون زالون آزاد ناهن سو ڪڏهن ترقي ڪري نہ سگهندو. هو ترڪي زالن کي ڏاڍو ساراهيندو هو ۽ سندس خيال هو تہ ڪمال پاشا جي ڪاميابي آزاد

ترڪي زالن جي امداد جو نتيجو آهي. جيڪڏهن هو بہ هتي جي زالن وانگر برقعن ۽ حويلين جي ديوارن اندر بندجي ويهن ها تہ ترڪي نڪي آزاد ٿي سگهي ها ۽ نڪي ٿوري وقت اندر ايڏي ترقي ڪري ها.

1928ع جي زماني ۾ هندوستان اندر حياتيءَ جا نوان آثار پئي بکيا. 1921ع جي اسهيوگ آندولن جا ڌڪ ۽ ڦٽ ميٽجي ويا هئا، جنهن سبب پورهيتن، جوانن، هارين، وديارٿين وغيره ۾ جاڳرتا ڏسڻ ۾ ٿي آئي. مزورن جون جماعتون ڪي قدر زور پريون ٿيون هيون ۽ استرائيڪون بہ عام جام پئي ٿيون. رڳو اها بدبختي هئي جو مزورن جا اڳواڻ پاڻ ۾ نٽي نهيا جنهن ڪري منڍ کان وٺي نرم ۽ گرم جماعتون ٺهي پيون هيون. گرم جماعت وارا کليو کلايو ڪميونسٽي پرچار ڪري رهيا هئا ۽ نرم ڏر وارن فقط ڪن سڌارن لاءِ پاڻ پئي پتوڙيو. انهن ٻن ڌرين وچ ۾ ڪيتي اهڙا شخص هئا جن کي ساميوادي خيال هوندي بہ انهن هڪ پئي سان وڙهندڙ ڌرين ۾ شامل ٿيڻ کان عار هو. هارين ۾ بي آرامي پئي ڏٺي. گذيل پرانتن ۾ هارين کي موروثي حق تہ مليا پر ان مان جيڪي اُميدون رکيون ويون هيون سي برثواب نہ ٿيون جنهن ڪري نئين سرهاري حقدار جو نعرو بلند ٿيو. گجرات ۾ ننيا ڪاتيدار گهٽا آهن سو سرڪار جي ڍل وڌائڻ تي ستياگرهہ شروع ٿي ويو. ولب ڀائي پٽيل انهيءَ هلچل جو اڳواڻ هو. سندس رهبريءَ هيٺ باردولي جي ستياگرهين جي قربانيون ڪري ڏيکاريون تن ماڻهن جون ڏنديون آڱريون ڏياري ڇڏيون. انهيءَ ستياگرهہ ۾ هارين کي سوڀ نصيب ٿي ۽ سڄي هندوستان ۾ ڪيتي ڪندڙن ۾ نئين جان آئي ۽ قوت جو احساس پيدا ٿيو. هن سال ۾ نوجوانن جي تحريڪ بہ زور ورتو. سڄي ملڪ اندر نوجوانن ۽ وديارٿين جون ڪيئي جماعتون ٺهي ويون جتي سماجڪ، آرٿڪ ۽ راجنيتڪ مسئلن تي تکا ۽ چتا بحث ٿيڻ لڳا. جوانن جو لاڙو گهڻو ڪري انقلابي خيالن ڏانهن هو جنهن ڪري ملڪ جي موجوده سرشتي نيتي ۽ رواج کي ڊاهي ان جي جڳهه تي نئون نظام جاري ڪرڻ لاءِ تجويزون سوچڻ لڳا.

[illegible] سائمن ڪميشن جي بهشڪار بلڪل ڪامياب ٿيو. جتي ڪميشن ٿي وئي اتي "سائمن گو بئڪ" جي صدا بلند هئي. ويچارن ميمبرن سان اهڙي ويڌن ٿي جو دهليءَ ۾ رات جو پريان پراڻن قلعن مان گدڙن جي ڪوڪن تي ڇرڪ پري اُٿندا هئا ۽ سمجهندا هئا تہ "ڪارا لوڪ" جهنڊا کڻي ڪين هڪالي ڪڍڻ آيا آهن.

آل پارٽيز ڪانفرنس لاءِ ڪانسٽيٽيوشن ناهڻ آسان هو پر جدا جدا طبقن جا ڪٽر عيوضي ان ۾ هئڻ سبب فرقيوار مسئلو حل ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. گهڻي ڪوشش بعد ناهه ٺيڙ ٿي هو پر پنجاب ۾ هندو- سک- مسلم جي ٽه طرفي ڇڪتاڻ قصو ڏانواڏول ڪري وڌو. اسان ۽ نرمن وچ ۾ بينڪي راج ۽ مڪمل آزاديءَ جي سوال تي ڪشمڪش پئي هلي. بابو بينڪي راج جي فائدي ۾ هو ۽ گهڻائي به سندس خيال وارن جي هئي. تنهنڪري اسان پنهنجو اعتراض لکت ۾ پيش ڪيو جنهن ۾ ڄاڻايوسون ته اسين بينڪي راج جي فائدي ۾ ناهيون ۽ مڪمل آزادي چاهيون ٿا پر ڪانفرنس جي ڪم ۾ رنڊڪ نه وجهنداسون. اسين ڪانفرنس مان گهڻين ڇڏي وڃون ها پر ان وقت هندو مسلم ناهه جو امڪان ڏسي قطع تعلقات ڪرڻ واجب نه سمجهيوسون. منهنجي حالت ته ٻنهه عجيب هئي. مان ڪاغذي ٺهرائن ۽ آئين سازيءَ خلاف آهيان ڇاڪاڻ ته هي معاملو طاقت هٿ ڪرڻ جو آهي جا رڳو آئين سازيءَ مان ملي ڪانه پوندي پر عجب ته ساڳئي وقت مان ڪانگريس جو سيڪريٽري هوس جنهن ڪري لکڻ جو ڪم سڄو مون تي پيو. لاچار مرضيءَ خلاف پئي وهيس. هڪ دفعي ته استعيفيٰ به ڏنم جنهن ۾ ڄاڻايم ته مان مڪمل آزاديءَ لاءِ جاري ڪيل سيا جو پايو وجهندڙن مان ٿي ڪري بينڪي راج جي فائدي ۾ ڪم ڪندڙ سيا سان سهڪار نٿو ڪري سگهان ۽ ٻيو ته اوڌ جي زميندارن جي چرچ تي جي ملڪيت ۽ زمين جي بچاءَ لاءِ بنيادي حق آئين ۾ داخل ڪيا ويا آهن تن جي سخت برخلاف آهيان. انهيءَ ۾ شڪ نه هو ته آل پارٽيز وارو آئين سڄو ملڪيت جي اصول تي ٻڌل هو پر جاگيردارن ۽ زميندارن کي زمين تي بنيادي حق ڏئي ڇڏڻ اهڙو قبيح فعل هو جو مون لاءِ اهڙي ڪانفرنس جو ميمبر ٿي رهڻ اخلاقي گناهه سمان هو. پر هي چوڻ ته تون ڀلي پنهنجي مڪمل آزاد جماعت خلاف ۾ ڪهڙي به قسم جا خيال ڪانفرنس اندر يا ٻاهر ظاهر ڪر پر هن ڪانفرنس جو سيڪريٽري ضرور ٿي رهه مون کي پنهنجي ڪليڪٽريءَ ۾ ڪمزوريءَ تي ارمان آهي ڇاڪاڻ ته مون گهڻن ئي موقعن تي استعيفائون ڏنيون آهن جي ٻين جي زور آڻڻ تي لاچار ڪڍائي ورتيون اٿم.

مون مٿي ڏيکاريو آهي ته سائمن ڪميشن کي جتي ڪٿي "گو بئڪ" جا آواز ٻڌڻا ٿي پيا پر سواءِ نعرن ۽ ڪارن جهنڊن جي ٿي به خون خرابي يا فساد ڪونه ٿيا هئا. لاهور جي ڪانگريس ڪميٽيءَ به اهڙي قسم جي مظاهري جو

بندوبست ڪيو هو. پنجاب پوليس ڪي اها ڳالهہ نہ وڻي سو وٺي لٺين سان مارڪٽ شروع ڪيائون. ماڻهن جي اڳ ۾ ڪو لالا لجپت راءِ بيٺو هو سو هڪ انگريزي عملدار هن ڪي بہ ڌڪ وهائي ڪڍيا. لالا جيءَ کي دل جي بيماري هوندي هئي سو هن ٻڍي اوستا ۾ چاتيءَ تي ڌڪ سهي نہ سگهيو ۽ ڪن ڏينهن کان پوءِ اسپتال ۾ گذر ڪري ويو. سندس ديهانت ڌڪن سبب نہ ٿيو پر ڌڪن ڪري جو سندس دل کي ڌڌڪو آيو تنهن سندس پڇاڙي ويجهي آندي جيڪڏهن سندس عيوض ڪو جوان هجي ها تہ ڌڪن جو اثر ايڏو نہ ٿي ها. لالا جي اثر پذير انسان هو جنهن ڪري هو پنهنجي بي عزتي ملڪ جي بي عزتي سمجهڻ لڳو. هو بہ ائين. جيڪڏهن لالا جيءَ جهڙن بزرگ مدبرن ۽ قوم جي رهبرن کي لٺيون هڻي سگهجن ٿيون تہ باقي قوم جي عزت ڇا ۾ رهي؟ سڄي ملڪ ۾ جوش ۽ ڪاوڙ جي لهر ڇانئجي وئي ۽ نئين سر سرڪاري عملدار ۽ انگريزن تي خوني حملا ٿيڻ لڳا. پستول ۽ بم ۾ اعتقاد رکندڙ گذريل ٽيهن سالن ۾ ور ور ڏئي پئي پيدا ٿيا آهن پر مهاتما جي هلچل بعد نوجوانن جو انهيءَ مان اعتقاد نڪري ويو آهي. هينئر هو سمجهن ٿا تہ ڪن عملدارن کي خون ڪرڻ سان ملڪ آزاد ڪونہ ٿي پوندو. ازانسواءِ بم ۽ پستول قومي آزاديءَ لاءِ تحريڪ جو اوائلي روپ آهي. رفتہ رفتہ جيئن وڏيون جماعتون اعليٰ پيماني ؔتي تحريڪ هلائي سگهن ٿيون تيئن ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن جي تن تنها ڪوشش مان وشواس نڪرندو وڃي ٿو. هندوستان جا هاڻوڪا جوان انهن ريل ڇيل خونن ۾ وشواس رکندڙ ناهن جيتوڻيڪ هو انهيءَ وقت جا خواب پيا لهن جڏهن ٻين ملڪن جي جوانن وانگر هو بہ سر ترڻيءَ تي کڻي مرڻ مارڻ لاءِ سنيري نڪرندا. آئينده ۾ ڇا ٿيندو سو هينئر چوڻ مشڪل آهي پر فعلاً اهڙي قسم جا خيال هڪ قسم جي دماغي تفريح جاڻڻ گهرجي. خير: لالا جي کي ڌڪن لڳڻ سبب ملڪ ۾ اهڙو تہ جوش ڦهلجي ويو جو بم ۽ پستول جا نڪاءَ نہ رڳو نئين سر ٻڏڻ ۾ آيا پر ڪليو ڪلايو لوڪ انهن سان همدردي ظاهر ڪرڻ لڳا. ڀڳت سنگهہ لاءِ جيڪا ملڪ ۾ شهرت ۽ محبت جي فضا ڏسڻ ۾ آئي تنهن جو ڪارڻ بم ۽ پستول ۾ عقيدو نہ هو پر لالا جي زخمن جو انگريزن کان بدلو چڪائڻ. قوم کي خوشي ٿي تہ ملڪ ۾ اهڙا نوجوان آهن جي قوم جي عزت خاطر سر ترڻيءَ تي کنيو پيا گهمن.



# لئين جو وسڪارو

لالا لجپت راءِ تي لٺين جي وسڪاري ٿيڻ بعد ملڪ ۾ سائمن ڪميشن خلاف مظاهرا پاڻ زور شور سان ٿيڻ لڳا. ڪميشن جي لکنؤ ۾ اچڻ کان اڳ اتي سرگسن، مظاهرن، ميڙن جو وڏي پيماني تي بندوبست ڪيو ويو هو. مان بہ لکنؤ اچي نڪتس. ڪانگريس جون تياريون ڏسي سرڪار سرگس ڪيڻ تي بندش وڌي پر اسين سورهن چٽن جون ننڍيون ٽوليون ٺاهي شهر جي ٻاهرين رستن تان مارچ ڪري هڪ ميدان تي گڏجڻ لاءِ اُسهياسون. اجا ڪجهہ پنڌ مس ڪيوسون تہ سامهون بہ تي درجن گهوڙي سوارن جو اٽالو اسان مٿان ڪاهيندو آيو. ڪن ٿي ڪانہ گذري تہ اسان مٿان ڏنڊن جو وسڪارو شروع ٿي ويو جنهن ڪري والنٽيئر خودبخود ٽڙي پکڙي ويا. مون پاڻ کي رستي جي وچ ۾ بيٺل ڏٺو. مان انهيءَ اڻ ٽڻ ۾ هوس تہ پيجي پاسو ڪريان يا اُتي جو اُتي کپ کوڙي بيهان تہ پنيان هڪ گهوڙي سوار ڏنڊو ڦيرائيندو مٿان اچي ڪڙڪيو ۽ بہ ٽي ڏڪ پٺن وارا وهائي ڪيڏيائين. سندس اچڻ کان اڳ ۽ ڏڪن لڳڻ کان پوءِ مان پيجي پاسو ڪري سگهيان ها پر سؤمان اجازت نٿي ڏني. ڏڪن لڳڻ سان سڄي بُت مان سيسرات نڪري ويو پر مان ساڳئي هنڌ بيٺو رهيس. اسان جي پنيان گووند ولڀ پنت جو جٿو هو جنهن سان بہ ساڳي ڪار ٿي. ٿوري وقت بعد سرڪاري وڏا عملدار اچي ويا ۽ گهوڙي سوارن کي رستي جي آرپار قطار ڪري بيهاريائون. اسين بہ سندن سامهون قطارون ٻڌي ويهي رهياسون. شهر جا ماڻهو خبر ٻُڌڻ سان اچي ڪنا ٿيا. سرڪار لاچار اسان کي پنهنجو رستو وٺي وڃڻ جي موڪل ڏني. اسان نئين سر جٿا ٺاهي، جهنڊا کڻي نڪتاسون ۽ گهوڙي سوار اسان جي اڳيان رستو صفا ڪندا هليا.

ٻئي ڏينهن تي سائمن ڪميشن اچڻي هئي. لکنؤ ۾ لٺين جي وسڪاري جي خبر بابي کي پئجي چڪي هئي سو مون انهيءَ ڏينهن سانجهين جو

دلداري ڏيڻ لاءِ ڪيس ٽيليفون تي چيو تہ مان نوبنو آهيان. پر هن ڪي تسڪين نہ آئي سو آڏيءَ رات جو موٽر ۾ الهہ آباد مان نڪتو ۽ صبح جو پنجين بجي لکنؤ ۾ اچي سهڙيو. ٻئي ڏينهن تي سڄو شهر اسٽيشن تي اچي پلٽيو. هن سرڪس ۾ ماڻهن جو ڪاٽو ئي ڪونہ هو. مان بہ انهيءَ سرڪس ۾ هوس. اسين اسٽيشن جي پرسان وڏي ميدان تي قطارون ٻڌي رستي جي پر ۾ بيهي وياسون. اسان اڳيان رستي تي سولجر ۽ عملدار گهوڙي سوار ۽ پيادا هئا. شهر جا ماڻهو بہ پنئين ميدان تي ٽولا ناهي پئي آيا. اوچتو ئي اوچتو اسان ڏٺو تہ ميدان طرف گهوڙي سوارن جو شاهي ڪٽڪ ڌوڪ ڌوڪ ڪندو، ڏنڊن سان ماڻهن جون کوپريون ۽ هڏا ڀڃندو جوان ٻڍا گهوڙن جي سنبن هيٺان لتاڙيندو پيو اچي. عين جنگ جي ميدان وانگر گهوڙن جي ڌوڪ ڌوڪ، سوارن جي سٽ ڪٽ، زخمين جون دانهون ۽ ڪيڪرات؛ ڪي اونڌا پٽ تي پيل، ڪي گوڏن ڀر، ڪن جي مٿي مان رت، ڪن جي ڇاتيءَ تي گهاوَ ڏسڻ ۾ آيا. نظارو ڏسڻ وٽان هو پر اک ڇنڀ ۾ ڪٽڪ اسان مٿي اچي ڪڙڪيو. ڏنوسون تہ گهوڙا نرا ڪٽي اسان مٿان بيٺا آهن ۽ لٺين، ڏنڊن سان سٽ ڪٽ لڳي وئي آهي. مون کي پنهنجي ۽ ٻين جي سرت نہ رهي. رڳو ايترو ياد اٿم تہ هن دفعي بلڪل سخت وحشي نموني مارڪُٽ ڪئي وئي. ڌڪن لڳڻ سان مون ۾ ايڏو تہ جوش آيو جو اوڏي مهل پوليس عملدار کي گهوڙي تان ڪيرائي، سندس جڳهہ تي ٽپ ڏئي چڙهڻ جو خيال آيم. ائين ڪرڻ بلڪل آسان هو. اسين ايترا هئاسون جو پوليس وارا اسان سان هرگز پُڄي نہ سگهن ها. پر ان بعد گولين سان ماڻهن جي ڪوس جو خيال ڪري پاڻ روڪي ڇڏيوسون. مون کي پنهنجي قطار ڀڄندي ڏسي ارمان ٿيو ۽ نيٺ اڪيلو ئي اڪيلو رهجي ويس. خوب ڌڪ لڳا هيم پر پاسو ڪري وڃڻ گيدپڻو سمجهيم. ايتري ۾ پنيان ئي پنيان رفيق مون کي ڪٽي اُتي پڳا ۽ انهيءَ نموني منهنجي جان بچائي ورتائون.

انهيءَ وچ ۾ سؤ قدم پنيرو والنٽيئر نئين قطار ناهي بيٺا ۽ گهوڙي سوار سندن اڳيان بيهي ويا. سائمن کي هن طرف اچڻ جي جرئت نہ ٿي سو اسٽيشن جي پنيان ئي پنيان کسڪي ويو پر اتي بہ ڪارا جهنڊا ۽ "سائمن گو بئڪ" جا آواز ٻڌڻا پيس.

اسان مان ڪيترن کي سخت زخم رسيا هئا. گووند ولڀ پنت منهنجي پر ۾ بيٺو هو. هو مڙس آهي قداور ۽ بت ۾ پريل، سو چوٽون به ڪي اهڙيون لڳس جو اج تائين ساڄو نه ٿيو آهي. مون کي به ڦٽن ۽ ڌڪن جا نشان هئا جي ڪجهه وقت بعد ڇٽي ويا جنهن ڪري ماڻ پاڻ کي وڏيڪ پڪي هانيءَ جو سمجهڻ لڳس. پوليس وارن مان خاص ڪري يورپي سارجنٽن ۽ عملدارن جا مُنهن ڏسڻ وٽان هئا. سندن اکين مان رت پئي ڇٽيو ۽ مُنهن مان ڌڪار پئي بکين. منجهن ذرو به انسانيت جو مادو ڏسڻ ۾ نٿي آيو. شايد اوڏي مهل اسان جون شڪليون به اهڙيون هيون. مون کي اها خاطري آهي ته اُن وقت اسان جي دلين ۾ هنن لاءِ اهنسا ۽ پريم وغيره وغيره ڪونه هو. اسان جا ديسي پوليس وارا انهن انگريزن جهڙا ڪنور ڪونه هئا جنهن ڪري هلڪا ڌڪ هٿي ماٺهن کي پاسي ٿي ڪيائون. پوليس وارن ۽ اسان وچ ۾ ڪا دشمني ڪانه هئي پر اسين جدا شڪتين جا عيوضي هئاسون. شڪتين جي مدت کان هڪ ٻئي خلاف وڙهي رهيون آهن. ويڙهه وقت رت گرم هئڻ سبب اڳي پيڇي جو خيال گم ٿي ويچيٿو پر هينئر پاڻ کا پيا پڇون ته اهي ڌڪ ۽ ڦٽ ڇا لاءِ؟ انهن مان ڪو ڪٽ تيل به نڪرندو؟



# ٽريڊ يونين ڪانگريس

ڪانگريس سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مون موجب واجب سمجهيو تہ سياسي مڪمل آزاديءَ ۽ سماجڪ انقلاب جا خيال ملڪ ۾ ڦهلايان. ڪانگريس ۾ پورن سوراج جي پرستاو پاس ڪرائڻ لاءِ مان تلاهي هوس تنهن ڪري ان لاءِ پرچار ڪرڻ مون لاءِ اخلاقي فرض هو. ازانسواءِ ڪانگريس جو زور فقط قوميت جي اصول تي هو جنهنڪري تقريرن ۾ پراچين سڀيتا جي خوبين، ڌارين جي راج مان نقصان، قوم جي مفلسي ۽ ذلت وغيره تي زور ڏنو ويندو هو ۽ ماڻهن کي هدايت ڪئي ويندي هئي تہ هندوستان جي شان برقرار رکڻ لاءِ سياسي آزادي هٿ ڪرڻ ضروري آهي. مون کي تہ هن يا ٻي ڪنهن بہ ملڪ جي پراچين سڀيتا لاءِ گهٽي عزت ناهي پر تنهن هوندي بہ عام ماڻهن تي اهڙي قسم جا خام خيال گهرو اثر ڪندا هئا. ڪانگريسي بہ بلڪل تنگدل، ڪوتاهہ عقل، ڪٽر قومي هئا پر ماتر ڀوميءَ جي شيوا ۽ وطن جي خدمت تي بار بار ساڳيون تقريرون ڪرڻ سان انهن مان رس چس نڪري ويو هو. تنهنڪري مون پورن سوراج، سماجڪ آزادي ۽ ساميہ واد تي وياکڻ ڏيڻ شروع ڪيا. خاص ڪري ڪانگريسين کي قوميت جو تنگ دائري مان ڪڍي ساميہ واد جو وشال درشيہ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪيم. ڪيئي ڪانفرنسن، نوجوان ۽ وديارٿي جماعتن، پورهيتن هارين اڳيان اهي تقريرون ڪيون هوندم. مون ور ور ڏئي ماڻهن کي پڪي چتايو آهي تہ قوميت جو اُمنگ خاصو آهي پر رڳو قوميت جي ڏڪن پرڻ سان اسان جا مشڪل مسئلا حل نہ ٿيندا. انهيءَ قسم جو اُمنگ اڪثر روشن خياليءَ جي آڏو اچي ٿو. تنهن ڪري اچو تہ گذراني ۽ سماجڪ مسئلن تي ويچار ڪريون. البت سياسي آزادي بہ بلڪل ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ ان بنا اسانجا هٿ پير ٻڌا پيا آهن. هن مان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ هندوستان ۾ مان ساميواد جو پايو وجهندڙ آهيان. مون کان اڳ ڪيئي

شخصن ساميواد جو پرچار پئي ڪيو آهي. نوجوان تہ خاص ڪري ساميہ واد ڏانهن مائل آهن. پورهيت سيائون بہ ساميہ وادي اصول تي ٻڌل آهن. شروعات ۾ ڪي شخص رڳو ابر آباديون ناهي هوائي لغڙ اُڏائيندا هئا پر هينئر مارڪس جي سڌانت موجب اپياس ۾ ڪم ڪندڙ گهٽي ئي آهن. ڪن ماڻهن جي خيال ۾ ويئل آهي تہ تازو ڪانگريس جو رُخ اوچتو ئي اوچتو ساميہ وادي ڏيڻ لڳو آهي. حقيقت ٻي آهي. 1926ع ۾ يو. پي ڪانگريس زميناداري سرشتي ڦيرائڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو جنهن موجب هاري ۾ سرڪار وچ ۾ وچ وارن کي صفا ڪڍي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اهو ساڳيو ٺهراءُ آل انڊيا ڪانگريس پڻ 1929ع ۾ بحال ڪيو هو. ازانسواءِ ڪيترا برجستا ۽ دماغي ڪانگريسي پورن سوراج سيا دوران سوشلزم جو پرچار ڪندا آيا آهن.

1928ع جي ڪانگريس بابي جي صدارت هيٺ ڪلڪتي ۾ ٿيٺي هئي. بابو ضد ٻڌي بيٺو تہ آل پارٽيز رپورٽ ڪانگريس بحال ڪري. مان بابي سان هم خيال نہ هوس. بيا بہ ڪيترا انهيءَ رپورٽ جي برخلاف هئا ٻر جڏهن بابي کين ٻڌايو تہ نابحاليءَ جي حالت ۾ هو صدارت جي استعيفيٰ ڏئي ويندو تہ وايون بتال ٿي وين. قانوني ريت بابي کي استعيفيٰ کان سواءِ ٻي واهہ ڪانہ هئي. ارمان آهي تہ اسان جي ملڪ ۾ ڪيترا شخص رڳو ٻين تي نڪتہ چيني ڪري ڄاڻن. باقي جوابداري محسوس ڪري بار ڪلهن تي کڻڻ کان جواب ڏيو ويهن. رڳي نڪتہ چيني تڏهن سونهين جڏهن هند سرڪار جهڙي آپي شاهہ نوڪري شاهيءَ سان مقابلو ڪرڻو هجي چاڪاڻ تہ وائسراءِ ۽ ڪاروبارين کي ڪڍي نٿو سگهجي. بابي جا نڪتہ چين جوابداري کڻڻ لاءِ تيار نہ هئا سو ڏُرين جي وچ ۾ ناهہ ڪرايو ويو ۽ سرڪار کي نوٽيس ڏنو ويو تہ سال اندر رپورٽ ڄاڻايل آئين بحال ڪري تہ واهہ نہ تہ پورن سوراج جي گهر ڪئي ويندي. اسان کي ڄاڻ هئي تہ سرڪار اهو آئين بحال نہ ڪندي سو حال في الحال غم کائي وياسون.

ڪلڪتہ ڪانگريس کان بہ چار ڏينهن اڳ مان جهاريا ۾ ٽريڊ يونين ڪانگريس تي ويس. اڳ ڪڏهن انهيءَ ڪانگريس تي نہ ويو هوس. مون ڏٺو تہ سڌارڪن ۽ انقلابين وچ ۾ ڪشمڪش پئي هلي. سڌارڪ پورهيتن کي ننڍيون سهولتون وني ڏيڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا ۽ سندن مرضي هئي تہ

پورهيت سيائن کي سياست کان دُور رکجي. انقلابي پورهيت سيائن کي سياست ڏانهن ڇڪي رهيا هئا. هن دفعي سندن اڳيان اهو سوال هو ته ٽريڊ يونين ڪانگريس کي ٽريڊ انٽرنيشنل ۽ سلطنت شاهي خلاف ليگ ۾ پئن پئسفڪ يونين سان شامل ڪجي يا نه؟

انقلابي خيال وارن بمبئيءَ ۾ ڪپڙن جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزورن جون سيائون پنهنجي قبضي ۾ آنديون هيون ۽ هڪ وڏي پيماني تي اسٽرائيڪ پڻ ڪرائي هئائون. گرني ڪامگار سبا ۽ جي. آءِ. پي ريلوي يونين سندن هٿ هيٺ هيون. گرم ڏُر وارن کي بنيادي ريت گهٽائي هئي ۽ سندن هلندي به هئي پر ڪانگريس جي بالا طبقي ۾ عيوضي گهٽ هين. نرم ڏُر جو اڳواڻ مسٽر جوشي ڪانگريس جو پايو وجهندڙ هو ۽ ورهين کان پنهنجن ساٿين سميت ڪاروبار هلائيندو پئي آيو. جنيوا ۾ هند واسي مزورن جو عيوضي به پاڻ تي ويندو هو. گرم ڏُر وارن جي مرضي نه هئي ته ٽريڊ يونين تحريڪ هن ڪچڙي اوستا ۾ نفاق ۽ ڦوٽ سان ڪمزور ڪجي پر تنهن هوندي به ڪانگريس جون واڳون هٿ ڪرڻ جي خواهش هين. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته تحريڪ ۾ ڪي خود غرض به گهڙي پيا هئا. مسٽر جوشي نرم خيالن جو برابر هو پر هن نهايت سچائي ۽ جفاڪشيءَ سان پورهيت سيائون برپا ڪيون هيون. مون ڏُرين جي وچ ۾ اٽبٽ ڏسي دُور رهڻ جوفيصلو ڪيو. مان نول هوس پر منهنجا خيال ڏُر وارن سان وڌيڪ ملي تي آيا. ٻن ڏينهن بعد مان موتي ڪلڪته ڪانگريس تي آيس جتي ٻڌم ته مون کي سال لاءِ ٽريڊ يونين ڪانگريس جو صدر چونڊيو اٿن. مان سمجهان ٿو ته ائين ڪرڻ سان هنن پنهنجي ڪمزوري ڏيکاري. ڏسجي ٿو ته پاڻ ۾ اختلاف لاهڻ لاءِ کين اهو سولو رستو سُجهي آيو.

هن ڪانگريس کان پوءِ تي سال ساندهه ملڪ ۾ ڪيئي اسٽرائيڪون پئي ٿيون. جمشيد پور ۾ هڪ اسٽرائيڪ ته ڪي مهينا هلي جنهن ۾ لاچار مزورن کي آڻ ميٽي پئي ڇاڪاڻ ته مخالف ڌُر برما تيل ڪمپنيءَ وارن سان حصيدار هئڻ سبب تمام شاهوڪار هئي. جنگ بعد هندوستان ۾ واپارين ۽ ڪارخانن وارن وڏا نفعا ڪمايا هئا پر پورهيتن جي حالت ۾ ڪو سڌارو ڪونه آيو هو. ڪٿي جيڪڏهن پگهار ٿورو وڌيون هئن ته اهو وڌيڪ اگهن ۾

هضم ٿي ٿي ويو. خاص ڪري بمبئيءَ جي ڪپڙي وارن ڪارخانن جي مزورن ۽ بنگال ۾ سڻيءَ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙن جي حالت بلڪل سقيم هئي. ڪلڪتي ۾ گورنر جي بنگلي کان ٿورو پرتي اُڌ اُگهاڙيون، پيٽ ٻُڪيون، بلڪل ڏتڙيل زالون ۽ ٻار ڪارخانن ۾ ٻُڪي رهيا هئا. انهيءَ لاءِ ته گنگا نديءَ تي اُپايل ڏن ولايت وارن وٽ جهازن ۾ وهي ويجي. جڏهن بازار گرم هئي تڏهن شاهوڪارن ناڻي ٻڌا ناڻا ڪمايا پر هينئر جڏهن بازار مانجي ته مزورن کي ڪم کان جواب يا پگهارن ۾ ڪتر وجهڻ لڳا. مزورن جي حالت برداشت ڪرڻ جهڙي نه هئي تنهنڪري هو بي آرام ٿيڻ لڳا ۽ پورهيت تحريڪ زور وٺڻ لڳي. سياسي نگاهه کان به ملڪ ۾ نئين آندولن جا آثار پئي ٻَڪيا. سرڪار انهن حالتن تي چشم پوشي ڪري نٿي سگهي سو هنن گرني ڪامگار سيا ۽ ٻين پرانتن جي پورهيت ليڊرن کي ڪٺي گرفتار ڪيو. گرفتار ٿيلن مان ڪي ڪميونسٽ يا ڪميونسٽ مت سان گهٽي قدر هم خيال هئا ۽ ڪي ماڳهين رواجي ٽريڊ يونينسٽ هئا. اسان انهن کي مدد ڪرڻ لاءِ هڪ بچاءَ ڪميٽي ناهي. اسان ڏنو ته شاهوڪار خرچ ڪڻ لاءِ پئسا ڏيڻ کان نابري واري وينا ۽ وڪيلن کي ڏوڪڙن ڪمائڻ جي چنتا اچي لڳي. ڪميٽيءَ تي بابي جهڙا وڪيل ته هئا پر مهينن جا مهينا ميرٺ ۾ رهڻ سندن لاءِ غيرممڪن هو. ساڍا چار سال ڪيس پئي هليو: انهيءَ وچ ۾ ملڪ جي حالت به اهڙي اچي بڻي جو خود اسان کي به جيل وڃڻو پيو پر اُن کان اڳ اسان بچاءَ ڪميٽيءَ سماپت ڪري ڇڏي. مون کي وڪيلن جي ڪرتوتن تي سخت ارمان آهي ڇاڪاڻ ته هي پهريون دفعو نه هو جڏهن هنن پنهنجي ذليل ذهنيت ڏيکاري هئي. امرتسر جي قتل عام پيري ۽ ايمر. اين راءِ جي مقدمي وقت به ڪن ڳري فيءَ جي گهر ڪئي هئي. ڪيئي دفعا ماڻهن ٿامي جو پئسو پئسو گڏ ڪري وڪيلن کي ڳريون رقمون ڏئي ڪورٽ ۾ بچاءُ ڏنو آهي جنهن مان ڪو نتيجو نه نڪتو آهي. راج نيتي معاملن ۾ ڪيس جو فيصلو ٿيڻ وڪيل جي خسيس دليلن تي منحصر ناهي. پر ميرٺ ڪيس ۾ جوابدارن تي ڪي اهڙيون تهمتون ڏريل هيون جن جو لاڳاپو ڏارين ملڪن جي سياست سان هو جنهن ڪري لاچار بچاءُ ڏيڻ ضروري سمجهيو ويو.

❊

# ڪڪرن ۾ ڪڙڪاٽ

ڏهن سالن بعد ڪانگريس جو اجلاس پنجاب ۾ ٿي ٿيو. انهيءَ وچ ۾ اسهڪار ۽ ستياگرهه، سوراج پارٽي معرفت ڪائونسلن ۾ رنڊڪون، آل پارٽيز ذريعي نئين آئين ساز وغيره عمل ۾ اچي چڪيون هيون. ماڻهن جو وشواس اسيمبلين مان نڪري ويو هو ڇاڪاڻ ته سرڪار ميمبرن کي ليکي ۾ نه آڻي بل وٺي ٿي بحال ڪندي ۽ قاعدي قانون کي اورانگهي، هر گهڙيءَ جادوگر جي ڳوٿريءَ مان نوان نادري فرمان ۽ تيموري قانون ڪڍندي. نه رڳو ايترو پر خود ويٺل ڀائي پٽيل، اسيمبليءَ جي صدر جي اختيارين ۾ ڪتر وجهڻ تي ضد ٻڌي بيٺي. بابي جو به اسيمبليءَ مان وشواس نڪري چڪو هو ۽ هو هينئر محسوس ڪرڻ لڳو ته اسيمبليون ۽ ڪائونسلون ماڻهن کي پنيلائڻ لاءِ هڪ قسم جو بوتو آهن. سچي طاقت انگريز کي آهي جو هندستاني پتليون وينو نچائي. بابو انقلابي طبيعت جو ماڻهو نه هو. جيڪڏهن هتي انگلنڊ جهڙي پارليامينٽ هجي ها ته جيڪر اُن جون پيلپائو ٿي پوي ها پر هتي نڪو هو قانون ۽ نڪا هئي انگلنڊ جهڙي پارليامينٽ جنهن ۾ هن جو من لڳي سگهي.

مهاتما ڪانگريس جي ساليانه اجلاس ۾ ڀهرو وٺندو هو باقي سڄو سال سياست کان ڪنارو ڪري، کاڌي پرچار لاءِ ملڪ ۾ پيو گشت ڪندو هو. مان سمجهان ٿو ته مهاتما جيتري سياحت ڪنهن ورلي شخص ڪئي هوندي. پراچين سميه ۾ ڪيئي ياتري سياوَ جا منش ٿي گذريا آهن جن پنهنجي حياتي رڳو سئر سفر ۾ گذاري، پر انهيءَ زماني ۾ آمدرفت جا واهڻ اهڙا تيز نه هئا جنهن سبب سندن سڄي چمار جي گردش موٽر ۽ ريل ۾ هڪ سال جي گشت برابر مس ٿيندي مهاتما ڪڏهن پيرين پنڌ به چڪر ڏيندو آهي پر سندس سفر گهڻي قدر ريل ۽ موٽر ۾ ٿيندو آهي. ور ور ڏيئي ڪشمير کان راس ڪماري ۽ ڪراچيءَ کان ڪلڪتي تائين ڳوٺ

ڳوٺ ڏنو اتس جنهن ڪري ڪروڙين ماڻهن سندس درشن ڪيو آهي ۽ لکين ماڻهن سان سندس شخصي جاڻ سڃاڻ ٿي آهي. جتي وڃي اتي ماڻهو ماکڙ وانگر اچيو گڏ ٿين. ٻهراڙين ۾ "وڏ واتو" (Loud speaker) ملڻ محال آهي جنهن ڪري هزارين ماڻهن کي سندس تقريرن جو هڪ گفتو بہ ٻڌڻ ۾ نہ ايندو آهي، تنهن هوندي بہ ماڻهو ٿلهي درشن مان پرسن ٿيو وڃن. اهڙن موقعن تي مهاتما بلڪل تور ڳالهائو آهي ڇاڪاڻ تہ رات ڏينهن سانده وڏيون تقريرون ڪرڻ سان صحت تتي پوڻ جو امڪان آهي.

1929ع ۾ جڏهن مهاتما گڏيل علائقي جي گشت تي آيو تڏهن ڪن جزوي شهرن ۽ ڳوٺن کان سواءِ مان ساڻس گڏجي ڪونہ ويس. هڪ تہ گوڙ گهمسان ۾ ڌڪا کائڻ جي مرضي نہ هيم ۽ ٻيو تہ کاڌي پرچار ۾ مون کي دلچسپي نہ هئي. مهاتما جت ڪٿ کاڌيءَ لاءِ چندا پئي ڪنا ڪيا ۽ ماڻهن کي پئي چيائين تہ "در دري نارائڻ" لاءِ پئسا ڪپن. مون کي "در دري نارائڻ" جو نالو ئي نٿي وڻيو ڇاڪاڻ تہ اُن جي لفظي معنيٰ آهي "دينا ناٿ" يا "مسڪينن جو مالڪ." اهڙن شبدن ڪم آڻڻ سان مفلسيءَ کي مانُ ڏنو ٿو وڃي. لوڪن جي من تي اثر ٿو وهي تہ ڪنگالپڻو هڪ خدائي نعمت آهي. ازانسواءِ پرماتما بکايلن ۽ ڏتڙيلن جو ڏاتار ٿي پوي ٿو. مذهبي مردار اڪثر اهڙي قسم جي واهيات مخول ڪري غريبن کي خوش ڪندا آهن. چوندا آهن تہ خدا وٽ غريبن جو رتبو اعليٰ آهي. منهنجي سمجهہ ۾ مفلسي اُم الخبيث يعني هر قسم جي بدين ۽ گناهن جو باعث آهي ۽ خدا انسانن لاءِ ان کان بدتر مرض پيدا نہ ڪيو آهي. اسان جو فرض آهي تہ هر ممڪن ڪوشش سان اُنکي تڙي ڪڍون ۽ نہ مذهبي پاڳلن وانگر اُن جي ساراهہ جا ڍڪ پريون. قديم زماني ۾ مفلسيءَ کي انهيءَ ڪري ٿي واکاڻيائون جو انسان جي قوت قليل ۽ پيدائش گهرجن کان گهٽ هئي. پيدائش وڌائڻ لاءِ وگياني طريقا ڳولي نہ لڌا هئائون جنهن ڪري دائمي دنگي فساد کي بنجو ڏيڻ ۽ اميرن ۽ شاهوڪارن جي جان مال جي حفاظت ڪرڻ لاءِ غريبن کي سڪٽي ساراهہ سان خوش ٿي ڪيائون. هينئر حالتون ڦري ويون آهن جنهن سبب ماڻهن جي ذهنيت ۾ پڻ ڦيرو اچڻ گهرجي. انهيءَ نسبت مون مهاتما سان ڪئين دفعا بحث مباحثو ڪيو آهي. هو سدائين انهيءَ تي زور ڏيندو آهي تہ شاهوڪارن ۽ اميرن وٽ

ڪنو ڪيل ڏن هڪ قسم جو ”بيت المال“ يا امانت آهي يا عام ڀلي لاءِ ڪم اچڻ گهرجي. هيءَ منورتي بلڪل جهوني پراڻي زماني جي آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪان سواءِ مالدارن ۽ شاهوڪارن نہ اڳ پنهنجي ملڪيت غريبن جي ڀلي ۾ لڳائي آهي، نہ هينئر لڳائين پيا، ۽ نہ آئينده ائين لڳائڻ جو امڪان ٿو ڏسجي. سماجڪ ۽ آرٿڪ مسئلا انهي نموني حل ڪرڻ منهنجي عقل ڪان ٻاهر آهي.

اسيمبلين مان ماڻهن جي دلچسپي نڪري وئي هئي پر ڀڳت سنگهہ ۽ دت جي بم گولن ميمبرن کي ترتلي ۾ وجهي ڇڏيو. ڀڳت سنگهہ جي مراد ڪنهن کي ايذاءُ رسائڻ جي نہ هئي تنهنڪري ڪُنهن ميمبر جو وار ونگو نہ ٿيو. اسيمبليءَ ڪان ٻاهر بہ ڪي اهڙي قسم جا حادثا ٿيا. اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ جنهن لاءِ افواهہ هو تہ لالا لجپت راءِ کي ڏڪ هنيا هئائين تنهن کي گوليءَ سان اُڏايو ويو ۽ بنگال ۾ بہ ڪن هنڌ اهڙا واقعا ٿيا. سرڪار ڪيترن نوجوانن کي نيڪالي ڏني ۽ جيل اُماڻيو ۽ ڪن تي منصوبي سٽڻ جي ڏوهہ هيٺ ڪيس هلايا. لاهور منصوبي ڪيس ۾ سرڪار ڏوهين سان خراب روش اختيار ڪئي جنهن ڪري هنن فاقہ ڪشي شروع ڪئي. لاچار سرڪار کي هڪ جاچ ڪميٽي مقرر ڪرڻي پئي جنهن جي سفارش تي قيدين جا ٽي ڪلاس ٺاهيا ويا پر سياسي قيدين لاءِ جدا ڪلاس نہ هئڻ سبب حالتون اجا سڌريون ناهن. انهيءَ وقت ملڪ ۾ ڏاڍو تاءُ هو. ڀڳت سنگهہ ٻکن سبب نستو ٿي پيو هو ۽ دت فاقہ ڪشي ڪري پران تياڳيا. مان جيل اندر ساڻن ملاقات لاءِ ويو هوس. ڏٺم تہ ڀڳت سنگهہ جي چهري مان شانتي ۽ انترجوت پئي ٻهڪي. شايد فاقا ڪيڻ سبب اهڙو مانو حليم ۽ دلڪش ڏسڻ ۾ ٿي آيو. سندس شڪل ۽ پيشانيءَ جي بيهڪ مان فڪري قوت ۽ دماغي لياقت پئي بکي. ان وقت هو بلڪل ضعيف هو جنهنڪري ساڻس گهڻو وقت ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ واجب نہ سمجهيم. دت بہ بلڪل نرم ۽ حليم ٿي ڏٺو. سندس شڪل ڇوڪرين جهڙي نفيس هئي. ان وقت ڪيس ڏاڍي تڪليف هئي. ايڪهٽ ڏينهن جي فاقہ ڪشي بعد هن پران ڏنا.

1929ع واري ڪانگريس لاءِ مهاتما ڀڪراءِ صدر چونڊيو ويو پر آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي آزين نيزارين ڪندي بہ هو صفا نابري واري

ويٺو. مهاتما سدائين ڪانگريس جو صدر الصدر يعني مها پرڌان ٿي رهيو هو تنهن ڪري هن جهڙي شروعاتيءَ لاءِ صدر جو عهدو فخر جو باعث نہ هو. ملڪ ۾ حالتون ويون ٿي ڦرنديون ۽ ڪشمڪش جو زمانو ويجهو ڏسڻ ۾ پئي آيو. اهڙي وقت مهاتما کي پريزيڊنٽ بنائڻ بلڪل واجب هو. بيو ڪو اهڙو بردبار ماڻهو هئو ڪونہ پر مهاتما بنا ڪنهن صلاح مشوري جي منهنجو نالو ڪڍي منتخب ڪيو. ڪميٽيءَ بہ لاچار ڳوڙهي ڳهي وئي. مان اندر ۾ اچي مُنجهيس. سمجهان ٿو تہ هن کان اڳ ڪڏهن پاڻ کي اهڙو هيسيل ۽ ذليل نہ سمجهيو هوم. پريزيڊنٽ بڻجڻ ۾ وڏو فخر آهي پر جي سڌوسنواتو چونڊجڻ عيوض پٺئين دريءَ مان کسڪي ڪرسي والارجي تہ بي عزتي آهي. منهنجي سؤمان استعيفيٰ جي تقاضا ٿي ڪئي پر ائين ڪرڻ سان اجايو ڏيک ٿي پوي ها جنهن ڪري سور پي ويس. البت بابي کي ڏاڍي خوشي ٿي. قومي ڪم ۾ هو مون سان هم خيال نہ هو پر پيار سبب منهنجي ڪاميابيءَ تي خوش ٿيندو هو. پاڻ اڪثر مون تي نڪتہ چيني ڪندو بلڪ چڙٻون ڏيندو هو پر ڪنهن کي مجال نہ هئي جو سندس روبرو مون نسبت ڪجهو ڦڪو ٻولي سگهي.

پيءُ کان پوءِ يڪدم پٽ ڪانگريس جو پرڌان ٿئي سا هڪ نئين ڳالهہ هئي پر ماڻهن جو چوڻ تہ مان سيني کان ننڍي عمر وارو پريزيڊنٽ ٿيو آهيان سو سراسر غلط آهي. ان وقت منهنجي عمر چاليهہ ورهيہ هئي. گوکلي ۽ ابوالڪلام آزاد کي اتڪل ساڳي عمر ۾ پريزيڊنٽ چونڊيو هئائون. گوکلي چاليهين جو ٿيڻ کان اڳ روشن دماغ مدبر ليکيو ويندو هو ۽ ابوالڪلام آزاد پنهنجي اعليٰ علميت جي شان مطابق آبرودار بزرگن جهڙي شڪل ناهي ٻيهاري هئي. مان نڪي هوس عالم فاضل ۽ نڪي مدبر ۽ مربي. وار اچا ٿي ويا اٿم ۽ شڪل مان جوانيءَ جو رنگ اُڏامي ويو آهي پر تنهن هوندي بہ ڏسڻ ۾ جوان پيو اچان. اهوئي سبب هو جو ماڻهو مون کي ننڍڙو يا ڪم سن پريزيڊنٽ سمجهڻ لڳا.

لاهور ڪانگريس جو اجلاس اچي مٿان بيٺو. ملڪ جون حالتون اسان جي وس کان ٻاهر هيون جنهن ڪري اسان پاڻ کي هڪ وڏي مشين جا پرزا سمجهڻ لڳاسون. قدرت اسان کي اڳتي ڌڪي رهي هئي. سرڪار بہ ڏنو تہ

ڪجھ مروت ڪرڻ بنا چاڙھو ناھي سو وائسراءِ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس جي رٿ پيش ڪئي. انھيءَ رٿ تي ويچار لاءِ ڪانگريسي ۽ غير ڪانگريسي اڳواڻن جي ڪانفرنس گڏ تي جنھن ۾ وائسراءِ جي رٿ بحال ڪئي وئي. رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ ڪان اڳ ڪانگريس ھيٺيان شرط پيش ڪيا جي غير ڪانگريسين پڻ بحال ڪيا:

1. ڪانفرنس ۾ بحث بيئڪي راڄ جي بنياد تي ٿيندو.
2. ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي عيوضين جي گھڻائي ھوندي.
3. سڀ سياسي قيدي آزاد ڪيا ويندا.
4. ھند سرڪار بنا دير پنھنجو ڪاروبار بيئڪي راڄ نموني ھلائڻ جو پابند ڪندي.

ڪانگريسين سرڪار ۽ ٻين کي چٽيءَ ريت ذھن نشين ڪيو تہ انھن شرطن جي قبوليت بنا ھو رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ بھرو نہ وٺندا. نرم ڌُر وارن شرط قبوليا تہ سھين پر اجا ڏي وٽ جي فائدي ۾ ھئا. اسان کي شڪ ھو تہ سرڪار سان وچي ملندا. ٿيو بہ ائين. اسين جيلن اندر باندي ھئاسون تہ ھي اسان جا جيلر ٻڌجي وينا. اسان مان ڪيترن کي اھڙي قسم جي ناھہ ۾ ايمان نہ ھو ۽ نڪي سرڪار جي ديانت ۾ اعتقاد. تنھن ھوندي بہ اتحاد خاطر پورن سوراج جو جھنڊو ھيٺ ڪِرڻ واجب سمجھيو ويو. سباش ۽ مون پنھنجون استعيفائون پيش ڪيون پر پوءِ مھاتما جي زور آڻڻ تي مان ماٺ ڪري ويھي رھيس. پريزيڊنٽي ڇڏڻ بہ نٿي چاھيم. پر ھونئن بہ منھنجي اھا وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آھي جو ٻين جي زور بار ھيٺ اچيو وڃان.

ڪجھ وقت بعد وينل ڀائي پٽيل ناھہ تي وڏيڪ بحث ڪرڻ لاءِ مھاتما ۽ وائسراءِ جي پاڻ ۾ ملاقات ڪرائي. بابو ساپرو جناح، پٽيل ملاقات وقت حاضر ھئا. سرڪار ۽ ڪانگريس جي نقطہ نظر ۾ وڏو فرق ھو سو ناھہ تي نہ سگھيو. سال بہ اچي پورو ٿيو ھو ۽ ڪانگريس جو اجلاس بہ ويجھڙائيءَ ۾ ٿيڻو ھو سو اسان کي آئينده جي پروگرام لاءِ تياريون ڪرڻيون ھيون. مان ٽريڊ يونين ڪانگريس جو پريزيڊنٽ ھوس، سو خيال ڪيم تہ ڇو ڪين ھنن ٻن جماعتن کي ھڪ ٻئي جي ويجھو آڻيان. منھنجي مراد ھئي تہ ھڪ طرف ڪانگريس ۾ ساميوادي خيال ڦھلائجن ۽ پورھيت ۽ ھاري داخل

ڪجن تہ ٻئي طرف ٽريڊ يونين جي پورهيتن ۾ وڏيڪ قوميت جو انگ آڻجي. پر اهي خيال هوائي هئا. چاڪاڻ تہ ڪانگريسي فقط قوميت کي ڇهتي پيا. ڪانگريسين کي ڇڏي وڃڻ بہ غيرممڪن هو چاڪاڻ تہ ٻي ڪنهن بہ سنستا ۾ اهڙا ڪم ڪندڙ ملي نٿي سگهيا. ازانسواءِ ڪانگريس جو رُخ ڳوٺن ڏانهن مائل هوءِ اسان کي اميد هئي تہ پس پيش ڪانگريس هاري حقدار سيا تي پوندي. اهي سڀ خيال هئا چاڪاڻ تہ واڳون انهن شهرين جي هٿ هيون جي سفيد پوش طبقي جا ماڻهو هئا. هوڏانهن ٽريڊ يونين وارن جو بہ ڪانگريسين ۽ قوميت ۾ وشواس ڪونہ هو. چاڪاڻ تہ هنن ڪانگريسين کي رجعت پسند يعني سماجڪ ۽ آرٿڪ معاملن ۾ مردار ڌُر جو تي سمجهيو. شڪ ناهي تہ انهيءَ ۾ هو گهٽي قدر صحيح هئا.

ناگپور واري ٽريڊ يونين ڪانگريس ۾ مکيہ سوال هو تہ رايل ليبر ڪميشن جو بهشڪار ڪجي يا نہ. گرم ڌُر وارن جي گهٽائي هئي جنهنڪري بهشڪار جي رٿ بحال تي وئي. منهنجا خيال گرم ڌُر وارن سان ٺهڪي ٺهڪي تي آيا پر تنهن هوندي بہ مون بنا طرفداريءَ جي پنهنجا رايا ظاهر پئي ڪيا. هن ڪانگريس ۾ نرمن ۽ گرمن جي وچ ۾ اختلاف وڌي ويا جنهن ڪري ٻہ ڌريون پيدا ٿيون. نرمن کي ڪانگريس ڇڏي وڃڻ لاءِ وزنائتو سبب ڪونہ هو سواءِ انهيءَ جي تہ ڪن گرم ڌُر جي اڳواڻن شايد ڪين ڪجهہ تنگ ڪيو هو. ڪانگريس ۾ ڪيترا اهڙا بہ هئا جي نڪي نرم نڪي گرم ڌُر جا طرفدار هئا. هو جيڪڏهن پاڻ ۾ گڏجي جماعت ناهن ها تہ ٻنهي ڌُرين کي پاڻ ڏانهن ڪينچي سگهن ها. ٿورو وقت پوءِ نئين پورهيت ڌُر ساماڻي جا پاڻ کي ڪميونسٽ سڏائڻ لڳي. پورهيتن ۾ قوت ڏسي سرڪار دٻاءَ جي نيتي اختيار ڪئي ۽ شاهوڪار بہ سندن حقن ۾ ڪُتر وجهڻ ۽ سندن اڳواڻن کي هيسائڻ لڳا. آهستي آهستي ٽريڊ يونينس جي حالت وئي خراب ٿيندي ۽ سندن تحريڪ ڪمزور پئجي وئي. سان جيل ۾ هوس جنهن ڪري ڪجهہ ڪري نٿي سگهيس. تازو ٽئي ڌُريون ذرا نهي ويون آهن. خاص ڪري نرم ڌُر وارن کي ريلوي ۽ ڪم ڪندڙن جي پشتي ۽ سرڪار جي پٺڀرائي ملي آهي جنهن ڪري هو ڪجهہ ترقي ڪري سگهيا آهن.

*

# پورن سوراج

لاهور ڪانگريس منهنجي من ۾ بلڪل چٽي اڪرجي وئي آهي چاڪاڻ تہ ان وقت ڪانگريس جو صدر هئڻ سبب ماڻهن جون اکيون مون ۾ کتل هيون. لاهور ۾ منهنجو استقبال ڏيڍڀي ۽ شان شوڪت سان ڪيو ويو. اها عزت ۽ محبت مون شخص لاءِ نہ هئي پر ان آدرش لاءِ جو ڪانگريس ملڪ اڳيان رکيو هو. مان ان آدرش جي ظاهري صورت يا نشاني هوس. ڪنهن بہ انسان لاءِ اهو پد پراپت ڪرڻ معمولي ڳالهہ ناهي. ماڻهن جي اکين ۾ محبت ۽ دلين ۾ اتساهہ ڏسي مون ۾ اُمنگ اُڇل تي جنهن منهنجي شخصيت جي ننڍي نهر کي لوڪ ڀاو جي ساگر ۾ سمائي ڇڏيو. فضا ۾ برق ۽ بادل جا آثار هئا. اسان اڳيان فقط رائي زني، تقرير بازي، ننڊڻ ۽ اعتراض ونڻ جو سوال نہ هو. اهو زمانو گذري ويو هو. هينئر نغاري تي ڏؤنڪو هڻي، شرنائي ڦوڪي سرويچ وطن پرست ۽ آزاديءَ جا اُپاسڪ عمل جي ميدان ۾ ڪنا ڪرڻا هئا. آئينده جي هور درشيہ ۾ تقدير ڪهڙي خوشي ڪهڙو غم اسان لاءِ ميسر ڪيو هو تنهنجي چنتا ڪانہ هئيسون. ايترو بس هو تہ هلندڙ حال قرباني ۽ ڪشمڪش جي تقاضا ٿو ڪري جنهن لاءِ گهر ٻار يار دوست سان الوداع ڪري اسان کي سُور سختيون سهڻ لاءِ تيار ٿيڻ گهرجي.

31 ڊسمبر پوري ٻارهين بجي رات جو ڪانگريس "پورن سوراج" جو پرستاو تقريباً يڪراءِ بحال ڪيو. هزارن جي وچ ۾ رڳو ويهارو ڄڻن ان جي خلاف ووٽ ڪيو. نئين سال جي شروع ٿيڻ سان هي فيصلو ڪري اسان نئين سنگين جوابداري پاڻ تي هموار ڪئي. اسان تياريون اڳي ئي ڪري ڇڏيون هيون پر جنگ ڪيئن شروع ڪجي تنهن جو فيصلو مهاتما کي ڪرڻو هو. نهراءَ جي عملي نموني پنيرائي ڪرڻ لاءِ ٻلبي سوراج پارٽيءَ جي ميمبرن کي اسيمبليءَ تان استعيفي ڏئي اچڻ جونوتيس ڏنو. ڪن جزوي ميمبرن کان سواءِ باقي ٻيا اسيمبلي ڇڏي آيا. آل انڊيا ڪانگريس

ڪميٽيءَ ماڻهن کان ”پورن سوراج“ جي پرتگيا وٺڻ لاءِ 26 جنوري 1930ع مقرر ڪئي. اسان جي مراد هئي تہ ڏسجي تہ ملڪ ڪيتري قدر اسان سان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ لاءِ تيار آهي. اسان نهراءُ تہ بحال ڪيو پر عام لوڪ ڪيتري قدر ان جي پٺڀرائي ڪندا. ان جي اسان کي ڄاڻ ڪانہ هئي. اندر ۾ ڪيئي شڪ گمان پئي جاڳيا. هڪ ڳالهہ جنهن اسان جي همت افزائي تي ڪئي سا هيءَ هئي تہ لاهور ڪانگريس ۾ سرحدي نوجوان گهڻي تعداد ۾ آيا هئا. هو ساده مزاج پر عمل دوست تي ڏٺا. ٻين وانگر مکڻ مان وار ڪيڻ، آڏا اُبتا رستا اختيار ڪرڻ ۽ اجاين بحثن ۾ وقت وڃائڻ جي عادت ڪانہ هين. انهن نوجوانن ”پورن سوراج“ جي پرتگيا ڪئي هئي. هي پهريون دفعو هو جو هنن پاڻ کي هندوستان جو جزو محسوس ڪيو هو. اسان کي منجهن گهڻيون اُميدون هيون. ڪانگريس کان پوءِ بعد هنن پاڻ کي سچو ثابت ڪري ڏيکاريو. سرحد جي گهر گهر ۾ وڃي، آزاديءَ ۽ قوميت جو پيغام پهچاياٿون ۽ 1930ع جي تحريڪ ۾ بلڪل تحسين جوڳو ڪم ڪري ڏيکارياٿون.

جنوريءَ جي شروعات ۾ پرياگ وٽ ڪنڀ ميلو لڳڻو هو. هن ميلي تي لکين ياتري اچي گڏ ٿيندا آهن. مان ان وقت الهہ آباد ۾ هوس ۽ روز بروز ماڻهن جا حشام ڏسي پيو سوچيندو هوس تہ هي هاري ۽ پورهيت، واپاري ۽ دڪاندار جي پراچين ڌرم جي اثر هيٺ هتي گنگا اشنان لاءِ اچي ڪنا ٿيا آهن سي سول نافرماني ۽ ستياگرهہ ڏانهن ڪهڙو رُخ اختيار ڪندا؟ هي ڌرم عجيب چيز جو هزارن سالن کان ڪروڙين ماڻهن کي گنگا اشنان لاءِ پرياگ وٽ گهلي آڻي ٿو. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جيڪڏهن هيءَ اٿاهہ شڪتي هو پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي بهتري ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪم آڻين! ائين تہ ناهي تہ هنن جا مغز جهونين پراڻين وارتائن، رسمن، عادتن، متن ۽ ڪريائن جي بوجهہ هيٺ اهڙا دٻجي ويا آهن جو نئين روشنيءَ جو ڪرڻو منجهن داخل ٿي نٿو سگهي؟ مون کي تجربي مان ڄاڻ هئي تہ هن صدين جي بيٺل پاڻيءَ ۾ لهرون اُٿڻ لڳيون آهن. اهوئي سبب هو جو گذريل درجن سالن اندر هندوستان ۾ زبردست تحريڪون جاري ٿي ويون هيون. انهيءَ مان ظاهر هو تہ هنن ۾ ڪنهن قسم جي سنچلڪ شڪتي آهي. هن پٿر ۾ آگ نہ هجي ها تہ ملڪ ۾ ينيت ڪيئن مچي ها؟ دليل صحيح تي ڏنو پر تنهن هوندي بہ اهو

چاڻ مشڪل هو تہ ڪيتري قدر هو باانتظام ٻڌجي عملي ڪم ڪرڻ ۾ سختيون سهڻ لاءِ تيار آهن.

اسان جي گهر ياترين جا تولا هڪ ٻئي پٺيان اچڻ لڳا. هڪ گهر هو ياترا جي ويجهو پيو بابي ۾ مون نسبت ڪيئي قصا ڪهاڻيون راڳ ٻڌا هئائون جنهن ڪين هرڪائي اسان وٽ آندو هو. مون لاءِ گهر ۾ اُٿڻ ويهڻ وهہ تي پيو. رات ڏينهن لڳاتار هڪ ٻئي پٺيان پنجاهہ سؤ ماڻهن جي تولن اڳيان ڪجهہ ڳالهائڻو تي پيو. مون ڏٺو تہ بہ اکر ڳالهائڻ بہ منهنجي وٽ ڪان ٻاهر آهي سو رڳو هٿ جوڙي ڪين نمستي ڪرڻ لڳس. سندن قرب ۾ محبت ڏسي اندر ۾ لڄي پئي تيس پر ساڳئي وقت پاڻ کي اهڙو سرخرو ڏسي مغز ۾ ذرا ڦونڊجي ويس. ايڏو تہ پنهنجي لياقت ۾ وشواس جمڻ لڳم جو ٻين تي حڪم هلائڻ لڳس ۾ روش بہ ڪي قدر نادري تي پيم. مون کي پنهنجي لياقت جي ڄاڻ آهي پر مون ۾ نقص بہ گهڻا آهن. اندر ڪائو سياءُ هئڻ سبب مان هر وقت پاڻ کي سمجهڻ ۾ ڳالهين کي اٿلائي پٿلائي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. اهوئي سبب آهي جو مان پنهنجو دماغ ميزان جهليو اچان ۾ اجائي غرور وس تي وهلور نٿو وڃان ازانسواءِ شهرت گهڻن ئي قسم جي ماڻهن کي نصيب ٿئي ٿي جن مان ڪيترا تہ بلڪل غليظ ۾ ڪميڻا ماڻهو آهن. ائين ناهي تہ شهرت رڳو گڻوان ۾ گياني جو ورثو آهي: مان ذهين آهيان پر اهو ذهن اهڙو ناهي جنهن کي عام لوڪ پسند ڪن. ممڪن آهي تہ وطن جي ڪجهہ خدمت ڪئي هجيم پر هزارين پيا بہ آهن جن ڳريون قربانيون ڪيون آهن. مون کي جيڪا شهرت نصيب ٿي آهي سا بلڪل مصنوعي ۾ بي بنياد آهي جنهن لاءِ مون کي ذرو بہ عزت ناهي. ناتڪين وانگر ڏيک ڪرڻ ۾ ڳرائي ڏيکارڻ منهنجي نظر ۾ مورکپڻي جي نشاني آهي. سياڻ جو بہ سڌو سنواتو آهيان ۾ پيڪو ۾ دبدبو نہ وٺندو اٿم. ائين برابر آهي تہ مون ۾ ڪنهن قسم جي جسماني ۾ فڪري همت ۾ سچائي آهي جا شايد ذاتي غرور يا ايمان سبب آهي. اهوئي سبب آهي جو مان آسانيءَ سان ڪنهن جي زير بار نہ ايندو آهيان.

اسان جي شهرت شايد انهيءَ ڪري وڌي وئي آهي جو ڪنهن وقت اسين اميراڻي زندگي گذاريندا هئاسون جا اسهڪار آندولن بعد اسان ترڪ

ڪري ڇڏي آهي. ماڻهن ان زندگيءَ نسبت ايڏو تہ مبالغو ۽ وڌاءُ ڪيو آهي جو ٻڌي ڪل پئي اچي. هڪڙا چون تہ اسان پنهنجا ڪپڙا ڏورائڻ لاءِ پئرس موڪليندا هئاسون ۽ پيا آکن تہ مان پرنس آف ويلس سان گڏ پڙهندو هوس ۽ هو جڏهن هندوستان ۾ گشت ڪرڻ آيو تہ مون سان ملاقات ڪرڻ جي خواهش ڏيکاريائين. حقيقت هيءَ آهي تہ نہ اسان ڪڏهن ڪپڙا پئرس مان ڌورايا ۽ نہ ڪڏهن مان پرنس آف ويلس سان گڏ پڙهيس. مون تہ ڪيس اکين ڪونہ ڏٺو آهي. اهڙيون واهياتءِ بي بنياد ۽ احمقانہ حڪايتون اسان جي شهرت بيشڪ وڌائن ٿيون پر ساڳئي وقت پئرس مان ڪپڙا ڌئاريندڙ ماڻهو يعني اسين بہ انهن حڪايتن جي آڌار تي احمق ڏسڻ ۾ اچون ٿا. باقي رهيو تياڳ جنهن لاءِ هند واسين ۾ خاص قسم جي شرڌا آهي. ائين برابر آهي تہ من ۽ تن تي قبضي رکڻ ۽ صحت سنڀالڻ لاءِ رهڻي ڪرڻيءَ تي ڪنهن قسم جو ضابطو رکڻ ضروري آهي. خاص ڪري اُهي شخص جي وڏن ڪمن ۾ هٿ وجهن ٿا انهن کي پاڻ ۾ سهن شڪتي پيدا ڪرڻ گهرجي جيئن حياتيءَ جا لاها چاڙها ۽ ڏک سهي سگهن. باقي تياڳ ۽ ترڪ ۾ ڪا ذاتي خوبي ناهي. شخصاً مان سنياس، ويراڳ، تياڳ وغيره جو وروڌي آهيان ۽ دنيا جي لذتن کي ترڪ ڪري حياتي کي خشڪ ۽ اٽيو ڪري ڇڏڻ جو مخالف. مون ڪڏهن بہ ڪوشش ڪري ڪا وڻندڙ شيءِ نہ ڇڏي آهي. ايترو سو ضرور آهي تہ وڻندڙ ۽ اڻوڻندڙ خوب ۽ بد جي تميز لاءِ ڪنهن قسم جي شناس اٿم. پر اها شناس جا حياتيءَ ۾ ماڻ يا ڪسوٽي يا معيار ڪري ڪم آڻجي سا هرڪنهن جي طبيعت تي منحصر آهي.

ڪڏهن ڪڏهن هن شهر کان پڄي ڇٽڻ جو خيال ايندو اٿم پر ساڳي وقت جيڪڏهن ڪٿي مون سان رواجي ماڻهن جهڙي هلت هلي ويندي آهي تہ اندر ۾ خال محسوس ڪندو آهيان. شايد منهنجي ذاتي بناوٽ ۾ ڪا ڪمي آهي جا ماڻهن جي چٽ چٽ ڪرڻ سان غائب ٿي وڃي ٿي. جڏهن خيال ٿو اچيم تہ هنن لڪين ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي حڪم هلائي ٿو سگهان ۽ منهنجي خودي خوش ٿئي ٿي ۽ پنهنجيءِ اچا شڪتيءَ تي ناز ٿئي ٿو. پر جڏهن ويچاريان ٿو تہ ڪيئن لوڪ منهنجي دل ۽ اُمنگ ۽ جذبا اُتاري مون کي پنهنجو مطيع ڪن ٿا تہ رنج ٿو ٿئيم. مون ۾ آپو گهڻو آهي پر لوڪ

ان کي پگهاري پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو آهي جنهن ڪري مان پنهنجي روح لاءِ نجات يا آتما لاءِ مڪتي پراپت ڪرڻ عيوض عام ماڻهن سان دوزخ ۾ سڙڻ وڌيڪ پسند ڪريان. خودي ڦولهه يا چربي مثل آهي جا بنا ڄاڻ جي ماڻهوءَ مٿان وچي چڙهندي. وري بہ شڪر جو اسان کي هندوستان جي سياسي ميدان ۾ ايڏا تہ لوڏا آيا آهن جو آپي ۽ آڪڙ جي چربي اسان مان گهڻي قدر ڇڄي وئي آهي. منهنجي گهر جا ياتي ۽ ويجها سنگتي بہ اهڙا آهن جو ڦونڊجڻ تہ ماڳ پر ذرو بہ ڳرائي رکڻ نہ ڏيندم. سندن انهيءَ نوازش سبب مان سالم دماغ رهي سگهيو آهيان. باقي رهيا مانپتر سي تہ ٻڏي ڪل ايندي اٿم. ڪڏهن ڪڏهن خيال ايندو اٿم تہ جڏهن هي ڏسٽا وائسٽا ماڻهو گنيير نموني ۾ هن قسم جون ائڊريسون پڙهن ۽ ٻڌن ٿا تڏهن اوچتو وات مان ڇپ ڪڍي نٽولي ڪري ڏسان تہ سندن معتبر مهانڊن تي ڪهڙو اثر پوي جلسن ۽ سرگسن مان تہ ڪڏهن ڪڏهن وچ رستي تي پچي ويندو آهيان. بہ ٽي دفعا زال کي گاڏيءَ ڇڏي پاڻ پريان وچي تماشو ڏٺو اٿم. جلوس ۽ ڪانفرنسن ۾ ليڊر ماڻهن اڳيان بوت اڪثر گنيير ڪندا آهن. منهنجو مهانڊو بہ شايع خواه مخواه معتبر ٿي پوندو آهي سو هڪ دفعي هڪ اخبار نويس لکيو تہ مان شڪل ۾ هندو وڏوا جهڙو ٿي لڳس. مون کي پڙهڻ سان ڏڏڪو اچي ويو. لکندڙ جي شايد مراد هئي تہ مون ۾ هندو وڏوا جون خوبيون آهن. هندو وڏوا وانگر مون ۾ پاڻ ماري ڇڏڻ ۽ پاڻي تي پنو رهڻ جو انگ اتپن ٿئي ۽ مون وانگر هندو وڏوا ۽ کل چرچو ۽ چستائي ڦرتائي اچي تہ ڏاڍو چڱو. هڪ دفعي مهاتما هڪ اخبار نويس کي چيو تہ جيڪڏهن منجهس روئنشي ۽ کل جو انگ نہ هجي ها تہ هن ڪان گهڻو اڳ آپگهات ڪري ڇڏي ها. مون سان بہ ساڳي ڪار آهي. گهر ۾ جيڪڏهن مون کي "تياڳ مورتي"، "پارت پُوشڻ" وغيره نالن سان سڏي، ٺهڪ ڏياريندڙ نٽوليون نہ ڪن تہ هوند هند واسين جو فضول مبالغو چاپلوسي، طويل عبارت ۽ بيهودي لانڊ ٻڏي مغز خراب ٿي پويم. ٻيا تہ ڇڏيو پر منهنجي ننڍڙي ڪڪي بہ مون تي مسخري ڪندي آهي. اسان جي گهر ۾ رڳو امان انهن استتين ۽ ثنا خوانين کي ڳنڊ ٻڏي ٻين کي مون تي نٽولي ڪرڻ کان پئي روڪيندي آهي. باقي بابي جي تہ اڳي ئي ڄاڻو اٿو.

هينئر جيل ۾ ويهي پاڻ لاءِ هيترو اوڳاريان ڇو ٿو؟ سچ تہ منهنجا گوڙ گنبوڙ جلوس ۽ سرگس، سياسي ميدان ۾ ڪشمڪش ۽ جدوجهد سمنڊ جي مٿاڇري وانگر آهي. انهن جو مون تي ايڏو اثر ناهي. منهنجي سچي ويڙهہ اندر ۾ پاڻ سان آهي جتي طرحين طرحين جا سنسڪار ۽ جذبا، دوستيون ۽ دشمنيون، ترشنائون ۽ ڪامنائون هڪ ٻئي سان پيون ٽڪرن. انهن کان بچڻ لاءِ مان تيز رفتار عمل جي ميدان ۾ ڪاهي پوندو آهيان ۽ انهيءَ مان اندر ۾ شانت ۽ آرام نصيب ٿيندو اٿم. هتي جيل ۾ بہ اندر جي ڪشمڪش پئي هلي تنهن ڪري مٿيون بيان لکيو اٿم.

*

# سول نافرماني

”پورن سوراج ڏينهن“ هندوستان ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويو. لکين ماڻهن پرتگيا پتر پڙهيا. ملڪ جون حالتون به تيز تيز ڦرڻ لڳيون ۽ سول نافرمانيءَ جو زمانو اچي ڪنڌ تي بيٺو. ڏهه سال اڳ کان هينئر قوم وڌيڪ منظم هئي. اهنسا جي مراد ۽ معنيٰ ماڻهن گهٽي قدر سمجهي هئي پر هيڏي ملڪ ۾ چوري چڙرا جهڙو حادثو ٿيڻ يا نه ٿيڻ ڪانگريس جي وس کان ٻاهر هو. مهاتما جي خيال موجب اهنسڪ طريقو هرحالت، وقت، مڪان لاءِ ڪارگر آهي. جيڪڏهن ائين آهي ته چوري چوڙرا سبب ستياگرهه بند ڪرڻ بي معنيٰ آهي. جيڪڏهن ڪن ماڻهن جي هنسا مهاتما جي اهنسا کي جڏو ۽ مڏو ڪري سگهي ٿي ته چئبو ته اهنسا سيني حالتن لاءِ ڪارگر ناهي. مون انهي مسئلي تي غور ڪري فيصلو ڪيو ته جيسين ڪانگريسي ستياگرهي هنسا نه ڪن يا ملڪ ۾ خون خرابي نه وڌي، تيسين ستياگرهه بند نه ٿيڻ گهرجي. مهاتما جو بدليل رُخ ڏسي اسان کي تسليٰ آئي پر تحريڪ ڪيئن شروع ڪجي، تنهن جو پتو نٿي پيو.

اسان اجا ڪياڙيون پئي کنهيون تہ اوچتو مهاتما ”لوڻ“ جو منتر اُچاريو. اک ڇنڀ ۾ علي بابا جي منتر وانگر قومي تحريڪ جا طاق کُلي پيا. اول ته اسان جي شعور ۾ نٿي آيو ته لوڻ جي ڍل نه ڏيڻ يا قاعدو اورانگهي لوڻ ناهڻ جو قومي آزاديءَ سان ڪهڙو تعلق آهي. ويتر وائسراءِ کي يارهن شرط موڪلي مهاتما سُت مُنجهائي وڌو. اسان کي کپندو هو ”پورن سوراج“ پر مهاتما رکو ڪن خسيس راجنيتڪ ۽ سماجڪ سڌارن جي تقاضا ڪري رهيو هو. پر سوال جواب ڪجي ڪنهن سان؟ مهاتما ته پنهنجا شرط پيش ڪري لٺ هٿ ۾ کڻي، سابرمتيءَ آشرم جا ساٿي پاڻ سان وٺي لوڻ ناهڻ لاءِ سمنڊ جي ڪناري طرف اُسهيو. اسان به ڌڪڙ کي اٿو لڳندو ڏسي تيارين ۾ لڳي وياسون ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ڪوٺائي فيصلو

ڪيوسون تہ هرڪو پريزيڊنٽ گرفتار ٿيڻ کان اڳ پنهنجو جانشين ۽ ڪاروباري ڪميٽي ياڻ ٿاڦي وڃي. سرڪار ۾ نرم انهيءَ تي شوڪارا پرڻ لڳا تہ اسين لوڪ شاهيءَ جي خلاف آهيون ۾ ڏڪٽيٽري راج قائم ڪرڻ ٿا گُهرون. ٻُڌڻ ويو وسري لُڏڻ آيو ياد. سو هي آپيشاهہ جي سدائين نادري حڪم ڪيڏي عام رائي کي ريتي حڪومت ڪندا اچن سي اسان کي لوڪ شاهيءَ تي اُپديش ڏيڻ لڳا. ڪانگريس لاچاري حالت هيٺ ڏڪٽيٽري نمونو اختيار ڪيو هو ڇاڪاڻ تہ ٻي حالت ۾ سنستا کي ٻي قاعدي نهرائي، ان جا ڪارڪن گرفتار ڪري، سرڪار تحريڪ کي ٻُنجو ڏئي ٿي سگهي. اسان جي مرضي نہ هئي تہ سرڪار اسان مٿان اهڙي سولي سوپ پائي. جنگ جي ميدان ۾ جڏهن سالار ۽ سيناپتي هڪ ٻئي پٺيان گرفتار ڪيا وڃن ٿا تڏهن سواءِ انهيءَ جي تہ سالار پنهنجو جانشين ياڻ ٿاڦن ٻيو چارو ڪونهي. اتي ويهي ڪميٽيءَ جون ميٽنگون ۾ بحث ڪونہ ڪبا. ازانسواءِ انهن "ڏڪٽيٽرن" کي ياڻ گرفتار ڪرائڻ بنا ٻي ڪا طاقت نہ هئي. ايترو سو هو تہ نالي ۾ هرڪو "ڏڪٽيٽر" نشانيءَ طور قومي جنگ جو مهندار هو.

آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميڙ بعد مان ۽ بابو مهاتما کي جنبوسر گڏجڻ وياسون. بابي جي مرضي هئي تہ الهہ آباد وارو گهر ديس کي دان ڪري سو مهاتما سان صلاح ڪرڻ آيو هو. الهہ آباد موٽڻ شرط بابي گهر جو نالو "سوراج ڀون" رکي، ان جو وڏو حصو اسپتال بلي ۽ باقي بچيل حصو مرڪزي ڪانگريس آفيس بلي ڏئي ڇڏيو.

سڄي ملڪ ۾ ڪانگريسي مهاتما جي حڪم لاءِ ترسيل هئا تہ ستياگرهہ شروع ڪن. گڏيل پرانت ۾ اسان ڪيئي والنٽيئر جٿا ناهيا هئا جن ۾ منهنجي زال ۽ ڀيڻ بہ مردانہ لباس پائي داخل ٿيون هيون. ۽النٽيئرن کي لٺ بہ ڪانہ هئي پر تنهن هوندي بہ ڪين باانتظام ڪم ڪرڻ سيکاريو ويو هو. 6 اپريل تي جليانوالا هفتو ملهائڻو هو سو انهيءَ ڏينهن ملڪ ۾ ستياگرهہ آرنڀ ڪرڻ لاءِ مهاتما سمنڊ جي ڪناري تي سرڪاري قانون جي انحرافي ڪري لوڻ ناهيو. رڳو اشاري جي دير هئي سو سڄي ملڪ ۾ لوڻ ناهڻ جو ڪم شروع ٿي ويو. اسان کي لوڻ ناهڻ جو هنر ڪونہ هو پر ڪتاب پڙهي چونپڙيون ڇپائي ورهايونسون ۽ ٿيون ۽ ديڳڙا ڪٺي هڪ قسم

جو خراب ۽ گڏيل لوڻ تيار ڪري ڳرن اگهن ۾ نيلام ڪرڻ لڳاسون. مراد نہ لوڻ ناهڻ جي پر قانوني شڪني جي هئي. اسان ڏنو تہ لوڻ ناهي قانون شڪني ڪرڻ جو ڪم ويو وڌندو. جڻ تہ پيلي کي باهہ لڳي وئي هئي. اسان کي پاڻ تي شرم پئي آيو تہ اجايو مهاتما جي ڏاهپ ۾ گمان آندوسون.

14 اپريل جو مون کي گرفتار ڪري ساڳئي ڏينهن ڇهن مهينن جي سزا ڏنائون. مون پنهنجو جانشين مهاتما کي ڪيو هو پر ڊپ وچان تہ متان اهو عهدو نہ قبولي سو ٻيو نمبر بابي کي ٽاڪي ويس. بابي جي صحت بگڙيل هئي پر تنهن هوندي بہ ڪم کي جنبي ويو. تحريڪ سندس نظر هيٺ زور وٺي وئي. سڄي ملڪ ۾ هڙتالون ۽ سرگسون شروع ٿي ويون ۽ سرڪار گرفتارين، مارڪُٽ، بندوق بازيءَ جي ڌم لڳائي ڏني. وديسي ڪپڙي جو بهشڪار بہ زور سان عمل ۾ اچڻ لڳو. مون جڏهن ٻُڌو تہ منهنجي ٻڍڙي ماءُ ۽ پينر ڌَرتَتيءَ جو دڪانن اڳيان رستن تي بيهي وديسي ڪپڙي جو بهشڪار پيون ڪرائين تہ دل پڄي پيم. ويچاري ڪملا تہ پنهنجي صحت جو سانگو نہ ڪري رات ڏينهن ڪم کي جُنبي وئي. هيل تائين مون کي ڄاڻ نہ هئي تہ منهنجي ضعيف زال ۾ ڪم ڪرڻ ۽ انتظام رکڻ جي ايڏي شڪتي آهي. جيل ۾ پيو ايڪڙ ٻيڪڙ سندس حيرت انگيز ڪم جون خبرون ٻُڌندو هوس پر جڏهن بابو بہ مون سان اچي جيل واسي ٿيو تڏهن سندس ڪم جي وچور سان خبر پيم. بابي کي اها ڳالهہ نٿي وڻي تہ سندس گهر جا ڀاتي ائين اُسن ۾ رستن تي وچي سڙن پچن پر سندن ديسي پڳتي ۽ اتساهہ ڏسي کين ڇيڪ ڇڏي ڏنائين.

23 اپريل جو پشاور ۾ پناڻن مٿان سرڪار گوليون هلايون ۽ تنهن کان پوءِ سڄي سرحد علائقي ۾ ماڻهن سان ساڳي ڪار ٿي. پناڻ شجاع ۽ جنگجُو قوم آهن. اڳ ڪڏهن هو اهڙي باامن ۽ منظم نموني سينا سپر ڪري گولين جو نشان نہ ٿيا آهن. هو هنسا جو جواب هنسا سان ڏئي سگهن ٿا. پر هن دفعي موت جي مُنهن ۾ اهنسڪ ٿي بينا. ملڪ ۾ ڪٿي بہ سرڪار بندوق بازي ڪري ها تہ ماڻهن ۾ جوش ڦهلجي وڃي ها پر سرحدي پناڻن جي اهنسڪ دليري ۽ وطن دوستي دلين ۾ جبرو اثر پيدا ڪيو. نتيجو اهو ٿيو جو گڙهوالي هندو سولجرن گولي هلائڻ کان صاف انڪار ڪيو. بي هٿيار هم

وطنين تي موتمار هٿيار هلائڻ کان هنن پنهنجي سر تي مصيبت ڪٽڻ واجب سمجهي ڇاڪاڻ تہ سالار جي حڪم جي انحرافيءَ سبب جيڪا سيڪت ملي سگهي ٿي تنهن جي هنن کي ڄاڻ هئي. سرڪار اهڙي قسم جون خبرون شايع ٿيڻ نہ ڏيندي آهي پر اسان کي خبر آهي تہ ٻين ڪيترين فوجن بہ گڙهواليءَ وانگر پنهنجي هم وطنين کي مارڻ کان صاف جواب ڏنو. انهيءَ زماني لشڪر ۾ افواهہ ڦهلجي ويو هو تہ هن ملڪ ۾ انگريز سرڪار جي پڄاڻيءَ جا ڏينهن اچي ويجها پيا آهن پر پوءِ جڏهن خبر پيئن تہ انگريز اهڙو سٽت ٿپڙ سوئڻ وارو ناهي تہ لشڪر ۾ بدانتظامي بند ٿي وئي. سرڪار بہ هند واسي فوج هٿان سندن بي هٿيار هم وطني مارائڻ کان باز آئي.

هن دفعي ستياگرهہ آندولن عجب رنگ ڪري ڏيکاريا. اسان ڏٺو تہ قوم جي سُتل شڪتي نئين سر سجاڳ ٿي آهي. هند واسي عورتون جن ڄمار ڪوٺن ۾ برقعن اندر گذاري، جن ڪڏهن چار ديواريءَ کان ٻاهر ليئو نہ پاتو سي هزارن لکن جي تعداد ۾ نڪري نروار ٿيون. ڪيترن شهرن ۾ سرگسون رڳو زالن جون هونديون هيون جن ۾ هو سر بازار راڳ ڳائينديون، جهنڊا جهولائينديون، تقريرون ڪنديون ڏسبيون هيون. وديسي ڪپڙي ۽ شراب جي بهشڪار لاءِ جٿا ناهي صبح کان رات تائين پڪيٽنگ ڪنديون هيون. ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پرانتن ۾ زالون ڊڪٽيٽر ٿيڻ لڳيون ۽ ڏسڻ ۾ آيو تہ مردن کان زالن جو رُخ وڌيڪ اَڏول ۽ سالم آهي.

ملڪ ۾ رفتہ رفتہ سول نافرماني وئي وڌندي. پهرين تہ رڳو لوڻ پئي نهيو پر پوءِ سرڪار جيئن خاص قانون ۽ نادري حڪم وئي ڪيندي تيئن انهن حڪمن جي انحرافي ڪرڻ جا موقعا بہ ويا وڌندا. ورڪنگ ڪميٽيءَ هدايتون ڪيون شايع ڪندي هئي تہ هن کي هن نموني قانون شڪني ڪرڻ گهرجي ۽ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ عين ڪانگريس جي حڪم پٽاندڙ ڪارروايون شروع ٿي ويندڀون هيون. سرڪار هڪڙيون ڪميٽيون گرفتار ڪري تہ فورا مٽان ٻيون نهيون رکيون آهن. ستياگرهين جو تہ ڪاٿو ڪونہ هو. رڳو هڪڙي ڳالهہ ۾ ڪانگريس ڪامياب نہ ٿي. ڪانگريس اخبارن کي حڪم ڪيو تہ ضمانت نہ ڏين. قومي اخبارن حڪم برچشم ڪري اخبارون بند ڪري ڇڏيون. ملڪ ۾ عجيب و غريب افواهہ ڦهلجڻ

لڳا، جنهن ڪري سرڪار لاءِ پاڻ وڏيڪ مشڪلاتون پيدا ٿي پيون. انهيءَ وچ ۾ نرم ڏُر وارن اخبارن جي ڪمائي وڌي وئي. قومي اخبار وارن ڏٺو تہ سندن گراهڪ لاچار بين وٽ ٿا وڃن سو پنهنجو ڏنڊو وڃائي ويهڻ سهي نہ سگهيا ۽ ڪانگريس جي حڪم تي اک ٻوٽ ڪري نئين سر اخبارون ڇپڻ شروع ڪيائون.

مهاتما کي پنجين مئي تي گرفتار ڪيائون پر سمنڊ جي ڪناري تي ستياگره يڪ بلڪل زور سان هلندي آئي. هڪ پاسي ستياگرهي سرڪار لوڻ جي انبارن تي ڪاهي ٿي پيا تہ ٻئي پاسي پوليس بلڪل وحشي نموني ماڻهن کي گهوڙن جي سنبن هيٺان لتاڙي ڏنڊن سان سندن هڏ ڪڏ کوپريون ڀي ڀڳيون. بمبئي وڏو شهر آهي جتان خبرون ديسان ديس سولائيءَ سان موڪلي سگهجن ٿيون تنهن ڪري اتي جون سرگسون، هڙتالون، لٺين جا وسڪارا ديس پرديس مشهور ٿي ويا آهن. پر ڪيئي ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ساڳيون ڪارروايون ٿيون جنهن جي ٻاهر جي ماڻهن کي خبر ناهي.



# نيني جيل

اٽڪل ستن ورهين جي عرصي کان پوءِ جيل اندر پير پاتو هوم سو اڳين سانيرڪي قدر جهڪي ٿي وئي هئي. اسان جي پرانت ۾ نيني هڪ وڏو مرڪزي جيل آهي جنهن ۾ اُن وقت اٽڪل ٻاويهہ ٽيويهہ سؤ قيدي رهندا هئا. مون کي هڪ ننڍي گول چڪري ۾ رکيو هئائون جنهن جون ڀتيون 15 فوٽ مٿي هيون. منجهس چار ڪوٺڙيون هيون، جن مان ٻہ مون کي مليل هيون. جيل کان ٻاهر چست ۽ ڦڙت رهيو هوس سو هينئر اڪيلائيءَ ۾ ملول گذارڻ لڳس. پهريان ٻہ چار ڏينهن تہ خوب ننڊون ڪيم. رات جو ڪوٺڙيءَ ٻاهران ننڍڙي اڱڻ ۾ سمهڻ ڏيندا هئم جتي تارن سان جهنجهيل آسمان جو ننڍڙو ٽڪر ڏسي دل سُسندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ نيلي تنبوءَ تي ڪڪر لنگهندو ڏسي، اُن سان گڏ پرواز ڪرڻ جي آرزو اُتپن ٿيندي هئي ۽ انهيءَ ويچار ۾ پئجي ويندو هوس تہ گول ڀتين ۾ ڳُنڊن جي عدم موجودگي ماڻهوءَ جي من ۾ بنديخاني جو خيال پيدا ٿي ڪري. رات جو منهنجي کٽ کي زنجيرن سان ٻَڌي ڇڏيندا هئا. شايد ڊپ هونِ تہ مان کٽَ ۽ بسترو مٿي تي کڻي ڀڄي ويندس يا کٽَ کي ڊگهو ڪري ڏاڪڻ وانگر ڪم آڻي ڀت ٽپي فرار ڪندس. سڄي رات پريان ڀت جي ٻاهران چپراسين ۽ پهريدارن جا آواز پيا ايندا هئا. انهن مان ڪي تہ آواز کي اهڙو اينگهائيندا هئا جو ڄڻ تہ ڀيلي مان هوا ڪنجهندي ڪُرڪندي سڏڪا ڀريندي ٿي لنگهي. پهرين سمجهندو هوس تہ شايد جيل جي ٻاهران ٻنيون آهن جتي جهنگ جا مرون هڪ ٻئي کي پيا اُونائين ۽ موٽ ۾ هاري فصل جي بچاءَ خاطر کين هڪلون پيا ڪن.

منهنجي رهڻ جي جڳهہ تي قيدين ”ڪتا گهر“ نالو رکيو هو ڇاڪاڻ تہ ٻين کان علحدو ڪرڻ لاءِ اُتي بلڪل خوفناڪ قيدين کي رکندا هئا. ڪجهہ وقت کان انهيءَ هنڌ سياسي قيدين کي رهايو ويندو هو جيئن هو ٻين

سان گڏجي انهن کي پاڻ جهڙو نہ ڪري ڇڏين. منهنجي بنديخاني اڳيان پڃري وانگر ڪجهہ نهيل هو جنهن ۾ ماڻهو ڍڳي وانگر پيا ڦرندا هئا. ڏسڻ سان بت مان سيسرات نڪري ويم. ڇاڪاڻ تہ اهي ماڻهو سڄي ڏينهن ڍڳي وانگر نار پيا ڪاهيندا هئا. هن سڙيل زماني ۾ ماڻهن کان اهڙو ذليل ڪم ڪرائڻ سرڪار جي ذليل ذهنيت جي نشاني آهي. پهريان ۾ مون کي "ڪتا گهر" کان ٻاهر نڪرڻ نہ ڏيندا هئا پر پوءِ پرهہ ڦٽيءَ جو مُنهن اوندهہ مهل اڌ ڪلاڪ ڪسرت لاءِ ٻاهر ڪڍندا هئم. مان اهو اڌ ڪلاڪ ڊوڙون پائي کُلي تازي هوا سان ڦڦڙ پريندو هوس. مون ڏٺو تہ انهيءَ ورزش جو اثر منهنجي صحت تي بلڪل سنو ٿيو. مون کي رات جو ساڍي ٽين يا چئين بجي جاڳ ٿيندي هئي ڇاڪاڻ تہ روشني جهڪي هئڻ سبب سويل سمهي پوندو هوس. اُٿڻ مهل آسمان ۾ تارا جاچي ڏسندو هوس تہ وقت ڪيترو ٿيو آهي. ٽڙُو تارو سدائين وڏي پٽ جي ڪناري وٽ ڏسڻ ۾ ايندو هو. ڦرندڙ گرهن ۾ ان کي سدائين ساڳئي هنڌ ڏسي ثابت قدم رهڻ ۽ اورچ ٿيڻ جو سبق سکندو هوس.

مهينو کن تہ مان بلڪل اڪيلو رهيس. البت مقدم بورچي ۽ ٻيا قيدي ڪم سانگي پيا ايندا ويندا هئا. هنن کي ڳريون سزائون مليل هيون. خاص ڪري اوورسيئر تہ جنم ٽيپي هئا. ماڻهن کي خيال وينل آهي تہ جنم ٽيپ ۾ ويهہ ورهيہ ٿيندا آهن پر ائين ناهي. مون هڪ قيديءَ جي پٺيءَ تي انگن جو جملو لڳائي ڏٺو تہ ڪيترا ورهيہ جيل ڪاٽڻ بعد بہ ڪيس اڃا 75 ورهيہ ٻيا جيل ۾ رهڻو هو. شايد ٻئي جنم ۾ وري جيل ۾ رکندس ڇاڪاڻ تہ اُن وقت هو اڳي ئي ڪڙوڙ هو جنهن ڪري مني صدي وڌيڪ جيئرو رهڻ هن لاءِ غيرممڪن هو. انهن جنم ٽيپن جي حالت قياس جوڳي آهي ڇاڪاڻ تہ ورهين جا ورهيہ هنن کي پنهنجي اڪين زال ٻار يا ڪو جانور ڏسڻ جو وجهہ نٿو ملي جنهنڪري هو انسان حياتيءَ کان ڇڇي ڏار تي وڃن ٿا. هو ڳُٽيون ڪري پورَ پچائي پنهنجو اندر پيا کائين. ڪهڙيون نہ غصي، وير ۽ دشمنيءَ جون ججڪيون ايندي‌ون هوندن. سندن حياتيءَ ۾ ڪل خوشي، چرچو پيار ۽ نرمي آهي ئي ڪانہ. جنهنڪري هو مشين وانگر بي جان، بي احساس ٿيو پون. ويچارا رڳو پيا وهن ۽ ڳهن. جيل ۾ قيدين جي بت جي تور وننڊا آهن پر آهي ڪو اهڙو اوزار جنهن سان سندن لوساٽيل ۽ ڪومايل روح جو اندازو

لڳائي سگھجي. مون ڦاسيءَ خلاف گھڻي ئي دليل ٻُڌا آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ انهن دليلن ۾ وزن آهي. پر جڏهن مان جنم ٽيپ جي ناسور اينگهندڙ عذاب جو خيال تو ڪريان تہ ڊرن ڏڪيو وڃيم ۽ اندر ۾ خيال تريو اچي تہ هن نموني ماڻهن کي عذاب ڏئي مارڻ کان هڪ دفعو ڦاسيءَ تي لٽڪائي ڇڏڻ بهتر آهي. هڪ دفعي هڪ جنم ٽيپيءَ مون کان پُڇيو تہ توهان جو سوراج اسان کي آزاد ڪندو يا پوءِ بہ هن دوزخ ۾ پيا جلنداسون؟

اهي جنم ٽيپي ڪير آهن؟ انهن مان گھڻن کي تہ پنجاهہ سؤ جي ٽولين ۾ ڪيون سزائون ڏنيون ويون آهن. شايد سيئي ڏوهاري هجن پر ڌاڙيلن جي ٽولين خلاف ڏوهہ ثابت ڪرڻ لاءِ انڌي منڌي شُجاٽپ ۽ سرڪاري شاهد جي گواهي بس آهي. اجڪلهہ چوريون ڌاڙا وڌندڙ آهن، چاڪاڻ تہ ماڻهن جي حالت سقيم آهي. پر هي عالم فاضل جج ملڪ جي مالي حالت ۽ ماڻهن جي تنگيءَ جو ڪو خيال نہ ڪري، لنبين فتوائن ۾ وڌندڙ ڏوهن تي وعظ ڪري وڃن. جيل خانا ڀريندا. هندوستان جي ڀهراڙين ۾ ٻني ٻاڙي يا ٻاڻيءَ جي پيچ تان تڪرار عام جاءِ تين ٿا. جوش ۾ اچي مڙس هڪ ٻئي تي لٺين جو سٽڪو لڳايو ڏين. اتفاق سان انهن مان ڪو مريو پوي تہ درجن ماڻهن کي جنم ٽيپ اچيو وڃي. درحقيقت اهي نوجوان جسماني خواه دماغي طرح قوي ۽ سگھا آهن. جيڪڏهن هنن کي ڪو شغل، ڪا تربيت هجي تہ هوند ديس جا لال ٿي پون.

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ هندوستان جي جيلن ۾ ڪيترا عادتي ڏوهاري بہ آهن پر مون تمام گھڻا اهڙا سنا جوان ۽ عورتون بہ ڏٺيون آهن جن تي مان جيڪر بي ڌڙڪ وشواس ڪريان. مون کي خبر ناهي تہ انهن جيلن اندر سچن سماج ورودين جو انداز ڪيڏو آهي پر نيويارڪ جو سِنگ سِنگ جيل جنهن ۾ بلڪل خوفناڪ قيدي رکيا ويندا آهن اتي جي وارڊن جي رپورٽ آهي تہ انهن قيدين مان پنجاهہ في صدي جو سياءُ ڏوهاري نموني جو اصل ناهي ۽ باقيت مان پنجويهہ في صديءَ خراب حالتن سبب ڏوهہ ڪيا آهن. وڏيڪ سندس چوڻ آهي تہ شايد ڪل ساڍا ٻارهن سيڪڙو قيدي سياويڪ سماج ورودي آهن. جيڪڏهن سنگ سنگ جي مشهور معروف خوفناڪ قيدين جي اها حالت آهي تہ هندوستان جي قيدين جي ڪهڙي

ڳالهه ڪجي؟ اسان جي ديس ۾ اٽڪل ڏهاڪو لک قيدي جيلن ۾ آهن جن کي سُڌارڻ جي ڪنهن کي اوڻ ڪانهي. مئجسٽريٽ رڳو ڳريون ٽيپون ڏئي ڇاٽن ۾ سرڪار رڳو وڃي پوليس وڌائيندي ۾ باندين کي بند ۾ قابو رکڻ جا اُپاءَ ڳوليندي ڪنهن کي بہ خيال ڪونهي تہ اهي قيدي اسان جا ۾ اسان جهڙا ماڻهو آهن جن جي سياءَ ۾ من جي اوستا ۾ انساني گهرجن جو اپياس ڪرڻ ضروري آهي.

سڀ کان وڌيڪ دکدائڪ ڳالهه آهي تہ جو پندرهن ورهين کان متي جوانن کي جيل اُماڻيو تو وڃي. توري سنيپال سان اهي ڦتندڙ مکڙيون سهڻا گُل ٿي سگهن ٿا. هينئر ڪن کي لکڻ پڙهڻ سيکاريو وڃي ٿو پر سرشتو جڏو آهي جنهن ڪري گهڻو سکي نٿا سگهن. اخبارون، ڪتاب، رانديون ۾ وندر جو بندوبست ڪونهي. بارهن ڪلاڪ تہ قيدي رڳو بيريڪن ۾ بند پيا آهن. ٽن مهينن ۾ رڳو هڪ دفعو خط لکڻ ۾ ملاقات ڪرڻ جي موڪل اٿن. ڪيترا تہ لکي پڙهي نہ ڄاڻن سو ان جو فائدو وني نٿا سگهن ۾ آفيسرن کي ڪم کان گس گساءُ ڪرڻ جي عادت آهي سو ڪين لکي ڏيڻ کان پيا گوٿناٽي ڪن. ڪيترين حالتن ۾ خطن تي ائڊريسون غلط لکيو ڇڏين جنهن ڪري مالڪن کي خط پهچي ئي ڪونہ. چڱي چوکي رشوت بنا ملاقات ڪرڻ محال آهي ۾ هڪ جيل مان ٻي جيل ۾ بدلي ٿيڻ تي قيديءَ جو پتو ڪرو ليڻ مشڪل. ملاقات وقت ملاقاتين جا ٽولا هڪ ٻئي جي سامهون بيهاري وچ ۾ ڪنهن قسم جي آڏ يا رنڊڪ وجهي ڇڏيندا آهن جيئن ڏُريون پاڻ ۾ رڳو ڳالهائي سگهن پر هڪ ٻئي سان ملي نہ سگهن جنهنڪري ملاقي رڳو پيا وڏي واڪي بڪ بڪ ڪن. توهين سمجهي سگهو ٿا تہ اهڙي ملاقات سان ملاقاتين کي ڪهڙو مزو ايندو؟

يورپي قيدين سان جيلن اندر خاص سهنج آهن، کاڄ خوراڪ، ڪپڙي لٽي، خط پٽ، ڪتاب اخبار جي تڪليف ڪانہ اٿن. هفتي ۾ هڪ دفعو پادري دنيا جو واءُ سواءُ ٻڌائي وڃين. ڪن جزوي سياسي قيدين کي بہ ساڳيون سهولتون ملنديون آهن پر پنجانوي سيڪڙو کان مٿي سياسي قيدي ٻين ڏوهارين جهڙي زندگي بسر ڪندا آهن. انقلابين سان تہ نسورو وٺل آهي. ڪورٽ ڏئين ٽيپ تہ جيلر ڏئي اڪيلي ڪوٺي، جتي ورهين جا ورهيہ

پيا سڙن تان جو هوش حواس ڪوئي ويهن. سندن مُنهن مان يا چريائي پئي بڪي يا وسوڙل ۾ واٽڙا پيا لڳن. اهي انقلابي اڪثر سهڻا، تيز فهم نوجوان آهن جن تي جيڪر ملڪ ڪي ناز ٿئي پر سرڪار جي پاليسي ۾ پوليس جا آڏا اُبتا رستا سندن روح جي تيز شمع کي اُجهايو ڇڏين. هو ڏوهاري آهن يا نه تنهن جو پتو پوڻ مشڪل آهي ڇاڪاڻ ته سياسي ڳالهين ۾ سرڪار تي اعتبار ڪري نه ٿو سگهجي. هن ملڪ ۾ جيلن جو سرشتو اهڙو آهي جو ڪيئي اثر پزير، تيز فهم ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گهاٽي ۾ پيسجي ڦوڳ ٿيو پون. جسماني تڪليف ۽ اندر جو عذاب گڏجي کين ڏکي تا ڪن. مون ڪيئي قيدي ڏٺا آهن جي حشمت ۾ هيڪل وارا مڙس هئا پر جيل ۾ ڪي سال رهڻ بعد ليلهر ٿي پيا آهن ۽ زالن ۽ ٻارن وانگر پيا روئن. مون اهو به ڏٺو آهي ته ڪجهه دلداري ڏيڻ، مٺي ڳالهائڻ ۽ همدردي ظاهر ڪرڻ سان اڪين ۾ تيج ۽ مُنهن ۾ احسان ۽ خوشيءَ جي جهلڪ اچيو وڃي. ائين نه سمجهو ته قيدين ۾ انسانيت ۽ همدردي ناهي. منجهن رفاقت ۽ انسانيت جو مادو موجود آهي. هڪ دفعي هڪ انڌو عادتي ڏوهاري تيرهن ورهين جي قيد بعد آزاد ڪيو ويو. وٽس ڪي ڪين هو سو ڪنهن چولو ڏنس ڪنهن ڪپڙا. هڪ جٽي ڪي انهيءَ ڏينهن نئون چپل مليو هو جو هن خوشيءَ سان مون کي ڏيکاريو پر ڪلاڪ کن بعد انڌي رفيق جو احتياج محسوس ڪري ان کي ڏئي ڇڏيائين. اوڏي مهل مون کي خيال آيو ته ماڻهن ۾ ٻاهر کان جيل اندر وڌيڪ ديا ۽ همدردي ٿيندي آهي. جيل ۾ اسان کي رڳو هندي هفتيوار ملندي هئي پر واردر ٻاهر جون خبرون ڪٺي ايندا هئا. سچ پڇو ته مهاتما ۾ جادو آهي. جي ائين نه هجي ته هيڏي سلڪ ۾ هيڏو ينيٽ ڪيئن ٻري ها؟ اهنسڪ يدّ جون خبرون ۽ جانثارن جون قربانيون ٻُڌي اسين پنهنجي هم وطنين تي ناز ڪرڻ لڳاسون. مون کي فخر هو ته منهنجي گهر جي ياتين ۽ سنگتين ۽ زال ۾ ايڏي مٽيا آهي پر ساڳئي وقت سندن سُور سختين جي پيٽ پنهنجي جيلي زندگيءَ سان ڪرڻ لڳس ۽ ڏنم ته مان ڪل لڪائي آسائش ۾ وينو آهيان. دل هئي ته وڃي ساڻن گڏجان پر جيل مان نڪرڻ منهنجي وس نه هو. سو جاٽي واٽي پاڻ کي سخت پورهئي جي سيڪت ڏنم. ٿي ڪلاڪ برتن ۽ ڪپڙا ڌوئڻ ۽ ٻهاريون پائڻ پاڻ تي هموار ڪيم. باقي

وقت پڙهندو هوس. اهڙي ريت پاڻ کي مشغول رکي دل تان بار هلڪو ڪندو هوس. اجهو ائين نيني جيل ۾ پيو وقت ڪاٽيندو هوس. جيل جي آفيسرن کي رڳو اهو خيال آهي تہ قيدين کي مڃو ۽ بي همت ڪيئن بڻائجي. عجب تہ اهڙي گندي ڪم لاءِ پڻ ساڳيا قيدي ڪم آندا ويندا آهن جي بنا پگهار پيا پنهنجي يائرن مٿان جاسوسي ڪن ۽ انهن کي دٻائن ۽ هيسائين. سرڪار ڪڏهن بہ ڪين يڪ مشت تيڻ نہ ڏيندي آهي. مارڪس جو چوڻ آهي تہ جنهن کي اسين سرڪار ٿا چئون سا دراصل طاقتور فرقي جو هٿيار آهي، جنهن سان ٻين کي دٻائي، هيسائي مطيع ڪيو ٿو وڃي. هندستاني جيل انهيءَ ذليل جي جيئري جاڳندي ثابتي آهن. چاڪاڻ تہ سرڪار کي ننگي روپ ۾ اُتي ڏسي سگهجي ٿو.



# ييرودا- ياترا

بابي جي گرفتاريءَ بعد يڪدم ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ کي بي قاعدي سنستا نهرايو ويو يعني تہ جيڪڏهن ميمبر ڪٿي بہ گڏ ٿين تہ فوراً گرفتار ڪيا ويندا. انهيءَ حالت کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ورڪنگ ڪميٽيءَ سان نوان ميمبر گڏيا ويا، جي اڳين جي گرفتاريءَ بعد سندن جاءِ پرين. ڪملا انهن نَون ميمبرن مان هڪ هئي. گرفتاريءَ وقت بابي جي صحت خراب هئي جنهن جي سڌرڻ جو نيني جيل ۾ امڪان ڪونہ هو. سرڪار ساڻس هر قسم جي رعايت ڪرڻ لاءِ تيار هئي پر "ڪتا گهر" ۾ جتي هو اسان سان گڏ رهندو هو اتي اهڙي آسائش ميسر ڪري ٿي سگهيا؟ هڪڙو اگهڻ ننڍو پيو چٽ سمٽي، تيون مينهوڳيءَ جي مند. چوٿون بابي کي تؤنس سو اسين مُنجهي پياسون تہ سندس ڪٿ ڪٿي وجهون. جيل جي سپرنٽينڊنٽ کيس جدا رهائڻ جو پربنڌ ڪيو پر اسان گڏ رهڻ واجب سمجهيو. ڪجھ وقت بعد اختياريءَ وارن اسان جو اگهڻ ڪشادو ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو پر ان جو فائدو بابي کي نہ مليو ڇاڪاڻ تہ ان جي تيار ٿيڻ کان ٿورو پوءِ بابي جو جيل جو مدو اچي پورو ٿيو. باقي انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ اسان ان جو پورو فائدو ورتو.

جولاءِ جي آخر ۾ اسان اخبار ۾ پڙهيو تہ ساپرو جيڪر سرڪار ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ٺاهہ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. گرفتار ٿيڻ کان بہ چار ڏينهن اڳ ڊيلي هيرالڊ جي خاطر مسٽر سلو ڪومب بابي سان بمبئيءَ ۾ ملاقات ڪئي هئي، جنهن ۾ بابي کيس چيو هو تہ جيڪڏهن انگريز سرڪار ڪانگريس جي خود حڪومت واري گهر جي پارليامينٽ ۾ پذيرائي ڪري ۽ غير رسمي نموني اهڙي خاطري ڏئي ۽ دٻاءَ جي پاليسي بند رکي ستياگرهين کي آزاد ڪري تہ هو مهاتما ۽ مون سان صلاح ڪري ڪانگريس کي گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ آماده ڪندو. هن

قسم جو بيان بابي تڙ تڪڙ ۾ ڏنو هو. چاڪاڻ تہ ڪيس مهاتما ۽ منهنجي رضامنديءَ بنا ٺاهہ جي ڳالهين ڪرڻ جو حق حاصل نہ هو. مان پنهنجو نالو انهيءَ ڪري ٿو آڻيان جو اُن وقت مان ڪانگريس جو صدر هوس. بابي نٿي سمجهيو تہ هڪ اخبار نويس سان ملاقات کي ايڏو وزن ڏنو ويندو پر نتيجو اهو نڪتو جو هڪ ڏينهن ساپرو ۽ جيڪر مهاتما جي چٺي کڻي جيل ۾ اچي اسان سان گڏيا. بابي کي تؤنس هئي سو لنبن بحثن سبب وڌيڪ ضعيف ٿي ٿيس. ڳالهين ڪندي اسان ڏٺو تہ اسان جي ذهنيت ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. سول نافرمانيءَ جي تحريڪ زور شور سان چالو هئي تنهن ڪري رڳو سڪٽين ڳالهين تي ٻنجو ڏئي ڇڏڻ غيرممڪن هو. ازانسواءِ مهاتما ۽ ٻين رفيقن جي صلاح بنا اسين ٺاهہ ڪري نٿا سگهياسون تنهن ڪري مهاتما کي بہ انهيءَ قسم جو جواب لکي موڪليوسون.

يارهن ڏينهن گذرڻ بعد ڊاڪٽر ساپرو وري اسان وٽ وائسراءِ جي چٺي کڻي آيو جنهن ۾ لکيل هو تہ "مهاتما سان اسين ييرودا جيل ۾ ملي سگهون ٿا باقي سردار ولڀ ڀائي پٽيل, ابوالڪلام آزاد ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ميمبرن سان ملاقات نہ ڪري سگهنداسون, چاڪاڻ تہ هو جيل کان ٻاهر سرڪار خلاف سول نافرمانيءَ جي تحريڪ هلائي رهيا آهن. اسان کي مهاتما سان گڏجڻ ۾ اعتراض ڪونہ هو پر ساڳئي وقت اسان وائسراءِ کي ساپرو معرفت ذهن نشين ڪيو تہ رفيقن سان صلاح بغير اسين ٺاهہ هرگز نہ ڪنداسون. ٻيو تہ انهيءَ ڏينهن اخبار ۾ درج ٿيل هو تہ ڪيئن پوليس بمبئيءَ ۾ سخت مارڪُٽ ڪئي آهي ۽ ولڀ ڀائي پٽيل, مالويہ ۽ تصدق شيروانيءَ کي گرفتار ڪري ويا آهن. اسان سرڪار کي صاف ٻڌايو تہ جيسين عملدارن پنهنجي روش نہ ڦيرائي آهي تيسين اسين ڳالهين ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون. ازانسواءِ جيڪڏهن مهاتما سان اسان جي ملاقات ڪرائڻي اٿن تہ ڊاڪٽر سيد محمود ڪانگريس سيڪريٽري جو اسان سان گڏ "ڪتا گهر" ۾ رهندو هو تنهن کي پڻ اسان سان همراهہ ٿيڻ جي موڪل ڏين. سرڪار اسان جا شرط قبوليا ۽ ٽن ڏينهن بعد اسان کي اسپيشل ٽرين ۾ پوني طرف اُماڻيو. رستي تي گاڏي وڏين اسٽيشنن تي نہ بيني پر بنا تند تار وانگر خبر ملڪ ۾ ڦهلجي وئي ۽ ننڍين اسٽيشنن تي بہ ماڻهو هزارن جي

تعداد ۾ اسان سان گڏجڻ آيا. ييرودا ۾ اسان کي مهاتما سان رهائڻ جو پرپنڌ ڪيو هئائون پر اوچتو اختياريءَ وارن کي مٿان حڪم اچي ويو تہ مهاتما سان اسان جي ملاقات ساپرو ۽ جيڪر جي روبرو ڪرائي وڃي. سرڪار کي شڪ اچي لڳو تہ مٿان پاڻ ۾ خلاصين ڳالهين ڪرڻ بعد اسين وڌيڪ اڻ مرندڙ رُخ اختيار ڪريون. ٻہ راتيون ۽ هڪ ڏينهن گذري ويا پر اسان جي مهاتما سان ملاقات نہ ٿي. اسين هيڏو سفر ڪري مهاتما سان ملڻ آيا هئاسون پر هينئر جڏهن مهاتما وٽ اچي پهتاسون تہ ملاقات ڪرائڻ کان اختياريءَ وارا پٽ ڪيڏي بيٺا. بابي کي انهيءَ تي ڏاڍا خار لڳا. نيٺ ساپرو ۽ جيڪر آيا ۽ اسان کي ٻڌايو ويو تہ ٿيئي جڻا جي آفيس ۾ وينا آهن جتي اسين ساڻن گڏجي سگهون ٿا. بابي وٽن وڃڻ کان صفا انڪار ڪيو ۽ جڏهن اختياريءَ وارن سمجهاڻي ڏني، معافي طلبي ۽ پهرين مهاتما سان اڪيلو ملڻ جي اجازت ڏني تڏهن بابو مس مڙيو. انهيءَ ڏينهن ڪن ڪلاڪن بعد اسان کي مهاتما واري جڳهہ ۾ رهايو ويو جتي جيل اندر اسان جا ٻيا رفيق بہ اسان سان اچي شامل ٿيا. ان بعد جيترو وقت ييرودا ۾ هئاسون سو گڏ رهي صلاحن ڪرڻ ۾ گذاريوسون. ساپرو ۽ جيڪر سان بہ ٽي ڏينهن ساندهہ بحث هليا جن جو نتيجو هڪ رسمي خط ۾ درج ڪيوسون اسان انهيءَ خط ۾ ڄاڻايو تہ اسين مسٽرس ساپرو ۽ جيڪر جا ٿورائتا آهيون جو هنن برٽش سرڪار ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ناهہ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيتوڻيڪ اسان جي نظر ۾ خاطرخواہ ناهہ جو وقت اڃا نہ آيو آهي ائين برابر آهي تہ گذريل پنجن مهينن اندر قوم وڏيون قربانيون ڪيون آهن ۽ هر مذهب، ذات شغل جي ماڻهن سول نافرماني ۾ ڀرپور ڀاڱو ورتو آهي ۽ تنهن هوندي بہ اها قرباني آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي ناهي. اسين وائسراءِ ۽ نرم ڌر وارن سان شامل راءِ ناهيون تہ سول نافرمانيءَ مان ملڪ کي نقصان پهتو آهي يا اها تحريڪ بي قانوني آهي يا پوري وقت تي جاري نہ ڪئي وئي آهي. انگريزن جي اتهاس ۾ ڪيئي مثال آهن جن مان ظاهر آهي تہ آزاديءَ لاءِ لڙڻ يا پنهنجي قوم جي حقن جي حفاظت لاءِ جدوجهد ڪرڻ تحسين جوڳو ڪم آهي. خود انگريز ان کي پڌائين ٿا. تنهن ڪري وائسراءِ ۽ انگريز جڏهن اسان جي ڪارنامن کي ننديں ٿا تہ انهن جي مُنهن تي ننڍو

پوري ملڪ ۾ جيڪا تحريڪ سان همدردي ظاهر ڪئي وئي آهي سا ڏيکاري ٿي تہ قوم اسان جي طرفدار آهي. اسان کي ان ڪان وڌيڪ دليل ۽ ثابتيءَ جي ضرورت ناهي. پر سرڪار ۾ نرم تحريڪ کي نندين. ان جو اثر اسان تي پوڻو ڪونهي. تنهن هوندي بہ جيڪڏهن صلح ۽ ساز سان ڪم نبهي تہ اسين پنهنجي ماڻهن جي جان ۽ مال بچائڻ ۾ خوش ٿينداسون. ڪير چاهيندو تہ هزارين ماڻهن جا لٽ ڌڪي سان هڏ گڏ پڇن. هو جيلن ۾ سڙن. سندن گهر نيلام ٿين ۽ بار ٻچا رلي وڃن؟ پر انگريز هن قديم ملڪ کي ڌاڙ تي هري ويا آهن ۽ هتي جي ماڻهن جي اخلاقي، سياسي، مالي درگتيءَ جي ڇهنڊڙي ڪانہ تي پوين. اسان کي اعتبار ۾ نٿو اچي تہ هينئر هو صديءَ جي گناهن جو ڪفارو ڪيڻ. پڇتاءُ ڪرڻ ۽ عيوضو پري ڏيڻ لاءِ تيار آهن.

انهيءَ هوندي بہ اسان کي چاڻ آهي تہ اوهين ۽ اوهان جهڙا ٻيا ڪيترا عالم فاضل اسان سان ان نسبت اختلاف رکن ٿا. اوهين سمجهو ٿا تہ سرڪار جي دل ۾ ڪنهن قسم جو ڦيرو آيو آهي جنهن ڪري اسان کي گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي. اسان جي ذهنيت اوهان کان نرالي آهي تنهن هوندي بہ جيڪڏهن سرڪار اسان جا هي شرط قبولي تہ سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

1. وائسراءِ جي خط مان صاف ظاهر نہ آهي تہ انگريز سرڪار ڪيتري قدر اسان جي لاهور واري پورن سوراج جي گهر قبولڻ لاءِ تيار آهي ۽ نڪي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي باقاعدي ميڙ بنا ناهہ ڪرڻ جو اسان کي اختيار آهي. اسين ايترو فقط چئي سگهون ٿا تہ اسين ڪنهن بہ ناهہ تي راضي نہ ٿينداسون، جيسين هيٺيان شرط قبوليا نہ ويا آهن.

(الف) سرڪار صاف لفظن ۾ بيان ڪيئي تہ هندوستان کي برطانيہ سلطنت کان ڇڄي ڌار ٿيڻ جو هر ڪو حق آهي.

(ب) هندوستان کي مڪمل خود حڪومت ڏني ويندي يعني فوجي ۽ مالي کاتو پڻ هند واسين حوالي ڪيا ويندا. ازانسواءِ مهاتما جا ڏنل يارهن شرط پڻ قبول ڪيا ويندا.

(ت) هندوستان کي اڏيڪار رهندو تہ انگريزن جي هندوستان ۾ سيڙايل موڙي ۽ ڏنل قرض لاءِ تين ڌرڪان فيصلو ڪرائي.

2. جيڪڏهن سرڪار مٿيان شرط بحال ڪري تہ اسين ورڪنگ ڪميٽيءَ کي سفارش ڪنداسون تہ هو سول نافرمانيءَ جي تحريڪ بند رکي. وديسي ڪپڙي ۽ شراب جو بهشڪار ۽ خانگي ريت لوڻ ناهڻ جو ڪم هليو ايندو. البت خانگي ۽ سرڪاري لوڻ جي ڊيپن تي جلهہ نہ ڪبي.

3. سول نافرمانيءَ جي بند ٿيڻ سان سڀ سياسي قيدي آزاد ڪيا ويندا ۽ ضبط ٿيل ملڪيتون ۽ ڏنڊ واپس ڏنا ويندا ۽ جن ڪامورن تحريڪ سبب استعيفيٰ ڏني آهي تن کي نئين سر نوڪريءَ ۾ داخل ڪيو ويندو. انهيءَ وچ ۾ سرڪار جيڪي نادري حڪم ۽ غير معمولي قانون ملڪ مٿان مڙهيا آهن سي منسوخ ڪري ڇڏيندي.

گول ميز تي ڪيترا ڪانگريسي عيوضي هئڻ گهرجن سو انهن شرطن قبولڻ بعد فيصلو ڪيو ويندو.

هن خط تي ستن ڄڻن جون صحيحون پيل هيون.

ٽن ڏينهن جي بحثن بابي جي صحت تي برو اثر پيدا ڪيو. تپ بہ وڌي ويس. جنهن ڪري بہ چار ڏينهن ييرودا ۾ وڌيڪ رهڻو پيو. جيل جي اختياريءَ وارن سندس لاءِ هر قسم جون سهولتون ميسر ڪري ڏنيون. پهرين رات جڏهن ييرودا پهتاسون تہ جيل جو سپرنٽينڊنٽ ڪرنل مارٽن بابي کان سندس کاڌي نسبت پڇڻ آيو. نيني جيل ۾ کاڌو گهران ايندو هوس. بابي چيس تہ کيس هلڪو کاڌو وڻندو آهي سو صبح جي چانهہ کان وٺي رات جي مانيءَ تائين وچور ويس ٻڌائيندو. ڪرنل مارٽن سندس کاڌي جي لنبي وچور ٻڌي وائڙو ٿي ويو ۽ دل ۾ سوچڻ لڳو هوندو تہ اهڙو کاڌو شايد رتز يا سيواءِ ۾ سادو ۽ هلڪو ليکيو وڃي پر ييرودا جيل ۾ ميسر ڪري ڏيڻ آسان نہ آهي. ڪرنل هريل هو مهاتما جي کجور، نارنگين ۽ ٻڪريءَ جي کير تي سو ويچارو هي نئون مهمان ڏسي ڪياڙي کنهڻ لڳو. بابي لاءِ اهو رواجي کاڌو هو سو کيس ڪل ئي ڪانہ پئي تہ ڪرنل جو منهن سُسندو ٿو وڃي. محمود ۽ مون کي تہ رونشو ٿي لڳو سو پئي ڪرنل جو مُنهن تڪيوسون. ٽورن ڏينهن

بعد نينيءَ موٽي آياسون. سرڪار گهٽئي وڏا ڊاڪٽر موڪليا ۽ خود بابي جا ڊاڪٽربہ ڪيس تپاسڻ آيا پر سندس صحت وئي بگڙندي. اخبارن ۾ ڪيس آزاد ڪرڻ نسبت ليک پوڻ لڳا پر بابي کي انهيءَ تي منيان پئي لڳي سو وائسراءِ کي تار ڪيائين تہ سندس مرضي آزاد ٿيڻ جي ناهي. تنهن هوندي بہ سندس صحت جو خيال ڪري سرڪار جيل مان ڪڍي گهر اُماڻيس. هن دفعي بابو ڪل ڏهہ هفتا جيل ۾ رهيو.

بابي جي وڃڻ کان پوءِ اسين اُباڻڪا ٿي پياسون. سندس اچڻ بعد اسان نوار اُڻڻ، ڪتاب پڙهڻ، ڪترڻ وغيره ڇڏي ڏنا هئا. محمود، پرساد ۽ مان سڄو وقت سندس پرگهور لهندا هئاسون. پاڻ کي انهيءَ نموني مشغول ڏسي اسان کي خوشي ٿيندي هئي. پر هينئر وري ساڳيو اَن جو منهن جنڊ ڏانهن. ڇئن پنجن ڏينهن کان پوءِ منهنجو پيٽوبو رنجيت بہ اسان سان گڏ جيل واسي اچي ٿيو. سرڪار روزاني اخبار بند ڪري ڇڏي، مڙئي پيا وقت گذاريندا هئاسون. منهنجو مدو بہ اچي پنو هو پر ملڪ ۾ ستياگرهہ يڌ اجا چالو هئي ڇاڪاڻ تہ ساڀرو- جيڪر جون ڪوششون ڪامياب نہ ٿيون هيون. تنهن ڪري سمجهيم تہ گهڻو وقت آزاد نہ رهي سگهبو ۽ وري جلد اچي دوستن پيڙو ٿبو.

جيل مان ڇٽڻ بعد اسان اڳيان اهو ڳرو سوال هو تہ ڍلون نہ ڏيڻ جي تحريڪ شروع ڪجي يا نہ. اُن وقت جنسن جا اگهہ هئا گهٽيل ۽ هارين وٽ پئسو هو ڪونہ. جو سرڪار کي ڍل پري ڏين سو هن قسم جي تحريڪ جاري ڪرڻ ۾ مشڪلات ڪانہ هئي. ائين برابر هو تہ قومي تحريڪ مان [illegible] هلچل هلائڻ مان وڏو فائدو هو پر فقط ڍلن نہ ڏيڻ لاءِ هاري هلچل [illegible] مان ڪو گهڻو لاڀ نہ هو. ممڪن هو تہ زميندار ميڙي چونڊن مان [illegible] ڏين پر هاري جي آئين ۾ چاڙهيون ڏٺ ڏهاڙي [illegible] تن ۾ ڍلن ڏيڻ [illegible] سمرٿي ڪانہ هئي. گجرات ۾ ڍلن نہ ڏيڻ جون تحريڪون اڳي ئي هلي چڪيون هيون پر اهي سراسر سياسي نقطہ نگاهہ کان هلايون ويون هيون. اتي جون حالتون بہ ڪجهہ نراليون هيون ڇاڪاڻ تہ گجرات ڪاتيدارن جو ملڪ آهي. وچوارو زميندار ڪونهي جو سرڪار کي ڍلون ڀياري. پر اسان جي پرانت ۾ سرڪار ڪيئن بہ ڪري زميندارن ۽ جاگيردارن کان تہ ڍلون

وصول ڪري وڃي ها. تنهنڪري نتيجو اهو نڪري ها جو سرڪار جي عيوض زميندارن کي ڀوڳڻو پوي ها. مان زميندار شاهيءَ جو حامي ناهيان پر ڪانگريس رڳو قوميت جي اصول کي ڳنڍ ٻڌي ويٺي آهي ۽ ڪانگريسي سائي ۽ سچي جي مسئلي کي هٿ لڳائڻ کان ڀيا ڇرڪن. سندن مرضي ناهي ته ڪنهن به ڌُر کي پنهنجو دشمن بنائن. اهوئي سبب آهي جو حالتن سٽاين هوندي به ڪانگريس ڏلن نه ڏيڻ جو سوال هٿ ۾ نه کنيو آهي.

جيل مان موٽڻ بعد مون ڏٺو ته حالتون انهيءَ قسم جي آندولن جي تقاضا ڪيون ڪن. شهرن ۾ وچولي درجي وارا سرگسن ۽ هڙتالن مان بيزار ٿي پيا هئا ۽ لوڻ ناهڻ به الوٽو ڪم ٿي پيو هو. هينئر نئين جذبي ۽ نئين رت جي ضرورت هئي جو هارين ۾ موجود هو. مون انهيءَ لاءِ پرانتڪ ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ڪوٺائي، جتي اسان فيصلو ڪيو ته ڪنهن به ضلعي يا تعلقي کي ڏلن نه ڏيڻ جي تحريڪ جاري ڪرڻ جو اختيار آهي. انهيءَ جو مطلب ته اسان خود تحريڪ جاري نٿا ڪريون پر جيڪڏهن ڪي هاري اها تحريڪ جاري ڪن ته اسين ساڻن ٻانهن ٻيلي ٿينداسون. اسان اهو به صاف ڄاڻايو ته زميندار به انهيءَ تحريڪ ۾ شامل ٿي سرڪار کي ڏل ڏيڻ کان نابري واري سگهن ٿا.

هڪ واري فيصلو ڪري اسين هٿ ٻڌي ويهڻ وارا نه هئاسون سو هفتي کن اندر الهه آباد ضلعي جي هارين جي ڪانفرنس ڪوٺائي سون جتي ڏلن نه ڏيڻ جي رٿ بحال ٿي وئي. اٽڪل سورهن سؤ هاري ڪانفرنس ۾ حاضر هئا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته ڪيترا مکيه ڪم ڪندڙ ۽ ٻيا اهڙي قدم کڻڻ کان ڀئي هچڪيا ڇاڪاڻ ته ڊپ هونِ ته زميندار هارين سان رڻ ٻاري ڏيندا ۽ هاري شايد ست جهلي نه سگهن. پر ڪانفرنس ۾ جيڪي هاري آيا هئا انهن کي پنهنجي مڙسيءَ ۾ ايمان هو ۽ سرڪار توڙي زميندار جي دٻاءُ کي مڙس ٿي مُنهن ڏيڻ جو ڀاڻ ۾ ست ساري سگهيا ٿي جنهن ڪري رٿ بحال ٿي وئي.

ڪانفرنس ٿيڻ کان اڳ مون کي هڪ هفتو فرصت ملي وئي سو بابي سان مسوري گڏجڻ ويس. مون ڏٺو ته سندس صحت ڪجهه سُڌريل هئي. مان ٽي ڏينهن مسوريءَ ۾ رهيس ۽ اتي گهر جي ٻاتين ۽ ننڍين ڪڪين سان

راندیون ڪري. گهر ۾ ٺهڪڙو مچائي ڏنم. اهي تي ڏينهن اسين گهر جا ننڍا وڏا ياتي هٿ ۾ جهنڊو کڻي. گهر جي چوڌاري پرڪرمائون ڏئي، ”جهنڊا اونچا رهي همارا“ جو راڳ ڳائيندا هئاسون. ڪملا ۽ منهنجي ڪڪي اندرا به وڏي آواز اهو راڳ ڳائيندیون هيون. اهي ڏينهن مون ڪان وسرڻ جا نه آهن چاڪاڻ ته بابي سان اهو آخرين مڪاميلو هو. مون کي جاڻ هئي ته ٿورن ڏينهن ۾ مان وري گرفتار ٿيندس. 144 قلم سرڪار اڳيئي لڳائي ڇڏيو هو. سندن مرضي نه هئي ته مان هاري ڪانفرنس ۾ تقرير ڪريان. پر سرڪاري حڪم ملي ئي ملي تنهن کان اڳ الهه آباد ميونسپالٽيءَ جو مانپتر مليم ۽ وڏن ميڙن ۾ تقريرون ڪيم. جنهن ڏينهن ڪانفرنس ٿيڻي هئي تنهن ڏينهن حڪم تعميل ٿيو. مان به اُن جو خيال نه ڪري ڪانفرنس ۾ تقرير ڏئي تي موٽيس ته گهر ۾ گهڙڻ کان اڳ در وٽ گرفتار ڪري ساڳئي ”ڪتا گهر“ ڏي اُماڻيائون. انهيءَ ڏينهن بابو به مسوريءَ مان موٽي آيو هو. مان اسٽيشن تي کيس وٺڻ ويو هوس. ساڻس ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو گهڻو وقت نه مليو ڇاڪاڻ ته اوڏي مهل ڪانفرنس ۾ حاضر ٿيڻو هوم.



# ڏلن نہ ڏيڻ جي تحريڪ

ڪملا منهنجي گرفتاريءَ جي خبر بابي کي ٻڌائي. هو اڳيئي ناخوش سو هن قسم جي خبر ٻڌڻ سان پهرين تہ مايوسي ويڙهي ويس پر پوءِ نشچو ڪيائين تہ وڏيڪ پستري داخل نہ رهي تحريڪ کي زور وٺائبو. بس پوءِ تہ ڪم کي جُنبي ويو ۽ ڪجهہ وقت لاءِ ٽُڪ ۾ رت اچڻ جي نڪري بيماري بہ ڇڏي ويس. هن پڊي سرير جي جانفشاني ڏسي ماڻهن ۾ اتساهہ پيدا ٿيو ۽ تحريڪ نئين سر زور وٺڻ لڳي. مان نومبر جي مهيني ۾ جاڳو هوس سو بابي اهو سالگره ملهائڻ لاءِ ڪم ڪندڙن کي هدايتون موڪليون. مان سمجهان ٿو تہ انهيءَ ڏينهن گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار گرفتاريون تہ واهہ جون ٿيون هونديون ۽ پوليس ڏنڊن سان مارڪُٽ ڪري سون جا مٿا پڳا هوندا.

ٿوري ئي وقت سان پوءِ بابي جي صحت وري خراب ٿيڻ لڳي. اڳ کان بہ وڌيڪ رت ٿُڪن ۾ اچڻ لڳس. مون کيس لکي موڪليو تہ رنگون يا ٻي ڪنهن هنڌ سمنڊ جي ڪناري تي آرام وٺڻ لاءِ وڃي. مون کي خبر هئي تہ گهر ۾ مانُ ڪري ويهڻ ڪائنس پُڄندو ڪونہ سو بهتر ٿيندو تہ تحريڪ جي مرڪز کان پرپرو نڪري وڃي. کيس منهنجي صلاح پسند آئي سو رنگون ڏانهن سنبري نڪتو پر رستي تي وڏيڪ بيمار ٿي پيو جنهن ڪري ڪلڪتي جي پسگردائيءَ ۾ ترڪي پيو. ڪملا کان سواءِ ٻيا گهر جا ڀاتي بہ اُتي ساڻس گڏ وڃي رهيا.

مون تي جيل اندر ڪيس هلايائون ۽ ٽن قلمن هيٺ 2 سال قيد ۽ ست سؤ روپيا ڏنڊ يا ان عيوض پنج مهينا وڌيڪ جيل جي سيکيت ڏنائون. سرڪار ابهرائي ڪري مون کي جيل موڪلڻ سان اڻ سڌيءَ ريت تحريڪ کي هٿي ڏني. چاڪاڻ تہ هارين ۾ جوش ڦوڪجي ويو ۽ هو گهر گهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ سرڪار کي ڍلون نہ ڏيڻ جو پرچار ڪرڻ لڳا. رواجي ريت ڳوٺن ۾ ڍلن نہ ڏيڻ جي تبليغ ڪرڻ ڏکي آهي ڇاڪاڻ تہ اخبارون سرڪار جي دٻ سببان

اهڙي قسم جي خبر شايع نہ ڪنديون آهن ۽ تارون، خط، چونپڙيون وغيره چڪاسيون وينديون آهن. اسين گهڻو ڪري قاصدن هٿان خط مُنجندا هئاسون پر انهن کي بہ پهچڻ کان اڳ، گرفتار ڪيو ويندو هو. شهرن ۾ پيغام پهچائڻ قدري سولو آهي ڇاڪاڻ سائڪلو اسٽائيل سان ڇپنا ڇپي ڪارڪن ڪليو ڪلايو گهٽين ۽ رستن تي وڃي ورهائيندا هئا يا دهل ڪٽي شهر ۾ ڍنڍورو ڏيئي ايندا هئا. پوليس هنن کي گرفتار ڪري ويندي هئي پر ڪانگريسي خود گرفتار ٿيڻ لاءِ آتا هوندا هئا سو انهيءَ ڪري ڪم بيهي ڪونہ ويندو هو. ٻهراڙين ۾ انهيءَ قسم جو سرشتو گهڻو وقت جاري رکڻ ڏکيو آهي پر هن دفعي تہ سورهن سؤ هاري ڪانفرنس ۾ موجود هئا جن منهنجي گرفتاريءَ ۽ ڍلن نہ ڏيڻ جي نهراءَ جي خبر ازخود وڃي ٻين هارين تارين کي ٻُڌائي.

اسان کي خاطري هئي تہ هاري ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪندا پر هو ڪيترين قدر سرڪار ۽ زميندارن جي ٻٽي ظلم جو مقابلو ڪري سگهندا تنهن جي ڄاڻ نہ هئي. اسان جي مراد نہ هئي تہ هوندَ ۽ اڻ هوندَ وارن جو سوال ڇيڙيون تنهن ڪري اسان زميندارن ۽ هارين ٻنهي کي ڍلن نہ ڏيڻ لاءِ استدعا ڪئي هئي. عملي ريت اسان کي ڄاڻ هئي تہ زميندار پنهنجي ملڪيت بچائڻ جي خيال کان اسان جون هدايتون عمل ۾ نہ آڻيندا ۽ تحريڪ رڳو هارين تائين محدود رهندي ٿيو بہ ائين. سرڪار اڪثر هاري هلچل کان ڇرڪندي آهي ڇاڪاڻ تہ ان مان وڏي باغي ٿيڻ جو امڪان رهي ٿو. تنهن ڪري ڪيترا مهينا تہ سرڪار هارين کي ڇيڪ ڇڏي ڏنو ۽ ڍلون سهسائي ويئي. هڪڙو تہ ان وقت سياسي تحريڪ زور هئي ۽ ٻيو تہ لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس هلي رهي هئي ۽ ٿيون تہ جنسن جا اگهہ لهي ويا هئا. جنهنڪري ماڻهن وٽ نقدي ڪانہ هئي انهن سڀني ڳالهين تي غور ڪري سرڪار ڪکر ۾ ڪلو هٽي هارين ۾ هائيڊوس مچائڻ واجب نہ سمجهيو. انهيءَ وچ ۾ ڪانگريس تحريڪ تي بہ هاري هلچل جو جبرو اثر پيو ۽ شهرن عيوض ڳوٺن کي اهميت ملڻ لڳي. رواجي ريت ڪابہ انقلابي آندولن گهڻو وقت جاري رکڻ مشڪل آهي. خاص ڪري شهري سفيد پوش ججڪيءَ ۾ اچي ٿورو وقت جوهر ڏيکاري ڍلا ۽ سست ٿي پوندا آهن. سول نافرمانيءَ جي تحريڪ سان بہ ساڳي ڪار ٿي. سرگسون ڪڏهن لنيون

ڪائي، تيئون ڪاٿي ماٺهو ڪڪ تي پيا ۽ هلچل مان ساءُ سواد نڪري ويو. ائين برابر آهي تہ ڪانگريس جي انتظام سبب قانون شڪني ۽ سرڪار سان مخالفت هلندي پئي آئي ۽ بمبئي جهڙن وڏن شهرن ۾ وڏا جلسا ۽ سرگسون ۽ هڙتالون پئي ٿيون پر اوائلي اتساهہ ۽ ڦوهہ جوانيءَ وارو جوش لهڪاٽجي ويو هو. ضرورت هئي تہ نوان رنگروٽ ڀرتي ڪجن ۽ نئين جان ڦوڪڻ لاءِ نوان نعرا بلند ڪري نئين پاليسي ۽ نئون پروگرام رٿجي. افسوس تہ ٻين پرانتن ۾ هاري هلچل زور نہ ورتو پر گڏيل پرانت ۾ هارين جي پيش قدميءَ سبب سياسي مسئلن عيوض اقتصادي ۽ گذراني مسئلن کي اهميت ملڻ لڳي ۽ تحريڪ کي لکين مفلسن ۽ مظلومن جي پشتي ملي وئي.

قومي تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ سرڪار هر ممڪن ڪوشش ڪئي پر ساڳيا ماڻهو ٻيهر جيل ۾ ايندا ڏسي وايون بتال تي وين سو ڪانگريس ڪميٽين ۽ نوجوان سڀائن کي بي قاعدي ٺهرايائون ۽ ستياگرهين سان جيل ۾ عقوبتون ڪرڻ لڳا. ڪجهن، اثر پذير نوجوانن کي ڦٽڪا لڳندا ڏسي اسين سهي نہ سگهياسون. جيل مان وائسراءِ کي هڪ چٺو موڪليوسون تہ هيءَ وحشانيت بند رکي. ٻہ هفتا گذري ويا پر جواب ندارد سو اسان ڪاڏو ڪائڻ صفا ڇڏي ڏنو. مون اڳ ڪڏهن چوويهہ ڪلاڪ سانده بُک نہ ڪڍي هئي پر هن دفعي تي ڏينهن لڳاتار نہ رڳو فاقہ ڪڍيم پر ساڳي وقت سخت ورزشون پڻ ڪندو رهيس. مان سمجهان ٿو تہ مون کي اهڙي ڇسائي نہ ڪرڻ کپندي هئي ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان اسان مان هرهڪ جي تور مان ست آٺ پائونڊ گهٽجي ويا. جيل کان ٻاهر جڏهن ماڻهن کي خبر پئي تہ ستياگرهين کي اختياريءَ وارن ڦٽڪا هڻايا آهن تہ ڪاوڙ ۽ غصي جي لهر ڇانئجي وئي جنهن ڪري سرڪار مجبور ٿي جيل اختياريءَ وارن ڏانهن ڦٽڪن هڻڻ خلاف منع نامو ڪڍي موڪليو.

جيل ۾ اسان جو وقت گهڻو ڪري سُک سانت ۾ پيو گذرندو هو. "ڪتا گهر" جي وڏايل اڱڻ ۾ رنجبيت گلن جو ٻارو پوکيو ۽ گولف ميدان ناهيو جنهن ڪري اسان جي چوڌاري ڪجهہ سونهن سوڀيا ۽ خوشيءَ جا آثار بکڻ لڳا. رات جو ڪڏهن ڪڏهن اسان متان هوائي جهاز لنگهندا هئا ۽ اسين وڏا ڊچ جهاز ٻاڙهين ساين بتين سان ڀهڪندڙ ڏسي خوش ٿيندا هئاسون.

ڪجهه وقت لاءِ پنڊت مالويه کي به نيني جيل ۾ وٺي آيا. سندس رهڻ جو هنڌ اسان جي ڪوٺ کان ٻاهر هو پر تنهن هوندي به اسين روز وٽس وڃي بحث ڪندا هئاسون. سندس آتڪ شڪتي ۽ جوانن واري نين ڳالهين ۽ خيالن ۾ دلچسپي ڏسي اسان کي حيرت لڳندي هئي. وٽس ويهي ڳالهين ڪرڻ مان لطف ايندو هو. نيني جيل ۾ ڪن ستياگرهين کي ڦٽڪا لڳڻ جو ٻڌي اندر ۾ مونجهه ۽ بي آرامي ٿي پيس. يڪدم گورنر ڏي خط لکي موڪليائين. انهيءَ کان ٿورو ئي پوءِ ناخوش ٿي پيو ۽ سندس بيماري وڌندي ڏسي سرڪار جيل مان ڪڍي ڇڏيس.

پهرين جنوريءَ تي نئين سال جو آرنڀ ڪملا جي گرفتاريءَ سان ٿيو. هوءَ مرد هجي ها ته مون کان اڳ اسان پيڙي اچي ٿي ها. پر سرڪار زال ذات سان جهيڙجهاڙ ڪرڻ کان جرڪي هيل تائين هن کي ڇڏي ڏنو هو. مون کي جڏهن خبر پئي ته هوءَ پنهنجي گرفتاريءَ تي تمام خوش ٿيندي پر ساڳئي وقت سندس ضعيف بت ۽ عليل حالت جو ويچار ڪري خيال ٿيم ته جيلي زندگيءَ جون حالتون ڪيئن پائڻي نه پونديون ۽ ممڪن آهي ته سندس صحت بگڙي پوي. گرفتاريءَ وقت هڪ خاطوءَ کانئس ملڪ لاءِ پيغام گهريو. بنا ڪنهن ويچار جي فورا چئي ڏنائينس: "مون کي بيحد خوشي ٿي آهي ته مڙس جي قدمن تي هلڻ جو فخر نصيب ٿيو اٿم. مون کي اميد آهي ته منهنجا هم وطني قوم جو جهنڊو بلند رکندا." مون کي خاطري آهي ته ڪملا کي جيڪڏهن ٿورو غور ڪرڻ جو موقعو ملي ها ته مٿيان لفظ هرگز ڪم نه آڻي ها ڇاڪاڻ ته هوءَ ظالم مرد کان مظلوم استري جاتيءَ کي حق وٺي ڏيڻ جي فائدي ۾ آهي ۽ پاڻ کي استري جاتيءَ جو رکيڪ سمجهندي آهي. پر ڏسجي ٿو ته اُن وقت هندو استريءَ جو اُمنگ ۽ شرڌا مٿس غالب پئجي ويا ۽ ڪن پل لاءِ مردن جو انياءُ ۽ انرٿ وسري ويس.

بابي جڏهن ڪملا جي گرفتاريءَ جو ٻڌو تڏهن کانئس رهيو نه ٿيو سو يڪدم ڪلڪتي مان تيز سوئي الهه آباد موٽي. نيني جيل ۾ اسان کي ڏسڻ آيو. مان سندس مُنهن تي سوچ ڏسي ٿيءَ ۾ پئجي ويس. هيل تائين مون کيس ڳاڙهو ڳٽڪو، طاقتور ۽ همت پريو ڏٺو هو پر هينئر سندس صورت ۾ زوال جا آثار پسي اندر ڪاجي ويم. اج به منهنجي اکين اڳيان اها ڦيٽي، سوچ

واري صورت پئي ڦري. ننڍي هوندي کان مان ۽ بيا گهر جا ڀاتي سندس سهڻي سدا ملوڪ شخصيت. بي انداز عاطفه ۽ اُلفت، مهر ۽ نواز جي سايه هيٺ پليا هئاسون جنهن ڪري بابي بنا دنيا ۾ رهڻ مشڪل ٿي نظر آيو. اسان جي دنيا جو هُو آفتاب هو جنهن جي روشني ۽ گرمائش اسان کي پالي نپائي وڏو ڪيو هو. هينئر سندس هيءَ حالت ڏسي سخت مايوسي ويڙهي ويم پر اُن وقت مان خود عليل هوس جنهن ڪري پاڻ کي پئي آٿت ڏنم ته هو نيٺ بيماريءَ جو لڪ لنگهي چڙهندو.

لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس جي ڪارروائيءَ جي پڄاڻيءَ وقت پيڪي واريون تقريرون ٿي رهيون هيون. اسان کي انهيءَ ڪانفرنس جي ڪارروائيءَ ۾ دلچسپي ڪانه هئي پر پنهنجي هم وطنين جي ذليل ذهنيت ۽ غليظ افعال ڏسي ارمان پئي ٿيو. اهي سرڪاري چاڙتا ٻاهران قوميت جا ڏڪ ڀري پنهنجا شخصي مطلب سنوارڻ ويا هئا. هو انگريزي سلطنت جا حامي هئا ڇاڪاڻ ته هنن کي اندر ۾ هائو اچي وينو هو ته جيڪڏهن ڪانگريس قومي آزادي وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ته سندن منڍس هم وطني کين وڏيڪ جاوا ڪرڻ نه ڏيندا ۽ سندن مال ملڪيت خطري ۾ پئجي ويندو. هنن پنهنجي حقن جي حفاظت ۽ هارين ۽ پورهيتن کي ڏٻيل حالت ۾ رکڻ لاءِ ازين قسم جا بهانا ۽ عذر ڳولي ڪڍيا هئا. ڪي مذهب ۽ فرقه پرستيءَ جا ڏڪ ڀري رهيا هئا ته ڪي انگريزي فوج جي غير حاضريءَ ۾ ڪاهن ٿيڻ جا للائو ٻچي رهيا هئا. ڪي خانه جنگيءَ جون هيبتناڪ تصويرون چٽي خونخوار فساد ۽ هنگامه جو ڍپ جاڳائي رهيا هئا. ته ڪي اهڙا به سائينءَ جا سنواريا هئا جي سوديشيءَ جو منتر جپي مال وڪڻي، ٻنهي هٿن سان روپين جون ٿيلهيون ڀري، پاڻ کي ديش ڀڳت چوائي رهيا هئا. جيڪڏهن اهي شخص قوميت جا حامي. آزاديءَ جا اُپاسڪ بڻجي سگهن ٿا ته ”قوميت“ ۾ ضرور ڪا خامي چئبي. اسين بنديخاني ۾ بند ۽ هو اسان کي بند ۾ رکندڙ جيلر جا ساٿي ۽ پوئلڳ سي ڪهڙي حساب ساڳي درگاهه اڳيان سجدو ڪري يا ساڳي مورتيءَ اڳيان سيس نوائي سگهندا؟ تنهن هوندي به انهن سيني مذهبين، فرقه پرستن، زميندار شاهوڪار جي طرفدارن قوميت ۽ آزاديءَ جي هام پئي هنئي. فرق رڳو ايترو هو جو انهيءَ ”قوميت ۽

آزاديءَ“ سبب سرڪار اسان تي لنين جا وسڪارا ڪري جيل تي اُماٽيو ۽ هنن کي لونگيون ۽ لقب. وڏا پگهار ۽ عهدا تي ڪيا. اسان کي انگريزن جي هلت تي غصو نٿي آيو ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي قوم جي حقن جي بچاءَ لاءِ اپاءَ وٺي رهيا هئا پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ پنهنجي هم وطنين جي بي حيائي ۽ وطن سان غداريءَ تي ارمان پئي آيو.

گول ميز ڪانفرنس ۾ جا آخرين تقرير مئڪڊونلڊ ڪئي هئي تنهن ۾ هن ڪانگريس کي شامل ٿيڻ لاءِ اپيل ڪئي هئي. لنڊن مان اها خبر پهچڻ تي ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي الهه آباد ۾ ميڙ سڏايو جتي انهيءَ اپيل ۽ انسان لاڳو مسئلي تي غور ڪيو ويو. بابي جي صحت تمام خراب هئي جنهن ڪري ميمبرن کي سندس بستري جي پر ۾ ويهي ڪاروبار هلائڻو پيو. ڪن جزوي ميمبرن جي مرضي هئي تہ ڪانگريس سرڪار جي دعوت سويڪار ڪري پر بابو مٽڙڻ جو نہ هو سو سندس اڻ مٽندڙ رُخ ڏسي ڪميٽيءَ رٿ ڏي ڇڏي انهيءَ وچ ۾ ميشرس ساپرو شاستريءَ رستي ۾ جهاز تان تار موڪلي تہ جيسين هو موٽي ورڪنگ ڪميٽي جي ميمبرن سان نہ مليا آهن تيسين رٿ تي غور ڪرڻ مهمل رکيو وڃي. ورڪنگ ڪميٽيءَ فيصلو اڳيئي ڪري ڇڏيو هو سو ٻاهرين رسم رکڻ لاءِ اخبارن وغيره کي لکي ڇڏيائون تہ ان کي شايع نہ ڪن. انهيءَ وقت اسين جيلن ۾ بند هئاسون جنهن ڪري فقط جُزوي خبرون ملي سگهيون ٿي. اسان کي ڳڻتي هئي تہ 26 جنوري تي آزادي ڏينهن شايد وڏي پيماني تي ملهايو نہ ويندو ڇاڪاڻ تہ اسان جون جماعتون سڀ بي قاعدي ٺهرايون ويون هيون ۽ اخبارن ۽ اشتهارن ذريعي ماڻهن کي آگاهہ ڪرڻ تي بندش وڌي وئي هئي. پر اسين ڀليل هئاسون. ملڪ اهو ڏينهن بلڪل شاندار نموني ملهايو. انهيءَ ڏينهن شام جو مان گذريل سال جي ڀوتاميل ۽ نئين سال جي پروگرام تي ويچار ڪري رهيو هوس تہ مون کي بابي جي نازڪ حالت سبب آزاد ڪيائون. ٻہ چار ڪلاڪ پوءِ ڪيترن بين کي بہ آزاد ڪيائون جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جا اصلي يا عارضي ميمبر هئا. ساڳئي ڏينهن ڪملا کي بہ 26 ڏينهن جي بند بعد لکنؤ جيل مان آزاد ڪيو ويو ڇاڪاڻ تہ هوءَ بہ ڪجهہ وقت لاءِ ورڪنگ ڪميٽي جي ميمبر رهي چڪي هئي.

*

# بابي جو انتقال

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ بابو جڏهن مون کي نيني جيل ۾ گڏجڻ آيو هو تڏهن سندس مُنهن تي سوج هئي. هيننئر ٻن هفتن بعد جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ گهر ۾ اچي ڏٺم تہ سندس حالت وڌيڪ انتظاري پيدا ڪندڙ هئي. مُنهن تي سوج وڌيل، ڳالهائڻ ۾ اَٽڪ ۽ خيالن جي سلسلي ۾ رنڊڪ پئي پيس، تنهن هوندي بہ سندس پرهل اچا شڪتي ۽ قوي ارادي من ۽ بُت تي قبضي رکڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. هو رنجيت ۽ مون کي ڏسي خوش ٿيو. ڏينهن ٻن کان پوءِ سرڪار رنجيت کي واپس جيل اُماڻيو ڇاڪاڻ تہ هو ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر نہ هو. بابي کي اها ڳالهہ نہ وڻي سو هر هر رنجيت کي پئي سارِيائين. هندوستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سوين ماڻهو بابي کي پئي ڏسڻ آيا پر هن جو من رنجيت ۾ وڃي ڪتو. ڊاڪٽرن جڏهن ڏٺو تہ نانيءَ جي غير حاضريءَ سبب هن جو چت شانت نٿو رهي تڏهن چئو چا ڪري رنجيت کي آزاد ڪرايائون.

اسان وانگر مهاتما کي بہ ساڳئي ڏينهن بيرودا مان آزاد ڪيو هئائون. اسان جي مرضي هئي تہ مهاتما الهہ آباد اچي سو هو آزاد ٿيڻ جي ٻئي ڏينهن تي اتان اُسهيو. رستي تي بمبئي ۾ سندس آجيان لاءِ ماڻهن جو ايڏو تہ ڪنڪ اچي ڳنو ٿيو هو [illegible] ئي جهڙي [illegible] شهر اڳ ۾ ڪڏهن ڏٺو نہ هو. گاڏي رات جو دير سان الهہ آباد پهتي پر بابو مهاتما کي ڏسڻ لاءِ اهڙو تہ منتظر هو جو ڪيس ننڊ نہ آئي ۽ هر هر اکيون کڻي پئي هن لاءِ واجهايائين. مهاتما اچڻ شرط بابي سان بہ چار لفظ ڳالهايا جنهن مان ڪيس تسڪين آئي ۽ امان کي پڻ ڪنهن قسم جو آٿت ۽ دلداري ملي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي جدا جدا هنڌن تي آزاد ڪيو ويو هو سو هو هڪ ٻئي سان گڏجڻ جي انتظار ۾ هئا. ڪيترن جي مرضي هئي تہ بابي سان گڏجن سو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ الهہ آباد ۾ رکي وئي.

ٻن ڏينهن اندر چاليهارو کن ميمبر سوراج ڀون ۾ پهچي ويا ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ شروع ٿي وئي. بابي جي حالت اهڙي هئي جو ڪميٽيءَ جي ڪارروائي ۾ ڀهرو نہ ٿي وٺي سگهيو پر تنهن هوندي بہ آرام ڪرسيءَ ۾ ويهي چٽڪيون لکڻ لڳو ڇاڪاڻ تہ ڳالهائڻ ۾ تڪليف ٿي ٿيس. ٻُت مان سَت ڇڏائي ويو هوس پر زخميل شير وانگر حشمت نہ ٿي ڇڏيائين. سندس آڪار مان ڏيا پئي ٻکي. ملاقاتين ۾ ڪو جهونو همڪار ۽ رفيق ڏسي سندس اک ۾ چمڪ پئي آئي ۽ ڪڙڪيدار آواز ۾ ڪيڪارڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين پر نڙيءَ ۾ آواز رُڪجي ٿي ويس. ڏينهن ٻن ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميڙ پورو ٿيو ۽ ميمبر پنهنجي گهرن ڏانهن راهي ٿيا. باقي مهاتما، ڪي ويجها دوست ۽ عزيز ۽ ڊاڪٽر انصاري، ڊاڪٽر بدن چندن راءِ ۽ ڊاڪٽر جيوراج مهتا بابي جي سنڀال لاءِ ترسي پيا. هڪ ڏينهن صبح جو اسان ڏٺو تہ بابي جي حالت ڪجهہ بهتر آهي سو ڪيس ايڪس ري ڪرائڻ لاءِ لکنؤ وٺي وڃڻ جو خيال ڪيوسون. رستي تي اسان هر ممڪن ڪوشش ڪئي تہ موٽر اهڙي آهستي هلائجي جو ڪيس ٿَڪ نہ ٿئي پر تنهن هوندي بہ سندس حالت پوٽي پئجي وئي. ٻئي ڏينهن ٻنپرڪي جو مان سندس بستري جي پير ۾ ويٺو هوس تہ ڏٺم تہ اوچتو سندس مُنهن مان ڏک ۽ پيڙا غائب ٿي ويا ۽ اُن عيوض نرمل شانتي ۽ آرامُ بکڻ لڳا. سڄي رات جي ٿڪڻ ۽ لوچ بعد ڪيس ننڊ ۾ ڏسي مان اندر ۾ خوش ٿيس پر امان مون کان وڏيڪ سُجاڻ هئي سو ڏسڻ سان رڙ نڪري ويس. مون ڪيس سمجهايو تہ سندس ننڊ نہ ٿَتائي پر بابي جي آتما جو پکي پروانو ڪري ويو هو ۽ هينئر هو اهڙي اننت ننڊرا جي گود ۾ آرامي هو جنهن مان سجاڳ ٿيڻ اسنيو آهي.

ساڳئي ڏينهن ڪاشيءَ کي قومي جهنڊي ۾ ويڙهي لکنؤ مان پوياڻ پير ڪياسون. هڪ موٽر ۾ ڪاشيءَ سان گڏ رنجيت، مان ۽ هري، بابي جو خاص خدمتگار ويناسون. ٻيءَ ۾ مهاتما ۽ امان ۽ سندن پنيان ڪيئي رفيق ۽ عزيز. لکنؤ ۾ تہ ماڻهن جا حشام اچي نيا هئا پر رستي تي ۽ الهہ آباد ۾ بہ هزارين بابي جي آخري درشن لاءِ اچي ڳنا ٿيا. گهر ۾ ڪريا ڪرم ڪري سانجهن جو گنگا تي اگني سنسڪار لاءِ نڪتاسون. بس ڪن پل ۾ بابي جي ڪايا، جا ڏسندي اکيون ٺرنديون هيون ۽ دل ۾ محبت ۽ قرب پيدا ٿيندو هو سا آگ

جي اُلن ۾ سمائجي وئي. موٽڻ وقت آسمان ۾ تارا ٽمڪي رهيا هئا پر اسان جي رِدي ۾ رڄ ۽ سُڄ واڪا ڪري رهي هئي.

وائسراءِ کان غريب ڳوٺاڻن تائين ماڻهن اسان ڏي عزا پرسي ۽ همدرديءَ جا پيغام مڪا پر سچو آٿت ۽ تسڪين اسان کي مهاتما جي موجودگيءَ مان مليو. سندس دلداريءَ آمان ۽ اسان جي دل کي پڪو ڪيو جنهن ڪري اسين هيءُ مها ڏک صبر سان برداشت ڪري سگهياسون.

بابي جي ديهانت کان ٽي مهينا پوءِ لنڪا ديش جي نُو وارا ايليا ۾ هوس. اتي جو آنند مئه. شانت ۽ چت هرن وايومنڊل ڏسي دل ۾ هُري آيم ته هي هنڌ بابي جي صحت لاءِ مفيد ثابت ٿيندو سو گهرائڻ جو خيال ڪري تار منجهن تي هوس ته سندس ديهانت اکين اڳيان تري آيو. لنڪا مان الهه آباد موٽڻ بعد هڪ ڏينهن پوسٽ مين بابي جو لکيل ليٽر ڪٽي آيو. ليٽر ڏسي وائٽرو تي ويس. ڪولي ڏنم ته پنج سال اڳ جڏهن مان ولايت وڃي رهيو هوس تڏهن بابي احمد آباد مان لايڊ جهاز ڪمپنيءَ جي معرفت مون ڏانهن ليٽر لکيو هو جو هينئر ولايتن جا چڪر هڻي هتي اچي پهتو هو. عجب ته اهو ليٽر پڻ خدا حافظيءَ جو هو.



# دهلي

گول ميز ڪانفرنس جا ميمبر بابي جي مرتيوءَ ڏينهن جهاز مان بمبئيءَ ۾ لهي سڌو الهه آباد آيا. اڇڻ شرط سري نواس شاستريءَ ايڊنبرو ۾ ڪيل تقرير لاءِ ارمان ظاهر ڪيو ۽ چيائين تہ سندس سياءُ اهڙو آهي جو ڳالهائڻ جي ڌُني ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪانئس گتا لفظ نڪري ويندا آهن. متين تقرير ۾ هن ستياگرهين تي ڦٽڪار وڌي هئي ۽ کين ڪين جهڙو ڪري ڄاڻايو هو. گول ميز ڪانفرنس جي ميمبرن اسان کي اُتي جي سربستي خبرچار سُڻائي پر اسان کي ان جي اڳي ئي ڄاڻ هئي. فرق رڳو ايترو هو اسان جا نرم دوست خسيس شخصي ڳالهين ۽ فلاڻي ڪي ڦلاڻي لارڊ جي گفتن، چترائين، حرفت بازين کي اجايو وزن ڏئي رهيا هئا ۽ هندوستان جي حالتن ۽ قومي تحريڪ سان لاڳاپو رکندڙ اصول ۽ عمل تي ايترو ڌيان نٿي ڏنائون. ساڻن ڳالهين ڪرڻ مان ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو ڇاڪاڻ تہ اسان جي نظر ۾ لنڊن ۾ ڪن خود ساختہ اڳواڻن ۽ ميان منو بوليندڙ شخصن سان بحث مباحثا ڪرڻ ۽ حرفتون هلائڻ سان ڳرن سوالن جو فيصلو ٿيڻ غيرممڪن آهي. جڏهن اسان جي نرم دوستن ڏنو تہ اسان کي باز آڻڻ اهڙو سولو ڪم ناهي تڏهن ڪن مهاتما کي عرض ڪيو تہ هو وائسراءِ سان گڏجي ساڻس تبادلہ خيالات ڪري. مهاتما هر وقت چاهيندو آهي تہ دشمن جي دل کي ڪينچي پنهنجو ڪجي سو هن کي وائسراءِ سان گڏجڻ تي اعتراض ڪونہ هو. کيس يقين نہ هو تہ انهيءَ ملاقات مان ملڪ جي قسمت جو فيصلو ٿي ويندو پر پنهنجي سچائي، آدرش ۽ نيتيءَ ۾ اٽل وشواس هئڻ سبب هو سمجهندو آهي تہ بيا بہ سندس جهڙا سچا ۽ صاف دل آهن ۽ جيڪڏهن انهن جي دل مان ڪٽ ڪڍي ڇڏجي تہ ويچا ۽ خيالن جا اختلاف ڏور ٿي ويندا يا گهٽ ۾ گهٽ ضد ۽ دشمني گهٽجي ويندي. مهاتما پنهنجي شخصي مخالفن کي اڪثر ٻاڻ ڏانهن ڇڪي وٺندو آهي ۽ ڏٺو ويو آهي تہ هڪ دفعو جيڪي سندس سنگ

۾ آيا آهن سي مت پيد رکندي به سندس شخصيت کي عزت جي نگاهه سان ڏسن ٿا. پر سرڪار شخص ناهي. خاص ڪري برٽش سلطنت جا ورهين کان ملڪ ۾ ڏاڪو ڄمائي ويٺي آهي تنهن کي نڪي آهي دل ۽ نڪي ان کي ڪينچڙ جو سوال اُٿي ٿو. انهيءَ سبب مهاتما کي لارڊ ارون سان ملاقات ڪرڻ مان ڪنهن نتيجي نڪرڻ جو امڪان ڏسڻ ۾ نٿي آيو. سول نافرماني به ان وقت چالو هئي، جيتوڻيڪ سرڪار سان ناهه جي ڳالهين جا افواهه ٻڌي ملڪ ۾ ڪجهه ماٺائي اچي ويئي هئي.

جلدئي مهاتما کي وائسراءِ سان ملاقات لاءِ دهليءَ وڃڻو پيو. ٻن ڇئن ڏينهن اندر ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي مشوري لاءِ مهاتما دهليءَ گهرايو. ٽي هفتا برابر ورڪنگ ڪميٽيءَ جون ميٽنگون پئي هليون ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪيئي دفعا مهاتما وائسراءِ سان پئي گڏيو. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪنهن لفظ يا ڪنهن خسيس معاملي تي ڏينهن لڳي ويندا هئا. وائسراءِ کي به هر هر لنڊن سان صلاح ڪرڻي پوندي هئي جنهن ڪري بعضي به ٽي ڏينهن جواب اچڻ ۾ لڳي ويندا هئس.

انهن ڏينهن ۾ هڪ مزي جي ڳالهه اها ٿي جو ڪيترين سٽيين آساميون اسان وٽ خوش خير عافيت لاءِ اچڻ لڳيون. ڪيئي فرقه پرست اڳواڻ پڻ پنهنجو پاڻهي اچي مهاتما کي چوڻ لڳا ته هو ڪهڙن به شرطن تي مهاتما سان ناهه ڪرڻ لاءِ تيار آهن. رڳو سندس حڪم جي دير آهي. هيل تائين اسان پورهيت، هاري، سفيد پوش ۽ وچولي درجي وارا ڏٺا هئا ۽ ساڻن گڏجي قومي هلچل هلائي هئي سون پر هي وڏيرا ۽ خان، سيٺيون ۽ ديوان ڏسي اسان کي منش سياءَ جي ڪمزوري جي جاڻ پوڻ لڳي. اسين سمجهي وياسون ته هو اُڀرندڙ سج، چڙهندڙ ستاري اڳيان سجدو ڪندڙ آهن. ڪنهن جو پاڳ پليرو ٿيندو ڏسن سهين ته پنهنجو پاڻهي ان جا زر خريد غلام ٿيو پون. ڪالهه انگريز جي چاڪري تي ڪيائون، سڀاڻي ڪانگريس جي ڪندا.

دهليءَ ۾ صبح جو مان مهاتما سان گڏجي گهمڻ ويندو هوس ۽ واٽ تي پاڻ ۾ ڪيئي ڳالهيون ڪندا هئاسون. هڪ ڏينهن مهاتما چيو ته سوراج ملڻ بعد ڪانگريسين کي پرتگيا ڪرڻي پوندي ته هو سرڪاري نوڪريءَ ۾ نه گهڙندا. هيل تائين مون کي خيال ويٺل هو ته پورن سوراج بعد

ڪانگريس سميتي ويندي چاڪاڻ تہ حڪومت جون واڳون ملڻ بعد ڪانگريس جهڙي مخالف جماعت جي ضرورت نہ ٿيندي. شايد مهاتما جي من ۾ خيال هو تہ حڪومت جو ڪاروبار هلائيندڙن کي سنئين دڳ هلائڻ ۽ مٿن اخلاقي دٻاءُ آڻڻ لاءِ مخالف سنستا جي ضرورت آهي. منهنجي نظر ۾ ائين ڪرڻ سان ڪيئي مشڪلاتون پيش ايندیون. اهڙي جماعت کي شاهوڪار پئسن سان ڳنهي پنهنجي سوارٿ لاءِ ڪم آڻڻ جي ڪوشش ڪندا. خير، عملي ريت ڇا بہ ٿئي پر هن مان مهاتما جي منورتيءَ جي خبر پئجي سگهي ٿي. رواجي ريت پشچم ۾ سياسي پارٽي ناهي انهيءَ لاءِ تہ بالآخر حڪومت جون واڳون هٿ ڪري سياسي ۽ اقتصادي سُڌارا عمل ۾ آڻجن ۽ بيو تہ سرڪاري عهدا پنهنجي همڪارن کي ورهائي ڏجن يا ڪنهن نموني انهن جو پيٽ پرجي. مهاتما جي لوڪ شاهي خود هڪ نرالي چيز آهي جنهن ۾ گهڻن ماڻهن جي راءِ، ووٽ وغيره جو واسطو ڪونهي. هو نڪي عيوضي چونڊڻ ۾ ٿو مڃي ۽ نڪي گهڻي تعداد ۾. سندس چوڻ آهي تہ هندوستان ۾ لوڪ شاهي جو سرشتو شيوا جي اصول تي ٻڌڻ گهرجي. ڪابہ سنستا جا لوڪن جي شيوا ڪري ٿي سا خود بخود انهن جي عيوضي ٿيو پوي. شيوا مان ميوا ملڻ جو سوال نٿو اُٿي، ڇاڪاڻ تہ شيوا خود ميوو آهي ۽ شيواداريءَ کي ڪنهن بہ قسم جو سوارٿ يا لالچ من ۾ نہ هئڻ گهرجي. سچي لوڪ شاهي گهڻن ماڻهن جي ووٽن تي منحصر ناهي. ڪي ٿورا شخص جي قوم جي گهرجن، ويچارن ۽ جذبن کي پروڙي سگهن ٿا ۽ پنهنجي حياتي لوڪن جي بهبوديءَ لاءِ ارپي ڇڏين ٿا سي ملڪ جا سچا عيوضي آهن. مهاتما ڊڪٽيٽر هوندي بہ پاڻ کي لوڪ شاهيءَ جو حامي سڏائيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن پنهنجي حياتي مفلسن ۽ مظلومن کي ارپي ڇڏي آهي ۽ هو پنهنجي هلڻي چلڻي عين هنن جهڙي رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هن قسم جي منورتي درحقيقت بولشوڪي مت سان مشابهت ٿي رکي، جيتوڻيڪ ڪيترين ڳالهين ۾ گانڌي مت ۽ بولشيوڪي مت ۾ زمين آسمان جو سنڌو آهي. هن منورتي پٽانڌڙ لوڪ جي معنيٰ جيئرا جاڳندا ماڻهو نہ آهن پر ڪنهن شخص جي من اندر "ياو" کي "لوڪ" نالو ڏنو وڃي ٿو.

مهاتما لوڪ شاهيءَ جي اصول ۾ اعتقاد رکندڙ آهي يا نہ سو چوڻ ڏکيو آهي پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ هن پنهنجي وجود ۾ ڪروڙين بکين ڏکين جون ڪامنائون سمائي ڇڏيون آهن. هو رڳو هنن جو عيوضي ناهي پر ائين کڻي چئجي تہ هو انهن هارين ۽ پورهيتن جي ويچارن ۽ واسنائن جي مورتي آهي. البت هو نڪي رواجي هاري آهي نڪي پورهيت. ڪتي آهي اهڙو هاري جنهن کي مهاتما جهڙي تيز سوجهہ ۽ بوجهہ، نرمل ڀاؤ ۽ وشال درشتي هجي، جنهن پنهنجا سنسڪار ۽ واسنائون آتم مارگ ۾ لڳائي، تياڳ مورتي بڻجي پنهنجو ساڌارڻ منشپڻو سالم رکيو هجي، جنهن پاڻ ۾ اهڙي اعليٰ ۽ ممتاز شخصيت پيدا ڪئي هجي يا شرڌا ۽ وشواس پيدا ڪيو هجي. تنهن هوندي بہ عجب تہ هو هاري آهي، هاريءَ جي منورتي اٿس ۽ هاريءَ وانگر ڪن حالتن ۾ اکين تي کوپا چڙهيل اٿس. مهاتما کي پوري ڄاڻ آهي تہ هندوستان هارين جو ملڪ آهي تنهن ڪري حاذق حڪيم وانگر سندس هٿ سدائين هنن جي نبض تي رهي ٿو ۽ هو ڄاڻي ٿو تہ عين موقعي تي مريض کي ڪهڙي علاج جو کپ ٿيندو.

مهاتما اسان لاءِ توڙي سرڪار لاءِ هڪ قسم جي پرولي آهي جا سندس ويجهي ۾ ويجهو رفيق سلي نٿو سگهي. هو عجيب و غريب شخص آهي جو ويهين صديءَ ۾ پاپ پنيہ، مڪتي اهنسا وغيره جو گيان ڏئي ٿو. هندوستان کان ٻاهر جا ماڻهو هن قسم جي الو ڪڪ ٻڌي ۽ ڏرمي سنسڪار وارا ماڻهوءَ کي جيڪر پنهنجو نيتا هرگز نہ بنائين. اڄڪلهہ جي دنيا ۾ هن لاءِ جڳهہ ناهي پر هن ديس ۾ صدين کان ڏند ڪٿائون ۽ وارتائون پيون ٻڌجن تہ فلاڻي ڪي فلاڻي يوگيءَ يا رشيءَ پنهنجي جپ تنپ جي ٻل سان راجائن بلڪ ديوتائن جا سنگهاسن لوڏي ڇڏيا ۽ لوڪن جي ردي ۾ ڀونچال ۽ زلزلي اُپتن ڪري ديس ۽ سماج جي صورت ڦيرائي ڇڏي مان جڏهن مهاتما جي انتر جوت ۽ اکٽ شڪتيءَ جي سنڌوءَ ڪنهن گپت آتمڪ مانسروور مان وهندي ڏسان ٿو تہ اچانڪ اهي پراچين ڏند ڪٿائون من تي تريو اچن. تحقيق هو رواجي منش ناهي. قدرت ڪيس املهہ ۽ الپ ڏاتوءَ مان ناهيو ٿو ڏسجي. اهوئي سبب آهي جو سندس نيڻن مان جوت پئي ٻهڪندي آهي.

هندوستان جهڙي ملڪ جيڪڏهن مهاتما کي پنهنجو رهبر بنايو آهي

تہ اُن ۾ عجب ڪونهي چاڪاڻ تہ هتي جا شهري بہ گهڻي قدر ڳوٺاڻن جهڙا آهن. هن هتي جي ماڻهن ۾ ڌپيل اُمنگ ۽ وسريل يادگيريون نئين سر جاڳائي منجهن خودشناسي پيدا ڪئي آهي. صدين کان هي ديس ڏتڙجي ۽ پيسجي ويو هو. سندس جان مان ست چڏائي ويو هو. رڳو مرٽينگ جيان پراچين پرتاپ ۽ گذريل جلال جون اڻ چٽيون صورتون اکين اڳيان پئي ڦريس. سندس هلندڙ حال ذليل ۽ غليظ هو. جنهن مان شاندار مستقبل ناهڻ محال هو اسان وٽ ڪيترا تيز فهم ۽ روشن دماغ شخص هئا جن عام ماڻهن جي ذهنيت کي مردود، ڪهنہ پسند، سڌاري ۽ اُنتيءَ جو دشمن ٺپي ڇاتو. اسان کي قديم رسم رواج، ڌرم ڪرم کان عار هو. اسان جي ورتمان ورتي، جديد ذهنيت ترقيءَ لاءِ تڙقي رهي هئي ۽ اسان پنهنجي وطن کي هنرن، ڪارخانن، وگيانڪ طريقن سان آسودو ڪرڻ ٿي گهريو. اسان جو عقيدو سهڪار ۾ هو ۽ اسان مان ڪيترا سامياودي بلڪ بولشيوڪي خيالن جا هئا. توهين ضرور پُڇندا تہ انهن خيالن هوندي اسين ڪيئن مهاتما جي اثر هيٺ آياسون ۽ اسان مان ڪي ان جا بلڪل پوئلڳ ٿي پياسون. انهيءَ قسم جي سوال جو جواب ڏيڻ آسان ناهي چاڪاڻ تہ جي شخص مهاتما سان سڌو لهہ وچڙ ۾ نہ آيا آهن سي ڪڏهن بہ اُن تي اعتبار نہ ڪندا. شخصيت هڪ اهڙي خاصيت آهي جنهن جي شرح يا سمجهاڻي ڏيڻ مشڪل آهي. مهاتما جي شخصيت اهڙي آهي جو جيڪي بہ ماڻهو سندس سنگ ۾ اچن ٿا تن تي غالب پئجيو وڃي. مهاتما جيڪي پنهنجي پوئلڳن ۽ همڪارن کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو ٻين کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ائين ڪونهي تہ اسين سيئي سندس اصولن ۽ آدرشن ۽ ذهنيت جا پيرو آهيون. اڪثر هو اسان جي سمجهہ کان ٻاهر آهي، پر عملي ريت جڏهن هو ڪوبہ قدم کڻي ٿو تہ اسين صدين جي بيڪاريءَ بعد ان کي نعمت سمجهي برچشم ڪريون ٿا. هڪ وار همڪار ٿيڻ سان ان عمل جي خوبي ۽ خصلت پنهنجو پاڻهي نروار ٿيڻ لڳي ٿي جيتوڻيڪ ان پنيان جو فلسفو آهي سو اسان کي پانئي نٿو پوي. اوهين اهو قبول ڪندا تہ هٿ ٻڌي بيڪار ٻڌجڻ کان ڪجهہ ڪرڻ بهتر آهي. اسان ڏٺو تہ هندوستان جي سياسي ميدان ۾ رڳو مهاتما اسان کي عمل جي واٽ ٻڌائي سگهيو آهي سو اسان اندر ۾ اها آرزو ڌري تہ نيٺ ڪنهن ڏينهن هو

اسان جي خيالن جو ٿي پوندو ساڻس سهڪار ڪرڻ لڳاسون. ازانسواءِ اسان اهو بہ ڏٺو تہ حال في الحال جنهن رستي تي هلي رهيا هئاسون سو ڪارگر هو. باقي اڳتي هلي ڇا ٿيندو يا ايندو تنهن ڪي لوڏي مهل ڏسي ونبو جو ويچار ڪري سندس پيروي ڪرڻ لڳاسون. البت هن مان ثابت آهي تہ اسان جو من مُنجهيل هو. اسان دماغي ريت پاڻ ڪي صحيح ٿي ڄاتو پر مهاتما جو لوڪن جي دلين تي قبضو ڏسي اسان سمجهو تہ جيڪڏهن مهاتما جي منورتيءَ ۾ ڦيرو آڻي سگهياسون تہ لوڪن جي من ۾ ڦيرو آڻڻ آسان ٿي پوندو. سندس اعليٰ شخصيت ۾ اسان جو مڪمل اعتقاد هوءِ اسان ڪي ڄاڻ هئي تہ هو طبيعتن انقلابي آهي ۽ سماج ۾ اُٿل پٿل پيدا ڪرڻ مان ڪهڙا بہ اگرا نتيجا نڪرندا تہ انهن کان ڇرڪي نہ ويندو. تنهنڪري اسان ڪي اميد هئي تہ ضرور ڪنهن ڏينهن سندس خيال ڦيري پاڻ جهڙا ڪري ڇڏينداسون. فعلاً هن اسان جي ماڻهن مان سستي ڪڍي منجهن چستي آندي هئي ۽ اسان جي اندر ۾ پڻ فخر پيدا ٿيو هو تہ هن قسم جي عجيب ماڻهو جا خودبخود دل جان سان ہانها ٿي پيا آهيون. متان سمجهو تہ اسين اهڙا حمق آهيون جو سمجهي ويهون تہ اجهو ٿا انگريز متان سوڀ پايون. سوڀ يا هار, ڪاميابيءَ يا ناڪاميابيءَ جو اسان ڪي خواب خيال ڪونہ هو. نہ رڳو ايترو پر اسان ۾ سوڀ کان هار جو وڌيڪ اهڃاڻ هو. تنهن هوندي بہ پنهنجي ملڪ جي جوانن, زالن مردن, ڳوٺاڻن شهرين ۾ هيڏو اتساهہ ڏسي اسان جي دل خوشيءَ مان ٽپا ٿي ڏنا ۽ اسان پنهنجي هم وطنين تي ناز پئي ڪيو. اسان ڏٺو تہ اهي مصيبتون ۽ ناڪاميابيون اسان ڪي وڌيڪ سالم ۽ پڪو ڪري رهيون آهن ۽ روحاني ريت اسين ترقي ڪري رهيا آهيون.

مهاتما جي مون تي سدائين خاص نوازش رهي آهي. بابي جي گذر ڪرڻ کان پوءِ مون تي پاڻ وڌيڪ مهربان رهيو آهي. مان ڪجهہ بہ چوندو آهيانس تہ بلڪل ڌيان ڏئي ٻڌندو آهي ۽ چوندو آهي تہ آهستي آهستي ضرورت مطابق هو پنهنجي ويچارن ۾ ڦيرو آڻي سگهي ٿو. اهوئي سبب هو جو مون پئي سمجهيو تہ ڪنهن ڏينهن ڪيس سامياواد ڏانهن ڪينچي آڻبو پر هينئر مان سمجهان ٿو تہ سندس منورتيءَ ۽ سامياواد وچ ۾ ڪي بنيادي اختلاف آهن جي دور ڪري نٿا سگهجن.

مهاتما ۽ ارون جي وچ ۾ ڳالهيون اينگهجي پيون سو ورڪنگ ڪيمٽيءَ جي ميمبرن ٽيڙن سوئڻ جو ويچار ڪري آخري ميڙ ۾ فيصلو ڪيو تہ اڳتي هلچل هلائڻ لاءِ ائڪٽنگ پريزيڊنٽ ۽ ورڪنگ ڪميٽيون نہ ناهجن ڇاڪاڻ تہ ان مان پس پيش خطري جو امڪان آهي. باقي هلچل زور شور سان هلائڻ لاءِ وڏيڪ هدايتون ڪيڏي شايع ڪيونسون. اسان اُسهڻ جي تيارين ۾ هئاسون تہ اوچتو مهاتما ڪي وائسراءِ وٽان سڏ ٿيو. اڌ رات تائين مهاتما جو اوسيئڙو ڪري اسان اچا ليٽياسون مس تہ مهاتما ٻي بجي رات جو ناهہ پتر ڪٽي آيو. اسان ڪي ڪاغذ ۾ درج ٿيل شرطن جي اڳيي ئي جاڻ هئي پر هڪ فقره ۾ اسان ڪي تبديل ڏسڻ ۾ آئي جنهن ۾ جاٽايل هو تہ ملڪ جي بچاءُ, غير ملڪي معاملات, ٿورائي وارين قومن جي حقن, ... ين ملڪن سان پئسي جي ڏي وٺ ۽ هند سرڪار پاران ڪنيل قرض جي پيچ وغيره جي جوابداري برطانيہ سرڪار پنهنجي هٿ هيٺ رکندي. اسان ڪي منظور نہ هو تہ سرڪار ڪي اهي خاص اختيارين ڏجن پر اسان جو عيوضي ۽ مهندار اڳي ئي قبوليت ڏئي آيو سو اسين ڇا ٿي ڪري سگهياسون؟ جيڪڏهن ليڊريءَ تان لاهي ڇڏيونس يا پاڻ ڇنائي ويون ها يا ڪليو ڪلايو اختلاف ظاهر ڪريون ها تہ اُن مان ڇا وري ها؟ مهاتما جي عدم موجودگيءَ ۾ خود ورڪنگ ڪميٽي بہ سول نافرمانيءَ جي تحريڪ جاري رکي نہ سگهي ها. سرڪار خود پڌرائي ڪيڏي ها تہ مهاتما ناهہ قبول ڪيو آهي. ازانسواءِ ملڪ ۾ اڳيي ئي ناهہ جي فائدي ۾ خيال ڦهلجي چڪو هو ۽ هزارين ستياگرهي جيڪي جيلن ۾ سڙي رهيا هئا تن جو پڻ اونو هو. جيل ۾ وڃي پنهنجي تن ۽ من کي تربيت ڏيڻ ۽ آتم نگرهہ وغيره جون ڳالهيون ڪرڻ سوليون پر رات ڏينهن بوراڪن ۾ رهي خراب ڪاڌو کائڻ, سخت پورهيو ڪرڻ ۽ تڪليفون سهڻ مسخري ناهي. اهي سيئي ڳالهيون خيال ۾ رکي ورڪنگ ڪميٽيءَ عارضي ناهہ جي فائدي ۾ ووٽ ڪيو. شخصا مون کي فقط ٻن ڳالهين ۾ دلچسپي هئي. هڪ تہ اسان جي ڍلن نہ ڏيڻ واري هلچل زور سان هلي رهي هئي ۽ هارين مڙسي ڪري, سرڪار ڪي جواب ڏئي ڇڏيو هو. جنسن جا اگهہ بہ ڇڙهيا ڪونہ هئا جو سرڪار مٿن زور لڳائي سگهي. اسان سرڪار سان سياسي ناهہ ڪيو هو پر هي معاملو اقتصادي هو. مهاتما

وائسراءِ کي ٻُڌايو هو تہ ڪانگريس هارين کي سول نافرماني کان باز رهڻ جي هدايت ڪندي پر ڏلن ڏيڻ لاءِ ڪين نہ چوندي. ڇاڪاڻ تہ منجهن سرڪار کي پئسا ڏيڻ جي سمرٿي ڪانہ هئي. وائسراءِ جو چوڻ هو تہ اهو پرانتڪ معاملو آهي جو اتي جي سرڪار ڪانگريس ليڊرن سان صلاح ڪري حل ڪندي. ٻي ڳالهہ جنهن منهنجي اندر ۾ انتظاري پيدا ڪئي سا هئي مڪمل آزادي. سڄا سارا ٻارهن مهينا اسان جي هم وطنين جان مال جون قربانيون ڪري "پورن سوراج" لاءِ پريم ڏيکاريو هو. هينئر ناهہ ۾ خاص فقرا ڏسي منهنجي دل ڪومائجي ويئي. رات جو ننڊ نہ آيم ڇاڪاڻ ڏنم تہ منهنجي اندر مان ڪجهہ گُم ٿي وڃڻ سبب هڪ اوڙاهہ پيدا ٿي پيو آهي. ڇا اسان جي محنت ۽ جفاڪشيءَ جو اهو نتيجو آهي؟

*

# ڪراچي ڪانگريس

مهاتما کي ڪا سُٽس پئجي وئي تہ مون کي اندر ۾ ڏاڍي هورا ڪورا ٿي پئي آهي سو ٻئي ڏينهن تي صبح جو مون کي پاڻ سان گهمائڻ وٺي هليو. مون کي گهڻي ئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ ”پورن سوراج“ جو جهنڊو هيٺ لاٿو نہ ويو آهي پر مون کي خاطري نہ ٿي. ٻئي ڏينهن تي پاڻ موٽي وائسراءِ وٽ ويو ۽ چيائينس تہ هن ٺاهہ جي معنيٰ اها نہ آهي تہ ڪانگريس ڪو ”پورن سوراج“ جي گهر ۾ ڪتر وجهڻ لاءِ تيار آهي. وائسراءِ ساڻس هم خيال ٿي نٿي سگهيو سو چيائينس تہ ڪانگريس کي هرڪو حق آهي تہ گول ميز ڪانفرنس تي اهڙي قسم جي تقاضا ڪري.

ٺاهہ جي ڳالهين هلندي ۽ ان کان پوءِ مهاتما ڪوشش پئي ڪئي تہ سرڪار سيني سياسي قيدين کي آزاد ڪري. ستياگرهي تہ هونئن ئي آزاد ٿيڻا هئا باقي هنسا ۾ عقيدو رکندڙ ۽ انقلابي قيدين جو سوال هو. سرڪار دبڙ دونس ڪري بنا ثابتي ۽ بنا ڪيس هلائڻ جي ڪين بند ۾ رکيو هو. ڀڳت سنگهہ جي ڦاسيءَ جي سزا رد ڪرائڻ لاءِ بہ مهاتما گهڻي ڪوشش ڪئي پر ڪٿو ڪجهہ ڪونہ.

اسين ٺاهہ جي ڳالهين لاءِ دهليءَ ۾ هئاسون تہ هڪ ڏينهن چندر شيکر آزاد مون وٽ لنگهي آيو. ڏهہ ورهيہ اڳ اسهڪار هلچل ۾ هو جيل ويو هو جتي ڪنهن سبب ڪيس ڦٽڪا هنيا ويا هئا. ان بعد هو وڃي هسنڪ ڏُر سان مليو ۽ چڱو نالو ڪڍيائين. شخصاً مان ڪيس سُڃاڻندو ڪونہ هوس رڳو سندس نالو ٻڌو هوم. چندر شيکر اچڻ سان مون کي چيو تہ ٺاهہ بعد سندس ساٿين لاءِ ڇا ڪيو ويندو! سندس چوڻ هو تہ هينئر هو ريل ڇيل خون ڪرڻ جي فائدي ۾ ناهن جيتوڻيڪ وڏي پيماني تي بلوي يا جنگ بنا ”پورن سوراج“ ملڻ غيرممڪن آهي. وڌيڪ اهو بہ ٻڌايائين تہ هينئر جيڪي ايڪڙ ٻيڪڙ عملدار خون ٿين ٿا ان جو ڪارڻ رڳو سياسي ناهي. انقلابي

لاچار آهن تہ پنهنجي جان جو بچاءُ ڪن ۽ ڦاسيءَ کان بچڻ لاءِ خون ڪرڻ کان نہ هچڪن؟ جيڪڏهن سرڪار کين معاف ڪري ڇڏي تہ هو ڏنڊي ڏوڙيءَ کي لڱي اڳين زندگيءَ کي الوداع ڪرڻ لاءِ تيار آهن. مون ڪيس پنهنجي سياسي نقطہ نظر سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هينئر هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي تنهن لاءِ جواب ڪونہ هو. انهيءَ ملاقات کان ٻہ ٽي هفتا پوءِ ٻڌم تہ چندر شيکر کي الهہ آباد ۾ پوليس ڪو پارڪ ۾ گهمندو ڏسي ورتو. جهٽ ۾ پوليس وارن جو اڻالو ويڙهي ويس پر هي وڻ پٺيان لڪي پنهنجو بچاءُ ڪرڻ لڳو. ٻنهي طرفن کان گوليون هليون جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو ٻہ پوليس وارا ۽ چندر شيکر اتي جو اتي مارجيا ويا.

ٿاهہ بعد سرڪار ستياگرهين کي ويئي جيل مان آزاد ڪندي هو جڏهن پنهنجي ڳوٺ يا شهر ۾ موٽي آيا تہ ماڻهن کين مانپتر ڏنا ۽ خوشيءَ وچان جشن ڪيا. سرڪاري عملدار اهو سهي نہ سگهيا سو ڪجهہ وقت بعد هند سرڪار اسان مٿان تهمت مڙهي تہ اسان سرڪار جي شان ۾ رُخنو وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ماڻهن تي اثر ويهاريو آهي تہ سرڪار کي وڏي شڪست ملي آهي. حقيقت ڪجهہ ٻي هئي. اسان ڪابہ اهڙي ڪوشش ڪانہ ڪئي هئي ڇاڪاڻ تہ اسان جي نظر ۾ هن قسم جو ٿاهہ ڪا سوڀ نہ هئي. باقي ستياگرهين جي ڇوٽڪاري تي ملڪ ۾ خوشيون ٿين سو سياويڪ هو. البت انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ ڌاري سرڪار رعيت کي اٿين خوش ٿيندو ڏسي اندر ۾ خار کائيندي، جنهن لاءِ اسين ڪجهہ ڪري نٿي سگهياسون.

هينئر اسان اڳيان مکيہ سوال ڍلن نہ ڏيڻ جو هو. ٿاهہ ٿيڻ بعد ڪانگريس هارين کي صلاح ڏني هئي تہ جيترو پڄي سگهين ڍلون سرڪار کي پيچائين پر ساڳي ئي وقت اسان گووند ولڀ پنت کي عيوضي ڪري چونڊيو تہ ڪانگريس پاران سرڪار کان هارين جي ڍل معاف ڪرائي. اسان سرڪار کي ذهن نشين ڪيو تہ جنسن جي اگهن ڪري پوڻ سبب هارين وٽ پئسو ڪونهي پر سرڪار جو هارين سان سِڌو لاڳاپو ڪونہ هو. هو زميندارن کان ڍل وصول ڪري سگهيا ٿي ۽ زميندار معافي نہ ملڻ جي حالت ۾ هارين مان ڪيئن بہ ڪري پئسا وصول ڪن ها. سرڪار هارين

جي نادار حالت کان واقف هئي پر ڏلن معاف ڪرڻ جو فيصلو گورنر جي عدم موجودگيءَ ۾ ڪرڻ کان ڇرڪي ٿي. انهيءَ وقت سر مالڪوم هيلي موڪل تي ولايت ويو هو. ڳالهيون اينگجهي پيون ۽ جيسين ڪجهه ٿئي تيسين هارين جو ساهه مُٺ ۾ هو.

ڪراچي هندوستان جي اُتر- اولهه ۾ آهي ۽ وچ ۾ ريتي ۽ رُڃ سبب ملڪ جي بين ڀاڱن کان ڪي قدر جدا ٿي وئي آهي. ڪانگريس جي موقعي تي قومي فضا ۾ برق هئي جنهن ڪري سڄي هندوستان مان عيوضي ۽ ملاقاتي هزارن جي تعداد ۾ اوتجي پيا هئا. قوم کي فخر هو تہ ڪانگريس پاڻ موڪيو آهي ۽ قرباني ۽ انتظام ذريعي ڪمزور قوم ۾ طاقت پيدا ڪئي آهي. ساڳئي وقت اسان مٿان سنگين جوابداري هئي ڇاڪاڻ تہ هينئر اسان جي لفظ لفظ کي وزن تي ڏنو ويو ۽ اسان جا پرستاؤ فقط ڪاغذ جا ٽڪر نہ هئا پر انهن تي سڄي ملڪ کي عمل ڪرڻو هو. اسان جي اڳيان ڳرا ۽ مشڪل مسئلا هئا ۽ ڏپ پئي ٿيو تہ دهلي جي ناهہ سبب ممڪن آهي تہ اسان کي ڪن اهڙين ڳالهين ۾ شامل ٿيڻو پوي آهي جي اسان جي اصول ۽ آدرش جي شان وٽان نہ هجن. دهلي ناهہ مان ماڻهو راضي نہ هئا. ويتر ڀڳت سنگهہ کي ڪانگريس جي اجلاس شروع ٿيڻ تي ڦاسي ڏئي سرڪار ملڪ ۾ غصو ۽ جوش ڦهلائي ڇڏيو هو. خاص ڪري اُتر هندوستان ۾ ناراضپو وڌيل هو. ڪراچي خود اُتر هندوستان ۾ هئي جنهن ڪري پنجاب ۽ بين هنڌان هزارين ماڻهو هتي اچي گڏ ٿيا هئا. سرحد مان بہ سرخ چولن وارا والنٽيئر اچي ويا هئا. اپريل 1930ع ۾ هنن همت، جانفشاني ۽ قربانيءَ جو ملڪ اڳيان اعليٰ مثال رکي پاڻ کي هر دلعزيز ڪيو هو جنهن سبب ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس جي موقعي تي جتان اهي والنٽيئر لنگهيا ٿي اتي لوڪن تاڙين سان سندن مرحبا ٿي ڪئي. ڪن ماڻهن کي وهم ويٺل آهي تہ اهي ڳاڙهي چولي وارا ڪميونسٽي يا بولشوڪي مت جا آهن. شايد سندن ڪهنو لباس ۽ ڳاڙهو رنگ ڏسي اهو اثر وينو اٿن. حقيقت ۾ سندن جماعت "خدائي خدمتگار" سڏبي آهي ۽ فقط قوم جي آزادي ۽ سماج جي سڌاري جو پروگرام اٿس. هيءَ جماعت ڪانگريس جو هڪ جزو آهي جنهن ڪري سندس نيتي ۽ نيم بہ ساڳيا آهن.

ڪانگريس اڳيان به مکيه نهراءَ هي هئا: هڪ ته دهلي ناهه جي پنيرائي ۽ پيو ته نگر واسين جا بنيادي حق نرنئه ڪرڻ ۽ ملڪ جا مکيه هنر ۽ ڪارخانا قوم جي ڀلي خاطر قوم جي حوالي ڪرڻ ۽ غريبن تان بوجو گهٽائي شاهوڪار مٿان مڙهڻ. سرڪار کي پوئين نهراءُ ۾ اچي سڪ گمان جاڳيا ۽ اخبارن دوران اشارا ڏيڻ لڳا ته ماسڪو وارن رشوت ڏيئي اسان کي پنهنجي طرف ڪيو آهي ۽ ايم. اين. راءِ هي نهراءُ لکي منهنجي معرفت ڪانگريس ۾ پيش ڪرايو آهي ۽ مون مهاتما کي ڌمڪي ڏني آهي ته جيڪڏهن هي نهراءُ بحال نه ڪندو ته مان سندس دهلي ناهه جي مخالفت ڪندس سو لاچار مهاتما ساز سلوڪ خاطر اهو نهراءُ قبول ڪيو آهي وغيره وغيره. هند سرڪار هڪ عجيب دنيا ۾ رهي ٿي جتي معمولي شيون به نرالي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. عام ماڻهن سان تعلقات نه هئڻ سبب سندن دماغ ڳالهين کي مروٽي سروٽي عجب و غريب انومان ڪڍي ٿو. حقيقت هيءَ آهي ته راءِ کي مٿئين نهراءَ لاءِ نفرت آهي ڇاڪاڻ ته هو ان کي سفيد پوشن جي ذهنيت جي نشاني سمجهي ٿو. باقي رهيو مهاتما تنهن سان بازاري نموني مان ويهي ڏانڊل ڪريان يا ڏي وٺ ڪريان سو ته منهنجي خواب خيال ۾ اچي نٿو سگهي. ممڪن آهي ته اسين ڪن سوالن تي متفق راءِ هجون ۽ ڪن تي غير متفق، پنهنجو پاڻ ۾ نهندا هجون يا ڊهندا، پر اسين ڏي وٺ ڪريون يا قيمت چڪائي وٺون سو اهڙو قبيح خيال آهي جو فقط هند سرڪار جي ڪاربر دازن جي دماغ ۾ اچي سگهي ٿو.

ڪراچي ڪانگريس کان ڪجهه وقت اڳ راءِ مون سان الهه آباد ۾ گڏجڻ آيو هو. مون کيس ماسڪو ۾ ڏٺو هو سو يڪدم سڃاتومانس. هن دفعي ڪراچيءَ ۾ فقط پنج منٽ پاڻ ۾ گڏياسون. گذريل سالن ۾ ڪيئي دفعا هن منهنجي خلاف ڳالهائي منهنجي دل کي صدمو پهچايو هو. اسان جي وچ ۾ ڳرا مت ڀيد هئا پر تنهن هوندي به اندر ۾ سندس لاءِ ڪنهن قسم جي ڪشش محسوس ڪندو هوس. اهوئي سبب هو جو جڏهن کيس گرفتار ڪيائون تڏهن مون کيس پنهنجي وت آهر مدد ڪئي. مان راءِ کي انهيءَ ڪري پائنڻ لڳس جو مون ڏٺو ته منجهس اعليٰ درجي جي دماغي لياقت آهي ۽ پيو ته دنيا ۾ تن تنها هئڻ سبب کيس دوستن جي ضرورت آهي. اهو

سياويڪ هو تہ سرڪار سندس پنيان ڪاهي پوي پر سندس خيال اهڙا هئا جو ڪانگريسين ۾ قوميت پرستن کي بہ منجهس دلچسپي نہ هئي ۽ بولشوڪي مت وارن کيس غدار ۽ ڪميونسٽي مت جو وروڌي ٿي سمجهو. مون کي ڄاڻ هئي تہ مت ڀيد سبب ڪو منترن مان کيس ڪڍي ڇڏيو اٿن يا پاڻ ان کي ڇڏي آيو آهي. هن جهڙو ماڻهو ائين اوهي واهي بنا اڪيلو رهجي وڃي تنهن تي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. اهوئي سبب هو جو مون پنهنجي عادت خلاف سندس بچاءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هينئر ٿي سال ٿيا آهن تہ هو جيل ۾ اڪيلو گذاري ٿو ۽ سندس صحت پڻ خراب ٿي وئي آهي.

اسان ڪراچيءَ ۾ هئاسون تہ ڪانپور مان هندو مسلم فسادن جي خبر آئي. فسادين کي خون خرابيءَ کان باز آڻڻ ۽ زخميلن جي سنڀال ڪرڻ لاءِ گڻيس شنڪر ود يارٿي هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيو هو تہ خبيسن کيس خون ڪري ڇڏيو. هو اسان جو پيارو دوست ۽ همڪار هو. سندس دليري، همت، دورانديشي سياڻپ، خوش خلقي جو اسان کي قدر هو. بنا ڪنهن ڏيک ويک جي پنهنجي ليکي پيو ڪم ڪندو هو. هو اسان جي پرانت جو هڪ املهہ هيرو هو جنهن کي بي رحم هٿن بي سمجهيءَ سببان قتل ڪري ڇڏيو. هن نوجوان جي شهيديءَ اسان جي ڪئمپ کي غمگين ڪري ڇڏيو جيتوڻيڪ اسان کي ساڳئي وقت فخر هو تہ گڻيش بنا هچڪ ههڙي آدرشي نموني پنهنجي جان ڏئي ملڪ لاءِ سهڻو مثال پيش ڪيو آهي.

*

# لنڪا جو سير

ڊاڪٽرن منهنجي صحت خراب ٿيندي ڏسي هوا بدلائڻ جي صلاح ڏني. هندوستان ۾ ڪنهن به هنڌ مون لاءِ آرام ڪرڻ مشڪل هو تنهن ڪري ڪملا ۽ اندرا کي وٺي لنڪا وڃڻ جو خيال ڪيم. اتي به رڳو نُووارا ايليا ۾ به هفتا آرام ڪرڻ لاءِ مليم. نُوارا ۾ ڪيئي هاري ۽ پورهيت پاڄيون، مکڻ، ميوا، گل سوکڙيءَ طور اسان کي ڏئي ويندا هئا جي اسين وري اسپتال ۽ اناث آليہ ۾ ڏياري منجندا هئاسون. هو ويچارا مسڪين پنهنجي مفلسيءَ مان ڪوئي ڪسوئي اهي قل قول اسان کي ڏيندا هئا پر اسان جي حالت اها هئي جو ٻولي نہ اچڻ سبب ساڻن ڳالهائي بہ نہ ٿي سگهياسون. رڳو هٿ ٻڌي نمستي ڪري ۽ اکين سان سندن مُنهن ۾ نهاري ساڻن خوش خير عافيت ڪبي هئي.

لنڪا ۾ اسان ٻڌ ڌرم وارن جا گهڻئي مٺ ۽ مڙهيون ڏٺيون. ڪي تہ قديم زماني جون ٽهيل هيون. انوراڌ پور ۾ ٻڌ جو هڪ وڏو پتلو هو جنهن جي مُنهن مان ننت شانت ۽ پراڪرم پئي بکيو. هونئن بہ ٻڌ ۽ ڪرست جي تصوير مون کي ڏاڍي وڻندي آهي. انهيءَ مان ائينٰ نہ سمجهڻ گهرجي تہ مان ٻڌ ڌُرم يا ٻئي ڪنهن ڌرم ۾ مجيندڙ آهيان. منهنجو تہ ٻڌ ڌرم ۽ ٻين مذهبن جي مت متاثر سان اختلاف آهي. لنڪا جي مٺن ۾ بکشو رهندا آهن. مون ڏٺو تہ انهن جي مُنهن تي بہ ساڳي شانتي، نر موهہ ۽ نشڪام پئي بکيو. البت سندن مهانڊي مان گيان ۽ ڌيان ڪونہ ٿي ڀهڪيو ۽ نڪي سندن من اندر ڪامنائن ۽ ترشنان جي يڌ ڏسڻ ۾ پئي آئي. سندس جيوت جي نهر سڌي سنئين پٽ تان وهي اننت ساگر ۾ چوڙ تي ڪيو. هنن جون شڪليون ڏسي منهنجي اندر ۾ امن امان واري زندگي لاءِ چاهنا پيدا ٿي چاڪاڻ تہ منهنجي جيوت رڳو طوفان ۽ چولين جي گوڙ شور ۾ گذري آهي. مون لاءِ ڪٿي بہ شانت چت رهڻ مشڪل آهي چاڪاڻ تہ نہ رڳو ٻاهر پر اندر ۾ بہ طوفان اٿم.

هونئن بہ ماني زندگي مون کي پانئي پوڻ مشڪل آهي. البت ٿوري وقت لاءِ زمين تي ليٽي پور پچائڻ يا ڳهير سبب اڪيون پوري پئجي رهڻ ۾ مزو آهي. لنڪا ۾ ائين ڪرڻ جو موقعو مليم. اتي جا نظارا بہ بلڪل وڻندڙ هئا. خاص ڪري هتي جيل ۾ جڏهن اڪيلائيءَ سبب ڏينهن وڏا ٿي پون ٿا تہ مان لنڪا جا سهڻا جهنگ جيل ياد ڪري دل کي خوش ڪريان ٿو. مون کي ياد آهي تہ هڪ ڏينهن لنڪا جي ڪن وديارٿين اسان جي موٽر رستي تي بهاري اسان جو آدرستڪار ڪيو ۽ منجهائن هڪ نينگر بنا ڪنهن سوال جواب جي اڳتي وڌي مون سان اچي هٿ ملايو ۽ چيو تہ "مان هرگز نہ هٽندس." انهيءَ چوڪر جون چمڪندڙ اکيون جن مان قوي ارادو پئي بکيو سي اڄ تائين منهنجي دل تي اُڪريل آهن. مون کي جاڻ نہ آهي تہ هو ڪير هو يا هينئر ڪٿي آهي پر اها خاطري اٿم تہ هو پنهنجي قول کي پاڙي ڏيندو ۽ جڏهن حياتيءَ جي مشڪل مسئلن کي مُنهن ڏيڻو پوندس تہ ثابت قدم ٿي بيهندو.

لنڪا مان موٽندي راس ڪماريءَ ۾ آياسون هتي جو شانت وايومنڊل بلڪل حيرت انگيز هو. تنهن کان پوءِ دکني رياستن جا چڪر ڏناسون جتي راجائن ۽ نظام طرفان اسان جو چڱو آدرستڪار ڪيو ويو. مئسور هنرن ۽ ڪارخانن ۾" تريو نڪور وديا ۾ هندوستان جي ٻين ڀاڱن کان وڌيڪ ترقي ڪئي آهي. باقي حيدرآباد دکن تہ بنهہ مغولي زماني جي نشاني آهي. ماڻهن کي ناگرڪ حق اصل ڪونهن. نظام طرفان اسان جي چڱي پرگهور لڌي ويئي پر تنهن هوندي بہ اسان گهٽ ٻوساٽ پئي معلوم ڪئي. ميسور ۾ مون قومي جهنڊو چاڙهيو هو جو منهنجي موٽڻ بعد رياست وارن لاهي لٽ پيچي ٽڪرا ٽڪرا ڪري قومي جهنڊو چاڙهڻ ڏوهہ ٺهرايو. تريونڪور ۾ ڪانگريس ميمبر داخل ڪرڻ جرم آهي. ميسور ۽ تريونڪور واسين کي ڪنهن وقت چڱا ناگرڪ حق هئا جي هينئر سرڪار کسي ورتا اٿن. حيدرآباد تہ اصل کان آزاديءَ کي نگهوسار ڪرڻ جي فائدي ۾ رهي آهي. هن رياست ۾ ڪنهن بہ سياسي ميڙ ڪرڻ جي موڪل نہ آهي. مذهبي ميڙ بہ اجازت بنا ڪري نٿا سگهجن ۽ عملدار گهٽو ڪري مذهبين مٿان چوڪسي ٿا رکن. اخبار جو نالو نشان ڪونهي ۽ خود هندوستان جي نرم ڏُر وارين اخبارن تي بہ بندش آهي.

ڪوچن ۾ ”سفيد يهودين“ جو پاڙو ڏسڻ وياسون جتي مندر ۽ سندن پرارٿنا جو نمونو پڻ ڏٺوسون. سندن چوڻ موجب اِهو پاڙو فلسطين واري قديم بيت المقدس جي نموني ٺهيل آهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته ڪوچن يا يهودي بلڪل قديم زماني جا پيا لڳن ۽ سندن پاڙو به ان ڪان ڪو گهٽ ناهي.

شايد ڪن چڱن ماڻهن کي خبر آهي ته عيسوي پنٿ هندوستان ۾ بلڪل آڳاٽو آهي. ڪرست ڪان اٽڪل سؤ ورهيه پوءِ ملبار ۾ ديوليون ٺهيون ۽ موجوده ڪرستانن جو وڏو مهنت جيتوڻيڪ يونان يا شام ۾ آهي تنهن هوندي به ملباري عيسائين جا ٻاهرين دنيا سان لاڳاپا بلڪل گهٽ آهن. هو تقريباً هن ملڪ جي پيدائش آهن. ملبار ۾ نيستوري عيسائين جي به بينڪ آهي. مون سمجهيو هو ته هيل تائين ضرور ڪن ٻين فرقن ۾ جذب ٿي ويا هوندا پر ائين نه هو. ڪنهن وقت هو چڱي هلنديءَ پڄنديءَ وارا هئا ۽ سڄي ملڪ ۾ سندن دين پائي پکڙيل هئا.

حيدرآباد ۾ اسين سروجني نئدو جا مهمان هئاسون. سندس گهر ۾ پرده نشين زالن جو ميڙ گهرايو هئائون جتي ڪملا تقرير ڪئي. ڪملا تقريرن ۾ گهڻو ڪري زالن کي اها صلاح ڏيندي هئي ته مردن جي ٺاهيل نيم ۽ نيتي جي مخالفت ڪن ۽ پاڻ کي مردن ساريکو سمجهن. سندس تقرير مان اهي گل نڪتا جو اسين الهه آباد پهتاسون مس ته ’مٽان هڪ خط آيو جنهن ۾ مڙس پنهنجي جوءِ نسبت شڪايت ٿي ڪئي ته هن جو رُخ بلڪل بدلجي ويو آهي ۽ هينئر هوءَ ڪيس ليکي ۾ نٿي آڻي.



# ٿاهہ ۾ رُخنو

ملڪ جي اڳيان هينئر اهو سوال هو تہ مهاتما گانڌي گول ميز ڪانفرنس تي وڃي يا نہ؟ سرڪار ور ور ڏئي اسان کي چتاءُ ڏنو هو تہ نئين آئين جو نقشو اڳيئي تيار ٿي چڪو آهي باقي رڳو اندران وچور پرڻي آهي. ڪانگريس ان جي بنهہ ابتڙ راءِ جي هئي. ائين برابر هو تہ ٿاهہ جي شرطن مطابق ڪانگريس اتحاد بہ هندوستان جي رٿ قبول ڪئي هئي پر ان جي معنيٰ اها هرگز نہ هئي تہ گول ميز وارا اتحاد بہ آئين Federal constitution ڪانگريس کي قبول آهي. اسان کي ڏسڻ ۾ آيو تہ اتحاديہ آئين يا فيڊريشن مان مڪمل آزادي يا اشتراڪي انقلاب Social revolution ۾ رُخنو نہ پوندو. البت ٿاهہ ۾ هڪ خاص بچائن جو فقرو هو جو اسان کي نٿي وڻيو پر ساڳي وقت اهو بہ جاٽايل هو تہ اهي بچاءَ فقط هندوستان جي ڀلي لاءِ ڪتب آندا ويندا. ڪراچي ڪانگريس ۾ اسان صفا ڪري ڏيکاريو هو تہ جيسين مالي، غير ملڪي، فوجي ڪاتن جي واڳ اسان کي نہ ملي آهي ۽ قرض ۽ بنيادي حقن جو فيصلو نہ ٿيو آهي تيسين ڪانگريس ڪوبہ نئون آئين قبول نہ ڪندي. اسان کي ڄاڻ هئي تہ گول ميز مان ڪڙتيل نہ نڪرندو پر ٿاهہ جي شرطن مطابق اسان کي ان ۾ شامل ٿيڻو هو بشرطيڪہ سرڪار انهيءَ وچ ۾ اهڙيون حالتون پيدا ڪري نہ وجهندي جن مان ملڪ ۾ ممڻ مچي ۽ اسان جو وڃڻ مشڪل ٿي پئي يا ڪانفرنس ۾ خود بحث تي اهڙيون حدون وجهي ڇڏي ۽ اسين پنهنجا خيال ۽ گُهرون زوردار نموني پيش نہ ڪري سگهون.

سرڪار اسان سان ٿاهہ ڪري ستياگرهي آزاد تہ ڪيا هئا پر بيا ڪيترا اهڙا سياسي قيدي هئا جي قاعدي موجب سول نافرمانيءَ هيٺ گرفتار نہ ڪيا ويا هئا سي اجا جيلن اندر باند هئا. ازانسواءِ بنگال ۾ ڪيترن کي هسنڪ ڪارروائي ڪرڻ جي شڪ ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. هنن تي ڏوهہ ثابت ٿيو ئي ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ بنا ڪيس هلائڻ جي ڪين

جيل ۾ رکيو هئائون. گرفتاريون بہ اجا صفا بند ڪونہ ٿي ويون هيون ۽ خاص نادري حڪمن ۽ قانونن هيٺ ڪيئي شخص گرفتار ڪيا پئي ويا جن جو هنسڪ ڪارروائين سان لاڳاپو ڪونہ هو. ڪن حالتن ۾ ڪي شخص جن کي ڪورٽ ڇڏي ٿي ڏنو تن کي پوليس ٻيهر گرفتار ڪري بنا ڪيس هلائڻ جي جيل تي اُماٽيو. هن مان ظاهر آهي تہ سرڪار ناهہ برابر ڪيو هو پر جنگ چالو رکندي پئي آئي.

بنگال ۾ هنسڪ ڪارروائين ٿيڻ سبب سرڪار دٻڙ دونس جاري ڪري ڏني. سڄي ملڪ جي همدردي بنگالين سان هئي پر ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ اڳيان جڏهن بنگال جو سوال پيش ٿي آيو تہ هنن پاڻ کي بلڪل عاجز ٿي سمجهيو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو بنگالي آپدا جي وقت پاڻ کي اڪيلو سمجهڻ لڳا. اهو سندن خيال غلط هو ڇاڪاڻ تہ سڄي ملڪ جي همدردي ساڻن هئي. رڳو ايترو هو جو خبر نٿي پئي تہ ڪهڙي نموني انهيءَ همدرديءَ جو فائدو وٺي بنگال کي سهائتا ڏجي. گڏيل پرانتن ۾ بہ سرڪار ۽ زميندارن ڍلن اُڳاڙڻ لاءِ هارين مٿان رڻ ٻاري ڏنو. ڪيترن جا ڍور ڍڳا ضبط ٿيا ۽ ڪيترن کان ٻنيون کسي ورتائون هڪ ٻن هنڌ تہ هارين تنگ اچي زميندار کي خون ڪري ڇڏيو. ڪانگريس جيڪڏهن ناپر نہ ڪرائي ها تہ شايد هاري دنگو ڪري وجهن ها. هن هاري هلچل مان ماڻهن کي ايترو لاڀ سو مليو جو پيٽ پري ڪائڻ لڳا. اگهہ گهٽ ۽ وڪرو بيهي وڃڻ سبب فصل نيڪال ڪرڻ مشڪل هونِ سو بي واهہ نہ ڏسي گهر جو گهر ۾ ڪپائڻ جو فيصلو ڪيائون.

سرڪار سان ناهہ ڪري سرحد ۾ بہ صلح ڪونہ ٿيو. هن پرانت ۾ حڪومت جو چرخو فوجي نموني جو آهي سو توري گهٽي تي ٻڙي سيڪت ڏئي ماڻهن کي دبائڻ هڪ معمولي ڳالهہ آهي. اتي جون اهي حالتون ڏسي عبدالغفار خان سرحدي پٺاڻن ۾ اتفاق آڻڻ ۽ کين منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن ۾ هو بلڪل ڪامياب ٿيو. ڳوٺ ڳوٺ ۾ خدائي خدمتگار ويا وڌندا ۽ سندن اهنسڪ ڪارروايون ڏسي ماڻهو کين قرب ۽ عزت ڏيڻ لڳا. سرحد خونريزيءَ کان مشهور آهي پر عبدالغفار خان اورچ تي آهستي آهستي خدائي خدمتگارن جي اهڙي جماعت ٺاهي آهي جا سڄي هندوستان لاءِ مثال آهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ عبدالغفار لاءِ هندو توڙي

مسلمانن کي عزت آهي. هو جهڙو آهي قد جو ڊگهو تهڙو آهي عاقل ۽ دل جو پاڪ. اجاين اِڙتين ڦِڙتين ۽ ورن ييچن مان نه ڄاڻي. سڌو ڳالهائي ۽ سڌو هلي. پناڻن کي هن شخص لاءِ عزت آهي هو چاهي ٿو ته ملڪ آزاد ٿي ۽ سرحد به ان جو ڀاڱو بڻجي، ترقي جي شاهراه تي قدم رکي. هو ڪي قدر لڄارو آهي ۽ گهڻو ڳالهائڻ به نه وڻندو اٿس. عجب آهي ته هو پناڻن ۾ اهنسا ڪيئن ڦوڪي سگهيو آهي! البت ائين ڪوبه چئي نه سگهندو ته پناڻ هميشه اهنسڪ رهي سگهندا ڇاڪاڻ ته عام لوڪن ۾ ڪيڏي مهل به ڪو اُمنگ يا جوش پيدا ٿي سگهي ٿو. خدائي خدمتگار ڪانگريس جو هڪ جُزو هئا پر قانوني ريت سندن جماعت جدا هئي. عبدالغفار جو ڪانگريس سان لاڳاپو ورهين کان پئي رهيو آهي هو ڪانگريس ۽ جماعت جي وچ ۾ هڪ قسم جو ميلاپي ڳنڍ هو پر تنهن هوندي به خدائي خدمتگار جماعت کي علحده هستي ڪري ڄاڻڻ واجب نه سمجهي ان کي ڪانگريس ۾ جذب ڪيو ويو. هينئر هو ڪانگريس جو ڀاڱو آهن.

ورڪنگ ڪميٽيءَ اڳيان هندو مسلم اتحاد جو سوال ور ور ڏيئي نوان روپ وٺي پئي آيو آهي پر هن دفعي سوال هو ته جيڪڏهن گول ميز ڪانفرنس تي سرڪار اهي ڪٽر فرقي پرست هڪ ٻئي خلاف ڪري ٻهاري ته باقي ٻين قومي مسئلن تي غور ڪرڻ جو موقعو ملندو؟ مهاتما جو چوڻ هو ته لنڊن اُسهڻ کان اڳ پهرين هندو مسلم سوال جو فيصلو هتي ڪري ڇڏجي. ٻيءَ حالت ۾ لنڊن وڃڻ بي سود ٿيندو. سندس خيال صحيح هو پر تنهن هوندي به ورڪنگ ڪميٽيءَ ٻين مسئلن کي فقط هندو مسلم ناهه خاطر روڪي ٻيهارڻ واجب نه سمجهو.

مون مٿي ڪي سبب ڄاڻايا آهن جن مان اوهين ڏسي سگهندا ته سرڪار سان ڪيل ناهه رڳو هڪ بوتو هو. شروعات ۾ ڪانگريس ڪن ٿورن ستئين طبقي وارن شخصن جي سنستا هئي. هو پنهنجي بهبودي ۽ ڀلي خاطر ان کي هلائيندا پئي آيا. تنهن کان پوءِ هينين طبقي جا سفيد پوش ڪانگريس ۾ داخل ٿيڻ لڳا ۽ پورهيت ۽ ڳوٺاڻا پڻ ان ۾ ڀرو وٺڻ لڳا. قديم زماني ۾ ڳوٺاڻن جو گذر فقط کيتيءَ تي نه هو. هنر به هوندا هئن. پر هينئر ڪلن ۽ ڪارخانن سبب ۽ ڪي قدر سرڪاري نيتي سبب اهي هنر ڏتڙجي ويا آهن جنهن ڪري ڳوٺاڻن ۾

مفلسي وڌي وئي آهي. ڪيتيءَ جي حالت ۾ ٻه سڌارو ڪونه آيو آهي ڇاڪاڻ ته هڪ طرف ڪاتيدارن وٽ پئسو ڪونهي ۽ ٻئي طرف زميندار رڳو هارين کي ڏهي ڇاڻن. ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ هتي جو هاري گهٽ ٿو اُپائي ڇاڪاڻ ته بهتر اوزارن ۽ علم جي سهولت نه اٿس پر ساڳي وقت جنس ٻين ملڪن جي اگهه تي وڪڻي ٿي پوپس جي اگهه ٻين ملڪن ۾ وگيانڪ طريقن ڪم آڻڻ سبب بلڪل سنستا ٿي پيا آهن. نتيجو اهو نڪتو آهي جو هتي جا ڳوناڻا پوءِ تيئن پوءِ وڃن ٿا وڌيڪ سُڃا ٿيندا. اهي سيئي هاري ناري جڏهن ڪانگريس ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا ته سندن مراد صاف اها هئي ته سندن بوجو گهٽجي ۽ سوراج مان ڪين ڪجهه پلئه پوي. هنن کي نئين آئين ۾ دلچسپي ڪانه هئي پر هنن زميندارِي سرشتي ۾ ڦيرو آڻڻ تي گهريو. موجوده سرڪار ۾ جرئت نه آهي جو ايڏو ڦيرو آڻي سگهي ۽ ڪانگريسي ٻه ان ڪان ونءُ پيا وڃن. پر اهي بنيادي ڳالهيون آهن جن جي فيصلي ڪرڻ بنا ڪوبه ناهه بي معنيٰ آهي. ممڪن آهي ته وقت بوقت ڪجهه سهائتا وغيره ڏئي وڏي آپدا ٽاري ڇڏجي يا دبڻ دؤنس ڪري ماڻهن کي دٻائي ڇڏجي پر اهي مسئلا جيئن جو تيئن رهجي ويندا ۽ حالتون سڌرڻ عيوض پوءِ تيئن پوءِ بگڙنديون ويندیون. سرڪار کي وهم ويٺل آهي ته ملڪ ۾ بي آرامي ۽ وڳوڙ ڪن باغي ۽ فتنه انگيز شخصن جي سرجوشيءَ جو نتيجو آهي. انهيءَ قسم جي ذهنيت احمقانه آهي ڇاڪاڻ ته جيسين ڪي بنيادي ڪارڻ نه هوندا تيسين وڳوڙ ٿيندو ئي ڪونه هو. ماڻهن ۾ مفلسي ۽ تنگي نه هجي، ملڪ ۾ بي انصافي ۽ انرٿ نه هجي ته فساد ٿيندو ئي ڪونه. ليڊر ماڻهن جي نبض ڏسي علاج ٿو ڏسي ۽ ماڻهو مرض کان بچڻ لاءِ سندس هدايتن تي عمل ٿا ڪن.

1930ع ۾ ڪانگريس جي طاقت وڌي ويئي ڇاڪاڻ ته ملڪ جون حالتون اهڙيون هيون. هاري ناري مصيبتن کان بچڻ لاءِ اچي ڪانگريس ۾ شامل ٿيا ۽ هيٺين طبقي وارا سفيد پوش ته ڪانگريس جي باقاعدي فوج بڻجي پيا. مٿين طبقي وارا ٻه ملڪ جو وايومنڊل ڏسي ڪانگريس سان فضيلت ڀري روش هلڻ لڳا. ڪارخانيدارن ۽ شاهوڪارن سوديشيءَ جا پرتگيا پتر ڀريا ۽ ڪانگريس جي حڪم جي انحرافي ڪرڻ کان پٺي ڇرڪيا. لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس تي نرمن ۽ ٻين وڏيون تقريرون ڪري قاعدي جي اسمن تي بحث برابر پئي

ڪيا پر سچي طاقت جو مرڪز ڪانگريس ٻڌجي پئي هئي جنهن ڪري لنڊن ۾ ٿيندڙ ڪارروايُن کي وزن ڪونه هو. ڪانگريس جي وڌندڙ طاقت سرڪار جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي. آپيشاهه حڪومت جنهن سدائين هن ملڪ ۾ صاحبي ڪمائي سا پلا ڪيئن سهي سگهندي ته لوڪ ڪانگريس جي حڪمن جي پوئواري ڪن. سو ناهه بعد سرڪار جو رُخ ويو وڌيڪ بگڙندو. ويتر جو آيو ولنگڊن سو افواهه ڦهلجڻ لڳا ته هو بلڪل ڪرڙو ماڻهو آهي جڻ ته سلطنت جي پاليسي هڪ شخص جي طبيعت يا راين تي منحصر رکندڙ آهي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته ڪجھ وقت کان گورا عملدار ڪانگريس سان نرمي ڏيکارڻ جي خلاف هئا ۽ سندن مغز ۾ اُٿ وينو هو ته مهاتما کي وائسراءِ پاڻ ساريڪو ڪري ڏيکارڻ سان ڪانگريسين ۾ ڦونڊ آندي آهي. وس پُڄين ها ته اهي عملدار بنا ترسڻ جي ڪانگريس کي نگهوسار ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها پر انگلنڊ جي سرڪار مهاتما کي لنڊن گهرائڻ لاءِ منتظر هئي، سو حال في الحال سنڀالي قدم کڻڻ لڳا. انهيءَ وچ ۾ مهاتما سان دهليءَ ۾ ڪي ڳالهيون هليون. گڏيل پرانت جي هاري هلچل وارن بحثن ۾ به شامل هوس. هڪ ڏينهن هڪ عملدار بلڪل فضيلت واري نموني مون کي ٻڌايو ته سرڪار سول نافرماني ٽن مهينن اندر نابود ڪرڻ لاءِ مڪمل بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. پهرين ڳالهين سان جيڪڏهن ناهه تي سگهي ته بهتر سمجهي ڪانگريس سان ناهه جون ڳالهيون شروع ڪيون هيون. سندس اهو به اشارو هو ته جيڪڏهن آئينده ناهه ٽُٽي پوي ته سرڪار ڪانگريس کي دٻائڻ جون تياريون اڳي ئي ڪري ڇڏيون آهن. ٻي هڪ عملدار ٻڌايو ته ڪانگريس ماڻهن ۾ سهڪار ۽ سنگهٺن جو ٻج ڇُٽي هندوستان جي اعليٰ درجي جي خدمت ڪئي آهي.

گڏيل پرانتن، بنگال ۽ سرحد جي حالت اهڙي هئي جو ڪيڏي مهل به خُلم ٻري سگهي تي سو مهاتما ولايت وڃڻ کان پئي ڪيٻايو. سرڪار سان ڪنهن خاطر خواه ناهه تي آئي ۽ جيئن ته مهاتما کي جهاز تي يڪدم پهچڻو هو شمله کان ڪالڪا تائين سرڪار خاص ريل جوڙائي ۽ باقي ٻين ريل گاڏين کي خاص طرح مهاتما لاءِ سيڙايو ويو. مهاتما کي اپڙائڻ لاءِ مان ساڻس بمبئي گڏجي ويس ۽ اُتي جهاز تي اُماڻي آيو مانس.

*

# گول ميز ڪانفرنس

تازو مسٽر بولٽن هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هو ڄاڻائي ٿو ته گول ميز ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ مهاتما خلاف منصوبو سٽيو هو. سندن مراد هئي ته مهاتما کي ڪانگريس مان تڏيو وڃي وغيره. اهي منصوبي سٽيندڙ ڪير هئا، تنهن جو ذڪر ڪونه ڪيو اٿس. شايد ولڀ ڀائي پٽيل ۽ مون ڏانهن اشارو آهي ڇاڪاڻ ته اسين ٻئي گرم خيالن جا ليکيا ويندا آهيون. پر حقيقت هيءَ آهي ته سڄي هندوستان ۾ مهاتما کي ولڀ ڀائيءَ جهڙو وفادار رفيق آهي ئي ڪونه. هو ڪم ۾ برجستو ۽ اورچ آهي ۽ نه رڳو مهاتما جي آدرش ۽ نيتيءَ ۾ وشواس اٿس پر ان جي شخصيت تي به فدا آهي. هن پنهنجو پاڻ مهاتما کي ارپي ڇڏيو آهي. منهنجو مهاتما جي اصولن ۾ ايڏو اعتقاد ڪونهي پر تنهن هوندي به مون کي ساڻس گڏ ڪم ڪرڻ جو شرف نصيب ٿيو آهي. مون ۾ جيڪڏهن ڪنهن به وقت مهاتما خلاف منصوبي جو رڳو خيال اٿپن ٿئي ته مان جيڪر ان کي عظيم گناهه سمجهان. مان سمجهان ٿو ته ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ميمبرن جو به ساڳيو حال آهي. هو سندس پيدائش آهن. چوندون وغيره ٻاهريون ڏيک آهي. ڪميٽيءَ جا جيڪي ميمبر آهن تن ڄمار گڏجي ڪم ڪيو آهي جنهن ڪري هو دائمي ڪاروباري ٿي پيا آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته هنن جو سڀاءُ ۽ منورتي نرالي آهي پر ورهين جا ورهيه رفيق ۽ همڪار هئڻ سبب، گڏجي خوف ۽ خطري جو مقابلو ڪرڻ ۽ سنگين جوابداريون کڻڻ سبب پاڻ ۾ گسجي پسجي ويا آهن ۽ هڪ ٻئي لاءِ دوستي ۽ وفاداريءَ جو انگ، اٿپن ٿيو اٿن. هنن جي ڪا پارٽي يا ٻڌي ناهي پر هو هڪ جسم جا عضوا ٿي پيا آهن جي هڪ ٻئي خلاف سازش ڪري نٿا سگهن. هو مهاتما جا مطيع آهن ۽ انهن مان هرهڪ شخص سندس صلاح ۽ رهبريءَ جو خواهان آهي. ورهين کان اسان جو گاڏو ائين هلندو آيو آهي ۽

خاص ڪري 1931ع ۾ ته اسان جو سنيھہ پاڻ ۾ بلڪل وڌيل هو. شايد ڪن جو خيال آهي ته، چاڪاڻ ته مهاتما وقت بوقت مخالف ڏرين سان ناهه تي اچڻ جو ارادو پئي ڏيکاريو آهي، تنهن ڪري اسان مان وڏيڪ ڪٽر ۽ اڻ مڙندڙ سڀاءُ وارا شخص ناراض ٿي ڪيس ڇڏي ويندا. پر ڪانئن وسري ويو آهي ته اسان جي آندولن جو هو روح آهي. هن ڪان سواءِ سول نافرماني، ستياگرهه ۽ قومي تحريڪ اسان ڪي خيال ۾ اچي نٿي سگهي. هلچل جو دارومدار مٿس آهي. ائين برابر آهي ته قومي تحريڪ جو بنياد ڪنهن به شخص تي ٻڌي نٿو سگهجي. مهاتما حالتون پيدا ڪونه ڪيون آهن. هن تحريڪ جون پاڙون پاتال ۾ هنيون آهن پر هيءَ تحريڪ جنهن ڪڙيءَ ۾ رسي آهي تنهن ۾ مهاتما جو وڏو هٿ آهي جنهن ڪري ساڻس الوداع ڪري وڃڻ معنيٰ تحريڪ ڪي پيچي ڏاهي ڪو نئون رستو ۽ نوان رفيق ڳولڻ. اهو ڪم آسان ناهي. ازانسواءِ مهاتما ڪي لوڏي ڪيڻ جو سوال ئي نٿو اُٿي. انهيءَ لاءِ فقط اشارو بس آهي. هو ڪيڏي مهل به ڪنارو ڪري وڃڻ لاءِ تيار آهي. ڪيئي دفعا ائين ڪيو به اٿس. پر هينئر هو اسان جي قومي تحريڪ جو اهڃو ته لازمي جزو ٿي پيو آهي جو اسين هن ڪان سواءِ پنهنجي روءِ سوءِ هلڻ جو خيال برداشت نٿا ڪري سگهون. اسان ڪيس لنڊن موڪلڻ ڪان پئي ڪيٻايو چاڪاڻ ته سندس عدم موجودگيءَ ۾ هتي بار ڪٽڻ جو سَٽ پاڻ ۾ نٿي ساريوسون. اسان جو ۽ ٻيا ڪيترا جي ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ ناهن تن جو مهاتما سان شخصاً اهڙو سُنبنڌ ٿي ويو آهي جو ساڻس گڏجي ناڪاميابي ۽ شڪست سهڻ وڏيڪ پسند ٿا ڪريون ان ڪان جو روءِ سوءِ پنهنجي ليکي عارضي ڪاميابي ۽ سوڀ حاصل ڪريون.

مهاتما ۽ ڪيترا سندس پوئلڳ مُنجهيل مڙس آهن يا نه تنهن جو فيصلو نرم ڏُر وارا پنهنجو پاڻ ڪن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته سندس نيتي فڪري لحاظ ڪان ڪڏهن ڪڏهن منوگياني ۽ مُنجهيل هئڻ سبب سمجهڻ ڏُکي آهي پر هو برجستو همت ڀريو مڙس آهي ۽ ڪم ڪي سرانجاميءَ تي رسائي سگهي ٿو. جيڪڏهن مُنجهيل مغز اهڙا نتيجا ڏيکاري سگهي ٿو ته انهن جزوي جاٿن ڪان بهتر ڇٽبو جي رڳو قاعدي قانون جي اڙين ۾ گتا پيا آهن. سندس پوئلڳ جيڪڏهن آئين ۽ قانون جون اڙيون نٿا جاٿن ته اهم

ڪونهي پر هنن کي اتي لئي اجهي ۽ انساني گهرجن جي پوري ڄاڻ آهي جا بلڪل ضروري ۽ وڏيڪ اهميت رکندڙ آهي.

پرديسي اخبار نويسن جا هندوستان نسبت رايا پڙهي مون کي اڪثر حيرت وٺي ويندي آهي. رواجي ريت هو سمجهو ۽ عاقل شخص آهن پر هنن تي اثر ويٺل آهي ته هندوستان نرالي نموني جو ملڪ آهي ۽ اتي جا ماڻهو عجيب و غريب قسم جا جانور آهن. اهوئي سبب آهي جو هو بلڪل واهيات ۽ احمقانه افسانه هن ملڪيت نسبت پيا لکن مهاتما جي لنڊن اُسهڻ کان ٿورو ئي اڳ مون هڪ انگريز جو ليک پڙهيو جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته جڏهن پرنس آف ويلس دهليءَ ۾ هو تڏهن هڪ ڏينهن رستي تي اوچتو ئي اوچتو مهاتما اچي پرگهٽ ٿيو ۽ اکين مان ڳوڙها ڳاڙي، جهڪي، سيس نوائي شهزادي جي پيرن تي ڪِري پيو ۽ ويتني ڪيائين ته سندس بدبخت ملڪ ۾ صلح ۽ امن امان آڻڻ جي ڪوشش ڪري. هيءَ ڳالهه اهڙي واهيات ۽ اڻ ٽيٽي آهي جهڙي ڪرستانن جو وڏو پوپ روم جي گهٽين ۾ مسوليني اڳيان اونڌو ٿي، مٽي تي ٻيهي، ٽنگون هوا ۾ ڦيرائي، پير نرڙ تي آڻي سندس سجدو ڪري.

ٻيءَ هڪ اخبار هڪ دفعي لکيو ته مهاتما وٽ ڪروڙين رپيا آهن جي هن ڳجهه ڳوهه ۾ ڪن ڪانگريس دوستن وٽ لڪائي رکيا آهن. ڪانگريس کي ڊپ آهي ته جيڪڏهن هو ڪانگريس ڇڏي ويندو ته اها رقم سندن هٿن مان نڪري ويندي. حقيقت هيءَ آهي ته مهاتما پاڻ وٽ پائي نه رکندو آهي ۽ هو اهڙو ته پڪو واڻيو آهي جو پائي پائيءَ جو حساب انهن کان چُڪائي وٺندو آهي، جن وٽ اهي پئسا رکيا ويندا آهن. مهاتما کي جيڪي به پئسا ملندا آهن سي بروقت سنستائن کي ڏنا ويندا آهن ۽ انهن جو حساب ڪتاب پڻ باقاعدي چڪاسيو ويندو آهي.

هن قسم جا افواهه شايد انهيءَ ڪري ڦهليا آهن جو 1921ع ۾ ڪانگريس هڪ ڪروڙ رپيا ڪٺا ڪيا هئا. اها رقم وڏي ڏسڻ ۾ ٿي اچي پر جيڪڏهن ان کي سڄي هندوستان ۾ ورهائجي ته بلڪل خسيس آهي. اهي پئسا قومي اسڪولن ۽ ڪاليجن، ڳوٺاڻن، هنرن، هريجن اُڌار، کاڌي وغيره بلي خرچ ڪيا ويا هئا. به ٽي سال قومي ڪم پڻ ان مان پئي هلايو ويو. ڪي رقمون ته ماڳهين ڪن خاص ڪمن لاءِ پاسيريون ڪيون ويون هيون. گذريل پنڌرهن سالن ۾

ڪانگريس جو ڪم بلڪل صرفي ۽ قناعت سان هلايو ويو آهي. دنيا جي ٻي ڪنهن بہ ملڪ ۾ ايڏي پيماني تي اهڙو سستو ڪم هلائڻ غير ممڪن آهي. گهڻا ڪانگريسي بنا اجوري ڪم ڪندڙ آهن ۽ ڪيترا بلڪل قابل ۽ لائق ماڻهو فقط دال روٽيءَ تي ڪم ڪري رهيا آهن. ڪانگريس جو حساب ڪتاب پڻ سال بسال تپاس لاءِ لوڪن اڳيان پيش ڪيو ويندو آهي.

گول ميز ڪانفرنس تي ڪانگريس رڳو مهاتما کي پنهنجو عيوضي ڪري موڪليو ڇاڪاڻ تہ باقي ٻيا ملڪ جي حالت تي ضابطو رکڻ لاءِ هتي گهربل هئا. ازانسواءِ اسان جي مراد قانون سازيءَ تي بحث ڪرڻ ۽ ننڍين درستن آڻڻ جي نہ هئي. اسان ڄاتو ٿي تہ جيڪڏهن بنيادي ڳالهين تي ناهہ ٿي ويو تہ باقي قانون جا فقرا کهڙي بہ قانوندان کان تيار ڪرائي سگهبا. اسان کي ناهہ جي گهڻي اُميد نہ هئي پر تنهن هوندي بہ اسان پنهنجو ليڊر انهيءَ لاءِ موڪليو هو تہ انگريز سرڪار کي اسان جي بنيادي گهرجن کان آشنا ڪري ۽ جيڪڏهن هو ناهہ ڪرڻ لاءِ راضي ٿين تہ پوءِ فوراً هتان ميمبر وڃي جدا جدا فقرن تي غور ڪن. سرڪار جي مرضي نہ هئي تہ اهي بنيادي سوال اُٿاريا وڃن. گوٺناٿي ڪري هندو مسلم نفاق جا بهانا ڏئي ڳالهيون ٿاري تي چڙهيائون. گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪونايل هند واسي بہ وڻ وڻ جي ڪاني هئا. ڪن جزوي شخصن کان سواءِ هو ڪنهن جا بہ عيوضي ڪونہ هئا. ڪيئي تہ بلڪل مردار، رجعت پسند، انگريزي سلطنت جا ثنا خوان ۽ دعاگو هئا. ڪي تہ پاڻ کي ننڍن فرقن جو عيوضي سڏائي قومي آزاديءَ جي کليو کلايو مخالفت ڪري رهيا هئا. ائين برابر آهي تہ خان صاحبن، راءِ بهادرن، راجائن، نوابن وغيره واري ڪُٽ خلق قوم جي عيوضي نہ هئي. هو ڏاري سرڪار جا ٿاڦيل ميمبر هئا پر تنهن هوندي بہ اسان لاءِ شرم جي ڳالهہ هئي جو اهي ماڻهو قوم فروشيءَ جو سندرو ٻڌي ڏارين سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا هئا. سٽدن غلام ذهنيت ۾ حاڪمن جي چاپلوسي ۽ طرفداري ڪرڻ بنا ٻيو ڪجهہ اچي نٿي سگهي. جيڪڏهن آغا خان اهڙن ماڻهن جو رهبر چونڊيو ويو تہ ان ۾ عجب ڪونهي. هو سڄو وقت گذاري انگلنڊ ۾ ۽ سندس لڳ لاڳاپا سلطنت شاهيءَ سان، سو هندوستان جو عيوضي ڪيئن ٿي سگهندو؟ هن کي تہ انگريزن جو عيوضي ٿي ويهڻ کپندو هو.

گول ميز ڪانفرنس مان ورڻو هوندڙ ئي ڪونہ هو پر جڏهن ڏنوسون تہ سرڪار مکيہ سياسي ۽ اقتصادي مسئلن کي نظرانداز ڪري رڳو سلطنت ۽ شاهوڪار شاهيءَ جي حقن جي حفاظت، هند واسين کي هڪ ٻئي خلاف اَتڪائڻ، منصوبا سَٽڻ، اڙتيون ڦڙتيون ڪرڻ ۾ مشغول آهي تہ اسان کي بلڪل بچان آئي. اسان ڏٺو تہ ڪانفرنس رڳو عهدن ۽ ڪائونسلن ۾ هندن مسلمانن سکن وغيره کي جڳهيون ورچي ڏيڻ ۾ مشغول آهي ۽ ميمبر بُکايل بگهڙن وانگر هِتان هُتان گوشت ٽڪر لاءِ واجهہ پيا وجهن. پورڻ سوراج يا مڪمل آزاديءَ جي ڳالهہ بہ ڪانہ هئي. انگريز سرڪار طاقت تان آهو پلڻ واري نہ هئي. ميمبر جدا جدا فرقي جي حقن جي حفاظت ڪرڻ جي بهاني پاڻ لاءِ ۽ پنهنجي طبقي وارن لاءِ جڳهين هٿ ڪرڻ جي چنتا ۾ هئا. ڪروڙين هند واسي جن کي ڪڏهن بہ نوڪري يا عهدو نصيب نہ ٿيڻو هو تن جو خيال ڪنهن کي ڪونہ هو. ائين آهي ٿا تہ ملڪ هيڏيون قربانيون فقط انهيءَ لاءِ ڪيون تہ انهن حريفن جو پيٽ ڀرجي؟ جڏهن اسان عام ماڻهن جي دلين ۾ سچائي ۽ صداقت ۽ آدرش جي پيٽ گول ميز ڪانفرنس جي حرفت بازي، خود غرضي ۽ ڪوتاهہ عقلي سان ٿي ڪٿي تہ ڏندن آگريون ڏيٽيون ٿي پيون.

پانيو تہ هن قسم جي ڪانفرنس ۾ مهاتما جا ڪهڙا حال ٿيا هوندا؟ انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ انهن ماڻهن ۽ مهاتما جي خيالن ۾ ايڏو ويڇو هو جيڏو سندن ٻاهرين لباس ۾. تنهن هوندي بہ صبر سان تماشو ويٺي ڏٺائين. سندس مراد هئي تہ جيڪڏهن هي فرقہ پرست رڳو سياسي آزاديءَ جي سوال تي متفق ٿي وڃن تہ باقي ٻيون ڳالهيون خسيس آهن. تنهن ڪري اها ڳالهہ مدنظر رکي هن مسلمانن کي چيو تہ پاڻ سندن سڀ گهرجون قبولڻ لاءِ تيار آهي بشرطيڪ هو سياسي آزاديءَ جي سوال تي يڪمشت ٿي بيهن. آغا خان ۽ سياسي آزاديءَ جو هڪ ٻئي ۾ ڪوڙو ئي نٿو لڳي سو هن مهاتما جي آڇ کي ريٽي ٿڏي ڇڏيو. هن مان صاف ظاهر آهي تہ فرقي پرستن جي سچي مراد پنهنجي فرقي لاءِ حق حاصل ڪرڻ جي ناهي پر عام ماڻهن جي بهبودي، سياسي آزادي ۽ ايندڙ انقلاب جي مخالفت.

هن ڪانفرنس مان اسان ڏٺو تہ انگريز جو هن ملڪ ۾ زور رڳو توب ۽

تفنگ تي ناهي. منجهائن اڳين حرفت ۾ سياست ڇڏائي ڪانه وئي آهي.
هند واسين کي ڪانفرنس ۾ ڪاميابي نه ٿي ٿي چاڪاڻ ته هو خسيس مقصدن
پنيان پنهنجي هڪ ٻئي جي مخالفت ڪري رهيا هئا. ڪين هڪ اصول يا
آدرش نه هو ۽ هو قديم ڏنڊ ۽ غبار مان پاڻ آجو نه ڪري سگهيا هئا. سندن
وڏي ۾ وڏي ڪمزوري اها هئي جو تعصب ۽ مذهبي ڪٽرپڻي جي اثر هيٺ
اچي هڪ ٻئي جي ڏاڙهيءَ پٺ ۾ لڳي ويا ۽ وڏ وڏيرن جي اڳيان نڪ گسائڻ
۾ فخر ٿي ورتائون. اهڙين حالتن هيٺ هند واسي جيڪڏهن ڪامياب نه ٿيا
ته عجب ڪونهي. چاڪاڻ ته ڪامياب ٿيڻ لاءِ جا اخلاقي قوت ۽ روشن
دماغي کپي سا منجهن ڪانه هئي. جڏهن اسان جي ماڻهن ۾ اعليٰ شناس ۽
قلبي قوت پيدا ٿيندي، جڏهن هو ڪمزوري ڪڍي خسيس مقصد نظرانداز
ڪري، يڪمشت ٿي قوم جي آزاديءَ لاءِ وڙهندا ته دنيا ۾ ڪابه طاقت ناهي
جا ڪين روڪي سگهي. اسان جي ملڪ جي قسمت جو فيصلو اسان کي
ڪرڻو آهي، نه انگريز کي.

*

# هاري هلچل

مان ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري هوس. جنهن ڪري ملڪ ۾ ڦرندڙ سياسي حالتن جي اڀياس جي مون کي ڪافي سهولت هئي. ڪڏهن ڪڏهن گشت تي بہ نڪرندو هوس پر گهڻو ڪري مرڪز مان ڪم هلائڻ وڌيڪ پسند ڪندو هوس. پوءِ تيئن پوءِ ڪم بہ وڌندو ويو ۽ خود ورڪنگ ڪميٽيءَ کي بہ بہ هفتا ساندهہ وِهڻو پوندو هو. اوائل ۾ ورڪنگ ڪميٽي رڳو نڪتہ چيني يا ننڍڙ جا نهراءَ پاس ڪندي هئي پر هينئر ڪانگريس سان تعلق رکندڙ ڪيترين سنستائن تي ضابطو رکڻ ۽ قومي تحريڪ کي باقاعدي هلائڻ جي سنگين جوابدار متس هئي. مان ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر برابر هوس پر مان پنهنجو گهڻو وقت ۽ ڌيان هاري هلچل کي ڏيندو هوس جنهن لاءِ اسان هڪ خاص هاري ڪميٽي پڻ ناهي هئي. هن ڪميٽيءَ جو پريزيڊنٽ تصدق احمد خان شيرواني هو ۽ جنرل سيڪريٽري سري پرڪاش. هو ٻئي مشهور زميندارن جي خاندان مان آهن. باقي ٻيا ميمبر سفيد پوش طبقي مان هئا. عجب رڳو اهو آهي تہ اسان جي پرانتڪ هاري ڪميٽيءَ تي هڪ بہ هاري ميمبر نہ هو. تعلقہ ۽ ضلع ڪميٽين ۾ هاري ميمبر هئا پر پرانتڪ ڪميٽيءَ تي ڪنهن هاريءَ جو چونڊجي اچڻ مشڪل هو. هن مان توهين سمجهي سگهو ٿا تہ هن قسم جي زميندارن ۽ وچولي درجي وارن جي ڪميٽي ڪيتي ۽ آباديءَ جي سوال تي انقلابي خيال اختيار ڪري نٿي سگهي.

مان هن ڪميٽيءَ جو هڪ ميمبر هوس. صلاح مصلحت ۾ تڪو ٻهرو وٺندو هوس، باقي ٻيءَ طرح ٻين رواجي ميمبرن وانگر هوس. درحقيقت اسان جي ڪميٽي اهڙي نموني جي نهيل هئي جو ڪنهن شخص کي اهميت نہ ڏني ويندي هئي ۽ اسين سيئي گڏيل جوابداري ۽ جماعت جي استقامت تي زور ڏيندا هئاسون. ڪميٽيءَ جي صدر کي پڻ ڪا خاص اختياري ڪانہ هوندي

هئي. هو رڳو نالي ماتر صدر بڻايو ويو هو. مان الهه آباد هاري ضلع ڪميٽيءَ جو به ميمبر هوس جنهن جو صدر پرشوتمداس ٽنڊن هو. هن ڪميٽيءَ ڍلن نه ڏيڻ جي تحريڪ ۾ پاڻ موڪيو هو. مٿي ذڪر ڪيو اٿم ته اها تحريڪ پهرين الهه آباد ضلع ۾ جاري ڪئي وئي هئي، ڇاڪاڻ ته الهه آباد شهر سياسي تحريڪ جو مرڪز هو ۽ ڪيئي ڪم ڪندڙ اتي موجود هئا. الهه آباد جي هارين جي حالت ائوڌ جي هارين جهڙي خراب نه هئي پر هتي تحريڪ شروع ڪرڻ وڏيڪ آسان ڏسڻ ۾ آئي، ڇاڪاڻ هن تڪر ۾ اسان جو گهڻو ڪم ٿيل هو ۽ ڪم ڪندڙن کي به ڪافي تربيت ملي چڪي هئي. دهلي ٺاهه بعد اسان يڪدم سيني ڪم ڪندڙن کي سول نافرماني بند ڪرڻ ۽ ڍلن ڏيڻ جو اطلاع ڏنو. البت اسان اهو به کين لکيو ته جنسن جي اگهن ڪري پورڻ سبب سندن ڍل جو ڳپل حصو معاف ٿيڻ گهرجي جنهن لاءِ اسان سائن گڏجي ڪوشش ڪرڻ جو اقرار ڪيو ۽ هارين جي عيوضين سان پهي حال في الحال 50 سيڪڙو ڍل معاف ڪرائڻ جو فيصلو ڪيوسون.

اسان جي ان وقت مرضي هئي ته اقتصادي سوال کي سياست کان علحدو رکون. ائين ڪرڻ ۾ اسان کي ڪي مشڪلاتون هيون ڇاڪاڻ ته هي سوال دراصل هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هئا ۽ اسين ڪانگريس جي ڪم ڪرڻ سبب سياست کان علحده رهي نٿي سگهياسون. اسان جي مرضي هئي ته زراعت جو سوال فقط هاري ڪميٽيءَ جي هٿ ۾ رهي پر اسان جي هرهڪ فعل کي سرڪار سياست جو رنگ ڏئي رهي هئي. اسين ڪانگريس ڇڏي رڳو هاري حقدار هلچل جا بانيڪار ٿيڻ لاءِ تيار نه هئاسون. اسان اڳيان سول نافرمانيءَ جو سوال پڻ نئين سر اچٽو هو جنهن سبب ڪانگريس ۽ هاري هلچل جو هڪ ٻئي کان جدا رهڻ غيرممڪن ٿي ٿي پيو. اسان سرڪار کي به صاف صاف ذهن نشين ڪيو هو ته دهلي ٺاهه جي معنيٰ اِها هرگز نه آهي ته اسين هارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ ڇڏي ڏينداسون يا عام ماڻهن جي گذراني مسئلن ۾ بهرو نه وٺنداسون. مهاتما ولايت ۾ هو. اُسهڻ ويل وائسراءِ کي لکي موڪليو هئائين ته گول ميز ڪانفرنس جي موقعي تي سول نافرماني بند ڪرڻ جي معنيٰ اها نه ڪڍي ويندي ته هارين جي هلچل کي به سميٽيو ويندو.

منهنجو هن ڳالهه ڪي ور ور ڏئي نرنئه ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ سرڪار ڪي نہ رڳو انهن مڙني ڳالهين جي خبر هئي پر هو اسان سان متفق هئا تہ جيڪڏهن مزورن ڪي اسٽرائيڪ ڪرڻ جو حق آهي تہ هارين ڪي بہ اهنجن ڏور ڪرڻ لاءِ پنهنجي روءِ سوءِ هلچل هلائڻ جو حق آهي. پر عجب اهو آهي تہ ڪجهہ وقت پوءِ جڏهن اسين جيل ۾ باندي هئاسون ۽ سرڪار اخبارن وغيره تي سخت چوڪسي رکي ويٺي هئي تڏهن هو ماڻهن ۾ غلط افواهہ ڦهلائڻ لڳا تہ اسان هارين کي چرچ ڏئي ڍلون نہ ڏيارڻ سان دهليءَ جي ناهہ ۾ رُخنو وڌو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ ناهہ بعد نہ اسان هارين کي اهڙي چُرچ ڏني ۽ نڪي اسان سرڪار سان ڪو انجام ڪيو هو تہ هاري هلچل ۾ بهرو نہ وٺنداسون يا ڍلون وصول ڪرائي ڏينداسون.

1929ع ۾ سڄي دنيا ۾ جنسن جا اگهہ گهٽجي ويا هئا. هندوستان جو ڪچو مال ٻاهرين ملڪن ۾ نيڪال ٿيڻ سبب هتي جي جنسن جا اگهہ بہ ٻين ملڪن جي جنسن جهڙا ٿين ٿا. فرق رڳو هي آهي تہ ٻين ملڪن ۾ چڙهيل اگهن جو فائدو ڪاشتڪارن کي ملي ٿو جنهن سبب هو گهٽيل اگهن وارو سال آسانيءَ سان گذاري سگهن ٿا. هتي جي حالت ڪجهہ ٻي آهي. اسان ليکو ڪيو آهي تہ گذريل سالن اندر سرڪار جو هاري جي اُپت ۾ حصو هڪ روپئي مان وڌي پنج روپيا ٿيو آهي ۽ زميندار جو ان کان بہ گهڻو وڌيڪ. پر هاريءَ جي پيدائش ۾ ڪو ڦيرو نہ پيو آهي. اهوئي سبب آهي جو هارين تي قرض ويو آهي چڙهندو ۽ سندن حالت وئي آهي سقيم ٿيندي جاچي ڏسبو تہ هينئر زميندار آبادگار هاري سيئي شاهوڪار جا قرضي ٿي پيا آهن. تنگيءَ جي حالت ۾ وياج خور جيڪڏهن ماڻهن جي مدد نہ ڪري، تہ انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ ڪين جيڪر ڏاڍي تڪليف پهچي. ساڳئي وقت شاهوڪار اوڌر پنهنجي نفعي جي خيال کان ٿو ڏي ۽ لکت مطابق آخري رت جو ڦڙو چُوسي ٿو ڪڍي. قانون، ڪيس مدد پئي ڪئي آهي جنهن ڪري آهستي آهستي وياج خور زميندار بڻجي پيو آهي. جيڪو آبادگار اڳ پنهنجي کيڙيندو ۽ لڙندو آهي سو ڪنهن سال سوڪ پوڻ، ماڪڙ يا ٻي ڪنهن سبب قرض ڪڍي، زمين گروي رکي ڍلون وغيره ڀيچائي ٿو پر قرض موٽائڻ جي سمرتي گهٽ هئڻ سبب آخر ۾ زمين وڃائي وهي ٿو ۽

شاهوڪار جو هاري يا نوڪر تي پوي ٿو. هاري جنهن کي زمين اصل ڪانهي تنهن جي حالت آبادگار کان بہ خراب آهي. شاهوڪار يا وياج خور اصل شهري آهي جنهنڪري نڪي زمين جي گهڻي ڄاڻ اٿس ۽ نڪي هارين سان ڪي گهرا تعلقات. نتيجو اهو ٿو نڪري جو هو ايجنٽ يا منيب معرفت زمين تان وصول ڪري ٿو. اهي ايجنٽ اڪثر ظالم ۽ نرد ٿي آهن چاڪاڻ تہ مالڪ کي خوش ڪرڻ لاءِ هارين جو ماس چنيو وجن.

سال بسال هارين مٿان وڌندڙ قرض ڏيکاري ٿو تہ هارين ۾ مفلسي وڌيل آهي ۽ منجهن اها سگهہ ناهي تہ ڪنهن مشڪلات جو مقابلو ڪري سگهن. ليکو ڪيو اٿن تہ هندوستان ۾ زميندارن آبادگارن هارين جو گڏيل قرض اٽڪل ٻارهن سؤ ڪروڙ روپيا ٿيندو. سرڪار وبتر شاهوڪار شاهيءَ جو طرف وٺي سندن حالت وڌيڪ سقيم بڻائي آهي. روپئي جو اگهہ سورهن بدران ارڙهن پينس ڪرڻ سان هارين جو قرض ساڍا ٻارهن في صدي وڌايو ويو آهي. گذريل جنگ کان ڪجهہ وقت پوءِ اگهہ چڱا هئا پر پوءِ تيئن پوءِ حالتون وبون آهن خراب ٿينديون جنهن ڪري هاري وڌيڪ مفلس ٿي ويا آهن.

اسان جو چوڻ هو تہ ڍلون جنسن جي اگهن مطابق ورتيون وجن. اگهہ لهي تہ ڍل بہ ان مطابق گهٽ ٿيڻ گهرجي پر اگهہ چڙهي تہ ڍل بہ اوترپائي چڙهڻ کپي. اسان ڏنو تہ ائين ڪرڻ سان گهڻي ۾ گهڻو نقصان راهڪ يا جن کي پنهنجي زمين ناهي تن کي ٿي پيو. ٻي رٿ اها هئي تہ هاريءَ جي ڪاج خوراڪ ڪپڙي گنديءَ وغيره جو خرچ ڪڍي پوءِ ڏسڻ کپي تہ هو ڪيتري ڍل ڏئي ٿو سگهي. اسان کي هي نمونو ڍل اڳاڙڻ جو انصاف وارو ڏسڻ ۾ آيو پر انهيءَ حساب ڪيئي اهڙيون ننڍيون زمينون آهن جن مان پائي بہ وصول ٿي نہ سگهندي پر جيڪڏهن اهڙي زمين جي مالڪن کان ڪجهہ وصول ڪبو تہ يا تہ ٻني وڪڻي پونديون يا شاهوڪار وٽان ڳري وياج تي قرض کڻي پورائو ڪرڻو پوندن. تنهنڪري اسان سرڪار کي رٿ ڏني تہ 50 في صدي عام معافي ڏني وڃي. باقي جن جي بنهہ خراب حالت آهي تن کي ان کان بہ وڌيڪ ڇوٽ ڏني وڃي. انهيءَ تي پرانتڪ سرڪار ۽ اسان وچ ۾ مت ڀيد ٿي پيو. سرڪار اڳيان بلڪل مشڪل سوال هو. پرانتڪ حڪومت جي اُپت جو گهڻو ڀاڱو زمين جي محصول مان اچي ٿو جو جيڪڏهن گهڻي قدر

گهنجي وڃي تہ سرڪار جو ڏيوالو نڪري ويندو ۽ پئي پاسي کين ڊپ هو تہ هاري دنگو فساد ڪري ممڻ ٻاري نہ ڏين. ڍل جو ڳپل حصو معاف ڪري ٿا پر ڪرائڻ ۾ سياٽپ هئي. سياٽپ چوي تہ معاف ڪر. گهرج چوي تہ نہ ڇڏ. انهن ٻن ڳالهين کي پاڻ ۾ ملائڻ مشڪل هو. البت سرڪار لاءِ هڪ رستو کليل هو سو اهو تہ هالو چالو سرشتي موجب سرڪار جو هاريءَ سان ڪو واسطو نہ هئڻ سبب ڍل زميندار کان وصول ڪري سگهجي ٿي. ملڪ جي بهبوديءَ جي خيال کان يا زمين ۽ هاريءَ جي فائدي جي نقطہ نظر کان زميندار جي هستي غير لازمي آهي. زميندار وچ وارو مفت خور آهي ۽ منجهانئس ملڪ کي سراسر نقصان آهي. سرڪار انهن زميندارن کان ڍل وٺي سگهي ٿي ۽ وٺڻ جو حق بہ هوس پر ساڳئي وقت اهي زميندار سرڪار جا گماشتا ۽ چاڪر ٿي رهيا آهن جنهن ڪري وڳوڙي زماني ۾ انهن جي وفاداري وڃائڻ ڏکيو پئي لڳن. نيٺ سرڪار فيصلو ڪيو تہ زميندارن ۽ آبادگارن جي ڍل جو ڪجهہ حصو معاف ڪجي پر معافي رڳي هلندڙ سال لاءِ ڏني وڃي جنهن ڪري اڳين بقايا جيئن جو تيئن رهجي ٿي وئي. رواجي ريت زميندار هاريءَ کان وصولي ڪري اڳين بقايا ۾ داخل ڪري ڇڏيندو آهي جيئن وقت سر ضرورت مطابق نئين رقم بهاني هاري جا ٽپڙ ضبط ڪرائي سگهي يا ماڳهين زمين تان لوڏي ڪڍيس.

سرڪار جي انهيءَ قدم ڪڻڻ ڪري اسان جي لاءِ سخت مشڪلات ٿي پئي. اسان ڏنو تہ ماڻهن ۾ ايترا پئسا ڏيڻ جي سگهہ ناهي سو اسين کين اها رقم پري ڏيڻ جي صلاح ڏئي نٿي سگهياسون. ساڳئي وقت دهلي ناهہ مطابق کين ڍل نہ ڏيڻ جي هدايت بہ نٿي ڪري سگهياسون. سو اسان لاچار کين چيو تہ جيڪي پڄيوَ سو وڃي پيچائي اچو. بس پوءِ تہ يڪدم دبڙ دؤنس شروع ٿي وئي. هزارين هارين خلاف زمين تان نڪري وڃڻ جا نوٽيس نڪري ويا ۽ سندن ڍور ڍڳا، ٽپڙ ٽاڙي ضبط ٿيڻ لڳا ۽ زميندار جي گماشتن مارڪُٽ ڪري رڻ ٻاري ڏنو. ڪيترن هارين پنهنجو پاڻهي پڄندي آهر ڍل پيچائي پر انهيءَ مان سندن بچاءُ ڪونہ ٿيو. مورڳو نقصان پين چاڪاڻ تہ هونئن اهي چار پئسا بي ڪنهن ڪتب لڳائي سگهن ها. اسان وٽ هزارن جي تعداد ۾ شڪايتون اچڻ لڳيون سڄو ڏينهن آفيس تي ماڻهو گهيرو

ڪري وينا هوندا هئا. سندن چوڻ هو تہ اسان جي هدايت مطابق هنن ڏل جو حصو ڀري ڏنو آهي پر تنهن هوندي بہ سندن ٽپڙ ضبط ڪري کين زمين تان لوڏي ڪڍيو اٿن. منهنجي گهر وٽ بہ هاري جي پيهہ هئي. ڪيترن ويچارن کي ڇهبوڪن ۽ ڌڪن جا نشان هئا. مان اهڙو اچي آهوءَ جي منهن ۾ قاتس جو گهر ڇڏي ڀڄي وڃي ڪٿي لڪي ويهڻ جو خيال ڪرڻ لڳس. پرانتڪ سرڪار کي اسان ڪيئي لنبا خط لکيا جنهن ۾ حالتن کان کين آشنا ڪيوسون. اسان جي اندر ۾ راحت نہ هئي، پر اسين لاچار هئاسون ڇاڪاڻ تہ ٺاهہ جي مقرر حدن اندر اسان کي وڏيڪ ڪجهہ ڪرڻ جي اختياري نہ هئي.

اسان اڳيان ٻي بہ هڪ مشڪلات هئي. جون ۽ جولاءِ مهينو نڳيءَ جي مند آهي جنهن ۾ هاري هر ڪيڙيندا ۽ ٻج ڇٽيندا آهن. قاعدي موجب هزارين هارين کي زمين تان خارج ڪيو ويو هو پر تنهن هوندي بہ هو زمين تيٰ وينا هئا. سوال هو تہ هينئر زمين کيڙڻ يا هٿ ٻڏي ويهڻ. هڪڙا هاري پوکين پيا وينا اوٻاسيون ڏين سو هنن کان سنو نٿي ٿيو. سرڪار کين زمين تان ڪڍي نٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ مان نئيا نئيا فساد ٿي پون ها. تنهن ڪري عملدار رڳيون ڊڪريون ڪڍي هٿ ٻڏي ويهي رهيا. هارين اسان کان پئي پڇيو تہ پوک ڪن يا نہ؟ ان جو جواب ڏيڻ اسان لاءِ مشڪل هو. مون اهو ساڳيو سوال هڪ وڏي عملدار کان شملہ ۾ پڇيو جنهن چيو تہ اهڙي سوال جو جواب ماٺ آهي. شملا يا نيني تال جي پهاڙن تي ويهي رڳا دفتر واچڻ ۽ نادري فرمان ڪڍڻ وارن لاءِ ائين ڪرڻ آسان آهي پر اسين جي ماٺهن سان رات ڏينهن گهاريون ٿا تن لاءِ ائين ڪرڻ غير ممڪن آهي.

هيءَ ساوڻ جي مند اسان سخت مشڪلات ۾ گذاري. هارين ۾ مصيبتون سهڻ جي شڪتي اٿاهہ ٿي ڏسجي. ڏڪار، ٻوڏ، سوڪ، مفلسي، ويا، مهامري، مليريا وغيره صبر سان سهيو وڃن ۽ جڏهن حالتون سندن سهن شڪتي کان ٻاهر نڪريو وڃن تڏهن هو هزارن بلڪ لکن جي تعداد ۾ ڊگهو ٿي زمين تي پئجي بنا ڪنهن شڪايت ڪرڻ جي دنيا سان الوداع ڪري وڃن ٿا. فقط موت سندن لاءِ نجات آڻي ٿو. قدرت جي غضب خلاف چارو نہ ڏسي سور پي وڃڻ آسان آهي پر سرڪار جو ظلم ۽ انسان جو انياءَ ۽ انرت سهڻ اهڙو آسان ناهي. انهيءَ مان اندر ۾ غصو ۽ وير ونڻ جو خيال پيدا ٿئي ٿو. هارين سان بہ ساڳي

ويڏن هئي. اسان کي اندر ۾ وڏ پئي پيا. هنن مسڪينن اسان جي صلاح مطابق ثابت قدم رهڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ هينئر اجهو هھڙا حال ٿيا هئن. ان لاءِ اسين پاڻ کي جوابدار سمجهڻ لڳاسون. بئي پاسي اهو خيال پئي آيو تہ جيڪڏهن اسين هنن جي ٻڏي ۾ اتفاق نہ ڪرايون ها تہ شايد سندن وڏيڪ بُرا حال ٿين ها ۽ معافي بہ ايتري انداز ۾ ملين ها. مارڪُٽ ۽ آزار ڪا هنن لاءِ نئين ڳالهہ ناهي. زميندارن جا ظلم ڏُر مراج جي دفتر ۾ داخل آهن. فرق رڳو ايترو هو جو هينئر اخبارن وغيره دوران ڳالهيون عام جام ڦهلجي ٿي ويون پر اڳ هر ڪنهن پنهنجي گهر ۾ مُنهن مونن ۾ وجهي ويني روئڻو رُنو.

پوک جي مند ڏسي سرڪار وصولين ۽ ضبطين ۾ ڪجهہ ڍر ڪئي. هارين جي حالت چڪاسڻ لاءِ هڪ ننڍي ڪميٽي پڻ مقرر ڪيائون. اسان بہ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي جنهن جا ميمبر گووند ولڀ پنت، رفيع احمد قدوائي ۽ ونڪٽيش نارائڻ نيواري هئا. هنن تمام ڪارگر سفارشون ڪيون. پر اها رپورٽ تيار ٿي تنهن کان اڳ مهاتما لنڊن وڃي پهتو ۽ سندس پرپٺ مٿي ذڪر ڪيل تڪليفون درپيش اچڻ لڳيون. اسان ڪانئس لکي پڇيو تہ ڇا ڪريون پر هو اتان اسان کي صلاح ڏئي نہ سگهيو ۽ لکيائين تہ اسان کي پنهنجي عقل مطابق حالتون ڏسي قدم کڻڻ گهرجي.

انهيءَ وچ ۾ سرڪاري رپورٽ شايع ٿي جنهن جو گهڻو حصو تہ گول مول هو. اڳين بقايا ۽ قرض جو فيصلو ڪيئن ڪجي، تنهن ڏانهن اشارو بہ ڪونہ هو. باقي معافيءَ جي رقم اڳ کان ڪُجهہ وڌيل هئي جنهن ڪري ڪاشتڪارن کي ڪجهہ فائدو پهتو. سرڪار ڍلن جو وڏو حصو معاف تہ ڪيو پر اچي ڏپ لڳن تہ ستان هاري سمجهن تہ اسان ڍلون گهٽ ڪري ڏنيون اٿن سو آهستي آهستي ويا اسان سان ناتا ٽوڙيندا. اسين ڪين وڏو خط لکون تہ جواب ۾ اڪر بہ تہ فلاڻي ڪي فلاڻي عملدار سان پهو وغيره. مطلب تہ سرڪار کي سدائين رڳو اها چنتا تہ سندن شان ۽ رتبو برقرار رهي ۽ ڪانگريس ڏانهن ماڻهو کينچجي نہ وڃن.

انهيءَ وچ ۾ اسان وٽ خبرون اچڻ لڳيون تہ سرڪار دباءَ لاءِ نئين سر سانباها ڪري رهي آهي ۽ هن دفعي ڪانگريس کي پاڙون پٽڻ جو ويچار ڪيو اٿن. ٿورو ئي وقت پوءِ سرحد ۽ گڏيل پرانتن لاءِ نوان فرمان يا آرڊيننس

ڪڍيائون. بنگال ۾ تہ اڳيئي ڏبڙ ڏوئنس چالو هئي. اسان جي مرضي نہ هئي تہ مهاتما جي غير حاضريءَ ۾ ڪو اهڙو قدم کڻون جنهن مان وڏاءُ مچي پر سرڪار خواه مخواه ڪکر ۾ ڪلو هڻي ملڪ ۾ جوش ۽ بيچيني ڦهلائي ڇڏي ڪين اُميد نہ هئي تہ گول ميز ڪانفرنس ڪو ايترو وقت هلندي پر جڏهن ڏٺائون تہ اُتي قصو اينگهجي پيو آهي تہ بنا هچڪ هتي ڇيڙڇاڙ شروع ڪري ڏنائون. گڏيل پرانت ۾ سرڪار هارين سان بہ سختي ڪرڻ شروع ڪئي. ڇا ڪيائون جو هارين کي معاف ٿيل رقم جون چٺيون ورهائي ڏنائون جنهن ۾ ڄاڻايائون تہ رهيل بقايا جيڪڏهن مهيني اندر نہ پيچائي ويندي تہ معاف ٿيل رقم رد ڪري سموري رقم قاعدي مطابق وصل ڪئي ويندي. رواجي ريت هاري ڏل ٻن ٽن قسطن ۾ پيچائيندا آهن پر هن دفعي اها رعايت بہ کين نہ ڏني وئي. ويچارا هاري پنن جون ٺڪريون ڪٺي پئي پٺڪيا ۽ پڇيائون پئي تہ ڇا ڪن. سرڪار کي جڏهن سندن حال کان واقف ڪيو ويو تہ ڇوڙ لڳا تہ معافي رد ڪرڻ ۽ ضبطيون ڪري رقم وصول ڪرڻ وارا لفظ هڪ قسم جو ڏڙڪو آهي پر سرڪار جي اندرين مراد ائين ڪرڻ جي ناهي. سندن مراد ڪهڙي بہ هئي پر نتيجو اهو نڪتو جو هارين ۾ جوش ڦهلجي ويو ۽ ڪشمڪش جون تياريون ٿي ويون. اسان لاءِ بہ ڏکيو ٿي پيو تہ هارين کي صلاح ڏيون تہ ڏل پياري اچن ڇاڪاڻ تہ وٽن پيسو هو ڪونہ ۽ جي پٽي ڪوهي پورائو ڪري اچن ها تہ بہ اڳين بقايا بلي سندن ٽپڙ ضبط ڪري زمين تان کين ڪڍيو وڃي ها. هڪ مهيني جي مهلت ڏئي سرڪار اسان کي مجبور ڪيو تہ مهاتما جي غير حاضريءَ ۾ انهيءَ مُدي اندر ڪو فيصلو ڪريون ماٺ ڪري ٻانهون ٻڌي ويهڻ ۽ جوابداري کڻڻ کان نابري وارڻ اسان لاءِ اخلاقي ريت جائز نہ هو. الهہ آباد ضلع ڪانگريس ڪميٽيءَ تي هاري ميمبرن جو تعداد گهڻو هو سو هنن ڏلن نہ ڏيڻ جي فائدي ۾ فيصلو ڪيو. اسان جي مرضي نہ هئي تہ هن مالي سوال تي وڙهون ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ هاري توڙي زميندار ميمبر هئا جن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿيڻ جو امڪان هو. ڪميٽيءَ جا ميمبر منهنجو لاڙو ساميواد ڏانهن ڏسي اقتصادي معاملن ۾ منهنجي راءِ کي وزن نہ ڏيندا هئا. پر حالتون ويون ٿي بگڙنديون ۽ تصدق شيروانيءَ جهڙو زميندار ۽ نرم خيال جو ماڻهو بہ لاچاري حالتون ڏسي ڏلن نہ ڏيڻ جي فائدي ۾ رايو ڏيڻ لڳو. اوائل ۾ هو ڪانگريس جي هارين نسبت نيتيءَ جو سخت مخالف هو پر صدر

تي رهڻ بعد ڏنائين تہ ڍلن نہ ڏيڻ بنا چارو ڪونهي سو پاڻ بہ انهيءَ خيال جو تي پيو. اسان سرڪار سان هارين کي وڏيڪ رعايتن وني ڏيڻ لاءِ نئين سر ڳالهيون شروع ڪيون. اسان کي ڏسڻ ۾ آيو تہ هن سوال تي ڪانگريس ۽ سرڪار جو ناهہ تيڻ مشڪل ناهي پر سرڪار سياسي سببن ڪري پنهنجي نيتي ڦيرائي ڪانگريس کي دبائڻ جي تيارين ۾ هئي سو پنهنجي پوزيشن پڪي ڪرڻ لاءِ پئي وجهہ ڳوليائون. ڪانگريس جڏهن ڏٺو تہ لڙائيءَ بنا واهہ ناهي سو هو بہ پنهنجي تيارين ڪرڻ ۾ لڳي ويا. سرڪار ڳجهہ ڳوهہ ۾ پئي تياريون ڪيون پر ڪانگريس جو مدار آهي عام ماڻهن تي سو ڪانگريسي ڪارروايون ڳجهيون رهي نٿي سگهيون. مون تہ منڊ ڪان ماڻهن کي چتاءُ پئي ڪيو تہ اسان جي آزاديءَ جي لڙائي ختم نہ تي آهي ۽ ويجهڙائيءَ ۾ نين مصيبتن جو مقابلو ڪرڻو پوندو جنهن لاءِ تيار تيڻ گهرجي. مون اهو انهيءَ ڪري تي ڪيو جو ڏٺم تہ وچولي درجي وارا حالتن تي اک ٻوٽ ڪري ڪنهن نموني ايندڙ آفت ٽارڻ جا سپنا لهي رهيا هئا. سندن مرضي نہ هئي تہ نئين سر سوراج يد جاري ڪئي وڃي. پر گڏيل پرانت جي ڪانگريس ڪميٽيءَ کي ايندڙ واقعن جي سُڌس هئي جنهنڪري اندران ئي اندران هنن اڳوات تياريون ڪري ڇڏيون هيون. الهہ آباد ڪميٽيءَ هڪ هاري ڪانفرنس ڪوٺائي جنهن حال في الحال ڍلن ڏيڻ خلاف نهراءُ پاس ڪيو. اسان جي مراد صفا ڍلن نہ ڏيڻ جي نہ هئي پر انصاف روءِ پڄنديءَ آهر ڍلون ڏيارڻ جي هئي جنهنڪري اسان جيڪي نهراءَ پاس ڪيا ان ۾ پڻ اهو چٽيءَ ريت ڏيکاريوسون. سرڪار جو چوڻ هو تہ هي ناهہ جو نہ پر ويڙهہ جو رستو آهي سو اسان سان وڏيڪ لکپڙهہ ڪرڻ بند ڪري ڇڏيائون. بنگال ۽ سرحد ۾ پڻ سرڪار نوان آرڊيننس ڪڍي ڇيڙڇاڙ شروع ڪئي. اسين اکيون پايو ويٺا هئاسون تہ مهاتما اچي تہ ان سان مشوري بعد ڪجهہ ڪريون. جنهن ڪري لڙائي شروع ڪرڻ لاءِ پهريون قدم کڻڻ هينئر سرڪار جي هٿ ۾ هو. اسان کي رڳو ايتري ڄاڻ هئي تہ هن دفعي سرڪار هر ممڪن اپاءُ وٺي قومي تحريڪ کي نابود ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي. نادري حڪم ڪڍڻ سان سرڪار جنگ ڇيڙي تہ ڇڏي هئي پر ڏڪ پهرين ڪٿي هڻندي تنهن جي انتظار ۾ هئاسون.

*

# ٽاهم جي پڇاڙي

گذريل پرانتن ۾ ڪم سبب مون کي مٿي کنهڻ جي فرصت ڪانہ هئي پر تنهن هوندي بہ خواهش هيم تہ سرحد ۽ بنگال مان چڪر ڏئي دوستن رفيقن سان ملاقات ۽ تحريڪ نسبت ڳالهيون ٻولهيون ڪري اچان. سرحد ۾ وڃڻ تي بندش پيل هئي ۽ جنهن حالت ۾ اسان جي مرضي نہ هئي تہ لڙائي چالو ڪريون سو اُتي وڃي نٿي سگهيس. بنگال ۾ ڪجهہ وقت کان ڪانگريسي ٻن مخالف ڌُرين ۾ ورهايل هئا ۽ انهيءَ ڏيکان تہ متان بنگالي سمجهن تہ اسين هڪ يا ٻيءَ ڌُر جو طرف وٺي رهيا آهيون سو غير بنگالي ليڊرن اتي وڃڻ کان پئي ڪيٻايو. ڪانگريس کي هن قسم جي شتر مرغي روش اختيار ڪرڻ نہ کپندي هئي ڇاڪاڻ تہ اُن مان نڪي بنگال جي مسئلن کي حل ڪرڻ جو رستو پيدا ٿي ٿي سگهيو ۽ نڪي وري ڌُرين کي اُن مان ڪو فائدو پهچي ٿي سگهيو.

مهاتما جي لنڊن وڃڻ کان ٿورو پوءِ هجليءَ ۾ نظربندين جي ڪئمپ ۾ هڪ حادثو ٿيو. جنهن ۾ ڇيو وڃي ٿو تہ اختياريءَ وارن ۽ نظربندين جي وچ ۾ اچي لٽ لڳي. نتيجو اهو نڪتو جو پوليس گوليون هلائي هڪ نظربند قيدي صفا ماري وڌو ۽ ٻين ڪيترن کي سخت ڦٽ رسايا. انهيءَ تي بنگال ۾ تاءُ وڌي ويو جنهن ڪري سرڪار هڪ جوڊيشل ڪميٽي جاچ لاءِ مقرر ڪئي. انهيءَ ڪميٽيءَ رپورٽ ۾ اختياريءَ وارن کي ڏوهي ٺهرايو ۽ گوليون هلائڻ جي فعل تي ملامت ڪئي. پهرين سرڪار پنهنجي بيان ۾ نظربندين کي ڏوهي ٺهرايو هو. اهڙا حادثا هندوستان ۾ جيل اندر عام جام پيا ٿين ۽ سرڪار سدائين قيدين کي ڏوهي ٺهرائي عملدارن جي ڪارروائي تي چشم پوشي ڪندي آهي. عجب رڳو اهو آهي تہ سدائين اڳرائي بہ قيدي ڪن ۽ مرن ۽ ڦٽجن بہ پاڻ ۽ عملدارن جو وار بہ ونگو نہ ٿئي. پبلڪ جڏهن بي رياءُ جاچ ڪميٽيءَ جي گهر ڪري تہ چون تہ هي ڪاتي جي اندروني ڪاروبار جو

معاملو آهي جنهن ڪري جاچ بہ ڪاتي جا عملدار ڪندا. جي سدائين پنهنجي ذات پاين ڪي بي ڏوهي ٺهرائي ڇڏيو ڏين ۽ قيدين مٿان الزام مڙهين. هن دفعي هجليءَ جي معاملي ۾ سرڪار جا وَڪا پڌرا ٿي پيا ۽ ماڻهن کي خبر پيئي تہ سرڪاري بيان اعتبار لائق ناهن ۽ منجهائن انصاف جي اُميد رکڻ ٻہرن ڪان ٻير گهرڻ سمان آهي.

چٽگانگ ۾ ٻيو هڪ حادثو ٿيو. اتي هڪ هنسڪ انقلابيءَ هڪ مسلمان پوليس انسپيڪٽر کي خون ڪري ڇڏيو جنهن تي شهر ۾ هندو مسلم فساد اچي متو. انقلابيءَ انسپيڪٽر جو خون انهيءَ ڪري نہ ڪيو هو جو هو مسلمان هو. سندس جڳهہ تي هندو يا ٻيو ڪو هجي ها تہ ان سان بہ ساڳي ڪار ڪري ها. پر هن موقعي تي مسلمان، ائنگلو انڊين وغيره اچي چڙيا. ڏسجي ٿو تہ اندران چرچ مليِ هين. ڪانگريس انهن فسادن نسبت جاچ جي تقاضا ڪئي پر سرڪار ائين ڪرڻ کان صفا نابري واري ويئي. اسين تہ منڊ ڪان هنسا جي خلاف آهيون ۽ خود ڪيترا هنسا کي مڃيندڙ انقلابي بہ ڪن شخصن جو خون ڪرڻ جي خلاف آهن. هن نموني جي خونن خلاف ٻيو بہ هڪ قوي سبب آهي. هندوستان اڃا پڪي قوميت جي ڪڙيءَ تي نہ پهتو آهي ۽ هرهڪ هند واسي پاڻ کي هڪ قوم جو جزو نہ ٿو سمجهي. جنهن ملڪ ۾ مذهبي پاڳل بهشت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ خون ڪرڻ کان نٿا هچڪن اُتي قوم جي آزاديءَ خاطر خون جي پنيرائي ڪرڻ سان جدا قسم جي ماڻهن کي پنهنجي خسيس مطلبن حاصل ڪرڻ لاءِ مخالف جي خون ڪرڻ جو بهانو هٿ اچي ويندو. ائين برابر آهي تہ سياسي آزاديءَ خاطر خون ڪندڙ جو مقصد محدود ۽ دنيوي هئڻ سبب ڪيس سمجهائڻ باز آڻڻ سولو آهي يا مقصد جي حاصليت بعد اهڙن خونن جو بند ٿي وڃڻ سياويڪ آهي پر مذهبي مطلبن ۽ بهشت لاءِ خون ڪندڙ سان هڪ تہ بحث نٿو ڪري سگهجي ڇاڪاڻ تہ بهشت ۽ آخرت وغيره جي ڄاڻ ڪنهن کي بہ ڪانهي ۽ صدين جون صديون انهن نسبت لڙائي ڪرڻ سان عقل ۾ اضافو ٿيڻ محال آهي ۽ ٻيو تہ اهي خون محدود مقصد نہ هئڻ سبب آخرت تائين هلي سگهن ٿا يا اوستائين جيستائين سڄي دنيا انهيءَ متعصب خونيءَ جي عقيدي جي پيروي نہ ٿي آهي طبيعتاً مان ”گيدي هندو“ ناهيان. هنسا لاءِ

نفرت اتم پر هنسا کان ڊڄندو ناهيان. مان متي ڄاڻايل خونن جي برخلاف انهيءَ ڪري بہ آهيان جو اُن مان هن پاڳل ملڪ ۾ هندو مسلم فسادن ٿيڻ جو امڪان رهي ٿو.

چٽگانگ حادثي بعد سرڪار فاشستي نوع اختيار ڪرڻ لڳي. هسنڪ انقلابين جا نمونا تہ هونئن ئي فاشستي طريقا جا هئا. فرق رڳو ايترو هو تہ قومي فاشست وطني آزاديءَ خاطر سلطنتي فاشيزم جو مقابلو ڪري رهيا هئا. هڪ طرف اتساهہ ۽ آدرش وارا نوجوان هئا تہ ٻئي طرف انگريز، ائنگلو انڊين ۽ مٿين طبقي وارا شاهوڪار، زميندار، عملدار وغيره.

نومبر جي مهيني ۾ ڪجهہ ڏينهن لاءِ مان ڪلڪتہ ويس. سمورو وقت دوستن رفيقن، ميٽنگن وغيره ۾ مشغول هوس. ليڪچرن ۾ مون خوني انقلابين جي ڪارروايئن مان جو ملڪ کي نقصان پهچڻ جو امڪان آهي تنهن تي زور پئي ڏنو. البت انهن انقلابين کي بين وانگر ڪانئر يا گيدي نٿي ڪوٺيم ڇاڪاڻ تہ جي شخص سدائين سِر تريءَ تي کنيو پيا گهمن سي گيدي ڪيئن چئبا. اهي شخص جي کين گيدي ٿا ڪوٺين تن ڪڏهن خوف جو مقابلو نہ ڪيو آهي ۽ نہ ڪڏهن ڪو مردانگيءَ جو ڪم ڪري ڏيکاريو اٿن. اهڙن ماڻهن جي واتان گيدي لفظ ٻڌي انهن انقلابين کي هنن لاءِ نفرت نہ ٿيندي تہ ٻيو ڇا؟

ڪلڪتہ مان روانو ٿيڻ وقت مون وٽ هڪڙا ٻہ نوجوان آيا. سندن عمر ويهارو ورهيہ مس هئي. شڪل زرد پر اکين ۾ چمڪ هين. اسان جو پاڻ ۾ تکو ۽ چٽو بحث ٿيو. آخر ۾ هنن مون کي ٻڌايو تہ منهنجي تقريرن سبب نوجوانن تي برو اثر ٿو پوي ۽ جيڪڏهن اهڙي نموني جون تقريرون بند نہ ڪندس تہ مون سان بہ اها ڪار ڪندا جا ٻين سان ڪئي اٿن موٽڻ ويل ريل گاڏيءَ ۾ ليٽيو پيو هوس تہ انهن نوجوانن جا آبدار مهانڊا اکين اڳيان پئي ڦريا. دل ۾ چيم ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جيڪڏهن انهن نوجوانن کي سنئين پيرَ تي آڻي سگهجي. مون کي ارمان پئي ٿيو تہ مون ڇو ساڻن اهڙو تکو ڳالهايو. شايد ماني قربائتي نموني ونڻ سان هنن کي سمجهائي سگهان ها تہ اڄڪلهہ جي هندوستان ۾ خونن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا ڪم آهن جن ۾ سِر جي سَٽ کپي. مون سندن نشان پتو لهڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي آهي پر

ڪامياب نہ ٿيو آهيان. هينئر اها بہ ڄاڻ نہ اٿم تہ هو جيئرا آهن يا نہ، آزاد آهن يا ڪاري پاڻيءَ واري جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ پنهنجي مني جواني ساڙي رهيا آهن.

ڊسمبر ۾ ٻي هاري ڪانفرنس ٿي جنهن بعد مون کي ڪرناٽڪ وڃڻو پيو. اتي ڊاڪٽر هرديڪر جي سيوا دل جو مرڪز هو. 1931ع ۾ ڪانگريس سيوا دل کي پاڻ ۾ جذب ڪري پنهنجو انگ بڻائي ڇڏيو هو. ڊاڪٽر هرديڪر ڪيئي دفعا اچڻ لاءِ مون کي لکيو هو سو هن دفعي سيوا دل ڏسڻ لاءِ ڪرناٽڪ ويس. مون کي معلوم هو تہ ڪرناٽڪ مان موٽڻ بعد سرڪار اسان کي جلد از جلد اُماڻيندي سو منهنجون تقريرون بہ هنس گيت وانگر آخرين الوداع ٿي پيون. ڪرناٽڪ ڏانهن ايندي ڪملا کي بمبئي ڇڏي آيوس هوس ڇاڪاڻ تہ هوءَ وري بيمار ٿي پئي هئي. بمبئيءَ ۾ پهچڻ سان مون ٻُڌو تہ گوبل پرانت لاءِ سرڪار اهڙو آرڊيننس ڪڍيو آهي جو پٽ جي ڪئي لاءِ پيءُ کي جوابدار ٺهرائي. انهيءَ قانون بعد ڪنهن بہ قسم جو قومي ڪم هٿ ۾ کڻڻ غيرممڪن هو. منهنجي مرضي هئي تہ جيترو ٿي سگهي اوترو جلد ڪرناٽڪ جو پروگرام پورو ڪري پنهنجي يارن دوستن پيڙو وڃي ٿيان. هو تڪليفن ۾ هجن ۽ مان وينو هتي تقريرون ڏيان ۽ گشت ڪريان سو مون کان سٺو نہ ٿيو. هفتي کن اندر مهاتما جو جهاز بمبئيءَ پهچڻو هو ۽ ڪملا بہ بيمار هئي پر مون فوراً الهہ آباد وڃڻ جو خيال ڪيو ڇاڪاڻ تہ اتي پرانتڪ ڪانفرنس ۾ ضرور حاضر ٿيڻو هوم.

الهہ آباد پهچڻ کان اڳ ڇيوڪي استيشن تي هڪ، الهہ آباد استيشن تي ٻيو گهر جي ٻنيي وٽ ٿيون. سرڪاري ماڻهو گڏيم جن مان هرهڪ مون کي پرانتڪ سرڪار جو حڪم ڏنو تہ هن کان پوءِ الهہ آباد شهر مان ٻاهر نہ نڪران، نڪي تقريرون ڪريان ۽ اخبار ۾ ليک لکان، نڪي ڪنهن ميڙ يا ميٽنگ ۾ وڃي حاضر ٿيان. شيرواني ۽ ٻين رفيقن تي بہ ساڳيو حڪم ڪڍيو هئائون. پرشوتم داس ٽنڊن کي گرفتار ڪري ويا هئا. ٻي صبح جو مون ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ کي لکي موڪليو تہ مان سندس حڪم مڃڻ لاءِ تيار ناهيان ۽ پنهنجو ڪم دستور مطابق ڪندو ايندس ۽ ٻن ٽن ڏينهن اندر بمبئي ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏجڻ ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ

۾ شامل ٿيڻ لاءِ پڻ ويندس. 26 ڊسمبر جي صبح جو شيرواني ۽ مان مهاتما کي گڏجڻ لاءِ روانا ٿياسون. اسان تي سرڪار منع ناموڪديو هو ته الهه آباد شهر کان ٻاهر نه نڪرون پر ان جي مراد اها هئڻ کپندي هئي ته اسين ڳوٺن ۾ وڃي ڍلن نه ڏيڻ جو پرچار نه ڪريون. اسان جي ٻاهر وڃڻ مان سرڪار کي فائدو هو ڇاڪاڻ ته بمبئيءَ مان گڏيل پرانت اندر هاري هلچل هلائڻ غيرممڪن هئي. اهو خيال ڪري اسان سمجهيو ته سرڪار اهي ڳالهيون مدنظر رکي اسان کي گرفتار نه ڪندي. صبح جو اجا گاڏيءَ ۾ ويٺاسون مس ته سرحد مان عبدالغفار خان ۽ سندس ڀاءُ ڊاڪٽر خان صاحب جي گرفتاريءَ جي خبر ملي. گاڏي ڇتي پر ٿورو ئي پرتي اوچتو هڪ ننڍي اسٽيشن تي بيهي رهي جتي ڪي پوليس عملدار اسان کي گرفتار ڪرڻ آيا. اسٽيشن جي ٻاهران پوليس جي لاري بيٺي هئي، جنهن ۾ اسان کي ويهاري نيني جيل ڏانهن رُخ رکيائون. پوليس سپرنٽينڊنٽ گورو هو جو ڏسڻ ۾ ملول ۽ سهٽو ٿي آيو. شايد ڪرسمس جي ڪرجي پورڻ جو ارمان هوس. اجهو ائين اسين جيل اُسهياسون ۽ ”ڪجهه وقت لاءِ راحت کي الوداع ڪري دک درد جي اونداهي دنيا اندر داخل ٿياسون.“



# گرفتاريون ۽ ضبطيون

اسان جي گرفتاريءَ کان ٻه ڏينهن پوءِ مهاتما بمبئيءَ پهتو. اچڻ سان ڏنائين ته سرحد، گڏيل پرانت ۽ بنگال سان سرڪار خاص دٻاءَ جا قانون لڳايا آهن ۽ سندس ڪيترا رفيق ۽ همڪار جيل اُماڻيا ويا آهن. مهاتما کي وڏي يا نه وڏي پر سرڪار جنگ لاءِ سندرو ٻڌي بيني هئي ۽ صلح جي اُميد ڏسڻ ۾ نٿي آئي. تنهن هوندي به مهاتما وائسراءِ کي ملاقات لاءِ لکيو. وائسراءِ وٽان جواب مليس ته کيس ملاقات ڏني ويندي بشرطيڪ هو تازين گرفتارين ۽ دٻاءَ جي قانونن نسبت بحث نه ڇيڙيندو. سوال هو ته جيڪڏهن انهن ڳالهين جي اُپٽار نه ڪري ته رڳو وائسراءِ جو مُنهن ڏسي موٽي اچي ڇا؟ مهاتما وري به وائسراءِ کي بنا شرط ملاقات لاءِ لکيو ۽ انهيءَ وچ ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ نين حالتن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ سول نافرماني جو نهراءُ پاس ڪيو ۽ ميمبر گرفتاريءَ جو انتظار ڪرڻ لڳا. سرڪار جواب ڏيڻ عيوض مهاتما ۽ ڪانگريس پريزيڊنٽ کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڪڍيو ۽ ملڪ ۾ سخت دٻاءُ جاري ڪيو. سندن هنن ڪارروايئن مان صاف ظاهر هو ته هو ويڙهه لاءِ آتا آهن ۽ ڪانگريس جي هستي نابود ڪرڻ چاهين ٿا.

اسين ان وقت جيل ۾ هئاسون جنهنڪري ٻاهر جون پڳل ٽٽل خبرون اسان وٽ پهچنديون هيون. اسان ٻڌو ته اخبارون انهيءَ تي زور ڏئي رهيون آهن ته لارڊ ارون هوند مهاتما کي ملاقات لاءِ گهرائي ها ۽ ڳالهين ڪرڻ بعد هو پاڻ ۾ سرچي وڃن ها. منهنجي سمجهه ۾ هي بالڪل احمقانه خيال آهي. انگريزي سلطنت شاهي ۽ هندستاني قوميت جي وچ ۾ ڪشمڪش ۽ اختلاف ڪن بنيادي اصولن تي ٻڌل آهي جي ڪن شخصن جي بافضيلت يا بامروت روش سبب غائب ٿي نه ويندا. وائسراءِ مجبور آهي ته سلطنت شاهيءَ جو عيوضي هئڻ جي حيثيت ۾ اُن جي حقن ۽ فائدن جي حفاظت ڪري ۽ مهاتما قوميت جو عيوضي هئڻ سبب مجبور آهي ته هند واسين جي حقن ۽ فائدن جي حمايت ڪري انهن ٻنهي ڌرين جا فائدا ساڳيا نه آهن تنهنڪري ٻنهي طرفن کي لاچار

زور آزمائي ڪرڻي پوي ٿي. هتي ڪنهن خاص وائسراءِ جو سوال ناهي. سرڪاري نيتيءَ لاءِ ڪنهن وائسراءِ يا گورنر کي جوابدار نهرائڻ يا سمجهڻ ته هو اها نيتي پنهنجي مرضيءَ مطابق ڦيرائي سگهي ٿو سراسر غلط آهي. تنهن هوندي به اسان جا هم وطني اصولي ڳالهين کي ڇڏي رڳو وچيو شخصي معاملن ۾ اٽڪن.

مهاتما ۽ ڪانگريس پريزيڊنٽ سردار ولڀ ڀائي جي گرفتاريءَ بعد ڪين مقدمي هلائڻ بنا شاهي قيدي ڪري رکيو ويو. سرڪار چار نوان دباءَ جا قانون پڻ جاري ڪيا. جن مطابق پوليس ۽ مئجسٽريٽ ڪهڙي به شخص کي بنا سبب ڏيکارڻ جي گرفتار ڪري سگهيا ٿي ۽ ڪنهن جي به ملڪيت ضبط ڪرڻ جي اختياري هين. ملڪ ۾ ڪا اهڙي ڳالهه نه ڇڏي هئائون جنهن ۾ پوليس دست اندازي نه ڪري سگهي. چوٿين جنوري تي جيل اندر اسان تي ڪيس هلايائون جنهن ۾ شيروانيءَ کي ڇهه مهينا ٽيپ، ڏيڍ سؤ روپيا ڏنڊ ۽ مون کي به سال قيد ۽ پنج سؤ روپيا ڏنڊ جي سزا ملي. اسان ٻنهي گڏجي ساڳيو جرم ڪيو هو ۽ ٻنهي تي گڏجي ساڳيو ڪيس ساڳين قلمن هيٺ هلايو ويو هو تنهن هوندي به اسان کي جيڪا سزا ڏني وئي تنهن ۾ وڏو فرق هو. مون ضلع مئجسٽريٽ کي اڳي ئي اطلاع ڏنو هو ته بمبئي وڃان ٿو. شيرواني اطلاع ڪونه ڪيو هوس پر اسان جي گڏجي وڃڻ جي خبر اخبارن ۾ شايع ٿي چڪي هئي. مئجسٽريٽ جي فتوي پڙهڻ بعد شيرواني يڪدم ڪيس چئي ڏنو ته "مون سان هيءَ مروت شايد انهيءَ لاءِ ڪئي وئي آهي ته مان مسلمان آهيان. سرڪار ٽيپ ڏيڻ ۾ به فرقہ پرستيءَ جي حمايت ڪرڻ تي گهري ڪيئن؟" مئجسٽريٽ جي مُنهن جو پنو لهي ويو ۽ جواب ڪونه ڏنائين.

اسان کي ٽيپ ملڻ جي ڏينهن سڄي ملڪ ۾ تاءُ ڦهلجي ويو. الهه آباد ۾ سرڪار لنيون هڻي ماڻهن جا مٿا پڳا ۽ هزارن کي جيل اُماڻيو. جيلن ۾ ايترن ماڻهن لاءِ جاءِ ڪانه هئي جنهن ڪري کيل ميدانن تي ڪئمپون کولٽيون ٻين. نيني جيل ۾ به ڪيئي آيا ۽ خود اسان جي "ڪتا گهر" ۾ رنجيت پنڊت، منهنجو جهونو رفيق نرملا پرساد ۽ منهنجو سؤٽ موهن لال نهرو قيد ٿي آيا. هڪ لنڪا جو رهواسي برنارڊ نالي نوجوان پڻ اتي آندو ويو. هو تازو ولايت مان بئريسٽري پڙهي آيو هو ۽ اُتساهه وچان سرگس ڏسڻ ويو ته پوليس کنيي کڻي لاريءَ ۾ وڌس.

سرڪار ڪانگريس ۽ انسان لاڳاپو رکندڙ جماعتن کي بي قاعدي نهرايو

جنهن ڪري ڪسان سڀائون، هارين جون جماعتون، نوجوان انجمنون، وديارٿي سماگم، قومي اسڪول، ڪاليج، اسپتالون، لئبرريون، سوديشي ڀنڊار ۽ ٻيون سياسي سنستائون ٻي قاعدي ٻڌجي پيون. هر هڪ پرانت ۾ انهن سنستائن جون فهرستون ناهيون ويون. سڄي هندوستان ۾ انهن جو تعداد هزارن ۾ ٿيندو جو قومي تحريڪ جي اثر ۽ طاقت جي هڪ ثابتي آهي.

ڪملا بمبئيءَ ۾ بيماريءَ سبب بستري داخل هئي جنهن ڪري سول نافرمانيءَ ۾ ڀرو وٺي نٿي سگهي انهيءَ ڪري سڄو وقت پاڻ تي خار پئي لڳس. منهنجون ٻه ڀينر تحريڪ ۾ ڀرو وٺڻ ڪري سال لاءِ جيل اماڻيون ويون هيون، باقي منهنجي ٻڍڙي ماءُ کي اجا هٿ ڪونه لڳايون هئائون. اسان کي ٻاهر جي گهڻي خبرچار ڪونه ملندي هئي ۽ خود اخبار وارن تي ايڏي چوڪسي رکي وئي هئي جو هو ڪيتريون خبرون ڏئي نه سگهندا هئا. ڪن حالتن ۾ گرفتار ٿيل شخص جو نالو اخبار ۾ شايع ڪرڻ ڏوهه هو. اسين جيل ۾ سُٽ ڪتڻ، ڪتاب پڙهڻ وغيره ۾ مشغول هوندا هئاسون پر تحريڪ کان ٻاهر هوندي به اسان جو من سڄو وقت ان ۾ اٽڪيو پيو هوندو هو. جيل کان ٻاهر جو اڻپورو احوال ٻُڌي ڪڏهن رنج، ڪڏهن غصو ۽ ڪڏهن ارمان ٿيندو هو. پر وري خيال ايندو هو ته جڏهن زبردست طاقتن جو ميدان ۾ مقابلو ٿي رهيو آهي تڏهن ڪن خسيس انسانن جي پلن، بي ايماني، ڪم عقلي ۽ غداري کي گهڻي اهميت ڏيڻ غير واجب آهي. هينئر چرخ گردون جو آسياب ڦرڻ لڳو هو ۽ اسان کي خاطري هئي ته قدرت جي جانڊهه سيني کي پيهين مٽدو ٻٽائي ڇڏيندي. هر رات جو ايندڙ صبح ۾ اکيون پائي ويهندا هئاسون ته ڏسون ته روز روشن ڪهڙا ڪارناما ٿو آڻي ڪهڙا سورما ٿا ڪُسجن ۽ مسجن ۽ ڪهڙا ڪانئر ۽ گيدي پُڇ پائي ڏرن ۾ ٿا لڪن. ڪڏهن ته اچانڪ خيال اٿپن ٿيندو هو ته نيٺ ڇا ٿيندو؟ هي وهڪرو ڪٿي ڇيهه ڪندو؟ آئينده اسان کان لڪل هو. شايد انهيءَ ۾ ڪا چڱائي هئي. هلندڙ حال کي ”ڪتا گهر“ جي ديوارين ٻاهر روڪي بيهاريو هو پر اسان کي ايتري ڄاڻ ضرور هئي ته اڄ توڙي سڀاڻي ملڪ کي سور سختي، قرباني ۽ ڪشمڪش جو مقابلو ڪرڻو آهي.

سڀاڻي سورما ڪندا جنگ نئين سر جاري
ڪوري ڪنڌ ڏيندا جان هڪ واري
رستم ۽ سهراب نڪري ايندا ميدان تي!



# بازاري پرچار

1932ع جي شروعات ۾ سرڪاري عملدارن پاڻ پئي پڌايو تہ هو ڪهڙا نہ لائق شريف انسان آهن ۽ ڪانگريسي ڪهڙا نہ ڪمينا، ويڙهو بدمزاج شخص آهن. انگريز سرڪار لوڪ شاهيءَ جا ڍڪ پرڻ لڳي ۽ ڪانگريس تي آپيشاهي ۽ نادر شاهي يا ڊڪٽيٽرشپ جا الزام هڻڻ لڳي. ڪين لوڪ شاهيءَ لاءِ ايڏو تہ قرب هو جو دٻاءَ جا قانون، اخبارن تي بندشون، بنا مقدمي گرفتاريون ۽ تيپون، ملڪيت ۽ پئسن جون ضبطيون، ڪيئي ظلم ۽ زبردستيون ان اڳيان خسيس هيون. وزير ۽ سرڪاري عملدار تقريرون ڏيڻ لڳا تہ ڪيئي ڪانگريسي جيلن ۾ وڃڻ سان پنهنجا سوارٿ ۽ شخصيت مطلب سڌ ڪري رهيا آهن ۽ پاڻ بہ چار هزار روپيا پگهار کٽي، موٽرن ۽ محلن ۾ موجون ڪرڻ سان ملڪ جي خدمت پيا ڪن. مئجسٽريٽ لوڪ شاهي قائم ڪرڻ لاءِ قاعدي جي خسيس پيچڪڙي تي ڳاٽي توڙ سزائون ڏئي فتويٰ مهل اسان کي ليڪچر ڏيڻ لڳا ۽ هند سيڪريٽري آکڻ لڳو تہ سرڪاري قافلو ڪانگريسي ڪُتن جي ڀؤنڪڻ سبب بهي نہ ويندو. ڪانئس شايد وسري ويو هو تہ جيل ۾ بند هئڻ سبب ڪتن ڀؤنڪڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ باقي ايڪڙ ٻيڪڙ ڪتو جو ٻاهر رهجي ويو هو تنهن جو ٻوٿ بندي ڇڏيو هئائون جنهن ڪري هينئر ڀؤنڪڻ جو ڪم هند سيڪريٽري ۽ سندس چاڙتن مٿان وجي پيو هو. ڪانگريس کي بدنام ڪرڻ لاءِ سرڪار پرچار ڪرڻ لڳي تہ ڪانپور جي هندو مسلم فسادن لاءِ ڪانگريس تلاهي آهي. حقيقت هيءَ هئي تہ ڪانگريس ماڻهن ۾ صلح ساز آڻڻ ۽ فساد بند ڪرائڻ جي ازحد ڪوشش ڪئي ۽ هڪ اتساهڪ ڪانگريسيءَ پنهنجي جان ڏئي ثبوت ڏنو تہ قومي خيال وارا ماڻهو فرقہ پرستيءَ جي لعنت کان آجا آهن. ڪانگريس خاص جاچ ڪميٽي پڻ ويهاري جنهن جي رپورٽ ڇپجڻ تي سرڪار يڪدم ضبط ڪري ڇڏي ۽ ملڪ ۾ انگريزي اخبارون ۽ انهن جي

اشاري تي هلندڙ بلڪل سفيد دروغ ڦهلائيندا رهيا. پر ڪوڙ نيٺ ڪوڙ آهي ۽ سچ جي آخر جيءَ ۾ سچ جي شناس اچي تيسين ڪيئي خون خرابيون ٿيو وڃن ۽ هزارين ماڻهوان جو شڪار بڻجي پنهنجي مت وهي ٿا ويهن. اهو بہ ممڪن آهي تہ حق جي ڄاڻ شايد ايترو دير سان پوي جو ماڻهن مان دلچسپي نڪري وڃڻ سبب ان مان ڪو خاص عملي فائدو نہ پهچي.

جنگ جي زماني ۾ دماغ ٿڌو ۽ سالم رکڻ سولو ڪم ناهي. سرڪاري عملدارن ۽ چاڙتن خفقان جي اثر هيٺ اچي جا بدڪلامي، دروغگوئي ۽ بدافعالي ڏيکاري ان تي عجب ڪونهي. رواجي ريت ائنگلو انڊين اخبارون نيم سرڪاري هئڻ سبب پاڻ تي ڪجهہ ضابطو رکنديون آهن پر هن پيري تہ هو بہ لاهي پاهي بيٺيون. انهن مان ڪيتريون اخبارون تہ هينئر بند تي ويون آهن. باقي جيڪي بچيون آهن سي خبرن ڏيڻ جي خيال کان اعليٰ درجي جا سماچار پتر آهن. خاص ڪري غير ملڪي معاملن تي اهي اخبارون چڱي روشني وجهن ٿيون. سندن عيب رڳو اهو آهي جو هندي معاملن ۾ هو سدائين سرڪاري نقطہ نظر پيش ڪن ٿيون ۽ ملڪن جي آزادي ۽ قوميت جون دشمن آهن. انهيءَ ڪري هندي مسئلن تي سندن لکٽي اهڙي وزندار ناهي. انهن ٿورين انگريزي اخبارن جي ڀيٽ ۾ هندي- انگريزي اخبارون بلڪل خسيس آهن. سندن مالي حالت سقيم آهي ۽ سندن مالڪن کي انهن اخبارن کي سڌاري اعليٰ درجي تي رسائڻ جي اڙن ڪانهي. آٽيون ۽ چاڙهيون ڏٺ ڏهاڙي وارو حال اٿن ۽ سمپادڪن جي جيوت بہ سخت پريشان ڪندڙ آهي. انهن اخبارن جي بيهڪ بي ڊول. اشتهار فاحش نموني جا. سندن رُخ سياسي ۽ سماجڪ مسئلن ڏانهن بي عقلي، تنگدلي ۽ انڌي گهوڙيءَ وارو آهي. هڪڙو تہ اسين هند واسي طبيعتاً جوش ۽ جذبي وهيٽا آهيون ۽ ٻيو تہ انگريزي اسان جي مادري زبان ناهي جنهن ڪري ان ۾ سڌو سنواتو سليس پر اثرائتي نموني ۾ لکڻ اسان لاءِ آسان ناهي. ۽ ٿيون تہ اسان صدين کان دٻيل قوم تي رهيا آهيون. يعني تہ اسان جي ماڻهن مٿان ايترا تہ مذهبي، اخلاقي، پنگتي، سياسي بنڌن رهيا آهن جو اسان جي من ۾ ڪيئي خواهشون ۽ تمنائون دٻيل رهجي ويون آهن جي وقت بوقت جذبي جي صورت ۾ اچيو پر گهٽ ٿين. هند واسي اخبارن ۾ مدراس واري ”هندو“ سيني

ڪان برک آهي پر حياتيءَ ڏانهن سندس رُخ ڪنواري پيرزال جهڙو آهي. لفظن ۽ خيالن مان بانس پئي اچيس. نرم ڏُر وارن جون اخبارون به ساڳئي نموني جون آهن پر هندوءَ واري چمڪ ۽ چترائي ڪانه اٿن. جنهنڪري الوٽيون ۽ اٽوٽندڙ پيون لڳن.

سرڪار ڳچ وقت کان ڪانگريس کي نگهوسار ڪرڻ جون تياريون ڪري رهي هئي جنهنڪري هن دفعي اڳرائي سدائين پاڻ پئي ڪيائين ۽ ڪانگريس کي رڳو پنهنجي جان جو بچاءُ ڪرڻو ٿي پيو. ڪانگريس ويڙهه لاءِ تيار نه هئي جنهن ڪري سرڪار جڏهن اوچتو حملو شروع ڪيو ته ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا. عجب رڳو اهو آهي ته اهڙي حالت هيٺ به ايڏو زبردست مقابلو ڪري سگهيا. ماڻهن جا گهر، ملڪيتون، موٽرون، بئنڪن ۾ رکيل پئسا ضبط ٿيڻ لڳا. شاهوڪارن کي ڌمڪيون ملڻ لڳيون ته جي ڪانگريس کي چندو ڏنو اٿوَ يا همدردي ڏيکاري اٿوَ ته ڳاتي توڙ ڏنڊ وصول ڪري جيل اُماڻيا ويندؤ. هڪ واپاريءَ کي پوليس ڌمڪي ڏني ته ڪانئس پنج لک روپيا ڏنڊ بلي وصول ڪيا ويندا. اسان منڊ ڪان پچاڙيءَ تائين اهنسڪ رهياسون جنهن ڪري ستياگرهن سان اهڙي قسم جي روش هلڻ انسانيت ۽ انصاف خلاف هئي پر ساڳئي وقت اسان کي شڪايت ڪرڻ جو حق ناهي، ڇاڪاڻ ته جي شخص انقلاب چاهين ٿا. اهو انقلاب هنسڪ نموني آڻجي يا اهنسڪ نموني. تن کي جان مال قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. اهوئي سبب آهي جو هن قسم جي تحريڪ ۾ مالدار ۽ شاهوڪار لاءِ جڳهه ناهي. ڪي شخص ڏسجي ٿو ته بئي پاسا مارڻ لاءِ تيار آهن پر حقيقت هيءَ آهي ته هو يا ته مورک آهن يا ٻين کي پتو بنائڻ گهرن ٿا. شاهوڪار ۽ انقلابيءَ جو هڪ بئي سان ڪوڙو لڳڻ مشڪل آهي. اهوئي سبب آهي جو انقلابي تحريڪ جو دارومدار سدائين غريبن تي رهي ٿو جن کي نڪي مال متاع، نڪي بئنڪ ۾ ميڙي چونڊي آهي.

سرڪار جي دٻاءَ سبب ٻي هڪ مزيدار ڳالهه ٿي. ڪيترا شخص جي سرڪار جا سلامي آهن ۽ عملدارن اڳيان نڪ گسائن ٿا سي بود ۾ اچڻ لڳا. سرڪار به ڪليو ڪلايو چوڻ لڳي ته رعيت کي پنهنجي وفاداريءَ جو ثبوت پيش ڪرڻ گهرجي. هٿ ٻڌي گهر ۾ ماٺ ڪري ويهڻ يا ٻي طرف ٻٽجڻ

اهڙو ئي ڏوهہ آهي جهڙو ڪلي يا ڳجهي مخالفت ڪرڻ. سرڪار اهڙي روش برداشت نہ ڪندي. هڪ دفعي لاڀڊ جارج قومي حڪومت ۾ شامل ٿيندڙ لبرل ساٿين لاءِ چيو هو تہ هو اهڙي قسم جا سانڍا آهن جي حالتن پٽاندڙ پنهنجو رنگ ڦيرائيين ٿا. سرڪار پرست بہ ساڳي جنس جا جانور آهن. هينئر تہ خاص ڪري پيچيدار رنگ لڳائڻو هون ڇاڪاڻ تہ هلڪو رنگ سرڪار وٽ پسند نہ هو. سو هو خوب ناچ گانا ڪانا ڪري عملدارن کي خوش ڪرڻ لڳا ۽ مائي باپ سرڪار جي چاپلوسيءَ جا جنسي ڍڪ پٽي پريائون. ملڪ سان جا ويڏن هئي ۽ دٻاءَ جي قانونن سبب ماڻهن سان جي تڪليفون هيون تن جي هنن کي پرواهہ ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ هو سرڪار مائي باپ جي سڪيلڏي اولاد هئڻ سبب قانون جي اثر کان آجا هئا. عورت جا پنهنجو ست ڪنهن بہ ستڏارئي کي ڏيڻ لاءِ تيار آهي تنهن کي هين مان ڏپ ڇا جو؟

سرڪار کي وهم اچي وينو تہ هن دفعي ڪانگريس زالن کي صدقي جي بڪري بڻائي ان جو فائدو وٺڻ ٿي گهري. ماڻهو سمجهن ٿا تہ زال ذات سان جيل ۾ نرمي ۽ مروت ڏيکاري ويندي. ڏاري سرڪار جي ذهنيت بہ عجيب آهي؟ ڪير چاهيندو تہ سندس ماءُ پيڻ يا زال جيل جون هوائون کائي؟ پر سرڪار سمجهيو تہ ڪانگريسي انسان آهن ئي ڪونہ. سو زالن کي باز آڻڻ لاءِ هنن کي ڳريون سزائون ڏيڻ لڳا ۽ جيلن اندر بہ مردن جي ڀيٽ ۾ زالن سان وڌيڪ بڇڙو ورتاءُ ٿيڻ لڳو. ڪي تہ اهڙا بہ واقعا ٿيا جي سڌريل قوم جي شان وٽان ناهن.

سرڪار ٻي بہ چالاڪي ڪئي. اسان کي جيل اُماڻي هارين سان ڍل ۾ وڌيڪ رعايت ڪرڻ لڳي. اسان جي هوندي ائين ڪري ها تہ هاري سول نافرماني اصل ڪونہ ڪن ها. سرڪار جي مراد هئي تہ هڪ پاسي هارين کي ذهن نشين ڪري تہ ڪانگريسين جي جفاڪشيءَ سبب ڪين معافي نہ ملي آهي ۽ ٻئي پاسي وڙهڻ لاءِ وڌيڪ سبب نہ هئڻ ڪري هو پنهنجو پاڻهي ستياگرهہ هلچل مان نڪري وڃن. حقيقت ۾ گهٽي گهٽي معافي انهن کي ملي جن ڪانگريس جي هدايت موجب تحريڪ ۾ ڀرو ورتو هو. ٻيا ڪيترا نظرانداز ڪيا ويا. معافين مان هارين کي ڪو دائمي فائدو تہ ڪونہ پهتو پر

حال في الحال پئسي جي تڪليف کان بچي ويا ۽ اسان جي تحريڪ کي بہ ڪي قدر ڪمزور ڪري وڌائون. البت هارين ۾ جيڪي سرويچ سورما هئا سي آخر تائين اسان جا ساٿي هئا. سرڪار پوسٽرن ۽ چوپڙين ورهائڻ سان بہ اسان کي ڳوناٽن ۽ هارين ۾ بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اڪثر سفيد دروغ جڙتو افسانہ ۽ اڌ سچ اڌ ڪوڙ لکي ماڻهن کي گمراهہ تي ڪيائون. اسين جيلن ۾ هئاسون جنهن ڪري ان جو جواب ڏيئي نٿا سگهياسون ۽ خود جواب ڏيڻ بہ قاعدي موجب ڏوهہ هو. مون ڪٿي پڙهيو آهي تہ هڪ دفعي اسپين جي بادشاهہ جيزيٽ فرقي جي ٻاون خلاف فرمان ڪڍيو جنهن ۾ جاڻايائين تہ "نازڪ حالتون ۽ قوي سبب جي اسان جي سيني اندر محفوظ آهن سي اسان کي رعايا ۾ امن، انصاف، اطاعت قائم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿا ڪن تہ هي فرمان جاري ڪريون." هند سرڪار بہ اهڙي ريت فرمان ڪڍي اسپين جي شاهہ وانگر مٿين نموني جا دليل پيش ڪري "نازڪ حالتون ۽ قوي سبب" سيني اندر سانڍي تي رکيا. انهن قوي سببن مان هڪ شايد هي هو جو هنن هڪ چوپڙيءَ ۾ جاڻايو هو ان ۾ لکن ٿا تہ ڪانگريس جنسن جا اگهہ گهٽائي هارين کي سخت نقصان پهچايو آهي. ڪانگريس جيڪڏهن جنسن جا اگهہ گهٽائي يا وڌائي سگهي تہ سڄي دنيا جي واپار جي واڳ هٿ ۾ جٽبس جا خود انگريز سرڪار وٽ بہ ناهي. اهڙي ڪوڙي پرچار هوندي بہ ڪيترا هاري ڪانگريس سان وفادار رهيا. سندن ڍور ڍڳا ضبط تي ويا، ڪين زمين تان نيڪالي ملي، سوين جيلن ۾ ويا پر هو ثابت قدم رهيا. سرڪار بہ ڏنو تہ گوليون هلائڻ سان ملڪ ۾ وڌيڪ جوش تو ڦهلجي ۽ جيلن پرڻ مان ڪجهہ وري نٿو. سو هارين کي ڦٽڪا هڻائڻ شروع ڪيائون. سندن نظر ۾ اهو طريقو گهٽ خرچ وارو ۽ وڌيڪ اثرائتو هو. تهذيب ۽ انسانيت نہ وٽن اڳ هئي ۽ نہ هينئر ئي ان جو خيال هون.

سرڪار ڪانگريس جي ملڪيت ضبط ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو سو سوراج ڀون ۽ ڪانگري اسپتال پڻ ضبط ڪيائون. ڪجهہ وقت بعد اسپتال وري سوراج ڀون جي پر ۾ هڪ مسواڙي جڳهہ ۾ کولي وئي پر اسپتال جو سمورو اسباب ضبط تي وڃڻ سبب رڳو دواخانو کوليو ويو. افواهہ هوا تہ سرڪار اسان جو گهرُ آنند ڀون بہ ضبط ڪرڻ جي خيال ۾ آهي. بابي سول

نافرماني سبب 1930ع جي سال جي انڪم ٽئڪس نہ ڏني هئي. دهلي ٺاهہ ٿيڻ بعد مون هڪ قسط سرڪار کي پري ڏني هئي پر وري دباءَ شروع ٿيڻ سبب مون باقي قسطن ڏيڻ جو خيال لاهي ڇڏيو هو. گهر سيني کي پيارو آهي ۽ ڪوبہ ڪونہ چاهيندو تہ سندس اباڻو اجهو ۽ ٽپڙ نيلام ٿين پر مون هارين کي ڊل نہ پري ڏيڻ جي هدايت ڪئي هئي جنهن سبب هنن غريبن جا ڍور ڍڳا ۽ اسباب نيلام ٿي چڪو هو. مون خيال ڪيو تہ انهيءَ حالت ۾ مان پنهنجو گهر بچايان سو اخلاقي نگاهہ کان واجب ناهي. ازانسواءِ مون اهو بہ خيال ڪيو تہ گهر نيلام ٿيڻ بعد مان بہ هارين وانگر بي سرو سامان ٿي پوندس ۽ هو مون کي پنهنجو سمجهي تحريڪ کي زور وٺائيندا. مون کي اها ڳالهہ نٿي وڻي تہ اسان جي گهر مٿان لڏندڙ قومي جهنڊو لاهي يونين جئڪ چاڙهين پر تنهن هوندي بہ مون گهر تان آهو پلي ڇڏيو. مجاڻ تہ سرڪار کي بہ اهو خيال اچي وينو تہ اسان جي گهر ضبط ڪرڻ سان تحريڪ کي هٿي اچي ويندي سو اهو خيال لاهي ڇڏيائون ۽ قسطن عيوض اسان جي موٽر ۽ منهنجون ڪي ريلوي شيئرس ڪٽي ويا.

دباءَ واري نيتي شروع ڪرڻ سان سرڪار ميونسپالٽين ۽ لوڪل بورڊن ۽ ٻين سنستائن کي حڪم ڪيو تہ هو قومي جهنڊو پنهنجي جڳهين تان لاهي ڇڏن. ڪلڪتہ ميونسپالٽيءَ ۾ جتي ڪانگريسين جي گهڻائي هئي اتي بہ ڪين جهنڊو لاهڻو پيو. مون کي اها خبر ٻڌي سخت ارمان ٿيو ڇاڪاڻ تہ اهو جهنڊو اسان جي آزاديءَ جي جنگ جي نشاني هو ۽ اُن جي سائي هيٺ اسان ملڪ جو شان ۽ عزت برقرار رکڻ جو اقرار ڪيو هو. اهو جهنڊو اسان جي قوم اصولن، ايڪي جي نشاني هو ۽ ان کي پنهنجي هٿن سان لاهڻ يا ٻين هٿان لهرائڻ اسان لاءِ عظيم گناهہ هو. زور زبردستيءَ اڳيان سيس نوائي، ست کي ريتي، انتهہ ڪرڻ اندر ٻرندڙ جوت وسائي ڇڏڻ پاپ آهي، تنهن ڪري جن شخصن سرڪاري حڪم جي پوئواري ڪري جهنڊو لهرائي ڇڏيو انهن قوم جي عزت ۾ رُخنو وڌو ۽ قومي اخلاق کي ڪمزور بڻايو. مان نٿو چوان تہ هن ملڪ جو هرڪو ماڻهو پتنگ بڻجي قومي آزاديءَ جي باهہ ۾ سڙي. اها اُميد رکڻ اجائي آهي تہ هرڪو جيل وڃي، مصيبتون سهي، ملڪيت ضبط ڪرائڻ لاءِ تيار ٿيندو. هرڪنهن کي حياتيءَ ۾ ڪي

فرض، ڪي جوابداريون آهن. اسان کي ٻين مٿان قاضي بڻجي فتويٰ ڏيڻ جو حق ڪونهي. هٿَ ٻڌي ماٺ ڪري ويهڻ هڪ ڳالهه آهي پر سچ کان انڪاري ٿيڻ ۽ پنهنجي اندر ۾ جيڪي درست سمجهجي ان جي اُبتڙ هلڻ ٻي ڳالهه. ميونسپالٽين جي ميمبرن کي کپندو هو ته اهڙي حڪم مڃڻ کان ڪرسي ڇڏي اچن ها. پر هو ڪرسين کي چُهٽي پيا ۽ ماڪيءَ جي مکين وانگر گل تي ويهڻ بعد پُون پُون ڪرڻ بند ڪري ڇڏيائون.

مشڪلات جي وقت مڙس ٿي بيهڻ سڀ ڪنهن جو ڪم ناهي. ڪيئن سورما آپداڪال ۾ ليلهر ٿيو پون تنهن ڪري ٻين تي نڪته چيني ڪرڻ شايد واجب ناهي. ٽائٽنڪ ۽ موروڪاسل جهاز ٻُڏڻ ويل ڪيترن مشهور معروف شخصن خلاصين کي رشوت ڏئي پنهنجي جان بچائي. رواجي ريت اهي شخص هوند ڪڏهن اهڙو تنبيهه جوڳو ڪم نه ڪن ها. آپدا ۾ انسان کي سياويڪ پنهنجي بچاءُ جي چنتا ٿئي ٿي. اهڙي وقت سالم ٿي بيهڻ ڏکيو آهي پر قوم جي ڪشتيءَ جو سڪاني ٿيڻ به ڪا مسخري ناهي. ڪشتيبان جا هٿ جيڪڏهن پيا لُڏندا ۽ ڏڪندا ۽ ڪمزوريءَ سبب فرض ادائيءَ کان پيو گسندو ته قومي ڪشتيءَ جو خدا نگهبان. اسان کي اهڙي ڪمزوريءَ تي ملامت ڪرڻ جڳائي ڇاڪاڻ ته انهيءَ عيب تي چشمُ پوشي ڪرڻ قوم لاءِ قاتل آهي. حياتيءَ ۾ جدا شڪتين جي وچ ۾ جنگ جو مدار همت ۽ دليريءَ تي آهي. مارشل فاش جو چوڻ هو ته ويڙهه ۾ سوِيَ ٻي ڊِپي ۽ دلير کي ملي ٿي. جيڪڏهن هنسڪ جنگ لاءِ همت ضروري آهي ته اهنسڪ جنگ لاءِ اجا وڌيڪ لازمي آهي. تنهن ڪري جي شخص قومي معاملن ۾ ڪمزوري ڏيکارن ٿا سي قوم کي وڏو نقصان پهچائين ٿا ۽ عام ماڻهن اڳيان بُرو مثال پيش ڪن ٿا. هر سال قومي هفتو ملهائڻ هينئر هولي ۽ عيد وانگر هڪ سياويڪ ۽ رواجي ڳالهه ٿي پئي آهي. هن موقعي تي سرڪار جي دباءُ واري نيتي سبب ڪشمڪش ٿيڻ جو امڪان هو. الهه آباد ۾ انهيءَ ڏينهن شاهي سرگس ڪڍي هئائون جنهن ۾ منهنجي ماءُ اڳواڻ بڻجي نڪتي هئي. پوليس سرگس کي رستي تي روڪي بيهاريو سو والنٽيئرن سرگس جي منڍ ۾ امان کي ڪرسيءَ تي ڪٽي ويهاريو. اوچتو ئي اوچتو پوليس ڪاهي پئي ۽ مارا ماري لڳائي ڏنائون. امان کي به ڪي ڌڪَ

لڳا ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ رستي تي پئجي رهي. ڪجهه وقت بعد هڪ پوليس عملدار موٽر ۾ چاڙهي گهر ڇڏي ويس. متي تي زخم هوس جنهن مان رت پئي وهيس. ڪجهه ڏينهن جي دوا درمل بعد هوءَ چاڪ ٿي پر ڏکن سندس ٻڍي سرير کي لوڏي ڇڏيو ۽ سندس اندر مان لڪل بيماريون نڪري نروار ٿيون. الهه آباد ۾ افواهه ڦهلجي ويو ته ڏکن لڳڻ سبب امان مري وئي سو ماٺهو ڪروڌ ۾ اچي اهنسا وغيره وِساري پوليس تي ڪاهي ويا ۽ ڪن کي ماري وڌائون. پوليس به گوليون هلائي ڪن کي قتي ماري وڌو. هفتي کن بعد جڏهن مون خبر ٻُڌي ته امان رستي تي بيهوشيءَ جي حالت ۾ پئي هئي ۽ متي مان رت پئي ڳڙيس ته توهين سمجهي سگهو ٿا ته منهنجي اندر ۾ ڇا وهي گذريو هوندو. مان اتي هجان ها ته مون کي خاطري آهي اوڏي مهل اهنسا وغيره وِسري وڃي ها ۽ شايد پنهنجي جان ۽ قوم جو خيال ۽ نتيجي جي پرواهه نه ڪري ڪا هوڙيائي ڪري وجهان ها.



# بريلي ۽ ديرادون جيل

ڏيڍ مهيني بعد مون کي نيني جيل مان بريلي جيل ۾ بدلي ڪيائون جتي چار مهينا رهيس. بريلي جيل ۾ منهنجي صحت وئي خراب ٿيندي ۽ تپ اچڻ لڳو جنهن ڪري سرڪار وري ديرادون جيل ۾ ڏياري موڪليو جتي باقي رهيل مدو ڪاٽيم. جيل مان ڇٽڻ بعد اٽڪل پنج مهينا آزاد رهيس ته وري گرفتار ڪيائون. جنهنڪري گذريل ٽن سالن ۾ مون کي ملڪي معاملات جي گهڻي ڄاڻ نه رهي آهي. مهاتما گول ميز ڪانفرنس ۾ ڇا ڪيو اندران ئي اندران ڪهڙا پردا ڦريا تنهن جي پوري ڄاڻ نه اٿم ۽ نڪي انهيءَ وچ ۾ مهاتما سان گڏيو آهيان. ڪانگريس ۾ ورهين جا ورهيه ڪم ڪرڻ ۽ ڪانگريسين سان ڏيٺ ويٺ سبب مان جيل اندر تحريڪ جو ڪي قدر اندازو لڳائي سگهيس ٿي. ڪابه انقلابي تحريڪ لڳاتار ساندهه گهڻو وقت تيز رفتار ۾ هلي نٿي سگهي. پهرين لاٽ پڙڪو ڏئي اُٿي ٿي پر وري ٺڏي ٿيو وڃي. اهو هڪ نيم آهي جو سيني انقلابي تحريڪن سان لاڳو آهي. اسان جي تحريڪ سان به ساڳي ڪار هئي. پهريان چار مهينا جوش خروش سان هلي پر پوءِ ماناڻي ٿي وئي. البت ايترو سو هو ته سرڪار ڪانگريس کي مات ڪري نه سگهي ڇاڪاڻ ته بندش هوندي به سڄي ملڪ ۾ ڪانگريس جو باقاعدي ڪم هلندو پئي آيو. هڪ ڳالهه جنهن مونجهارو پيدا پئي ڪيو سان اها هئي ته هدايتون ڪيڻ، لکپڙهه هلائڻ، قومي ڪم ڪندڙن کي ماهيانو باقاعدي لوازما پهچائڻ جو ڪم ڳجهي ريت ڪيو ٿي ويو جو ستياگرهه جي اصول جي خلاف هو. امڪان هو ته اهي ڪارڪن رڳو انهيءَ ڪم کي ڇهتي پون ۽ باقي ٻيو ضروري ڪم وساري ويهن. مهاتما کي به ڳجهي نموني ڪم هلائڻ پسند نه هو سو هن ته کليو کلايو ان کي نِنديو. پر سرڪار اسان لاءِ ٻي واهه ڪانه ڇڏي هئي سواءِ ان جي ته پنهنجو پاڻهي ڪانگريس سميٽي ڇڏيون جو اسين هرگز ڪرڻ لاءِ تيار نه هئاسون.

گجرات، ڪرناٽڪ ۽ گڏيل پرانت ۾ سرڪار هاري هلچل بند نه ڪري

سگهي. ڪيئي ڪاتيدارن ۽ رهاڪن کي ڳرا نقصان پيا. گجرات ۽ ڪرناٽڪ ڪاتيدارن جو ملڪ آهي جتي ڪانگريس هنن کي ٿوري گهٽي سهائتا پئي ڏني پر گڏيل پرانت ۾ راهڪ هاري بلڪل گهٽي انداز ۾ آهن سو ڪن ڪاتيدارن کي مدد ڪرڻ ۽ ڏتڙيل هارين کي نڌڪو ڇڏي ڏيڻ مان غلط فهمي ٿيڻ جو امڪان هو. انصاف موجب بنهي کي مدد ملڻ کپندي هئي پر اسان وٽ ايڏي پونجي ڪانه هئي سو ڪانگريس طرفان مدد نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيوسون. باقي گرفتار ٿيل شخصن جي ٻارن ٻچن جي پرگهور لاءِ پڇنديءَ آهر سهائتا ڪندا هئاسون. هي ملڪ اهڙو ته مفلس آهي جو مهيني ۾ هڪ رپيو سڄي ڪٽنب بلي ڏيڻ به سهائتا سمجهي وڃي ٿي. اسان جي سهائتا به اهڙي قسم جي هئي. اسان جو گهڻو خرچ ڇوُنپڙن ڇپائڻ، ڪارڪنن کي لوازمو ڏيڻ، گرفتار ٿيلن جي ٻارن ٻچن جي ڪاڌ خوراڪ، اچ وڃ وغيره بلي ٿيندو هو. تنهن هوندي به اسان جو ڪل ماهيانو خرچ ٽي هزار هڪ سؤ چاليهه روپيا مس هوندو هو. البت لکنؤ ڪانپور، آگره، الهه آباد ان ۾ شامل ناهن، ڇاڪاڻ ته انهن ضلع ڪميٽين وٽ پئسو جام هو جنهن ڪري سندن خرچ به ڪجهه وڌيڪ هو. سرڪار اسان جي پرانت ۾ هلچل دبائڻ لاءِ سراسري ماهانو ڪيترو خرچ ڪيو تنهن جي جيڪڏهن اسان جي خرچ سان ڀيٽ ڪبي ته ڏندين آڱريون لڳي وينديون. ايتري ٿوري خرچ ڪندي به گڏيل پرانت تحريڪ ۾ تمام تکو ڀرو ورتو.

رفته رفته سول نافرمانيءَ جي تحريڪ وئي ڍري پوندي. سرڪار اهڙي ته دٻڙ دؤنس لڳائي ڏني جو سندن حيوانيت ڏسي ماڻهن جون ڏندين آڱريون لڳي ويون. مهاتما به هريجن سوال تي ورت رکي اتي جو گهوٻاٽو ڪرڻ سان ماڻهن جو خيال ٻين ڳالهين ڏانهن ڇڪايو. اسان کي ته هونئن ئي اميد ڪانه هئي ته هڪ ئي ڌڪ سان وڃي پار پونداسون. اسان ڄاتو ٿي ته سالن جا سال ڪيئي لاها چاڙها ڏسڻا پوندا ۽ جيسين ماڻهن ۾ پوري سمجهه ۽ سجاڳي نه آئي آهي تيسين گهڻو نه وٺبو. خود ڪانگريسين کي به ٻوجهه ڪانه هئي ته انگريز سرڪار جي خاتمي بعد ڪهڙي قسم جي سرڪار ۽ سماج ناهڻ گهرجي. شايد ڪيترا سمجهي وينا هئا ته سرشتو ساڳيو پر هلائيندڙ هند واسي ٿيندا. فعلاً اسان کي ڄاڻ هئي ته سرڪار پرست ڪهڙي به حڪومت اڳيان سِر جهڪائيندا پر لبرل ڏُروارا جي پاڻ کي انگلنڊ جي لبرل متن ۾ اعتقاد رکندڙ ڄاڻائين ٿا تن جي روش

ڏسٽي هئي. هو دٻاءَ جي قانون خلاف ڪڏهن ڪڏهن بلڪل نرم تقريرون ڪرڻ لڳا پر ساڳئي وقت سرڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪانگريس کي زوردار لفظن ۾ پئي ننديائون. ڊپ هوڻ ته متان سرڪار کين به جيل اُماڻي سو ملڪي ۽ شخصي آزاديءَ لاءِ کلي ريت پرچار ڪرڻ ۽ رايا ظاهر ڪرڻ کان پئي چرڪيا. انگلنڊ جا لبرل ۽ ليبر ڏُر وارا هن قسم جي باقاعدي ۽ سلسليوار دٻاءَ مان دلپسند نتيجو ڏسي خوش پئي ٿيا جيتوڻيڪ پنهنجي ملڪ ۾ معمولي "بغاوت بل" جي برخلاف مهي ولوڙ مچائي ڏنو هئائون. جيڪي انگريزن لاءِ چڱو آهي سو هند واسين لاءِ چڱو ناهي. لوڪ شاهي ۽ آزاديءَ ۾ اعتقاد ۽ سلطنت اندر آپيشاهي ۽ غلامي سرشتو هڪ ٻئي جي ورڌ آهن پر انگريزان تي اک ٻوٽ ڪيو ڇڏين. هو هٽلر تي ملامت ڪن ٿا پر هندوستان ۾ پنهنجي هٽلر شاهيءَ تي فخر اٿن.

انهيءَ وچ ۾ ٽين گول ميز ڪانفرنس لنڊن ۾ گهرائي ويئي ۽ ڪيترا هند واسي ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪوششون ونڻ لڳا. ملڪ ۾ ٻاهر پئي ٻري ۽ ماڻهن سان وٿل وهي چڪا هئا پر هنن کي پنهنجي رتبي ۽ شان ۽ عشرت جو فڪر هو. ڪيترا اسيمبلي جا ميمبر ۽ ٻيا ته سرڪار کان سٽيا پاڙا پتا طلبڻ لڳا ۽ ڪن ته جنسي ٻُک جا چڪَ پئي پاتا. اسان کي مٿن ارمان هو ۽ قوميت جي ههڙن ماڻهن هٿان ٻُري گتي ٿيندي ڏسي غصو پئي آيو پر اسان کي تسلي هئي ته انهن چاڙتن ۽ خود غرضن معرفت قانون ناهڻ ۽ ڪميٽيون برپا ڪرڻ سان نڪي هندوستان جي قسمت جو نبيرو ٿيندو ۽ نڪي ملڪ ۾ امن امان ايندو. سرڪار ٻٽي پاليسي اختيار ڪئي هئي. هڪ طرف ڪن خوشامندڙين کي ڪانفرنس ۾ ڪنو ڪري سڏارن جا لڏون ٿي تيار ڪيائون ته ٻي طرف قومي خيال وارن کي دٻائڻ تي سندرو ٻڌي بيٺا هئا. اسان کي ان تي عجب نه ٿي لڳو ڇاڪاڻ ته انگريزي حڪومت اوائل کان رڳو پوليسي راج ٿي رهي آهي. امن امان وقت حاڪم ڪجهه فضيلت سان پيش آيا پر جڏهن خطرو ڏسڻ ۾ آيو اٿن ته ذاتي ننگي صورت ۾ نڪري نروار ٿيا آهن. سرحد اصل کان فوجي علائقو ٿي رهيو آهي سو "سرخ چولن" جي ظهور ۾ اچڻ بعد سرڪار ڳوٺن تي ڏنڊ ۽ خاص جزيه وجهڻ شروع ڪئي. بنگال ۾ به ڪيترن هنڌ چٽي پوليس مڙهي سڄي شهر جي ماڻهن ۾ سُڃاڻپ جا ڪارڊ ورهائي خاص لباس پائڻ لاءِ ماڻهن تي زور آندو. سانجهين جو ٻاهر نڪرڻ تي بندش، سائيڪل هلائڻ تي منع، اسڪول بند

ڪرڻ، هزارن ماڻهن تي گڏيل ڏنڊ وغيره جهڙا اڏنگا حڪم ڪديا. جيلن ۾ ستياگرهين سان عقوبتون ٿيڻ لڳيون ۽ ڪين ڦٽڪا هٽائڻ رواجي ڳالهه ٿي پئي. اتساهي نوجوان جن تي جيڪر هين ملڪن کي ناز ٿئي ۽ جن کي جيڪر انگلنڊ جهڙي ملڪ ۾ هر طرح همٿايو وڃي تن جي آزاد روح کي دٻائڻ لاءِ وحشتگيريءَ کان ڪم ورتو ويو. زالن سان بہ هر قسم جون تعديون ٿيون. هو گهڻو ڪري سفيد پوش خاندان مان هيون ۽ سياسي آزاديءَ لاءِ انهيءَ ڪري وڙهيون رهيون جو سمجهيائون ٿي تہ ان دوران سندن گهرو غلامي بہ ختم ٿي ويندي، ڪن جزوي عورتن ڪانسواءِ باقي هين کي رواجي قيدي ڪري رکيو هئائون، جتي گاريون، ڦٽڪا، سخت پورهئي جو مقابلو ڪرڻو ٿي پيو. ائين ڪونهي تہ ستياگرهين سان هن نموني جون عقوبتون ڪن جيل جي عملدارن پنهنجي روءِ سوءِ تي ڪيون. اها سرڪار جي نيتي هئي جنهن سبب هن کي ائين ڪرڻو ٿي پيو. هڪ دفعي هڪ معتبر شخص جيل جي ڪميٽيءَ جو ميمبر هئڻ سبب اتي جي جيلر کي اشرافت ۽ انسانيت لاءِ آفرين ڏني ۽ اهڙو نوٽ سرڪار کي لکي موڪليو. جيلر هن کي سمجهايو تہ ائين نہ لکي پر هن جي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ان مان جيلر کي ڪو نقصان پهچندو. نتيجو اهو ٿيو جو نوٽ پهچڻ شرط سرڪار انهيءَ عملدار کي ڪنهن خراب هنڌ بدلي ڪري ڇڏيو. نہ رڳو ايترو پر سرڪار انهن عملدارن کي انعام ۽ اضافا ڏيڻ لڳي جي حيوانيت ۾ هين کان ڪٽر ڪٽي ٿي ويا. مون کي جيل جي حياتيءَ جو چڱو آزمودو آهي جنهن مان چئي سگهان ٿو تہ جيلر جيڪي سختي ڪندا ۽ انتظام تي گهڻو زور ڏيندا آهن سي گهڻو ڪري رشوتي ٿيندا آهن.

جيل اندر مون سان عملدار مروت ۽ فضيلت سان هلندا هئا پر هڪ دفعي هڪ حادثو ٿيو جنهن منهنجي دل کي صدمو پهچايو. هڪ دفعي امان، ڪملا ۽ اندرا الهہ آباد جيل ۾ رنجيت پنڊت سان ملاقات ڪرڻ ويون. جيلر چا ڪيو جو ڪين گهٽ وڌ ڳالهائي جيل کان ٻاهر لوڏي ڪڍيو. انهيءَ تي مون اعتراض ونئي لکپڙهہ هلائي پر پرانتڪ سرڪار بہ جيلر جي طرفداري ڪرڻ لڳي جنهن ڪري پنهنجي ماڻهن کي بي عزتو ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ مون ساڻن ملاقات ڪرڻ ڇڏي ڏني ۽ باقي رهيل ست مهينا گهر جي ڀاتين جو مُنهن اصل ڪونہ ڏٺم.

❊

# جيلي زندگي

گووند ولڀ پنت ۽ مون کي جڏهن بريليءَ مان ديرادون جيل ۾ وٺي آيا تڏهن راتو واهه موٽر ۾ ويهاري پنجاهه ميل پري هڪ ننڍي اسٽيشن تي اچي ريل ۾ چاڙهيائون. ٻيا هون ته متان ڳالهه وائکي وڃي ۽ ماڻهو اسٽيشن تي اچي ڳاهٽ ڪن. جيل ۾ ڪي مهينا ساندهه رهڻ بعد رات وڳڙي تڏڪار ۾ پنجاهه ميل موٽر ۾ سفر ڪرڻ مان اسان کي مزو آيو. بريلي جيل مان وڃڻ وقت اتي جي گوري سپرنٽينڊنٽ مون کي هڪ پارسل ڏنو جنهن ۾ جرمن اخبارون هيون ۽ چيائين ته تون جرمن ٻولي ٿو سکين سو هي توکي ڪم ايندئون. هن شخص جي مروت ۽ ڀلمانسائي ڏسي مون کي خوشي ٿي ۽ اندر ۾ سندس ٿورا مڃڻ لڳس.

رات جو جيئن موٽر ۾ کليل ميدانن مان پئي لنگهياسون ته مٿئين انگريز جي مروت جو خيال ڪندي سوچ ۾ پئجي ويس. هندوستان ۾ انگريز حاڪم ۽ عملدار ٿي ٿا اچن ۽ هندي رعيت ۽ زيردست جي حيثيت ۾ ساڻن لهه وچڙ ۾ ٿا اچن. آزاد انسانن جي وچ ۾ جنهن نموني ملاقات ۽ ڳالهه ٻولهه ٿيڻ گهرجي سا ڪانهي جنهن ڪري ڪانگريس هند واسين کي چاپلوس، مطلبي ۽ ٻي اصول سمجهن ٿا ۽ هند واسي انگريزن کي هڪ قسم جي مشين جا بنا احساس ۽ انسانيت جي فرض ادائي ڪري ٿي. ٻئي ڏريون هڪ ٻئي کي ڏڪار ۽ ٻيپ جي نظر سان ڏسن ٿيون ۽ هڪ ٻئي جي سنگ کان چرڪن ٿيون. پر هند واسي سڀئي نڪي چاپلوس ۽ مطلبي آهن ۽ نڪي انگريز سيئي ڪاٺ جون مشينون آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته آفيسرن سان گهٽو ڪري اهڙن هند واسين جو تعلق رهي ٿو جن ۾ هونئن به انسانيت جو مادو گهٽ آهي ۽ گوري عملدار کي پنهنجي فرض ادائي پالڻ لاءِ اهڙن ماڻهن سان معمولي رسمي نموني هلت هلڻي پوي ٿي. پر سولجر جو حڪم ملڻ سان سڌو ٿي بيهي ٿو ۽ بنا ويچار ٻي ماڻهوءَ تي گولي هلائي ان کي ماري

ڇڏي ٿو سو رڳو گولين هلائڻ جي مشين ناهي. ٿهڙي ريت پوليس عملدار جو ستياگرهين تي لنيون هلائي ٿو سو بہ خاڪي وردي اندر اسان جهڙو هڪ ماڻهو آهي جو شايد خانگي ريت ڪنهن کي بہ ذرو ايذاءُ رسائڻ کان هڇڪي. عجب اهو آهي تہ انگريز توڙي هند واسي جڏهن ڪن جزوي شخصن سان لهہ وچڙ ۾ ايندا آهن تہ اڪثر انهن جي ساراهہ ڪندا آهن پر ساڳئي وقت چوندا آهن تہ اهڙا ماڻهو ڇڊا آهن. اهي عام ماڻهو جن سان سندن ڪڏهن گهري جاڻ سڃاڻ نہ ٿي آهي سي سندن نظر ۾ ڌڪار لائق آهن. اهڙي رايي لاءِ وٽن ڪو وزنائتو دليل ناهي، ڇاڪاڻ تہ گورا ۽ هند واسي لفظ آهن جن پنيان جيئرا جاڳندا شخص آهن جي ويچار، اُمنگ، احساس رکن ٿا.

هند واسي توڙي گورن عملدارن شخصاً مون سان فضيلت ڀريو ورتاءُ پئي ڪيو آهي جنهن ڪري قيدي زندگيءَ جي ڪڙائي ۽ تلخي ڪي قدر گهٽ ڏسٽي پئي اٿم. هند واسي عملدار مون سان شايد انهيءَ ڪري فضيلت سان پيش ايندا آهن جو مون کي پنهنجي وطن ۾ چڱيري شهرت ملي وئي آهي ۽ فرنگي عملدارن جو رُخ مون ڏانهن مروت ۽ لحاظ ڀريو ان ڪري پئي رهيو آهي جو مون انگلنڊ ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي جنهن ڪري سندن عقل موجب مان ٻين هند واسين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سڌريل ۽ سياڻو سمجهيو ٿو وڃان. ازانسواءِ هو مون کي رواجي ڪانگريسي نٽا سمجهن. انهيءَ قسم جي رعايت هوندي بہ جيلي زندگي اهڙي تہ ڪپت، ڪمينپ، ڏاڍ، رشوت خوري وغيره واري آهي جو اثر پذير انسان لاءِ اها برداشت ڪرڻ مشڪل آهي. جيل کان ٻاهر حياتيءَ ۾ بہ ڪئين مشڪلاتون ۽ بديون درپيش اچن ٿيون پر ساڳئي وقت ڪيئي ٻيون ڳالهيون بہ آهن جي چت تان بار هلڪو ڪيو ڇڏين. جيل اندر گهٽ ٻوسات آهي. ماڻهوءَ جا جذبا اندر جو اندر ۾ پيا ٿهڪن جنهن ڪري هرڪا ڳالهہ ڏنگي صورت ۾ پئي ڀاسي. جيل اندر بيماري بہ حد کان ٻاهر ملول ڪيو ڇڏي. مون ڪوشش ڪري پاڻ کي جيلي زندگيءَ تي پئي هيرايو آهي ۽ سڄو وقت پاڻ کي مشغول رکي، ڪسرتون وغيره ڪري پنهنجي ٻُت جو بچاءُ ڪيو اٿم. ڪيترا شخص جيل ۾ اچڻ سان ٻاهرين رهت جو نمونو ڇڏي ڏيندا آهن پر مان ائين نہ ڪندو آهيان. ٻيو

تہ چڏيو پر جيل ۾ بہ مان ڏاڙهي روز ڪوڙيندو آهيان ۽ رواجي ريت ٻاهرين ڏيک ۾ فرق آڻڻ نہ ڏيندو آهيان. ائين برابر آهي تہ اهي خسيس ڳالهيون آهن پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ صحت ۽ بيهڪ تي انهن جو وڏو اثر آهي جنهن ڪري مان اهڙي گينواري هرگز نہ ڪندو آهيان. تنهن هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن ڏينهن وڏي پوندا هئا ۽ پنهنجي دوستن، جيل جي عملدارن، ڪانگريسين بلڪ خود پنهنجو پاڻ مان بلڪل بر ۽ بيزار ٿي پوندو هوس. جيل ڪان ٻاهر توڙي اندر وارن تي هرويرو منيان ۽ ڪاوڙ پئي لڳندي هيم. برٽش سلطنت تي سخت خار لڳندا هئم. مان سمجهان ٿو تہ سلطنت شاهي خلاف وروڌ منهنجي رڳ رڳ ۾ سمائجي ويو آهي. توري ۾ ڪٽي چوان تہ مان سخت چڙنگي ۽ تيسر سڀاءُ جو ٿي پيو آهيان، جنهن مان هينئر ڇٽڻ جي ڪوشش پيو ڪريان. ڪڏهن ڪو ملاقات لاءِ ايندو هو تہ خوشي ٿيندي هيم پر ان جي وڃڻ بعد اڪيلائي سبب اندر ۾ خال محسوس ڪندو هوس. ڪڏهن تہ ڪا ڳالهہ هيٺ مٿي ٿيڻ سبب ملاقات مان لطف نڪري ويندو هو. ملاقات وقت جيل جا عملدار حاضر هوندا هئا پر هڪ بہ دفعو جاسوس پوليس جو مفتش نوٽ لکڻ وينو جنهن تي مون کي ڏاڍي بخيلي لڳي. اهڙين ملاقاتن بعد ڪجهہ وقت تہ پيو جک ڪائيندو هوس. مون مٿي ڏيکاريو آهي تہ الهہ آباد جيل ۾ امان سان غير مناسب ۽ اوتري هلت ٿيڻ بعد مون ملاقات ڏيڻ بند ڪري ڇڏي. ست مهينا ائين گذري ويا. مون کي پنهنجي مائٽن ڏسڻ جي اچي چڪ ٿي سو ملاقات ڏيڻ وري شروع ڪيم. توهين سمجهو ٿا تہ هنن کي ڏسي مون کي ڪيڏي نہ خوشي ٿي هوندي! ڀين گڏ منهنجي ڀيڻ جو ننڍو ڪڪو بہ آيو هو سو عادت مطابق منهنجي ڪلهي تي ٽپ ڏيئي چڙهي وينو. هن کي ائين ڪندو ڏسي منهنجي اندر ۾ اُمنگ جي اجهل اُٿل موجزن ٿيڻ لڳي. هن معمولي واقع ۾ گهرو زندگيءَ جي محبت سمايل هئي جا هيڏي مدت بعد ڏسي دل جهجي پيم. پوءِ تہ ملاقاتن بعد خطن لاءِ پيو واجهائيندو هوس. ٻن هفتن بعد مقرر ڏينهن تي خط نہ ايندو هو تہ چنتا ٿي پوندي هئي ۽ جي ايندو هو تہ کولڻ کان پيو ڪيٻائيندو هوس چاڪاڻ تہ ڊپ ٿيندو هو تہ متان منجهس اهڙي خبر هجي جا منهنجو آرام ڦٽائي ڇڏي. جيل جي امن امان واري ۽ سڌي سليمي جيوت ۾ ليٽر مون لاءِ هڪ غير معمولي ڳالهہ تي

پئي ۽ ڪڏهن تہ ليٽر جي اچڻ بعد بہ تي ڏينهن ان تي رڳو ويچار پيو ڪندو هوس ۽ ٻي ڪنهن ڳالهہ ۾ من نہ لڳندو هوم.

نيني ۽ بريلي جيل ۾ اسين بہ چار ڄڻا پاڻ ۾ گڏ رهندا هئاسون جنهن ڪري ڳالهين ٻولهين ۾ وقت ٽپي ويندو هو. پر پوءِ مدو پورو ٿيڻ تي اهي ساٿي هڪ هڪ ٿي ويا هليا ۽ آءٌ اڪيلو رهجي ويس. اٺ مهينا ساندهہ ائين چڙهو گذارڻو پيم جنهن ڪري بلڪل بيزار ۽ ڪڪ ٿي پوندو هوس. هر روز بہ چار منٽ جيل جي ماڻهن سان ڳالهائڻ جو موقعو ملندو هوم باقي سڄو وقت پنهنجي روءِ سوءِ پيو گذاريندو هوس. گلن ۽ مورتن رکڻ جي موڪل ملي هيم پر انهن کي سينگاري ناهي رکڻ تي جيل وارن کي شايد اعتراض هو جو هڪ دفعي منهنجي هڪ ٻئي دوست کي اشاري ۾ چيائون تہ جيل جي ڪوٺي اهڙي سجايل ۽ سينگاريل نہ هئڻ گهرجي. هن ويچاري وٽ تہ نڪي هوا گل نڪي تصويرون. رڳو ڏندن جو برش، ڏاڙهي ڪوڙڻ جو سامان، وارن جي تيل جي ٻاٽلي، خود نويس قلم وغيره هئس جي ڊولائتي نموني ٺاهي رکيا هئائين. جيل ۾ ماڻهو هٿين خالي، نلهو پالهو رهي ٿو جنهن ڪري خسيس شيون بہ قيمتي ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. اهو انهيءَ ڪري ٿئي ٿو جو انهن عيوض ٻيون شيون رکي نٿيون سگهجن. رواجي ريت ڪيئي شيون جي هوند ردي سمجهي ڪٽي ڦٽي ڪجن سي بہ ساهہ سان سانڍجن ٿيون ۽ ماڻهو انهن کي گڏ ڪرڻ جي فڪر ۾ رهي ٿو. عجب تہ جيل ۾ جتي ڪابہ ڪارگر قيمتي چيز رکي نٿي سگهجي اتي بہ شين هٿ ڪرڻ ۽ ملڪيت ڪرڻ جو سنسڪار پنهنجو اثر ڏيکاري ٿو.

ڪڏهن ڪڏهن تہ حياتيءَ جي شوق ذوق لاءِ اچيو اُڪير پيدا ٿئي ۽ يارن دوستن سان گفتگو ٻارن سان راند روند ۽ گهرو جيوت لاءِ جيءُ پيو تڙڦي. اخبار ۾ مورت يا عڪس ڏسي نوجوانيءَ جو ٻي فڪر ۽ نشچنت زمانو اکين اڳيان ترِيو اچي ۽ سڄو ڏينهن آسنتوش ۽ آنڌ مانڌ ۾ گذريو وڃي.

جيل ۾ مان هر روز ڪجهہ وقت ڪتيندو هوس چاڪاڻ تہ سمورو وقت دماغي ڪم ڪرڻ نقصانڪار آهي. سڄو ڏينهن لکڻ پڙهڻ بعد ڪلاڪ سوا ڪتڻ مان ٻُت کي آرام ايندو هوم. مون وٽ ڪتابن جي ڪمي ڪانہ هئي پر ڪڏهن ڪڏهن عملدارن جي جهالت سبب بلڪل غير سياسي

ڪتاب بہ روڪي ڇڏيندا هئا. تنهن هوندي بہ مون سان خاص رعايت ڪئي ويندي هئي. ٻين سان سرڪار جي روش ٻئي نموني جي هئي. هڪ دفعي بنارس جيل ۾ هڪ اول درجي ڪانگريسيءَ کي سرڪاري رپورٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيائون ڇاڪاڻ تہ ان ۾ هندوستان جي آئينده نظام نسبت رٿون ڏنل هيون. جن ڪتابن تي اعتراض نہ ورتو ويندو آهي سي اڪثر ناول ۽ ڏرمي پستڪ آهن. ڏسو تہ انگريز سرڪار کي اسان جي جدا جدا نموني جي ڌرمن، مذهبن، متن وغيره جي پرچار ۽ تبليغ جي ڪيڏي نہ اوٌن آهي! خير قيديءَ جي زندگي ۾ اُن جي حقن واسطن جو ورنن ڪرڻ هن ملڪ ۾ فضول آهي ڇاڪاڻ تہ خود جيل کان ٻاهر هندوستان ۾ سوين اعليٰ درجي جا ڪارگر ڪتاب ۽ مخزن داخل ٿي نٿا سگهن. جيلن اندر ڪٽي ڇنڊڇاڻ تہ ٿيندي آهي يعني تہ ڇڪاس ٿيل ڪتابن کي وري ڇڪاسي انهن مان ڪن کي جيل اندر داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني وڃي ٿي. تفتيش يا ڇڪاس هڪ احمقانہ فعل آهي جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو فقط هڪ قسم جا رايا ۽ خيال ماڻهن اڳيان رکيا وڃن ٿا جنهنڪري ڪين غلط ۽ صحيح، سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ پنهنجو پاڻ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جو موقعو نٿو ملي. جج قيديءَ جي بُت کي بند رکڻ جي سيڪت ڏيئي سگهي ٿو ۽ درحقيقت جيل جي مراد بہ اها آهي تہ ماڻهو ٻاهر رهي سرڪار يا سماج خلاف ڪارروائي نہ ڪري. پر هتي تہ سرڪار ماڻهن جي من کي بہ گهٽڻ ٻوساٽڻ گهريتي جو قانون جي خلاف آهي. نيويارڪ جي سِنگ سِنگ جيل ۾ هڪ دفعي اهو سوال اُٿيو تہ ڪميونسٽي خيال وارن کي ڪميونسٽي اخبارون ۽ ڪتاب ڏجن يا نہ؟ آمريڪا جا حاڪم ۽ سرمائيداري ڪميونزم جا سخت وروڌي آهن سو هنن جي مرضي نہ هئي تہ ڪميونسٽ ساهتيہ جيل ۾ داخل ٿئي. پر مخالفت هوندي بہ اختياريءَ وارن کي اهو اصول قبول ڪرڻو پيو تہ قيديءَ کي اختيار آهي تہ پنهنجي مرضيءَ پٽاندڙ ڪهڙي بہ قسم جا ڪتاب ۽ مخزن پڙهي. هتي هندوستان ۾ فڪري آزاديءَ جو سوال اُٿي نٿو سگهي ڇاڪاڻ تہ ڪتاب ۽ اخبارون تہ بجاءِ خود پر ٻي ۽ ٽين ڪلاس جي قيدين کي لکڻ لاءِ قلم مس بہ نٿو ڏنو وڃي. ڪلاس نمبر ٻهرين وارو قيدي ڏهن هزارن مر هڪ مس ٿيندو. رواجي ريت قيديءَ کي لکڻ پڙهڻ جي هرڪا سهولت ملڻ

گهرجي، چاڪاڻ تہ ان مان سندس دل ۽ دماغ کي تربيت ملندي ۽ ممڪن آهي تہ هو ان سبب سماج لاءِ ڪارگر ماڻهو ثابت ٿي پوي. هن ملڪ جي دورانديش سرڪار کي ان مان رڳو خطرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ سمجهي ٿي تہ جيترا پڙهيل ماڻهو وڌيڪ اوترو آئينده سرڪار لاءِ مشڪلاتون وڌيڪ. تازو صغير قيدين کي پڙهڻ جي اجازت ڏني اٿن. اڳ ڪيترن کي خيال وينل هو تہ قيدين کي پڙهڻ ڪان عار آهي جا حقيقت ناهي. مون اکين ڏٺو آهي تہ موقعا ملڻ سان ڪيترا قيدي حد درجي ڪوشش ڪري وڏي اتساهہ سان لکڻ پڙهڻ ۾ لڳي وڃن ٿا ۽ ڪي تہ اهڙا بہ آهن جو رات جو دير تائين فانوس جي جهڪي روشنيءَ تي اکرن سکڻ لاءِ نُور پيا نچوئين.

مون ڏٺو تہ اڪيلائيءَ جو گهڻو وقت لکڻ ۾ گذارڻ من جي صحت لاءِ مفيد آهي سو اندرا ڏي خطن لکڻ جي بهاني دنيا جي تواريخ لکڻ جي مشغولي پاڻ لاءِ ڳولي ڪڍيم. ائين ڪرڻ سان منهنجو گهڻو وقت ماضيءَ جي ڪارنامن تي غور ڪرڻ ۾ گذري ويندو هو. ڪتاب بہ جام پڙهندو هوس. ملڪن، جيلن، ساگرن جا تصويرن وارا ڪتاب ۽ سفرناما ڏاڍا وڻندا هيم. سمجهو ٿا تہ جيل جي ڪوٺڙيءَ اندر جتي گرمي 115 درجي کي وڃي پهچي ٿي اتي جبلن تي برف ۽ ٿڌ جا نظارا ڏسڻ ۽ اڳيان زمانا اوسارڻ مان ڪيڏو نہ مزو ايندو هوندو! نقشن جي ائٽلس سان تہ خاص رهاڻيون ڪندو هوس. پڙين تي هٿ رکي چتائي ڏسندو هوس تہ هي برلين آهيءِ هيءَ پيرس، ۽ ساون رنگن ڏانهن آڱر کڻي اندر ۾ چوندو هوس تہ فلاڻي وقت فلاڻي جهاز ۾ چڙهي هي سمنڊ پار ڪيو هوم. ائين پور پچائيندي دنيا جا نظارا ۽ مڪان نظر مان ڪڍندي گذشتہ جا تواريخي ڪارناما ياد پوندا هئا ۽ اوچتو اندر ۾ بي آرامي ۽ آنڌ مانڌ اٿپن ٿيندي هئي تہ ٻاهر جيڪو انسان ذات جو رنگين جلوس پيو هلي ان ۾ وڃي شامل ٿيان. پر جيل جون پٿيون ڏسي ملال وڌي ويندو هوم ۽ لاچار نئين سر روزاني ڪرت کي لڳي ويندو هوس.



# جيل اندر جانور

ساڍا چوڏهن مهينا ديرادون جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ رهڻ سبب مان پاڻ کي ان جو هڪ جزو سمجهڻ لڳس. مون کي انهيءَ ڪوٺيءَ جو ذرو ذرو دل تي اڪريل آهي. پوچي ڏنل پيت، اڻ لسو پٽ، ڇت جي سري ڪاڏل ڪامن تي نشان، چگهه، چتا جاچي چڊيا هئم. اگڻ ۾ ڪتي ڪتي گاهه مٿ ۾ ٽڙيل ٽابڙيل پٽر کي جهوني دوست وانگر ڪيڪاريندو هوس. ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلو ڪونه هوس. چيلاٽا ۽ ڏينيو ڇت ۾ مانارا ناهي وينا هئا ۽ ڪرڙيون ۽ سانڊا ڪامن پنيان لڪل ٻرن مان نڪري رات وڳڙي شڪار ڪندا هئا. جيڪڏهن ماڻهوءَ جا ويچار ۽ اُمنگ استول شين تي اُڪري ويندا هجن ته مون کي خاطري آهي ته انهيءَ ننڍي ڪوٺيءَ جي خاڪ جو ذرو ذرو انهن سان لبريز هوندو.

ديرادون ۾ ننڍو جيلخانو آهي. ٻين هنڌ هتي ڪان بهتر مڪان رهڻ لاءِ مليو اتم پر هتي هڪ سهنج آهي جو ٻين هنڌ ڪونهي. ديرادون جيل جا ٻه ياگا آهن. هڪ اندريون، ٻيو ٻاهريون، احاطي جي ننڍيءَ پت اندر ٻاهريون جلي آهي جتي فرنگي قيدي ۽ عملو رهندو آهي. مان اندرين جيل ۾ هوس جنهن ۾ هوا خوريءَ جيتري جڳهه ڪانه هئي جنهن ڪري جيل جي وڏي در ٻاهران اسان کي ورزش ڪرڻ جي اجازت ڏني هئائون. اسين احاطي جي ديوار ڪان ٻاهر نڪري نه سگهندا هئاسون پر تنهن هوندي به پريان پهاڙن، ڪيتن، ٻنين ۽ سڙڪ وغيره جو نظارو ڏسڻ ۾ ايندو هو. صبح ۽ شام جو سيني اَي ۽ بي ڪلاس جي قيدين کي اجازت هئي ته انهيءَ در ٻاهران وچي گهمن ۽ ڊوڙون پائن. اهي ماڻهو جي مهينن جا مهينا ڪوٺيءَ جي چار ديواريءَ اندر بند نه رهيا آهن تن لاءِ اهو سمجهڻ مشڪل آهي ته ٻاهر گهمڻ ۽ کليل آسمان ۽ زمين ڏسڻ جو من تي ڪيڏو نه اثر آهي. مان جيل جي پيتين ڪان ٻاهر نڪرڻ تي ڏاڍو خوش ٿيندو هوس ۽ مينهن جي وسڪارن ۽ گوڏي

جيڏي پاڻيءَ جي پرواهہ نہ ڪري ڪليل ميدان تي نڪري ايندو هوس. اهڙن ڏينهن تي ڪهڙي بہ هنڌ نڪري وڃڻ آءٌ جيڪر پسند ڪريان ها پر هتي تہ هماليہ پربت جون بلنديون هيون جن ڏسندي نيڻ پيا ٺرندا هئا ۽ جيلي جيوت جو ٽڪ لهي ويندو هو. مون کي انهن پهاڙن سان محبت هئي. خاص ڪري انهيءَ زماني ۾ جڏهن ملاقاتون ۽ خط پٽ بند ڪري ڇڏيا هئم. تڏهن اهي ڏسي مون کي تسڪين ايندي هئي. ڪونڙيءَ مان پهاڙ ڏسبا ڪونہ هئا پر هو منهنجي من ۾ پيا وسندا هئا. سمجهندو هوس تہ پر ۾ بيٺا آهن جنهن ڪري انهن جبلن ۽ منهنجي وچ ۾ گويا هڪ قسم جو سنيهہ ٻجهي ويو.

"پکين جا ولر اوچي آڪاس ۾ اُڏامي دو ديس پرواز ڪري ويا
هُو بيگانو تنها ڪڪر بہ هتان گذر ڪري
الائي ڪٿي جهنگ مُنهن ڏئي ويو
پر چُنگ تنگ چوٽي جا پريان سس ڪڏيو بيٺي آهي
تنهن سان مان رهاڻ وينو ڪريان

۽ اسين ٻئي بہ جٹا جبل ۽ مان۔ هڪ ٻئي سان حال اوريندي ڍاپون ئي نٿا"

چيني شاعر لِي تائي پو وانگر چوڻ تہ جبل مان ڍاپان نٿو سو مون لاءِ مشڪل آهي پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ جبل جي ويجهڙائي مُنهن جي من کي شانتي بخشيندي هئي. جبل جي سالم بيهڪ ۽ استقامت لکين ورهين جي تجربيڪار اک سان نظر نوائي منهنجي چنچل چت ۽ آسنتوش هردي تي گويا خندو ڪندي هئي ۽ مان اهو محسوس ڪري پنهنجي تتل هردي کي سيتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس.

ديرادون ۾ بهار جي مند کي پنهنجو لطف آهي. چگو وقت جٺاءَ تي ڪري هن دفعي سياري وڻن جا گل پن ڪيرائي شاخن کي ننگو ڪري ڇڏيو هو. جيل ٻاهران پپل جا چار وڏا درخت هئا پر منجهن نالي ماتر ايڪڙ ٻيڪڙ پن وڃي رهيو هو. لنڊا لنب ٽيو بهار جي هير جو انتظار ڪري رهيا هئا تہ منجهن نئين جان ڦوڪي، نس نس ۾ قوت آٽي. مون ڏنو تہ اوچتو ئي اوچتو پرڪرتيءَ سندن جسي اندر گيت آندولن آندي ۽ هر صبح جو سهٹا ساوا ننڍا پن اُسرندا ڏسي عبرت وني ويم. اهو دلڪش ۽ روح انگيز نظارو

هو. پوءِ تہ تڪڙا تڪڙا لکن جي تعداد ۾ پن ويا نڪرندا ۽ سج جي روشنيءَ ۾ چلڪڻ ۽ هير سان رانديون ڪرڻ لڳا. تحقيق، گونج مان پن ۽ گل ٿيڻ جو سلسلو عبرت خيز آهي. هن ڪان اڳ مون ڪڏهن جاچي نہ ڏٺو هو تہ خزان جي موسم ۾ ڪشمير جي پهاڙن وانگر انب جا تازا ڦنندڙ پن بہ ٻاڙهسرا ۽ ڦهوي ٿيندا آهن. افسوس، سندن رنگ جهت ۾ بدلجي سائو ٿيو پوي.

ساوڻ جي مند گُهٽ ۽ گرمي گهٽائي ٿي تنهن ڪري وٽندڙ آهي، پر ديرادون ۾ اندر ديوتا جو ڏيرو آهي جنهن ڪري پهريات وارن پنجن ڇهن هفتن اندر پنجاهہ سٺ انچ برسات پئجيو وڃي. توهين سمجهي سگهو ٿا تہ هفتن جا هفتا ڇت مان ٽِمندڙ درين مان وسڪارا ڪندڙ مينهن جي وچ ۾ ننڍي ڪوٺڙي اندر پورجي وهڻ مسخري ناهي. بنهہ بِر ٿيو پئجي ۽ مونن ۾ مُنهن وجهي برسات بند ٿيڻ جا خواب پيا لهجن. سرءُ ۽ سياري ۾ جڏهن برسات نہ پوندي هئي تہ مزو ايندو هو. رعد جي رڙ سرد هوا جي سياٽ ۽ برسات جي وسڪاري کان بچڻ لاءِ پڪي عمارت ڪپي جنهن ۾ ماٺهو پاڻ کي ڪوسو ۽ آرامي رکي سگهي. هتي تہ ڪڏهن ڪڏهن ڇدن جيڏا ڳڙا وسندا هئا. اسان جي ڇت مٿان لوهہ جا پرچ چڙهيل هئا سو ڳڙن وسڻ سان توپخاني جي گوليباريءَ مثل گهمسان شروع ٿي ويندو هو. هڪ دفعي ڪرسمس کان هڪ ڏينهن اڳ سڄو ڏينهن ڳڙا ۽ برسات پئي پيا. ٿڌ بہ چوي تہ اڄ پوان! سو سڄو ڏينهن پاڻ کي سرديءَ جي سٽ کان بچائڻ لاءِ پئي جتن ڪيم. شڪر جو سانجهن جو سج نڪري نروار ٿيو ۽ جڏهن ڏٺم تہ ٽڪرين تي برف جي چادر وڇائجي وئي آهي تہ خوشيءَ وچان پاڻ ۾ نٿي سمايس. ٻئي ڏينهن تي آڪاس نرمل ۽ پهاڙن جو درشيہ اَتي سندر ۽ منوهر هو.

جيل ۾ ماڻهوءَ کي گهڻو وقت واندو ٿو ويهڻو پوي جنهنڪري من سياويڪ وڃيو ننڍين ڳالهين ۾ کپي. مان نہ رڳو فطرت جا ڦرندڙ گهرندڙ رنگ روپ جاچيندو هوس پر ڪوٺڙي ۽ اڱڻ اندر جي جيت ۽ پسون ايندا هئا تن جو پڻ دقيق ملاحظو ڪندو هوس. مون ڏٺو تہ مان اڪيلو نہ هوس پر مون سان ڪيئي ٻيا ساهوارا بہ ساڳئي مڪان ۾ همنشين هئا. ڪي اُڏامندڙ ڪي گهمندڙ ڪي چرندڙ جيو هئا. هنن مون سان ڪوئنس بازي نٿي ڪئي سو مون بہ ساڻن هٿ چراند ڪرڻ واجب نہ سمجهي. باقي مکين مڇرن

مُگهٽن ۾ اسان وچ ۾ دائمي خونخوار جنگ هلي ايندي هئي. چيلاٽن ۾ ڏينهن کي بہ چيڪ چڏي ڏنو هوم. رڳو هڪ دفعي اسان وچ ۾ ترشي پيدا ٿي پئي چاڪاڻ تہ هڪ ڏينهن شايد ٻُل مان مون کي ڏنگي وڌو. پهرين تہ ڪاوڙ وچان مٽن ڪاهي ويس ۽ جڻ ٻچي ناس ڪري ڇڏيان ها پر هو بہ ڪي گيدي ڪونہ هئا. مڙس ٿي مقابلو ڪيائون سو مون بہ سندن دليريءَ ۾ ماناري اندر ٻچن جو خيال ڪري کين ڇڏي ڏنو. البت وري اهڙي قسم جي گستاخي ڪن ها تہ ٻارين ٻچين گهر مان نيڪالي ڏيئي مانارا ڊاهي ڇڏيان ها. پر ان بعد سال سوا ۾ تہ هنن اشرافن ٻيهر مون سان چرچ نہ ڪئي. چمڙا مون کي ڏنا ڪونہ وٽندا هئا پر لاچار درگذر ڪري ويندو هوس. نماشام جو بنا آواز پيا اوپارا لهوارا لامارا ڏيندا هئا. ڪڏهن تہ منهنجي مُنهن کان انچ اڌ جي فاصلي تي لنگهي ويندا هئا ۽ ڊپ ٿيندو هوم تہ متان مون سان ٽڪري نہ پون. چمڙا بلڪل عجيب جانور آهن. ٻاهرين اڱڻ ۾ مٿي آسمان ۾ وڏا چمڙا جن کي پروازي لومڙ چوندا آهن سي پيا اُڏامندا هئا. ڏينهن جو ماڪوڙا ۽ ڪِوليون جاچيندو هوس ۽ سانجهن جو چچين کي ڏسندو هوس جي شڪار جي ڳولا ۾ مشغول هونديون هيون ۽ رکي رکي پچ اهڙي مسخري نموني پيون ورائينديون هيون جو کل اچي ويندي هئي. مون ڏٺو تہ چچي ڏينهن کان پاسو ڪري ويندي هئي پر اتفاق سان جي ڪو ڏينهو ڦاسائيندي هئي تہ ڳتر کان جهليندي هيس. ڏنگ جو ڊپ هوس يا اتفاقاً ائين ڪندي هئي سو مان چئي نٿو سگهان. خاص ڪري وٽن جي پير ۾ نوريٽڙا بہ گهٽيئي هوندا هئا جن کي ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙي جرئت ٿيندي هئي جو بلڪل پير ۾ اچي ويهندا هئا. لکنؤ جيل ۾ مان ڳچ وقت بنا ڇُرڻ پُرڻ جي پڙهڻ ۾ مشغول هوندو هوس تہ اتي منهنجي گوڏي تي چڙهي هيڏانهن هوڏانهن ڪنڌ ورائي چڪاس ڪرڻ ۾ لڳي ويندا هئا. اتفاق سان سندن اکيون وچي منهنجي اکين سان ملنديون هيون ۽ سُوجهہ پوندي هين تہ مان وڻ ناهيان. بس پوءِ تہ منٽ اڌ ڊپ وچان حوصلا خطا ٿي ويندا هئن ۽ چُري پُري نہ سگهندا هئا پر پوءِ دل جهلي ڀڄي ويندا هئا. ڪڏهنَ تہ وٽن مان ٻچڙ نوريٽڙا ڪري پوندا هئا. سندن ماءُ جهٽ ۾ پڄندي ايندي هئي ۽ ٻچي کي ڪينهونءَ وانگر گول ڪري گهر کڻي ويندي هئي. اتفاق سان مائر ٻچا لهي نہ سگهنديون آهن. اسان کي تي اهڙا

يتيم هٿ چڙهي ويا پر هو اهڙا تہ پتڪڙا هئا جو اسان کي ڪل ئي نٿي پئي تہ ڪين ڪارائجي ڪيئن؟ نيٺ حرفت ڪري رستو ڳوليو لڌوسون ۽ خود نويس قلم ۾ مس وجهڻ واري شيشي جي نليءَ ۾ ڪاڌو وجهي پچڪاريءَ وانگر ٻوٽ مان ڪارائڻ لڳاسونس. آلمورا ڪانسواءِ ٻين جيلن ۾ ڪبوتر عام جام ٿيندا آهن. سانجهين جو هنن جا ولر اُڏامندا ڏسبا آهن. ڪڏهن ڪڏهن جيل جا عملدار گولي هڻي شڪار ڪندا اٿن. ميناڻون بہ هن پاسي گهڻي ئي ٿينديون آهن. ديرادون جيل ۾ ٻن ميناڻن منهنجي ڪوٺيءَ جي در مٿان آکيرو ٺاهيو هو ۽ مان هنن کي هر روز ڪاڌو کارائيندو هوس. ٿوري وقت ۾ هو هري ويون ۽ ڪاڌي وقت پنهنجو پاڻهي منهنجي اڳيان ويهي مُنهن کي مچڪا ڏيڻ ۽ چُون چُون ڪرڻ سان ڪاڌو طلبينديون هيون. نيني جيل ۾ هزارين چتون ٻوراڪ جي سوراخن ۾ آکيرا ٺاهي وينا آهن. هنن جي عشق بازي بلڪل عجيب آهي. ڪڏهن تہ ٻہ نر چتون هڪ ماديءَ تان اچيو وڙهن ۽ چهنبن سان هڪ ٻئي کي ڦٽيو وجهن. مادي مزي سان ويني رنگ ڏسي ۽ لڙائي خلاص ٿيڻ بعد ڪٽندڙ ڏُر سان وڃو سنگ ڪري. ديرادون ۾ قسمين قسمين پکي آهن جن جي چُون چُون، ٽڪلو ٽڪلو ۽ چونگهار وڻندڙ آهي پر ڪوئل جو سوز ڀريو آواز ٻين ڪان وڌيڪ چٽو ۽ تيز ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي. سانوڻ جي مند ۾ "مٺي سُور پکي" بہ هٿي ايندا هئا. مون ڏٺو تہ حق تہ سندس نالو "مٺي سُور" رکيو اٿن چاڪاڻ ڏينهن رات. مينهن اُس ۾ بنا بيهڪ هي يار پنهنجو رينگٽ هلائيندو اچي. جيل ۾ اهي سيئي پکي اسين ڏسي ڪونہ سگهندا هئاسون چاڪاڻ تہ اُتي وڻ ڪونہ آهن پر سندن آواز اسان وٽ ڪجي ايندا هئا. البت سرٽين ۽ بازن جي ڪمي ڪانہ هئي ۽ اسين ڏسندا هئاسون تہ هو ڪيئن مٿي اُڏامي هوا جي لهر ۾ ڪجيو وڃن يا لامارو ڏئي. تہِ هٺي، اک ڇنڀ ۾ اُڏريو وڃن.

بريلي جيل ۾ باندرن جي بيٺڪ هئي. باندر بلڪل حرڪتي جانور آهي. هڪ دفعي هڪ ٻچڙ اسان جي اڱڻ ۾ گهڙي آيو ۽ موقعو ويل وس هلائيندي بہ ديوار چڙهي نٿي سگهيو. وارڊر ٻين قيدين جي مدد سان ڪيس پڪڙي ڳچيءَ ۾ رسي ٻڌي. باندر جي ماءُ پيءُ ڪو ويني وڻ تان ٽيٽ رکي. بس پوءِ تہ ڪاوڙ وچان هڪ وڏو باندر ٽپ ڏيئي قيدين جي وچ ۾ ڪاهي پيو.

سندس شجاعت ڪمال درجي جي چئبي ڇاڪاڻ تہ ڪيترن قيدين جي هٿ ۾ لنيون سونتا هوا جي پٽي ڦيرايائون. باندر جي ٻي ڏپائي ۽ همت اڳيان هيٽرن مڙسن جي دال نہ ڳري ۽ هو لنيون ڇڏي پڇي ويا ۽ باندر پنهنجو ٻچو وٺي رمندو رهيو.

برسات ۽ طوفان بعد ڪوٺيءَ ۾ وڇون ڏسبا هئا. مان خوش نصيب چئبس جو مون کي ڪڏهن ڏنگ نہ لڳو جيتوڻيڪ ڪڏهن هنڌ ۽ ڪتابن مان بہ وڇون نڪري ايندا هئا. مون هڪڙو وڏو ڪارو وڇون پڪڙي شيشي ۾ بند ڪري رکيو هو ۽ مکيون ۽ ٻيا جيت خوراڪ لاءِ ڏيندو هوسانس. هڪ ڏينهن ڇا ڪيم جو ڇيلهہ ۾ ڌاڳو لٽڪائي ڇڏيومانس. ڏنم تہ ٿوري وقت ۾ هو گُم ٿي ويو. سڄي ڪوٺي ور ور ڏٺي جاچي ڀاري ڏٺم پر هو وري نہ نظريو. مون کي ڊپ هو تہ متان اوچتو ڏنگي نہ وجهيم. منهنجي ڪوٺيءَ جي پر ۾ ٽي چار بلائون بہ ڏسڻ ۾ آيون هيون. اخبار وارن ان تي هيا هو مچائي ڏني پر جيل اندر اهڙا جانور ڏسڻ هڪ قسم جي وندر آهي. منهنجو مطلب اهو ناهي تہ نانگ سان نينهن اٿم. مون کي سندن زهر جو اهڙو ئي ڊپ آهي جهڙو ٻين کي، پر نانگ ڏسڻ سان وايون بتال ڪونہ ٿينديون اٿم. سچ پڇو تہ مون کي نانگ کان وڌيڪ سؤ پيريءَ جو ڊپ ٿيندو آهي. هن جي شڪل وحشت خيز آهي. علي پور جيل جي ڪوٺيءَ ۾ هڪ رات جو هنڌ ۾ پير وٽ ڪا شيءِ چرندي محسوس ڪيم. فوراً ٽارچ ٻاري ڏٺم تہ مار هڪ سؤ پيري پٽي لنگهي. ڪندا اعتبار تہ بنا سوچ ويچار اچانگ ماري ايڏو تہ ٽپ ڏنم جو مٿو ذري گهٽ ڇت سان وڃي لڳو.

ديرادون جيل ۾ هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ وٽ هڪ عجيب جانور ڏٺم جو ساندي ۽ ڪچُوءَ جو ميلاپ ٿي ڏسڻ ۾ آيو. ڊيگهہ ۾ اٽڪل بہ فوٽ، پٺ تي ڪچئون وانگر سخت ڊال جهڙا زرهہ جا تڪر. پيرن ۾ وڏا چنبا هيس. هن بدزيب جانور جي مالڪ هن کي ڊيري وانگر ويڙهي، وچين وٿيءَ مان لٺ تي اٽڪائي ڇڏيو هو. اسان پڇيس تہ هن کي ڇا لاءِ ائين ڪنيو اٿئي تہ جواب ڏنائين تہ هن مان ٻوڙ ناهي کائيندس.

جيل اندر قيدين جا جذبا دٻيل هئڻ سبب منجهن سدائين محبت جي ٻُک رهي ٿي. ڪيترا قيدي انهيءَ ڪري ڪي جانور پاليندا آهن. رواجي قيدي کي جانور رکڻ جي موڪل ناهي پر قيدي اوورسيرن تي اهڙي قسم جي

بندش ڪانهي. مون ڏٺو تہ ڪي نوريئڙا پيا پالين تہ ڪي ٻليون. اختياري وارا ڪتا پالڻ نہ ڏيندا آهن. هڪ دفعي ڪن ڪتن سان ديرادون جيل ۾ اچي پلئو اڙيم. هڪ عملدار وٽ هڪ ڳورهاري ڪتي هئي جا بدلي ٿيڻ بعد جيل ۾ نڌڪي ڇڏي ويو هو. ويچاري بک پئي مُئي. ڪڏهن ڪنهن وارڊر وٽان ٽڪر ڳپو ملي ويندو هوس باقي ٻيو ٿيو پلو. مان جيل جي ٻاهران لاڪپ ۾ هوندو هوس سو ڪاڏي لاءِ اها ڪتي مون وٽ ايندي هئي. مان روز باقاعدي کيس ڪاڌو ڏيندو هوس. ٿوري وقت ۾ هڪ ننڍيءَ ناليءَ جي پل هيٺان وچي پلونگڙا ڄڻيائين. ڪيترا پلونگڙا تہ ڪجي ويس. باقي تي وچي بچيس جن کي مان ڪاڌو پهچائيندو هوس. انهن مان هڪ پلنگڙو سخت بيمار ٿي پيو جنهن جي سنڀال ۾ پرگهور لهڻي پيم. ڪڏهن ڪڏهن تہ رات جو درجن دفعا اُٿي سندس سنڀال لهندو هوس. شڪراني جو ايڏي سنڀال ڪرڻ سبب بچي پيو.

جيل کان ٻاهر جانورن کي جاچي ڏسڻ جو موقعو ڪڏهن نہ مليو هوم. ڪتن جو شوقين هوس ۽ ڪي ڪتا پاليا بہ اٿم پر گهڻي ڪم سبب سندن سنڀال ڪري نہ سگهندو هوس. هتي جيل ۾ انهن جانورن مون کي، وقت گذارڻ ۾ گهڻي مدد ڪئي. هند واسي اڪثر جانور نہ پاليندا آهن. هندن جي مت موجب ديا ۽ اهنسا پرمو ڌرم آهي پر تنهن هوندي بہ جانورن سان روش نرد ئي نموني جي اٿن. ڳانءِ جنهن جي ڪيترا تہ پوڄا ٿا ڪن ۽ ڪن حالتن ۾ تہ اُن لاءِ لنيون هڻي ماٿو ماريو وڃهن تنهن سان بہ ڪا چڱي روش نہ اٿن. ڏسجي ٿو تہ هندن وٽ پوڄڻ جو ديا ڏيکارڻ سان لاڳاپو بنهہ ڪونهي.

جدا جدا ملڪن جي قومن پنهنجي قوميت جي نشاني ڪنهن جانور جي شڪل رکي آهي. شايد اُن مان سندن چرتر يا لالسا بکي ٿي. مثلاً جرمني ۽ آمريڪا جو شهباز انگريزن جو شينهن ۽ ڪتو فرانس جو ويڙهو ڪڪڙ ۽ روس جو رڇ. انهن جانورن جو انهن ملڪن جي قومي اخلاق تي ڪهڙو اثر آهي سو چوڻ مشڪل آهي. پر اهي سڀيئي جانور خونخوار ۽ جنگجو آهن ۽ جيڪي انهن کي پنهنجو نشان ڪري رکن ٿا سي بہ ساڳي اخلاق پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هوندا. انهيءَ ۾ بہ عجب ڪونهي تہ هندن جو اِشٽ ديو ڳانءِ آهي جا ڪاڻ تہ هو بلڪل نرم دل ۽ اهنسڪ قوم آهن.



# لڙائي

هند سرڪار ملڪ ۾ رڻ ڀاري ڏنو هو. اسان کي اڳيئي معلوم هو تہ حڪومت جو بنياد ڏاڍ ۽ دٻاوَ تي ٻڌل آهي پر صلح جي زماني ۾ جڏهن حاڪمن کي لهر لوڏو ڪونهي تڏهن ڪيترا ڪم عقل سمجهندا آهن تہ حڪومت عدل ۽ قانون تي مبني آهي. اسان کي خوشي هئي تہ هينئر سرڪار جي مُنهن تان نقاب لهي ويو هو ۽ هوءَ پنهنجي ذاتي ننگي صورت ۾ ڏيکاري ڏيئي رهي هئي. پر هڪ ڳالهہ وِسارڻ نہ گهرجي تہ شمشير جي زور سان فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي پر اُن جي نوڪ تي ويهي حڪومت هلائڻ غيرممڪن آهي. اسان کي فخر هو تہ اسان جا هم وطني پائر ۽ پيئر ورهين کان پڪي پائي تي بيٺل زبردست سلطنت جو پنهنجي روءِ سوءِ باامن ۽ اهسنڪ نموني مڙس ٿي مقابلو ڪري رهيا هئا. اسين جيلن ۾ هئڻ سبب سڌيءَ ريت ڪجهہ ڪري نٿي سگهياسون پر تنهن هوندي بہ اسان جي آتما پرسن هئي تہ گيدي ۽ ڪانئر بڻجي وحشي طاقت اڳيان سر نہ جهڪايو اٿئون ۽ نڪي پنهنجي کل بچائڻ خاطر ديس کي ڌارين وٽ گروي رکيو اٿئون. اسان کي وشواس هو تہ ڪيترن جيل کان ٻاهر رهندڙ ديس واسين کان اسين جيل اندر وڌيڪ شيوا ڪري رهيا هئاسون. ائين برابر آهي تہ انساني قوت قليل آهي جنهن ڪري اسان مان ڪن جو ٻُت جُهري پيو يا مري ويا يا اسان جي برادري ترڪ ڪيائون يا ماڳهين اسان جي اعليٰ اصولن سان غداري ڪيائون پر جيسين اسان جو اُديش اُتم ۽ آتما نرڀئہ هئي تيسين ڪمزورين ۽ ناڪاميابين هوندي بہ اسان جو جهنڊو بلند رهيو. اسين جيڪڏهن پنهنجي عالم آشڪار اصولن کان منحرف ٿيون ها يا پنهنجي بنيادي حقن کي ڪسو ڪريون ها تہ انياءَ ۽ ڪڪرم اڳيان ذليل بڻجي سيس نوائي آديس ڪريون ها تہ اُن ۾ اسان جي هار هئي ڇاڪاڻ تہ دشمن جي تلوار جو زخم ڇٽائڻ آسان آهي پر هٿ جي وڍيءَ جو نڪو آهي ويج نڪو طبيب.

ائين برابر آهي تہ ملڪ اُلٽ پلٽ ڏسي ۽ پنهنجون ڪمزوريون محسوس ڪري اسان ۾ بيزاري ۽ خستگي پيدا ٿيندي هئي پر ساڳئي وقت هم وطنين جي همت ۽ قرباني ڏسي فخر ٿيندو هو تہ اسين اهڙن دلير سپاهين جي فوج جو جزو آهيون.

سول نافرماني جي زماني ۾ ٻہ دفعا سالياني ڪانگريس اجلاس ڪوٺائڻ جي ڪوشش ڪئي هئائون. ڪليءَ ريت اجلاس سڏائڻ غير ممڪن هو ڇاڪاڻ تہ سرڪار رواجي ميڙن تي لٺيون هلائي ڇڙوڇڙ ڪري ٿي ڇڏيا. عجب اهو آهي تہ ايڏي سخالفت هوندي بہ انهن ٻن اجلاسن تي سڄي هندوستان مان هزارين عيوضي آيا. گڏيل پرانت اُن ۾ خاصو ٻهرو ورتو مون کي فخر آهي تہ منهنجي ٻڍي ضعيف ماءُ بہ پنڊت مالويہ سان گڏجي ڪلڪتہ واري اجلاس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ اُسهي. کين آسانسول وٽ گرفتار ڪري هفتو سوا جيل ۾ رکيائون پر جيل جي امان کي پرواهہ ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ سندس پٽ، ٻہ ڌيئر ۽ ٻيا ويجها عزيز خويش اڳيئي جيلن ۾ باند هئا جنهنڪري اڪيلو گهر کائڻ ٿي آيس.

سخت ڪشمڪش بعد قومي تحريڪ تڏيري ۽ سُست ٿيڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن مشعال پڙڪو ڏئي اُٿي ٿي وري نہ روشني جهڪي ماٺ ۽ موڳي هئي. اسان کي لاچار پنهنجو من ٻين ڪمن ۾ وجهڻو پيو. مان تہ سڄي دنيا جي حالتن کي بخوبي سمجهڻ لاءِ جدا ملڪن جي قومن جو اڀياس ڪرڻ لڳس. جيل اندر جيڪي ڪتاب ٿي مليا سي پئي پڙهيم ۽ انهن مان بيحد مزو پئي آيو. اڀياس ڪندي منهنجي من جا طاق کلڻ لڳا. غبار غائب ٿيا، حقيقت جي مُنهن تان نقاب لهي ويو. مان چٽيءَ ريت ڏسڻ لڳس تہ اسان جو ملڪ دنيا جي حيرت انگيز ناٽڪ جو هڪ پردو آهي ۽ اسان جي قومي تحريڪ جهڙيون ڪيئي ٻيون مظلومن جون تحريڪون آهن جي موجوده بين الاقوامي سياست ۽ اقتصاد خلاف پيون لڙن. مون ڏٺو تہ هن عالمگير جنگ ۾ ڪروڙين انسان ٻهرو وٺي رهيا آهن. آهستي آهستي منهنجا خيال ساميواد ٿيڻ لڳا ۽ ڪميونسٽ فرقي سان خاص همدردي ٿيڻ لڳم. ڳچ وقت کان ساميواد مون کي ڇڪي رهيو هو ۽ خاص ڪري روس جي نئين نظام منهنجي من تي گهرو اثر ڄمايو هو. البت روس ۾ مخالف ڌُرين تي مارو

وروڏي ويچار تي بندش، سڄي ملڪ کي هڪ قالب ۾ وجهڻ ۽ خواه مخواه بهاني ڪُبهاني ماڻهن کي هيسائڻ ۽ آزادي نگهوسار ڪرڻ جي نيتي مون کي پسند نہ هئي. پر ساڳئي وقت مون کي اهو بہ ياد هو تہ سلطنت شاهيءَ جو بنياد هنسا ۽ دباءُ تي ٻڌل آهي. هنسا بنا اهو رت چُوس سرشتو هڪ ڏينهن بہ جالي نہ سگهندو. مون کي معلوم آهي تہ ڪي شخص ڳالهائڻ لکڻ، گهمڻ ڦرڻ وغيره تي گهٽ بندش کي سياسي آزادي سمجهن ٿا پر حقيقت ۾ ڪروڙين ماڻهن جي روزي ڪن ڳاڻ ڳٽين جي هٿ ۾ هئڻ سبب اها آزادي هڪ ملمع آهي. لوڪن کي ايتري آزادي بيشڪ آهي تہ آسمان هيٺ مزي سان پلٿي ماري ويهي ٻُڪون ڪڍن. بيءَ حالت ۾ يت چڪو پيدا ڪرڻ لاءِ نہ رڳو لوڪن کي رت چڪو ڏيکو تو پوي پر بين جي گانڌ غلامي پڻ ڪڍڻي تي پوي. سو مون کي تہ بنهي هنڌ هنسا ۽ تشدد ۽ ظلم ڏسڻ ۾ آيو. فرق رڳو ايترو هو جو شاهہ ڪار شاهي بين جي پورهئي تي پلڻ سبب بنيادي ريت هنسا ۽ دباءَ تي ٻڌل هئي پر روس ۾ سهڪار سچي آزادي ۽ امن امان واري نظام قائم ڪرڻ خاطر مخالفن سان سخت نامناسب ورتاءُ ڪيو ٿي ويو. اڪيچار مصيبتن جو مقابلو ڪري، سڄي دنيا جي مخالفت کي مُنهن ڏئي، روس ڪميونسٽ سرشتو قائم ڪيو هو. انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب جيڪڏهن ايڏي وڏي ڪم ۾ ڪي ڀُلون ٿي ويون يا خاميون رهجي ويون! مکيہ ڳالهہ آهي تہ هنن پنهنجي ملڪ ۾ نئون نظام قائم ڪيو آهي جو هينئر بلڪل تڪڙي ترقي پيو ڪري. دنيا جڏهن بيڪاري ۽ بيروزگاريءَ جي مرض ۾ مبتلا هئي تڏهن روس ئي هڪ ملڪ هو جتي جا زالون مرد سخت محنت ۽ جفاڪشيءَ سان نئين نظام جي عمارت اڏي رهيا هئا ۽ لينن جهڙي ڪبير هستيءَ کي پنهنجي قوم جو قطب بنائي روشن ۽ مجلل آئينده جو انتظار پئي ڪيائون. اسين ڏسي رهيا هئاسون تہ ساڳي وقت بين ملڪن جا ماڻهو رڳو مرده ماضيءَ جي جنازي کي تيل ڦليل لڳائي ان جي اندرين ڏپ ۽ غلاضت کي لڪائڻ ۾ مشغول هئا. مون کي مرڪزي ايشيا جي بلڪل پنتي پيل ماڻهن ۾ خاص دلچسپي هئي ۽ بولشوڪي روس جي ماتحت جا هنن ترقي ڪئي هئي تنهن منهنجي من تي گهرو اثر پيدا ڪيو هو. بين ملڪن سان ڀيٽ ڪندي ۽ اول کان آخر تائين پوتاميل ڪيندي مُون ڏٺو تہ دنيا جي

نراس ۽ اُداس ڪنڌڙا ونداهي رات ۾ روس هڪ روشن ستارو آهي جو دنيا جي مظلومن کي دلداريءَ ڏيئي ڪامرانيءَ جو سبق ٿو سيکاري.

سوويت يعني پورهيت روس پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيو آهي يا ناڪامياب سو ساميواد جي صحيح اصول تي اثر وجهي نٿو سگهي. آستاني يا سر وديسي، قومي يا بين الاقوامي سببن ڪري ممڪن آهي ته بولشيوڪ پلون ڪن يا ناڪامياب ٿين پر تنهن هوندي به ڪميونسٽي طريقو صحيح ٿي سگهي ٿو. ساميوادي مت مطابق هر ملڪ جي ترقي ڪن تواريخي ۽ اقتصادي حالتن تي مدار رکي ٿي تنهنڪري اڪيون پوري روس جي جاپ جپڻ ۽ بولشيوڪن جو نقل ڪرڻ واجب ناهي. هندوستان يا ٻيو ڪوبه ملڪ روس جي پلن مان سبق سکي سگهي ٿو. شايد بولشوڪين تڪڙو تڪڙو قدم وڌائڻ سان ڀُل ڪئي. سڄي دنيا سندن مخالف هئي تنهن ڪري ڪاهه ٿيڻ جو ڊپ هونِ. شايد ڏيرج سان فهميدي نموني قدم کڻي ٻهراڙين ۾ سڌارو آڻي ماڻهن جا ڏُک ۽ اهنج گهٽائي سگهن ها. مکيه سوال آهي ته سانتيڪي ۽ سُڌير نموني بنيادي انقلاب آڻي سگهبو؟ روس ۾ سڌاري جي منورتيءَ جو ڏيوالو اڳي ئي نڪري چڪو هو. عالم آشڪار هو ته ڍاهه ڊُوهه بنا رڳو مرمت ۽ پوچيءَ سان عمارت کي سالم ڪري نه سگهبو. لازمي هو ته هڪ ئي ڌڪ سان قديم نظام کي ڪيرائي، ماضيءَ کي دفن ڪري، مستقبل لاءِ نئين عمارت جي پيڙهه ٻڌجي. خود هندوستان اندر زمينداريءَ، شاهوڪاريءَ، ڪارخانن وغيره جو سوال فقط انقلابي نموني حل ٿي سگهي ٿو. آهستي آهستي سُڌارا ڪرڻ ۽ تبديليون آڻڻ اهڙو بيهودو آهي جهڙو اوڙاهه مان منزلون ڪري ٽپي پار پوڻ.

مارڪسزم پڙهڻ سان منهنجي مغز تان پردا لٿا ۽ گذشته زماني جي تواريخ کي بلڪل نرالي نگاهه سان ڏسڻ لڳس. تواريخ هينئر انساني زندگيءَ جو سلسليوار ناٽڪ ٿي پئي ۽ هرهڪ فعل پنهنجي ڪا مراد ۽ معنيٰ ڏسڻ ۾ آئي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته ماضيءَ جو داستان خون، ظلم، ڏُک ۽ فضوليءَ سان پُر آهي. اسان جو هلندڙ حال به ڪو بهتر ڪونهي پر هزارين خطرن ۽ رنڊڪن هوندي به انسان جو آئينده روشن آهي. اهو مان مارڪسزم مان سکيس، چاڪاڻ ته ان ۾ تعصب ۽ طرفداري عيوض سچ جي ڳولا لاءِ

وگياني طريقا اختيار ڪندا آهن. ائين برابر آهي تہ روسي حڪومت تعصب ۽ طرفداريءَ کان آجي ناهي ۽ ڪيئي دفعا منافقن ۽ ورودين سان عقوبتون ڪيون اٿن. انهيءَ تي جيترو ارمان ڪجي اوترو ٿورو. شايد اهو انڪري ٿيو آهي جو ڪين ڊپ هو تہ مخالف جيڪڏهن ڪامياب ٿي ويا تہ ساميواد جو دنيا مان نالو نشان گم ٿي ويندو ۽ نئين عمارت اڃي پٽ پوندي خير ڇا بہ هجي. ساميواد ۾ منهنجو وشواس ويو ڄمندو ۽ دل ۾ سمجهڻ لڳس تہ ان بنا لوڪن لاءِ ٻيو چارو ڪونهي. سول نافرمانيءَ جي ناڪاميابيءَ سبب جا نااُميدي ٿي هيم سا بہ ڪافور ٿي وئي ۽ هندوستان کي دنيا جو جزو سمجهي زبردست شڪتين جي وهندڙ گنگا ۾ ترڪندو ڏٺم. مون ڏٺو تہ مار هيءَ قومي تحريڪ جنهن جو اسين پاڻ کي هرتا ڪرتا سمجهي وينا آهيون سا بہ ناٽڪ جو هڪ پردو آهي ۽ هار جيت ٻئي ضروري آهن جنهن مان لوڪ وڏيڪ پختا ۽ دلير ۽ تجربيڪار ٿي نڪرن ٿا. ۽ ڪمزور ۽ ڪمزوريون سڙي ٻري وڃن ٿيون. ازانسواءِ مون ڏٺو تہ زمانو ۽ وقت اسان جو مددگار آهي جنهن ڪري اسين هارائي نہ ويندا سون.

مون ٻين ملڪن جي اتهاس جو بہ اڀياس ڪيو ۽ ان کي پيٽي ڏسڻ جي ڪوشش ڪيم. تازيون جيڪي صلح ڪانفرنسون ۽ ليگون وغيره ٿيون هيون تن جي ناڪاميابيءَ جا سبب سمجهڻ لڳس ۽ ان مان هندو مسلم سوال جي نہ حل ٿيڻ جا ڪارڻ بہ چٽا ڏسڻ ۾ آيا.

مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ اسين غلط نموني اهي سوال فيصل ڪرڻ ٿا گهرون ۽ ليڊرن ۾ ٿوم ناهي جو سچائي ۽ صداقت سان سڌو ۽ سنئون رستو اختيار ڪن. انهن گنڀير، سنگين ۽ اهم مسئلن تي غور ڪندي مون کان پنهنجا ۽ پنهنجي ديسواسين جا ڏُک سُور ڪي قدر وِسري ويا ۽ پاڻ کي ههڙي انقلابي دنيا ۾ جيئرو جاڳندو ڏسي گد گد ٿيڻ لڳس. سوچڻ لڳس تہ هن عظيم انقلاب لاءِ مون کي بہ پنهنجي گوشي ۾ شايد هٿ پير هلائڻا پون. ڪڏهن تہ ظلم ۽ تشدد ۽ بي انصافيءَ تي خيال ڪري ڏرن ڏڪي ويندي هيم ۽ خاص ڪري سمجُهو ۽ تعليم يافتہ ماڻهن تي ارمان ۽ غصو ايندو هوم تہ هو هن قسم جي ذلت ۽ غلاظت ۽ جبر ۽ دولاب تي هري ويا آهن ۽ لوڪن جي مفلسي ۽ تنگيءَ جي اوُن ڪانہ اٿن. احمق ۽ خود غرض ۽ حريف

ٿان ٿان ڪري فضا ۾ گوڙ گھمسان مچائي لوڪن کي ڦسلائي رهيا آهن ۽ شريف هڏڏوکي همدرد انسان گوشه گير ٿي ويٺا آهن. اهڙن ويچارن اچڻ سان انسان جي اورچائي ۽ همت مان اعتقاد نڪري ويندو هوم ۽ سمجهندو هوس ته دنيا هڪ اجگر مشين آهي جا بنا سوچ ويچار، حس حواس، پئي هلي ۽ اسين ان جا ننڍا بيوس جُزا آهيون.

ڪميونسٽ فلسفي مون تي گهرو اثر ته ڪيو پر ان کي هندوستان جي حالتن سان ڪيئن لڳائجي سو هڪ اهم سوال هو. اسان قومي تحريڪ انهيءَ ڪري هلائي هئي جو اسان وٽ ڌارين جو راج هو. اسان اڳيان اهو ڳرو معاملو هو. روزگار جي مسئلي تي زور ڏيڻ سان مخالفت پيدا ڪرڻ جو امڪان هو. ائين برابر آهي ته اڳ پوءِ اهو سوال ملڪ اڳيان اچڻو هو پر هن وقت ان کي قومي آزاديءَ جي تحريڪ سان ملائي ڇڏجي يا نه. تنهن اسان کي مُنجهائي وڌو هو. جواب ڳولي لهجي تنهن کان اڳ پنهنجو پاڻهي اهي ٻئي سوال ويا ٿيا گڏبا ۽ دنيا جي حالتن به انهن کي گڏي ڇڏڻ لاءِ مجبور پئي ڪيو. سرڪار جي نيتيءَ سبب سردار، شاهوڪار، زميندار، مذهبي، فرقه پرست وغيره هڪ طرف ٿي ويا هئا ۽ جدا جدا نمونن سان پورن سوراج يا مڪمل آزاديءَ جي مخالفت ٿي ڪيائون. ٻئي طرف ساميوادي خيال جوانن ۾ ڦهلبا ٿي ويا ۽ مزور سيائون ساميوادي اصول تي ڪم ڪري رهيون هيون. وڏن شهرن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪميونسٽ هئا ۽ ڪي ڇڊا شخص فاشستي خيال جا حمايتي هئا. گهڻي غور بعد مون ڏٺو ته قوميت کان سواءِ ٻيو اهڙو ڪو خيال ناهي جنهن لاءِ سڄي قوم کي اپيل ڪري سگهجي. جيسين قومي آزادي نه ملي آهي تيسين اهو خيال ويندو زور وٺندو. ڪانگريس جي طاقت وڌڻ جو به سچو سبب اهو آهي. ڪيترن کي اُميد آهي ته حالتون ڪانگريس کي وڌيڪ انقلابي ٿيڻ لاءِ مجبور ڪنديون. مان پڻ انهيءَ خيال جو هوس ۽ اهوئي سبب آهي جو هيل تائين ڪانگريس مان پاڻ ڇنائي نه ويو آهيان. درحقيقت گذراني مسئلي تي ڪانگريس پڇي اڏ ٿي پوندي جو هرويرو ملڪ لاءِ خراب ناهي، بشرطيڪ ٻئي ڌُريون هڪ ٻئي خلاف وڙهڻ عيوض پنهنجي پروگرام کي زور وٺائڻ ۾ لڳي وڃن.

هاڻوڪي ڪانگريس مهاتما جي پوئلڳ آهي. مهاتما جا خيال ٻنهه

جهونا پُراڻا آهن پر ساڳئي وقت هن عملي ريت هندوستان ۾ وڏو انقلاب آندو آهي. سندس شخصيت اعليٰ درجي جي آهي جنهن ڪري رواجي نموني سندس امتحان وٺڻ يا دليل جي ڪسوٽيءَ تي سندس رايا ۽ ويچار پرکي ڏسڻ سراسر غلط آهي. بنيادي طرح هو انقلابي آهي جنهن ڪري پورج سورج جي تلاش ۾ هن ڪي ڪيئي اهڙيون ڪارروايون ڪرڻيون پونديون جن مان انقلاب کي وڏي هٿي ايندي ۽ ماڻهن ۾ وڏن ڪمن ڪرڻ لاءِ جرئت پيدا ٿيندي. ڪيترن ڪميونسٽ مت وارن مهاتما ۽ ڪانگريس تي سخت نڪتہ چيني ڪئي آهي ۽ ڪانگريس اڳواڻن تي الزام مڙهيا آهن. ڪانگريس نيتي ۽ عمل تي سندن نڪتہ چيني گهڻو ڪري دُرست ۽ صحيح ثابت ٿي آهي پر جڏهن نڪتہ چيني بند ڪري عمل جي ميدان ۾ گهڙي وچور وار ننڍين وڏين ڳالهين تي غور ڪري فيصلي ڪرڻ جو سوال ٿو اچي تہ ڪميونسٽ غلط ۽ ڪم عقل ثابت ٿيو پون. ڪميونسٽ مت وارا هندوستان ۾ گهڻي ترقي انهيءَ ڪري نہ سگهيا آهن جو هو پنهنجي مت جي پرچار ڪرڻ عيوض رڳو ٻين کي پيا گاريون ڏين، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو سيئي ڪانئن ڪُٺو ڪائي ڪنارو ڪري ويا آهن. هتي جا ڪميونسٽ مزورن ۾ ڪم ڪرڻ تي هريل آهن جتي ماڻهن کي ڪينچڻ لاءِ ٻہ چار نعرا هڻڻ بس آهن؛ پر تعليم يافتہ باهوش نوجوانن کي پنهنجي طرف ڪرڻ لاءِ علم، تهذيب، دماغي قوت کپي. انهن نوجوانن مان ڪيئي پنهنجو پاڻهي ساميہ وادي خيال جا ٿي ويا آهن پر نپي لڳل ڪميونسٽ ۽ هنن جي وچ ۾ وڏو فرق آهي جنهن ڪري هو پاڻ ۾ ملي نٿا سگهن. هتي ايترو چوڻ واجب آهي تہ آئينده هينئين وچولي درجي وارا شخص انقلابي تحريڪ کي ڪامياب يا غير ڪامياب ڪرڻ ۾ وڏو ڀهرو وٺندا.

ڪميونسٽ جيڪا ڪانگريس تي نڪتہ چيني ڪن ٿا سا ٻہ بلڪل واهيات آهي. سندن چوڻ آهي تہ ڪانگريس ليڊر شاهوڪارن ۽ زميندارن جي چرچ تي تحريڪ هلائي ڏاري سرڪار کان واپار ۽ هنرن لاءِ ڪي رعايتون هٿ ڪن ٿا ۽ جڏهن ڏسن ٿا تہ عام لوڪ سندن ڪرتوتن مان ناراض ٿي سندن پوئلڳي ڇڏڻ ۾ آهن تہ يڪدم ستياگرهہ بند ڪري چرخي ۽ هريجن جو منتر اُچارڻ لڳن ٿا. سندن نظر ۾ ڪانگريس ليڊر شاهوڪار

مالدارن جا گماشتا آهن ۽ آزادي هٿ ڪرڻ، ڌاري سرڪار کي لوڏي ڪيڍڻ، غريبن جا اهنج نوارڻ وغيره لنبيون چوڙيون ڳالهيون آهن جن ۾ سندن اعتبار ڪونهي. عجب رڳو اهو آهي تہ سمجهو ۽ هوش وارا ڪميونسٽ هن قسم جي وائي بادي ڳالهين ۾ اعتبار ٿا ڪن. شايد اهوئي سبب آهي جو هو هندوستان ۾ ڪامياب نہ ٿيا آهن. سندن سخت ڀُل اِها آهي جو يورپ جا مثال هندوستان سان لڳائي اتي جي ليڊرن جي غداري هتي جي اڳواڻن مٿان ٿا مڙهين. اهو آشڪار آهي تہ هتي جي قومي تحريڪ ڪا پورهيت يا هاري تحريڪ ناهي. هن تحريڪ جي مراد هارين کي زمين ۽ پورهيت کي ڪارخاني جي مالڪيءَ ۾ حصو وٺي ڏيڻ جي ناهي. ڪانگريسي فقط سياسي آزادي ٿا چاهين. ڪوبہ شخص چئي سگهي ٿو تہ اها سياسي آزادي ڪافي ناهي يا قوميت جو اصول درست ناهي. پر تحريڪ جو قومي بنياد تصديق ڪري ڇوڙ تہ ڪانگريسي زمين ۽ ڪارخانن جو سوال نٿا ڪڻن تنهن ڪري غدار آهن سو غلط آهي. هن سماجڪ انقلاب جو اصول نہ قبوليو آهي ۽ نہ ان لاءِ پاڻ پتوڙڻ لاءِ تيار آهن. ڪانگريس ۾ ڪي شخص برابر آهن جن کي هارين ۽ مزورن جي سوال ۾ دلچسپي آهي پر اهڙن شخصن کي ڪانگريس جي نالي ۾ ڪجهہ ڪرڻ جي اختياري ناهي.

شاهوڪارن ڪانگريس هلچل مان ڳچ فائدو حاصل ڪيو آهي سو بلڪل صحيح آهي. ڪانگريس جي مراد هنرن کي زور وٺائڻ ۽ سرڪار کي نيچو نوائڻ لاءِ ولايتي مال بهشڪار ڪرڻ جي آهي. ڪانگريس اها نيتي قومي خيال کان اختيار ڪئي آهي ۽ نہ ڪنهن شاهوڪار يا شاهوڪارن کي ورسائڻ خاطر. زميندار ڪڏهن بہ ڪانگريس يا ٻي ڪنهن تحريڪ ۾ شامل ڪونہ ٿيا آهن. هو مائي باپ سرڪار جا ٻڌا ٻانها آهن.

ڪميونسٽ مهاتما نسبت بہ ڪجهو ڦڪو بڪندا آهن. مهاتما جهڙي ماڻهوءَ جي سچائي ۽ ديانت ۾ شڪ آڻڻ نالائقي آهي. لڪين ماڻهن جو منجهس پڪو نشچو آهي هن هن نسبت اُبتو سبتو ڳالهائڻ سان بہ ڪميونسٽ پنهنجو پاڻ کي هاڃي پهچائي رهيا آهن. ڪين هتي جي پهراڙين جي اصل ڄاڻ ڪانهي. شهرن جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزورن جي ڄاڻ اٿن پر هندوستان هارين جو ملڪ آهي جنهنڪري هتي هاري

مسئلو سڀ کان وڌيڪ اهميت رکندڙ آهي. ڪانگريسي ڳوٺن ۾ گهڙي ويا آهن ۽ کين جاڻ آهي ته هاري ڪُهني ذهنيت جا ماڻهو آهن. هڪ دفعو هنن جي مراد پُني ته بين وڏن ڪمن ۾ ساٿ ڏيڻ کان پڙ ڪڏي بيهندا.

مان خوش نصيب آهيان جو مون کي ڪانگريسين سان گڏ ڪم ڪرڻ جو شرف مليو آهي. ڪانگريسي زالون توڙي مرد قوم جي فخر جو باعث آهن تنهن هوندي به مان منجهانئن ٻِر تي پوندو آهيان ۽ سندن ڪوتاهه نظريءَ تي غصو لڳندو اٿم. هنن جي حياتي بلڪل تنگ دائري اندر محدود رهي آهي. جنهن ڪري ساميواد جي وشال جڳت ۾ رهڻ پسند نٿا ڪن. حياتيءَ ۾ اسان جي نقط نظر نرالي آهي. رواجي ماڻهو پنهنجو پاڻهي منورتي ۾ ڦيرو نه آڻيندا آهن. هو ڪن اثرن هيٺ جاوا نپنا آهن جن کان ڇڇي وڃڻ سولو ناهي. اسان جو فرض آهي ته ساميواد جو پرچار ڪريون ۽ نئين روشنيءَ جي جهلڪ سان اونده ۾ سوجهرو آڻيون پر جيسين لوڪن کي ذاتي تجربي مان سامياودي زندگيءَ جو احساس نه ٿيو آهي تيسين هو پُراڻو پيچرو نه ڇڏيندا.



# مذهب ڇا آهي؟

اسان جيل جي اپوڳي ۾ ماني جيوت روزاني ڪرت ڪار ۾ پي ڪاتي ته اوچتو سيپٽمبر 1932ع ۾ مهاتما بر گولو اُڇلائي اسان جي ڏرن ڏڪائي ڇڏي. ماڻهن جي من کي ڌڏڪو ڏيڻ جي ڪلا ته ڪو مهاتما کان سکي. هن دفعي اسان خبر ٻڌي ته مسٽر رامسي مئڪڊونالڊ جي فيصلي خلاف مرت ورت رکڻ جو فيصلو ڪيو اٿس. انهيءَ فيصلي مطابق هريجنن کي هندن کان ڇني جدا چونڊڪ ڏنا ويا هئا. خبر ٻڌڻ سان ڪئين اٽوٽنڊڙ انومان تري آيم ۽ ڊپ لڳم ته شايد وري ساڻس مڪاميلو نه ٿيندو. ٻه ڏينهن ساندهه ڪٿان ٻه آٿت نه مليم جنهن ڪري دک وچان اکين اڳيان اوندهه اچي ٿي وئي. ڇا اسين مهاتما کي وڃائي ويهنداسين؟ سندس درشن هنن اکين کي وري نصيب نه ٿيندو؟ سال اڳ بمبئي ۾ جهاز تي ولايت راهي ڪري آيو هومانس، ۽ تنهن بعد ساڻس ملاقات نه ٿي هئي.

اندر ۾ منيان به پئي لڳم ته هڪ گهڻ اهميت رکندڙ سوال تي پنهنجي امولڪ جان ڏيڻ جو فيصلو ڪيو اٿس. اٿين ته ناهي ته معمولي مسئلن تي ايترو زور ڏيڻ سان اسان جو مکيه مقصد پوئتي پئجي ويندو؟ جيڪڏهن هو هريجنن لاءِ گڏيل چونڊڪ ونڻ ۾ ڪامياب به ٿيو ته لوڪ سمجهندا ته ساڻن ڪا رعايت ڪئي وئي آهي ۽ حال في الحال پورن سوراج جي مقصد کي وساري ويهندا. مون کي ته اٿين پي ڏسڻ ۾ آيو ته رڳو هريجنن لاءِ گڏيل چونڊڪ گهرڻ ۽ اهڙي سوال تي مرت ورت جي ڀيشم پرتگيا ڪرڻ اٽسڏيءَ ريت، ٻين لاءِ جدا چونڊڪ واري سرڪاري تجويز سويڪار ڪرڻ برابر هئي. ڇا اسان هيڏيون قربانيون انهيءَ لاءِ ڪيون هيون ته اسان جي تحريڪ آخر ۾ انهن سنهين ڳالهين ۾ ٿڙي پڪڙي وڃي؟ ڇا اسهيوگ ۽ سول نافرماني ۽ ستياگرهه وغيره وغيره جو نتيجو اِهو آهي؟ مون کي انهيءَ تي به سخت ڪاوڙ پي لڳي ته مهاتما خواهه مخواهه پرماتما کي وچ ۾ آڻي راجنيتڪ

ڳالهين کي ڊارمڪ رنگ ڏئي تي چڙهيو. ڏسڻ ۾ ائين پيي آيو تہ ورت جو ڏينهن ۽ تاريخ بہ آڪاس واڻي وسيلي خدا تعاليٰ مقرر ڪري ڏني اٿس. لوڪن لاءِ هي ڪهڙو نہ برو مثال ڇڏيو؟

باپو مري پوي تہ ملڪ جو ڪهڙو حال ٿيندو ۽ راجنيتي ڪهڙو روپ وٺندي؟ مون کي تہ اڳيان اوندهہ ۽ سڄ پيي ڏسڻ ۾ آئي جنهن ڪري نراسائي ۽ ملال ويڙهي ويم. اندر جي مونجهاري ۽ خفت سبب متو چڪر کائڻ لڳو. ڪاوڙ ۽ نراسائي هڪ طرف تہ باپو لاءِ قرب ۽ محبت ٻي طرف پيي محسوس ڪيم جنهن ڪري ڏکڻو ۽ چٽگي تي پيس ۽ پاڻ کي توڙي ٻين کي ڏڙهيون پيي ڏنم. پر پوءِ اوچتو منهنجي من تان غبار لهي ويو. مون ڏٺو تہ قلبي اُلنجهن بعد چت ۾ شانتي واسو ڪيو آهي ۽ آئنده اهڙو اونداهو ۽ نراس ناهي. مهاتما ۾ تُز وقت تي تُز ڪاريہ ڪرڻ جي ڪلا آهي سو ممڪن آهي تہ هن نندي معاملي مان وڏا نتيجا نڪرن. باپوءَ جي مرڻ سان ملڪ بيهي نہ ويندو ۽ نڪي راشٽريہ آندولن جي انت ٿيندي. اسان جو فرض آهي تہ سنگين جوابداريون کڻڻ لاءِ تيار رهون. اهي خيال ڪري من کي پٺي آٿت ڏنم تہ خبر آئي تہ هندو سماج جي دل اندر بجليءَ جون لهرون موجزن ٿيڻ لڳيون آهن ۽ ماڻهن ۾ ايڏو تہ اتساهہ ۽ امنگ پيدا ٿيو آهي جو هن بعد اڇوتپڻي جي رسم جٽاءُ ڪري نہ سگهندي. دل ۾ چيم تہ هي ڏبرو پتلو ٻڍڙو مهاتما ڪو جادوگر آهي. جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ ويهي ڪيئن نہ لوڪن جون دليون پاڻ ڏانهن ڪينچي ورتيون اٿس. مهاتما وٽان هڪ تار بہ آيم جنهن ۾ ڪنيل قدم نسبت منهنجو رايو پڇيو هئائين ۽ ساڳي وقت منهنجي ڪڪيءَ ۽ پاٽيجيءَ جي صحت وغيره ڏانهن بہ اشارو ڪيو هئائين. اها تہ سندس خوبي آهي جو مرت ورت جو مها ڪشت ڀوڳيندي بہ هو منهنجي ڪڪي ۽ پاٽيجيءَ ڏانهن اشارو ڪري پنهنجي قرب ۽ مروت جو ثبوت ٿو ڏئي. ڪيس جاڻ آهي تہ لحاظ ۽ مروت جيتوڻيڪ خسيس ۽ معمولي گڻ آهن پر تنهن هوندي بہ انساني حياتيءَ ۾ انهن جي خاص اهميت آهي.

تورو ئي پوءِ تار آئي تہ پوني ۾ ڊرين ناهہ ڪيو آهي ۽ انگريز سرڪار نهہ پهہ اهو قبول ڪري آپدا ٽاري آهي. مون کي اهي ناهہ ۽ قبوليت ناما نہ وڻندا آهن ڇاڪاڻ تہ مصنوعي آهن. پر هن دفعي ناهہ جو ٻڌي خوشي ٿيم ۽.

جيل اختياري وارن جي اجازت سان هن نموني مهاتما کي تار موڪليم.

"توهان جي تار ۽ ناهه جي مختصر خبر ٻڌي خوشي ٿيم. پهرين ته اوهان جي مرت ورت پرتگيا جو ٻڌي اتينت دکي ٿيس پر نيٺ چت شانت ڪري نراسائي ۽ نااميدي هٽائي ڇڏيم. دٻايل ڏتڙيل مسڪينن خاطر ڪيڏي به قرباني ڪرڻي پوي ته جائز آهي. جيسين مفلس ۽ مظلوم آزاد نه ٿيا آهن تيسين سچي آزادي ماڻي نه سگهبي. رڳو اهو ڊپ اٿم ته انهن مسئلن کي وزن ڏيڻ سان اسان جو مول مقصد پوئتي نه پئجي وڃي. انهن سياسي ڳالهين کي مان ڌرمي نقطه نظر سان ڏسي نٿو سگهان. ڊپ اٿم ته اوهان جي ڌرمي سنسڪارن مان ٻيا غير واجبي فائدو وٺندا. پر مون کي ڪهڙي مجال آهي جو هڪ جادوگر کي مشورو ڏيان. پيار."

مهاتما جي ورت سبب هندن ۾ جاڳرتا آئي ۽ هريجنن سان همدردي پيدا ٿي پر ساڳئي وقت اسان جي قومي تحريڪ کي وڏو ڌڪ لڳو چاڪاڻ ته ڪيترا شخص جي لنيون جهلڻ، جيل پوڳڻ ۽ ملڪيتون ضبط ٿيڻ کان پي ڊنا تن کي ڪَلَ بچائڻ جو بهانو ملي ويو ۽ هو وڃي هريجن سڌار ۾ مشغول ٿيا. وچ ۾ ڪلڪته ڪانگريس جي اجلاس سبب ڪُجهه اُتساهه ڏسڻ ۾ آيو پر اهو عارضي هو. مهاتما کي به سرڪار اجازت ڏني ته جيل اندران هريجن سڌار جو ڪم هلائي، سو لوڪن جي اندر ۾ جا ڇهنڊڙي هئي ته هو پتين ۽ لوهه جي سيخن پٺيان ٻاند آهي سا لڪائڻ نه لڳي. ڪي مهينا پوءِ مهاتما وري ايڪيهه ڏينهن جو ورت رکيو. ڪيترن ماڻهن کيس ورت ٽوڙڻ لاءِ آزيون نيزاريون ڪيون پر هو نه مڙيو. مون کي ورتن رکڻ ۾ وشواس ڪونهي ۽ مهاتما جي سياءَ جي ڄاڻ اٿم ته هو پنهنجي پرتگيا تي اڏول رهندو آهي سو مون کيس باز آڻڻ جي ڪوشش نه ڪئي. هڪ دفعو هو ورت جو اعلان ڪري چڪو هو ۽ هينئر کيس باز آڻڻ چريائي هئي. مهاتما انهيءَ ورت نسبت مون کي هڪ خط پڻ لکيو هو جنهن جي جواب ۾ لکيومانس ته ورتن جو منطق منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي پر تنهن هوندي به سندس شخصيت ۾ اعتقاد هئڻ سبب مون ۾ سندس لاءِ شيپ پاونا ۽ محبت آهي. منهنجي مرضي نه هئي ته مان کيس ڏکويان پر تنهن هوندي به دلداري جهڙو جواب نه ڏنو هو مانس. ممڪن هو ته انهيءَ ورت رکندي هو پران تياڳي. مون

ان لاءِ اڳي ئي دل ڏاڍي ڪري ڇڏي هئي. پر تنهن هوندي بہ سندس دل ونڻ واجب سمجهي بيو دفعو تار ڪئي مانس. جنهن ۾ لکيم تہ هو ڇا بہ ڪري تہ ان مان ڇڳائي ٿيڻي آهي ۽ سندس ورت جو نتيجو ڪهڙو بہ نڪري تہ سوڀ سندس آهي.

مهاتما ورت رکيو تہ سرڪار يڪدم جيل مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيس. ائين برابر آهي تہ ورت جي عرصي ۾ ملڪ اندر ساڳي امنگ جي لهر ڏسڻ ۾ آئي، پر اسان اڳيان سوال هو تہ انهن طريقن سان سياسي تحريڪ ڪيئن هلائي سگهبي. هتي منطق، دليل، عقل ڪي هو جواب باقي رڳو شرڌا، وشواس، سلڇڻ جي وارتا هئي. مهاتما جي روش ۽ نوع اهڙو آهي جو ساڻس عقل جي آڌار تي بحث ڪرڻ اجايو آهي. منهنجو ساڻس بلڪل گهڻو سُنبنڌ آهي. پر تنهن هوندي بہ مون پاڻ کي کانئس گهڻو پري پيو سمجهيو آهي. مهاتما کي اندرين سوجهي آهي ۽ هو ڪرم يوگي آهي پر سوال آهي تہ شرڌا ۽ وشواس وسيلي قوم کي سکيا ڏئي سگهبي؟ ممڪن آهي تہ انهيءَ وسيلي شايد ٿوري وقت لاءِ ڪجهہ ڪري سگهجي پر نيٺ ان مان ڪهڙا گل نڪرندا جو مون کي سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي تہ هو هنسا ۽ دويش تي ٻڌل سماج جو حامي ڪيئن ٿي ٿو سگهي؟ اها حقيقت آهي تہ هو هالو چالو سماج جو رکپال آهي.

منهنجي اندر ۾ ڪرو ڪيتر هو جتي ٻن ٻن پرڪار جي ويچارن، اُديشن ۽ سُنبنڌن وچ ۾ مهاڀاري يڌ پي هلي. مون پنهنجي جند جان ڀارت ورش جي شيوا ۾ اربن ڪري ڇڏي هئي. مون کي پنهنجي ماتر ڀوميءَ لاءِ پيار هو پر تنهن هوندي بہ هن ديس جي ڪروڙين ماڻهن جي وچ ۾ مون پاڻ کي اڪيلو ۽ وديسي پيو سمجهيو. مون کي هن ملڪ تي حيرت پي لڳي ۽ پاڻ کان پيو پڇيم تہ جيڪڏهن مان هتي جي ماڻهن جي من ۽ دل اندر گهڙي سندن ويچار ۽ ڀاوَ نٿو سمجهي سگهان تہ ان ۾ منهنجو قصور آهي يا نہ؟ مون کي ڏسڻ ۾ پي آيو تہ منهنجا بلڪ ويجها سڄڻ ۽ دوست بہ مون کان گهڻو پري آهن ۽ اسان جي ذهنيت ۾ وڏو ويڇو آهي. اوچتو ئي اوچتو پنهنجي ۽ هنن جي وچ ۾ وڏي وٿي محسوس ڪندو هوس ۽ نراسائيءَ وچان اڪيلو ڪنڊ پاسو ڪري ويندو هوس. ڪوشش ڪندي بہ مان ساڻن نهڪي نٿي

سگهيس. هو ڪنهن زماني جي اثرن هيٺ پليا هئا ۽ سندن ويچار، آسون ۽ ڪامنائون پڻ انهيءَ مردود ماضيءَ مان ڦٽي نڪتيون هيون. نئين دنيا، نئين روشني ڪانئن گهڻو دور هئي. منهنجي حالت انهيءَ مسافر جهڙي هئي جو ٻن يگين وچ ۾ ويڳاڻي حالت ۾ پيو ڀٽڪندو هجي. هو ڏسي ٿو ته ماضي مري چڪو آهي پر آئينده گرڀ مان نڪري اجان صورت نه ورتي آهي جنهن ڪري هو نڪي هت آهي نڪي هُت. اهڙي شخص لاءِ دنيا ۾ مٿي لڪائڻ جي جڳهه ملڻ مشڪل آهي. منهنجي عين اهڙي حالت هئي.

هندوستان ڌرم ڪنڊ ليکيو وڃي ٿو ۽ هندو مومن سک ڪي پنهنجي مذهب تي فخر آهي جنهن جي ثابتي هو هڪٻئي جي گلي ڪپڻ سان ڏين ٿا. هن ملڪ ۾ مذهب اهڙي غليظ ۽ گندي صورت ۾ نمايان ٿيو آهي جو اُن جو خيال ڪندي ڪنبڻي ونيو وڃي. مون ڪئين دفعا انهيءَ ڌرم تي ڦٽڪار وڌي آهي. وس پڄيم ته هن گند کي ٻهاري ڪيان. مان ڏسان ٿو ته مذهب معنيٰ تعصب ۽ ڪٽرپڻو، انڌ شرڌا ۽ هيڻ ٻڌي ڪهنه پرستي ۽ تنگدلي، ڀرم ۽ سنسو پاٺ ۽ ڪريا، ورتمان انياءَ ۽ هالو چالو بي انصافيءَ جي حمايت ۽ طرفداري مون کي چاڻ آهي ته مذهب ۾ ٻيو به ڪجهه آهي جو انسان جي روح کي تسڪين ٿو ڏي. جي ائين نه هجي ته هيترن ماڻهن تي ان جو اثر ڪيئن رهي؟ شايد ڪيترين ڏکي آتمائن کي ان مان آٿت ٿو ملي. پر سوال آهي ته اهو آتم آنند ويچار شڪتيءَ کي دٻائي، انڌ شرڌا جو اُجهو وٺي. ساگر جي طوفان ۽ لهرن کان بچي، ڪنهن ڪاريءَ جي ڪنڊ ۾ موٽر ۽ موڳي پر سلامتيءَ ۽ امن واري جيوت جو نالو ته ڪين آهي؟ ڪن جزوي ماڻهن لاءِ مذهب شايد ان کان وڌيڪ معنيٰ رکندو هجي ۽ ممڪن آهي ته اوائل ۾ ان جي اصليت چڱي هجي پر اها حقيقت آهي ته هلندڙ حال ۾ ڌرم سڪتو بي رس بي جس ثابت آهي جنهن مان سچو سک ۽ شانتي پراپت ٿيڻ محال آهي. هڪ دفعي چيسٽر ٽن ڌرم جي پيٽ انهيءَ ڦاڙهي سان ڪئي جنهن مان ڪي صديون اڳ نه رڳو روح پرواز ڪري ويو آهي پر آنڊا اوجهريون، ڦڦڙ ۽ دل پڻ ڪڍيا ويا آهن ۽ انهن جي عيوض گاهه وجهي ڏيک لاءِ ڀهرين صورت ٺاٺ ڪري ٻهاري وئي آهي. هينئر جيڪڏهن مذهب ۾ ڪو گڻ يا خوبي آهي ته اها خامين ۽ بدين جي گهڻائي سبب ڍڪجي وئي آهي.

اها ڪار رڳو مشرقي مذهبن يا پوربي ڌرمن سان نہ ٿي آهي پر مغربي يا پشچمي ڌرمن سان بہ. انگلنڊ جي چرچ جو مثال ونو جا نالي ۾ ڌرمي سنستا آهي پر اصليت ۾ ڌرم جو ساٽس ڪو لاڳاپو ڪونهي. هوءَ حڪومت جو هڪ جزو آهي. خود هندوستان ۾ سرڪار جا پگهاردار پادري ۽ گرجائون ڏسو تہ سلطنت شاهيءَ جا حامي، حڪومت جا طرفدار آهن. البت ڪي چڱا شخص ديس شيوڪ سي ايف ائنڊريوز جهڙا بہ آهن جن جي انسانيت، قلبي سچائي ۽ لوڪ شيوا جو پاؤ تحسين جوڳو آهي پر عام ريت ڪرستاني مذهب سلطنت شاهي ۽ شاهوڪار شاهيءَ تي آسيس پيو ڪئي آهي ۽ ايشيا ۽ افريڪا ۾ ۾ انگريزن جي ڦرلٽ کي ڌرم ۽ نيتيءَ جو جامو پهرائي انگلنڊ واسين جي دل ۾ وهم وهاري ڇڏيو آهي تہ هو اشراف، نيڪ نيت، بني بشر جا خير خواهہ مهذب انسان آهن. يورپ ۽ آميريڪا انگريزن کي پاڪنڊي سمجهندا آهن ۽ انگلنڊ جو نالو ويساهہ گهاتي لاءِ مشهور آهي. مان نٿو سمجهان تہ انگريزن کي پنهنجي پاکنڊ جي سوُجهہ آهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ حالت ۾ سندن چرتر جيڪر سالم ڪين رهي سگهي. پر قاضيءَ وانگر پاڻ کي زاهد عابد سمجهڻ جو اوگڻ سندن مذهب سيکاريو اٿن. اهوئي سبب آهي جو جڏهن سندن شخصي يا قومي سوارٿ جو سوال اچي ٿو تہ سندن روحانيت ۽ اخلاق ڪُند ۽ مُڏو ٿيو پوي. ٻين قومن بہ ڪئين حملور ڪيا آهن پر انگريزن وانگر بداعمال کي نيڪي ۽ اخلاق جو رنگ ڏئي پنهنجي ضمير کي خوش ڪري نہ سگهيا آهن. ٻين جي عيب جي اوگهڙ ڪري پاڻ کي ميان مِٺو سمجهڻ عام ڪمزوري آهي. پر انهيءَ فن ۾ انگريز کان گوءِ کڻڻ مشڪل آهي.

يورپ ۾ ڪئٿولڪ مت هندو ۽ مسلم مذهب جيان شرڌا ۽ انڌ وشواس ڦوڪي، فڪر ۽ چنتا کان ماڻهن کي آجو ٿو ڪري ۽ هالو چالو دنيا جي بدين ۽ بي انصافين عيوض عرش جا انب ڏيکاري پرلوڪ ۽ آخرت ۾ عيش عشرت جا دلاسا ڏيئي کين خوش ٿو ڪري. مون لاءِ اهڙي قسم جي مذهب ۾ اعتقاد آڻڻ غيرممڪن آهي. موت کان پوءِ ڇا ٿيندو تنهن کي اُتي ڏسي ونبو. پرلوڪ ۽ آخرت ۾ نڪي ايمان اٿم ۽ نڪا دلچسپي. انڌ شرڌا جاٽان ڪانہ. مون لاءِ مها ساگر جون لهرون ۽ طوفان ۽ روزاني زندگيءَ جا مسئلا

ڪافي آهن. چينين وانگر مان بہ انسانيت ۽ اخلاق مُحسني جو حامي آهيان پر مذهب ڪا بي شئي آهي جنهن جي مون کي ضرورت ناهي. چينين وانگر مان بہ زندگيءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو ۽ هن دنيا کي ريتي بيءَ جا سپنا نٿو لهان. پر جيوت کي پاڪر پيڙو ڪري ان کي سڌارڻ ۽ سهڻي ڪرڻ جي سَڌ اٿم. ڏسجي ٿو تہ ڌرم يا مذهب جو هن دنيا سان تہ واسطو ئي ڪونهي. روشن فڪر ۽ مذهب هڪبئي جا جنم ويري آهن ڇاڪاڻ تہ ڌرم جو بنياد ئي بڌل انهيءَ تي آهي تہ ڪي عجيب و غريب اصول، ڪريائون، رسمون وغيره بنان سوال جواب اکيون پوري قبول ڪجن. ازانسواءِ مذهب شرڌا، تعصب، جوش، اُمنگ اُتاري ماڻهن کي تنگدل، ڪٽر، خود پسند ۽ مغرور بنائي ٿو. مذهب حقيقت تي چشم پوشي ڪري دماغ ۾ غبار ۽ بخار پيدا ڪرڻ جي حيرت انگيز ماهيت حاصل ڪئي آهي. ان ۾ سچي روحانيت عدم پيدا آهي. جنهن ڪري ڪئين بدجنس خود غرض مطلبي ان مان جاوا پيا ڪن.

منهنجي لکڻ جو اهو مطلب ناهي تہ مذهب جڙ کان سُري ڪاڌل آهي ۽ مذهبين ۾ ڪي ايڪڙ بيڪڙ پلا مانس ناهن. پر مان دعوى سان ٿو چوان تہ ڌرم ماڻهن جي اخلاقي ۽ روحاني ترقيءَ ۾ هڪ وڏي رنڊڪ آهي ۽ جيڪڏهن ان جو اثر هن دنيا جي بهبوديءَ جي خيال کان ۽ نہ آخرت جي نقطہ نگاهہ کان ڏسجي تہ بلڪل ضررناڪ آهي. ڌرم جو مطلب آهي تہ مخلوق کي وساري خالق جي ڳولا ڪجي ۽ خود غرض ۽ سوارٿي بنجي رڳو پنهنجي مڪتي ۽ نجات لاءِ جفاڪشي ڪجي. سماج ۽ پنگت ۽ انسان ذات جي ڀلي کي وساري، خودي ۽ اهم جي مهاچار ۾ اٽڪي پئجي. ائين برابر آهي تہ ڌرم ويچ سدا چار، سلڇڻ ۽ اخلاق جي بہ اپتار ڪندا آهن پر اهو بہ سماج جي ڀلي لاءِ نہ، پر من چت واد يا آدم ۽ حوا جي گناهن پريِ اِرٿ کان بچڻ خاطر. اسٿاپت ڌرم يا باقاعدي نظام تي بڌل مذهب شاهوڪار شاهي وانگر آهي جنهن کي پنهنجي فائدن ۽ حقن جي حفاظت ڪرڻي آهي. جنهن ڪري ان جا حامي سدائين ترقي ۽ نئين نظام ۽ انقلاب جا سخت دشمن آهن.

عالم آشڪار آهي تہ اوائل ۾ عيسوي مذهب غلامن جي حالت سڌارڻ

لاءِ ڪي اپاءَ نہ ورتا. پر صديون اڳ لنڊن جي وڏي پادريءَ هڪ خط لکيو هو جنهن مان مذهب جي مقصد ۽ مراد تي چٽي روشني پوي ٿي. هو لکي ٿو تہ عيسوي مت ۾ داخل ٿيڻ سان ماڻهوءَ جي دنيوي رتبي ۾ تبديلي اچي نٿي سگهي چاڪاڻ تہ عيسوي مت ملڪيت ۽ مال ۽ دنيوي تعلقات ۾ ڦير گهير آڻڻ جي خلاف آهي. عيسوي مذهب پنهنجي پوئلڳن کي گناهہ جي زنجيرن ۽ ابليس جي شرارتن ۽ انسان جي اندر حرص هٿا جي مونجهارن کان آجو ٿو ڪري پر رواجي زندگيءَ ۾ مفلس ۽ غلام کي ساڳيءَ حالت ۾ رکڻ جي فائدي ۾ آهي. مان نٿو سمجهان تہ ويهين صديءَ ۾ ڪنهن مذهبيءَ کي انهيءَ نموني لکڻ جي جريت ٿيندي پر اها حقيقت آهي تہ سماجڪ ۽ آرٿڪ مسئلن ڏانهن سيني ڌرمن جو رخ اڄ تائين انهيءَ نموني جو آهي.

هرڪو ٿو ڄاڻي تہ خيالن ظاهر ڪرڻ لاءِ اسين جيڪي لفظ استعمال ڪريون ٿا سي اڻپورا آهن پر مون کي مذهب يا ڌرم جهڙو بيو لفظ نہ سُجهي جنهن کي ايترين علحدي نموني جون معنائون هجن. هي لفظ هرڪنهن اڳيان ڪئين منجهيل ۽ گڏيل ويچار سنسڪار ۽ ڀاوَ اچيو پيش ڪري رسمون ۽ ڪريائون، روزا ۽ نمازون، قران ۽ ويد، جاتيون ۽ فرقا، سداچار ۽ ڪُڌاچار، محبت ۽ ڌڪار، قرباني ۽ سخا، تياڳ ۽ وئراڳ، هولي ۽ عيد، پرارٿنا ۽ پوڄا، قديم تاريخ ۽ اباڻو اتهاس، شادي ۽ موت، آخرت ۽ خدا، جنگيون ۽ فساد، ڪافرن ۽ مومنن جي وچ ۾ دشمني ۽ خصومت وغيره وغيره ڌرم يا مذهب جي نالي ۾ سمايا پيا آهن. اهي سيئي ويچار ۽ سنسڪار ماڻهوءَ جي من کي منجهايو ڇڏين، جنهن ڪري ٺڏي سيني ان تي غور ڪرڻ مشڪل ٿيو پوي. انهيءَ لفظ تي صدين کان بحث پيا هلن پر جيترا بحث گهڻا ٿيا آهن اوترو مونجهارو وڌيو آهي. بهتر آهي تہ اهو لفظ صفا ڪڍي ڇڏجي ۽ ان جي عيوض فلسفہ، حديث، سداچار، آتمڪ گيان، ڪريا ڪرم وغيره لفظ ڪم آڻجن. اهي لفظ ڪي گهٽ مونجهاري ڪاڌل ناهن. پر محدود معنيٰ هئڻ سبب انهن کي سمجهڻ سولو ٿيندو. ازانسواءِ انهن نالن ٻُڌڻ سان ماڻهن کي جوش لڳڻ جو امڪان گهٽ آهي.

تڏهن مذهب يا ڌرم ڇاهي؟ شايد ماڻهوءَ جي آتمڪ اُن تي يا هن جي چت جو ڪنهن خاص طرف لاڙو جنهن کي هو چڱو سمجهي ٿو تنهن کي

ڌرم ڪونيو ٿو وڃي. ڪي ماڻهو انهيءَ لاڙي يا رغبت کي چڱو سمجهن ٿا تنهن ۾ شڪ ڪونهي. اهو لاڙو ڪهڙو آهي تنهن تي وڏو بحث ٿي سگهي ٿو. حال في الحال ايترو بس آهي تہ ڌرم انهيءَ اندرين اُڻ تڻ، تڪ تور کي چئجي ٿو جا ٻاهرين حالتن تي پنهنجو اثر ڄمائي. انهن کي ڦيرائي سگهي ٿي. انهيءَ کان انڪاري ٿي نٿو سگهجي تہ من جي بناوت ساڏارڻ جيوت تي جبرو اثر ڪري ٿي پر ساڳئي وقت ٻاهريون حالتون اندرين بناوت جي اڏجڻ ۾ وڏا اثر رکن ٿيون سا بہ هڪ حقيقت آهي. منش ٻُڌيءَ جو جڳت تي اثر آهي ۽ جڳت جو منش ٻُڌيءَ تي. اهي ٻئي هڪٻئي کي متاثر ڪن ٿا. عام خيال آهي تہ پشچم يا مغرب اندر ٻاهرين ترقي اندرين اُنتيءَ کان گوءِ کڻي ويئي آهي پر ساڳي وقت اهو خيال ڪرڻ تہ مشرق يا پورب ۾ هنـ ۽ ڪارخانن ۽ وگياني طريقن جي اڻاٺ سبب يا ٻاهرين ترقيءَ جي ڪميءَ سبب ايشا واسي يا هند واسي آتمڪ ترقي يا روحانيت ۾ برک آهن سو سراسر غلط آهي. اهو هڪ وهم آهي تہ اسين ٻين کان وڌيڪ روحاني ترقي ڪري ويا آهيون. پنهنجي ڪمزوريءَ ۽ پستيءَ کي ڍڪڻ لاءِ هي هڪ بهانو آهي. ممڪن آهي تہ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ شخص پنهنجي روءِ سوءِ بزرگ، هستي ٻڌجي پيو هجي پر قوم جي روحاني ترقي، ملڪ ۽ محيط تي منحصر آهي. ماڻهو جيڪي مفلسيءَ ۾ مبتلا آهن ۽ ماني ڳپي لاءِ پيا ڳهن سي ڪهڙي آتمڪ اُنتي ڪري سگهندا؟ قوم جا مظلوم غلام ڪنگال آهي سا ڪيئن اعليٰ روحانيت جي پد تي پهچي سگهندي؟ آتمڪ اُنتي لاءِ سنو ۽ سهڻو وايو منڊل کپي. اهڙي وايو منڊل پيدا ڪرڻ لاءِ يتن ۽ ساڌن کپي جنهن مان سک سمپتي پراپت ٿي. مهاتما جڏهن ور ور ڏيئي چوندو آهي تہ مراد کان مارگ وڌيڪ اهميت رکندڙ آهي تہ سندس مطلب پڻ ساڳيو هوندو آهي. هو چاهي ٿو تہ ذليل ۽ ڪنگال جيوت ۾ آتمڪ جوت جو چمتڪار بلڪل جهڪو پئجي ٿو وڃي.

مهاتما هڪ هنڌ لکيو آهي تہ، "ڪوبہ بني بشر مذهب بنان رهي نٿو سگهي. ڪي شخص آهن جي عقل جي ايمان وچان چوندا آهن تہ ڌرم سان سندن واسطو ڪونهي. پر اهو چوڻ انهيءَ وانگر آهي تہ ساهہ کڻان ٿو پر نڪ ڪونہ اٿم." ٻي هنڌ لکي ٿو تہ "ستيہ جي ڳولا مون کي راجنيتيءَ ۾ گهلي

آندو آهي. جيڪي ائين سمجهن ٿا تہ ڌرم جو راجنيتيءَ سان واسطو ڪونهي سي منهنجي سمجهہ ۾ ڌرم جي معنيٰ نٿا سمجهن.“ بهتر ائين لکي ها تہ هو ڌرم جي معنيٰ اها ٿا ڪڍن جا سندس خيال ۾ ناهي. اسان جي ڌرم خلاف اها بہ شڪايت آهي تہ هرڪو شخص ان جي معنيٰ پنهنجي پورالي نموني ڪڍي ٿو جنهن ڪري ان نسبت ڪنهن قطعي فيصلي تي پهچڻ مشڪل ٿيو پوي.

پروفيسر جان ڊيوئي هڪ هندو مذهب لفظ جي جديد نموني شرح ڏني آهي. لکي ٿو تہ ”جيوت جي پِن پِن، چلائمان چِترن پنيان جا اِستتي آهي تنهن کي ڌرم چئجي ٿو.“ ٻي هنڌ لکي ٿو تہ ”ڪنهن آدرش ۾ درڍ وشواس رکڻ تہ اُهو ٻين وستن کان وڌيڪ جٽادار ۽ لاپدايڪ آهي، ۽ ان لاءِ جان مال قربان ڪرڻ ۽ سور سختيون سهڻ کي ڌرم چيو وڃي ٿو.“ ڌرم جو مطلب جيڪڏهن اهو آهي تہ ان خلاف اسان کي ذرو بہ اعتراض ڪونهي.

روم رولان پڻ ”رام ڪرشن جي حياتي“ ۾ ڌرم جي معنيٰ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هو لکي ٿو تہ:

”ڪيترا شخص جي پاڻ کي ڌرم کان بلڪل آجو سمجهن ٿا سي درحقيقت ڌرمي ڀاوَ ۾ رَتل آهن جو قوميت، انسانيت، ساميہ واد، عقل ۾ اعتقاد وغيره جون صورتون وٺي نمايان ٿئي ٿو. ڪوبہ ويچار ڌرمي آهي يا نہ تنهنجو پتو ان جي اُتمتا يا اعليٰ پروازيءَ مان پئجي سگهي ٿو. اهو ويچار ڪهڙي مراد ۽ مقصد خاطر ڪيو وڃي ٿو تنهن جو ڌرم سان ڪو واسطو ڪونهي. جيڪڏهن ڪو انسان ٻي ڌيو تي سچائي ۽ اِخلاص سان سچ جو ڳولائو ٿئي ٿو ۽ ان لاءِ قرباني ڪرڻ لاءِ تيار آهي تہ مان جيڪر ان کي ڌرماتما چوان. ائين ڪرڻ لاءِ اندر ۾ ايمان کپي. ڪفر ۽ شرڪ جو آسمان ڏانهن اک کڻي قوي ۽ ٻي ڊيي نظر سان، اندر جا شڪ گمان ظاهر ڪري ٿو سو پڻ بلڪل اعليٰ قسم جو ڌرم آهي. اهڙا ٻي دين ۽ اڌرمي ڌرم راج جي شاهي فوج جا سپاهي آهن.“

روم رولان جا شرط بجا آڻڻ آسان ناهن پر انهن شرطن تي هي بندو خوشيءَ سان انهيءَ ڌرم راج جي شاهي فوج جو هڪ خسيس خدمتگار ٿيڻ لاءِ حاضر آهي.



# انگريز سرڪار جي ٻٽي نيتي

مهاتما جي نظر هيٺ هريجن هلچل بلڪل زور شور سان پئي هلي ۽ هريجنن کي هندو مندرن ۾ داخل ٿيڻ ۽ مٿانئن ٻيون بندشون هٽائڻ لاءِ ڪوشش هلي رهي هئي. هند اسيمبليءَ ۾ پڻ هڪ بل پيش ٿيو جنهن جي مراد هئي تہ هريجنن کي هندو مندرن ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏجي. مهاتما اسيمبليءَ جي ميمبرن ڏانهن اپيل ڪئي تہ انهيءَ بل جي پٺڀرائي ڪن ۽ هڪ خاص معتبر ڪانگريسي ميمبرن جي رضامندي هٿ ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪليائين. اسان کي تہ سندس هن روش تي حيرت ونئي وئي ڇاڪاڻ تہ ان وقت ستياگرهہ چالو هوءِ ڪانگريس اسيمبليءَ کي بهشڪار ڪيو هو. اهي ساڳيا اسيمبلي ميمبر، جن کي هينئر بل جي پٺڀرائي ڪرڻ لاءِ استدعا ٿي ڪئي وئي. تن ملڪ مٿان دٻاءَ جا قانون مڙهيا هئا ۽ قوم خلاف ڏارين حاڪمن سان ٻانهن ٻيلي ٿي اوتاوا ناهہ جي پٺڀرائي ڪري رهيا هئا. اهڙن شخصن کي هريجن بل لاءِ وينتي ڪري ۽ راجگوپال آچاريہ جو ان وقت ڪانگريس جو ائڪٽنگ پريزيڊنٽ هو سو هنن اڳيان جُتيون گسائي سا ڳالهہ هزارين ستيا گرهين ۽ سول نافرماني تحريڪ ۽ ڪانگريس جي شان سان ويساهہ گهاتي سمان هئي ۽ مون ان کي اخلاق ۽ شرافت جي خلاف ٿي سمجهيو. مون کي خبر آهي تہ مهاتما جي نقطہ نظر اوڙ قسم جي هئي. سرڪار جي نيتي پڌري پئي هئي. پهرين هنن مخالف آڏو آڻي اينگهہ پي ڪئي پر پوءِ انهيءَ بهاني هيٺ مخالف ڪرڻ لڳا تہ ڪنهن بہ ڌرم ۾ دخل ڏيڻ، سندن نيتي جي خلاف آهي. جڏهن بہ سماجڪ سڌاري جي رٿ ايندي آهي تہ سرڪار اهو رخ وني ان کي اتي ئي ڪاتا ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اهڙي ريت ڏاري حڪومت ڪنهن بہ قسم جي ترقيءَ خلاف هڪ پٽ ٻڻجي بيني آهي. عجب اهو آهي تہ اهڙي روش هوندي بہ هو اسان جي سماجڪ اوڻاين تي نڪتہ چيني ڪري دنيا اڳيان اسان کي ڪلڻ هاب ڪرڻ کان

هچڪن نٿا. ساردا وارو صغير شاديءَ تي بندش وارو بل بہ اتفاق سان ڪجهہ ويو ۽ هينئر ان بل جي فقرن کي عمل ۾ آڻڻ کان گوتناتي ڪئي وڃي ٿي. سرڪار جا راتو واهہ مداريءَ جي ڳوٺريءَ مان ڪئين نادري فرمان ۽ دٻاءَ جا حڪم ڪڍي، هزارن کي جيل اُماڻي ۽ سندن ملڪيتون ضبط ڪري سگهي ٿي سا ساردا ائڪٽ کي عمل ۾ آڻڻ کان پئي ڊجي! ڇا ٿا ڀانيو! ساردا ائڪٽ پاس ٿئي، تنهن وچ ۾ ننڍن ٻارن جي شادين جي ڏم مچي وئي ۽ ٿهانپوءِ ماڻهن کي پتو پئجي ويو تہ هي ائڪٽ هڪ چرچو آهي ۽ سرڪار ان جي پيڇڪڙي لاءِ قدم ڪونہ کڻندي. عام ماڻهن کي پوري ڄاڻ ڪانہ هئي تہ ائڪٽ ۾ ڇاهي. ڇاڪاڻ تہ سرڪار اُن جي فائدي ۾ پرچار ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي هئي ۽ ماڻهو رڳو جاهل مُلن ۽ پنڊتن جي احمقانہ افسانن تي ڀاڙي ويٺا هئا.

هتي جي سرڪار اوائل کان سماجڪ و ڪارن تي چشم پوشي پي ڪئي آهي ڇاڪاڻ تہ انگريز سمجهن ٿا تہ سندن فرض رڳو هندوستان تي حڪومت ڪرڻ ۽ ان مان مالي فائدو حاصل ڪرڻ آهي. باقي ٻيو نرڳ وڃي يا سرڳ ان ۾ هنن جو پريوجن ڪونهي. سندن تعلقات بہ مردود، تنگدل، ڪهنہ پرست شاهوڪارن، زميندارن سان رهيا آهن، جنهن ڪري انهن کي ناراض ڪرڻ واجب نٿا سمجهن. ملڪ ۾ جئن مخالفت وڌندي ٿي وڃي تيئن هنن کي نوان سهڪاري ڳولڻا پون ٿا. اڄ ڪلهہ فرقہ پرست، مذهبي ۽ مردار انگريز جا خاص حمايتي آهن. مسلم ليگ انهن ۾ برڪ آهي. هندو مهاسڀا بہ ڪي قدر ساڳي نموني جي آهي پر سماجڪ سڌاري جي مخالفت ۽ مائي باپ سرڪار سان وفاداري تہ ڪو سناتنين کان سکي. توهين سوال پڇندا تہ جيڪڏهن سرڪار شاردا ائڪٽ جي فائدي ۾ پرچار نہ ڪيو تہ ڪانگريسي ۽ ٻيا سڌارڪ ڇو هٿ ٻڌي ويٺا هئا؟ سوال واجبي آهي. غير ڪانگريسي سڌارڪن جي طبيعت ۽ ڪم جو نوع اهڙو رهيو آهي جو هو عام تائين پهچي نٿا سگهن. هو رڳو نهراءَ پاس ڪري ۽ بل پيش ڪري ڄاڻن. باقي رهيا ڪانگريسي سي گذريل پندرهن ورهين ۾ سوراج خاطر پي لڙيا آهن ۽ سندن ڳچ وقت جيلن ۾ گذريو آهي. ازانسواءِ قوم جي آزاديءَ خاطر لڙندڙ کي ٻين سيني ڳالهين کان آزادي وڌيڪ پياري آهي

چاڪاڻ تہ ان وسيلي ٻيا سڏارا آٽي سگھبا. اهوئي سبب آهي جو هو پنهنجي طاقت ننڍين ڳالهين ۾ تيزي پکيڙي ڇڏڻ پسند نٿا ڪن. برنارڊشا جو چوڻ آهي تہ سياسي غلامي، هڪ قسم جو بڇڙو مرض آهي جو ڇٽڻ کان اڳ مريض کي ٻي ڪنهن خيال يا ڪم ڪرڻ جي اجازت نٿو ڏي. دنيا ۾ غلام قومون ترقيءَ جي شاهراهہ تي هلي نٿيون سگهن ڇاڪاڻ تہ غلاميءَ جو بار کين ڇُرڻ پُرڻ نٿو ڏي. برنارڊشا سچ ٿو چوي ڇاڪاڻ تہ اسان پنهنجي تجربي مان ڏٺو آهي تہ هو صحيح آهي. اسان گهٽو ڪجهہ ڪري نٿا سگهون. ڇاڪاڻ تہ هن ملڪ ۾ ڪهڙو بہ ڪم جيڪڏهن باقاعدي وڏي پيماني تي جاري ڪجي ٿو تہ سرڪار کي اُن ۾ شڪ گمان ٿين ٿا ۽ هو آڏا ابتا رستا وٺي ان کي نگهوسار ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. هريجن هلچل ۾ بہ اسان کي اهو آزمودو مليو. سياٽي جيڪڏهن اسين صابڻ عام ريت ڪم آڻڻ جو پرچار شروع ڪريون تہ مون کي خاطري آهي تہ سرڪاري ان ۾ بہ للائو ڏسندي مان نٿو سمجهان تہ سرڪار جيڪڏهن سماجڪ ۽ آرٿڪ سڏارا ڪرڻ گهري تہ لوڪ ان جي مخالفت ڪندا، پر ڏاري سرڪار جو اندر ڪاڏل رهي ٿو جنهن ڪري ان ۾ اخلاقي همت گهٽ ٿئي ٿي.

هريجن اُڌار، شاردا ائڪٽ وغيره جون ڳالهيون جيل ۾ ٻڌندا تہ هئاسين پر اسان جو من قومي تحريڪ سول نافرماني ۾ ڪتل هو. مهاتما ايڪيهہ ڏينهن ورت رکي بہ دفعا ڇهن هفتن لاءِ سول نافرمانيءَ تحريڪ بند ڪري، ڪانگريس جو گاڏو بهاري ڇڏيو هو. مکيہ ڪارڪن جيلن ۾ هئا ۽ باقي جيڪي ٻاهر ڪم هلائي رهيا هئا سي بہ پلؤ آجا ڪرڻ لاءِ آتا هئا جنهن ڪري چوطرف سستي ۽ موڳائي پي ڏٺي. سرڪاري دٻاءُ ماشين وانگر باقاعدي چالو هو. بنگال مان ڪيترا سياسي قيدي ڪاري پاٽيءَ موڪليا هئائون ۽ اتي ساٺن اهڙيون تہ عقوبتون ڪيون هئائون جو ڪن ورت رکي پران تياڳيا هئا. ملڪ ۾ جان نثارن سان همدرديءَ لاءِ ڪٿي بہ ميٽنگ ٿي ڪئي وئي تہ بانيڪارن کي سرڪار گرفتار ٿي ڪيو. سندن مرضي هئي تہ اسين نہ رڳو ظلم برداشت ڪريون پر ٻُڙڪ بہ ٻاهر نہ ٻاقيون. روي بابو ۽ ائنڊريوز سرڪار کي اپيل ڪيدي تہ ڪاري پاٽيءَ جي قيدين سان سختي نہ ڪئي وڃي تہ هند سرڪار جي هوم ميمبر يڪدم کين ٻڌايو تہ هو خونين جي طرفداري ٿا ڪن.

انهيءَ وچ ۾ مهاتما پوني ۾ هڪ ڪانفرنس گهرائي عام ستياگره تي بندش وڌي شخصي ريت ڪوبه سول نافرماني ڪري سگهيو ٿي. پر هن ڪانفرنس ۾ پورن سوراج يا قومي تحريڪ نسبت ڪوبه بحث مباحثو نه ڪيائون. ٻن سالن جي سخت دٻاوَ بعد ڪانگريسي پهريون دفعو پاڻ ۾ گڏيا هئا. مهاتما وري به دفعا وائسراءِ کي ملاقات لاءِ لکيو پر هن سائس گڏجڻ کان بلڪل انڪار ڪيو. وائسراءِ کي گڏجڻ جي ضرورت نه هئي ڇاڪاڻ ته سرڪاري دٻاءَ واري نيتي بلڪل ڪامياب ٿي هئي. جنهن ڪري مهاتما جي آبرودار صلح لاءِ تقاضا بي معنيٰ هئي. سرڪار وائيٽ پيپر به ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ رياستن جي عيوضين کي هندوستان جي ڪاروبار ۾ وڏو دخل ڏنو ويو پر رياستن جي ڪاروبار ۾ ٻين هندواسين کي دخل ڪرڻ جو حق نه ڏنو ويو. رياستن ۾ هلندڙ آپيشاهيءَ ۾ تبديلي آڻڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪئي وئي. رزرو بئنڪ جي معرفت بئنڪ آف انگلنڊ کي هندوستان جي متاستا، ناڻي، قرض ۽ فرنگي واپارين ۽ شاهوڪارن جي حقن جي حفاظت سپرد ڪئي وئي ۽ اسان جي اُپت انهن قرضن وغيره بلي گروي رکي وئي. آءِ.سي. ايس وارن کي به خودمختياري جو پروانو ڏنو ويو. پرانتن ۾ گورنر شاهي جاري ڪري نالي ماتر خود حڪومت ڏني وئي. گورنر ۽ وائسراءِ کي ايڏيون ته طاقتون ۽ اختياريون مليون جو هتلر ۽ مسولني به جيڪر سندن عهدي ماڻڻ لاءِ ريس ڪن. ازانسواءِ ٻيا ايترا خاص بچار وغيره آئين اندر داخل ڪيا ويا جو چئمبرلين هڪ دفعي چئي ڏنو ته هندوستان لاءِ جيڪي نيون رٿون ناهيون ويون آهن انهن سان گڏ سرڪار ايترا ته بچاوَ وارا فقرا شامل ڪيا آهن جو ان کان وڌيڪ ڪنهن بني بشر جي شعور ۾ اچڻ وارا ناهن. انهيءَ هوندي به برطاني سياستدانن جو پيٽ نه ڀريو سو چوڻ لڳا ته هن حيرت انگيز نئين نظام هلائڻ لاءِ هر سال ڪي ڪروڙ رپيه وڌيڪ کپندا جي هندوستان جي مفلسن کي ڏيڻا پوندا.

انهيءَ وائيٽ پيپر کي وڌيڪ ڇڪاسڻ لاءِ پارليامينٽ هڪ چونڊ ڪميٽي مقرر ڪئي جنهن اڳيان هند واسين کي گواهي ڏيڻ لاءِ گهرايو ويو. ڪئين بوکڙوُ ياڙن ۽ ڪانن ۽ مفت ۾ ولايت جي چڪر ڏيڻ لاءِ سرڪار وٽ جُتيون گسائڻ لڳا ۽ هڪ معتبر مرهنو ته لنڊن ۾ ڪپ کوڙي ويهي رهيو ته انگريزن کي توڙ تائين ويچار ۽ دليل ٻڌائي پنهنجي طرف ڪري.

لبرل ڏر وارن کي وائيٽ پيپر مان ڏپ پي آئي ۽ سرڪاري دٻاءَ واري نيتي بہ پسند نہ هين پر هوُ ڪري ڇا ٿي سگهيا؟ انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ منجهن ڪي معتبر ۽ قابل شخص موجود هئا پر هو پاڻ ۾ مُٺ جيترا ماڻهو مس هئا ۽ لوڪن سان ڏيٺ ويٺ ۽ لهہ وچڙ ڪانہ هين. اهوئي سبب آهي جو هي بي اثر رهيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن حال ۾ گڏجي ڪانگريس کي نندي سرڪار کي دٻاءَ گهٽائڻ لاءِ وينتي ڪندا هئا يا اسان مان ڪن نامڪنين کي جيل مان آزاد ڪرڻ لاءِ اپيلون ڪيندا هئا. اسين سندن نوازش لاءِ شڪر گذار هئاسون پر هو انگريز جا طرفدار هئا ۽ سرڪاري نيتيءَ جي حمايت ڪري رهيا هئا جنهن ڪري اسان کي خواهش ٿيندي هئي تہ بهتر هو اسان کي اسان جي قسمت تي ڇڏي ڏين ۽ ملڪي معاملن کي ڪن شخصيتن سان منجهائي نہ ڇڏين.

لبرل نقطہ نگاهہ کان نئون آئين ۽ حڪومت جو نظام پسنديءَ لائق نہ هو پر تنهن هوندي بہ هو حڪومت سان ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار هئا. شاستري تہ پنهنجي فصاحت ۽ بلاغت ڏيکاري سرڪار سان سهڪار لاءِ تقريرون ڪرڻ لڳو. مسٽر شاستريءَ جي منطق موجب حاڪمن وٽان ڪهڙو بہ حڪم نڪري تہ برچشم ڪرڻ کپي. حاڪمن اڳيان سر جهڪائڻ ۽ سندن فرمان بجا آڻڻ سندس ڌرم آهي. هو سمجهي ٿو تہ ورڏاتا يا قسمت اسان کي پراڌين ۽ غلام بنايو آهي. تنهن ڪري اسان کي ارباب جو ارشاد برچشم ڪرڻ گهرجي. جنهن وقت شاستري اهڙي قسم جون تقريرون ڪري رهيو هو تڏهن آئين يا ڪانسٽيٽيوشن آخري صورت ڪانہ ورتي هئي. مان سمجهي نٿو سگهان تہ ڪيئن هڪ شخص جو سچ ۽ ديانت جو حامي آهي سو هن ريت پنهنجي قوم کي مشورو ڏيندو تہ نادري فرمان بنان چون چرا جي قبول ڪن. سرڪار نئون آئين ناهي ۽ ماڻهن کان ان نسبت رايا پڇي ان کان اڳ ۾ ئي سرڪار سان سهڪار ڪرڻ جو فيصلو ظاهر ڪرڻ سان شاستريءَ پنهنجي پارٽيءَ کي نقصان پهچايو. عالم آشڪار آهي تہ ڪا بہ تجويز لوڪن جي راين وٺڻ کان پوءِ عملي صورت وٺندي آهي پر هتي تہ شاستريءَ اڳواٽ ئي فيصلو ڪري ڇڏيو هو. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ انگلنڊ جي مردار ڌر جي منورتي ۽ شاستريءَ جي ذهنيت ۾ گهٽو فرق

ڪونهي. شاستريءَ هڪ بي بہ تقرير ڪئي جنهن ۾ ڄاڻايائين تہ هو انگريز سان سهڪارجي فائدي ۾ آهي ڇاڪان تہ هنن ملڪ ۾ امن آندو آهي ۽ هندو مسلم سک وغيره کي هڪٻئي جي گلي ڪپڻ کان روڪيو آهي. مان سمجهان ٿو تہ چرچل کي بہ جيڪڏهن اهڙي موقعي تي تقرير ڪرڻي هجي ها تہ هو بہ ساڳيا الفاظ ڪم آڻي ها.

اسين مسٽر شاستريءَ سان شامل راءِ ٿي نٿا سگهون ڇاڪاڻ تہ اسان جي نظر ۾ هندوستان جو اتهاس، موجوده دنيا جا مسئلا ۽ سلطنت شاهيءَ جا هن ملڪ سان تعلقات ڪا بي معنيٰ رکن ٿا. مان سمجهان ٿو انگريزن کان سواءِ بيا فرنگي ۽ خود انگريزن ۾ ڪيترا مدبر ساڻس شامل راءِ نہ ٿيندا. پنهنجي وطن کي ڏارين حاڪمن جي عينڪ سان ڏسڻ مان ڪي فائدا آهن. عجب رڳو انهيءَ تي آهي تہ شاستري روس، اٽلي ۽ جرمنيءَ ۾ دٻاوَ ۽ جبر کي ننديو ٿو پر سندس اکين اڳيان انگريز هتي جي ماڻهن سان جي ڪلور وهايا آهن ۽ پوليسي راج برپا ڪري ناگرڪ حق نگهوسار ڪيا آهن ۽ هزارن کي جيلن اندر باند ڪري، ساڻن بڇڙو ورتاءُ ڪري، بکون ڪيائي پران تياڳڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي، ۽ بنگال ۽ سرحد ۾ ظلم ۽ هراس جي حڪومت جاري ڪئي آهي، تنهن لاءِ مسٽر شاستريءَ کي ڪجهہ چوڻو ڪونهي. ڪٿي آهي اها آزادي ۽ تحمل جنهن جا شاستري ڍڪ ٿو پري؟ هو جيڪڏهن ڪانگريس جي نيتي ۽ عمل سان شامل راءِ ناهي تہ عيب ڪونهي، پر هڪ شريف، وطن دوست، حساس، هوشمند انسان لاءِ ڪيئن ممڪن آهي تہ پنهنجي هم وطنين جي قرباني ۽ سرجوشي ۽ همت تي اک پور ڪري؟ اسان جا حاڪم جڏهن اسان جي دلين کي ڇريءَ سان چيرين ٿا تہ ڪيس ڪهڪاءُ ڪونہ ٿو پوي. ائين آهي ڇا تہ جڏهن لکين ماڻهو هڪ دنيا جي مغرور سلطنت شاهيءَ اڳيان سر جهڪائڻ عيوض پنهنجي جند جان، گهربار، مال ملڪيت قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن تڏهن مسٽر شاستريءَ جي نظر ۾ ان کي اهميت ڪانهي؟ ائين برابر آهي تہ ظاهري ريت آبرو بچائڻ خاطر اسين کلندي مشڪندي سور سختيون سهون ٿا پر اسان جي مُشڪ ۾ ٿڪ لڪل آهن ۽ اسان جو کلڻ بہ روئڻ کان نرالو ناهي. ڌارين کي اسان جي پتنگن جي همت ۽ جان نثاري ڏسي حيرت لڳي ٿي ۽ خود گورنر بہ اسان جي انتظام جي ساک پرين ٿا. مسٽر شاستري قابل ۽ حساس انسان آهي، تنهن ڪري

پنهنجي هم وطنين سان ظلم ٿيندو ڏسي سندس اندر ۾ ڇهنڊڙي ضرور پئي هوندي ممڪن آهي تہ سندس ڪانگريس سان اختلاف آهي پر آزادي ۽ انصاف دوست جي حيثيت ۾ ڪيس بنگال ۽ سرحد ۾ وجي واردات نظر مان ڪيڻ ڪپندي هئي ۽ ظلم جي اوگهڙ ڪري سرڪار کي مروان موت ملوڪان شڪار ڪان باز آڻڻ لاءِ سمجهائڻ کپندو هو. دنيا ۾ جتي ڪٿي شريف ۽ انصاف پسند انسان، جي ڪنهن بہ پارٽيءَ جي لحاظ بنان انسان ذات ۽ قوم جا خير خواهہ آهن سي ائين ڪندا آهن. پر سرڪار کي روڪڻ عيوض، ظلم ۽ ستم کي ہنجو ڏيڻ بدران هو سرڪار کي سرٽيفڪيٽ ڏيڻ لڳو ۽ هنن جي پنيرائي ڪري اخلاقي ريت سندن حوصلہ افزائي ڪيائين. مون کي خاطري آهي تہ هو جيڪڏهن آڳي پيڇي جو ويچار ڪري ها تہ اهڙي قسم جي تقرير هرگز ڪين ڪري ها. پر شاستريءَ وانگر پيا لبرل ۽ نرم ڌر وارا پڻ ساڳي نموني روش پيي هليا آهن. انهيءَ جو سبب هي آهي جو هڪ تہ هو مصنوعي دنيا ۾ رهن ٿا ۽ هنتي جي عام ماڻهن سان گهٽي لهہ وچڙ نہ اٿن ۽ ٻيو تہ جهونا پراڻا پستڪ پڙهي هنن پنهنجي لاءِ دماغي جيل ناهي ڇڏيا آهن جن ۾ جديد خيال ۽ نئين روشني داخل ٿي نٿي سگهي. هو هالو چالو نظام جا پوڄاري آهن ۽ جيڪڏهن اتفاق سان هن ڦرندڙ گهرندڙ دنيا ۾ ڦيريون گهيريون ٿيون ٿيون تہ سندن حالت انهيءَ ڪشتيبان جهڙي ٿيو پوي جنهن کي نڪي آهي سکان نڪي ونجهہ. ڪين نڪي آهن ڪي اصول ۽ نڪي تميز ڪرڻ لاءِ ڪي ماڻ. هن سنچلڪ سنسار ۾ نشچل رهڻ اسنيؤ آهي ۽ جيڪي نديءَ جي وهڪري ۾ وهڻ کان عار ڪن ٿا سي يا لهرن ۾ ٻڏيو وڃن يا ڪنهن پاسي ڪنڌ ۾ پيا ڪِنا ٿين. اسان جا ٻت ڄجلس اندر بند هئا پر اسان جو من آزاد هو ۽ روح بي ڊپو. نرم ڌر وارا انقلاب ۽ تبديلي ۽ تغيرات کان ڊنا ٿي ۽ ٻڏندڙ وانگر ڪک ڪاني کي نعمت سمجهي ان جو جهلو ونڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائون. هنن جي ٻُڌي ۽ ويچار اسٽر ٿي نٿي سگهيو تنهن ڪري هو پاڻ کي ڏرهہ ڏيڻ عيوض وقت ۽ زماني جي حالتن تي ڦٽ لعنت وجهڻ ۾ مشغول ٿي رهيا. ڪانگريسي جڏهن جوڙجڪي ڪم ۾ رڌل هئا تہ هي چون تہ هينئر هو ٺڪجي پيا آهن ۽ جيل ۾ وڃڻ کان ٿا ڪيبائين. پر جي جيل ۾ وڃن تہ چون تہ جيل کان ٻاهر انهيءَ ڪري نٿا نڪرن جو جوابداري ڪڻڻ کان پيا هڇڪن ۽ رواجي ڪم کي ناڪامياب ٿيندو ڏسي ان ۾ مشغول رهڻ کان پيا

نتائين. سندن عقل موجب دانائي ۽ ڏاهپ جو رستو فقط اهو آهي تہ انگلنڊ ۾ سرڪار اڳيان ڊيپيوٽيشن وني عريضا پيش ڪجن ۽ اتي جي مدبرن کي دليلن ذريعي پنهنجي طرف ڪجي. ائين برابر آهي تہ ان وقت ڪانگريس پاليسي فقط نادري حڪمن جي انحرافي جي هئي ۽ گهڻو وقت ساندهہ ڪشمڪش سبب ماڻهو ٿڪجي پيا هئا. پر پوري ۽ تڏي تحريڪ جاري رکڻ ۾ بہ اخلاقي خوبي هئي ڇاڪاڻ تہ سرڪاري قانون جي مخالفت ۽ ظلم هوندي بہ پيش نہ پوڻ سان اختياريءَ وارن لاءِ نفرت ۽ ڌڪار پيدا ٿئي ٿي ۽ سندن طاقت پڻ گهٽجي وڃي ٿي. خود سرڪار لاءِ بہ لٺ ڌڪي، بندوق ۽ جيل تي پاڙي وهڻ بلڪل خراب آهي، ڇاڪاڻ تہ عملدارن جي اندر ۾ پاڻ تي غصو ۽ رنج پيدا ٿئي ٿو ۽ اخلاقي نقطہ نگاهہ کان هو پاڻ کي ذليل سمجهڻ لڳن ٿا.

ٿوريو هڪ هنڌ چيو آهي: ”جيڪڏهن مردن ۽ زالن کي بي گناهہ قيد ڪن تہ شريف ماڻهن لاءِ رهڻ جي جڳهہ بہ جيل اندر هئڻ گهرجي ۽ نہ ٻاهر.“ نرم ڏر وارن کي شايد هن قسم جو مشورو پاءِ نہ پوي ڇاڪاڻ تہ سول نافرماني جي عدم موجودگيءَ ۾ بہ هن ملڪ ۾ شريف انسان لاءِ جيل کان ٻاهر رهڻ مشڪل آهي. اسين پنهنجي وطن ۾ ڌاريا آهيون، اسان مٿان جاسوس پيا ڦرن، اسان جي ٽپال ڇڪاسي وڃي ٿي ۽ اسان جي تقرير ۽ تحرير تي ڪرڙي نظر رکي وڃي ٿي. بغاوت جا قانون اهڙا سخت آهن جو ڪهڙي بہ وڏ وڏيري کي جڏهن چاهين تڏهن گرفتار ڪري سگهن ٿا ۽ ملڪ جي مالي ڦرلٽ تہ چوويهہ ڪلاڪ ساندهہ بنان بند ٿيڻ جي پئي هلي. اسان لاءِ فقط بہ رستا آهن. هڪ اهو تہ پنهنجي روح کي دٻائي، سچ ۽ نياءَ کان منهن موڙي پنهنجي بت ۽ ضمير کي نيچ ۽ نفرت انگيز ڪمن لاءِ سپرد ڪريون يا مخالفت ڪري سور سختيون برداشت ڪريون. اسان لاءِ پويون رستو بهتر آهي. برنارڊشا هڪ هنڌ ٺو لکي تہ ”حياتيءَ جي وڏي ۾ وڏي آفت، انهيءَ ۾ آهي تہ اهڙن ڪمن لاءِ پاڻ ارپجي جي اسان جي نظر ۾ نيچ ۽ نفرت انگيز آهن. اهڙي قسم جي آفت جي پيٽ ۾ پيا ڏک سور معمولي بدقسمتي آهن. ٻين خاطر بدڪار بنجڻ ۽ پاڙي جو ٿنون ٿيڻ هن زمين کي دوزخ بنايو ڇڏي، اهڙي غلامي ۽ ذلت بدترين بدبختي آهي.“

*

# جيل مان ڇوٽڪارو

قيد جو مدو اچي پورو ٿيو هو تہ منهنجي اندر ۾ هڪ طرف آزاد ٿيڻ جي خوشي تہ ٻي طرف ڳڻتا تہ ٻاهر وڃي ڇا ڪندس؟ جيل جي قاعدن جي پوري پابندي ڪرڻ سبب ٻن سالن مان ساڍا ٽي مهينا ڇوٽ ملي هيم. رواجي ريت جيلي زندگي ماڻهوءَ تي موثر ڪري ٿي ڇڏي پر بند خلاص ٿيڻ جا ڏينهن ويجها پوندا ڏسي رت ۾ نئين حرارت محسوس ڪرڻ لڳس. جولاءِ جي پڇاڙيءَ ۾ سين گپتا جي ديهانت جي افسوس ناڪ خبر ٻڌم. هو ان وقت سرڪار وٽ نظربند هو. سندس صحت خراب هئي. جيتوڻيڪ سرڪار هر قسم جي سهوليت کيس ميسر ڪري ڏني هئي تہ بہ بيماري ويس وڌندي ۽ آخر نهوڙي نيائينس. سڀاش بوس بہ گپتا وانگر نظربند قيدي هو ۽ ان جي صحت بہ ورهين جا ورهيہ جيلن ۾ سڙڻ سبب خراب ٿي پئي هئي. جنهن ڪري سرڪار لاچار کيس يورپ وڃڻ جي موڪل ڏني هئي. پيرسن وينل ڀائي پٽيل بہ مرڻينگ حالت ۾ ويئنا جي اسپتال ۾ بستري داخل هو. ٻيلا هڪ طرف جيل جون سختيون ۽ ٻي طرف قومي تحريڪ جي پٽ کوهہ ڪئين وطن دوستن جا جسم جهوري ڇڏيا هئا ۽ ڪيترن جي دماغ تي خراب اثر پيدا ڪيو هو. سين گپتا جي ديهانت منهنجي اڳيان پنهنجي رفيقن ۽ همڪارن جو فوٽو کينچي ٻهاريو ۽ اندر ۾ ملال ۽ نراسائي پيدا ٿيندي ڏسي پاڻ کان پڇڻ لڳس تہ نيٺ نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ ڪٿي هي دک ۽ درد جو داستان ڇيهہ ڪندو؟

مون پنهنجي صحت سالم رکڻ جي هر ڪا ڪوشش ڪئي هئي ۽ ان ۾ ڪامياب پڻ ٿيو هوس. هڪ تہ مان پنهنجي بت جي خوب حفاظت ڪندو هوس ٻيو تہ مائٽن وٽان هاني پڪي ملي هيم. مرض، چربي، ضعف کان بچڻ لاءِ صاف هئا، سادو کاڌو ۽ ڪسرت يڪ تڪ علاج آهن. مون آزمودي مان ڏٺو آهي تہ هن ملڪ جي سفيد پوش طبقي ۾ بيماريءَ جو وڏو

ڪارڻ پيٽ آهي. ماٺو ڳرو کاڌو کائي هاضمو خراب ڪيو ڇڏين. ننڍي وهيءَ کان مائر مناڻ ۽ ڇهر ڪارائي ٻارن ۾ خراب هير ٿيون وڃن. ٻارن کي ڪپڙا پڻ ضرورت کان وڌيڪ پاتا تا وڃن. هتي انگريز بہ گهرج کان وڌيڪ تا کائن جيتوڻيڪ سنڌن کاڌو هندواسي کاڌي جي پيٽ ۾ هلڪو آهي. هينئر شايد ڪجهہ سڌارو آندو اٿن ڇاڪاڻ تہ اڳ انگريز تمام ڳرو گرم، مصالحيدار کاڌو کائيندا هئا.

مان ٻين وانگر کاڌي تي نخرا نہ ڪندو آهيان پر ڳرو ۽ ضرورت کان وڌيڪ کاڌو کائڻ کان البت پرهيز ڪندو آهيان. ڪشميري برهمڻن وانگر ڪڇي اوستا کان گوشت پيٽ پيل اٿم. اسهڪار جي زماني ۾ پنڌي ڏنو هوم پر ڇهن سالن بعد ولايت ۾ وري کائڻ شروع ڪيم. واپس ورڻ تي وري سبزي خور ٿي پيس. گوشت منهنجي طبيعت تي ڀاءِ ڀونڊڙ آهي پر تنهن ڇرندي بہ ڪوشش ڪري مون ان خلاف پاڻ ۾ سنسڪار پيدا ڪيو آهي. هينئر مان گهڻو ڪري ڀاڄين تي گذران ڪندو آهيان.

1932ع ۾ ڪي مهينا ساندهہ مون کي بخار اچڻ لڳا. مون [illegible] منهنجي صحت تي ناز هو سو پاڻ کي هيٺو ۽ عليل ڏسي رنج ٿيندو [illegible] اکين اڳيان ضعيف ۽ ڏٻري جسم جي صورت ڦري اينڌي هيم [illegible] ڪونهيم پر روڳي ۽ نبل ٿيڻ کان ڇرڪندو آهيان. شڪر [illegible] ۽ حفاظت ڪرڻ سبب نوبنو ٿي پيس. سياري جو اس ۾ [illegible] هوس ۽ ڪسرتون ڪندو هوس. شرش آسڻ مان تہ خاص [illegible] ڇاڪاڻ تہ مٿو هيٺ ۽ پير مٿي ڪري لونئين تي پاڻ جهلي [illegible] کي مسخري جي صورت ٿو بخشي. پاڻ کي اهڙيءَ حالت ۾ ڏسي [illegible] هوس ۽ حياتيءَ جي اڙٻنگاين کي نرم ۽ ظريف نگاهہ سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو هوس.

سٺي صحت تي حياتيءَ جو ڪيڏو نہ مدار آهي! مان [illegible] ٿو تہ حياتيءَ جي لوڏن سهڻ ۽ جيلن جون سختيون پرکڻ ۽ حالتن تي پاڻ کي هيرائڻ ۾ تندرستيءَ مون کي گهڻي مدد ڪئي آهي. مون کي جيوت ۾ ڪئين ڏاڍڪا آيا آهن پر سٺي صحت سبب بنان ضرر اهي سهي ويو آهيان. بنيادي ريت مان سالم دماغ ۽ تڏي سيني وارو ماڻهو ڇڻبس. ان جي

هڪ ثابتي اها آهي تہ مون کي ڪڏهن متي ۾ سخت سور نہ پيو آهي ۽ نہ ڪڏهن ننڍ ڦٽڻ سبب تارا تڪيندي رات گذاري اٿم. اکين جي جوت بہ جهڪي نہ ٿي اٿم جيتوڻيڪ سڄي ڄمار لکڻ پڙهڻ جو ڪم پي ڪيو اٿم. مون ڪڏهن عينڪ استعمال نہ ڪئي آهي. اهي حقيقتون ثابت ڪن ٿيون تہ مان سرد طبع انسان آهيان پر تنهن هوندي بہ مان انهن سرد طبع شخصن کان ڏيهان ڏور پڇندو آهيان جن کي ٿڌي دل ۽ ٿڌي دماغ خيال ڪرڻ جي عادت اهڙي آهي جو هو ڪڏهن گرم جذبي ۽ گرم افڪار جو لطف وٺي نٿا سگهن. مان جيل مان ڇٽڻ جي اوسيڙي ۾ هوس تہ مهاتما شخصي ستياگرهہ جي تحريڪ شروع ڪئي ۽ آرنڀ ڪرڻ لاءِ گجرات جي هارين اڳيان پهرين تقرير ڏني. سرڪار وري گرفتار ڪري پيرودا جيل ۾ اماڻيس. اڳ وانگر هن دفعي بہ هريجن اڌار لاءِ مهاتما سهوليت طلبڻ لڳو پر سرڪار اڏول ٿي بيٺي جنهن تي نئين سر ورت رکڻ شروع ڪيائين. اهڙي خسيس ڳالهہ تي ايڏو ڳرو قدم کڻڻ واجب ڏسڻ ۾ نٿي آيو پر مهاتما جي منورتي نرالي آهي. هفتي اندر سندس حالت پوڻي پئجي وئي، جنهن ڪري موت جو انتظار ڪرڻ لڳو. معاملو اُتي اچي پهتو جو پنهنجون سنهيون ٽلهيون شخصي شيون اسپتال جي داين کي ڏئي ساڻن آخرين موڪلاڻي ڪري ڇڏيائين. سرڪار جي مرضي نہ هئي تہ هو جيل ۾ پران تياڳي سو مرڻينگ حالت ۾ سندس بند خلاص ڪري ڇڏيائون. ڇڙهڻ جو امڪان ڪونہ هوس. هڪ ڏينهن دير پويس ها تہ پکي پرواز ڪري وڃيس ها پر هينئر بچي ويو. سندس جان بچائڻ ۾ ائنڊريوز جو هٿ هو. هو تڙ تڪڙ ۾ انگلنڊ مان اُتي پهچو ۽ مهاتما جي مرضيءَ خلاف ڪيس آزاد ڪرائي ڇڏيائين.

انهيءَ وچ ۾ مون کي ديرادون مان نيني جيل ۾ وٺي آيا. جيل مان ڇٽڻ ۾ تيرهن ڏينهن پيا هئا تہ اَمان سخت بيمار ٿي پئي جنهن ڪري سرڪار باقي مدو معاف ڪري مون کي آزاد ڪري ڇڏيو.

*

# مهاتما سان ملاقات

جيل مان ڇٽڻ شرط امان وٽ آيس جا بيماريءَ جي حالت ۾ بستري داخل هئي. ڪجهه ڏينهن تہ سندس پرگهور ۾ لڳي ويم. مون ڏٺو تہ منهنجي عدم موجودگيءَ ۾ دنيا جو چرخو جئن جو تئن پيي هليو. رڳو مان ڪنڌ پاسي رهجي ويو هوس. ٻار وڏيٺڙا ٿيا هئا. شاديون، غميون، ڄم موت، پيار ڏڪار، سک ڏک وغيره باقاعدي پنهنجو وارو وٺندا پيي آيا. ڪيتريون نيون ڳالهيون پڻ ٿيون هيون ۽ بحث مباحثا ڪندي ڪڏهن تہ نئون رنگ ڏسي عجب پيي لڳم. مان هن نئين وايو منڊل ۾ جلدي رلي ملي وڃان ها پر مون کي ڄاڻ هئي تہ شايد وري جيل اماڻيو ويندس سو هرڻ مرڻ جي ڪوشش ئي ڪانہ ڪيم.

اڄڻ سان ڏٺم تہ ملڪ دٻيل ۽ هيسايل هو. چؤطرف ماٺ هئي پر اها ماٺ معنيٰ سان ڀريل هئي. سخت زحمت ۽ دٻاو ماڻهن کي ٿڪائي ڇڏيو هو. سرڪار پوليسي راڄ جي صورت اختيار ڪري ملڪ ۾ جاسوسن ۽ خفيہ پوليس جي ڄار پکيڙي ڇڏي هئي ۽ ڪٿي بہ اشاري يا گفتي تي مٿان مڪ ۽ نونشي جو وسڪارو ٿي ٿيو. ٻهراڙين ۾ تہ بلڪل وٺل مچائي ڏٺو هئائون. ڪانگريسين پنيان سرڪار تازي ڪتن وانگر ڪاهي پئي هئي ۽ ميونسپالٽين ۽ ٻين سنستائن مان کين موقوف ڪرائي بيروزگار بڻايو ٿي ويو. جرمنيءَ ۾ نازين جي ڪارنامن جو هند سرڪار نقل پيي ڪيو ۽ ساڳئي وقت گگدام بڻجي اسان کي پيي ٻڌايائون تہ هندوستان ۾ جيڪڏهن نازي راڄ هجي ها تہ اسان سان هن کان بدتر هلت اختيار ڪئي وڃي ها. اسان ور ور ڏيئي سرڪاري ظلمن نسبت جاچ ڪميٽي وهارڻ جي تقاضا پيي ڪئي آهي. ڪهڙي بہ ڪميٽي وهي تہ سرڪار جي طرف کي وڏيڪ وزن ڏيندي پر تنهن هوندي بہ جاچ ڪميٽيءَ کان گوٺناٽي پيي ڪئي اٿن. انگريز عادت انوسار پاڻ کي پاڪ ۽ نياڪاري سمجهندا آهن. عملي ريت ڪهڙا بہ ڪلورَ وهائين پر ڪليو ڪلايو اهڙي قسم جي اعمالن تي نازين وانگر فخر وٺڻ کان

لڄ ايندي اٿن. مون کي خاطري آهي تہ رواجي ريت انگريزن کي وحشانيت لاءِ ڏڪار آهي پر ساڳي وقت جرمن، انگريز هند واسي يا ٻي ڪا بہ قوم اچان اهڙي سڀيہ ۽ شريف نہ ٿي آهي جو ڇيڙ ڇاڙ يا آزمائش جي موقعي تي پسو نپٽڙ ظاهر نہ ڪري. جنگ جي زماني جون ڪارروايون ۽ ان بعد ڪنهن سبب جرمنيءَ جي ماڻهن کي بک ۾ پاهہ ڪرڻ وارو معاملو بلڪل ڏهڪائيندڙ آهي. بلوي بعد هند واسين سان جيڪي عقوبتون ڪيون ويون سي بہ وسري نہ ويون آهن. حقيقت هيءَ آهي تہ جڏهن بہ اسان جي حقن ۽ فائدن تي ڪٽان حملو ٿئي ٿو تہ اسين انسانيت اشرافت، سداچار اخلاق وساري دروغ، حيوانيت ۽ تشدد تي سندرو ٻڌي بيهون ٿا ۽ قانون ۽ انتظام جا ڍڪ پري، مخالفن کي نگهوسار ڪرڻ لاءِ ويهن نهن جو زور لڳايون ٿا.

مثان سمجهو تہ اها ڪنهن شخص يا قوم جي ڪمزوري آهي. گهڻو ڪري سيئي ماڻهو اهڙين حالتن هيٺ مٿين روش هلن ٿا. تاري سرڪار کي تہ خاص ڪري سينڌ گڏڻ ۽ اوگڻ پرائڻ جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ تہ هروقت حڪومت وڃائڻ جو خطرو آٿس. هندوستان ۾ بہ اهڙي قسم جي حڪومت آهي. نتيجو اهو نڪتو آهي تہ هند واسي اخلاقي ريت ڪانئر ۽ گيدي ٿي پيا آهن. حاڪمن تي بہ ان جو برو اثر پيو آهي. منهن مٺورتيءَ تي جينڙو ارمان ڪانئجي ايترو ئي گڏڙيل ٿي ورهين اندر سرڪاري عملدارن جيڪي تقريرون ٻي ڪيون آهن تن مان فاشستي بوءِ پئي اچي آمريتون، دڙڪا، خنڪي، حڪم ۽ فوجي قواعد آموز ڀاڙي ان سبب روش نمايان آهي. ڏسجي ٿو اخلاق، تهذيب انسانيت، اشرافت منجهانئن ... اڏامي وئي آهي.

سرڪار جي ذهنيت ٻي هڪ واقعي مان پڻ ظاهر آهي ... جا حادثا ڪروڙي وبا هئا سو سرڪار فيصلو ڪيو تہ اوهين کي ڪيئي ... ڦاسيءَ تي چاڙهي. ماڻهن اڳيان مثال پيش ڪجي. اهڙن موقعن تي ... ماڻهو ڦاسي ڏسڻ ايندا هئا. اوهين سمجهي سگهو ٿا تہ ... قسم جي دل ڏهڪائيندڙ نظاري جو اثر ماڻهن جي دلين تي ڪهڙو ٿيندو هوندو.

جيل مان ڇٽڻ بعد مون ڏٺو تہ ملڪ جون حالتون مايوسي پيدا ڪندڙ آهن. گرفتارين جي ڏمر دٻاءَ جا قانون، تقرير تحرير تي بندش جاري

هئي. اسان جا ڪئين رفيق اجان جيل ۾ هئا. ٽپال کولي ڏسڻ لاءِ شايد خفيہ پوليس جو عملدار رکيو هئائون سو اهڙو تہ پورالو ۽ جڏو هو جو رفيع احمد قدوائي کي هر هر خار پيا لڳندا هئا. ليٽر اهڙو دير سان ملندا هؤس جو انهن ۾ جاٽايل ڪم جو مدو يا ملاقات جو وقت گذري ويندو هو يا ماڳهين وچ جو وچ ۾ گم ٿي ويندا هئا. سندس مرضي هئي تہ شڪايت ڪري پر سوال هو تہ ڪنهن کي شڪايت لکي موڪلي ڇاڪاڻ تہ سرڪار انهيءَ ڳجهي نموني ٽپال جاچڻ لاءِ ڪليءَ ريت نڪي عملدار مقرر ڪيو هو ۽ نڪي قبول ڪرڻ لاءِ تيار هئي تہ اهڙي ڳجهي ڇڪاس ڪئي ويندي آهي. نيٺ گهڻي غور بعد قدوائيءَ پنهنجي نالي خط لکي موڪليو جنهن ۾ ڪيس جيڪي اهنج هئا تن جي وچور ڏنائين. خط سي آءِ ڊي عملدار پڙهيو ۽ ان بعد قدوائي جا خط ڪي قدر بنان دير اچڻ لڳا.

منهنجي مرضي نہ هئي تہ وري موٽي جيل وڃان. هيترو وقت جيل ۾ رهي ڪَتو ٿي پيو هوس. پر مان ڇا ٿي ڪري سگهيس. سرڪار ماڻهن کي هيسائڻ تي سندرو ٻڌي بيٺي هئي. ڪيڏي مهل بہ مون تي حڪم ڪڍي سگهي ٿي تہ هي ڪر يا هي نہ ڪر. منهنجو سياءُ اهڙو ناهي جو مان اهڙا حڪم برچشم ڪريان سو مون سمجهيو تہ پنهنجي مرضيءَ خلاف بہ جيل ويٺو پوندم. پر جيل ۾ وڃڻ کان اڳ منهنجي خواهش هئي تہ امان جي پرگهور لهي ڪيس نوينو ڪريان، ٻن سالن جي وڇوڙي پڄاڻان مهاتما سان ملاقات ڪري اچان، پنهنجي همڪارن ۽ رفيقن سان دل کولي ڳالهيون ڪريان ۽ انتر راشٽريہ حالتن ڏانهن سندن ڌيان ڇڪائي کين ذهن نشين ڪريان تہ اسان جي سؤديشي آندولن جو پروگرام سروديسي حالتن جي مدنظر تي ناهيو وڃي. ازانسواءِ پنهنجي ڪن گهرو ڪمن تي پڻ ڌيان ڏيڻو هوم ڇاڪاڻ تہ بابي جي گذر ڪرڻ بعد مون ڪاغذ پٽ ڏنا بہ ڪونہ هئا. اسان جي اپت بيهي وئي هئي ۽ جيتوڻيڪ خرچ گهٽايو هوسون تہ بہ اسان جي پونجيءَ کان ٻاهر هو. ماڻهن کي اثر وينل هو تہ مان ڏاڍو شاهوڪار آهيان سو ڪئين شخص ۽ سنستائون پئسي جي سهائتا لاءِ بار بار وينتي ڪندا هئا. پنهنجي ننڍي ڀيڻ ڪرشنا کي پرڻائڻ جي بہ اون هيم. هوءَ هڪ سال ٽيپ ڪاٽي آئي هئي. منهنجي مرضي نہ هئي تہ مان جيل هليو وڃان ۽ هوءَ ائين ڪنواري رهجي وڃي.

امان جي صحت ڪجهه سڌرڻ بعد مهاتما سان پوني گڏجڻ ويس. هيتري مدت کان پوءِ ڪيس ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيم ۽ پاڻ ۾ وڏا بحث ڪياسون. اسان جي منورتيءَ ۾ وڏو فرق هو پر مهاتما مون کي سمجهڻ جي هرڪا ڪوشش پئي ڪئي. هو مون سان شامل راءِ هو ته سٽيين آسامين کي پنهنجي چربي گهٽائڻ گهرجي پر سندس راءِ موجب اهو سندن رضامنديءَ سان ٿيڻ گهرجي. مون کي ڏسڻ ۾ آيو ته سندس لحاظ ۾ مروت وارو طريقو جبر ۽ دٻاءُ کان گهٽو نرالو نه هو. مون تي اثر ويٺل آهي ته مهاتما لنبين چوڙين ڳالهين مان نه جاڻي ۽ جيسين حالتون ۽ حقيقتون ڪيس مجبور نه ڪنديون آهن تيسين هو عملي ريت ڪجهه نه ڪندو آهي. هو هڪ عجيب انسان آهي. سورهين صديءَ جي ڪئٿولڪ ٻائي جهڙو پيو لڳي پر سندس هٿ سدائين هارين جي نبض تي آهي. ممڪن آهي ته ٻلون ڪري پر اسان کي اها خاطري ته سندس طريقو هميشه سڌو سنواتو آهي جنهن ڪري ساٿس ڪم ڪرڻ ۾ خاص لطف آهي. ازانسواءِ اسين ڪهڙي به وقت پنهنجو علحدو رستو اختيار ڪري سگهون ٿا. البت حال في الحال پنهنجي روءِ سوءِ ڪم ڪرڻ جو سوال اٿي نه ٿي سگهيو ڇاڪاڻ ته نالي ماتر سول نافرماني اڃان جاري هئي ۽ سرڪار ڪانگريس کي ٻي قاعدي سنستا جي حيثيت ۾ دٻائي رهي هئي. ممڪن هو ته انهيءَ عرصي اندر اسين سوشلستي خيال ڦهلائي ڪانگريس کي اڳتي وڌڻ لاءِ آمادهه ڪريون. في الحال اسان اڳيان وڏو سوال مهاتما جو هو. جيڪڏهن هن نئين سر سول نافرماني ٿي ڪئي ته سرڪار ٻيهر جيل تي اماٽيس ۽ جيل اندران هريجن اُڌار جي ڪم ڪرڻ جو سوال ٿي اُٿيو. هر گهڙي ورت رکڻ ۽ آزاد ٿيڻ هڪ چرچو ٿي ڏسڻ ۾ آيو سو مهاتما کي هن دفعي آزاد ڪن ها ته به هو ورت نه ڇڏي ها. يعني ته هو آخرين ريت مرڻ لاءِ تيار ٿئي ها. ٻيو رستو اهو هو ته جيل مان رهيل عرصي وارا سادا ڏهه مهينا هو هٿ ٻڌي ماٺ ڪري وهي ۽ شخص ريت ڪانگريسين کي صلاح مشوره ڏيڻ کان سواءِ باقي ڪانگريس ڪم ۾ سڌي ريت ڀهرو نه وٺي. ٽيون رستو سندس قول موجب اهو هو ته قومي تحريڪ جون واڳون نوجوانن کي سپرد ڪري، پاڻ ڪانگريس مان نڪري وڃي. اسان کي ٽيئي رستا پسند نه هئا پر لاچار انهيءَ تي راضي ٿياسين ته باقي

رهيل جيل جو مدو مهاتما ڪانگريس کان گوشہ نشين ٿئي. اسان جي مرضي نہ هئي تہ سول نافرماني بند ڪئي وڃي، تنهن ڪري اسين ان کي نندي پئماڻ تي هلائيندا آياسون. انهيءَ وچ ۾ مون ساميوادي خيالن جي پرچار جو ڪم پاڻ تي کنيو ۽ خاص ڪري جوانن کي اهڙي قسم جي تربيت ڏيڻ لڳس.

الهہ باد موٽڻ کان اڳ ڪجهہ ڏينهن بمبئيءَ ۾ رهي پيس. خوش نصيباً اُديہ شنڪر سان ملاقات ٿي ويم ۽ سندس نرتيہ ڏسڻ جو موقعو پڻ مليم. مون کي سندس نرتيہ ڪلا ڏاڍي وڻي. ورهين جا ورهيہ مان ٻين ڪمن ۾ اهڙو مشغول رهيو آهيان جو مون کي راڳ، ناچ، ٻولڻي فلم، ناٽڪ وغيره ڏسڻ جو موقعو نہ مليو آهي. سنيما جي سورمن ۽ سورمين جا نالا ٻڌا اٿم پر سندن هنر ڏسڻ جو لطف نصيب نہ ٿيو اٿم. عجب لڳندوَ تہ مون حياتيءَ ۾ فقط هڪ دفعو ٻولتي فلم ڏٺي آهي. مون کي انهيءَ قسم جي سندر ڪلا لاءِ چاهہ آهي ۽ اخبارن ۾ يورپ ۽ آمريڪا جي ڪلاڪارن نسبت خبرون پڙهي سندن فن ڏسڻ جي خواهش ٿيندي اٿم. افسوس هندوستان ۾ اعليٰ درجي جا ناٽڪ ٿين ئي ڪونہ. ڪلا جو منجهن نشان ڪونهي. رڳو هر گهڙي راڳ ۽ رونشي جو مربو ٺاهي جاهلن کي خوش پيا ڪن. پلاٽ بہ جهونا پراڻا اٿن. بنگالي، گجراتي، مرهٽي ۾ ناٽڪ نگاري ڪجهہ ترقي ڪئي آهي. باقي اتر ۾ جيڪي هندي-اڙدو يعني هندوستانيءَ ۾ کيل ٿين ٿا تن ۾ ڪلا ۽ آرٽ عدم پيدا آهي. انهن شهري کيلن کان تہ وري بہ ٻهراڙيءَ جا راڳ، ناچ ۽ راس ليلائون سُنيون آهن. بنگال، گجرات ۽ دکن ۾ ڳوٺاڻن وٽ سندر ڪلا جا درشيہ ڏسي اچرج پيو لڳي. ڳوٺاڻن ۾ سندرتا ۽ سوبيا جو احساس آهي پر ان جي ڄاڻ نہ اٿن. وچولي درجي وارا تہ بنهہ ڪرو مرو آهن. وٽن نڪي آهي اباڻي اِرث ۽ نڪا آهي جديد زماني جي ڪلا، آرٽ، هنر جي پوري ڄاڻ. آسٽريا ۽ جرمنيءَ ۾ روي ورما جون بد زيب مورتون ۽ چٽر خريد ڪري پيا پٽيون ٽقين. اهڙي ريت سنگيت جي بہ مٽي پليد ڪئي اٿن. مان سمجهان ٿو سوراج ملڻ سان قومي سرڪار کي سڀ کان اول اهو حڪم ڪڍڻو پوندو تہ ڪوبہ شخص نہ هارمونيم وڄائي ۽ نہ پاڻ وٽ رکي. هتي جا شاهوڪار جيڪڏهن چاهين تہ پنهنجي گهر شوينيڪ بڻائي سگهن ٿا پر ڪنهن کي

رشتي ۽ ڪروپ جو ديدار ڪرڻو هجي تہ لکنؤ جي زميندارن ۽ جاگيردارن جي گهرن جي زيارت ڪري اچي. هو ادبمر ۽ ڏيک تہ گهڻو ئي تا ڪن پر سهڻي صنعت، آرٽ، ڪلا کان بلڪل بي خبر هئڻ سبب، مورڳو اکين جو سور ميسر ڪيو ڏين. ڪن سالن کان روي بابو جي ڪٽنب سندر ڪلا سوڌڻ ۽ سنوارڻ لاءِ وڏا ئي وس ڪيا آهن. جنهن ڪري ملڪ ۾ ڪلا لاءِ چاهہ اتپن ٿيو آهي پر بک ۽ هراس جي وايومنڊل ۾ اهي جيوت جا سهڻا گل اپرڻ مشڪل آهن.

بمبئيءَ ۾ ساميوادين سان منهنجون ڳالهيون ٻولهيون ٿيون. هو مهاتما جي منورتيءَ مان سخت بيزار هئا ۽ سندس سياست تي سخت نڪتہ چيني ٿي ڪيائون. مان سندن راين سان گهڻي قدر متفق هوس پر ان وقت سول نافرماني بند ڪرڻ سياٽپ نہ هئي ۽ ساميوادي ويچارن ڦهلائڻ لاءِ بہ جنگ ۽ ڪشمڪش جو زمانو مون کي بهتر ڏسڻ ۾ آيو. ازانسواءِ بي واهہ بہ ڪانہ هئي. ڪائونسلن ۾ وڃي قانون سازي وغيرہ تي جهڳي هڻڻ مون کي پسند نہ هئي. مون کي ساميوادين سان دلي همدردي هئي پر انهن ۾ ڪي اهڙا هئا جي رڳو نڪتہ چينيءَ تي پاڙي وينا هئا ۽ پاڻ ڪجهہ نٿي ڪيائون. سندن دليل درست هئا پر هٿ ٻڌي وهڻ مان ڇا ورندو سو هرڪو سمجهي سگهي ٿو. اها حقيقت هئي تہ خيال جهونا پر اٽا هوندي بہ مهاتما ملڪ ۾ جاڳرتا ۽ انقلابي احساس پيدا ڪري سگهيو آهي جو هن کان اڳ ڪنهن انقلابيءَ ڪري نہ ڏيکاريو آهي. عالم ۽ عاقل ڇا بہ چون پر مهاتما لوڪن جو وشواس هٿ ڪري سگهيو آهي. تازو هريجن اُڌار هلچل هلائڻ سان ڪٽر هندن کي ڪاوڙائي، ڏتڙيل اڇوتن ۾ نئين طاقت پيدا ڪئي اٿس. مهاتما انقلابي آهي يا ڪهنہ پرست پر انهيءَ حقيقت کان منهن موڙي نٿو سگهجي تہ هن هند واسين جي حياتيءَ جو نقشو ڦيرائي ڇڏيو آهي. ذليل ۽ بوٿ بوس قوم ۾ سومان پيدا ڪيو اٿس ۽ هندوستان جي مسئلي کي سروديسڪ اهميت ڏني اٿس. سندس مراد ۽ دليل ڪهڙا بہ هجن پر اهنسڪ اسهڪار يا ستياگرهہ هڪ حيرت انگيز هٿيار آهي جو نہ رڳو هندوستان جي حالتن لاءِ مفيد آهي پر ممڪن آهي تہ سجي دنيا کي ان مان لاڀ ملي سگهي.

مهاتما کي گذريل ويهن سالن ۾ ايڏي وڏي پدوي ملي آهي جو مخالفن

جو بوٺ گهٽي قدر بند جي وبو آهي. منديءَ کان وٺي ڪانگريسين رڳو مهاتما تي پيءُ پاڙيو آهي ۽ سندس فيصلي کي برچشم ڪرڻ جي عادت پئجي وئي اٿن. اڪيون پوري رڍن وانگر ريڊار پنيان هلڻ قوم لاءِ قاتل آهي. اسان جي قومي استقامت لاءِ ضروري آهي تہ مسئلن جي ڪليو ڪلايو ڇنڊڇاڻ ٿئي ۽ هرڪنهن نقط نگاهہ کان نڪتہ چيني ڪئي وڃي. صحيح ۽ درست فيصلي تي پهچڻ لاءِ اهو ڪارگر رستو آهي. رڳو مهاتما تي ڇڏي ڏيڻ تہ هو پنهنجو پاڻهي نتيجي تي پهچي، رهنمائي ڪري سو سراسر غلط آهي. البت اتفاق ۽ انتظام ڪيي پر فيصلو سهڪاريءَ نموني ٿيڻ گهرجي. نڪتہ چيني قومي ترقيءَ ۽ دماغي صحت لاءِ ضروري آهي. ساڳئي وقت اهو بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ نڪتہ چيني عمل جي جڳهہ وٺي نٿي سگهي ۽ نڪي رات جا خواب روشن روز جي ڪار ڪرت. رنج ۽ محنت کان فراغت ڏئي سگهن ٿا.

هتي جا ساميہ وادي پشچمي سامي‍واد جو درس پڙهيا آهن ۽ سياويڪ اُتي جو جاپ جپنتر سمرين ٿا. يورپ ۾ پورهيتن ۽ مزدورن جي گهڻ آهي جي اتي جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪن ٿا پر هتي ڪلڪتہ بمبئي ۽ ٻين ڪن جزوي شهرن کان سواءِ ڪارخانا آهن ئي ڪونہ. تنهن ڪري هتي جو مسئلو اوُر نموني آهي. اسان وٽ ڳوناٺن جي مالي حالت سڌارڻ ۽ قومي آزادي هٿ ڪرڻ جو سوال آهي جنهن سان يورپي ساميواد جو تعلق ڪونهي ڇاڪاڻ تہ اتي اهي سوال آهن ئي ڪونہ. مهاڀاري جنگ کان اڳ روس جي مشابهت هن ملڪ سان ڪري سگهجي ٿي پر جنگ جي پڇاڙيءَ ۾ جيڪي غيرمعمولي حالتون اتي ٻڻيون سي هتي شايد نہ ٻڻجن. ائين برابر آهي تہ ساميوادي فلسفو سياسي خواهہ مالي خواهہ پنگتي حالتن سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿو ۽ ترقيءَ جي راهہ ٻتائي ٿو پر ساميواد سان بي انصافي ٿيندي جيڪڏهن اکيون پوري ٻنان تميز جتي ڪٿي ان کي پنهنجي اصلي صورت ۾ لڳايو ويندو.

حياتي مُنجهيل معاملو آهي ۽ ان مان جي مونجهارا ۽ مشڪلاتون دربيش اچن ٿيون سي انسان کي مايوس ڪيو ڇڏين. ڪهڙو عجب جيڪڏهن ان نسبت مت ڀيد پيدا ٿين يا پاڻ ۾ رفيق ۽ سهڪاري ڪنهن هڪ فيصلي تي پهچي نہ سگهن. پر اهي شخص جي اعليٰ اصولن جي اوٽ

وٽي پنهنجي ڪمزوريءَ قلبي هيٺائي لڪائڻ گهرن ٿا تن ۾ ايمان پجهڻ مشڪل آهي. اهي شخص جي پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ سرڪار جو ساٿ ڏين ٿا ۽ ڪئين شڪي نمونا اختيار ڪري حاڪمن کي خوش ڪن ٿا تن جي منهن تي نٿو پوي تہ قومي خيال وارن جي نڪتہ چيني ڪن. ائين ڪرڻ سان هو فقط پاڻ کي کلڻ هاب ڪن ٿا.

بمبئي وڏو شهر آهي جتي وڻ وڻ جي ڪاني اچي گڏ ٿي آهي. مون ڏٺو تہ هڪ نامڪنيو شخص پورهيتن اڳيان پاڻ کي ساميوادي، سياسي ميدان ۾ لوڪشاهي جو حامي، هندو مهاسيا اڳيان پراچين مت ۽ رسم جو رکيڪ پيو سڏائي. چوندبن جي زماني ۾ هو سناتنين جو عيوضي ٿي بيٺو. ڪيئن ٿا پانيو؟ هڪ شخص جو پاڻ کي ساميوادي سڏائي سو مردود ڪهڻ پرست سناتنين جو عيوضي! نہ رڳو ايترو پر هو ڪانگريس تي نڪتہ چيني ڪرڻ ۽ مهاتما کي رجعت پسند ۽ ترقيءَ جو دشمن ڪوٺڻ لڳو. انهيءَ شخص هڪ پارٽي پڻ ناهي جنهن جو نالو رکيائين ڪانگريس ڊيموڪرٽنڪ پارٽي. درحقيقت انهيءَ پارٽيءَ جو لوڪشاهيءَ سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو ۽ ڪانگريس خلاف ڪجهہ مٽڻ ڪانسواءِ اُن سان لڳ لاڳاپو ڪونہ هوس. ڪجهہ وقت بعد اهو شخص مزدورن پاران جنيوا ۾ عيوضي ٿي ويو. مان تصديق ٿو ڪريان تہ هن ملڪ ۾ ڪي ڳاڻ ڳٽيا مس هوندا جن جي روش متئين شخص جهڙي هوندي. ڪانگريس ۾ ڪي اهڙا سائينءَ سنواريا آهن جن جو هٿ ڪيترن ڪمن ۾ آهي پر هن ڳالهہ کان انڪاري ٿيڻ مشڪل آهي تہ مٿين نموني جا شخص ساميواد خواهہ ڪانگريس جو نالو ڪسو ڪري رهيا آهن.



# لبرل ڌر وارن جي منورتي

مان جڏهن پوني ۾ هوس تڏهن هڪ دفعي مهاتما سان گڏجي سرونٽس آف انڊيا سوسائٽي ڏسڻ ويس. سوسائٽي جو پريزيڊنٽ سرينواس شاستري ۽ پنڊت هرديه ناٿ ڪنزرو ان وقت اتي موجود نه هئا. اهي ٻئي شخص هن سوسائٽيءَ جا ٿنڀا آهن. انهن ڪانسواءِ باقي ٻيا ڪي جهونا ميمبر حاضر هئا. ڪلاڪ کن ته انهن ميمبرن مهاتما کان وائسراءِ سان ملاقات نه ملڻ نسبت سوال پي پڇيا. اسان کي حيرت هئي ته هي ڏسٽا وائسٽا انهيءَ خسيس معاملي کي ايڏي اهميت ڇو ٿا ڏين. ملڪ ۾ ٻيا گهڻي ئي اهم مسئلا هئا جن تي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لايدايڪ هئي. مثلاً انهيءَ وقت هندوستان ۾ ڪئين جماعتون ۽ سنستائون بي قاعدي ٺهرايون ويون هيون ۽ هزارين ماڻهو جيلن ۾ هئا. جنسن جا اگهه گهٽجي ويا هئا ۽ هارين ۾ سخت بي آرامي هئي. سرحد ۽ بنگال ۾ سرڪار رڻ ٻاري ڏنو هو ۽ سڄي ملڪ ۾ تقرير تحرير ۽ ميڙ تي بندش هئي. ٻيا به ڪئين ديسي ۽ سرو ديسي مسئلا هئا جن نسبت سوال جواب ڪري سگهيا ٿي پر هي سڄاڻ ڪلاڪ ساندهه وائسراءِ سان ملاقات نه ملڻ جي اپتار ۾ محو هئا. مون کي ڏسڻ ۾ آيو ته هڪ بکشوَمَٺ ۾ اچي نڪتو آهيان جتي جا رهواسي پنهنجي مصنوعي دنيا اندر رهي باقي عالم جي اٿرن کان ڇڇي ڌار ٿي ويا آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته اتي ڪي اهڙا شخص موجود هئا جن جي حياتي سياسي مسئلن ۽ ملڪي معاملن ۾ گذري هُئي. لبرل ڌر جا هو پيلپاوا هئا. جيڪڏهن اهي شخص ان ۾ نه هجن ته هوند لبرل ڌر بخار مثل ٽڙي پکڙي وڃي ۽ لوڪن کي به ان لاءِ عزت نه رهي چاڪاڻ ته باقي ٻيا ميمبر يا ته سرڪاري عملدار آهن يا سال اڌ ۾ هڪ اڌ دفعو تقرير ڪري پاڻ کي سياست دانن ۾ شمارڻ جو لطف وٺندا آهن.

مان مٿين گفتو کي وزن انهيءَ ڪري ٿو ڏيان جو اڪثر ڏٺو ويو آهي ته ملڪ جي سياسي ترقيءَ جو اندازو انهن سوالن مان لڳائي سگهجي ٿو. ماڻهو ڪهڙا سوال ٿا پڇن؟ اهي سوال وزنائتا آهن؟ ڏٺو ويو آهي ته جنهن ملڪ ۾

ماڻهو وزنائتا سوال نٿا پڇن يعني تہ جتي ماڻهن ۾ تميز ناهي تہ ڪهڙين ڳالهين کي وزن ڏجي ۽ ڪهڙين کي نظرانداز ڪجي. اتي جي سياسي حالت پڻ پست آهي. غور ڪريو تہ اسان ڪيڏو نہ وقت هندو مسلم فرقن کي ڪائونسلن ۾ ڪرسيون ورڇي ڏيڻ ۾ ضايع ڪيو آهي. انهيءَ بي سود جهڳڙي سبب اسين وڏا مسئلا وساري ويٺا آهيون. اها اسان جي سياسي پستي. فڪري ڪمزوريءَ جي نشاني آهي. تهڙي ريت سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ جي ميمبرن مهاتما کان جي سوال پڇيا تن مان سندن منورتي پئي بکي. اسان ڏٺو تہ سندن نظر وسيع ناهي ۽ اقتصاديات ۽ سياست يعني آرٿڪ ۽ راجنيتڪ مسئلن ڏانهن سندن رخ درٻارين جهڙو آهي جي رڳو اکيون پائي ويٺا تڪين تہ فلاڻو ڪي فلاڻو آفيسر ڇا ڪندو يا ڇا نہ ڪندو.

”لبرل پارٽي“ هڪ اهڙو لفظ آهي جو ڪيترن ماڻهن کي گمراهہ ڪري سگهي ٿو. ٻين ملڪن ۾ هن لفظ پٺيان ڪي تاريخي حقيقتون آهن. انگلنڊ واري لبرل پارٽي شخصي آزادي، ناگرڪ حق، ٻاهرين ملڪن سان ٻنان رنڊڪ ۽ ٻنڌڻ جي آزاد واپار ملڪ جي آرٿڪ ۽ اقتصادي معاملن ۾ حڪومت طرفان دست اندازيءَ جي مخالفت وغيره جي بنيادي اصولن ۾ اعتقاد رکندڙ آهي. اوائل ۾ ماڻهن جي مرضي هئي تہ حڪومت طرفان هڪ هٽي ۽ واپار تي ڳريون ڍلون بند ڪرائجن. انهيءَ مان آهستي آهستي وڌيڪ حق ۽ آزادي حاصل ڪرڻ جا خيال ماڻهن ۾ پوڻ لڳا ۽ انهن خيالن جي اظهار ۽ حقن جي حاصليت لاءِ هڪ سياسي پارٽي ٺهي پئي. هندوستان جي لبرل ڏر وارن پٺيان اهڙي ڪا بہ تاريخ ناهي ۽ اصولي نقطہ نگاهہ کان بہ هو نرالي نوع جا ماڻهو آهن. هو آزاد واپار جا مخالف آهن ۽ چاهين ٿا تہ ديسي هنرن ۽ ڪارخانن کي وديسي چٽاڀيٽي ۽ مسابقت خلاف بچاءُ ڏنو وڃي. سندن تازن ڪارنامن مان ظاهر آهي تہ ناگرڪ حقن جي رکيا جي بہ اون ڪانہ اٿن. هو نوابن، جاگيردارن ۽ رياستن جي حاڪمن جي حمايت ڪن ٿا. جيتوڻيڪ ڄاڻ اٿن تہ انهن رياستن اندر نالي ماتر بہ شخص آزادي ۽ لوڪشاهي موجود ناهي. سچ پڇو تہ هيءَ ”لبرل يا اُدار پارٽي“ ڪنهن بہ خيال کان اُدارچت ناهي. اصل ۾ اها پارٽي ڇاهي سو چوڻ مشڪل آهي ڇاڪاڻ تہ پارٽيءَ کي بنيادي اصول آهن ئي ڪونہ جن مان پتو پئجي سگهي تہ اقتصادي معاملن ڏانهن سندن رخ ڪهڙو آهي. پارٽيءَ جا ميمبر

جوارو اٿو آهن. هرڪو آپي خان پنهنجو سر پيو آلاپي. هو رڳو ٻين جا عيب ثواب ڪڍي ڄاڻن ۽ سمجهن ٿا ته اهڙي نموني مڪڻ مان وار ڪڍنديءَ ڪنهن منزل تي پهچي سگهندا. صاف آهي ته هو انتها پسند ناهن. مذيم يا وچواري واهه وٺي هلڻ سان هو پاڻ کي ڳُٺوان ۽ گياني سمجهن ٿا. ائين ڪرڻ سان ڪين نڪي گهڻي ويچار ڪرڻ جي ضرورت پوي ٿي ۽ نه ڪنهن دستور العمل ڳولي لهڻ جي حاجت. هو ڄاڻن ٿا ته شاهوڪار شاهي يورپ ۾ ڪامياب نه ٿي آهي پر ساميوادي سرشتو بنهه نبتر آهي ڇاڪاڻ ته مالدارن جي ملڪيت ڦٻائڻ جي هدايت ٿو ڪري. شايد ايندڙ زماني ۾ گپت گيان ذريعي ڪو نئون نمونو لڀي پوي پر حال في الحال شاهوڪار شاهيءَ جي حمايت واجب آهي. اتفاق سان جيڪڏهن بحث ڇڙي پوي ته زمين گول آهي يا سنئين ته هي سڄاڻ جيڪر ٻنهي راين کي ريٽي ڇوڻ ته حال في الحال محيط بهتر ٿيندو ته زمين گول نه دار يا چوڪنڊي آهي. خسيس معاملن تي ٽڙسن کي اڃيو بخيلي لڳي ۽ اهم معاملات نظرانداز ڪري. بنيادي خرابين خلاف بنيادي علاج ڳولي لهڻ عيوض اجائي پيا پخي هٽن ۽ هيا هو مچائن. اهوئي سبب آهي جو هن پارٽيءَ جي هار يا جيت کي ڪا اهميت ڪانهي ڇاڪاڻ ته ان مان بنيادي ڦيرڦار ٿيڻ جو امڪان ناهي. مان سمجهان ٿو ته هن قسم جي ماڻهن لاءِ ”لبرل ڏر“ کان ”نرم ڏر“ نالو وڌيڪ سهائيندڙ آهي. ڇاڪاڻ ته هو گرم خيال کان ڇرڪي سدائين نرم خيال ڏانهن مائل رهن ٿا.

افسوس جو نرم خيال ۽ مذيم مارگ ۾ سورج جي روشني ۽ گرمي لهڻ مشڪل آهي. اهوئي سبب آهي جو لبرل ڏر وارا بي رس ۽ بي جس ٿي پيا آهن. سندن صورت ۽ سيرت، تقرير ۽ تحرير ۾ ڪا زندهدلي ڪانهي. البت تيج بهادر سپروءِ جهڙا ڪي ڇڙا شخص منجهن آهن جي طبيعتا خوش مزاج آهن ۽ خود پنهنجي شخصيت تي مذاق ۽ مسخري ٿيندي به ان مان لطف وٺي سگهن ٿا. پر عام ريت لبرل ڏر وارا آسودي ۽ آسائشي طبقي جا ماڻهو آهن جن جي اڏول ۽ بي مزي نشچلتا لوڏڻ محال آهي. لبرل ڏر وارن جي مشهور اخبار ”ليڊر“ ۾ هڪ دفعي هڪ مضمون شايع ٿيو هو جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته غيرمعمولي انسان، عطائي ۽ مهاپرش دنيا ۾ سدائين ولوڙ وجهندا آهن تنهن ڪري ساڌارڻ پرش ۽ رواجي ماڻهو هنن جي ڀيٽ ۾ بهتر آهن. ڇا ٿا ڀانيو؟ ڪيئن نه هڪ ئي ڏڪ

سان پنهنجو جهنڊو جبل جي چوٽيءَ تان لاهي پوني تي آندائين!

هالو چالو رسم ۽ رواج جي پوئواري، پراچين پوڄا ۽ ماضي پرستي، مڌيم ۽ ملايم ويچار ۽ واهڻ، انقلاب ۽ تبديليءَ کان ڇرڪ، پيريءَ ۽ ٻڍاپي جي نشاني آهن. جوانن ۾ اهڙي قسم جي ذهنيت سونهين نٿي. پر هي ملڪ اهڙو تہ جهونو پراڻو آهي جو هتي جا ٻار ڄمنديئي ٽڪل ۽ سست ٿين ٿا. منجهن نوخيز زندگيءَ جو آب و تاب ڪونهي. هو جوانيءَ کان اڳ ٻڍا ٿيو وڃن. پر هينئر هن ٻڍي ديس ۾ نئين جنبش ۽ حرارت اچڻ لڳي آهي، جنهن ڪري اهي نرم ۽ مڌيم ويچار، مٺا ٻول ۽ وٽندڙ گفتا بي اثر ٿي پيا آهن. انهيءَ ذريعي نئين جيون شڪتي اهڙي روڪبي جهڙي طوفان، ٻوڏ، زلزلي کي تقرير ڪري سان هٽائي ڇڏجي. هڪ دفعي ڊاڪٽر وائيٽ هيڊ اهڙي قسم جي ماڻهن ڏانهن اشارو ڪندي چيو هو تہ "هنن جي اها بدبختي آهي جو سمجهن ٿا تہ جن خيالن، رسمن، رهڻيءَ سندن ابن جي زندگي ڪنهن قالب جي صورت ۾ نپي ناهي بهاري سي ساڳيا اثر سندن ٻچن کي ساڳي صورت ۾ ناهي بيهاريندا. اڄ ڪالهہ جي دنيا اهڙي آهي جو انسان ذات جي تاريخ ۾ پهريون ئي دفعو مٿين قسم جو انومان بلڪل غلط ثابت ٿيو آهي." ڊاڪٽر وائيٽ هيڊ ڪوشش ڪري تمام نرم نموني مٿين خيالن جو اظهار ڪيو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ دنيا ۾ پٽ ڪڏهن بہ پيءُ جهڙا نہ ٿيا آهن. ائين برابر آهي تہ يورپ ۾ مردهہ ماضيءَ جو اثر گهٽ رهيو آهي پر اهي عالمگير شڪتيون جي جيون ساگر ۾ وهڪرو پيدا ڪن ٿيون تن اڳيان پراچين سڀيتا ۽ قديم تهذيب وغيره جا جبل مٽيءَ مثل آهن. قدرت کي حياتيءَ جي ڊنڊ ۾ وهڪرو آڻڻ جا طريقا آهن. اسين انهن شڪتين اڳيان بيوس ۽ لاچار آهيون ۽ حماقت وچان ٻين کي ڏوهہ ڏيون ٿا تہ هنن اسان اڳيان رنڊڪون وجهي، اسان جي گيهہ جو گهڙو چڪنا چور ڪري ڇڏيو آهي.

اسان سيني جي اکين تي کوپا چڙهيل آهن. خود مهاتما بہ ان کان آجو ناهي. فرق رڳو هي آهي تہ اسين ميدان عمل ۾ قدم رکي، حياتيءَ جي لهرن ۾ گهلجي گينداڙجي تجربا، آزمائشون، پلون ۽ چڪون ڪري ترندا تابڙندا اڳتي وڌندا وڃون ٿا. پر هي نرم ڏر وارا پلن پر ڊڄي عمل کان نابري واري ويٺا آهن ۽ ڪري پوڻ جي ڊپ کان اُٿي ٻهڻ ۽ هلڻ ڇڏي ڏنو اٿن ۽ جيئرن جاڳندن جو

سنگ چڙي دماغي جيل خاني جي ڪوٺڙيءَ ۾ پورجي ويٺا آهن. هڪ دفعي سرينواس شاستريءَ کين آگاهيو ته "هٽ ٻڌي ماٺ ڪري هڪ هنڌ ويهي نه رهو. قافلو توهان لاءِ بيهي ڪونه ويندو." هائو اها لبرل ڏر وارن جي بدبختي آهي جو جڏهن قوم جو قافلو ڇُرڻ پُرڻ هلڻ لڳو آهي ته پنهنجي يائرن کان ڌڄي حاڪمن جو پيچ وچي پڪڙيو اٿن. ڪهڙو عجب جيڪڏهن اج هو هن ملڪ ۾ ڌاريا ٻڻجي پيا آهن! جڏهن غلاميءَ جي زنجيرن ٽوڙڻ لاءِ قوم قربانيون ڪري رهي هئي تڏهن هي تماشو ڏسي رهيا هئا ۽ پريان اسان جا عيب ثواب ڪڍي سڪٽا اپديش پي ڏنائون ۽ ساڳئي وقت سرڪار جو ساٿ ڏيئي سندن هٿ مضبوط ٿي ڪيائون. حيرت انهيءَ تي آهي ته انگلنڊ جي مزدور پارٽيءَ، سرڪار سان سهڪار ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڪيترن انگريزن کين وينتي ڪئي ته ڪانفرنس ۾ ڀرو نه وٺن، پر هو حاڪمن سان ٻانهن ٻيلي ٿي ويٺا.

اسين سڀ ضرورت مطابق نرم يا گرم آهيون. جڏهن ڪنهن ڳالهه تي اسان جي دل جي رڳ ڇڪجي ٿي يا ذاتي فائدن کي نقصان پوي ٿو ته گرم ٿي ٿا پئون. ٻيءَ حالت ۾ اسان اڪثر بي پرواهه ۽ لاغرض آهيون جنهن ڪري فراخ دليءَ سان ويچار وهنوار ڪريون ٿا. مون ڏٺو آهي ته جڏهن شاهوڪار شاهيءَ خلاف آواز بلند ڪيو وڃي ٿو ته بلڪل نرم شخص به باهه جا اُلا وسائڻ لڳن ٿا. اسان جا لبرل مالدار شخص آهن جنهن ڪري هو سوراج ۽ آزاديءَ لاءِ آتا ناهن. هو هالو چالو سرشتي مان راضي آهن. هو سمجهن ٿا ته جيڪڏهن معتبر ۽ آبرودار نموني جي روش هلندا ته انگريز بهادر سندن صلاح تي ڪجهه ڌيان ڏيندو. اهوئي سبب آهي جو هو سدائين حاڪمن جي نقطه نگاهه کان مسئلن کي ڏسن ٿا. سرڪاري رپورٽن، انگن اکرن ۽ پارليامينٽ جي رسم ۽ نيتيءَ جو ابياس ڪرڻ ۽ وائيٽ هال جي سورگ پوريءَ مان حاڪمن جي چوٽي ڪرٽي جا ٽوٽڪا ۽ گفتا گڏ ڪرڻ سندن شغل آهي. اڳي چوندا هئا ته معتبر امريڪن جو روح مرڻ بعد پاريس ويندو آهي، ساڳي ريت جيڪڏهن چئجي ته هندي لبرل جي مرڻ بعد سندس سوڪيم آتما وائيٽ هال جي ارد گرد نوس نوس ڪندي آهي ته وڌاءُ ڪونه ٿيندو.

ڪانگريس ۾ به ڪيترا اهڙا شخص آهن جن جا خيال، نرم ڏر وارن جهڙا آهن. فرق رڳو هي آهي ته مهاتما جي پڌارجڻ بعد ڪانگريسين جي عام ماڻهن

سان لهه وچڙ رهي آهي ۽ ڪين عملي ريت سياسي ميدان ۾ داخل ٿيڻو پيو آهي. جنهن ڪري هن قسم جي ناقص ۽ منجهيل منورتيءَ جي اثر کان ڪي قدر بچي ويا آهن. نرم ذر وارن جي حالت نرالي آهي ڇاڪاڻ ته هو پوڙهن توڙي جوانن کان ڇڇي ويا آهن. جنهن ڪري سندن مستقبل بلڪل اونداهو ٿي پيو آهي.

اسان وٽ ڪيترا اهڙا آهن جن مان قديم ڪافر واري قلبي صداقت نڪري وئي آهي ۽ ان عيوض منجهن نئين دين وارو ايمان پيدا نه ٿيو آهي. اسان "ورڻ ديوتا کي سمنڊ مان نڪرندو نه ڏٺو آهي." ۽ "نڪي ناردمنيءَ جو ناد وڄندي ٻڌو آهي." اسان مان ڪن ٿورن ۾ سوُجهي آهي جو:

"ريتيءَ جي ڪڻ ۾ جڳت ۽ جهنگلي گل ۾ وئڪنٺ پسون يا اننت کي مٺ ۾ جهلي اڪال کي کن پل ۾ سمائي ڇڏيون."

ڪم نصيبا اسان مان گهڻن کي موقعو ٿي نٿو ملي جو قدرت جي غيبي اسرارن ۾ ليئو پائي ڏسون ۽ پرڪرتي جو مڌر ۽ جنبش آواز جهڙي رت ۾ گهڻا حرارت حس ڪريون. افسوس اهو اوائلي معصوميت جو زمانو گذر چڪو آهي. پر هينئر جيڪڏهن اسان کي ۾ پرڪرتيءَ جي تيج ۽ پل ڏسڻ جو شرف نٿو ملي ته گهٽ ۾ گهٽ انسان ذات جو ... ۽ پراڪرم سان پرپل رنگين ناٽڪ ڏسڻ جو موقعو ملي ٿو ۽ ماڻهن جي اندر ۾ جيڪي طوفان ۽ بادل، ڏک ۽ درد، تمنائون ۽ ڪامنائون آهن تن کي حس ڪري سگهون ٿا ۽ انساني قسمت جو شاندار مقصد ۽ ماڳ جو جلوو پسي سگهون ٿا. اهوئي سبب آهي جو اسين سر جون سٺون ڏيئي سور سختيون سهي سگهيا آهيون ۽ خسيس ناچيز معاملن ۾ منجهي نه پيا آهيون. پر ڪيترا اهڙا به آهن جي نڪي سهڻا سپنا لهي سگهن ٿا نڪي جنگ جي ميدان ۾ لڙڻ جو اشتياق رکن ٿا. هو قديم زماني جي تهذيب کان ڇڇي ويا آهن پر اڃان نئين وات ڳولي نه لڌي اٿن. فرانسيسي ۽ روسي انقلاب جو ولولو ماڻهن جي من ۽ چت ۾ پيدا ڪري ٿو تنهن کان هو بي خبر آهن. ماڻهن جي دلين اندر ڊپيل ترشنائون، امنگ ۽ جذبا جڏهن جوالا مکيءَ وانگر ڀڙڪو ڏئي آگ وسائين ٿا تڏهن هي دهلجي ۽ ڊجي وڃن ٿا. اهڙن ماڻهن لاءِ قديم تهذيب جا قلعا ۽ برج اڃان سالم بيٺا آهن.

اسان جي ڪيترن هم وطنين جو چوڻ آهي ته ديش ڀڳتي ڪو ڪانگريسين جو خاص ورثو ناهي. اسين نٿا چئون ته حب الوطني اسان جي

ملڪيت آهي. اها سوغات ڪنهن کي ڪپي ته اسين خوشيءَ سان ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. ڪئين شخص جي عهدن، القابن ۽ نوڪرين جا ڳولائو آهن سي ديش ڀڳتيءَ جي هام هڻن ٿا. حقيقت ۾ ديش ڀڳتي اهڙي هردلعزيز معجون ٿي پئي آهي جو هرڪنهن طبقي، طبيعت ۽ ذوق وارا ان کي هٿ ڪرڻ جي فڪر ۾ آهن. اڄ جيڪڏهن يزيد کي پنهنجي منحوس مراد پوري ڪرڻي هجي ته هوند حب الوطنيءَ جي اوٽ وٺڻ پسند ڪري. سو ديش ڀڳتي ڪافي ناهي. ان ڪان به وڌيڪ اُتم، وشال، اُدار اُديش جي ضرورت آهي. تهڙي ريت وچون وَهه ۽ نرم خيالي به ڪافي ناهي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته سياوَ جي نرمي، سيپتا جي نشاني آهي پر ساڳي وقت اهو وسارڻ نه گهرجي ته اندر ۾ آتش ۽ جذبي جو طوفان ضروري آهي، جنهن کي روڪي قبضي ۾ آڻي وڻندڙ صورت ۾ آشڪار ڪرڻو آهي. انسان جي تقدير ۾ لکيل آهي ته هو برق ۽ طوفان تي قبضو ڪري، ساگر جي لهرن تي سوار ٿي، عناصرن کي پنهنجي وس آڻي، ان مان پنهنجي هم جنس کي فيض رسائي. پرمنش لاءِ سڀ ڪان اڻانگو ڪم اِهو آهي ته هو پنهنجي نفس تي غالب پئي پاڻ کي حدن اندر روڪي بهاري. جيسين هو پاڻ روڪي نه سگهيو آهي تيسين انسان جي اعليٰ ارث مان فيض ملڻ محال اٿس. پر اسان اڳيان هيئنئر سوال آهي ته پير ۽ ننگون جي چرڻ پرڻ کان نابري واري ويٺا آهن ۽ جن مان رت ست چڏائي ويو آهي تن کي ڪيئن وري هلڻ جلڻ جهڙو ڪجي؟

مون کي راءِ ڪنمبيل جي لکٽي ياد ٿي اچي جنهن ۾ ... آنم نگره يا پاڻ تي ضابطي رکڻ جي فائدي ۾ آهي پر اهو ... ابلق ڪٽي آهي جنهن کي لغام سان روڪجي؟ اسان جا ليڊر ... ٿا ته هو ڪانگريس ۽ سرڪار جي ٻن چيٽن ۾ وچون وهه وٺڻ پسند ... جنهن ڪري ٻنهي ڌرين مان ريڪون ڪري شرائون ڏني پاڻ کي ... قابل ۽ لائق سمجهن ٿا. هو ترازيءَ جي ٻن پڙن کي ميزان ۾ ... سعي ۾ آهن ۽ نياءَ ديويءَ جي پتلي وانگر اکين تي پٽي ٻڌي اٿن. ... جو خيال ڪندي مون کي انجيل جو اهو ڪلمو ياد ٿو پوي، جنهن ... چيل آهي "اڙي پنڊت ۽ پروهت. توهين اُهي انڌا رهبر آهيو جي ... ڪري وجن پر ڪوڏيءَ تي پيا ڪِر ڪِر ڪن."

*

# بينڪي راڄ ۽ پورن سوراڄ

گذريل سترهن ورهين ۾ ڪانگريس نيتيءَ جا بنائيندڙ ۽ بانيڪار سفيد پوش طبقي جا ماڻهو رهيا آهن. اهي شخص لبرل هجن خواهہ ڪانگريسي پر ساڳين اثرن ۽ حالتن هيٺ پلجڻ سبب سندن پنگتي لڳ لاڳاپا ۽ لهہ وچڙ فقط انهيءَ هڪ ئي طبقي اندر رهي آهي. سياوَ ۽ ذهنيت ۾ فرق هئڻ سبب انهن مان ڪي ڪانگريسي ۽ ڪي لبرل ٿي پيا آهن. جيڪي ساوا هئا سي سرڪار جو طرف وٺڻ لڳا ۽ لبرل ٿي پيا پر جيڪي دال روٽيءَ وارا هئا سي ڪانگريسي ٿي پيا. سندن منورتي ۽ مراد تقريباً هڪجهڙي هئي. فرق رڳو ايترو ٿيو تہ ڪانگريسن کي ڪمي ڪاسبيءَ، واڻئي ۽ ننڍي واپاريءَ، بي روزگار تعليم يافتہ ۽ ننڍين نوڪرين وارن جي پشتي ملڻ لڳي، جنهن ڪري پنيان ٿُل مَلڻ سبب ڪانگريسي ڪجهہ اڳيرو وڌڻ لڳا ۽ سندن تقرير ۽ تجربي جو نوع نرم ۽ ملايم مان بدلجي ڪڙاڪيدار ۽ ويرهو نموني جو ٿي پيو. منجهن ايتري سگهہ نہ هئي جو اثرائتو عملي قدم کڻي سگهن، تنهن ڪري اندر جو بخار شديد ڪلامي ۽ تند طبعي ذريعي ٿي ڪڍيائون. نرم طبع شخص سندن انهيءَ تنديءَ کان چِڙڪي ڪانگريس مان نڪري گوشہ گير ٿي ويٺا. تنهن هوندي بہ ڪانگريس ۾ ڪي متئين طبقي وارا ماڻهو رهجي ويا جن جي مراد هئي تہ قومي تحريڪ معرفت ڪاميابي حاصل ڪن ۽ پنهنجي کوهيل آبرو ۽ آڪڙ ۽ رتبو نئين سر هٿ ڪن. قوميت جو جذبو سيني ۾ ساڳيو آهي. رڳو سياوَ نرالي هئڻ سبب ڪي نرم ڪي گرم ٿي پيا آهن. آهستي آهستي اڻ هوند وارن سفيد پوشن جو اثر ڪانگريس اندر وڌڻ لڳو آهي ۽ هينئر تہ هاري ناري بہ پنهنجو آواز ڪرو ڪرڻ لڳا آهن. رفتہ رفتہ ڪانگريس، جئن ڳوناڻن جي عيوضي تيڻ لڳي آهي تئن لبرل ۽ ڪانگريسين جي وچ ۾ ويڇو وڏي ويو آهي. محلات ۾ رهندڙ لاءِ سمجهڻ ڏکيو آهي تہ جهوپڙيءَ واري جي

من ۾ ڪهڙا خيال ٿا وسن. انهيءَ هوندي بہ ڪانگريسين ۾ لبرل ڏر وارن وچ ۾ ويڇو اصولي يا بنيادي ناهي، ڇاڪاڻ تہ ٻنهي ڌرين ۾ پنهنجي طبقي وارن جو شان برقرار رکڻ ۾ قوميت جي حمايت ڪرڻ جو سنسڪار پيل آهي. اهوئي سبب آهي جو ڪيترا شخص جي سياوءِ منورتي مطابق لبرل ڏر سان شامل هئڻ گهرجن سي توڙ تائين ڪانگريسي ڪي ڇُهتي پيا آهن.

سالن جا سال انگريزن هندوستان کي گشتي گهر وانگر ڪري رکيو آهي جنهن ۾ وڏا صفحا، ڪشادا اڱڻ ۽ سهڻا ڪمرا پاڻ لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيا اٿن، باقي رڌڻو ۽ تهہ خانا ۽ نوڪرن جون ڪوٺيون هند واسين کي ڏنيون اٿن. ساڳي ريت انهن نوڪرن جي وچ ۾ جدا طبقا ۽ درجا پيدا ڪري ڪن کي بٽلر، ڪن کي باورچي، ڪن کي نوڪرياڻي وغيره جو رتبو عطا ڪري منجهن ويڇي جو ٻج ڇٽيو اٿن. گهر جي مالڪن ۽ نوڪرن وچ ۾ پنگتي خواهہ سياسي لحاظ کان زمين آسمان جو فرق پئي رهيو آهي. انگريزن جيڪڏهن پنهنجي سهوليت ۽ آسائش خاطر اِهي طبقا ناهيا آهن تہ انهن تي ميار ناهي. عجب انهيءَ تي آهي تہ اسان جا ماڻهو اهڙي قسم جي مصنوعي ۽ بي بنياد ورڇ کي قدرت جو قانون ۽ سماج جو اڻ ٽر وهنوار سمجهي پنهنجي حياتيءَ کي ان مطابق گهڙي ناهي ٻهارڻ ۾ لڳي ويا آهن. اهوئي سبب آهي جو اسان جي ذهنيت نوڪرن چاڪرن جهڙي ٿي پئي آهي. اتفاق سان مالڪ جيڪڏهن چانهہ جو ڪوپ پياريو تہ ڇيهہ ٿيو. ان کي وڏي عنايت سمجهنداسون. اسان جي اندر ۾ سدائين اها ڪامنا رهي آهي تہ شخصاً آبرودار ۽ معتبر بڻجون ۽ مٿئين طبقي وارن وچ ۾ جڳهہ حاصل ڪريون. اسان جي ذهنيت اهڙي ذليل بنائي ڇڏڻ سان انگريز ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. حرفت بازي ۽ هٿيارن ذريعي جا سوڀ حاصل ٿئي ٿي سا هن فڪري تنزل اڳيان تِڇ آهي ڇاڪاڻ تہ غلام جڏهن پاڻ کي غلام سمجهڻ لڳي ٿو تڏهن جيتيندڙ جي سوڀ اجيت ٿي پئي ٿي. هينئر دنيا ۾ وڏو انقلاب اچي ويو آهي ۽ انگلنڊ خواهہ هند ۾ مٿئين نموني جو انتظام ۽ تهذيب رضا خوشيءَ سؤيڪار ڪرڻ محال آهي. البت ڪي ٿورا سڄاڻ اڄان بہ آهن جي نوڪر جي ڪڙتي پٽي ۽ پڳ ۾ فخر ونن ٿا. پيا ڪي اهڙا بہ آهن جي لبرل ڏر وارن وانگر هن نموني جي نظام ۽ تهذيب تي مشتاق آهن ۽ انهيءَ عمارت جي

ساراهه جا ڍڪ پيا پرين. هو رڳو چاهين ٿا ته گورن عيوض کين سهڻا ڪمرا ۽ ايوان ملڻ گهرجن، جنهن کي هو "حڪومت کي هندوستاني بنائڻ" (Indianisation) سڏين ٿا. سندن اڳيان فقط اهو مسئلو آهي ته ڪيئن وڏن عهدن تان گورا ڪڍي سانورا يا ڪارا رکجن. نئين جوڙجڪ ۽ نئين نظام جو هنن کي خواب خيال به ڪونهي.

انهن ماڻهن جي سمجهه ۾ سوراج جي معنيٰ هاڻوڪي نموني جي حڪومت ۽ نظام آهي جنهن ۾ ساڳيا ڪاتا، ساڳيون اسيمبليون، ساڳيون نوڪريون، ساڳيا عهدا ۽ رتبا آهن جي گورن عيوض گڏا ماڻيندا. جاگيردار پنهنجي جاگير جا ڌڻي ۽ زميندار زمين جا مالڪ ۽ هارين جا گهاتڪ. شاهوڪار ناڻي جي ڳوٿرين وچ ۾ گديلن تي براجمان ۽ قرضي تڏي تي يا ڪورٽ جي اڳڻ ۾ پيلا منهن ڪيو پيا ٻاڦون ڪائيندا. ڪليڪٽر ڪرسيءَ تي بالم هوندا ۽ وڪيل اصيلن لاءِ سرٽين وانگر لامارا ڏيندا. راجائون ۽ نواب مسخرن وانگر چمڪندڙ هيرا لال جواهر لٽڪائي، ڪيمخاب اوڍي، تخت تي ويهي، پڃ لٽڪائو سر جهڪيل درٻارين واتان "جيئندا قبلا باغ بهار هجين، وڏي ڄمار هو وئي" جي هونگار ٻڌندا. خدا تعاليٰ عرش ۾ پنهنجي تخت تي برقرار هوندو ۽ هن فرش تي سندس لاڏلا بختاور حاڪم پنهنجي ويهندا.

اهي شخص هالو چالو سرشتي جا حامي آهن ۽ ڪين جا حڪومت ۾ تبديلي ڪبي سا فقط شخصي نموني جي آهي. هو چاهين ٿا ته انگريز جي رضامنديءَ سان هڪ هڪ تي وڏا عهدا هٿ ڪن. سندن [illegible] ۽ اقتصاديات جو بنياد انگريز جي سلطنت تي ٻڌل آهي. هو [illegible] اجان ڪي سال انهيءَ سلطنت کي [illegible] [illegible] هو پنهو. ويچار ۽ اخلاق ان جي پيٽ تي ناهي ٻڌل. تا ڪين [illegible] ۾ چهڻ [illegible] پوي ته هتي جي حاڪمن اهي [illegible] ته سندن حاڪمي برقرار رهي. ڪانگريس جو رخ نرالو آهي [illegible] ڪانگريس بنيادي ڦير گهير چاهي ٿي. اسان کي عهدا ۽ نوڪريون نه کپن، پر نئون نظام کپي، اهو نئون نظام ڪهڙي قسم جو ٿيندو تنهنَ نسبت رواجي ڪانگريسيءَ کي شايد پوري پيٽ نه هجي ۽ ممڪن آهي ته ويچار به نرالا نرالا هجن، پر ڪن

جزوي رجعت پسند شخصن ڪانسواءِ باقي ڪانگريسي هالو چالو سرشتي جا سخت ۽ بنيادي قيرقار آڻڻ چاهين ٿا. هن مان توهين ڏسي سگهندا ته بينڪي راج ۽ پورن سوراج وچ ۾ ڪيڏو نه فرق آهي. بينڪي راج هيٺ حڪومت جو نوع ساڳيو رهندو ۽ مالي ۽ اقتصادي ريت انگلنڊ جو پيچ لڳ ٿي رهڻو پوندو پر پورن سوراج بعد اسين پنهنجي گهرجن ۽ حالتن مطابق نئون سرشتو برپا ڪري سگهنداسون.

هن مان ائين نه سمجهڻ گهرجي ته ڪانگريس جي انگلنڊ ۽ انگريزن سان خصوصيت آهي. جيڪڏهن گذريل حادثن بعد ملڪ ۾ انگريزن لاءِ ڌڪار پيدا ٿئي ها ته هينئر ماڻهو شايد انگريزن جا دشمن ٿي پون ها. روي بابوءَ هڪ هنڌ لکيو آهي ته طاقت ۽ اقتدار ماڻهوءَ کي اهڙو بي تميز ۽ اناڙي ٿو بنائي جو ڪنجيءَ سان قفل کولڻ عيوض ڪهاڙيءَ سان تالو پڃڻ ۾ سياڻپ ۽ فخر پيو ڏسجي. اسان جي دلين هٿ ڪرڻ جي ڪنجي انگريز اڳي ئي خراب ڪري ڇڏي آهي ۽ ڪهاڙيءَ جي ڌڪن لڳڻ سان اسان جي اندر ۾ سندن لاءِ ڪا محبت پيدا نه ٿي آهي. پر اسين جي ملڪ خاطر لڙون ٿا ۽ انسان ذات جي ڀلائي چاهيون ٿا تن کي حسد ۽ وير ڀاڙڻ جي فرصت ئي ناهي. اسان جي طبيعت ڪٽي ڪهڙي به ويرونو ۽ حاسد هجي ته به هيترا سال مهاتما جي زير نظر تربيت سبب، اسين ڀاڙڻ کي روڪي سگهون ٿا. اجهو هينئر انگريز جي جيل ۾ هي ڪتاب وينو لکان ۽ مهينن جا مهينا اڪيلو ڪوٺڙيءَ ۾ رهڻ سبب چنتائون ويڙهي ويون اٿم ۽ ٻاهر جون خبرون ٻڌي ٽانڊڻي لڳيو وڃيم پر تنهن هوندي به دل ۾ انگلنڊ جي رهواسين لاءِ ڌڪار ۽ دشمنيءَ کي جڳهه نه ڏني اٿم. مون کي برٽش سلطنت نٿي وڻي ۽ هندوستان ۾ ڌارين جي حڪومت خلاف غيرت ٿي اچيم. مان شاهوڪار شاهيءَ جي برخلاف آهيان ۽ جنهن نموني انگلنڊ جا حاڪم هي ملڪ ڏُهي رهيا آهن تنهن کي پسند نٿو ڪريان. پر انهيءَ لاءِ سيئي انگلنڊ واسي ٿلاهي ناهن. سڄي قوم کي ننڊڻ يا ڌڪارڻ يا ملامت ڪرڻ احمقن جو ڪم آهي. انگلنڊ جا رواجي ماڻهو هن سرشتي اڳيان اهڙا بيوس ۽ لاچار آهن جهڙا اسين. شخصي ريت مان انگلنڊ جو ٿورائتو آهيان. منهنجي منورتي ۽ ذهنيت اتي جي ماڻهن کان نرالي ناهي. منهنجو طبعي لاڙو انگريزن جي

فائدي ۾ آهي. مان رڳو سياسي ميدان ۾ انگريزن جو مخالف آهيان سو بہ انهيءَ ڪري جو منهنجي وطن ۾ سندن حڪومت آهي. مان انهيءَ حڪومت ۽ سلطنت شاهيءَ جو مخالف آهيان ۽ نہ ڪن خاص ماڻهن جو. مان انگريزن ۽ ٻين ويديسي قومن سان گهرا تعلقات رکڻ جي فائدي ۾ آهيان ڇاڪاڻ تہ هن ملڪ ۾ اسين جهوني قدم تهذيب جي ٻوجهہ هيٺ ٻڌا ۽ هيٺا ٿي ويا آهيون. اسان جي ڦڦڙن کي تازي هَوا ۽ مغز کي نئين روشني ۽ جسم کي نئين جان جي ضرورت آهي. اسين ڏارين جو سهڪار چاهيون ٿا پر انگريز هتي چيتي جي صورت ۾ آيو آهي جنهن سان سهڪار ڪرڻ غيرممڪن آهي. اڄ سلطنت شاهيءَ جي چيتي سان اسان جي جنگ آهي. اڄ اسان جو ملڪ انهيءَ خونخوار حيوان جو مقابلو ڪري رهيو آهي. ممڪن آهي تہ جهنگ جي چيتي کي پالي ٻي ضرر بنائي ڇڏجي پر سلطنت شاهي ۽ شاهوڪار شاهيءَ جو چيتو، جڏهن ڪنهن نياڳي ملڪ مٿان ڪڙڪي ٿو تہ ان مان خونخواريءَ جي عادت ڪڍي ڇڏڻ ناممڪن آهي. ڪنهن بہ ملڪ يا ماڻهوءَ لاءِ چوڻ تہ هو ڪنهن بہ حالت ۾ ناهہ نہ ڪندو سا حماقت آهي. حياتيءَ ۾ ٽپ ٽپ تي ناهہ ڪرڻو پوي ٿو. ڪنهن بہ قوم يا ملڪ لاءِ چوڻ تہ اصل ناهہ نہ ڪندي سو غلط آهي. پر جڏهن ڪنهن سرشتي يا ڪن حالتن سان ناهہ ڪرڻ جو سوال پيش اچي ٿو تہ اهو ماڻهوءَ جي وس کان ٻاهر آهي. هندوستان جي آزادي ۽ انگريز جي سلطنت شاهيءَ جي وچ ۾ بنيادي مخالفت آهي، جنهن ڪري نڪي دٻڙ دوُنس ۽ نڪي منٿ ۽ وَنڊڙ ٻول انهيءَ مخالفت کي مٽائي سگهن ٿا. انهيءَ حالت ۾ فقط هڪ رستو آهي تہ برٽش سلطنت شاهيءَ کي نيست نابود ڪيو وڃي جيئن انگريزن ۽ هند واسين وچ ۾ سچو ۽ دائمي سهڪار ٿي سگهي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ اڄ ڪلهہ جي دنيا هڪ ٿي وئي آهي جنهن ڪري قوميت تي ڳنڍ ٻڌي وهڻ تنگدليءَ جي نشاني آهي. اڄ ڪلهہ سيني قومن جو هڪ ٻئي تي دارو مدار آهي تنهن ڪري پورن سوراج ۽ مڪمل آزادي حالتن جي ورڌ آهي. هو چاهين ٿا تہ اسين انگريز جي جهنڊي هيٺ جيڪي قومون آهن تن جو جزو ٿي رهون. انگلنڊ جا ساميوادي، لبرل، صلح دوست اسان کي اهڙو مشورو ڏئي هندوستان کي سلطنت اندر رکڻ گهرن ٿا ۽

متئين قسم جا ويچار ظاهر ڪري مئڪڊونالڊ جهڙو ماڻهو پاڻ کي گانڌيءَ کان وڌيڪ فراخ دل ۽ سروديسڪ سڏائڻ ۾ فخر وٺي ٿو. ٽروسڪي هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "جڏهن فاتح قوم لُٽَ جي مال مٿان ڪاريهر بڻجي ويهندي آهي تڏهن ٻين کي اهڙي قسم جا وعظ ڪرڻ شروع ڪندي آهي."

مون کي ڄاڻ ناهي سياسي آزاديءَ بعد هند واسي ڇا ڪندا ۽ ملڪ جي حالت ڪهڙي هوندي؟ ايتري سو ڄاڻ اٿم تہ جي شخص قومي آزادي چاهين ٿا سي سروديسڪ سهڪار ۽ بين الاقوامي ميلاپ جا حامي آهن. اسين نٿا چاهيون تہ اسان جو ملڪ دنيا جي ٻين ملڪن کان ڇڄي وڃي. اسين پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ کي ڪس لڳائي بہ انتر راشٽريہ سهڪار ۽ ميلاپ هٿ ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. دنيا جون سڀئي قومون گڏجي سهڪار ڪن ۽ انسان ذات لاءِ امن ۽ آسودگي آڻين تنهن لاءِ اسين قرباني ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. تازو اسان ڏنو آهي تہ ڪيئن نہ جدا ملڪ ۽ سلطنتون تجارت وغيره تي بندشون وجهي سروديسڪ ميلاپ ۾ رنڊڪون وجهي رهيون آهن. اوٽاوا جو مثال وٺو. انهيءَ واپاري ناهہ بعد اسان جا تعلقات ٻين ملڪن سان گهٽجي ويا آهن. اسين انگريز جي ڪارخانن ۽ بئنڪن جا محتاج بڻجي پيا آهيون. اهوئي سبب آهي جو اسين بينڪي راڄ جي برخلاف آهيون. ڇاڪاڻ تہ اهو راڄ اسان کي محدود دائري ۾ بند رکي سروديسڪ سهڪار جي آڏو ٿو اچي. . لبرل ڊر وارن جي اها بدبختي آهي جو هو ڪانگريس جي نقطہ نگاهہ کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪري، ڇتونءَ وانگر انگريزن جا دليل دهرائي، پورن سوراڄ کي گسو ڪري، بينڪي راڄ جا ڍڪ پيا پرين.

هنن جو ڪاشي ڪعبو لنڊن آهي ڇاڪاڻ تہ نڪي ٻين ملڪن جي ڪافي ڄاڻ اٿن ۽ نڪي سکڻ جي خواهش. هو جڏهن ٻڌن ٿا تہ هٽلر، ڪمال، مسولني پنهنجي ملڪ کي سرفراز ڪرڻ لاءِ ڪهڙا جبرا قدم کنيا تہ انهن جي ساراهہ ڪن ٿا پر جڏهن پنهنجي وطن جي بهبوديءَ لاءِ ڪين هدايت ڪجي ٿي تہ سُست دل ٿيو وڃن.

مکيہ سوال آهي تہ نئون نظام ۽ نئون رويو کپي يا جهونو سرشتو ۽ قديم نمونو؟ لبرل ڊر وارا هالو چالو سرشتي جا حامي آهن. بينڪي راڄ جو بہ رڳو جاپ جپن ٿا پر سندن سچي مراد آهي تہ مرڪز ۾ جوابدار حڪومت قائم

ڪجي. هو آزاديءَ پورن سوراج، استقلال وغيره لفظن کان چرڪن ٿا ۽ ان عيوض وڪيلن وارا وَرَ ڏئي گول مول نموني خيال ظاهر ڪن ٿا جي عام ماڻهن جي سمجهه کان ٻاهر آهن. تاريخ ۾ ڪئين مثال آهن جن مان ڏسجي ٿو تہ لوڪن آزاديءَ خاطر جانيون قربان ڪيون آهن پر مون کي هڪ بہ مثال نہ سُجهي تہ "مرڪز ۾ جوابدار حڪومت برپا ڪرڻ لاءِ" ڪنهن ماڻهوءَ هڪ ويلو لنگهڻ ڪيو هجي يا رات جي ننڊ ڦٽائي هجي. وري عجب تہ اها جوابدار حڪومت هو تقريرن ۽ تحريرن، فصاحت ۽ بلاغت، سياڻپ ۽ تجربي، لياقت ۽ نوڙت ذريعي هٿ ڪرڻ گهرن ٿا. هو سمجهن ٿا تہ ائين ڪرڻ سان حاڪم حڪومت جون واڳون کين سپرد ڪري ڇڏيندا. پروفيسر ٽانيءَ حاڪمن سان سهڪار ڪري آهستي آهستي حڪومت جون واڳون هٿ ڪرڻ نسبت بلڪل سوادي ۽ چهرو گفتو لکيو آهي:

"بصر جون کلون لاهي اندريون سال قسطون ڪري ڪائي سگهجي ٿو پر جيئري چيتي جي کل چنبي کان چوٽيءَ تائين لاهڻ غير ممڪن آهي."

لبرل ڏر وارا سمجهن ٿا تہ جيئري چيتي جي کل لاهي ونندا پر دنيا ۾ جيڪڏهن ڪو ملڪ آهي جتي جا شاهوڪار ۽ حاڪم بيوقوف ۽ احمق ناهن تہ اهو انگلنڊ آهي. هنن کي ڦسلائڻ تہ غلامن ۽ پورهيتن کي حق وٺي ڏيڻ مان کين فائدو پهچندو سو اهڙو آهي جهڙو ديواني وڪيل کان ملڪيت ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. انگلستان جا شاهوڪار ۽ حاڪم بلڪل موافق مزاج، تڙيناڪ، پر اثر ۽ سُيمَ وشواسي ۽ خوددار آهن ۽ پيڙي اچڻ تي يا سوڙهو گهتجڻ مهل هو اصولن جو ڪو لحاظ نہ ڪندا آهن. کين ڄاڻ آهي تہ ٻوڙ لاءِ گوشت ڪٽان ٿو اچي ۽ هو ڪنهن بہ صورت ۾ انهيءَ گوشت تان آهو پلڻ وارا ناهن. هو هر ممڪن ذريعي پنهنجي حقن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ تيار آهن ۽ خود پنهنجي ملڪ کي نقصان پهچائي بہ پنهنجو سوارت سِڌِ ڪن ٿا.

برٽش ليبر پارٽي بہ هڪ زبردست جماعت آهي جنهن جي ٽريڊ يونين ۾ لکين ميمبر ۽ سهڪاري آهن. مزدورن کانسواءِ ڪيترن تعليم يافتہ سفيد پوشن جي بہ پنيرائي اٿن. انگلنڊ جي ماڻهن ناگرڪ حق ڪجھ وقت کان ماڻيا آهن ۽ حڪومت جو نمونو بہ لوڪشاهيءَ تي ٻڌل اٿن. تنهن هوندي بہ تازن واقعن مان پڌرو آهي تہ فقط دليلن، تقريرن، ٺهراون، ووٽن وغيره ذريعي

پورهيت پارٽي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ آڻي نٿي سگهي. مسٽر ٿاڻيءَ جو چوڻ آهي تہ شاهوڪارن جا ايترا تہ فوجي، پنگتي، مالي، سياسي، اقصادي اڏا آهن جو هائوس آف ڪامنس ۾ گهٽائيءَ سان نهراءَ بحال ڪري ملڪي نظام ۾ وڏي ڦير گهير جي آس رکڻ ڇسائي آهي. هندوستان جون حالتون نراليون آهن. هتي لوڪشاهيءَ اجان پير ئي ڪونہ کوڙيو آهي. هن ملڪ ۾ خاص قانون، نادري فرمان، نوڪرشاهيءَ وسيلي تقرير، تحرير، اجلاس، اشاعت وغيره جي آزادي نگهوسار ڪئي وئي آهي. لبرل ڌر کي پنيرائيءَ لاءِ ڪا اهڙي جبري جماعت بہ ڪانهي، جنهن ڪري هنن جو آڌار رڳو مشڪڻ ۽ ڪنڌ ڌوڻڻ تي آهي.

لبرل ڌر وارا بي قانوني ڪارروائيءَ جا وروڌي آهن. آزاد ملڪن ۾ قانون جي معنيٰ وسيع آهي. اُتي نوان قانون ناهي سگهجن ٿا ۽ اڳيان رد ڪري سگهجن ٿا. اُتي جو قانون نگر واسين جي حقن ۽ آزاديءَ جي حفاظت ڪري ٿو ۽ نوڪر شاهي کي پڻ ضابطي هيٺ رکي ٿو. هندوستان اندر اهڙو آئين ۽ قانون آهي ئي ڪونہ. هتي اڪثر بالا عملدارن يا نوڪر شاهيءَ جي حڪم احڪام کي قانون سمجهيو وڃي ٿو جو سراسر غلط آهي. ٻيا وري ڪي قانون جي معنيٰ قاعدو سمجهي وينا آهن. مان سمجهان ٿو تہ هندوستان اندر "بي قاعدي" ۽ "باقاعدي" لفظ ڪم آڻڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. نوان قاعدا نوان ڏوهہ پيدا ڪري سگهن ٿا. مثلاً سانجهن جو گهر کان ٻاهر نڪرڻ تي بندش، هر روز پوليس چؤڪي تي حاضري پري اچڻ يا ڪنهن خاص قسم جي ٽوپي يا ڪڙتو نہ پائڻ يا ڪنهن ميڙ مجلس ۾ شريڪ نہ ٿيڻ وغيره نسبت قاعدا نهي سگهن ٿا. جي ممڪن آهي تہ هڪ هنڌ لاڳو ڪيا وڃن ۽ ٻي هنڌ نہ ڪيا وڃن. هتي جي نوڪر شاهي ڪيڏي مهل بہ اهڙا قاعدا ناهي سگهي ٿي. هن ملڪ ۾ قاعدي جي معنيٰ نوڪر شاهيءَ جي مرضي ۽ اِڇا سمجهڻ گهرجي. رواجي ريت ماڻهن کي اهڙا قاعدا مجيٽا پون ٿا ڇاڪاڻ تہ انهن کي نہ مڃڻ سان ڏنڊ يا سيڪٽ يا ٻيو ڪو اُگرو نتيجو نڪري سگهي ٿو. پر دعويٰ سان چوڻ تہ اهي قاعدا هميشه مڃڻ جائز آهن سو آزاديءَ جي پيڙهہ پٽڻ سمان آهي.

اڄڪلهہ سيني ملڪن ۾ انهيءَ ڳالهہ تي بحث هلي رهيو آهي تہ

وڏيون سماجڪ ۽ آرٿڪ ڦيريون گهيريون ۽ سُڌارا، رواجي قانوني طريقن ذريعي آڻي سگهجن ٿا يا نه. ڪيترن جو خيال آهي ته ڪنهن انقلابي طريقي اختيار ڪرڻ بنان گهڻو ڪجهه ڪري نه سگهبو. انهيءَ حالت ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ائين آهي ڇا ته انقلاب جي ڊپ کان سماجڪ سڌاري جو خيال هميشه لاءِ لاهي ڇڏجي؟

هندوستان جي حالت ته بنهه خراب آهي ڇاڪاڻ ته گذريل ٽن سالن کان نوڪر شاهي هر قسم جي تحريڪ کي بي قاعدي نهرائي ڪم ڪرڻ جون واهون بندي ڇڏيون آهن. اهو غير ممڪن آهي ته پبلڪ ڪم سدائين لاءِ بند ڪري ڇڏجي. جن ملڪن ۾ خود حڪومت آهي اتي به ڪڏهن ڪڏهن اهڙا موقعا اچيو بڻجن جو وويڪ يا ضمير ماڻهن کي بي قاعدي هلت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو. جن ملڪن ۾ خود حڪومت ناهي اتي اهڙا موقعا ته بلڪل گهڻا ٿا ٿين ۽ لاچار ماڻهن کي نوڪرشاهيءَ جي ناهيل قانونن جي پيچڪڙي ڪرڻي ٿي پوي. لبرل ڌر وارن جو چوڻ آهي ته بي قاعدي رستا اختيار ڪرڻ لوڪشاهيءَ جي اصول خلاف آهي ۽ اهڙا طريقا رڳو ڊڪٽيٽر اختيار ڪندا آهن. اهو دليل صحيح ناهي ڇاڪاڻ ته اسٽرائيڪ به اهڙي قسم جو واهڻ آهي.

لبرل ڌر وارن کي خوشي ٿي ته ڪانگريس سول نافرمانيءَ جي تحريڪ مهمل ڪئي آهي. هو پنهنجي سياڻپ جي ساراهه ڪرڻ لڳا ته اهڙي احمقانه ۽ بي سمجهيءَ جي ڪم ۾ بهرو نه ورتائون. هو اسان کي چوڻ لڳا ته اوهان کي اڳي ئي آگاهيوسون ته اهڙي چريائي نه ڪريو. اسان کي سندن دليل سمجهه ۾ نٿو اچي. اسان پنهنجي سگهه آهر وڙهياسون ۽ هارايوسون. لبرلس جو چوڻ آهي ته نه وڙهجي، نه ڪِرجي. مان سمجهان ٿو ته سندن دليل موجب اُٿي بهڻ ئُل آهي. ڇاڪاڻ ته بِهڻ مان ڪِرڻ جو ڊپ آهي، تنهن ڪري ماڳهين بانبڙا پائجن.



# قديم ۽ جديد هندوستان

اهو سياويڪ آهي تہ هندي قوميت ڌارين جي راڄ خلاف ٿي بيهي. حيرت رڳو انهيءَ تي آهي تہ اٺوهين صديءَ ۾ هن ملڪ جا گهڻا تعليم يافتہ شخص سلطنت شاهيءَ جا اصول ۽ نيتي قبول ڪرڻ لڳا. هو پنهنجا دليل پيش ڪري ڌارين کي پشتي ڏيڻ لڳا ۽ فقط ڪن جزوي معاملن ۾ سندن نڪتہ چيني تي ڪيائون. انهيءَ جو هڪڙو سبب اهو هو جو اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ جيڪا تاريخ وغيره پڙهائي ٿي وئي سا حاڪمن جي نقط نظر کان لکيل هئي جنهن ۾ پنهنجي اعليٰ اقبال ۽ روشن آئينده جو ذڪر ۽ هندوستان جي ذليل ماضي ۽ حال جي اوگهڙ تي ڪيائون. اسان اهي اڻپورا ۽ مروٽيل سروٽيل ويچار پي گرهڻ ڪيا ڇاڪاڻ تہ اسان کي حقيقتن جي ڄاڻ نہ هئي ۽ نڪي اهڙي قسم جا ڪتاب ئي موجود هئا جنهن مان سربستو احوال معلوم ٿي سگهي. پنهنجي سياسي ۽ قومي زندگي اهڙي ڪريل ڏسي اسان لاچار پاڻ کي خوش ڪرڻ خاطر ڌرم ۽ فلسفہ ڏانهن توجهہ ڏيڻ لڳاسون ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ڏس ۾ اسان تي اثر وينل هو تہ اسين ٻين کان گهٽو برک آهيون. اسان پنهنجي من کي آٿت پي ڏنو تہ مال ملڪيت ۽ ٻاهرين ڏيک ويک ۾ فرنگين کان گهٽو گهٽ هوندي بہ روحانيت جنهن مان سچو سک اُتپن ٿئي ٿو تنهن ۾ اسين پنهنجو مٽ پاڻ آهيون. هندو توڙي مسلمان ليڪن اسان ۾ اهو وهم وهاري نئين سر پنهنجي پراچين اتهاس ۽ قديم تاريخ ۾ فخر ونڻ جي تربيت ڏيڻ شروع ڪئي. آهستي آهستي اسين وڌيڪ باريڪ نموني جاچڻ لڳاسون تہ انگريزن جيڪي اسان جي ملڪ نسبت لکيو آهي سو ڪيتري قدر صحيح آهي؟ تنهن هوندي بہ اسان جي ذهنيت بنيادي ريت ساڳي هئي ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن سرڪار ڪا خرابي ڪندي هئي تہ چوندا هئاسون تہ انگريزن جي شان وتان ناهي ۽ ان لاءِ ڪنهن شخص يا عملدار کي ڏوهہ ڏيندا هئاسون. انهيءَ هوندي بہ ڊگبي، رميش، دادا ڀائيءَ جي ڪتابن پڙهڻ سان اسان جي منورتيءَ ۾ ڪجهہ ڦيرو آيو ۽ اسان ۾ قوميت جو انگ زور ونڻ

لڳو. وڏيڪ ڪوجنائن تيڻ سان ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪڏهن هندوستان بہ اوج ۾ عظمت جو زمانو پيو ڏٺو آهي. ساڳئي وقت اهو پڻ ڏٺوسون تہ انگريز جيڪا پنهنجي راڄ نسبت لباڙ هڻن ٿا سا سورنهن آنا سچ ناهي. اڄ تائين اسان وٽ ڪيترا اهڙا شخص آهن جن جي ذهنيت اٺوهين صديءَ جي آهي. هو هندوستان جي مڪمل آزاديءَ جو سوال خيال ۾ آڻي نٿا سگهن. هو سمجهن ٿا تہ آهستي آهستي وڏا عهدا هٿ ڪري سگهبا ۽ انگريزي لشڪر جي سهاري سان سدائين امن امان قائم ڪري سگهبو. سندن خيال ۾ نٿو اچي تہ انگريز هن ملڪ ۾ امن امان رڳو انهيءَ مراد سان ٿا رکن تہ سندن حاڪمي برقرار رهي ۽ اسين غلام حالت ۾ رهجي وڃون. هو سمجهن ٿا تہ انگريزي فوج نڪري وڃڻ سان ملڪ ۾ وڳوڙ ٿي پوندو. جيڪڏهن وڳوڙ ٿارڻ جي قيمت غلامي آهي تہ بهتر آ تہ وڳوڙ ٿئي ۽ اسين انهيءَ آزمائش مان لنگهون. انهيءَ ڪان جو سدائين لاءِ انگريزن جي فوج تي ياڙي آزادي کوهي ويهون.

انهيءَ ۾ عجب ڪونهي تہ اٺوهين صديءَ جا هندواسي سفيد پوش انگريزن جي منورتيءَ تي مشتاق هئا. عجب اهو آهي تہ ويهين صديءَ جي حيرت انگيز زلزلہ خيز واقعن بعد بہ ڪن شخصن جي ذهنيت ۾ ڦير ڪونہ آيو آهي. اٺوهين صديءَ ۾ انگلنڊ جا ارباب دنيا ۾ امير ليکيا ويندا هئا ڇاڪاڻ تہ گهٽي مدت لاءِ اقتدار، ڪامراني، آسودگي نصيب ٿي هين. گهٽي وقت لاءِ دنيا ۾ برک ۽ برگزيده هئڻ سبب سندن سياءَ ۾ اربابن ۽ حاڪمن وارا گڻ ۽ اوگڻ اتپن ٿيا هئا. درحقيقت سندن رتبي ۽ شان برترار رکڻ لاءِ اسين هند واسي تلاهي هئاسون ڇاڪاڻ تہ اسان جي ملڪ ۾ ڪين پئسو ۽ حڪومت هلائڻ جو آزمودو ٿي مليو. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو دنيا جي ڪن خوش نصيب قومن جيان هو پاڻ کي پرماتما جا لاڏلا سمجهڻ لڳا ۽ پنهنجي سلطنت کي الله تعاليٰ وٽان عطا ٿيل عنايت سمجهائون. عام ريت سندن روش فضيلت ۾ شفقت آميز هئي پر اتفاق سان جيڪڏهن ڪنهن سندن خاص حق تسليم ڪرڻ يا سندن اربابيءَ اڳيان متي ٽيڪ ڪرڻ کان نابري ٿي واري تہ ان کي خدا تعاليٰ خلاف ڪفر سمجهي دبائڻ جي ڪوشش ٿي ڪياٿون. اهو هو رخ اٺوهين صديءَ جي انگريزن جو سچي دنيا ڏانهن. انهيءَ مان اوهين سمجهي سگهو ٿا تہ هندوستان ڏانهن سندن رخ ڪهڙو هوندو. هندواسي سندن رعيت

هئا تنهن ڪري هو سمجهڻ لڳا تہ پاڻ جيڪي بہ ڪن سو نہ رڳو صحيح آهي پر غلام قوم لاءِ فائديمند آهي. حاڪمي هلائڻ جو ڳرو بار ڪلهي اسان تي تورو ٿي ڪيائون. پنهنجي قوم جي اعليٰ اقبال تي ناز هئن. جنهن ڪري سلطنت شاهيءَ خلاف بغاوت ڦهلائڻ گناهہ ڪبير ٿي سمجهائون. سندن نظر بہ مذهبي نموني جي هئي. قديم زماني جي متعصب مولوين وانگر اسان جي مرضيءَ خلاف اسان جي روح لاءِ نجات حاصل ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺا هئا. ظاهراً هو اسان جي ڀلائي گهري رهيا هئا پر درحقيقت ان مان کين فائدو هو. سندن چوڻ هو تہ جيترو اسين پنهنجا خيال ۽ رهڻي ڪرڻي ڦيرائي، سندن نقل ڪري، پڪا شيخ ٿينداسون اوترو اسان ۾ خود حڪومت هلائڻ جي لياقت وڌندي ۽ جيترو اسين سندن مرضيءَ مطابق هلڻ جي ثابتي پيش ڪنداسون اوترو اسان کي آزادي ڏني ويندي تہ پنهنجي روءِ سوءِ سندن جان مال جي حفاظت ۽ نگاهداري ڪندا رهون.

برٽش راڄ جي چڱائي يا لڱائي نسبت هند واسين ۾ انگريزن جا رايا ساڳيا ٿي نٿا سگهن. نہ رڳو ايترو پر اسان جي ماضيءَ نسبت انگريزن جيڪي خيال ڦهلايا آهن سي گهڻي قدر باطل، بيهودا، بي بنياد آهن. عام ريت انگريزن کي اسان جي ملڪ جي ڪافي ڄاڻ ناهي. جنگ و جدال سان ملڪ هٿ ڪري اسان جي جسمن کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو اٿن پر ڪڏهن اسان جي اکين ۾ چتائي نہ ڏٺو اٿن تہ شرم ۽ غيرت ۽ ذلت جي احساس سبب زمين ۾ ڪتل يا ٻئي پاسي ڦريل آهن. صدين جي لٽ ڦر بعد بہ اسين هڪٻئي لاءِ ڌاريا آهيون ۽ هڪ ٻئي لاءِ ڌڪار اٿئون.

هن ملڪ ۾ مفلسي ۽ ذلت هوندي بہ اشرافت ۽ بزرگي ۽ عظمت جو احساس آهي. قديم رسم رواج ۽ موجوده ڪم بختيءَ جي سنگين بار هيٺ دٻيل هوندي بہ هتي جي ماڻهن جي اندر عجيب ڪامنائون، امنگ ۽ ويچار آهن جي سندن شڪل ۽ اکين ۾ حسن جو جلوو نمايان ڪن ٿا. سندن جهريل ۽ ضعيف بت مان شاندار روح جو ملڪ پئي ٻکي. صدين کان هن ملڪ جو قافلو پي هليو آهي. انهيءَ وچ ۾ ڪيترين قومن پاڻ ۾ جذب ڪري بلندي ۽ پستي ڏسي، بي انتها دک ۽ سور سهي، عجيب و غريب حالتن جو مقابلو ڪري، ڪنهن قسم جي ڏاهپ پرائي اٿئون. گهڙيال جي لڏڻي وانگر ڪڏهن اعليٰ

ڪڏهن اُڀري، ڪڏهن آسمان ۾ اڪيون اتڪائي عبرت خيز عروج جو لطف ورتو اٿئون، ڪڏهن اوڙاهه ۾ ڪِري دوزخ جي تري ۾ ليٽڙيون پاتيون اٿئون. هيئنر به پرم ۽ سنسي جا اڪيچار تهه چڙهي ويا آهن جنهن ڪري قوم جي پٺ ڪُبي ۽ بت نستو آهي پر هزارين ورهيه اڳ جو عرفان ۽ آتم گيان اپنشدن ذريعي آشڪار ٿيو سو وساريو نه اٿئون. ڪو سمو هو جڏهن هن ملڪ جو روح تازو من چست، فڪر روشن، رت گرم هو ۽ بيهودي مت، انڌي تعصب، بي جاٺ ستور العمل ۽ تنگدليءَ لاءِ نفرت هئي. هندوستان جي اها خوبي آهي ته هتي جي ماڻهن ڏک سور ۽ مصيبت کان ڪل بچائڻ يا آخرت ۾ بهشت جي حاصليت لاءِ ڏٽيءَ در التجا نه ڪئي پر هو سدائين پرجهه ۽ سوجهه سرت ۽ سمجهه فهم ۽ تميز ۽ ادراڪ لاءِ سعيا ڪندا رهيا. "استو ماست گميه تمسوما جيوتر، گميه مرتيوما امرتم گميه"①اسان جي ابن جي آراڌنا هئي. اڄ ڏينهن تائين هر روز ڪروڙين هندو گايتري جو منتر پڙهن ٿا. ان ۾ به ساڳيءَ ريت انتر جوت ۽ گيان جي واڌاري لاءِ پرارٿنا ڪيل آهي.

هندوستان سياسي نقطہ نگاهه کان ڪئين مرتبه ننڍن ڀاڱن ۾ ورهائجي ويو آهي پر اباڻي ارث ۽ تهذيب جي لحاظ کان منجهس حيرت انگريز يڪرنگي ۽ اتفاق رهيو آهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته هن ملڪ ۾ قسمين قسمين قومن، مذهبن، اخلاقن واسو ڪيو آهي، جي سياسي ريت ڀاتي پيتي ۾ اُلجي نه سگهيا آهن پر تنهن هوندي به هندواسي بي ڪنهن به ملڪ جي رهواسين کان نرالا آهن ۽ سندن انيڪتا مان ايڪتا نمايان آهي. هتي جا مسلمان به ساڳين اثرن هيٺ آيا آهن ۽ سندن سياءُ، رهڻي ڪرڻي، شڪل شبيهه هندن سان وڏيڪ مشابهت رکندڙ آهي. هندوستان قديم ملڪ آهي جنهن ڪري منجهس خوب ۽ بد، گڻ ۽ اوگڻ جو عجيب ميلاپ موجود آهي. افسوس جو هن ملڪ جي چڱائي اڪثر لڪل رهي ٿي ۽ برائي بدبوءِ وانگر پريان حس ڪري سگهجي ٿي.

هندوستان ۽ اٽليءَ جي ڪي قدر پاڻ ۾ مشابهت آهي. اٽلي هندوستان

---

① "Lead me from the unreal, to the real, lead me from darkness to light, lead me from death to immortality."

جي پيٽ ۾ ننڍو ملڪ آهي ۽ سندس تهذيب پڻ ايتري آڳاٽي ناهي، تنهن هوندي بہ اٽلي ڪافي آڳاٽو ۽ تهذيب وارو ملڪ آهي. ٻئي ملڪ سياسي ريت ڪئين دفعا ٽڪر ٽڪر ٿي ويا آهن پر ساڳئي وقت اهو احساس تہ ملڪ هڪ آهي سو هنن جي خيال مان ڪڏهن بہ غائب ٿي نہ ويو آهي. اٽلي جو مرڪز ۽ ايڪتا جو نشان روم سمجهيو ويندو آهي. هندوستان ۾ پراچين ڪال کان بنارس نہ رڳو مرڪز سمجهو ويندو هو پر ايشيا جا پورب واسي ان کي پنهنجو مرڪز سمجهندا هئا. روم وانگر بنارس ڪڏهن بہ سلطنت ناهڻ جا سپنا نہ لڌا ۽ نڪي دنيوي طاقت هٿ ڪرڻ جو خيال ڪيو. پراچين. سميہ ۾ هندي سڀيتا اهڙي تہ ڦهلجي وئي هئي جو ڪنهن خاص هنڌ کي مرڪز بنائڻ جو ضرور نہ هو. راس ڪماري کان امرناٿ ۽ بدري ناٿ کان پريءَ تائين ساڳيا ويچار ۽ سنسڪار ڦهليل هئا. ڪٿي بہ جيڪڏهن ويچار ونجوگہ ٿيندو هو تہ جهٽ سڄي ملڪ ۾ ڦهلجي ويندو هو. جيئن اٽليءَ يورپ کي ڌرم ۽ سڀيتا جي سوغات ڏني تيئن هندوستان اوير ايشيا جي ملڪن کي پاڪر پيڙو ڪيو. چين هندوستان جهڙو قديم ۽ احترام لائق ملڪ آهي تڏهن بہ اتي جي ڌرم ۽ سڀيتا تي هتي جو گهڻو اثر آهي. ميٽرنيڪ جو چوڻ هو تہ اٽلي زمين جو سڪڻو نالو آهي. هندوستان لاءِ بہ ڪي سڄاڻ ائين پيا چون. عجب تہ اٽلي ۽ هندوستان جي زمين وچ ۾ پڻ گهڻي مشابهت آهي. اهڙي ريت انگلنڊ جي پيٽ اُڻوهين صديءَ جي آسٽريا سان ڪئي اٿن جا انهيءَ زماني ۾ مغرور ۽ آڪڙيل هئي پر اندران ئي اندران سندس ڀاڙون ڪاڄنديون ٿي ويون ۽ ڏن بدن نِستي ٿيندي ٿي وئي.

ڏٺو ويو آهي تہ هرڪا قوم پنهنجي ملڪ کي ڪنهن ماڻهوءَ جي صورت ڏيندي آهي. هندوستان "ڀارت ماتا" ٿي پئي آهي جا آهي پيرسن پر شڪل سهڻي ۽ جوين واري اٿس. هوءَ غمگين ۽ ويڳاڻي آهي. ڌارين ساڻس وڻل وهايا آهن جنهن ڪري هوءَ پنهنجي ٻچن کي رکيا لاءِ ٻاڏائي رهي آهي. انهيءَ قسم جي تصوير لکين ماڻهن جي دل ڇڪائي، کين قرباني ۽ جفاڪشي لاءِ آماده ڪري ٿي. پر حقيقت ڪجهہ نرالي آهي. هندوستان پورهيتن ۽ هارين جو ملڪ آهي جي ڏسڻ ۾ سهڻا ناهن ڇاڪاڻ تہ مفلسي سهڻي ٿي نٿي سگهي. اها سهڻي عورت جنهن کي اسين "ڀارت ماتا" چئون ٿا سا انگ اگهاڙن، پيٽ بکين، ڏتڙيل هارين نارين جو عيوضي آهي يا انهن جو جي سندن رت چوسين ٿا ۽ ظالم رسم

رواج ۽ قانون ذريعي هنن کي دٻائي ويٺا آهن؟ ڪيئن نہ اسين حقيقت تي چشم پوشي ڪري خيالي دنيا جي رنگين خوابگاهہ ۾ رهڻ پسند ڪريون ٿا!

هندوستان جي هيڪڙائي ۽ ايڪتا هوائي خيال يا فڪري غبار ناهي. البت اسان ڇسائي ڪري سياسي معاملن ڏانهن ڪافي توجهہ نہ ڏئي پاڻ لاءِ مصيبتون پيدا ڪيون آهن. قديم زماني کان هندوستان فوجي ۽ سياسي شان ۽ اقتدار کي بُرو سمجهي، شاهوڪاري ۽ شاهوڪار تي ملامت ڪري، دنيا جي وڏ ماڻهپائيءَ تي ڌتڪار پئي وڌي آهي. هتي عزت ۽ دولت جو هڪ هنڌ سمائجڻ غيرممڪن ڄاتو ٿي ويو ڇاڪاڻ تہ عزت انهن کي نصيب ٿي ٿئي جي بنا سوارٿ سماج جي شيوا ڪرڻ پنهنجو ڪرتويہ ڄاڻن ٿا. پراچين سڀيتا ڪيئن لهرن لوڏن مان پار پئي آهي پر انهيءَ وچ ۾ سندس اصلي مراد غائب ٿي وئي آهي. باقي بي جان بت وڃي بچيو آهي. اڄ انهيءَ قديم تهذيب جي فرنگي واڻين ۽ واپارين جي سڀيتا سان ڇٽني جنگ هلي رهي آهي. انهيءَ مغربي سڀيتا اڳيان قديم تهذيب کي مجبوراً ٽيڙ سوڪٽا پوندا ڇاڪاڻ تہ يورپ هيٺئر سائنس ۽ وگيان جو صاحب آهي جنهن ذريعي لوڪن لاءِ انگ آڌو آسائش ميسر ڪري سگهجن ٿا. ائين برابر آهي تہ يورپ جي موجوده سڀيتا هڪبئي جي گلي ڪپڻ ۽ بين جي پورهئي مان ڄاڙا ڪرڻ جي شاهوڪار شاهي واري اصول تي بيٺل آهي پر ساڳئي وقت اسان کي ڄاڻ آهي تہ سامراد ۽ سهڪار، لوڪ شيوا ۽ خلق جي خدمت جو اصول مٿين خرابين لاءِ تڙ علاج آهي. اڳيان برهمڻ پڻ لوڪ شيوا جي اصول مطابق هلندا هئا. ساميواد جي مراد آهي تہ جاتي پاتي، فرقہ ۽ نيات نابود ڪري سڀني ماڻهن کي هڪ ئي پائيءَ ۾ ڳنڍي هڪبئي جي فائدي لاءِ ڪم آڻجي. ۽ اهڙي ريت سڀني کي برهمڻ بڻائجي. منهنجي مراد ڌرم يا مذهب جي ناهي. جيڪي شخص سوارٿ ۽ خود غرضي وساري لوڪ شيوا لاءِ پاڻ پتوڙين ۽ پنهنجي گهرجن کان وڌيڪ پاڻ وٽ نہ رکن سي برهمڻ آهن. مان سمجهان ٿو تہ هندستان ڄاڻن ٿي جهونا پراڻا قائل وسئر لاهي نوان ڪپڙا اوڍيندو تہ ان جي صورت اهڙي نموني جي ٿيندي نئين سماج جو بنياد فقط اهڙن خيالن تي پئون گهرجي جي ماڻهن جي سمجهہ ۾ اچي سگهن ۽ جن کي هو پنهنجو ڪري ڄاڻن. برهمڻ بہ هڪ اهڙي سوديشي وستو آهي جا غير برهمڻن کي وائپرائڻ ۾ عار ڪونہ ٿيندو.



# انگريزي راڄ

انگريزن کي هندوستان ۾ آئي ڳچ وقت ٿي ويو آهي. ممڪن ناهي تہ انگريز خواهہ هندواسي، انهيءَ راڄ نسبت بي رياءُ نموني خيال ڪري سگهن. جيڪڏهن بي رياءُ ٿي سرسري نظر ڪجي تڏهن بہ صحيح نتيجي تي پهچڻ مشڪل آهي ڇاڪاڻ تہ ماڻهن جي من ۽ دل تي ان جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي سو توري تڪي نٿو سگهجي. انگريز چوندا آهن تہ اسان اها حڪومت برپا ڪئي آهي جا سڄي ملڪ تي حڪم فرما آهي ۽ هڪ ئي نموني جو قاعدو قانون، نظام نيتي عمل ۾ آٽي ٿي. هندوستان کي هڪ ملڪ ڪري هلائڻ سان اسان هندواسين ۾ قوميت جو جذبو ۽ آزاديءَ لاءِ امنگ پيدا ڪيو آهي ۽ پارليامينٽ وانگر ڪائونسلون کولي منجهن لوڪشاهي سرشتي لاءِ چاهنا پيدا ڪئي آهي. مٿئين قسم جي حجت ۾ گهڻو سچ سمايل آهي جيتوڻيڪ اها حقيقت ناهي تہ هندوستان ۾ انگريز جو راڄ قاعدي قانون تي ٻڌل آهي يا لوڪن کي نگر واسي حق عطا ڪيا ويا آهن.

انگريزي راڄ تي سرسري نظر ڪندي هندواسي ڪن ٻين ڳالهين تي ڌيان ڏين ٿا ۽ مالي توڙي اخلاقي نقصان جو ڌاري حڪومت جي موجودگيءَ مان پيو آهي تنهن ڏانهن ڌيان ڇڪائين ٿا. انگريزن ۽ هندواسين جي نقطہ نگاهہ ۾ ايڏو فرق آهي جو جن ڳالهين تي انگريز فخر وٺن ٿا انهن تي هندواسي ملامت ڪن ٿا. ڊاڪٽر آنند ڪومر سوامي هڪ هنڌ لکي ٿو تہ: انگريزي راڄ جو هڪ حيرت انگريز پهلُو هيءُ آهي تہ جن نمونن سان هو اسان کي ڳري ۾ ڳرو ضرر رسائين ٿا سي ظاهري ريت اسان لاءِ مفيد ڏسڻ ۾ پيا اچن ۽ خود اسين انهن کي نعمت پيا سمجهون.

حقيقت هيءَ آهي تہ گذريل صديءَ اندر هندوستان ۾ جيڪي تبديليون ٿيون آهن سي مغرب خواهہ مشرق ۾ انهي سمي اندر ٿهلجي ويون آهن. اولهہ يورپ ۾ ڪارخانن جي وڌڻ سبب قوميت پيدا ٿي ۽ قوميت سبب مرڪزي

حڪومت جو اقتدار وڌڻ لڳو. انگريزن اسان جي ملڪ جا دريون در کولي يورپ مان سائنس ۽ هنر لاءِ واهه کولي ڇڏي جنهن لاءِ اسين شڪر گذار آهيون. پر ائين ڪرڻ بعد هو اسان جي هنرن کي تباهه ڪرڻ لڳا. تان جو حالتن اهڙي روش ڪان ڪي قدر باز رهڻ ۽ هند واسين کي ڪي مالي ۽ اقتصادي رعايتون ڏيڻ لاءِ مجبور ڪين. هندوستان اڳي ئي دو تهذيبي ملڪ هو. هڪ مسلم ٻيو هندو. هينئر تيون اثر آيو جنهن سيني کي ڏڏڪو ڏئي ڇڏيو ۽ نون ۽ جهونن خيالن وچ ۾ جبري ويڙهه شروع ٿي وئي. يورپي اثر هيٺ هندوستان جا ڪئين مسئلا حل ٿي سگهن ها ۽ ان جي ڦهلجڻ ۾ به ڪا ايڏي مشڪلات نه هئي پر انگريزن کي اها ڳالهه نه وڻي جنهن ڪري حرفت هلائي رنڊڪون وجهڻ لڳا. سرڪار اسان جي هنرن کي وڌڻ ويجهڻ نه ڏنو ۽ ڪارخانن جي عدم موجودگيءَ سبب انهن سان لاڳاپو رکندڙ سياسي حالتون پيدا نه ٿي سگهيون جنهن ڪري اسين پوئتي رهجي وياسون. ازانسواءِ انگريز ڪليو ڪلايو راجائن، نوابن، جاگيردارن ۽ زميندارن، مذهبن ۽ رسمن جي پنيرائي ڪري جهوني پراڻي ويچار وهنوار کي پشتي ڏني. نه رڳو ايترو پر هالو چالو رواجن رسمن تي قاعدي جي مهر هڻي اسان کي زنجيرن سان جڪڙي ڇڏيائون. انگريزن کي اها ڳالهه پسند نه هئي ته هند واسين ۾ نوان خيال ڦهلجن يا هو فرنگي تهذيب جو نقل ڪن. پر ريل ۽ جهاز ڇاپخان ۽ ڪارخانن سبب اهي خيال ويا ڦهلبا. سرڪار کي مجال نه هئي جو اهي صنفا بندي سگهي سو انهن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪيائون جنهن ۾ هو گهڻي قدر ڪامياب ٿيا ۽ ان مان چڱو فائدو پڻ حاصل ڪيون.

جوائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ ڄاڻايو اٿن ته [illegible] کان اڄ تائين هندوستان مالي ۽ تعليمي ترقي ايڏي ڪئي آهي جو [illegible] صدين ۾ ڪڏهن به نصيب ڪانه ٿي هيس. مان نٿو سمجهان ته مٿيون بيان صحيح آهي ڇاڪاڻ ته ڪيترن جو چوڻ آهي ته انگريزن جي صاحبيءَ ۾ پڙهيلن جو تعداد گهٽجي ويو آهي. پر جيڪڏهن مٿين لکيت سورنهن آنا صحيح هجي ته به قديم زماني کي هاڻوڪي هنري زماني سان ڀيٽڻ واجب ناهي. سائنس ۽ هنر جي واڌاري سبب دنيا جي سيني ملڪن، گذريل صديءَ اندر اها ترقي ڪئي آهي جا اڳ ممڪن نه هئي. انگريز جو راڄ نه هجي ها

تہ بہ اسين انهيءَ ڏس ۾ ترقي ضرور ڪريون ها. اسان جو خيال آهي تہ انهيءَ عرصي اندر جيڪڏهن انگريز اسان اڳيان مشڪلاتون نہ وجهن ها تہ اسين گهٽي وڌيڪ ترقي ڪريون ها. ريلوي، ٽيليگراف، ٽيليفون، بنان تند تار ۽ ٻيا نوان اوزار ڪي انگريز جي پلمانسائي ۽ نيڪ نيتيءَ جي ثابتي ناهن. اهي شيون ضروري هيون جنهن ڪري انگريز کي آڻيون پيون. اسين انهيءَ لاءِ بہ شڪر گذار آهيون پر انهن وسيلي بہ هنن پنهنجي حڪومت جي پيڙهہ پڪي ڪرڻ جي مُراد من ۾ رکي آهي. اهي واهڻ ملڪ جون نسون آهن جن مان قوم جو رت وهي، واپار، هنر، ڪيتيءَ کي وڌائي لکين ماڻهن کي آسودگيءَ جو لطف وٺائي ها. پر هتي انهن کي انگريزن جي فائدي لاءِ ڪم آندو ويو جيئن اسان جي پورهئي ۽ محنت جو ڦل انگلنڊ واسين کي نصيب ٿئي. مان انهن نون اوزارن جي بلڪل فائدي ۾ آهيان پر تنهن هوندي بہ ريل ۾ مسافري ڪندي من ۾ تري ايندو اٿم تہ اهي زنجير آهن جن سان هندوستان جا هٿ پير ٻڌي ڇڏيا اٿن.

هندوستان اندر انگريزن پوليسي راڄ قائم ڪيو آهي. هو پنهنجي حڪومت جو بچاءُ ڪرڻ فرض ٿا سمجهن. باقي ٿيو خير. سرڪاري آمدني فوج، پوليس، ڪاروبار ۽ قرضن تي وياج ڏيڻ بلي خرچ ٿئي ٿي. هٿن جي ماڻهن جو گذران ڪيئن ٿو ٿئي تنهنجي اون ڪانہ اٿن. ولايت وارن جا گهڻا پرجن باقي هند واسي مُيئا تہ سيا ٿي سهيون. ماڻهن جي تعليم صحت غريبن جي رهائش ۽ روزگار، جوانن لاءِ ڪرت ڪار ۽ قابليت ڏيکارڻ لاءِ موقعو وجهہ ميسر ڪري ڏيڻ هتي جي سرڪار کي خيال ۾ بہ ڪونهي. ٻين وجهڻ جو طريقو بہ عجيب اٿن. جن کي گهٽي ۾ گهٽي اپت انهن کي في سيڪڙو گهٽ ۾ گهٽ محصول ڏيڻو ٿو پوي ۽ خرچ بہ رڳو اهڙن ڪمن تي ڪن ٿا جن مان عام ماڻهن کي لاڀ ملي نٿو سگهي.

انگريزن کي سدائين اها چنتا لڳل آهي تہ ڪهڙي نموني سياسي ۽ اقتصادي طاقت پنهنجي هٿ ۾ رکون. ان جي پيٺ ۾ ٻيو سڀ خسيس ڪري ٿا ليکن. جيڪڏهن طاقتور مرڪزي حڪومت ۽ پوليس ناهي اٿن تہ ان لاءِ پاڻ پلي فخر وٺن پر هندواسي جي انهيءَ ذريعي پروسُ ۽ پراڏين بنايا وڃن ٿا سي ڪيئن ان تي خوش ٿيندا؟ اسان کي معلوم آهي تہ ڪيئن سرڪار

پوليس کي ماڻهن خلاف ڪم تي آڻي. برٽرنڊرسيل هڪ هنڌ قديم يوناني طرز حڪومت جي هاڻوڪي نموني سان ڀيٽ ڪندي تو لکي ٿو تہ ”يوناني طرز حڪومت هاڻوڪي سرشتي کان فقط هڪ ڳالھ ۾ برک هئي سا اها تہ يونان جي پوليس چڱن ماڻهن کي پڪڙڻ عيوض انهن تي چشم پوشي ڪري کين ڀڄي وڃڻ ۾ مدد ڪندي هئي.“

انگريزن جي راڄ ملڪ ۾ امن امان آندو آهي. مغل سلطنت ٽٽڻ بعد ملڪ کي امن جي سخت ضرورت هئي. امن امان بنان ڪنهن بہ ڏس ۾ ترقي ڪرڻ غيرممڪن آهي تنهن ڪري ان لاءِ اسين انگريز جا ٿورائتا آهيون. پر امن امان جا بہ قسم آهن. قبرستان، قفس ۽ قيد اندر امن آهي. اهو امن نااميدي ۽ نراسائيءَ جو نتيجو آهي. ڏاري سرڪار جنهن قسم جو امن امان قائم ڪري ٿي ان مان روح کي راحت، دل کي تسڪين ملڻ مشڪل آهي. جنگ تي ازل کان لعنت آهي پر جنگ جي زماني ۾ وفاداريءِ اتفاق، سورمائي، بي ڊپائي، نوايجاد، جفاڪشي، جسماني ۽ روحاني قوت پيدا ٿئي ٿي. دنيا جا مدبر ۽ فيلسوف جنگ عيوض ٻيا ڪارگر اپاءَ ڳولي رهيا آهن جن وسيلي ماڻهن ۾ مٿيان گڻ بہ اُٿپن ٿين ۽ خون خرابي بہ نہ ٿئي. مان سمجهان ٿو تہ اسهيوگ ستياگرهہ اهڙي قسم جو طريقو آهي جنهن سان ”نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ بچي.“ وارو مثال لڳائي سگهجي ٿو.

انهيءَ ۾ ڀلائي آهي تہ هندوستان يورپ سان لهہ وچڙ ۾ اچي. يورپ وٽ سائنس ۽ نظام جو علم آهي جنهن بنان هندوستان زبون ۽ ذليل ٿي ويندو. افسوس جو اسان جو لاڳاپو اهڙي نموني ٿيو آهي جو هڪٻئي مان پورو فائدو وٺي نٿا سگهون. تنهن هوندي بہ ايترو قبول ڪرڻ ضروري آهي تہ ائنگلوسئڪسن انگريز اسان کان گهٽي ۾ گهٽو نرالا آهن جنهن ڪري هو اسان جي دل ۽ دماغ کي وڏا ڌڏڪا ڏئي سگهن ٿا.

انگريز نہ اچي ها تہ بہ اسين پاڻ ۾ وطن ۽ وطنيت جو مادو پيدا ڪري سگهون ها. عرب قومون ڏسو تہ ڪيئن نہ ننڍين رياستن ۾ ٽڪر ٽڪر ٿي ويون آهن پر تنهن هوندي بہ منجهن عربي قوميت جو احساس آهي ۽ هو پاڻ کي هڪ قوم سمجهن ٿيون. اڄ بہ جيڪڏهن مغربي حڪومتون رنڊڪون نہ وجهن تہ عرب هڪ قوم ٿي وڃن. پر هندوستان وانگر عربستان ۾ بہ فرنگين

جي پاليسي ساڳي آهي ۽ اُتي بہ گهٽائيءَ ۽ ثورائيءَ وارين قومن وچ ۾ جهڳڙا پيدا ڪري، عربن کي يڪمشت ٿيڻ نٿا ڏين. هندوستان ۾ انگريزن پنهنجي فائدي کي مدنظر رکي هڪ نموني جي حڪومت سڄي ملڪ لاءِ قائم ڪئي پر ساڳئي وقت اسان کي يڪمشت ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ اسان جي وچ ۾ ويڇا ۽ ونجوگ پيدا ڪرڻ ۽ اسان جي ترقيءَ جي آڏو رنڊڪون وجهڻ شروع ڪيائون. پوڻيون بہ صديون انگريزن هندوستان مٿان ڏاڪو ڄمايو آهي. جيڪڏهن چاهين ها تہ هندوستان کي اوڄ تي رسائي سگهن ها. انهيءَ وچ ۾ دنيا جو نقشو ڦري ويو آهي. امريڪا جا جهنگ ۽ برباغ بوستان ٿي پيا آهن ۽ اتي جا مهاجرين دنياڀر سيني کان وڌيڪ شاهوڪار ۽ هنرمند ٿي پيا آهن ڏسو تہ جاپان ٿوري عرصي اندر ڪيڏي نہ ترقي ڪئي آهي. ڪالهہ ڪالهوڻي ڳالهہ آهي تہ روس ۾ زار جي حڪومت هئي ۽ اتي جي حالت هندوستان کان ڪا بهتر نہ هئي پر هينئر ڏسو تہ روس ڪيڏي نہ اوڄ تي پهتو آهي؟

هندوستان ۾ ريلون، ڪارخانا، اسڪول، ڪاليج، سرڪاري آفيسون وغيره آهن پر تنهن هوندي بہ پاڻ پڏايو تہ هندوستان جي حالت ڪهڙي آهي؟ اڄ هندوستان هڪ پراڌين، غلام ملڪ آهي جنهن جي اٿاهہ شڪتي قفس اندر بندي، ڇُرڻ پُرڻ کان روڪڻ، قبض ڪئي وئي آهي. هند واسين کي بيحد مفلس ۽ ضعيف بڻائي مرض ۽ موت وهيڻو ڪيو ويو آهي. هتي بي علم بي انداز ۽ بي روزگار اڪيچار آهن. صحت ۽ صفائيءَ لاءِ خاطر خواهہ بندوبست ڪونهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ آزادي، لوڪشاهي، ساميواد، ڪميونيزم جي اپٽار الهڙ، هوائي طوائي يا مڪار شخص ڪندا آهن. سچي آزمائش پر اپڪار ۽ لوڪ اُڌار ۽ خلق جي ڀلائي ۾ آهي. تحقيق اها ئي سچي آزمائش آهي ۽ انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکڻ سان ڏسجي ٿو تہ هندوستان بي حد ڪنگال ۽ مفلس آهي. اسين ڪتابن ۽ اخبارن ۾ پڙهون ٿا تہ ولايت ۾ ويهن ئي نهن جو زور لڳائي، بيروزگاري، تنگدستي ۽ ڏک دور ڪرڻ جا اپاءَ ورتا وڃن ٿا پر هتي جي ڪروڙين دائمي بيروزگارن، بکين، ڏکين جو آهي ڪنهن کي اونو؟ اسان پڌون ٿا تہ اتي لکين ماڻهن لاءِ گهر نهرايا اٿن پر اسان جا ڪروڙين ماڻهو جي ڪکاين جهوپڙين ۾ رهن ٿا يا ماڳهين مڪان ڪونہ

اٿن تن جو ڪنهن بلو پيٽي ڪيو آهي؟ توهين ٻڌايو تہ ٻين ملڪن ۾ ايڏي ترقي ٿينديءَ ڏسي، تعليم، صحت، وندر، ڪار ڪرڻ لاءِ وڏي پئماني تي بندوبست ٿيندا ٻڌي، اسين ڪيئن هٿ ٻڌي هڪ هنڌ ويهي رهنداسون يا ڪيئين وانگر رڙهڻ ۽ ليٽڙڻ پسند ڪنداسون؟ اسان جي ڏسندي روسين هڪ درجن سالن ۾ هيڏي وڏي ملڪ مان بي علمي صفا ڪڍي ڇڏي آهي ۽ عام ماڻهن جي گهرجن مطابق سهڻو تعليمي سرشتو جريان ۾ آندو آهي. مصطفيٰ ڪمال جي رهبريءَ هيٺ ترڪيءَ جهڙي بنهہ پنتي پيل ملڪ ۾ اڄ هرڪو لکي پڙهي ڄاڻي ٿو ۽ فاشست اٽليءَ تي پهرين پهرين ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ سيکارڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. اٽليءَ جي تعليم کاتي جي وزير جو چوڻ هو تہ بي علمي هڪ قسم جي قاتل پليگ آهي جا قوم جي جسم جي اندران ئي اندران نستو ڪري ٿي، تنهن ڪري ان کي ٻرندڙ اُماڙين سان ڏنيي ڪيڻ گهرجي. هي شديد ڪلامي محلن ۾ الوليون ڪندڙ مدبرن کي شايد نہ وڻندي پر انهن لفظن اندر اخلاص ۽ قوي ارادو سمايل آهي. هن ملڪ ۾ فضيلت سان ڳالهائڻ تي اسين وڌيڪ ڌيان ٿا ڏيون ۽ ڳالهيون گول مول ڪري ٻڌائڻ تي هريل آهيون. ڳٽتيون ڪائي، پور پچائي، ڊجي ڊجي قدم کڻو ٿا ۽ پنهنجي طاقت ڪميٽين ۽ ڪانفرنسن اندر فضول بحثن ۾ ضايع ڪريون ٿا.

اسان هند واسين تي الزام مڙهيو ويو آهي تہ اسين عمل کان عاجز گهڻ ڳالهائو انسان آهيون. اهو الزام سچو آهي. پر هتي جي سرڪار ڏسو تہ ڪيئن نہ ڪميٽين ڪميشن ۽ خاص سفارتن تي مشتاق آهي! مهينن جا مهينا پيا بحث هلن ۽ آخر ۾ ميمبرن جي ڀُني نپري، آفرين آفرين ڪري، ريورٽ دفتر داخل ڪيو ڇڏين! سندن لنبا وعظ ٻڌي اسين سمجهون ٿا تہ اڳتي پيا وڌون پر جاچ ڪٽي تہ مار اُتي جو اُتي بيٺا آهيون. ائين ڪرڻ سان انگريز بهادر کي اندر جو آٿت ٿئي ٿو تہ هن اسان لاءِ هيترو ڪي هيترو ڪيو. سرڪار بہ خوش تہ مالدار بہ خوش. ڇاڪاڻ تہ سندن ملڪيت کي هٿ لڳائڻ عظيم گناهہ مها پاپ آهي. ٻيا ملڪ سدائين انهيءَ چنتا ۾ آهن تہ ڪيئن اڳتي وڌجي پر اسين انهي فڪر ۾ غرق آهيون تہ ڪهڙا بچاءَ رنڊڪون ۽ اٽڪون ڳولي لهجن جي اسان کي تيز رفتار هلڻ کان روڪين.

مغلن جي زماني نسبت چوندا آهن تہ مغل دربار جي شان شوڪت، جاهہ و جلال مان ماڻهن جي مفلسيءَ جو انداز معلوم ٿي سگهيو ٿي. مٿيون گفتو بيشڪ سچو ۽ حقيقت تي ٻڌل آهي. پر هينئر ڇاهي؟ ٻڌايو تہ نئين دهلي ۽ گورنرن جون درباريون ڇا ۾ گهٽ آهن؟ انهيءَ دٻدٻي ۽ طومان پنيان ڪيڏي نہ مفلسي ۽ ڪنگالپڻو آهي. خيال ڪندي دل ڏک سان ڀرجي اچي ٿي ۽ عجب آهي تہ دل ۽ دماغ وارا شخص ڪيئن اهڙي حالت برداشت ڪري سگهن ٿا! شاهاڻي شان ۽ ڀپڪي پنيان ويچارا سُڃا سفيد پوش پيٽ پورائيءَ لاءِ پيا پتڪن ۽ هاري ناري انگ اگهاڙا پيٽ بکيا پيا ٻاٽون ڪائن. سفيد پوش ٻاهريون ڏيک رکي شرم بچائڻ لاءِ آتا آهن ۽ پورهيت، ۽ ڪمي تہ بنهہ بکن ڏکن جي بي انتها اوڙاهہ ۾ غرق آهن.

”صدين جي ذلت ويچاري هاريءَ جي پٺ ڪُبي، مغز مجو اڪ چنجهي، شڪل بدزيب ڪري ڇڏي آهي، تنهن هوندي بہ دنيا جو بوجهہ سندس ڪلهن تي آهي. جڳا جڳ جو اننت ڏک سندس مهانديءَ مان پيو ليئا پائي ۽ سندس ڪُٻ مان زماني جو ڪلور ۽ ڪنياءُ پيو بکي. سندس ڪِرال ڪايا مان صدين ڪان هلندڙ ڏوهہ انياءُ ظلم، دولاب ۽ وبساهہ گهاتيءَ جي ثابتي ملي ٿي. ان جي معرفت انسان ذات، ڏٺيءَ در انصاف لاءِ ٻاڏائي رهي آهي. هاريءَ جي صورت نہ رڳو انياءَ خلاف فرياد آهي پر ساڳي وقت ايندڙ زماني جي پيش خبري ۽ نبؤ ٽيڙ.“ مارخام

هن ملڪ جي بدبختيءَ ۽ پريشان حاليءَ جي جوابداري رڳو انگريزن مٿان مڙهڻ بي واجب آهي. اسان تي جوابداري ڪا گهٽ ناهي. پنهنجي اوڻاين ۽ عيبن مان جي گل نڪرن تن لاءِ ٻين کي ٽلاهي ٻڏائڻ اشرافت ناهي. آپيشاهہ حڪومت، سو بہ ڌارين جي، مجبور آهي تہ رعيت ۾ غلام طبعي ۽ ذليل ذهنيت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ فراخ دلي ۽ بلند پروازي ۽ اعليٰ عمل عيوض ماڻهن جو توجهہ خسيس، محدود، عارضي فائدن ڏانهن ڇڪائي. ڌاري سرڪار مجبور آهي تہ نوجوانن ۾ جو همت ۽ قوت، آزادي ۽ اصليت، نو ايجادي ۽ تازه فڪريءَ جو احساس آهي ان کي دٻائي، سندن طبيعت جو ذوق شوق گهٽائي؛ ۽ ان عيوض پيچ لتڪائڻ، نڪ گسائڻ، دستور العمل ۽ هالو چالو رواج ۽ ڍنگ جي اطاعت، ۽ حاڪمن ۽ عملدارن

اڳيان سر جهڪائڻ جي عادت وجهي. اها سرڪار انهن ماڻهن کي ڪڏهن ڪين همتائيندي جي قوم جا سچا خدمتگار ۽ ملڪ جا گهڻ گهرا آهن. پر ان عيوض بي احساس، بي جان، سُست دل ۽ دماغ وارن شخصن کي پيچ پڏي مهري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي. اسين اکين وينا ڏسون ته ڪهڙا ماڻهو هتي اُسري سگهن ٿا. ممڪن آهي ڪي جزوي شخص اوائل ۾ تيز فهم ۽ صديق، ڪارگر ۽ لائق هجن پر سرڪاري ڪرسيءَ تي ويهڻ بعد هو جنر ۽ بي احساس ٿيو پون ۽ سندن دماغ ۾ دفتر جو گهُٽو لڳيو وڃي. هو سرڪاري مشين جا پرزا بڻجيو پون. هو منشگيريءَ ۾ پيڙ ۽ پنهنجي عهدي جي سلامتيءَ لاءِ حرفت بازيءَ ۾ هوشيار آهن. ممڪن آهي ته ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ عملدار هجي جو وات خرچ سان اڻ سڏي نموني سڌاري کي همتائيندو هجي، پر ڪليو ڪلايو شعور اتساهه ۽ قوي همت سان قوم جي خدمت خاطر نڪري نروار ٿيڻ سرڪاري نوڪر جي وس کان ٻاهر آهي. هينيان عملدار ۽ نوڪر ته ماڳهين نبتر آهن. شروعات کان هو بالا عملدارن جي خوشامد ۽ چاپلوسي ڪري حڪم برچشم ڪرڻ تي هريل آهن ۽ پاڻ کان زيردستن کي دٻائڻ ۽ هيسائڻ جي بري عادت پيل اٿن. هنن جو قصور ڪونهي ڇاڪاڻ ته منڍ کان اهڙي تربيت ملي اٿن. تنهن ڪري هن ملڪ ۾ جيڪڏهن نڪ گسائو بوٽ بوس، يار دوست، مٽ مائٽ ورسائڻ وارا اڪيچار آهن ته عجب ڪونهي. هنن کي حياتيءَ ۾ ڪو اصول ڪونهي. هو رڳو چاهين ٿا ته جوڙ وانگر عهدي کي چُهٽي پون ۽ عزيزن خويشن لاءِ سٺيون ستابيون نوڪريون هٿ ڪن. هن ملڪ ۾ هرڪنهن هند واسي عملدار مٿان ٽيٽ رکي وڃي ٿي ۽ خود هند واسي به زيردستن سان ساڳي ڪار ڪن ٿا. اهڙين حالتن هيٺ سرڪاري عملي مان اعليٰ خصلتن جي اميد رکڻ ٻيرن مان ٻير گهرڻ سمان آهي. رفته رفته حالت اهڙي اچي بڻي آهي جو غيرت ۽ احساس واري ماڻهوءَ لاءِ سرڪاري نوڪري ڪرڻ غيرممڪن ٿي پئي آهي. اهڙو شخص لاچار بکئي پيٽ لاءِ مجبور ٿي سلامي پري ته پري، نه ته وس پڄندي ڪنارو ڪري ويندو.

تنهن هوندي به عالم آشڪار آهي ته سلطنت جو بار گورن جي ڪلهن تي آهي. سانورا ليکي ۾ ڪونهن. سلطنت جو گاڏو گهلڻ لاءِ گورن لاءِ خاص عهدا مقرر ٿيل آهن ۽ سندن حقن واسطن جي حفاظت لاءِ خاص قانون پڻ

آهن. اهو سڀ هندوستان جي ڀلي لاءِ ڪيو اٿن. جيڪڏهن گورن عيوض هندواسي سول سروس ۾ رکجن ته چوندا ته حڪومت جي ڪاروبار ۾ رشوت خوري، رياڪاري ۽ بدانتظامي وڌي ويندي. جيڪڏهن انڊين ميڊيڪل سروس ۾ هندي ڊاڪٽر رکجن ته هندواسين جي صحت خطري ۾ پئجي ويندي. جيڪڏهن فوج ۾ هندي عملدار ڀرتي ڪجن ته ملڪ جي بچاءَ ۽ امن امان جو الله واهي آهي.

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جيڪڏهن اوچتو بالاعملدرن جون جڳهيون زيردستن کي ڏجن ته ڪاروبار خاطر خواهه نموني نه هلندو. موجوده سرشتو اهڙو آهي جو زيردستن کي اهميت وارو ڪم سپرد ڪري نٿو سگهجي. جنهن ڪري هو آزمودي ۽ تجربي بنان جهڙا جو تهڙا رهجي وڃن ٿا. مون کي خاطري آهي ته اسان جي ديس ۾ گهڻا ئي ڪارگر ۽ لائق انسان پيا آهن جن کي موقعو ملي ته پاڻ موڪي ڏيکارين. افسوس جو اهڙن شخصن جي لياقت ۽ ماهريت جو فائدو ملڪ کي نٿو ملي. جيسين سرشتو الٽ پلٽ نه ٿيو آهي تيسين فعلاً هتي جي آئين ۾ ڪهڙيون به تبديليون ٿين ته ان جو گورن عملدارن تي اثر نه پوندو. هو ساڳيا عهدا ماڻيندا اچن. هو ناٿ دواري جي محنت وانگر دربار جا رکپال آهن جن بنان ٻي ڪنهن کي به اندروني ڪاروبار جي گپت وديا جي ڄاڻ ناهي. هند سرڪار جي پوتر مندر ۾ هريجن ڪاهي پوڻ سان مندر پرشٽ ڪري ڇڏيندا جو فرنگي ڌرمچاري سهاري نٿا سگهن. سندن چوڻ آهي ته اسان کي حال في الحال تَسيا ڪڏي تپسيائون ڪري، تيرٿ تڪي، يوگ آسڻ جوتي پاڻ ۾ پوترتا ۽ ستيا اتپن ڪرڻ گهرجي. جيئن جيئن اسان ۾ آتم شڪتي ويندي وڌندي تيئن تيئن مورتيءَ مٿان چڙهيل پردا ويندا هٽندا، تان جو ڪنهن سمي اسان جي اڄرج ۽ عبرت سان پريل اکين اڳيان اشٽ ديو پنهنجي ساکيات سؤروپ ۾ براجمان ٿي ويندو.

هندوستان ۾ ٻين سيني نوڪرين کان سول سروس برک ليکي وڃي ٿي. هند سرڪار جو اونڌو يا سنئون ڪاروبار هلائڻ لاءِ اهي آءِ. سي. ايس وارا تلاهي آهن انهن خاص خدمتگارن جي خاصيتن ۽ خوبين کان وقت بوقت اسان کي آگاهه ڪيو ويندو آهي چاڪاڻ ته هو سلطنت جا پيلپاوا آهن. هو تقريباً آپيشاهه آهن. ايڏيون ته اختياريون اٿن ۽ ايڏي ته سندن چٽ

چٽ ۽ واڪاڻ ڪئي وڃي ٿي جو هنن جي دماغي صحت ۽ فڪري ميزان لاءِ ضررناڪ آهي. مان انهيءَ ڪان انڪاري ناهيان تہ آءِ. سي. ايس وارن ۾ ڪي خوبيون آهن. جڏهن ور ور ڏيئي اهي خوبيون اسان کي ذهن نشين ڪرايون وڃن ٿيون، تڏهن انهن ڪان انڪاري ٿي ڪيئن سگهبو؟ مان سمجهان ٿو تہ آءِ. سي. ايس نسبت سرڪار ايڏي لباڙ هنئي آهي. ايڏو تہ مبالغو ڪيو آهي جو ان انبار مان ٿوبا پري ڪيڻ جي ضرورت آهي ويبلن هڪ امريڪن ارٿ شاسترِي آهي جنهن هڪ هنڌ خاص عهدن ۽ نوڪرين وارن جي پيٽ سُريت" سان ڪئي آهي. مان سمجهان ٿو آءِ. سي. ايس وارا پڻ ميرزائن ۽ خاصخيلين ۽ سريتن وانگر آهن. ملهہ مهانگو لاپ ٿورو.

ميجر گرهام پول هڪ دفعي ماڊرن رويو ۾ ليک لکيو هو تہ انهيءَ ڪان ڪير بہ انڪاري ٿي نہ سگهندو تہ آءِ. سي. ايس وارا بلڪل برجستا ۽ هوشيار ڪاربرداز آهن. انگلنڊ ۾ بہ ور ور ڏئي انهيءَ تي زور ڏنو ويندو آهي جنهن ڪري واجب آهي تہ ان ڳالهہ جي خوب چڪاس ڪئي وڃي. درحقيقت اهڙي نموني جا بيان ڪيڻ غلط آهي ۽ ميجر گرهام جو چوڻ تہ هيلتائين ان خلاف ڪنهن ٻڙڪ ڪانہ ٻاڪي آهي سو بہ صحيح ناهي. ڪئين دفعا آءِ. سي. ايس وارن جي برجستگي ۽ هوشياريءَ خلاف آواز اٿاريو ويو آهي ۽ خود گوکلي انهن نسبت ڪئين دفعا سخت ڪلامي ڪئي آهي. عام هندواسي تہ ڪڏهن بہ گرهام پول سان متفق راءِ تي نہ سگهندا. تنهن هوندي بہ ممڪن آهي تہ ٻئي ڌريون پنهنجي ليکي صحيح هجن ۽ جدا نموني ساڳي شئي کي ڏسنديون هجن. برجستگي ۽ هوشياري لفظ جدا شين سان لڳائي سگهجن ٿا. جيڪڏهن چئجي تہ آءِ. سي. ايسوارا برٽش سلطنت کي پڪو ۽ محڪم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن ۽ انگريزن جي ڀلي لاءِ هندواسين کي خوب پيڙيو اٿن ۽ اهڙن ڪمن ۾ برجستگي ۽ هوشياري ڏيکاري اٿن تہ صحيح آهي. پر جيڪڏهن هندواسين جي ڀلي خاطر پاڻ پتوڙڻ بہ هڪ قسم جي ڪسوٽي آهي تہ انهيءَ پرک ۾ هو بلڪل بيڪار ۽ ناقابل ثابت ٿيا آهن. انهيءَ ڏس ۾ سندن ناڪامياب وڏيڪ دکدايڪ ۽ ملامت لائق آهي، ڇاڪاڻ تہ سندن ڳرا پگهار ۽ لوازما هندواسي مسڪينن جي پورهئي مان ڏنا وڃن ٿا جن ڪان هو رهٽي ڪرٽي. ويچار وهنوار ۾ ڏيهان ڏور ملڪان پري

آهن. ائين برابر آهي تہ آءِ. سي. ايس وارن جو وهنوار موچارو پي رهيو آهي ۽ اتفاق سان ڪي بلڪل قابل ۽ لائق شخص پڻ منجهن اچي ويا آهن. افسوس جو روزانو ڪاروبار ۽ دستور العمل جي بوجهہ ۽ غير رسمي لياقت خلاف نڪتہ چينيءَ سبب انهن ڪن ٿورن قابل شخصن جي ماهريت مان ڪي هي ملڪ پورو فائدو حاصل ڪري نہ سگهيو آهي. ڪي شخص منجهن اهڙا بہ ٿي گذريا آهن جي دل جا صادق ۽ لوڪ شيوا جا ڪوڏيا هئا پر سندن خيال ۾ پهرين سلطنت ۽ سرڪار مائي باپ جي حقن جي حفاظت ۽ تهان پوءِ هندواسين ڏانهن فرض ادائيءَ جي اون هئي. هنن کي سکيا اهڙي قسم جي ملي هئي ۽ سندن حالتن بہ کين ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ڪيو. هڪ تہ هو ڏاريا هئا ۽ ٿورا هئا، ۽ ٻيو تہ لوڪن جو رُخ هنن ڏانهن دوستيءَ وارو نہ هو. جنهن ڪري وهنوار ۾ هنن کي ڪي قدر سڏو هلڻو ٿي پيو. سندن رتبي ۽ نسلي فخر بہ کانئن اهڙي تقاضا ٿي ڪئي کين وڏيون اختيار بون هيون جنهن ڪري بي جوابدار حاڪمن جيان پاڻ تي نڪتہ چيني مها پاپ سمجهڻ لڳا ۽ فراخدلي منجهائن نڪري وئي. هنن کي هئي نہ ڪنهن جي پرواهہ ۽ نہ ڪنهن شئي جي ضرورت. تنهن ڪري تنگدل ۽ اچل ٻڌيءَ وارا ٿي پيا. هيءَ دنيا جا هڪ پل بہ هڪ هنڌ ڪپ کوڙي نٿي بيهي ۽ جنهن ۾ حالتون وقت بوقت ڦرنديون، اڳتي قدم وڌائينديون رهن ٿيون، اهڙي تيزگام گهوڙي جو لغام جهلي، اُن کي ڇُرڻ پُرڻ کان روڪي بيهارڻ هو پنهنجو فرض سمجهڻ لڳا. جڏهن کانئن لائق ۽ حالتن مواقف نهڪي ايندڙ شخصن ڪنهن معاملي کي بلڪل قابليت سان حل ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي تہ ان ۾ هنن پنهنجي شخصي گهٽتائي ٿي سمجهي، جنهن ڪري اهڙن ماڻهن خلاف هو بدڪلامي ڪرڻ لڳا ۽ انهن جي راهہ ۾ رنڊڪون وجهي، انهن کي دٻايائون ۽ هيسايائون ٿي. سندن محدود رسمي علم ۽ عقل جي تنگ دائري ۾ نين حالتن، نون خيالن، نون واقعن لاءِ جڳهہ ڪانہ هئي. ڳچ وقت الوليون ۽ وڏا عهدا ماڻڻ سبب منجهائن فهم ۽ تميز نڪري وئي هئي. هو آپي خان هئا ڇاڪاڻ تہ عملي ريت برٽش پارليامينٽ هنن تي ضابطو رکي نٿي سگهي. لارڊ ائڪٽن هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "طاقت من ملين ڪري ٿي. بي انداز طاقت بي حد ملينتا آڻي ٿي."

ٿلهي ليکي کٽي چئجي تہ اِهي آءِ سي. ايس وارا روزانو ڪاروبار رواجي نموني هلائيندا پيا اچن ۽ پاڻ کي سرڪار جي نظر ۾ پروسي رکڻ جهڙو معتمد ۽ معتبر ثابت ڪيو اٿن. منجهن خاص مٽيا، ڀهڪندڙ جلوو ڪونهي. اوچتو حادثو يا اتفاق ٿي پوي يا حالتون نرالو روپ اختيار ڪن تہ انهن کي ڪيئن منهن ڏجي سو ٿيڙ ڪونهين. جيتوڻيڪ پاڻ ۾ وشواس، پنهنجي عملداري برادريءَ ۾ سهڪار ۽ باقاعدي، سلسليوار ڪم ڪرڻ جي عادت سبب مشڪلاتن مان چڙهي پار پيا آهن. عراق ۾ جو عقل جي ڏيوالي ۽ ڪٽل مت جو ثبوت پيش ڪيائون تنهن هند سرڪار کي دنيا ۾ بدنام ڪري ڇڏيو پر اهڙي ڪم عقلي ۽ موڙهل مَتِ جا هندوستان ۾ ڪئين مثال پيش ڪيا اٿن جن جي دنيا کي ڄاڻ ڪانهي. سول نافرمانيءَ جي زماني ۾ سندن روش اڻ سڌريل نموني جي هئي. ممڪن آهي تہ شوُت ڪري يا لٺ ڏُڪي سان مٿو ڀڃي، مخالف کان جند آجي ڪجي پر انهيءَ نموني ڪوبہ مسئلو حل ٿي نٿو سگهي. انهيءَ قسم جي روش ڪمزوري ۽ خسيس پڻي جي نشاني آهي. سرڪار جيڪڏهن سول نافرمانيءَ جو مقابلو هنسڪ نموني لٺ ڏُڪي سان ٿي ڪيو تہ ان تي عجب ڪونہ هو. ڇاڪاڻ تہ سلطنت جو بنياد هنسا تي ٻڌل آهي ۽ دنيا ۾ حاڪمن کي اجان بيو ڪو ڪارگر رستو سيکاريو نہ ويو آهي. پر ضرورت کان وڌيڪ وحشيگري ڏيکارڻ ۽ پاڻ تان ضابطو لاهي اشرافت ڪيڏي ڇڏڻ مان ثابت هو تہ حالتون سندن وس کان ٻاهر نڪرڻ لڳيون هيون. سندن رفتار ۽ گفتار مان ماليخوليا پيي بکي. ٿڏي سيني واري باهوش روش ڇڏائي وئي هين. اٽانگين حالتن ۽ سخت آزمائش وقت ماڻهوءَ جي ذاتي جوهر جو پتو پوندو آهي ۽ ان وقت اسان جون اوڻايون ۽ ڪمزوريون بلڪل بي رحم نموني نڪري نروار ٿينديون آهن. سول نافرمانيءَ اهڙي قسم جو مشڪل زمانو آندو جنهن ۾ ڪانگريسن خواهہ غير ڪانگريسن جي ذاتي جوهر جي آزمائش ٿي رهي هئي. مشڪل وقت ۾ مڙس ڪي ٿورا ليندا آهن ۽ باقي بيا لائڊ جارج جي قول موجب ”ليکي ۾ آڻڻ نہ گهرجن.“ ننڍيون ٽڪريون جي ماني سمنڊ ۾ ٻهاڙ بيون لڳن سي ويہ چڙهڻ بعد غائب ٿيو وڃن. باقي اتاهان جبل ۽ انهن جون چوٽيون اوچا ڳاٽ ڪڍيو پاڻيءَ جي اڪت آچ مٿان سرفراز ٿيو بيهن.

آءِ سي. ايس وارا سول نافرمانيءَ جي زماني ۾ جي نيون حالتون پيدا ٿيون تن کي منهن ڏيڻ سگهيا ئي ڪونہ هئا. اهڙي قسم جي تعليم ئي ڪانہ ملي هين. البت فضيلت سان اٿڻ ويهڻ، مهذب نموني ڳالهائڻ ٻولهائڻ سگهيا هئا. سندن هلت چلت ظاهراً وڻندڙ هئي. اٺوهين صديءَ لاءِ اهي لياقتون شايد ڪافي هيون پر ويهين صديءَ جي زماني باهرين ڏيک ويک جو مانُ گهٽائي ڇڏيو آهي. سندن لڳ لاڳاپا بہ ائنگلو انڊين فرقي سان هئا. اهو فرقو نڪي آهي هندي، نڪي فرنگي. عام لوڪن ۽ وچولي درجي وارن تيز فهم سفيد پوشن جي جاڻ ئي ڪانہ هين. چاپلوسن ۽ خود مطلبين سان رهاڻ ڪري باقي ٻين کي انوڙي ۽ فتنہ انگيز سمجهي انهن سان لهہ وچڙ ۾ ڪونہ ايندا هئا. مهاڀاري جنگ بعد دنيا ۾ ڪهڙيون حيرت انگيز تبديليون آيون آهن، ماڻهن جي من ۾ ڪهڙا مانڊاڻ پيا آهن ۽ خاص ڪري گذراني مسئلن ڏانهن لوڪن جو ڪهڙو رُخ ٿيو آهي، تنهنجي پِيٽ ئي ڪانہ هين. عجب نہ کين ڪڏهن خواب و خيال ۾ نہ پي آيو تہ هو مردهہ ماضيءَ جا نمائنده آهن ۽ سندن برادري ايليٽ جي ڪتاب ۾ ڏيکاريل "پورا ماڻهو" جي مثل پوري ۽ خالي آهي.

انهن حالتن هوندي اهي جهونا جوڳي پنهنجي عهدن تي هلندا پي آيا آهن. جيسين سلطنت شاهي آهي تيسين سندن وار ونگو نہ ٿيندو. اها سلطنت جلد ٿپڙ سوئڻ واري ناهي. هاڻوڪي هند سرڪار خراب ٿيل ڏند وانگر آهي جو اندران وِجي کاڄندو پر پاڙون ماس ۾ پڪيون ڪتل اٿس. اهڙو ڏند سور ڪرائي ٿو پر ڪيڏائي نٿو سگهجي. ڏسجي ٿو تہ هتي بہ سور هلندو ايندو جيسين ڏند ڪيڏڻ جهڙو ٿئي يا پاڻهي ڪِري پوي.

انگلنڊ ۾ بہ ڪنهن وقت اهڙي قسم جي عملدارن جو مانُ هو. هينئر جيتوڻيڪ ڪن مکيہ اڏن تي قبضو ڪري وينا آهن تہ بہ اتي جا رهاڪ کين اڳين عزت نٿا ڏين. هندوستان ۾ تہ هنن لاءِ جڳهہ ئي ڪانهي چاڪاڻ تہ قوميت جو جذبو وڌندڙ آهي ۽ سماجڪ منورتيءَ ۾ گهڻو ڦيرو اچڻ لڳو آهي. ائين برابر آهي تہ اڄ بہ ڪئين رڄ مڙس آءِ سي. ايس. طبقي اندر ليندا پر جيسين هي سرشتو قائم آهي، تيسين منجهائن هن ملڪ کي فائدو نہ پوندو. آءِ . سي. ايس وارن ۾ ڪي نوان هندي رنگروٽ سرڪار سان

وفاداريءَ انگريزن کان بہ گوءِ کٽي ويا آهن ۽ شاهہ کان وڌيڪ سندس شهنشاهيءَ لاءِ دعاگو آهن. مون کي هڪ دفعي هڪ نوجوان آءِ. سي. ايس هندواسي گڏيو جنهن پنهنجي هم پيشي وارن جي ساراهہ جا ڍڪ پي پريا. هن کي پاڻ تي ناز هو. ڇا ٿي ايڏو بانور ٿي ڪيائين سو مان تہ سمجهي ڪونہ سگهيس. برٽش سلطنت واکاڻيندي نہ پي ڍاپيو ۽ گهڻي لباڙ ۽ گهٽ سمجهہ واري گفتار جي آخر ۾ چيائين تہ بڌاءِ "قيصر، چنگيز خان ۽ تيمور جي سلطنت کان انگريز جي سلطنت بهتر آهي يا نہ؟" ڇا ٿا ڀانيو؟ جيڪڏهن انهيءَ تي انگريزن کي فخر آهي تہ مباهہ هجين.

آءِ. سي. ايس وارا چوندا آهن تہ هن ملڪ جي سقيم حالت لاءِ هتي جا ماڻهو ئي ذميوار آهن. هتي جي پنگتي رسمن، واڌين ۽ وياج خورن، حد کان ٻاهر آدم ۾ واڌ مفلسي آندي آهي. هند سرڪار ۽ انگريز جي وڏي ۾ وڏا واڌيا ۽ وياج خور آهن تن تي اک پور ڪري باقي خسبس. تنهن شاهوڪارن تي چوهہ چنبڙ سان هو پنهنجي قابليت جو ثبوت پيش ٿا ڪن. هن ملڪ ۾ ڏڪار، مرض، موت جي ڪمي ڪانهي پر تنهن هوندي بہ آدم وڃي وڌندو. ان لاءِ ڇا ڪجي سو چوڻ ڏاڍو مشڪل آهي. مان جم تي روڪ وجهڻ ۽ ماڻهن کي سمجهائڻ تہ ڪهڙي نموني ۾ ڪهڙن اپائن وٺڻ سان جم روڪي سگهجي ٿو. ان جي فائدي ۾ آهيان. پر اهڙا اُپاءَ ڪم آڻڻ لاءِ ڪنهن قسم جي تربيت جي ضرورت آهي جا هتي جي ڪروڙين اڻ پڙهيل ماڻهن لاءِ ميسر ڪرڻ مشڪل آهي. البت وچولي درجي وارا انهن نون طريقن مان فائدو وٺي سگهن ٿا ۽ وٺن پيا.

آدم ۾ واڌ اسان جو ڌيان بيشڪ لهڻو پر اڄ ڪلهہ دنيا ۾ کاڌو گهٽ ناهي نڪي انساني گهرجن جي پورائيءَ لاءِ مال جي اڻاڻ آهي. دنيا جي ارٿ شاسترين کان پڇو تہ چوندا تہ کاڌي جي اڻاڻ آهي. دنيا جي ارٿ شاسترين کان پڇو تہ چوندا تہ کاڌي جي اڻاڻ ڪانهي پر کائيندڙن جي ڪمي آهي. يا جن کي کاڄ ۽ مال جي ضرورت آهي انهن ۾ انهن شين خريد ڪرڻ جي سگهہ ناهي. هندوستان ۾ بہ کاڄ جي اڻاڻ ناهي. آدم برابر وڌي ويو آهي پر کاڄ جي پيداش ۾ ان کان بہ وڌيڪ اضافو ٿيو آهي. بيو تہ يورپ جي ڀيٽ ۾ هتي جي آدم ۾ واڌ گهٽ ٿي آهي. شايد ايندڙ سالن ۾ ڪن حالتن سبب يورپ جي آدم ۾ واڌ گهٽ ٿئي پر ساڳيون حالتون هندوستان ۾ بہ ساڳيا اثر ظاهر ڪنديون.

جڏهن هندوستان آزاد ٿيندو تہ لائق ۽ ڪارگر ۽ برجستا هندواسي قومي ترقيءَ ۽ نئين نظام ناهڻ جي ڪمن ۾ لڳايا ويندا. قابل ۽ هڏ ڏوکي ۽ همدرد انسان ڪٿي بہ ڪنيين وانگر ريل ڇيل پيدا ڪونہ ٿا ٿين. هندوستان ۾ تہ اهڙن ماڻهن جي اٽاٽ آهي ڇاڪاڻ تہ موجوده سرشتي هيٺ ڪيترن کي پنهنجي لياقت ڏيکارڻ جو موقعو نٿو ملي. ڪن ڪمن لاءِ اسان کي پرديسين جي سهائتا وٺڻي پوندي ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ خاص ڄاڻن. وگيانڪ طريقن. کي عمل ۾ آڻڻ وارن شخصن جي اٽاٽ آهي. آءِ سي ايس وارن مان بہ شايد ڪي لائق ۽ برجستا شخص رکڻا پوندا پر آزاد هندوستان ۾ آپيشاهہ خودمختيار عملدارن لاءِ جڳهہ ناهي. ڇاڪاڻ تہ اهي طبيعتاً بي جوابدار حڪومت جا حامي آهن. هو آزادي نگهوسار ڪرڻ لاءِ ڄاوا آهن. هن ملڪ ۾ جيڪڏهن فاشستي حڪومت جو سرشتو چالو رکڻو هجي تہ اهڙن عملدارن کي رکي سگهبو. اهوئي سبب آهي جو نئين نظام برپا ڪرڻ لاءِ نئين ذهنيت وارا شخص کپن. اڳين عملدارن جو پاءُ عادت آزاد ملڪ جي وايو منڊل سان نهڪي نہ ايندو ۽ نڪي کين اهڙا سٺيا پگهار ۽ لوازما ڏئي سگهبا. اسان جي ديس کي اتساهڪ برجستا ڪم ڪندڙ کپن جن کي مادر وطن جي خدمت ڪندي فخر پيو ٿئي. ۽ جي وڏن پگهارن جا بکيا ناهن پر ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ ۾ فخر ونن ٿا. پئسي جي لالچ گهٽ ۾ گهٽ هئڻ گهرجي. ٽيڪنيڪل هنرن لاءِ ڌارين جي خدمت جي ضرورت ٿيندي پر حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ هن ملڪ ۾ ماڻهن جي ڪمي ناهي. اسان جو لبرل ۽ بين نرمن سان وڏو اختلاف آهي. هو چاهين ٿا تہ گورن عيوض هندواسي عملدار رکي ٿا ۽ هلائجي. اسين چاهيون ٿا تہ انگريزن کي نہ رڳو فوجي ۽ بين ڪاروباري ڪمن مان ڪڍيو وڃي. پر نوڪر شاهيءَ مان آپيشاهي ۽ غرور ڪڍيہ وڏن عملدارن جون پگهارون ۽ لوازما گهٽائي، سرڪاري نوڪرن لاءِ هڪ قسم جو ميزان مقرر ڪجي جنهن مطابق منشي ۽ بالاعملدار جي وچ ۾ ايڏو وڏو سنڌو ۽ فرق نڪري وڃي. فوجي کاتو تہ بلڪل الٽ پلٽ ڪرڻو پوندو. هاڻوڪين حالتن هيٺ اسان کي انهيءَ کاتي نسبت ٻڙڪ ٻاڪڻ جي اجازت ناهي. مِني بہ ماٺ. مُني بہ ماٺ ڪري ڪروڙين رپيہ ڪڍي ڏيڻا پون ٿا. 1934ع ۾ سرفلپ چيٽ ووڊ ڪمانڊر ان چيف.

اسيمبليءَ ۾ بلڪل کهري نموني ميمبرن کي چيو ”اوهين سمجهو ٿا ته انگريزن جهڙي جنگين جا ڏڪ سٺل ۽ جنگي ڏاهپ پرايل قوم آرام ڪرسيءَ ۾ ويهي نڪته چيني ڪندڙ شخصن اڳيان پنهنجو جنگي فن ۽ تجربو کوهي ويهندي؟ اسان شمشمير سان سلطنت فتح ڪئي ۽ شمشير وسيلي ان کي پنهنجي قبضي ۾ رکندا اچون.“ پيا به اهڙا مزي جهڙا گفتا ان موقعي تي هن انگريزي سور وير واتان نڪتا. متان سمجهو ته جوش ۾ اچي يا اُبهرو تي ڪي جو ڪي بولي وينو. هو خوب ويچار ڪري, اکر اکر سوچي, تقرير لکي آيو هو جا اسيمبليءَ جي ميمبرن کي پڙهي ٻڌايائين. ڪمانڊر ان چيف جهڙي ماڻهوءَ سان فوجي معاملن تي بحث ڪرڻ عبث آهي پر سلطنت تي شمشير سان حڪومت ڪندڙ حاڪم ۽ سلطنت جي باشندن جي وچ ۾ اختلاف ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته اها ترار سلطنت واسين جي ڪنڌ متان آهي.

اهو به ممڪن آهي ته فوج ڪان سلطنت جي بچاءَ جو ڪم ورتو وڃي يا هندوستان جي رکيا جو. انهن ٻن ڪمن وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي سگهي ٿو. ٻيو ته گذريل جنگ جي آزمودي بعد سالارن ۽ جرنيلن جي ڪلام تي ڳنڍ ٻڌي وهڻ ڇسائي ٿيندي. گذريل جنگ جي زماني ۾ دنيا جي ملڪن جون واڳون انهن فوجي عملدارن جي هٿ ۾ هيون. هرڪو ٿو ڄاڻي ته هنن ڪيڏو نه مونجهارو پيدا ڪري وڌو. مون مهاڀاري جنگ جي تاريخ ۾ هڪ هنڌ پڙهيو آهي ته ”جڏهن انگريزي سولجر دشمن سان وڙهڻ ۾ مشغول هئا تڏهن فوجي آفيسر رڳو هڪٻئي کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. قوم کي خطري مان بچائڻ لاءِ به هو ڪنهن ڳالهه ۾ متفق ٿي نٿي سگهيا. مهاڀاري جنگ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته رڳو ليڊرن, سالارن, سورمن تي ياڙي ويهڻ, يا انهن کي رواجي ماڻهن کان بلڪل نرالو سمجهڻ بيوقوفي آهي. ائين برابر آهي ته ڪنهن ڪم هلائڻ لاءِ اڳواڻ يا پيشوا کپن پر انهن مان گهٽي اميد رکڻ يا انهن تي ياڙي ويهڻ غلطي آهي.“ لائڊ جارج پنهنجي ڪتاب ۾ سالارن, سردارن, بحريه جي اميرن جون ڀلون, اوڻايون, ڇسايون ڏيکاري ثابت ڪيو آهي ته ڪيئن لکين ماڻهن جون حياتيون, بي عقليءَ سبب برباد ڪيائون. اتحادين کي سوڀ نصيب ٿي, پر ان لاءِ ايڏو ته جان مال جو غير واجبي زيان ڪيائون

جو جيڪڏهن دشمن کان پلون نہ ٿين ها تہ انگلنڊ جو ٻيڙو ٻني رسڻ مشڪل هو. ڪئين دفعا انگلنڊ اوڙاهہ جي ڪنڌ تي اچي بيٺو هو. وڏيڪ لکي ٿو تہ ڪئين دفعا ڪيترن سالارن کي موقوف ڪري سندن جڳهہ تي نوان ماڻهو رکڻا ٿي پيس ۽ خود مارشل جافر لاءِ سندس چوڻ آهي تہ هن جو مهانڊو ۽ ڪاڏيءَ جي ٻيهڪ اهڙي هئي جو ماڻهن جو مٿس ڀروسو جمي ٿي ويو. "ماڻهو جڏهن هراس جي وس ٿيندا آهن تڏهن ڪاڏيءَ ۾ عقل ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جڻ تہ عقل ۽ تميز اتان گوها ڏئي ٿي نڪري" نہ رڳو ايترو پر لائڊ جارج جو انهيءَ وقت انگلنڊ جو وزيراعظم هو سو هاءِ ڪمانڊر يعني اداره اعليٰ ۽ مارشل هيگ ڪمانڊر ان چيف يعني سالار اعظم يا سينا پتي خلاف ڳريون شڪايتون ٿو ڪري ۽ چوي ٿو تہ بحريہ جي اميرن ۽ لشڪر جي مهندارن جي پلن ۽ اوٽاين سبب لکين سپاهين جون حياتيون فضول برباد ٿي ويون. هو چٽيءَ ريت نرنئہ ڪري ڏيکاري ٿو تہ ڪيئن لارڊ هيگ جي آڪڙ ۽ هوڏ ۽ سياستدانن کي ٻڌڻ کان انڪار ڪرڻ ۽ وزارت کان ڳجهہ ڳوهہ رکڻ سبب فرانس ۾ هڪبئي پنيان اتحادين کي ڳرين مصيبتن جو مقابلو ڪرڻو پيو. لائڊ هيگ اڪين سان شڪست ڏسي رهيو هو تنهن هوندي بہ ضد ٻڌي مهينن جا مهينا لکين سپاهي پاسڪنڊائيل ۽ ڪيمبراءِ جي خطرناڪ گپ ۽ چڪ ۾ مارائيندو رهيو ۽ چون ٿا تہ سترهن هزار آفيسر ۽ چار لک سولجر رڳو انهيءَ هنڌ مئا ۽ ڦٽيا. هينئر انهن گمنام صدقي جي ٻڪرين نالي يادگار پيا نهرائين، پر جڏهن اهي سولجر جيئرا هئا تڏهن هو ليکي ۾ بہ ڪونہ هئا ۽ سندن حياتيءَ جو ملهہ ڪسيري جيترو مس هو.

سياستدان پُلون برابر ڪندا آهن، پر هنن کي لوڪن جي ويچارن ۽ رايتن جو خيال رکڻو پوندو آهي، جنهن ڪري وقت بوقت پنهنجون پُلون درست ڪري ڇڏيندا آهن. پر فوجي عملدار اهڙي وايومنڊل ۾ ٿا رهن جو اتي رڳو حڪم جي تعميل ڪرڻي آهي ۽ ڪنهن کي نڪتہ چيني ڪرڻ جي جرئت ناهي. فوجي عملدار ٻين کي ٻُڌڻ تي هريل ناهن، جنهن ڪري پنهنجي پُلن سڌارڻ جو موقعو نہ اٿن. هنن لاءِ ڪاڏيءَ جي ٻيهڪ، کوپريءَ اندر مغز کان وڌيڪ وزنائتي آهي. اسان وٽ تہ سول اختياريءَ وارا بہ فوج وانگر لاغرض ۽ آپيشاهہ آهن ۽ وٽن ٻاهرين ڏيک جو وڏو قدر آهي.

سرڪار جو چوڻ آهي تہ هندي فوج ۾ آهستي آهستي هندواسي ڀرتي ڪيا ويندا ۽ ممڪن آهي تہ ٽيهارو سالن اندر هڪ هندواسي جرنيل جي عهدي تي پهچي وڃي. اهو بہ ممڪن آهي تہ اٽڪل هڪ سؤ ورهين بعد فوج ۾ وڏيڪ هندواسي عملدار ڏسڻ ۾ اچن. عجب تہ انگلنڊ خود جنگ وقت سالن ٻن اندر وڏا لشڪر تيار ڪري ورتا. جيڪڏهن هو بہ اسان جي حاڪمن جي صلاح وٺن ها تہ هوند لشڪر نهڻ ڪان ڪئين ورهيہ اڳ جنگ ختم ٿي وڃي ها. روس ۾ بہ ٿوري ئي وقت ۾ لشڪر تيار ڪري ورتائون ۽ دنيا جي زبردست طاقتن جو مقابلو ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريائون. ڏسجي ٿو تہ هو انهيءَ ڏس ۾ ڪامياب انهيءَ ڪري ٿيا جو وٽن اهڙا ”جنگ جو آزمودو پرايل ۽ جنگي فهم ۽ سياٽپ جا صاحب“ جرنيل ڪونہ هئا.

اسان وٽ هينئر ديرادون ۾ ملٽري اڪئڊمي آهي. جتي معزز هند واسين جي نينگرن کي سکيا ڏني وڃي ٿي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ پريڊ ۽ قواعد ۾ اهي نوجوان ڦڙت ڏسڻ ۾ اچن ٿا پر هنن کي ٽيڪنيڪل ٽريننگ مليل ناهي. اڄ ڪلهہ جڏهن بمباز دورمار توپون، چرخي فولادي توپون يا ٽئنڪون ۽ زهريلي گئسون جنگ ۾ ڪم آنديون وڃن ٿيون، تڏهن مٿين قسم جي پيادن ۽ گهوڙي سوارن جا هٿيار رام راجا جي ڌنش ۽ باڻ يا ڀيم جي گدا مثل بي اثر آهن. اسان جا حاڪم ان ڪان خوب واقف آهن. اهوئي سبب آهي جو اهڙي قسم جي بي سود تربيت ڏيڻ جو پهہ پچايو اٿن.

پڇو ٿا تہ انگريز بهادر جي راڄ جو پوتاميل ڪهڙو آهي؟ اسان کي ڪهڙي مجال آهي جو ان نسبت شڪايت ڪريون. چاڪاڻ تہ هو چوندا تہ اهو سڀ اسان جي خامين ۽ عيبن جو نتيجو آهي. پر اسين جيڪڏهن دنيا ۾ ٿيندڙ ترقي ۽ ڦيرڦار تي اک پور ڪري، بينل ڪني پاٽيءَ ۾ ٽُٻيون هڻنداسون، يا شتر مرغ وانگر ريتيءَ ۾ مٿو لڪائينداسون تہ پس پيش ان مان نڪرندڙ خطرو ۽ مصيبت اسان کي پوڳڻا پوندا. انگريز اسان وٽ انهيءَ وقت آيا، جڏهن منش ساگر ۾ نئين سر وير چڙهي رهي هئي. ان وقت هو اتهاسڪ شڪتين ۽ تاريخي تحرڪات جا عيوضي هئا. شايد ان جي ڪين بہ ڄاڻ ڪانہ هئي تہ هو ڇا لاءِ هتي آيا آهن. اهي اتهاسڪ شڪتيون اسان جي وس ڪان ٻاهر هيون. انهن خلاف شڪايت ڪرڻ واڇوڙي ۽ طوفان کي

وعظ ڪرڻ مثل آهي تہ هو وٽن جون پاڙون نہ پٽي ۽ گهرن جون ڇتيون نہ اڏائي، يا سياري جي سرد هوا کي وينتي ڪرڻ مثل آهي تہ اسان جي جسم ۾ ڏڪٽي نہ وجهي! اڇو تہ مردهہ ماضي دفنايون ۽ رنجهہ ڪنجهہ ڇڏي آئنده جو ويچار ڪريون. اسين انگريز جا شڪر گذار آهيون جو سائنس ۽ ان مان اتپن ٿيندڙ فائدا هن ملڪ ۾ آندا اٿس. اهو البت معاف ڪرڻ ڏکيو آهي تہ هندوستان اندر برٽش حڪومت ونجوگ ۽ ويڇي، مرده پرست ۽ رجعت پسند، تفرقي باز ۽ خود عرض شخصن ۽ شڪتين کي همٿايو آهي. شايد اهو ضروري آهي تہ هي ملڪ اهڙي قسم جي آزمائش مان لنگهي ۽ نئين جنم وٺڻ کان اڳ، ان جا عيب ۽ اوڻايون، گند ۽ غلاظت پوتر اگنيءَ ۾ جلي پسم ٿي وڃن.



# لپي

1933ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ هفتو کن پوني ۾ بمبئي ۾ گذاري لکنؤ موٽي آيس جتي امان اسپتال ۾ زير علاج هئي. ڪملا جي صحت بہ سٺي نہ هئي، تنهن هوندي بہ هوءَ اسپتال ۾ امان جي شيوا ڪري رهي هئي. هر ڪنهن آرتوار تي منهنجيون ڀينر بہ اتي ايندريون هيون. مان بہ دفعا روز اسپتال ۾ ويندو هئس ۽ باقي وقت ليک لکڻ ۾ لڳائيندو هئس. اهي ليک گهڻني اخبارن ۾ شايع ٿيا. ۽ تهران ۽ ڪابل ۾ پڻ ترجمو ڪري اتي جي اخبارن ۾ وڌائون. هندوستان ۾ گهرو معاملن جي مونجهاري سبب ماڻهن پرديس جو پورو اڀياس نٿي ڪيو پر هنن معمولي ليکن کي ايڏي اشاعت ملڻ مان ظاهر هو تہ هند واسي انتر راشتريہ معاملن ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺي رهيا آهن.

امان اسپتال مان ڪڪ تي پئي هئي ۽ منهنجي ڀيڻ ڪرشنا جي شادي پڻ ڪرائڻي هئي سو اسان الهہ آباد موٽي اچڻ جو فيصلو ڪيو. ممڪن هو تہ ڪيڏي مهل بہ مون کي گرفتار ڪري وري جيل اماڻين. سو ان کان اڳ اهو ڪم اڪلائي ڇڏڻ واجب سمجهيم. شادي رواجي ڌرمي سنسڪار مطابق ٿي نٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ موجوده قانون برهمڻ ۽ غير برهمڻ جي وچ ۾ شاديءَ کي تسليم نٿو ڪري. تنهن ڪري سول مئريج ڪرائڻ جو ويچار ڪيوسون. سول مئريج ائڪٽ خود تازو پاس ٿيو هو جنهن موجب هندو، سک، ٻڌ، جين ۽ ٻيا هندن سان تعلق رکندڙ پاڻ ۾ سڱابندي ڪري سگهيا ٿي. هن نئين ائڪٽ کان اڳ بہ هڪڙو اهڙو ائڪٽ هو پر ان ائڪٽ هيٺ شادي ڪندڙ کي پنهنجي مذهب کان منڪر ٿيڻ جو اعلان ڪرڻو هو. ڪيترا اهڙا شخص آهن جن کي مذهب جي پرواهہ ناهي پر بنان سبب مذهب کي نندي شادي ڪرڻ کان پيا ڪيٻائن. متعصب مذهبي هندو مسلم عيسوي فرقن جي وچ ۾ سڱا بندي جي برخلاف آهن. تنهن ڪري ماڻهن کي مجبور ڪن ٿا تہ هو يا تہ ڪليو ڪلايو منڪر ٿيڻ جو

اعلان ڪن يا فقط ڏيک لاءِ بيو مذهب اختيار ڪن. مان جدا فرقن ۽ قومن جي وچ ۾ سڳابنديءَ جي فائدي ۾ آهيان ۽ سمجهان ٿو تہ اهڙو ائڪٽ ضروري آهي جنهن مطابق علحده فرقن جا ماڻهو بنان هڇڪ هڪٻئي سان مٿي مائٽي ڳنڍي سگهن.

پيڻ جي شاديءَ تي مون گهڻو ڏيک ويک ڪونہ ڪيو. هڪ تہ امان چاڪ نہ هئي ۽ بيو تہ سول نافرماني چالو هئي ۽ ڪيترا رفيق جيل ۾ هئا. سو مون ڪن جزوي شخصن کي، شاديءَ جي موقعي تي اچڻ جي نينڊ مُڪي. انهيءَ تي اسان جي ڪيترن دوستن کي ڏک ٿي پيو ۽ سمجهڻ لڳا تہ مون جاٽي واٽي کين نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي ڪنهن کي بہ نظرانداز ڪرڻ جي مراد هرگز نہ هئي. مون رڳو حالتن کي مدنظر رکي ڏيک ڪرڻ نٿي گهريو.

رواج مطابق نينڊ پترناگري يا پارسي اکرن ۾ لکبا آهن پر مون وچان ئي لاطيني لپيءَ ۾ لکيا. بولي هندستاني ۽ اکر لاطيني. مون تجربو ڪري ٿي ڏٺو تہ هن بِديَت يا نوانئيءَ جو ماڻهن تي ڪهڙو ٿو اثر ٿئي. ڪرستان اسڪولن ۽ انگريزي لشڪر ۾ هندستاني لاطيني لپيءَ ۾ لکندا آهن پر عام ريت هندواسين لاءِ هيءَ نئين ڳالهہ هئي. مون ڏٺو تہ ڪن ٿورن شخصن کي اهو نئون نمونو پسند پيو ۽ باقي بيا ان جي فائدي ۾ نہ هئا. خود مهاتما بہ ان کي پسند نہ ڪيو.

روماني رسم الخط يا لاطيني لپي نينڊ پتر ۾ انهيءَ ڪري ڪتب آندم جو جديد ترڪيہ ۽ مرڪزي آسيا ۾ لکڻ جو اهو نئون نمونو ڪامياب ٿيو هو ۽ ان جي فائدي ۾ مون کي ڪيترا وزنائتا دليل ڏسڻ ۾ پي آيا. انهيءَ جي معنيٰ اها ناهي تہ مون اندر ۾ انهيءَ نسبت قطعي فيصلو ڪري ڇڏيو هو. مون کي جاڻ هئي تہ ملڪ جون موجوده حالتون اهڙيون آهن جو هندو مومن، قديم ۽ جديد خيال وارا، قوم پرست ۽ فرقہ پرست ۽ بيا ان جي سخت مخالفت ڪندا. مون کي اها بہ جاڻ آهي تہ جنهن ڀاشا کي پراچين سميہ کان سندر ساهتيہ جا ڀنڊار آهن ان لاءِ لپي ڦيرائڻ سولو ڪم ناهي. اکرن ڦيرائڻ سان لفظن جي صورت، سيرت ۽ آواز بدلجيو وڃي. جديد ۽ قديم ادبيت جي وچ ۾ وڏو ويڇو پيدا ٿيو پوي، پراچين ساهتيہ جو خزانو دفن ٿيو

وچي ۽ ڪن حالتن ۾ اڳين ٻولي ڏاري ملڪ جي پاشا پئي پاسي. جنهن ديس کي ساهتيہ ڪونهي ان کي اهڙي تجربي ڪرڻ ۾ ضرور ڪونهي. هندوستان کي پراچين اتهاس آهي. ان جي ويچار سنڌوءَ جو وهڪرو صدين کان هلندو آيو آهي، جنهن جو لوڪن جي جيون سان بلڪل گهاٽو سنبنڌ آهي. تنهن ڪري اکر ڦيرائڻ هڪ قسم جي قاتل جراحت ٿيندي. لوڪ وديا پڙ، انهيءَ طريقي اختيار ڪرڻ سان جلد ڦهلجي نہ سگهندي.

البت ٻيو هڪ رستو آهي جنهن نموني ڪجهہ سڌارو آڻي سگهجي ٿو. هندي، بنگالي، مرهٽي، گجراتي هڪ ئي ماتا جون نياڻيون آهن. سنسڪرت ٻوليءَ مان نڪرڻ سبب انهن جي اڏ ساڳي آهي ۽ لکٽيءَ جو نمونو بہ هڪ ٻئي کان گهڻو نرالو نہ اٿن. انهن پرانتڪ ٻولين لاءِ جيڪڏهن هڪ ئي لپي ڪتب آندي وڃي تہ گهڻي قدر هڪ ٻئي ۾ کير کنڊ ٿي ويندين.

انگريزن هندوستان نسبت ڪيئين واهيات افواهہ پيي ڦهلايا آهن جن مان هڪ اهو آهي تہ هن ملڪ ۾ سوين ٻوليون آهن. عجب اهو آهي تہ سچي چمار هن ملڪ ۾ رهندي بہ انگريز هڪ بہ ديسي ٻولي مڪمل نموني سکي نہ سگهيا آهن. ديسي ٻولين کي هڪ ئي "ورنيڪيولر" نالي هيٺ داخل ڪري پاڻ تان ٻولي سکڻ جو بار هلڪو ڪري ڇڏيو اٿن. "ورنيڪيولر" لفظ جي معنيٰ آهي ديس اندر ڄاول. غلام جي ٻولي. روم ۾ غلام ٻاهرين ملڪن مان خريد ڪري آڻيندا هئا ۽ انهن غلامن جي اولاد جا ڄائي ڄم کان روم ۾ رهڻ سبب اڌ اباڻي ۽ اڌ روماني ٻولي ڳالهائيندي هئي تنهن کي "ورنيڪيولر" چوندا هئا. هن ملڪ ۾ انگريزن جي گهڻي لهہ وچڙ خان سامان ۽ راڌائن سان رهي ٿي جي ساڻن شڪستہ ۽ گڏي هندستانيءَ ۾ گفتگو ڪن ٿا، چاڪاڻ تہ ڪين ڄاڻ آهي تہ سندن ارباب هتي جي ٻوليءَ کان ناآشنا آهن. اهوئي سبب آهي جو انگريزن کي وهم ويهجي ويو آهي تہ هتي جي ٻولين کي پنهنجو ساهتيہ آهي ئي ڪونہ.

هتي جي مردم شمار رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ هندوستان ۾ بہ ٽي سو ٻوليون چالو آهن. ان ۾ اهو ٻڙ لکيل آهي تہ جرمنيءَ ۾ پنجاهہ سٺ ٻوليون مروج آهن. البت اهو ڪونہ لکيو اٿن تہ ايترين ٻولين سبب جرمن هڪ قوم ناهن يا جدا جدا ٻولين ڳالهائڻ سبب اتي جي ماڻهن ۾ ويڇو آهي. حقيقت

هيءَ آهي تہ انگن اکرن لهڻ جي خيال کان مردم شمار رپورٽ ۾ سرائڪي، لاڙي، ڍاٽي، ٿري وغيره کي جدا ٻوليون ڪري ڏيکاريو اٿن. جيتوڻيڪ اهي ٻوليون ڪي ٿورا هزار ماڻهو پنهنجو پاڻ ۾ مس ڳالهائيندا آهن. هندوستان جي ابراضيءَ ۽ آدم جي لحاظ کان هتي بلڪل ٿوريون ٻوليون مروج آهن. يورپ جي ڀيٽ ۾ هتي جون ٻوليون هڪٻئي سان گهڻي مشابهت رکن ٿيون، پر افسوس جو بي علميءَ سبب ماڻهو انهن کي جدا ٻوليون سمجهي وينا آهن. هندوستان جون مکيہ ٻوليون هندستاني (جنهن ۾ هندي ۽ اردو اچي وڃن ٿيون) بنگالي، گجراتي، مرهٽي، تامل، تيليگو ملايالم ۽ ڪنٽري آهن. انهن سان جيڪي آسامي، اُڙيا، سنڌي، پشتو پنجابي گڏجن تہ ڪوهستان ۽ ٻيلن اندر رهندڙ ڪوڻن جي ٻولين کان سواءِ باقي سڀ اچي وڃن ٿيون. مٿي ڄاڻايل ٻولين مان اتر، اولهہ ۽ مرڪزي هندوستان ۾ چالو ٻوليون هندي، آريہ ڏاتو مان هئڻ سبب هڪ ٻئي سان مشابهت رکندر آهن ۽ دکن هندوستان جون ٻوليون جيتوڻيڪ نرالي جنس جون آهن تنهن هوندي بہ سنسڪرت جو مٿن وڏو اثر ٿيو آهي ۽ منجهن ڪئين سنسڪرتي لفظ ملي ويا آهن.

مٿي ڄاڻايل انن مکيہ ٻولين ۾ پراچين سمي کان گهڻو ئي ساهتيہ موجود آهي ۽ انهن مان هرهڪ ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو تعداد پڻ لکن بلڪ ڪروڙن ۾ آهي. انهيءَ خيال کان ڪٿي چئجي تہ اهي هندوستان جون مکيہ ٻوليون آهن. پنج ڪروڙ ماڻهو بنگالي ڳالهائين ٿا ۽ چوڏهن ڪروڙ هندستاني، جتي هندستاني ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي اتي جا ماڻهو اها ٻولي سمجهي سگهن ٿا ۽ وقت سر مطلب ڪڍڻ لاءِ ڀڳل نموني ڳالهائي پڻ ڄاڻن. اهڙي ٻوليءَ کي وڌڻ ويجهڻ لاءِ سياويڪ گهڻيون سهوليتون آهن. هندستاني سنسڪرت مان نڪتي آهي ۽ پارسيءَ سان بلڪل ويجهي مائٽي اٿس. سنسڪرت ۽ پارسي بنيادي ريت علحديون ٻوليون ناهن. هندستاني انهن ٻنهي ٻولين جي خزانن مان هيرا ماڻڪ لال ڪڻي سگهي ٿي. نہ رڳو ايترو پر ويجهڙائيءَ ۾ انگريزيءَ مان پڻ گهڻو لاڀ پراپت ڪيو اٿس. هن ملڪ ۾ رڳو دراويد قومن لاءِ هندستاني ڏاري ٻولي آهي پر هو بہ هينئر هر ممڪن ڪوشش ڪري هندستاني سکي رهيا آهن. بہ سال اڳ 1930ع ۾ هندي

پرچارڪي سڀا جي رپورٽ پڙهندي مون ڏٺو تہ چوڏهن سالن اندر مدراس پرانت ۾ رڳو انهيءَ سڀا دواران ساڍا 5 لک ماڻهو هندستاني سکي ويا هئا. انهيءَ سڀا آفرين لهڻي چاڪاڻ تہ سرڪاري مدد بنان ايڏو ڪم ڪري ڏيکاريو اٿس. ٻڌڻ ۾ تو اچي تہ مدراس ۾ جن هندستاني سکي آهي سي هينئر ان جا پرچارڪ ٿي پيا آهن.

مون کي خاطري آهي تہ هندستاني هن ملڪ جي قومي زبان ٿيندي هينئر ئي ڪٽي ڏسو تہ رواجي ڪم ڪار لاءِ جدا پرانتن ۽ فرقن جا ماڻهو اها ٻولي پيا ڪتب آڻين. افسوس جو احمقن جي بي عقلي ۽ تعصبين جي ڪٽرپڻي ناگري ۽ عربي لپيءَ جا سوال اُٿاري، پرانتڪ ٻولين ۽ هندستانيءَ ۾ خواهہ مخواهہ عربي ۽ سنسڪرتي اکر ٺنبي، قومي ٻوليءَ جي اُسرڻ، وڌڻ ويجهڻ جي راهہ ۾ مشڪلاتون پيدا ڪيون آهن. سنسڪرتي يا عربي لفظن لکڻ ۾ گهڻو اچي وڃي ٿو. جنهن کي جيڪو نمونو وڻي سو اختيار ڪري. پر قومي ٻولي يا راشٽريہ ڀاشا کي زور وٺائڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ عربي ۽ سنسڪرتي ڳرا لفظ نظرانداز ڪري، وڃون وهہ وني هالو چالو ٻوليءَ کي زور وٺائجي. عام ماڻهن ۾ تعليم جي ڦهلاءَ بعد، اهو پنهنجو پاڻهي ٿي ويندو. بدبختي اها آهي جو هينئر رڳو وچولي درجي وارا لکي پڙهي ڄاڻن ۽ هو انهن ڳالهين ۾ اهڙا تہ تنگدل، متعصب، مرده پرست آهن جو جهونن پراڻن نمونن کي چُهٽي پيا آهن. هنن کي نڪي آهي عام لوڪن واري زندهہ زبان جي گهڻي واقفيت ۽ نڪي نئين دنيا اندر اُسرندڙ خيالن ۽ جذبن جي ڄاڻ. مصنوعي، بي جان، مردهہ نموني جي رسمي لکڻيءَ کي ادبيت سمجهي، صرف ونحو جي قاعدن ۾ مت کوهي، نار ۾ وهو ڍڳي وانگر صدين کان گول چڪر ۾ پيا ڦرن. اهڙن ماڻهن مان اميد رکڻ تہ هو آزاد ۽ زندهہ قوم جو آواز قلمبند ڪري سگهندا، آهي عبث آهي عبث.

هندستانيءَ کي زور وٺائڻ جي معنيٰ پنهنجي پرانتڪ ٻوليءَ کي وساري ڇڏڻ يا نظرانداز ڪرڻ ناهي. پرانت اندر سرڪاري آفيسن ۽ اسڪولن ۾ وهنوار لاءِ پرانتڪ ٻولي ڪتب اچڻ گهرجي. عام لوڪن ۾ جيڪڏهن علم ڦهلائڻو آهي تہ اهو فقط انهن جي مادري زبان دواران ڪري سگهجي ٿو. ڪيترن پرانتن جون ٻوليون هينئر چڱي ترقي ڪري چڪيون آهن ۽ چڱو

ئي ساهتيہ پڻ اٿن. بنگالي، مرهٽي، گجراتيءَ وغيره ايڏي ترقي ڪئي آهي جو هندستانيءَ (اردو۔هندي) کي بہ شهہ ڏئي ويون آهن.

ڪن جو خيال آهي تہ انگريزيءَ کي هندوستان جي راشٽريہ ڀاشا بڻايو وڃي. هن قسم جو احمقانہ خيال فقط ڪن وچولي درجي جي تعليم يافتہ شخصن جي دماغ ۾ اچي سگهي ٿو. هندوستان جي ڪروڙين ماڻهن لاءِ انگريزي اهڙي آهي جهڙي جاپاني يا توراني ٻولي. ممڪن آهي تہ اسين سائنس سکڻ، ٻين ملڪن سان وڻج واپار هلائڻ لاءِ انگريزي ٻولي ڪتب آڻيون. انهيءَ ۾ اهم ڪونهي. مان جيڪر چاهيان تہ اسان جي ڪاليجن ۾ جرمن، روسي، فرانسوي، اطالوي وغيره ٻولين سيکارڻ جو پرٻنڌ ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ ڏارين ٻولين سکڻ سان خبر پوي ٿي تہ ٻين ديسن جا ماڻهو ڪهڙا ويچار سوچي، سپنا لهي، تجربا ڪري رهيا آهن. زندهہ دنيا کي جيڪڏهن سمجهڻو اٿئون تہ انگريزي عينڪ پائي، ڏسڻ جي عادت ڪيڻ کپيئون. تنهن هوندي بہ عام ريت هتي جي ماڻهن کي دنيا جي سمجهڻ لاءِ انگريزي سکڻي پوندي. ڪئين سالن کان اسين انگريزي پيي سکيا آهيون ۽ هينئر ان ۾ چڱي ڪاميابي حاصل ڪئي اٿئون. هينئر پنهنجي ميساري، نئين سر سبق شروع ڪرڻ مورکپڻو ٿيندو. دنيا ۾ بہ انگريزي جتي ڪٿي ڦهلجي وئي آهي. قومن جي وچ ۾ لکپڙهہ ۽ واپار ۽ ريڊيو ڦهلاءَ لاءِ پڻ انگريزي گهٽي قدر ڪم اچي ٿي. تنهن ڪري جڳائي تہ اسين پنهنجي ملڪ اندر ان جو وڌيڪ ڦهلاءُ ڪريون. جيترو ٿي سگهي اوترو وڌيڪ اها ٻولي سکون پر ان جي نفيس نقطن ۽ پيچيدگين تي اجايو نور ڳاري وقت ضايع نہ ڪرڻ کپيئون. ائين ڪرڻ سان اسان جي شڪتيءَ جو گهڻو حصو غير لازمي معلومات پنيان خرچ ٿي ويندو ۽ ڪارگر ۽ اهميت رکندڙ ڳالهين ۾ پنهنجي پئجي ويندا سون. مان سمجهان ٿو تہ اسان کي "بنيادي انگريزي" سيکارڻ تي زور ڏيڻ کپي، باقي ادبي انگريزي خاص علم سکڻ لاءِ ڪن ٿورن کي سيکارڻ کپي.

منهنجي خواهش آهي تہ انگريزيءَ مان ڪيترا ڪارگر لفظ هندستانيءَ ۾ درج ڪيا وڃن. اسان وٽ ڪيترا نوان لفظ آهن ئي ڪونہ. انهن انگريزي لفظن تي اسين هِري مِري ويا آهيون ۽ هينئر انهن عيوض ڏکيا سنسڪرتي عربي يا پارسي لفظ ڪم آڻڻ، جيءَ جو جنجال آهي. پاڪ

پرست ڏارين لفظن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ جذب ڪرڻ خلاف آهن پر اها ڪوتاهه عقلي آهي. اسان جي ٻولين ۾ ڪئين ڌارين ٻولين جا لفظ اڳي ئي اچي ويا آهن. اوائل ۾ اهي ٻه ڌاريا پي لڳا پر هينئر ڪنڌ ڪير ٿي ويا آهن. نوان لفظ ۽ نوان ويچار آڻڻ سان، ٻوليءَ ۾ تازگي، تحرڪ ۽ وهڪرو اچي ٿو.

پيٽنم جي شاديءَ کان پوءِ پنهنجي جهوني دوست شو پرساد گپتا جي بيماريءَ جي خبر ٻڌي ساڻس ملاقات لاءِ بنارس ويو هئس. جتي هندي ساهتيه سڀا وارن مون کي مانپتر ڏنو جنهن ۾ هنن تمام رنگين عبارت ڪتب آندي هئي. ٻوليءَ جي ماهرن کي سندن نقص ٻڌائڻ ڪکر ۾ ڪلو هٽڻ سمان آهي، پر تنهن هوندي به مون کين چيو ته هيءَ درٻارين واري گول مول عبارت، جهونا پراڻا محاورا، پيچ پيچ جملا، متروڪ لفظ، مبالغو ۽ مصنوعي ڍنگ ساهتيه جي سونهن نٿو وڌائي، بلڪ ان تي بدنما داغ آهي. انهيءَ قسم جي عبارت ڪي ٻارڻ ڳٽيا مس سمجهي سگهندا. تقرير ۽ تحرير جا پنجانوي سيڪڙو ماڻهو سمجهي نه سگهڻ سان، جمڻ کان اڳ مئل ٻار مثل آهي. ازانسواءِ عام ماڻهن جي پڙهڻ لاءِ لکڻ مان لکندڙ جي اندر ۾ نئين سوجهه ۽ زندگي اچي ٿي جا فقط لفظي ڪوڙڪيون ۽ جاريون ناهڻ مان اچڻ محال آهي. مون کين ائين به چيو ته انگريزي ڪتابن جو خوب ابياس ڪري ان مان نوان ويچار جهٽي هنديءَ ۾ داخل ڪن ۽ ٻين ملڪن جا مشهور پستڪ ترجمو ڪري هندي ساهتيه وڌائين. مرهٽي، بنگالي، گجراتيءَ جو مثال پيش ڪري، مون کين ڏيکاريو ته ڪيئن انهن ٻولين ترقي ڪئي آهي ۽ ڪيئن هندي قديم مهاجار ۾ قاٽل هئڻ سبب پنتي پئجي وئي آهي.

منهنجي تقرير جي رپورٽ ڪيترين اخبارن ۾ شايع ٿي جنهن تي ڪيترن مشهور هندي دانن مون تي سخت نڪته چيني ڪئي ۽ چوڻ لڳا ته مان ٻوليءَ مان ڇا ڄاڻان جو هنن ودوانن کي اپديش ڪرڻ لڳو آهيان؟ ڪن لکيو ته مان بنهه اناڙي آهيان. اجهو انهيءَ بيهودي نموني هنن مون تي ملامت ڪري، بحث جي مقصد کي بدڪلاميءَ ۾ گم ڪري، منهنجي اصل مُراد کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. ڪئين مهينا انهن عالمن، فاضلن، واهيات ۽ فضول ڳالهين ڪري ماڻهن کي گمراهه پي ڪيو. مون جواب ڏيڻ واجب نه سمجهيو. ايترو سو ڄاتم ته اهي عالم جي پاڻ جهڙو ڪنهن کي سمجهن نٿا،

۽ جي سخت جاهل هوندي بہ قابليت جي لحاظ کان بلڪل وَنو ويندڙ آهن. مان سندن خير خواهہ هئس ۽ آهيان. ڏسجي ٿو تہ ٻاهريون ڏيل رکندي بہ اندر ڪاڏل اٿن ۽ سمجهن ٿا تہ منجهن ڪا ڪمي ضرور آهي. هو اندر ۾ جهاتي پائي، پنهنجي ويچارن ۽ سنسڪارن جي ڇنڊڇاڻ ڪري نہ ڄاڻن. تنگ دل ۽ محدود نظر هئڻ سبب، خسيس معاملن تي پيا ڪتن وارا چڪ پائن ۽ اڙتين ڦڙتين ۾ بلڪل عالم ۽ فاضل آهن. مون ڏنو تہ اهڙن ماڻهن سان بحثن ۾ وقت وڃائڻ يا انهن جي ڇوٽي ڪرٽي تي ڌيان ڏيڻ بي عقلي ٿيندي. ادبي دنيا وسيع آهي جنهن ۾ اسان جهڙا ڪئين سئر سفر ڪري، نوان تجربا پرائي سگهن ٿا. ائين برابر آهي تہ هندي ساهتيہ جو ماضي بلڪل عاليشان ٿي گذريو آهي پر رڳو ماضيءَ تي ياڙي ويهڻ مان گهڻو نہ وٺبو. منهنجي تہ آئنده ۾ دلچسپي آهي ۽ پنهنجي عقل آهر ايترو سمجهي سگهان ٿو تہ جيسين هندي ساهتيہ رسمي، مصنوعي، قديمي غبارن مان نڪري، ڪن ٿورن عالمن فاضلن جو اجهو ڇڏي، عام لوڪن جي ڪل ٿهڪڙي، روئڻ ڪنجهڻ مشڪڻ ۾ شريڪ نہ ٿيو آهي. تيسين گهڻو ٻوٽو ٻاري نہ سگهندو.



# فرقہ پرستي

پيٽمر جي شاديءَ جي سانباهن مان فارغ مس ٿيو هئس تہ يورپ مان ويٺل ڀائي پٽيل جي ديهانت جي خبر آئي. هو ڪجھ مدت کان عليل هو ۽ جيل مان بہ انهيءَ ڪري سرڪار آزاد ڪيو هئس. هڪ هڪ ٿي قومي آزاديءَ جا رهبر ويا ٿي پرلوڪ پڌرابا. آزاديءَ جي جنگ جي وچ ۾ ناميارن سوروِيرن کي ميدان مان ائين غائب ٿيندو ڏسي ارمان پي ٿيمر. ويٺل ڀائي مرڪزي اسيمبليءَ جو صدر هو جنهن ڪري اخبارن سندس صدرپٽي جي ڳٽن جو ورتانت ڏئي پي واڪاڻيس. ائين برابر آهي تہ هو بلڪل لائق، قابل اسپيڪر هو پر هن ملڪ ۾ اهڙن ماڻهن جي ڪمي ڪانهي جي لياقت سان صدر جو عهدو يا اسيمبليءَ جي ڪرسي والاري سگهن. ويٺل ڀائي ديش ڀڳت، آزاديءَ جو اُپاسڪ، قوم پرست هو ۽ آخرين گهڙيءَ تائين وطن خاطر وڙهندو رهيو.

گذريل نومبر ۾ مان جڏهن بنارس ويو هئس تڏهن هندو يونيورسٽي (دارالفنون يا وشو وديالہ) جي ود يارٿين اڳيان تقرير ڪرڻ جو موقعو مليو هئمر. پنڊت مالويہ بنارس دانشگاهہ يا يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي. تقرير ڪندي مون فرقہ پرستيءَ جي نندا ڪئي ۽ خاص ڪري هندو مهاسڀا تي چوٽ چنڊيمر. مون ڏٺو تہ ٻين فرقہ پرست جماعتن وانگر هندو مهاسڀا پڻ رجعت پسند ٿيندي پي وئي. ڪجھ وقت کان فرقہ پرستن تي غصو ۽ رنج هئمر سو هن موقعي تي تقرير ڪندي، اندر جا خار پڙڪو ڏئي ٻاهر نڪري آيا. متان سمجهو تہ مان فرقہ پرستن جا چوڏا لاهڻ لاءِ اڳوات خيال ڪري سنڀري ويو هئس، پر انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ هندن اڳيان جاٽي ٻجهي هندو مهاسڀا جي چنچري لاهڻ واجب سمجهيمر. هندن اڳيان مسلم فرقہ پرستن کي نندڻ بي سود هو. البت رسمي لحاظ کان مون کي ائين ڪرڻ نہ کپندو هو ڇاڪاڻ تہ مالويہ جو هن يونيورسٽيءَ جو شروعٽي ۽ ميٽنگ جو پرڏان هو سو هندو مهاسڀا جو پڻ مکيہ بانيڪار هو. اوڏي مهل اها ڳالھ دل تي تري نہ آيمر

چاڪاڻ تہ ڪجھہ وقت کان پنڊت مالويہ هندو مهاسڀا ۾ ڀرو ونڻ چڏي ڏنو هو. نہ رڳو ايترو پر جڏهن مهاسڀا سان تعلقات قائم هئس تڏهن سياسي معاملن ۾ مهاسڀا سان تعلقات قائم هئس تڏهن سياسي معاملن ۾ مهاسڀا جو رخ ڪانگريس وانگر اڳرو هو. مون ڄاتو ٿي تہ پنڊت مالويہ کي مهاسڀا جي نئين سياست پسند نہ هوندي، پر تنهن هوندي بہ سندس موجودگيءَ ۾ مون کي ائين نہ ڪرڻ کپندو هو. مون کان ڀي بہ ڀل ٿي وئي. تازو مون وٽ هڪ تار آئي هئي جنهن ۾ ڄاڻايل هو تہ اجمير جي هندو نوجوانن هڪ بلڪل اعتراض جوڳو ٺهراءُ پاس ڪيو آهي. مون انهيءَ ٺهراءَ کي خوب ننديو ۽ هندو نوجوانن کي ان تي ملامت ڪيم. هيءَ سراسر ڀل هئي ڇاڪاڻ تہ ڄاڃ بعد معلوم ٿيو تہ اجمير جي هندو نوجوانن نہ اهڙي قسم جي ميٽنگ ڪئي هئي ۽ نہ اهڙو ٺهراءُ بحال ڪيو هو. ڪنهن نالائقي ڪري هنن خلاف، اسان کي بدظن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

منهنجي تقرير جو اختصار اخبارن ۾ شايع ٿيو جنهن تي هندو سڀائي مون تي بگڙي پيا ۽ خوب جلهون ڪيائون. مزي جي ڳالهہ اها هئي جو دليلن جو جواب ڏيڻ عيوض رڳو شخصي حملا پي ڪيائون. مان بہ سڙيو وٺو هئس سو شخصي حملنْ کي نظرانداز ڪري فرقہ پرستيءَ تي مضمون لکڻ شروع ڪيم جي ڪئين اخبارن ۾ شايع ٿيا. مون انهن مضمونن ۾ انگ اکر ڪڍي، فرقہ پرستن جي تقريرن، تحريرن مان چيدا ٽڪرا ڏئي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ ڪيئن اهي فرقہ پرست ڪنهن بہ فرقي جا خير خواهہ ناهن ۽ سندن سچي مراد آهي تہ سياسي ۽ اشتراڪي يا راڄنيتڪ ۽ سماجڪ سڌاري جي مخالفت ڪجي. جيل ۾ مون اخبارن مان چيدا ٽڪر ڪڍي گڏ ڪري رکيا هئا. جنهن ڪري فرقہ پرستن خلاف مون وٽ ايترو تہ بارود موجود هو جو بلڪل قاتل گوليباري ڪري سگهان ها.

منهنجي مضمونن شايع ٿيڻ بعد، هندو مسلم فرقہ پرست خاموش ٿي ويا. مضمونن ۾ مون سندن افعالن جي گهڙ ٿي اوگهڙ ڪئي پر ڪنهن کي جواب ڏيڻ جي جرئت نہ ٿي. رڳو ڊاڪٽر اقبال ڪي درستيون ڏياريون موڪليون جي ٻي گول ميز ڪانفرنس جي ڪارروائيءَ نسبت هيون. باقي فرقہ پرستيءَ خلاف جي دليل پيش ڪيا هئم انهن خلاف ڪجھہ بہ نہ

لکيائين. ان بعد مون فرقہ پرستيءَ خلاف وڏيڪ ليک لکيا ۽ سڄي ملڪ ۾ انهن جو ايڏو تہ اثر ٿيو جو دل ۾ اميد جا آثار بکڻ لڳم. هن مان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪن مضمونن ذريعي ماڻهن جي دلين تان ڪٽ لاهي سگهجي ٿي، يا فرقي پرستيءَ پٺيان جو انساني ڪمزوريءَ سبب ضد، خودغرضي، خود پسندي، ڏڪار ۽ دشمني آهي تنهن کي جادوءَ وسيلي هٽائي سگهجي ٿو. درحقيقت اهي مضمون مون انهن لاءِ لکيا هئا جن جو قلب صفا ڪارو ٿي نہ ويو آهي ۽ جي پنهنجي هوش ۽ سمجهہ کان ڪم وٺي، مشڪل مسئلن کي حل ڪرڻ جي خواهش رکن ٿا، ۽ جن کي وطن لاءِ حب ۽ انسان ذات لاءِ محبت آهي. جن جي دل ۽ دماغ جا دروازا بند آهن ۽ جي ڏڪار ۽ دشمني ۽ شرارت جي ٿهڪندڙ ڪڙاهيءَ ۾ پوسرن ۽ رجهن ٿا، ۽ جن ۾ خيال ڪرڻ، حالتن اٿلائي پٿلائي ڏسڻ جو مادو ناهي، تن لاءِ مضمون ڪونہ لکيا هئم. خاص ڪري فرقہ پرست ليڊرن جا وَڪا پڌرا ڪيا هئم. ساڳي وقت اهو پڻ ڏيکاريو هئم تہ هندو مسلم اتحاد جو جاپ جپڻ سان اتحاد ٿي ڪونہ ويندو. بي اتفاقيءَ جا ڪارڻ ڳولي لهڻ کپن ۽ مڙس ٿي انهن جو مقابلو ڪري، اتفاق پيدا ڪرڻ گهرجي.

هندو مسلم نفاق سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ 1857ع واري بلوي بعد انگريزن جي هندواسين ڏانهن پاليسيءَ جي جاڃ هجي. بنيادي ريت سندن نيتي اها پئي رهي آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن نموني، هڪ ڌر ٻي جي خلاف رهي، جيئن ٻنهي جو ايڪو ٿي نہ سگهي. بلوي بعد انگريزن هندن کان مسلمانن کي وڌيڪ دٻائڻ شروع ڪيو. هنن سمجهيو تہ مسلمان وڌيڪ ويڙهو آهن ۽ ملڪ تي تازو حڪومت ڪرڻ سبب هو ڌاري حڪومت جا دشمن ٿي رهندا. اهوئي سبب هو جو انگريزن، مسلمانن کي وڌيڪ خطرناڪ سمجهي کين دٻيل حالت ۾ رکڻ واجب سمجهيو. مذهبي سببن ڪري بہ مسلمانن نئين تعليم حاصل ڪرڻ ۾ پورو ٻهرو نہ پئي ورتو. جنهن ڪري سرڪاري نوڪرين ۾ سندن تعداد گهٽجي ويو. هندو انگريزي ٻولي سکڻ لڳا جنهن ڪري نوڪرين ۾ سندن گهٽائي ٿيڻ لڳي. انهيءَ مان سرڪار سمجهيو تہ هندو وڌيڪ ماني سياءَ جا آهن. ڪجهہ وقت بعد تعليم يافتہ هندن ۾ قوميت جو انگ اڇڻ لڳو. مسلمانن ۾ بي علميءَ سبب قوميت جي

جاڻ ڪانہ هئي. انهي نئين قوميت جي اثر هيٺ، هندو ڏاري حڪومت جي تقرير ۽ تحرير سان مخالفت ڪرڻ لڳا. انگريزن کي اها ڳالهہ نہ وڻي ۽ سمجهيائون تہ ان مان پس پيش خطرو آهي، سو هينئر مسلمانن کي همٿائڻ لڳا. ڪين جاڻ هئي تہ بي علميءَ سبب مسلمان ڪجھ وقت لاءِ قوميت جو خيال جذب ڪري نہ سگهندا. اهو بہ سمجهيائون تہ تعليم يافتہ هندن جي مخالفت تعليم يافتہ مسلمانن کان ڪرائڻ ضروري آهي سو هينئر مسلمانن کي انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ لڳا. انهيءَ ڪم لاءِ سرسيد احمد خان جهڙو برجستو ماڻهو ملي وين. سرسيد احمد خان کي مسلمانن جي جهالت ۽ بي علميءَ تي ارمان هو ۽ ڏک پي ٿيس تہ زماني جي حاڪمن وٽ سندن قدر گهٽ آهي. هو انگريزن تي فدا هو ۽ يورپ ۾ سندن ترقي اکين سان ڏسي، سندن تهذيب جو ثناخوان ٿي پيو هو. اڻوهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ مغربي يورپ حيرت انگيز ترقي ڪئي هئي ۽ دنيا ۾ برک هئڻ سبب اتي جي ماڻهن جون خاصيتون نکري نروار ٿيون هيون. متئين طبقي وارا ماڻهو بلڪل آسودا هئا ۽ اباڻي ورثي ملڻ سبب پنهنجي اوچي پدويءَ ۾ شڪ گمان پيدا نہ ٿي ٿين ۽ سمجهيائون ٿي تہ تقدير سندن رتبو اعليٰ، اقبال بلند ڪيو آهي. هنن کي اندر ۾ اعتقاد هو تہ هو بين کان برک آهن ۽ دنيا کي مهذب ۽ سڀيہ ۽ سڌريل بڻائڻ جو بار سندن ڪلهن تي آهي. ڪهڙو عجب جيڪڏهن اهڙن ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ مان، غلام ملڪ جي رهواسين جي من تي جبرو اثر پوي، سندن سيپتا جي رفيع الشان عمارت ڏسي هندواسين ڏندين آڱريون پي ڏنيون ۽ ڪئين هندو ودوان يورپ مان موٽڻ بعد فرنگي تهذيب تي مشتاق ٿِي ٿي پيا. آهستي آهستي هِري مِري وڃڻ بعد يورپ جي چمڪ ڏمڪ جو اثر ڪجھ گهٽجڻ لڳو. سرسيد احمد سان بہ ساڳي ڪار هئي. 1869ع ۾ جڏهن هو انگلنڊ ۾ سو تڏهن هڪ خط ۾ لکيائين تہ "هندوستان ۾ انگريز هندواسين سان برابر ناشائتي هلت هلن ٿا ۽ نفرت جي نظر سان ڏسي ڪين حيوانن وانگر هلائين ٿا، پر ان جو ڪارڻ اسين پاڻ آهيون ڇاڪاڻ تہ اسان نسبت سندن رايو گهڻو غلط ناهي. مان انگريزن جي خوشامد نٿو ڪريان پر هندوستان جي شاهوڪار غريب، امير مسڪين، واپاري دڪاندار، پورهيت ڪڙمي ڪاسبيءَ جي هنن سان ڀيٽ

ڪندي مون کي هندواسين ۽ انگريزن جي وچ ۾ ايڏو فرق ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيڏو حيوانن ۽ انسانن جي وچ ۾ آهي. مان جيڪر چوان ته غليظ حيوان ۽ شاندار اشرف المخلوقات جي وچ ۾ جيترو فرق آهي. انگريزن کي قوي سبب آهي ته هو اسان کي غليظ حيوان سمجهن. هتي مان جيڪي هر روز اکين ڏسان ٿو سو هند واسين جي خيال ۾ اچڻ کان ٻاهر آهي. دنيا ۾ جيڪي به ديني خواهه دنيوي نعمتون آهن سي الله تعاليٰ فرنگين کي عطا ڪيون آهن ۽ انهن مان انگريزن تي ته خاص نوازش ڪئي اٿس."

انهيءَ کان وڌيڪ انگريزن جي ساراهه ڪهڙي ڪري سگهبي. هن مان ظاهر آهي ته سرسيد احمد جي قلب تي فرنگي تهذيب خوب اثر ڄمايو هو. شايد مٿئين نموني پيٽ ڪرڻ سان سندس مراد هئي ته هندواسين جي دلين کي ڌڌڪو اچي ۽ پنهنجي ترقيءَ خاطر ڪجهه ڪرڻ لاءِ آمادهه ٿين. هن ڏنو ته مغربي تعليم بنان ترقي ڪرڻ غيرممڪن آهي سو مسلمانن کي اهڙي قسم جي تعليم ڏيڻ جو خيال ڪيائين. اهو به سمجهيائين ٿي ته انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ سان سرڪاري نوڪرين، عزت، آسودگيءَ جو دروازو پاڻهي کلي پوندو. اهوئي سبب هو جو هن پنهنجي سموري طاقت مسلمانن کي، انگريزي تعليم ڏيڻ ۾ صرف ڪئي ۽ پنهنجي دين پائن کي پنهنجي خيال تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري، ٻيا سڀ ڪم وساري، هڪ پنتي پيل قوم کي علم جي روشني عطا ڪرڻ جو ذڪيو ڪم پاڻ تي هموار ڪيائين. ان وقت هندو سفيد پوش قوميت جا خواب لهي رهيا هئا پر سرسيد احمد اڳ ئي سنگين جوابداري ڪڍي چڪو هو ۽ قوميت جي حمايت ڪرڻ سان سندس مقصد برثواب ٿيڻ مشڪل هو سو ان جي مخالفت ڪرڻ واجب سمجهيائين. هندن اڌ صدي اڳ ۾ اها تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪئي هئي ۽ هينئر ڌاري سرڪار خلاف نڪته چيني ڪري سگهيا ٿي، پر مسلمانن کي انهيءَ ساڳي تعليم جي ضرورت هئي جا سرڪار جي سهڪار ۽ نوازش بنان حاصل ڪرڻ مشڪل هئي. ڪانگريس به اجان ٻچڙت هئي، پر دور انديش سرڪار ان مان خطرو محسوس ڪري سرسيد احمد کي همٿائڻ واجب سمجهيو.

انهيءَ ۾ شڪ ڪرڻهي ته سرسيد احمد بلڪل صحيح هو چاڪاڻ ته

مغربي تعليم بنان قوميت جي عمارت سالم ۽ پختي پائي تي اڏڻ ۾ مسلمان گهٽي مدد نہ ڪري سگهن ها. نہ رڳو ايترو پر نئين علم جي ڄاڻ نہ هئڻ سبب هندن کان گهٽو پٺتي رهجي ويا هئا. علمي ۽ اقتصادي نقطہ نگاهہ کان هندن جي حالت، مسلمانن کان بهتر هئي. هندن وانگر مسلمانن ۾ سفيد پوش تعليم يافتہ فرقو اڃان پيدا نہ ٿيو هو. وچولي درجي وارن جي قوميت ۽ وطن جي آزاديءَ جا خواب پڻ ڏٺا سي انهن حالتن هيٺ مسلمانن جي خيال ۾ اچي نٿي سگهيا. سرسيد احمد ظاهري ريت رڳو معمولي تعليم جو ڦهلاءُ ڪري رهيو هو پر ان مان آخرڪار جي نتيجا ظاهر ٿيڻا هئا سي انقلابي هئا. مسلمانن جي ذهنيت اڃان مير پير پرستي، وڏيري ۽ رئيس جي خوشامد ۽ چاپلوسي واري هئي، پر هندو اهو ڏاڪو لنگهي چڪا هئا ۽ هينئر انگريزي لبرل ڌر وارن وانگر، آزاديءَ جا طرفدار ٿي پيا هئا. سرسيد جاگيردار ۽ زميندار طبقي جو عيوضي هو جنهن ڪري سرڪار مائي باپ اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ واجب ٿي سمجهائين، پر هندو واپار ۽ ڪارخانن ۽ بئنڪن جا ڳولائو هئا، جنهن ڪري وقت بوقت انگريزي شاهوڪارن جي حقن واسطن سان ٽڪرٽو ٿي پين. ٿلهي ليکي هندو مومن بئي نرم خيالن جا هئا. فرق رڳو ايترو هو جو هندو لبرل ڌر جا ۽ مسلمانن ڪنزرويٽو يا ڪهنہ پرست ڌر جا پوئلڳ هئا. مسلمان انگلنڊ جي مردار ڌر جو طرف انهيءَ ڪري بہ ورڻ لڳا جو ظاهرا مردار ڌر جو ليڊر ڊزرائلي ترڪيہ جو طرفدار هو ۽ لبرل ڌر جو اڳواڻ گلئڊسٽن ترڪيہ جو مخالف.

سرسيد احمد جون تقريرون هن زماني ۾ پڙهندي تپرس وٺيو وڃي. 1887ع ۾ لکنئو ۾ ڪانگريس جي بلڪل ننڍين گهرن جي مخالفت ڪندي پنهنجي تقرير ۾ اجهو هيئن ٿو آکي:

”جيڪڏهن سرڪار افغانستان سان جنگ ڪري يا برما فتح ڪري تہ ان ۾ اسان جو ڇا ٿو وڃي؟ اسان کي انهن معاملن ۾ نہ پوڻ گهرجي... سرڪار هن ملڪ لاءِ قانون ساز ڪائونسل ٺاهي آهي جنهن ۾ تجربيڪار عملدار رکيا اٿس جي حڪومت جي ڪاروبار ۽ ماڻهن جي حالت کان واقف آهن، ۽ انهن سان گڏ رئيس، وڏيرا، ديوان، سينيون پڻ انهيءَ ڪائونسل تي مقرر ڪيا اٿس. ڇاڪاڻ تہ سماج ۾ هنن جو رتبو اعليٰ آهي. اوهان مان

ڪي شايد پڇن ته لياقت کي نظرانداز ڪري رڳو رتبي جي لحاظ کان اهي معزز شخص چو ٿاقيا ويا آهن؟..... مان توهان کان تو پڇان ته جيڪڏهن ڪنهن ڪمذات يا نيچ جاتيءَ جي شخص کي ڪائونسل ۾ رکيو وڃي ته هتي جا وڏ وڏيرا، انهيءَ ۾ راضي ٿيندا؟ هو پلي بي. اي، ايم. اي پاس ڪري، لياقت ۽ اخلاق جو صاحب هجي پر ٻڌائتا خانداني شخص هرگز پسند نه ڪندا ته مٿيون بي ٻڌائتو ڪمذات شخص سندن جان مال نسبت قانون ناهي! اها ٿيڻي ناهي! وائسراءِ رڳو اهڙي شخص کي ڪائونسل ۾ وٺي سگهي ٿو جو وڏو آڪهيو هئڻ سبب انگريزن جي لارڊ، ڊيوڪ، ارل وغيره سان هم نشين ٿيڻ، بلڪ اتفاق سان ساڳي مجلس ۾ ڪانو ڪائڻ لائق هجي. ڪير چوندو ته ائين ڪرڻ سان سرڪار عام ماڻهن جي خيالات ۽ جذبات جو خيال نه ڪيو آهي؟ ڪير چوندو ته اسان کي پنهنجي ملڪ لاءِ قانون ٺاهڻ ۾ حق واسطو ڪونهي؟ جيڪڏهن ڪو اهڙي گفتار ڪري ته هو سراسر پليل آهي"

اجهو اهي آهن بول مسلمانن جي عيوضي ۽ رهنما جا! چون ٿا ته اسلام لوڪشاهي ۽ جمهوريت جي اصول تي ٻڌل آهي پر هندوستان جا مسلمان اسلامي جمهوريت کي وڏيرن ۽ رئيسن جي صاحبي سمجهي ويٺا آهن. مان نٿو سمجهان ته هيٺئر ڪنهن جاگيردار، زميندار، رئيس کي انهيءَ نموني ڳالهائڻ جي جرئت ٿيندي. انهيءَ زماني ۾ اهڙي قسم جون تقريرون تحريرون عام جام هيون. هن مان سياسي ۽ اقتصادي معاملن جي بنيادي جاڻ پوي ٿي. انهيءَ وقت ڪانگريس ۾ وچولي درجي وارا ڀعرو وٺي رهيا هئا ۽ هندن ۾ تعليم وڌيڪ هئڻ سبب اهي گهڻو ڪري سڀئي هندو ..... يافته سفيد پوش وچولي درجي وارو مسلمان طبقو .....

مٿين طبقي وارا جن هيل تائين خاص حق ۽ رعايتون ماڻيون هيون ..... مٿان صاحبي ڪمائي هئي سي وچولي درجي وارن جو اسرڻ سهي نه سگهيا ۽ سمجهيائون پي ته سندن هٿن مان طاقت ۽ اقتدار نڪري ويندو. جاگيردار، زميندار ۽ وڏيرا هڪ طرف هئا ته مڇي مانيءَ وارا تعليم يافته ٻئي طرف. هندو شاهوڪار ۽ زميندار اڳي ئي وچولي درجي وارن سان مٺي مائٽي ۽ پنگتي وهنوار ۾ يڪسان هئا تنهن ڪري مخالفت رڳو مسلمانن طرفان ٿيڻ لڳي. سرڪار سياويڪ ميرن، پيرن جي طرفداري ڪرڻ لڳي. هاري

پورهيت ۽ هيٺين وچولي درجي وارا مسڪين تعليم يافته اڃان ليکي ۾ به ڪونه هئا.

سرسيد جي اثرائتي شخصيت، مسلمانن تي پنهنجو ڏاڪو ڄمايو ۽ علي ڳڙهه ڪاليج سندس خيالات ۽ جذبات جو مجسمو ٿي پيو. قدرت جو قانون آهي ته جو عقيدو خيال ۽ عمل ڪالهه اڳرو ۽ انقلابي ليکيو ٿي ويو سو اڄ ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪون ۽ مشڪلاتون ٿو آڻي. نرم ڏر وارن جو مثال وٺو. اسان کي ڄاڻ آهي ته هو اوائلي ڪانگريس جا سچا عيوضي آهن ۽ اسين، جي پوءِ جي پيدائش آهيون سي سندن گهر جا ڏٿي ٻڌجي وينا آهيون. پر اهو به وسارڻ نه گهرجي ته دنيا هڪ هنڌ بيٺي ناهي ۽ هماليه جي چوٽيءَ تي برف سمان گذريل سال جو وهنوار ويچار گنگا جي وهڪري ۾ لڙهي ويو آهي ۽ هينئر فقط ان جي يادگيري رهجي وئي آهي. اهڙي [illegible] سرسيد جيڪي ڇيو ڪيو سو انهيءَ زماني لاءِ ڪارگر ۽ مفيد هو پر قوم جا ترقي ڪرڻ گهري ٿي سا هن جي هدايتن کي ڳنڍ ٻڌي هڪ هنڌ [illegible] ڪوڙي نه ويهندي غيرممڪن آهي ته اڄ صدي اڳ جا خيال هلندڙ حال ۾ [illegible] ٿو ڪي سگهن. ممڪن آهي ته جيڪڏهن سرسيد احمد پنجاهه پنجويهه [illegible] پوءِ جمي ها ته سندس خيال گهڻو نرالا هجن ها هيستر جيڪڏهن [illegible] وٽ هجي ته جيڪر پنهنجو پيغام ڪنهن ٻي سُر ۾ آلاپي اهو به [illegible] آهي ته مسلمانن جا موجوده رهنما سرسيد جي پيغام کي ٺٺين [illegible] جامو پهرائي، ٺٺين صورت ۾ پيش ڪن پر ڏسجي ٿو ته [illegible] سرسيد احمد لاءِ عزت ۽ تڪريم آهي سا ڪين ٻي واهه وٺڻ ڪان [illegible] تي ۽ افسوس، مسلمانن ۾ لائق، بردبار، صادق، فراخ دل انسانن جي [illegible] آهي جنهن ڪري سندن گاڏو هڪ هنڌ بيهي ويو آهي. علي [illegible] ڪاليج مسلمانن کي تعليم ڏيڻ جو تحسين جوڳو ڪم برابر ڪيو [illegible] ڪي قابل شخص پيدا ڪري، سفيد پوش وچولي درجي وارن مسلمانن [illegible] نظريه ۾ ڦيرو آندو آهي، پر اها به حقيقت آهي ته ڪاليج جي فضا ميراثي زماني جي آهي ۽ محصلين يا وديارٿي، سرڪاري نوڪري کي حياتيءَ جو مقصد سمجهن ٿا. مختيارڪار ۽ ڊپٽي ٿيڻ جن جي حياتيءَ جو مقصد، سي قومي ڪشتيءَ جا سکالي ڪيئن ٿي سگهن؟ سندن روح ۾ اها برق ۽ اڳ ۾ جهلڪ

ڪانهي جا طوفان ۽ لهرن جو مقابلو ڪري. هو آسمان جا تارا تڪي، حياتيءَ جي گردش دنيا جي انقلاب تي قبضو ڪري نہ ڄاڻن. باقي سڪٽي آڪڙ ۽ اجائي ڦڙباٽ گهٽي. ڇي آءٌ اسلامي برادري ۽ جمهوريت جو جزو آهيان ۽ جي ان جي ثابتي ڪپيوَ تہ هيءَ ڦندڻ واري ڳاڙهي ٽوپي منهنجي مٿي تي ڏسو تہ ڪيئن نہ ٽيگر سان آڏِسِري بيٺي آهي. ترڪن اها ٽوپي ترڪ ڪئي پر ترڪ هيئنر اسلامي جمهوريت مان نڪري فرنگ پرست ٿي پيا آهن. جيڪڏهن هندوستان جي مسلمانن جو اسلامي لوڪشاهي يا جمهوريت ۾ عقيدو ڏسڻو اٿوَ تہ ڏسو تہ ڪيئن نہ ٻوڙ پلاءَ تي گوڏا ڪوڙي گڏجي ڪاٺڻ ويهن ٿا يا جمعي نماز تي ڪلهو ڪلهي ۾ لڳائي فاتحون پڙهن ٿا. پر وطن جي آزادي ۽ سياسي جمهوريت جو خواب خيال بہ ڪونہ اٿن.

سرڪاري نوڪرين پنيان پٽڪڻ ۽ تنگ نظري ۽ ڪوتاهہ عقليءَ تي فخرو ونڻ رڳو علي ڳڙهہ ڪاليج جي شاگردن جي خصلت ناهي. ٻين ڪاليجن سان بہ ساڳي ڪار آهي. هندو وديارٿي بہ ڪي بانڪا بهادر ڪونہ هئا. سندن سياوَ وڏيڪ نرم هو پر حالتن هنن کي مجبور ڪيو تہ رڍن وارو پيچرو ڇڏي، ڪلئي ميدان ۾ نڪري اچن. اهي تعليم يافتہ نوجوان پنهنجي پنگت مان ڇڄي، انقلابي تحريڪ جا علمبردار ٿي پيا ۽ قوم جي ترقي ۽ سياسي آزاديءَ جو بار گهڻ قدر سندن ڪلهن تي هو.

هندوستان جا مسلمان اڄ تائين سرسيد احمد واري ذهنيت جي اثر هيٺ آهن ۽ سياسي معاملن ۾ ساڳي تنگدليءَ جو اظهار ڪندا اچن. ويهين صديءَ ۾ قومي تحريڪ کي زور پوندو ڏسي، سرڪار هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ويڇو وڌائڻ جي تجويز سوچي. انهيءَ ۾ ايتري قدر ڪامياب ٿيا جو 1910ع ۾ شرول پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو تہ "جهڙو هيئنر هندوستان جي مسلمانن پنهنجا مقصد ۽ مرادون برٽش سلطنت جي استقامت ۽ سلامتيءَ سان ڳنڍي هڪ ڪري ڇڏيا آهن تهڙو اڳ ڪڏهن هنن نہ ڪيو." سياسي پيش بينيءَ تي ياڙي ويهڻ سياڻپ ناهي. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ لکيت کان پنج ورهيہ پوءِ، اهي ساڳيا مسلمان ڪانگريس سان شامل ٿي، انگريزن خلاف ويهن ئي تنهن جو زور لڳائي رهيا هئا. ڏهاڪو ورهين اندر مسلمان ڪانگريس کان بہ گوءِ کٽي ويا ۽ قومي تحريڪ جي رهنمائي پي ڪيائون.

پر انهن ڏهن ورهين اندر وڏي جنگ لڳي جنهن بعد دنيا جي حالت اهڙي تہ خراب هئي جو سيني ملڪن کي پهرين گهر ناهڻ جي چنتا ويڙهي وئي. تنهن هوندي بہ ٿلهي ليکي شروع صحيح هو چاڪاڻ تہ مسلمانن آغا خان جهڙي ماڻهوءَ کي پنهنجو ليڊر بنايو هو جو شخص شهزادن جهڙو شاهوڪار ۽ هڪ مالدار فرقي جو مذهبي پيشوا ۽ امام انگلنڊ جي شاهوڪارن ۽ حاڪمن جو لاڏلو هو. سندس گهڻو وقت انگلنڊ ۾ گذرندو هو ۽ اتي جي شاهوڪارن وانگر سندس خيال بلڪل آزاد ۽ رهڻي اميراڻي هئي. ڪئين گهوڙن جا تبيلا هئس ۽ ڊربي جي شرطن ۾ خاص دلچسپي وٺندو هو. شخصاً هو نڪي تنگ دل، نڪي فرقہ پرست هو. مسلمانن جي رهنمائي انهيءَ ڪري قبول ڪئي هئائين جو ان ذريعي ميرن، پيرن، رئيسن، جاگيردارن ۽ وڏن عملدارن کي هڪ ئي طبقي ۾ گڏي انگريز سرڪار جي پٺڀرائي اثرائتي نموني ڪرڻ جو امڪان نظر آيس. فرقہ پرستي رڳو ملمعو هو. سندس سچي مراد مٿئين طبقي وارن جي حفاظت ۽ سرڪار سان وفاداري هئي. ڪجهہ وقت بعد مسلمانن ۾ قوم پرستي ۽ سياسي آزاديءَ جي خواهش پيدا ٿيڻ لڳي ۽ ڪيترا تعليم يافتہ مسلمان هندن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. نيون حالتون مدنظر رکي، آغا خان 1914ع ۾ ايڊنبرو رويو ۾ هڪ مضمون شايع ڪيو جنهن ۾ انگريز سرڪار کي مشورو ڏنائين تہ "هينئر وقت آيو آهي جو سرڪار هندو مسلمانن کي هڪ ٻئي کان چني ڌار ڪرڻ جا پاليسي ترڪ ڪري ۽ ان عيوض، ٻنهي ڌرين جا نرم خيال وارا شخص هڪ ئي پارٽيءَ ۾ گڏ ڪري قومي ۽ انقلابي خيال وارن نوجوانن جي، مخالفت لاءِ تياريون ڪري" هن مان ثابت آهي تہ آغا خان جي دلي مراد فرقي پرستي يا مسلم نوازي ناهي پر هو سياسي آزاديءَ جو مخالف آهي ۽ ميرن پيرن جي جان مال جو محافظ پر انگريز سرڪار ۽ آغا خان جي من ۾ هڪڙي ۽ صاحب جي من ۾ ٻي هئي. جنگ بعد حالتن تڪڙو ڦيرو کاڌو، نوان امام ۽ پيشوا پيدا ٿيا ۽ آغا خان جهڙا شخص ڪنڊ پاسي رهجي ويا. علي برادران، ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر انصاري، اجمل خان جهڙا مڙس ميدان ۾ نڪري آيا جن مسلمانن جي ذهنيت ۾ ڦيرو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جناح جهڙو نرم خيال بہ ڪي قدر اڳيرو قدم وڌائڻ لڳو. 1919ع کان 1923ع تائين ملڪ جون

واڳون مهاتما جي هٿ ۾ آيون ۽ قطع تعلقات جا نعرا گونجڻ لڳا. تهانپوءِ ملڪ ٽڪل ۽ ساٿو ٿي پيو جنهن ڪري فرقہ پرست ڪوئا ٻرن مان نڪرڻ لڳا. پهرين همت نٿي ٿين پر قومي تحريڪ کي مرده حالت ۾ ڏسي آهستي آهستي ويا ڏاڪو چمائيندا. فرقہ پرستن جي ٻاهر نڪرڻ سان ملڪ ۾ خانہ جنگي ۽ فساد شروع ٿي ويا ۽ هندو مهاسڀا جو بنياد پيو پر هندن ۾ ڪانگريس ۽ قوميت جو گهرو اثر ويهجي ويو هو جنهن ڪري سياسي معاملن ۾ هندو مهاسڀا کي ڪا اهميت ڪانہ ملي. مسلمانن جي حالت نرالي هئي جنهن ڪري فرقہ پرست سولائيءَ سان مٿن اثر جمائي ويا. تنهن هوندي بہ ڪيترا روشن دماغ، تعليم يافتہ مسلمان سياسي آزاديءَ ۽ قوميت جا طرفدار رهيا ۽ ڪانگريس ۽ ٻين آزاد جماعتن ۾ ڪم ڪندا آيا. انگريز سرڪار، مسلم فرقي پرستن کي هر قسم جي مدد ڏني ڇاڪاڻ تہ هو رجعت پسند، ڪهنہ پرست، زميندار، مير، پير جا طرفدار هئا. مسلم فرقي پرستن کي ڪامياب ٿيندو ڏسي هندو مهاسڀا بہ ساڳيو نوع اختيار ڪرڻ شروع ڪيو. مراد هين تہ سرڪار مٿن بہ نوازش جي نظر ڪري. نتيجو اهو نڪتو جو ڪن شاهوڪارن، وياج خورن ۽ مٿئين طبقي وارن هندن کان سواءِ باقي ٻيا هندو سڀا سان الوداع ڪري ويا. ٻنهي طرفن جون فرقي پرست جماعتون ٻنان ڪنهن ڪارگر ڪم ڪرڻ جي، سڄو وقت فضول بحثن ۾ ضايع ڪري رهيون هيون تہ هندن کي ڪيتريون ۽ مسلمانن کي ڪيتريون نوڪريون ۽ ڪرسيون ملڻ گهرجن. ٻنهي ڌرين ۾ جهڳڙو رڳو وچولي درجي وارن لاءِ نوڪريون ۽ عهدا هٿ ڪرڻ لاءِ هو. سرڪار وٽ ايتريون جڳهيون هيون ئي ڪونہ جو سڀني کي خوش ڪري سگهي، سو هندو مومن ڪتن وانگر پور لاءِ چڪ پائڻ لڳا. هندو اڳي ئي نوڪرين ۾ داخل ٿي چڪا هئا سو مسلم فرقي پرست وڏيڪ خالي جڳهون نہ ڏسي، هنن کي ڪيڻ ۽ سندن جايون والارڻ لاءِ مٿا ڪٽ ڪرڻ لڳا ۽ هندو پنهنجا اڳيان حق بچائڻ خاطر سندن مقابلو ڪرڻ لڳا. مسلمانن ۾ تعليم يافتہ نوجوانن جو تعداد ويو ٿي وڌندو جنهن ڪري نوڪرين لاءِ سندن گهرون بہ وڌيون ٿي وڌنديون. نتيجو اهو نڪتو جو اِهو جهڳڙو روز بروز ويو ٿي وڌندو. ٻيو بہ هڪ ڪارڻ هو. پنجاب، سنڌ، بنگال ۾ هندو شهري، شاهوڪار، پئسي وارا هئا ۽ مسلمان ڳوٺاڻا، قرضي ۽

مفلس هئا. البت ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ انهن پرانتن ۾ سيئي هندو شاهوڪار آهن يا جيڪي شاهوڪار آهن تن جي پيٽ يورپ جي ڪروڙ پتين سان ڪري سگهبي. هندن ۾ ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ شاهوڪار آهن، باقي ٻيا مسلمانن وانگر ڪمائين ۽ کائين. تنهن هوندي بہ سنڌ، پنجاب، بنگال جي هندن ۾ شاهوڪارن ۽ وياج خورن جو تعداد مسلمانن جي پيٽ ۾ گهڻو آهي. مسلمانن ۾ شاهوڪار گهٽ آهن. پر زميندار گهڻا آهن. هي اقتصادي معاملو آهي جنهن خواهہ مخواهہ فرقي پرستن مذهبي رنگ ڏنو آهي. عجب اهو آهي تہ وياج خورن تي ضابطو رکڻ ۽ قرضين تان بار هلڪو ڪرڻ لاءِ، جڏهن ڪو بل اچي ٿو تہ هندو ان جي مخالفت ڪن ٿا ۽ جاگيردارن وغيره جي حقن ۾ ڪٿر وجهڻ جي سوال تي مسلمان ٻانهون ڪنجي بيهن ٿا. ڪنهن کي بہ اهو خيال نٿو اچي تہ ٻنهي جاتين ۾ وياج خور ۽ جاگيردار ڪي ٿورڙا ڳڻيا مس آهن. باقي ٻيا آٽيون ۽ چاڙهيون، ڏت ڏهاڙي سومرا.

هندو مهاسڀا اڪثر قوميت جي هامہ هڻندي آهي ۽ مسلمانن کي مِهڻا ڏيندي آهي تہ هو تنگ دل آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ مسلمان حد کان ٻاهر ڪٽر فرقي پرست آهن پر مهاسڀا جي قوم پرستيءَ جي آزمائش تڏهن آهي جڏهن هوءَ مٿئين طبقي وارن شاهوڪار هندن خلاف ڪم ڪري ڏيکاري. هندو مهاسڀا جيڪڏهن قوميت ۽ لوڪشاهيءَ جي طرفدار هئي تہ پوءِ سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ خلاف ڇو ٿي بيٺي؟

هندو- مومن فرقي پرستن گول ميز ڪانفرنس پيري تہ رنگ ڪري ڏيکاريا. مسلمان آغا خان کي پنهنجو امام بڻائي لارڊ لائڊ جي ڏر يوريين ائسوسيئيشن جي عيوضين ۽ قومي آزاديءَ جي سخت مخالف انگريزن سان وڃي شامل ٿيا. مهاسڀائي بہ سرڪار سان سهڪار جون آڇون ڏيڻ لڳا ۽ خاص ڪري پنجاب ۾ تورائي وارين قومن لاءِ، خاص بچاءَ گهرڻ لڳا پر ڪجهہ وٺيائون ڪونہ.

مٿين حقيقتن مان ثابت آهي تہ فرقہ پرست مٿئين طبقي وارن لاءِ عهدا ۽ نوڪريون هٿ ڪرڻ، پنهنجو مکيہ فرض سمجهن ٿا ۽ انهيءَ مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ دين ڌرم جا واسطا وجهي، پنهنجي هم مذهبين کي برغلائي گمراهہ ڪن ٿا. اسيمبليءَ ۾ خواهہ ٻي ريت هو شاهوڪارن، زميندارن جي

حمايت ڪن ٿا ۽ مفلسن ۽ مظلومن کي حق وٺي ڏيڻ جي مخالفت. ڏنو ويو آهي تہ سچن ۽ ساون جي وچ ۾ حقن جي ورڇ جو سوال ٿو اچي تہ هندو مسلم فرقي پرست گڏجي، هارين پورهيت ۽ مسڪينن جي مخالفت ڪن ٿا. اوتاوا پئڪٽ پيري بہ هندو مسلم فرقي پرست گڏجي سرڪار سان سهڪار ڪرڻ لڳا ۽ آزاديءَ کي نگهوسار ڪرڻ ۽ عام ماڻهن کي دٻائڻ لاءِ سرڪار جڏهن ڪي خاص قانون پاس ڪيا آهن تڏهن هندو مومن فرقي پرستن گڏجي انهن جي پٺيرائي ڪئي آهي.

تازو مسلم فرقي پرست اڳواڻن نئون سُر آلاپڻ شروع ڪيو آهي تہ مسلم تهذيب ۽ مسلم قوم علحدي آهي ۽ هندو سڀيتا ۽ هندو جاتيءَ سان ان جو ميلاپ هرگز نہ ٿيندو. هن قسم جي واهيات لباڙ کي ڪيترين اخبارون وڏي شدَ مَد سان لکي، عام ماڻهن کي ڦِسلائي رهيون آهن. ڪي هندو سيائي پڻ هندو سڀيتا ۽ هندو جاتيءَ جي مهانتا تي اپديش پيا ڏين ۽ سمجهن ٿا تہ هندن جي گهٽائيءَ سبب سندن سڀيتا ۽ سماجڪ نيتي بين کان برک تي ويندي، جيڪڏهن انهن هندو ۽ مومن عاقلن جي پوئواري ڪجي تہ هندوستان کي قيامت تائين تين ڏر جي ضرورت پوندي جا سندن جهڳڙا نبيري ۽ تارازيءَ جو پڙ پوري ميزان ۾ جهلي بيهي. هندو سڀيتا ۽ مسلم تهذيب مائيدار لفظ آهن جي تاريخ کان واقف ماڻهوءَ جي اکين اڳيان ماضي، حال ۽ آئينده جو رنگين جلوس پيش ڪن ٿا. ڪريو "مسلم قوم" جو خيال! هتي "مسلم قوم" جي مراد هندوستان اندر اسلام ۾ عقيدو رکندڙ آهن. مراد آهي تہ هندي قوم جي جسم مان وڍڪٽ ڪري هڪ جدا قوم ناهجي جا هينئر هندوستان جي جدا جدا پرڳڻن اندر رهڻ سبب ٽڙي پکڙي پئي آهي ڪي بنگال ۾ تہ ڪي ڪشمير ۾، ڪي مدراس ۾ تہ ڪي بلوچستان ۾. انهن وچ ۾ سوين ميلن اندر پيا آهن جن جو مذهب نرالو آهي. بنگالي مومن بنگالي ٻولي ڳالهائين، بنگالي لباس پهرين، بنگالي کاڌو کائين ۽ شڪل شبيهہ ۾ سرحدي يا سنڌي مسلمانن کان بنگالي، هندن سان وڌيڪ مشابهت رکندڙ آهن. تنهن هوندي بہ فرقي پرست چون تہ مدراسي مسلمان سرحدي پٺاڻ جي قوم ۽ تهذيب جو آهي ۽ انهن ٻنهي کي گڏڻ سان هڪ قوم ناهي سگهبي، پر مدراسي، بنگالي هندو مومن گڏجي پاڻ ۾ هڪ قوم ناهي نٿا

سگهن. سياسي لحاظ کان انهيءَ قسم جو خيال، ملڪ لاءِ قاتل آهي ۽ اقتصادي نقطہ نگاهہ کان بلڪل بيهودو چاڪاڻ تہ ٻگوٺ ٻگوٺ ۾ ڪيتي، واپار هنرن ۾ هندو مسلمانن جا تعلقات ڳنڍيا پيا آهن. چوڏهينءَ صديءَ ۾ انهيءَ قسم جا علحده طبقا نهيل هئا ۽ استنبول جهڙي شهر ۾ مسلمان، يهودي، عيسائي وغيره جدا قومون ليکيون وينديون هيون ۽ هرهڪ کي آستاني خود حڪومت هوندي هئي. مٿيون مثال وٺي فرنگين آسيا جي ملڪن ۾ ڪي هنڌ خاص قومن جي بچاءَ لاءِ جدا ڪري اُتي علحدي حڪومت برپا ڪئي. چين جي ڪيترن شهرن ۾ وڏيون ايراضيون آهن جن تي چين جي مرڪزي سرڪار جو حڪم هلي نٿو سگهي. انهن ايراضين اندر ڏارين آستاني خود حڪومت برپا ڪئي آهي. مثال طور سمجهو تہ ڪراچيءَ جي رٽچور لائين ۾ گجراتي تمام گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا ۽ حيدرآباد ۾ قليلي پار جٽيا ۽ ڪلال گهڻائي ۾ آهن. فرض ڪريو تہ اهي گجراتي چون ٿا تہ سندن سپيتا ۽ جاتي سنڌين کان بلڪل علحدي نموني جي آهي، تنهن ڪري هنن کي پنهنجي ايراضين اندر خود حڪومت ملڻ گهرجي ۽ سنڌ جي پرانتڪ حڪومت کي اختيار نہ هئڻ گهرجي تہ سندن ايراضيءَ اندر دست اندازي ڪري. مسلمانن کي تہ ڪا خاص ايراضي بہ ڪانهي چاڪاڻ تہ هو هن زمين جي پيدائش آهن ۽ ٻين سان گڏيا پيا آهن. مسلم فرقي پرست مذهب کي قوميت سان مُنجهائي، هڪ دين جي پوئلڳن کي هڪ نرالي قوم جي نالي سڏين ٿا. انهيءَ حساب گڏيل مذهبن جي قوم ناهي نٿي سگهجي ۽ ماڻهو رڳو جٽيو پائڻ يا طهر ڪرائڻ سان جدا قوم جو جزو ٿي ٿو پوي. جپان هڪ ننڍو ملڪ آهي جتي ٻڌ ڌرم، شنتو ۽ عيسوي مت جا پوئلڳ رهن ٿا. مسلم فرقي پرستن جي حساب موجب جپان ۾ ٽن قومن جو واسو چئبو پر حبش جا شيدي ۽ ڪشميري مسلمان ۽ مرڪزي ايشيا جا منگول هڪ قوم جا ماڻهو ليکبا. هن قسم جو منطق سمجهڻ ذرا ڏکيو آهي. پر اهي شخص جي تعصب جي انڌ ۾ حقيقتن تي چشم پوشي ڪن ٿا تن سان دليل بازي ڪرڻ، پاڻي ولوڙڻ سمان آهي. جذبو ۽ امنگ اڪثر عقل ۽ هوش جو ويري ٿيندو آهي. اُهي عاقل شخص جي هندوستان کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ ۾ فخر وٺن ٿا تن کي جيڪڏهن اخبارون اجائي

اهميت نہ ڏين تہ هوند هيترو ونجوگ ۽ ويڇو نہ وڌي. مون کي خاطري آهي تہ جيڪي شخص، اهڙن وائي بادي خيالن ۾ عقيدو رکن ٿا سي جيڪڏهن انهن کي عمل ۾ ايندو ڏسن تہ ان مان نڪرندڙ بُرا نتيجا ڏسي جيڪر پنهنجي حماقت تي ڏندين آڱريون ڏين.

هن زماني ۾ جڏهن جدا جدا ملڪن جون قومون هڪٻئي کي ويجهو اچڻ لڳيون آهن ۽ سندن رهڻي ڪرڻي هڪجهڙي ٿيڻ لڳي آهي تڏهن مسلم تهذيب ۽ هندو سڀيتا جي اپٽار ڪرڻ عجيب ذهنيت جي نشاني آهي. ممڪن آهي تہ اڄان ڪي سال هرهڪ ملڪ جي ماڻهن جا سنسڪار ۽ جذبات ڪي قدر نرالا هجن پر موٽر، ريل، اخبار، ريڊيو سينيما، ڪارخانن، سائنس وغيره ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي، گهڻي قدر هڪجهڙي ڪري ڇڏي آهي. ڪن سالن اندر جدا قومن جي رنگ ۾ شايد فرق ڏسڻ ۾ اچي باقي هلت چلت ۾ نرالو ڍنگ غائب ٿي ويندو. هن قسم جي بين الاقوامي تهذيب يا سرو: سيڪ سڀيتا جي ڦهلاءَ کي ڪو بني بشر روڪي نٿو سگهي. فرقي پرست جي نرالي اسلامي تهذيب جي اپٽار ٿا ڪن تن جي هلت چلت ڏسو ۽ ٻڌايو تہ هو ڇا ۾ ٻين کان نرالا آهن. البت پراچين هندو فلسفہ ۽ قديم مسلم فلسفہ جو نوع نرالو آهي. پر ويهين صديءَ جي ماڻهن کي انهيءَ ۾ دلچسپي ڪانهي ۽ نڪي انهيءَ ذريعي سندن گهُرجون پوريون ٿي سگهن ٿيون. اڄ ڪلهہ جي ماڻهن جي ذهنيت موجوده حالتن تي منحصر آهي ۽ سائنس ۽ ڪارخانن ماڻهن جي من ۾ بلڪل نئين نموني جا خيال وڌا آهن. درحقيقت جيڪڏهن جنگ آهي تہ قديم هندو ۽ مسلم فلسفي هڪ طرف ۽ جديد ذهنيت ۽ وگياني منورتي ٻي طرف هڪ ٻئي خلاف وڙهي رهيون آهن. جن کي هندو سڀيتا ۽ مسلم تهذيب آچار وانگر سنڌي رکڻ جي خواهش آهي تن کي جڳائي تہ مغربي تهذيب خلاف جهاد شروع ڪن. مون کي خاطري آهي تہ اهڙي احمقانہ جنگ ۾، هندو مومن ٻنهي کي فاحش شڪست نصيب ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ هو زماني جي اسرندڙ طاقتن، سمنڊ جي چڙهندڙ وير خلاف وڙهي رهيا آهن. انهن ٻانڪن کي انهيءَ مغربي ٻوڏ ۾ لڙهندو ڏسي، مون کي ارمان ٿيندو پر ٻوڏ ڪنهن جو لحاظ ڪري نہ جاٽي ۽ چڱا مَنا ٻنان تميز ٻهاريو وڃي. جڏهن انگريز هن ملڪ ۾ ريل وڌي ۽ سرسيد احمد علي

ڳڙهه ڪاليج ڪوليو تڏهن مسلم تهذيب جي قسمت جو فيصلو ٿي چڪو. سچ پڇو تہ ٻڌڻ ٻنان اسان لاءِ ٻي واهہ ئي ڪانہ هئي.

پر "مسلم تهذيب" ڇاهي؟ ڇا ڪي ٿا "مسلم تهذيب" چئو؟ عربن، ترڪن، ايرانين جيڪي جنگيون جوتيون ۽ فتحون پاتيون تنهن کي مسلم تهذيب ٿا چئو؟ ڪا ٻولي، ڪا ڪلا ۽ سنگتي، ڪي رسمون ۽ رواج آهن ڇا جن کي خاص "مسلم تهذيب" جو نالو ٿا ڏيو؟ مون تہ اجان ڪو راڳ ڪونہ ٻڌو آهي ۽ نڪي ڪو اهڙو چتر ڏٺو آهي، جنهن کي سلمان راڳ يا چتر چئي سگهجي. عرب ۽ ايران جي شاعرن ۽ مفڪرن (گياني يا ويچار وارن) مسلمانن جي ذهنيت تي چڱو اثر ڄمايو آهي پر ايراني شاعر ۽ مفڪر مذهبي خيال ۽ ديني رنگ کان بلڪل آجا آهن. ايران ۽ هندوستان جو هزارن سالن کان بلڪل گهاٽو سُنبنڌ رهيو آهي ۽ ايراني ٻولي ۽ تهذيب سڄي اتر هندوستان ۾ ڦهليل آهي. هندن کي اها تهذيب اهڙي پياري آهي جهڙي مسلمانن کي. هينئر اها هندواسين جي تهذيب آهي جنهن تي هندو مومن ٻئي ناز ڪري سگهن ٿا.

شايد ٻين ملڪن جي مسلمانن گذريل زماني ۾ جا ڪامراني ۽ اوج حاصل ڪيو، تنهن تي هتي جا مسلمان فدا آهن. پر ٻين قومن جو جلال ۽ اقبال جو زمانو ڏٺو تنهن لاءِ ڪنهن ٻني بشر کي وير وروڌ ٿي نٿو سگهي. جيسين مسلمان انهيءَ زرين زماني کي قرب جي نگاهہ سان ڏسن ٿا تيسين ڪنهن ٻي کي ڪهڙي مجال آهي جو هنن کان ماضيءَ جي خوشگوار يادگيري کسي وني! اُهي مسلمان جن اوج ۽ عظمت جو زمانو ڏٺو سي، آسيا واسي هئا. اسين سيئي آسياواسي آهيون ۽ سيئي فرنگ جي تهذيب ۽ جلال اڳيان جَهڪا پئجي ويا آهيون ۽ پنهنجي املهہ آزادي کوهي وينا آهيون. انهيءَ ڪري اسان سيني کي يڪمشت ٿيڻ گهرجي ۽ هڪٻئي جي اتهاس جو ابياس ڪري، هڪٻئي جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي ٿيڻ گهرجي. مون عربن جون اسپين وارن سان لڙايون ۽ صليب جي جنگين جا بيان پڙهيا آهن، ۽ اندر جو اندر ۾، عربن جو طرف پي کنيو اٿم. ڪيتري بہ ڪٽي ڪوشش ڪريان تہ بي ريا ۽ منصفانہ نموني اهي احوال پڙهان پر مون ۾ جو آسيائي رت آهي سو مون کي عربن جو پاسو کڻڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري.

مون ايمان سان حد درجي جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سمجهان تہ

”مسلم تهذيب“ چاهي، پر مون کي قبول ڪرڻو ٿو پوي ته اڄ تائين انهيءَ سمجهڻ ۾ ناڪامياب ٿيو آهيان. مون کي ته ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته ڪي هندو مسلم سفيد پوش ڪي قدر ايراني تهذيب جي اثر هيٺ آيا آهن. غور ڪريو ته ڪروڙين هندواسين ۾ انهن جو تعداد ڪيترو آهي؟ هو سمنڊ ۾ ڪن ڦڙن مثل مس آهن. باقي جي ڪروڙين مسلمان آهن تن جي ”اسلامي تهذيب“ جي نشاني هڪ وچولي پاجامو جو نڪي تمام ڏگهو آهي. نڪي تمام لنڊو خاص نموني جي ڏاڙهيءَ جي بيهڪ ۽ مڇن جي سنوارت جا خاص ڪري چپ جي پچڙين وٽ هيٺ لڙي يا ڳتن تي ڪڙي تي بيهي ٿي، ۽ هڪ قسم جو ڪوزو يا ڪوئنرو جنهن کي پاٽي واهڻ لاءِ نلي آهي. تهڙي ريت ”هندو سڀيتا“ جي نشاني ڌوتي، مٿي تي چوٽي ۽ نليءَ بنان لوٽو آهي. ٻهراڙيءَ جي هندو مسلم هارين ۽ پورهيتن جي وچ ۾ ايترو فرق به ڪونهي. اهي شهري هندن مسلمانن جون نشانيون آهن. يو. پي، پنجاب، بنگال جي هارين ۽ پورهيتن کي شڪل ۽ لباس مان هندو يا مسلم سمجهڻ غيرممڪن آهي. باقي رهيا اهي سائينءَ جا سنواريا سفيد پوش تعليم يافته سي هينئر لسي ڳتي جا شوقين ٿي پيا آهن ۽ اباڻين ڏاڙهين کي ڏهاڳ ڏئي ڇڏيو اٿن. انهن عاقلن جي سمجهه ۾ ترڪي ٽوپي جا ترڪن ترڪ ڪري ڇڏي آهي سا ڦندڻ سان نراڙ تي آڏي نموني ناهي بيهارڻ سان هو ”اسلامي تهذيب“ جو آشڪار ٿا ڪن. مسلم عورتون هينئر ساڙهيون پائڻ لڳيون آهن. ۽ حرم جي ديوارين ۽ برقعي جي ساهه قبض ڪندڙ تهن مان ڏجي ڏجي نڪرڻ لڳيون آهن. مان سمجهان ٿو ته هر ڪنهن کي پنهنجي نموني جو ذوق شوق آهي ۽ اگرچ مون کي شخصاً ڏاڙهي. مڇ ۽ چوٽي رکائڻ جي اصل خواهش ناهي تنهن هوندي به اهي شخص جي پنهنجا مهاندا انهيءَ نموني سينگارڻ گهرن ٿا تن سان منهنجو وير وروڌ ڪونهي. مون کي ڪهڙو حق آهي جو پنهنجو ذوق شوق ٻين مٿان مڙهيان؟ تنهن هوندي به مون کي قبول ڪرڻو ٿو پوي ته جڏهن امان الله. افغانن جي ڏاڙهين ۾ ڏاتو وجهائڻ شروع ڪيو ۽ قنڌار ۽ ڪابل ۾ زوريءَ سيربون ونجي ويون ته مان اندر ۾ گدگد پي ٿيس.

مان سمجهان ٿو ته اهي هندو ۽ مومن جي سدائين ماضيءَ ۾ اک اٽڪائي ويٺا آهن ۽ جي اباڻي رسم رواج کي ڇهڻي پيا آهن سي عزا پرسي ڪرڻ جهڙا آهن. هن مان ائين نه سمجهو ته مان اڳيون سڀ ٻهاري ڪيڻ جي فائدي ۾ آهيان.

شايد گذشته زماني مان ڪا چڱائي، ڪا خصلت ڪا خوبي اسان وٽ رهجي وئي هجي جا سانڍڻ ضروري آهي. مون کي خاطري آهي ته حسين ۽ جميل کي پنهنجو اثر آهي جو ماضي ۽ حال سان تعلق نٿو رکي، پر ڪير چئي سگهندو ته هندو ۽ مومن سونهن ۽ سچ جا ڳولائو آهن ۽ فقط اهي قديم رواج ۽ رسمون رکڻ گهرن ٿا جي زماني موافق آهن ۽ زندگيءَ ۾ حسن ۽ هبڪار آڻي سگهنديون.

گذريل جنگ جي زماني کان پوءِ هندوستان جي مسلمانن کي ڪئين چوٽون ۽ صدما رسيا آهن. ڪئين خيال ۽ جذبا جن تي هو پيي تڳيا سي ڪافور ٿي ويا آهن. ونو مثال ترڪيه جو. هندوستان جا مسلمان خلافت لاءِ جان مال قربان ڪري، سور سختيون سهي خلافت جي شان برقرار رکڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا ته هوڏانهن ترڪن نه رڳو خلافت جو تڏو ڪٽائي ڇڏيو پر خود مذهب کان پري ڀڄڻ لڳا. ترڪيه جي آئين ۾ هڪ فقرو هو ته "اسلام ترڪيه جو رسمي مذهب آهي." تنهن تي ڪمال پاشا ان هينان درستي وجهي ڇڏي ته "هي هڪ عارضي ناهه آهي ۽ انهيءَ فقري کي جلد بجلد آئين مان ڪڍيو وڃي." ۽ ٿوري ئي وقت ۾ ائين ڪري ڏيکاريائين. مصر ۾ ڪي ڏڄي ڏڄي اڳتي قدم کڻن ٿا ۽ سياست کي ته مذهب کان بلڪل جدا ڪري ڇڏيو اٿن. ٻيا عرب ملڪ به ائين ڪري رهيا آهن. باقي عربستان خود وڃي بچيو آهي ڇاڪاڻ ته اُتي جا ماڻهو بلڪل پنتي پيل آهن ۽ سندن روزگار حاجين مان ڪمائيءَ تي آهي. ايران ۾ اسلام کان وڌيڪ ايراني تهذيب تي زور ٿا ڏين ۽ قوميت جو جذبو پڻ برک پوڙ لڳو آهي. ايراني توڙي ٻيا مسلمان هينئر مذهب کان ڪنارو ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهن. نه رڳو ايترو پر هو پنهنجي اقتصادي ۽ اشتراڪي حياتيءَ ۾ به بنيادي تبديلي آڻڻ گهرن ٿا. جيئن ماضيءَ جا خيال، سنسڪار ۽ رهڻي ڪرڻي وري اُسري نه سگهي. هاڻي ٻڌايو ته "مسلم قوم" ۽ "مسلم تهذيب" ڪٿي آهي؟ ائين آهي ڇا ته اها "مسلم تهذيب ۽ قوم" باقي اتر هندوستان ۾ ڏاري سرڪار جي نوازش هيٺ وڃي بچي آهي؟

ترقيءَ جي جيڪڏهن مراد آهي ته قوم اندر فراخدلي، روشن دماغي پيدا ڪجي ته هتي جي سرڪار ۽ فرقي پرست اڳواڻن لاءِ ڪيئن چئي سگهبو ته هنن ترقيءَ جي راهه اختيار ڪئي آهي.



# (واھون بند) پُنجو

مون کي ڪيڏي مهل به گرفتار ڪري سگهيا ٿي ڇاڪاڻ ته منهنجو سياءِ ۽ سرڪاري نيتي هڪبئي سان ساز ۾ هلڻ سو مشڪل هو. وبتر هينئر آرڊيننس ۽ خاص دباوَ جا قانون جاري هئا. سو مون کي جيل کان ٻاهر گهڻو وقت رهڻ جي اميد ڪانه هئي. تنهن ڪري مون بهتر سمجهيو ته جيسين مون کي وري گرفتار ڪري جيل اُماڻين تيسين ٻيهن ئي ٿهن جو زور لڳائي ڪم ڪريان. تنهن هوندي به وس پڄندي اهڙو ڪم نٿي ڪيم جنهن سبب گرفتار ٿيڻو پوي. ڪيترن هنڌان گشت ڪري تقريرون ڪرڻ جي ڪرڻ پي ٿي. پر انهن ڪرڻ سان مان جلد گرفتار ٿي وڃان ها. سو گشت ڪرڻ ڇڏي ڏنم. باقي مهاتما سان گڏجي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ڪرڻ لاءِ جڏهن وڃڻو پوندو هئم ته دل کولي ڳالهائيندو هئس. اهڙن موقعن تي ماڻهن جا حشام اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ خاص ڪري جمهور ڏهني ۽ علي ڳڙهه ڪاليج ۾ تقريرون ڪرڻ وقت ته ماڻهن جو ڪٺائو ٿي ڪيو. سو منهنجي مرضي نه هئي ته وقت، خسيس ۽ معمولي ڪاررواين ۾ ضايع ڪريان. سو به اهڙي وقت جڏهن سرڪار سياسي تحرڪ کي پنجو ڏيڻ تي سنڌرو ٻڌي بيٺي هئي. ڪيترا ڪانگريسي ائين ڪري رهيا هئا جا مون کي چڱي ڳالهه ڏسڻ ۾ نه آئي.

۱۹۳۴ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ اسان واجب سمجهيو ته يو. پي. پرانتڪ ڪميٽي جي ميمبرن ۽ مکيه ڪم ڪندڙن جو ميڙ سڏائي، حالتن تي غور ۽ آئينده جي ڪم تي ويچار ڪجي. اسان هي ميڙ رسمي نموني نه ڪوٺايو. اسان جون ميٽنگون هونءَ ئي بنان ڳجهه ڳوهه جي ٿينديون هيون سو اسان کي خبر نه هئي ته سرڪار انهيءَ ميڙ نسبت ڪهڙو رخ اختيار ڪندي. انهن ميڙن ۾ اسين دنيا جي حالتن، فاشيزم، نازيزم، ڪميونيزم وغيره تي ويچار ڪندا هئاسون. اسان جي مراد هئي ته هتي جا قومي ڪم ڪندڙ قومي تحريڪ کي دير گهه

دِرشتي سان ڏسن ۽ هن ملڪ کي دنيا جو جزو ڪري سمجهن. مٿئين ميڙ ۾ اسان هڪ ساميوادي نوع جو پرستاوَ پاس ڪيو ۽ سول نافرماني تحريڪ بند ڪرڻ خلاف رايو ظاهر ڪيو. اسان کي جاڻ هئي ته ستياگرهه وڏي پئماني تي هلائي نه سگهبو ۽ ڪجهه وقت ڪن شخصن جو جيل ۾ وڃڻ به بند ٿي ويندو. پر سول نافرماني تحريڪ بند ڪرڻ مان ڪو خاص فائدو ٿيڻو ڪونه هو ڇاڪاڻ ته هونءَ ئي سرڪار آرڊيننس قانون هيٺ ڪم ڪندڙ گرفتار ڪري جيل ٿي اُماڻيا. تنهن ڪري اسان ڪم ڪندڙن کي هدايت ڪئي ته هو هرويرو پاڻ گرفتار ڪرائڻ جي ڪوشش نه ڪن. پر ساڳئي وقت قومي ڪم ڪندا رهن ۽ جي ان سبب سرڪار کين گرفتار ڪري ته مِنو ڪري پوڳين. اسان اهو بہ چين ته ٻهراڙين ۾ وڃي هارين نارين سان حال پائي ٿين هارين کي ڏلن جي معافيءَ ۽ سرڪاري ۽ زميندارِي دٻاوَ خلاف مدد جي ضرورت هئي. هن قسم جي پروگرام اختيار ڪرڻ سان اسان سرڪار جو قاعدو نه ٿي ڀڃڻ پر اسان کي جاڻ هئي ته ائين ڪرڻ سان اسان جي ڪم ڪندڙن کي گرفتار ڪيو ويندو ٿيو به ائين. ڳوٺن ۾ گهڻڻ سان سرڪار قومي ڪندڙن کي گرفتار ڪري لڳي ۽ عملدار شڪايت ڪرڻ لڳا ته اسين هارين کي ڏلن نه ڏيڻ جي هدايت ڪري رهيا آهيون. حقيقت ۾ نه اسان هارين کي اهڙي هدايت ڪئي هئي ۽ نه حالتون اهڙيون هيون جو ڏلن ڀيارڻ خلاف هلچل هلائي سگهجي.

انهيءَ زماني ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ميمبر به دفعا پاڻ ۾ گڏيا رسمي ريت ورڪنگ ڪميٽي موقوف ٿي چڪي هئي. ڇاڪاڻ ته مهاتما جي جوڻ تي ڪانگريس جي [illegible] به منسٽائون بند ٿيون ويون هيون. ڪانگريس اهڙي نموني آپگهات ڪري ما ڳاله مون کي پسند نه هئي سو اڪيلي سر پاڻ کي ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري ٿي مڃيم. جيتوڻيڪ نه هو منشي، نه پٽيوالو نه آفيس. نه صدر مهاتما به ان وقت هريجن اُڌار جو پرچار ڪري رهيو هو جنهن ڪري ساڻس گڏجڻ مشڪل هو. جبلپور ۽ دهليءَ ۾ اهڙو موقعو اچي بڻيو جو مهاتما جي هوندي ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ميمبر اتي اچي سهڙيا ۽ گهٽي بحث مباحثي بعد سول نافرماني تحريڪ رسمي ريت بند ڪرڻ خلاف فيصلو ڪيائون.

ورڪنگ ڪميٽيءَ کي ڪائونسلن ۾ دلچسپي ڪانہ هئي پر تنهن هوندي بہ ڪائونسلن ۾ ڪانگريسي موڪلجن يا نہ تنهن نسبت ڪجھ چؤٻول پي هليو. شخصاً مون کي ڪانگريسين جي ڪائونسلن ۾ داخل ٿيڻ تي اعتراض ڪونہ هو پر چونڊن ۾ اجان گهڻو وقت پيو هو سو مون واجب نہ سمجهيو تہ خواهہ مخواهہ بحث ڪري وت ضايع ڪجي. انهيءَ وچ ۾ مان ڪيترا مضمون لکڻ لڳس. دل گهريو لکي نہ ٿي سگهيس ڇاڪاڻ تہ اخبارن مٿان پريس ائڪٽ جي شمشير ڪڙي هئي. مون کي گرفتار ٿيڻ جو ڊپ ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ سرڪار مون کي ڪيڏي مهل بہ بهاني ڪبهاني جيل اُماٽي ڇڏي ها, پر اخبار وارن جي حالت نرالي هئي. هو مون سان هر قسم جي مروت ڪندا هئا, پر تنهن هوندي بہ پنهنجي ڪلَ بچائڻ خاطر مضمونن جي وچ مان ٽڪر ڪڍي ڇڏيندا هئا. هڪ دفعي سخت محنت ڪري مضمون لکيم جو ڪنهن بہ اخبار شايع ڪونہ ڪيو. ٻي دفعي ڪلڪتي ۾ هئس تہ اتي جي هڪ ناماري اخبار جو ايڊيٽر مون وٽ لنگهي آيو ۽ ٻڌائين تہ منهنجو مضمون "بالاايڊيٽر" وٽ چڪاس لاءِ موڪليو اٿس. اهو "بالاايڊيٽر" سرڪار طرفان اخبارن تي چوڪسيءَ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل عملدار هو. توهين سمجهي سگهو ٿا تہ ڪيئن اهڙو شخص منهنجو مضمون اخبارن ۾ شايع ٿيڻ ڏيندو!

مان پنهنجي مضمونن ۾ ڪيترين جماعتن, ليڊرن ۽ شخصن تي خوب نڪتہ چيني ڪندو هئس. انهيءَ تي ڪيترا اندر ۾ پيا پوسرندا هئا. مهاتما ڳچ وقت کان مخالف ڌرين تي نڪتہ چيني ڪرڻ بي سود سمجهي ڇڏي ڏني هئي ۽ ٻيا ڪيترا ڪانگريسي سندس پيروي ڪرڻ لڳا هئا, جنهن ڪري اهو عام اثر ويهي ويو هو تہ اسان ۽ اسان جي خيالن خلاف ٻيا ڪهڙي بہ بدڪلامي ڪن يا انهن کي مروتي سروتي خام ضررناڪ, بي سود ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪن, يا پنهنجا تنگ, تعصبي, خود غرض ۽ قوم فروش خيال ڦهلائن تہ اسين چپن کي چُنو لڳائي ويهنداسون. ٻين ملڪن ۾ هر مسئلي تي خوب بحث ٿيندو آهي ۽ اخبارن ۽ ڪتابن ذريعي هر قسم جي خيالن جي خوب اشاعت ڪئي ويندي آهي تہ عام ماڻهو جدا جدا قسم جا رايا پڙهي, غور ڪري, ٻي ريا نموني ڪنهن فيصلي تي اچن.

يورپ جا ڪتاب ۽ اخبارون پڙهو تہ ڪيئن نہ چِتن بحثن ۽ عجيب و غريب خيالات سان پُريا پيا آهن. دماغي تربيت ۽ علم جي عام ڦهلاءَ لاءِ اُن کان وڌيڪ اثرائتو ۽ ڪارگر رستو مون کي نہ سُجهي.

هڪ دفعي منهنجي هڪ عزيز دوست مون کي لکي موڪليو تہ مون جيڪي اخبارن ۾ ليک لکيا آهن تن ۾ ٻولي اهڙي چِتي ۽ زوردار ڪم آندي اٿم جو ڪيترن کي ڏنڀ تي لڳندي. ائين تہ ناهي تہ حياتيءَ ۾ سَٽن سهڻ ۽ نراس ٿيڻ سبب منهنجي اندر ۾ ڪنهن قسم جي تلخي يا ڪڙائي واسو ڪري وئي آهي! منهنجي دوست جيڪي لِکيو آهي تنهن کي ڪجهہ وزن آهي ڇاڪاڻ تہ هن ملڪ ۾ تيز فهم ۽ اثر پذير ماڻهن کي اڪثر اهڙا تجربا ڏسڻا پون ٿا جو اندر ۾ ڪٽ وجهيو ڇڏين ۽ قومي خيال کان اسين سيئي هندواسي ملول ۽ مايوس آهيون. البت مهاتما جي سنگ ۾ اچڻ کان پوءِ مان پنهنجا رايا ۽ ويچار ۽ امنگ بلڪل آزاد ۽ بي ڊپي نموني ظاهر ڪرڻ سکيو آهيان جنهن ڪري اندر جو غُبار هلڪو ٿيو وڃي. سياسي زندگيءَ ۾ خيالن جي آزاد اشاعت سبب مون کي ڪي مشڪلاتون درپيش آيون آهن، پر ساڳي وقت اندر ۾ اهو آٿت محسوس ڪيو اٿم تہ ڪيترا اهڙا ماڻهو بہ آهن جن کي مون لاءِ محبت، قرب ۽ عزت آهي. شايد حياتيءَ ۾ سڀ کان اڻ سهڻ جهڙي، غير قابل برداشت حالت اها آهي جو ماڻهو پاڻ کي دنيا ۾ بلڪل اڪيلو سمجهي. شڪر جو منهنجي آزاد خياليءَ سبب ماڻهن مون کي وساري نہ ڇڏيو آهي.

منهنجا خيال رڳو سياسي ڳالهين ۾ غير رسمي ۽ نرالا ناهن، پر قومي آزاديءَ جي تحريڪ سبب گهڻو ڌيان سياسي معاملن ۾ لڳائڻو ٿو پوي جنهن ڪري ٻين ڳالهين تي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو موقعو گهٽ ٿو مليم. حقيقت هيءَ آهي تہ مون کي هن ملڪ جي پنگتي، ڌرمي، سماجڪ، آرٿڪ ۽ ٻين ڳالهين ۾ ڪئين خاميون ۽ خرابيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هن ملڪ جي فضا اهڙي ملول ۽ مايوس ڪندڙ آهي ۽ ان ۾ سڌاري آڻڻ لاءِ اسان جي قوت اهڙي قليل آهي جو نراسائي غالب پئجيو وڃي. مون کي ڏک وچان قبول ڪرڻو ٿو پوي تہ هتي جي ماڻهن ۽ جماعتن، وهنوار ۽ نيتيءَ تي مون کي اڪثر ڪاوڙ ۽ غصو لڳندو آهي. عجب. هن ملڪ جا ماڻهو ڪيتري نہ ڪني مٽيءَ مان ٺهيل

آهن! مون کي ارمان آهي تہ ڪي شخص مصنوعي فضا ۾ رهي حياتيءَ جي اهم معاملات تي اک پور ڪري، خسيس ڳالهين ۽ خود غرضين ۾ وقت ضايع ڪن ٿا. هو چاهين ٿا تہ سندن دماغ جي دڪان ۾ جي مستنا تاڪئان جيئيءَ جا برتن رکيا آهن، ڪي ڪوهٽ نہ لائي ڪئاوڙ ۽ غصو لڳن، ٻين کي ڏڙهيون ۽ ڏنب ڏين. اهڙين حالتن سبب بلڪل سياڻپ آهي، انهن هوندي بہ مون کي خاطري آهي تہ پنهنجي ۽ ٻين جي حماقت تي کلي، بلڪ ٺهڪ ڏئي سگهان ٿو؛ ائين نہ هجي تہ پنهنجي دماغي ۽ جسماني صحت هن کان اڳ کوهي وهان ها.

هيءَ دنيا خالق جي بدتدبير ۽ مخلوق جي ملول تقدير جو جيئرو جاڳندو مثال آهي ۽ هرڪنهن انسان کي حياتيءَ ۾ انياءَ ۽ بدسلوڪيءَ جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو. تنهن هوندي بہ ان ۾ ڀلائي سمجهي ڪئين ڏسٽا وائسٽا شخص الله تعاليٰ ۾ ايمان رکي وينا آهن تہ نيث سٺائي ڪندو، ڇاڪاڻ تہ انسان ذات ڏانهن سندس رُخ مهر ۽ شفقت وارو آهي. هي معاملو اهڙو اهي جهڙو غلام پنهنجي ار اب جا ٻهاني ڪٻهاني گار گند ڪرڻ ۽ ٺٺڪا هڻڻ لاءِ ٿورا مڃي. نہ رڳو ايترو پر جيتريون لتون لڳن اوترو وڌيڪ شڪر گذار ٿجي ڇاڪاڻ تہ ان مان ايمان جي آزمائش ٿئي ٿي. مون کي جيرالڊ هاپڪنس جو هينيون مزيدار گفتو ڏاڍو وڻندو آهي:

”اي سباجها ستار، تون بيشڪ عادل ۽ نياءَ ڪاري آهين! آءٌ ڪجاڙو ڪانو جو تو سان سينو ساهيان؟ پر خاوند، جيڪي آءٌ چوان ٿو سو پڻ سچ آهي. ڀلاءِ تہ دنيا ۾ گنهگارن جي ساري زور ڇو آهي ۽ مون جهڙن کي ڇو سدائين نراسائي ۽ ناڪامايي ڏسڻي پوي ٿي؟ اي ڌڻي، تون مون تي مهربان آهين. تون منهنجو اَجهو آسرو آهين. سڄو وقت منهنجي ڀلائيءَ جي اون اٿئي. عجب رڳو اهو آهي تہ تون جيڪڏهن منهنجو دشمن هجين ها تہ ٻين کان بدتر ڪهڙي هلت هلين ها؟ بدڪار ۽ مڪار حياتيءَ ۾ الوليون پيا ماڻن، پر قبلا، آءٌ جو تنهنجو ٻَڌو ٻانهو آهيان تنهن کي ڌڪا ۽ لتون پيون لڳن! تون بيشڪ عادل آهين، پر پنهنجي سر صدقي ڀلاءِ تہ مون سان ڪهڙا ڀال ڀلايا اٿيئي؟“

انساني قلب جي ذاتي چڱائيءَ ۽ انساني قسمت ۾ اعتقاد تہ آخر ڀلائي

ٿيندي اعليٰ اصولن ۽ آدرشن ۾ ايمان ۽ ترقيءَ ۾ ڀروسو پرماتما ۾ اٽل وشواس رکڻ کان ڇا ۾ گهٽ آهن؟ ائين برابر آهي ته ان قسم جي ايمان کي دليل رسنئي ثابت ڪري ڏيکارڻ مشڪل آهي. پر ان کان انڪاري ٿيڻ محال آهي ته اسان جي چت ۾ ڪا سوجهي آهي جا آس ۽ وشواس ڏائين ايمان کي مايل ڪري ٿي ۽ ان بنان حياتي جيڪر رڃ ٿي پوي.

مان ٻچ وقت کان سوشلسٽي پرچار ڪندو پيو آيس. پر هيئنر مالدارن کي مون مان ڏپ ٿيڻ لڳو جنهن ڪري ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ميمبر اعتراض ونڻ لڳا. مون کي هرڪو حق هو ته پنهنجي خيالن جي آزاد نموني اشاعت ڪريان, پر ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ميمبر آکڻ لڳا ته ائين ڪرڻ سان سندن پوزيشن ۾ رُخنو ٿو پوي. مون دل ۾ فيصلو ڪيو ته خيالن جي اشاعت ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن کان وڌيڪ ضروري آهي سو مون استعيفيٰ ڏيڻ جو خيال ڪيو. قاعدي مطابق ورڪنگ ڪميٽي بي قاعدي ٺهرائي وئي هئي ۽ مهاتما جي امر پٽاندڙ ان کي سماپت ڪيو ويو هو. هاڻي سوال هو ته استعيفيٰ ڪنهن کي ڏيان ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي عدم موجودگيءَ ۾ استعيفيٰ ڇا جي ڏيان؟

ڊسمبر مهيني ۾ مهاتما مدراس ميل اخبار مان مون کي هڪ ٽڪر ڪٽي موڪليو هو جنهن ۾ هڪ ملاقيءَ جي سوال جو جواب ڏيندي منهنجي ساميوادي ڪاروايين لاءِ معافي مڱي هئائين ۽ ان سڏيءَ ريت زمينداري ۽ جاگيرداري سرشتي جو ڀاڙ کي گهڻ گهرو ثابت ڪيو هئائين. مهاتما منهنجي ساميوادي ڪارروايين نسبت جو اشارو ڪيو سو ٺنهن کي مون درگذر ڪري ڇڏيو پر اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته ساميواد ۾ وشواس رکندڙ شخص جاگيرداريءَ ۽ زمينداريءَ جي حامين سان گڏجي ڪم ڪري سگهي؟ اڄ ڪلهه جڏهن انهيءَ سرشتي جو دنيا جي ٻين ملڪن ۾ خاتمو ڪيو ويو آهي ۽ خود هندوستان ۾ وڏين جاگيرن ۽ زميندارين جي حالت اهڙي ابتر آهي جو انهن جا مالڪ نقد عيوض ملڻ تي زمين ڇڏڻ لاءِ تيار آهن, تڏهن مهاتما جهڙو ماڻهو سُر آلاپي ته اهي وڏيرا ۽ مير هارين جا رکپال آهن ۽ هزارين ايڪڙ زمين وٽن غريبن جي ڀلي لاءِ امانت آهي, سو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي. اسان جي ذهنيت جي وچ ۾

ڪيڏو نہ فرق آهي! اُڻ ٽُڻ، تڪ تور ڪري مون ورڪنگ ڪميٽيءَ تان استعيفيٰ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. مون لاءِ بي واهہ هئي ڪانہ. پر سرڪار مون کي يڪدم جيل اماڻڻ سان حال في الحال معاملو ٺاري ڇڏيو.

امان جي صحت ڪجهہ سڌريل هئي پر اسان جو خرچ اُپت کان وڌي ويو هو جنهن ڪري پنهنجي منجهيل مالي معاملن کي سنئون ڪرڻ لاءِ ڳچ وقت خانگي ڪاغذن کي ڏيٺو تي پيم. اپت اندر پورائو ڪجي تنهنجي چنتا ڪانہ هيم، ڇاڪاڻ تہ مون جهڙا شخص جن جو گهڻو وقت جيل ياترا ۾ گذري ٿو تن لاءِ اڻ هوند بهتر آهي. مال ملڪيت حياتيءَ جي سک لاءِ ضروري آهي، پر اهي شخص جي مشڪل ۾ خطري وارن ڪمن ۾ هٿ وجهن ٿا، تن لاءِ پاڻ هڪ وڏي رنڊڪ ٿيو پوي. اهڙي ملڪيت رکڻ مان ڪهڙو سود جا ڪيڏي مهل بہ سرڪار ضبط ڪري سگهي! تنهن ڪري مون خيال ڪيو تہ باقي جيڪي بچيو اٿم سو بہ نيڪال ڪري ڇڏيان. اسان پنهنجيون گُهرجون گهٽائي ڇڏيون هيون ۽ مون جاتو ٿي تہ ٿوري محنت ڪرڻ سان اسين پورائو ڪري سگهنداسون. البت ايتري اون ضرور هيم تہ منهنجي ماءُ کي پڇڙي اوستا ۾ تڪليف نہ ٿئي. اهو بہ خيال هوم تہ اندرا کي يورپ ۾ تعليم ملي. باقي مان ۽ ڪملا سادي جيوت تي هِري ويا آهيون. تنهن هوندي بہ سياڻي جيڪڏهن اسان کي مڄي مانيءَ جي تڪليف ٿئي تہ اسين جيڪر مُنجهي پئون. مون بيا اجايا خرچ ڇڏي ڏنا آهن پر ڪتابن جي خريديءَ ۾ تخفيف وجهي نہ سگهيو آهيان.

پنهنجي مالي حالت سڌارڻ لاءِ مون ڪملا جي زيورن نيڪال ڪرڻ جو خيال ڪيو. اهي زيور بئنڪ ۾ رکيل هئا. ڏهاڪو ورهين اندر ڪملا ڪڏهن پاتا ڪونہ هئا، تنهن هوندي بہ آهو پلڻ تي دل نٿي اجهيس. شايد سندس مرضي هئي تہ اندرا لاءِ توشو ناهي رکي.

1934ع جي جنوريءَ ۾ گرفتارين جي ڏَم لڳل هئي ۽ ڳوٺن ۾ اسان جا ڪيترا ڪم ڪندڙ بنان ڪنهن قوي سبب جي گرفتار ڪيا ويا هئا. اسان واجب سمجهيو تہ اسين بہ سندن پوئواري ڪريون. اسان جو برجستو ڪارڪن رفيع احمد قدوائي بہ گرفتار ٿي ويو هو. آزاديءَ جو ڏينهن بہ اچي ويجهو پيو هو. هيل تائين بندش هوندي بہ ماڻهن اهو ڏينهن پليءَ پٽ ملهايو

هو سو هن دفعي بہ ان لاءِ سانباها ڪرڻا هئا. سوال هو تہ رهبري ڪير ڪري ۽ ڪهڙي قسم جي رهبري ڪئي وڃي؟ رسمي طور مون کان سواءِ آل انڊيا ڪانگريس پاران ڪو عهديدار ڪونہ هو. مون دوستن سان صلاح مصلحت ڪئي. سيني جو خيال هو تہ ڪجهہ ضرور ڪرڻ کپي، پر ڇا ڪجي ان تي مت پيد هو ۽ سيئي گهٽين گرفتارين ڪرائڻ خلاف هئا. حالتن کي مدنظر رکي مون سيني ڪانگريس ۾ ڪم ڪندڙن کي خط لکي موڪليا تہ پنهنجي سهوليت پٽاندڙ آزادي ڏينهن ملهائين ۽ الهہ آباد شهر لاءِ مان پاڻ وڏي پئماني تي بندوبست ڪرڻ ۾ رنڀيي ويس.

مون کي ڄاڻ هئي تہ آزادي ڏينهن تي سرڪار اسان کي گرفتار ڪندي سو ان کان اڳ بنگال مان چڪر ڏئي اچڻ جو پهہ پچايم. بنگال کي ٻين کان وڏيڪ سرڪاري دٻاءُ سهڻو پيو هو. اتي جي قومي ڪم ڪندڙن جي دل تي اثر ويهي ويو هو تہ سڄي ملڪ کين وساري ڇڏيو آهي. سندن خيال غلط هو پر تنهن هوندي بہ ضروري هو تہ هنن کي عملي ريت ثابت ڪري ڏيکاريون تہ اسين بنگالين کي پاڻ کان علحدو نہ ٿا سمجهون. اهوئي سبب هو جو گرفتاريءَ کان اڳ مون بنگال وڃڻ جو خيال ڪيو. ساڳي وقت ڪملا جي صحت جي باري ۾ ڊاڪٽرن سان صلاح ڪرڻ جو ويچار هئم. گهڻي وقت کان ڪملا جي صحت سٺي نہ پي رهي، پر اسان جي مرضي هئي تہ مان جيڪو وقت جيل کان ٻاهر رهان سو گڏ گذاريون. ڊاڪٽر ۽ دوائون پوءِ بہ ٿي سگهيون ٿي. رڳو ايترو ضروري هو تہ مان پنهنجي سر ڊاڪٽرن سان صلاح ڪري سندس صحت جي سچي حالت کان واقف ٿيان. اهي مڙي ئي ڳالهيون خيال ۾ رکي مان ڪملا سان گڏ ڪلڪتي اُسهيس.



# پوُن ڪنپ

پندرهين جنوري 1934ع جي ٽـ پهريءَ جو وقت هو. الهه آباد ۾ مانگهه ميلو شروع ٿي ويو هو ۽ اسان جي گهر جي وراندي ۾ سوين ياتري ڪنا اچي ٽيا هئا. مون وبا کياڻ پي ڏنو تـ اوچتوئي اوچتو پيرن هيٺان زمين ڏڪڻ لڳي ۽ موالين وانگر ڊومائون کائڻ لڳس. پر سان ٽنيو هو جنهن کي پاڪر پائي ڪي جهلو ڏئي بيٺس. ڏٺم تـ درين درن جا طاق هڪ ٻئي سان ٽڪري نڪ نڪ ۽ چيچاٽ پيا ڪن ۽ مٿان ڇت مان ٽائيل ڪسڪي، ٽڙڪاٽ ڪري پٽ تي پرزا پرزا پيا ٿين. مون اڳ ڪڏهن زلزلو ڏٺو ڪونـ هو پر پيرن هيٺان ڌرتيءَ جي آندن ۾ گُڙ گُڙ ڏسي سمجهيم تـ پون چال آهي. مون لاءِ هي نئون تجربو هو جنهن ڪري ان مان مزو پي آيم. تنهن ڪري هارين ۽ ڳوناٺن ۽ ياترين کي پڻ پونڪنپ نسبت عجيب و غريب احوال ٻڌائڻ لڳس. پنيان منهنجي ٻڍي چاچي ٻوڙندي آئي ۽ رڙ ڪري چيائينم تـ جڳهه کان ٻيجي ٻاهر ٿيءُ. امان مٿي ماڙيءَ تي عليل حالت ۾ بستري داخل هئي ۽ ڪملا شايد لٽو ڪپڙو صندوق ۾ ناهي پي رکيو. هنن کي اُتي ڇڏي مان پنهنجا سڪٺا ڪن بچائي نڪران سا هڪ قسم جي بيهودگي ۽ بزدلي هئي. پونڪنپ گهڻو وقت نـ هلندا آهن. تنهن هوندي بـ اوڏي مهل سمجهبو آهي تـ ڳچ وقت هلندي ٿي ويو اٿن. پونچال گذرڻ بعد ڪجهه وقت ان نسبت چؤ پچؤ پي هلي پر پوءِ ڳالهه خواب خيال ٿي وئي.

الهه آباد مان "جِشِينَ" يا ڌرتيءَ اندر گرم گئسن جي لهر بنان ڪنهن حادثي آٿڻ جي لنگهي وئي. پر انهن ٻن ٽن منٽن اندر بهار ۾ زلزلي جي وئل وهايا هئا تن جي اسان کي ڪَل ڪانـ هئي. ساڳئي ڏينهن جي سانجهن جو مان ڪملا کي وٺي ڪلڪتي وڃي رهيو هئس ۽ رات جو گاڏي بهار پرانت مان واچوڙي وانگر ڏوڪيندي پي وئي. ٻي ڏينهن ڪلڪتي ۾ بهار جي حالتن جي سڌس پئي ۽ پوءِ آهستي آهستي وحشت خيز تباهيءَ جون خبرون اچڻ لڳيون.

ڪلڪتي ۾ پروگرام مطابق اسان کي وَرَ وَرَ ڏئي ڊاڪٽر وٽ وٺڻو پيو جن جي صلاح سان اهو فيصلو ڪيو ويو تہ مهيني ٻن بعد ڪملا ڪلڪتي ۾ رهي ڪجهہ وقت ساندهہ دوا درمل ڪري. ڪيترن دوستن ۽ قومي ڪم ڪندڙن سان بہ مُڪا ميلو ڪرڻو هئم. پر مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ ماڻهن جي دلين ۾ هراس هو ۽ سرڪاري دٻاءَ سبب ڪجهہ ٻولڻ يا ڪرڻ کان پيا ڊڄنا. اخبارون بہ ٻڌي ڳوتي, سور ڪائي اتفاق سان بہ چار لفظ اٿڪائي ڇڏينديون هيون نہ تہ ٿيو پلو. آئنده کھڙو پروگرام ۽ پاليسي عمل ۾ آڻجي تنهن نسبت ملڪ ۾ مونجهارو هو. انهيءَ ڪري مڙس ٽڏا ٿي ويا هئا. ڪي قدر فاشستي, ڪميونسٽي, سوشلستي, خيالن جي اشاعت ٿيڻ لڳي هئي, پر انهن علحدين اِز مس يا وادن جي لوڪن کي چٽي ڇاڻ ڪانہ هئي. سٽ منجهيل, ڳنڍيون ڳوڙها پيا ڏنو جنهن ڪري ڌاڳا جدا ڪري ٽڪ تور ڪرڻ مشڪل هئي. سرڪاري مرڪزن ۾ هنسا وادين يا تشدد جي طرفدارن جي پچار هئي. مون کي ايترو وقت ڪونہ هو جو انهن هنسڪ ڪرانتي ڪارن نسبت مفصل تحقيقات ڪريان. انهيءَ هنسڪ تحريڪ کي سياسي اهميت نہ هئي ۽ ڪيترا جهونا هنساوادي انهيءَ ميدان مان نڪري ويا هئا. البت ايڪڙ ٻيڪڙ جوان غُصي ۾ خارن وچان ڪن عملدارن کي خون ڪري, انگريزن کي هيسائي سَنئين پير تي آڻڻ لاءِ بم ۽ پستول ڪم آڻي رهيا هئا. ڳچ وقت کان سرڪار ۽ انهن هنسا وادين وچ ۾ ٻروچڪو جهيڙو هلندو پيو آيو. ٻنان ڪنهن سوچ ويچار جي سرڪار وقت بوقت هنساوادين خلاف جهاد شروع ڪري هنن لاءِ سانتيڪي ۽ آبرودار زندگي غير ممڪن ڪري ڇڏي هئي, جنهن ڪري لاچار پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ هنن کي خوفناڪ هٿيار ڪم آڻڻا ٿي پيا. سرڪار جو فرض آهي تہ سماج وِرڌ ڪارروايئن جو اصلي ڪارڻ ڳولي لهي ۽ هر ممڪن ڪوشش ڪري اهڙن ماڻهن کي سنئين راهہ تي آڻي. ائين برابر آهي تہ سرڪار اهڙن ماڻهن کي ڇيڪ ڇڏي نٿي سگهي پر ٽڏي سيني, باهوش نموني حالتن تي ضابطو رکڻ هڪ ڳالهہ آهي ۽ جوش وچان ڏوهيءَ بي ڏوهيءَ سان چاڻنت پائي ڪٽڻ ۽ سيني کي گهاٽي ۾ يڪسان پيڙڻ ٻنهہ داؤ معاملو آهي. شايد جاني خطري ويل هوش, صبر, تحمل ڇڏائي ويندو آهي. هن وقت خوني حملا اينترا هئا تہ

ڪونہ. پر ڪيڏي مهل بہ انهن جي شروع ٿيڻ جو امڪان ڏسي، سرڪار اڳواٽ دٻاءُ ڪرڻ شروع ڪيو هو. درحقيقت مرض ڦاٽو ڪونہ هو پر اهي شروعاتي علامتون هيون جن لاءِ نرالو علاج ڪپندو هو.

مان سمجهان ٿو تہ ڪيترا نوجوان جي هنساوادين سان سهڪار ڪن ٿا تن کي خفيہ ڪارروائين ڏانهن لاڙو آهي. سر ترڻ تي ڪٽي، مشڪل ۽ ڳجهن معاملن ۾ هٿ وجهڻ ۽ نوس نوس ڪري ڏسڻ تہ دنيا جي رنگ ڀوم تي ڇتيل ڏکيل سانگ جي شهرت ۽ دٻدٻي پنيان حقيقت ڇا آهي، سو قوي ارادي، بي ڊپ روح، چست طبيعت جي علامت آهي! جاسوسي ناول جا سورما انهيءَ قسم جا ماڻهو ٿيندا آهن. بنگالي نوجوان جي هنسڪ ڪارروائين ۾ بهرو وٺن ٿا تن جي اصلي مراد خون ڪرڻ جي ناهي ڪيترا تہ انقلابين سان ڄاڻ سڃاڻ سبب پوليس جي نظر ۾ ڏوهي ڏسجن ٿا ۽ ٿوري ئي مدت اندر شڪي حالتن هيٺ بهاني ڪُبهاني جيل اماڻيا وڃن ٿا.

عام چوڻي آهي تہ انگريز ملڪ ۾ امن آندو آهي. خود انگريزن کي اُن تي ناز آهي. شخصاً مان امن دوست، صلح پسند انسان آهيان. پاڻ تي ضابطو رکڻ ۽ منظم نموني ڪم ڪرڻ مون کي وڻندو آهي. بي امني، وڳوڙ بي بستگي ۽ نکرائي نہ وڻندي اٿم. پر سرڪار جنهن نموني انتظام رکڻ تي گهري تنهن جي قيمت بلڪل گران آهي. حقيقت ۾ قانون ۽ انتظام جي سايي هيٺ حاڪم پنهنجو اقتدار ۽ رتبو سلامت رکڻ لاءِ عام ماڻهن ۾ ڊپ ۽ هراس پيدا ڪن ٿا. ۽ قانون ۽ شرع کي بي انصافي ۽ ظلم جو واهڻ بڻائي پنهنجا مطلب سِڌِ ڪرڻ ۽ آپيشاهي قائم ڪرڻ ۾ لڳائن ٿا. امن امان ۽ صلح آرام جو خوف ۽ هراس تي بڌل آهي ۽ جنهن کي قائم رکڻ لاءِ ڏنڊ، سزائون، ڦٽڪا، جيلر ۽ جلاد ڪپن تنهن مان لوڪن کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ممڪن آهي تہ حاڪم ۽ مالدار کي ان مان فيض رَسي پر 99 في صد ماڻهو جي دبيل ۽ ستايل آهن انهن کي ڇا پلئہ پوڻو آهي؟ اهڙي قسم جي نادري يا تيموري يا چنگيزي نظام جو نتيجو قوم لاءِ بلڪل قاتل آهي. هزار ورهيہ اڳ هڪ هندو ڪويءَ قانون ۽ امن جي معنيٰ ڌرم ۽ اپيتا يا هتڪار ۽ بي ڊپائي ڄاڻائي آهي. انهيءَ ڪويءَ جي ويچار موجب قانون اهو آهي جو قوم جي بهبوديءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪتب اچي ۽ امن ان کي ٿو چئجي جو بي ڊپا، آزاد

انسان سماج جي صحت خاطر ملڪ ۾ قائم رکن ٿا. باقي قانون جو ڏهڪاءُ ذريعي ماڻهن کي هيسائي نامرد ۽ نستو بنائي، امن امان برپ ڪري ٿو سو هڪ قسم جي بي قانوني آهي جا عام لوڪن جي دل ۾ بي امني پيدا ڪري، ڪن ٿورن شخصن جي آرام ۽ آسائش لاءِ ملڪ مٿان مڙهي وئي آهي.

ساڳيا تي ڏينهن مان ڪلڪتي ۾ هئس ۽ انهيءَ وچ ۾ عام ميڙن اڳيان ٽي تقريرون ڪيم. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ سياسي معاملي کان بنگالي نوجوانن جي حياتيءَ جو معاملو وڌيڪ اهميت رکندڙ آهي. انسانيت جي تقاضا هئي تہ مان پنهنجي خيالن جو بنان ڊپ اظهار ڪري انهن دلير نوجوانن جي زخميل دل، ٽٽل هردي تي ٿڌو چندو وجهان. سرڪار هزارين ماڻهن ڪوڙن، ڳوڙن نياتن وغيره سان وٺل وهايا هئا. دکي دل ۽ غمگين هِئين سان انهن ظلمن جو بيان ڪيم ۽ ساڳئي وقت هنسڪ ڪارروائين تي ناپسنديءَ جو اظهار ڪري سرڪار جي ڪرتوتن کي نِنديم. ٿورو ئي وقت پوءِ سرڪار انهن ٽن تقريرن جي ٽن تهمتن هيٺ مون تي وارنٽ ڪڍيو ۽ ڪلڪتي ۾ ڪيس هلائي جيل اُماڻيو. هينئر لکڻ وقت انهيءَ ڏوهہ هيٺ سيڪٽ پوڳي رهيو آهيان.

ڪلڪتي مان موٽندي رستي تي شانتنڪيتن ۾ روي بابوءَ سان گڏجڻ وياسون. شانتنڪيتن مون بہ دفعا اڳ بہ ڏٺو هو پر ڪملا لاءِ هيءُ پهريون دفعو هو. اسان جي مرضي هئي تہ اندرا کي اتي پاڙهيون، سو ضروري هو تہ ماڻس اڪين سان اتي جون حالتون ڏسي جڳهہ پسند ڪري. منهنجي مرضي نہ هئي تہ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪڪيءَ کي رواجي ڪاليج ۾ موڪليان، ڇاڪاڻ تہ اتي جو وايو منڊل دل ۽ دماغ کي تقويت ڏيندڙ ناهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ ڪي بلڪل قابل ۽ لائق شخص، انهن ڪاليجن مان پڙهي نڪتا آهن. پر اهي شخص ڪو ڪاليجي تعليم سبب پڙ ڪونہ ٿيا آهن هتي جا ڪاليج اصليت جا دشمن، جوانيءَ جي امنگن ۽ خيالن جا گهاتڪ آهن. شانتنڪيتن ۾ رواجي ڪاليجن وارو پاهريون ڏيک ويک ڪونہ هو ۽ پئسي جي تنگيءَ سبب ڪن ضروري شين جي پڻ اڻاٺ هئي، پر سرد خون، موتمار اثر جي ٻين ڪاليجن ۾ آهن تن کان آجو هئڻ سبب اسان پنهنجي ڪڪيءَ کي اتي موڪلڻ جو پڪُو پڇايو.

شانتنڪيتن مان موٽندي راجندر بابوءَ سان پاڻنا ۾ صلاح مصلحت ڪرڻي هئي تہ ڀونچال سبب جن کي جان مال جو نقصان پهتو آهي تن لاءِ ڪهڙو سهائتا جو بندوبست ڪجي. راجندر بابو جيل مان نڪرڻ سان انهيءَ ڪم ۾ لڳي ويو هو. اسان تار رستي ڪملا جي ڀاءُ ۽ راجندر بابوءَ کي پنهنجي اچڻ جي خبر موڪلي، پر تار رستي تي روڪي ڇڏيائون جنهن ڪري دوستن مٿان اوچتو اچي ڪڙڪياسون. ڪملا جي ڀاءُ جو بہ ماڙ پڪ سرو بنگلو ڪري پٽ پيو هو. جنهن ڪري سڄو وقت ٻين وانگر کليءَ ميدان تي ڏوٽي لڳائي وينا هئاسون.

ٻئي ڏينهن مظفرپور وياسون. سڄو شهر ڍيري ٿيو پيو هو. هفتو گذري ويو هو پر ڪن مکيہ رستن کان سواءِ باقي گهٽين مان ڪريل جاين جون سرون ۽ مٽي پاسيري ڪري، اندران وسلاوڙا ڪونہ ڪڍيا هئائون. مون ڏٺو تہ ڇتين ۽ پٽين هيٺ ڪيئين جنازا پيا هئا جي زلزلي وقت پاڻ بچائڻ لاءِ ڇت يا پٽ کي هٿن سان جهلڻ جي ڪوشش ڪندي دبجي ويا هئا. سڄو نظارو هيبت ناڪ درد انگيز هو ۽ نگر واسي غمگين ۽ ملول پئي ڏٺا.

الهہ آباد وڃڻ سان اسين سهائتا جي ڪم ۾ جُنبي وياسون. ڪن رفيقن جو خيال هو تہ زلزلي سبب آزادي ڏينهن نہ ملهائجي، پر منهنجو ۽ ڪن ٻين جو رايو ان خلاف هو. 26 جنوريءَ جو اسان الهہ آباد ضلعي جي ڳوٺ ڳوٺ، گلي گليءَ ۾ تقريرون ڪيون. ماڻهن بہ اسان سان اميد کان وڌيڪ سهڪار ڪيو. ڪن هنڌ پوليس ڪانگريسين سان ڪوئنس بازي ڪئي پر عجب تہ اسان کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏنائون.

بهار مان موٽڻ بعد زلزلي وارن کي سهائتا ڏيڻ لاءِ اپيل ڪڍيم ۽ بهار سرڪار جي لاغرضائيءَ تي نڪتہ چيني ڪيم. منهنجي لکڻ جو مطلب اهو نہ هو تہ آسثاني عملدارن تي نڪتہ چيني ڪريان، ڇاڪاڻ تہ زلزلي وقت حالت بلڪل نازڪ ۽ مُنجهائيندڙ هئي ۽ انهن عملدارن خواهہ غير عملدارن وس پڄندي پاڻ پتوڙيو هو. هنن کي اجايو ڏک ٿي پيو. منهنجي لکڻ جي مراد بهار سرڪار کي ملامت ڪرڻ جي هئي ڇاڪاڻ تہ هنن وقت تي ماڻهن جي حياتيءَ بچائڻ لاءِ پورو بندوبست نہ رکيو. هزارين ماڻهو رڳو منگهير شهر ۾ دبجي مري ويا ۽ زلزلي کان ٽي هفتا پوءِ بہ مون اکين ڏٺو تہ

سرڪار پڳل جاين مان مُردن ڪڍائڻ جو بندوبست نہ ڪيو هو. منگهير کان ٿورا ميل پري ريلوي تي ڪم ڪندڙن جي ڪالوني آهي جتي هزارين مزور رهن ٿا. زلزلي ٿيڻ شرط سرڪار انهن مزورن کي جڳهہ ڪوٺڻ ۽ ماڻهن کي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪم ۾ لڳائي ها تہ ڪيترن جي جان بچي پوي ها. زلزلي کان ٻارهن ڏينهن پوءِ بہ ڪي ماڻهو جڳهين مان جيئرا نڪتا. ملڪيت بچائڻ لاءِ پوليس پهرو يڪدم ٻهارياٺون پر حياتين بچائڻ جو سرڪار کي اونو ڪونہ ٿيو. اهوئي سبب هو جو مون ٻهار سرڪار تي نڪتہ چيني ڪئي ۽ اُتي جا ماڻهو مون سان ان ۾ شامل راءِ هئا. منهنجي انهيءَ نڪتہ چيني ڪرڻ کان پوءِ سرڪار جي تئي تتي ۽ جوش خروش سان سهائتا ۽ مرمت جي ڪم ۾ عملدار ڪانگريسين سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. انهيءَ وچ ۾ ڪن سرڪاري ڇاڙتن منهنجي لڪٽيءَ خلاف بدڪلامي شروع ڪئي ۽ سرڪار کي سرٽيفڪيٽ ڏيڻ شروع ڪيا. مون کي تہ ان جي پرواهہ ڪانہ هئي. هتي جي سرڪاري عملدارن ۽ سندن پوئلڳن جي ذهنيت عجيب آهي. هو ڪنهن بہ قسم جي نڪتہ چيني برداشت ڪري نٿا سگهن، ۽ چاهين ٿا تہ آپي شاهہ ٻڻجي وينا راج ڪن، ۽ ڪنهن کي مجال نہ ٿي تہ سندن اعمالن جي اوگهڙ ڪري، يا سندن خاميون ۽ اوڻايون پڌري پٽ نروار ڪري. يورپ ۾ حالت عين ان جي ابتڙ آهي. اتي جون تقريرون ۽ تحريرون سرڪار کي لغام سان حد اندر جهلي بيهارڻ جي مراد سان ڪيون وينديون آهن. اهوئي سبب آهي جو هتي ۽ اُتي جي سرڪاري ڪاروبار جي وچ ۾ زمين آسمان جو سَنڌو آهي. ڏسجي ٿو تہ هتي هرڪو عملدار پاڻ کي خطا کان خالي ٿو سمجهي ۽ بادشاهہ سلامت وانگر بي عيب آهي. سندس خلاف گفتو ڪڍڻ سرڪار نامدار جي شان ۾ خلل وجهڻو آهي.

هتي جا وڏا عملدار انهيءَ عيسائي بشپ يا مهنت وانگر آهن جو احمق ۽ نکر سڏجڻ تي تپي لال ٿي وڃي ۽ ٻين خلاف وڦلڻ لڳي، پر چٽجيس تہ اشراف تون بي دين آهين تہ ٻُڏو اڻ ٻُڏو ڪري ڇڏي. هتي جي عملدارن خلاف شڪايت ڪريو تہ هو بي انصاف، ظالم، خود غرض آهن تہ هو ڪن لاتار ڪري ڇڏيندا. چاڪاڻ تہ سلطنت هلائڻ لاءِ اهي وصفون شايد ضروري آهن، پر چئون تہ توهين نڪار نکر، سُست، اجاڻ آهيو تہ مڙسن کي نهن ڪان

چوٿيءَ تائين باهہ لڳي وبندي. ورهين کان سنڌن مغز ۾ اُٺ ويھي ويو آهي تہ هو بلڪل لائق قابل چُست ۽ تجربيڪار شخص آهن. مٿين قسم جا لقب لڳائڻ سان هو پنهنجي نظر ۾ خسيس ۽ ناچيز ٿي پون ٿا جنهن ڪري هوش خطا ٿيو وڃين ۽ ڪاوڙ وچان ڪي جو ڪي ٻيا وڃن.

ڪيترن انگريزن کي وهم ويهجي ويو آهي تہ جيڪڏهن هندوستان مان انگريزي عملدار صفا ڪڍي ڇڏجن تہ سرڪاري چرخو هوند هينئر کان بہ بدتر نموني هلڻ لڳي. انگلنڊ جي ڪيترن روشن دماغ آزاد خيال شخصن اها ڳالهہ ڳنڍ ڪٽي ٻڌي آهي ۽ چوڻ لڳا آهن تہ سٺي حڪومت خود حڪومت جي جڳهہ والاري نٿي سگهي، ۽ جيڪڏهن هند واسي خود حڪومت هٿ ڪري پاڻ مٿان آفت مڙهڻ گهرن ٿا تہ ڀلي وڃي پنهنجي تيار ڪيل گرم پاڻيءَ جي ديڳ ۾ ڪڙهن. مون کي خبر ناهي تہ انگريزن بعد هتي جي حڪومت جا ڪهڙا حال ٿيندا. انهيءَ جو مدار گهڻي قدر انهيءَ تي آهي تہ انگريز ڪهڙي نموني هتان نڪرڻ گهرن ٿا. يا ڪهڙين حالتن ۾ هن ملڪ مان نڪري ويندا. انهيءَ وقت جي ديسي ۽ سرو ديسي حالتن سان ان جو لاڳاپو آهي. مان اهو بہ سمجهي سگهان ٿو تہ انگريزن بعد ملڪ جو نظام خراب ٿي پوي ۽ هندواسي عملدار موجوده سرشتي جي خامين جو نقل ڪري ۽ انگريزن جي خوبين کان ناآشنا رهي ماڻهن لاءِ وڏيڪ آزار جو باعث ٿين. ساڳي وقت اهو پڻ ممڪن آهي تہ انگريزن بعد هندواسي آزاد نموني ساهہ کڻڻ جهڙا ٿين، سنڌن دلين مان سرڪار جو ڊپ ۽ هراس نڪري وڃي ۽ ان کي پنهنجو ڪري سمجهن، ۽ دوررانديش تجويزون ۽ رٿون خيال ۾ آڻي، هنر، ڪارخانا، زمينون، واپار وڌائين، ۽ ملڪ جي آسودگيءَ جي پاڙ پڪي پائي تي ٻڌن، ۽ هرهڪ هند واسي جسماني خواهہ اخلاقي، دلي خواهہ دماغي ترقي ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ديس جو شان بلند ڪري. منهنجو وشواس آهي تہ خود حڪومت هر قوم لاءِ فائديمند آهي. پر خود حڪومت ساڳئي وقت سٺي حڪومت هئڻ گهرجي. جيڪڏهن حڪومت کي عام ماڻهن جي ڀلي ۽ آسودگيءَ جي اون ناهي تہ اها خود حڪومت ڪيئن چئبي؟ مُمڪن آهي تہ اها حڪومت ڪن وڏ وڏيرن ۽ سٺيي پگهار وارن عملدارن جي هجي، پر ان کي خود حڪومت سمجهڻ گناهہ آهي. مان انگريز سرڪار جو مخالف انهيءَ ڪري آهيان جو

ان مان پورهيت ۽ هاري، بيروزگار ۽ مسڪين کي فيض رسي نٿو سگهي. اسان کي خود حڪومت انهيءَ لاءِ کپي تہ اسين پنهنجي هم وطنين جي دلين مان هراس ۽ ڊپ ڪڍي سندن جسم ۾ همت ۽ مردانگيءَ جو سلو پوکيون هنر ۽ ڪارخانا ۽ واپار ۽ زمين جي محصولات وڌائي، سندن مفلسي دور ڪريون، ۽ جديد علم ۽ سائنس ۽ خيالن ذريعي سندن فڪري ۽ قلبي دنيا ۾ روشني آڻيون. انگريز سرڪار ۽ هاٺوڪا وڏا عملدار هتي جي ماڻهن کي دٻائڻ ۽ هيسائڻ ۾ بيشڪ قابل آهن، پر هن ملڪ جا جي گذراني ۽ اخلاقي مسئلا آهن تن کي حل ڪرڻ جي منجهن قابليت ناهي. سندن ذهنيت ۽ زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل تربيت سراسر غلط آهي. هو نڪي موجوده حالتن کي سمجهن ٿا نڪي آئينده جي سوجهہ اٿن تنهن ڪري اهڙين نڪر جي مورتين مان اميد رکڻ تہ ملڪ جا دک سور نواري سگهنديون ٻہرن کان ٻير گهرڻ سمان آهي. تنهن ڪري بهتر آهي تہ اسين اکين تان کوپا لاهي، انهن اعليٰ شان بلند مڪان شخصن کي سندن ذاتي مفلسيءَ جي حالت ۾ ڏسون.

الهہ آباد زلزلي سهائتا ڪميٽيءَ بهار پرانت ۾ حالتن جاچڻ لاءِ مون کي خاص عيوضي ڪري موڪليو. مان يڪدم سر زمين تي ويس ۽ ڏهہ ڏينهن ساندهہ ننڊ ڦٽائي صبح جو پنجين کان اڌ رات تائين چڪر ڏيندو رهيس. رستن جي حالت زبون هئي ۽ ڪيترن هنڌ وڏا خال ۽ ٻرگهہ ٿي پيا هئا جن مان پاڻي ۽ ريتي تمام گهڻي انداز ۾ نڪري آيا هئا. واهن، ڪڙين، ندين تان پليون ٻہ ڊَهي پيون هيون جنهن سبب هڪ هنڌان ٻي هنڌ پهچڻ ڪي قدر مشڪل هو. اتر بهار جي وسيع ايراضي جا هندوستان جو باغ ۽ گلزار ليکبي هئي سا هينئر پاڻيءَ جي ڊورن ۽ واريءَ ڍبن وارو برپٽ ٿي پئي هئي. ڪن هنڌ زير زمين پاڻيءَ جي ايذي تہ اُٿل ٿي هئي جو ماڻهو مرون لڙهي ويا هئا. ڳوٺ ۽ شهر بلڪل زبون حالت ۾ هئا ۽ ڪن هنڌ گهٽيون ۽ رستا جڳهين جي پٽين جي پاڙ کان مٿي کجي آيا هئا. چئوطرف رُج ۽ سُڃ لڳي پيئي هئي. ڪيترن برٽش عملدارن جو چوڻ هو تہ زلزلي بعد بهار جي زمين جو نقشو جنگ جي زماني واري فرانس جهڙو پي لڳو. حالت اهڙي هئي جو جڻ تہ ڪنهن هيبت ناڪ راڪاس بهار پرانت کي مٿيءَ جو پنورو سمجهي، هٿن ۾ آڻي وانگر ڳوهي، مروٽي سروٽي صورتحال ڦيرائي ڇڏيو هو.

وبچارا بهاري ڪيڏي نه مصيبت مان بچي نڪتا هئا. زلزلي شروع ٿيڻ ويل زمين هندوري وانگر هڪ طرف کان ٻي طرف لڏڻ لڳي ۽ بينل ماڻهو ٿابڙجي هيٺ ڪرڻ لڳا. ڪن پل ۾ لڏڻ بند ٿي ويو ۽ طوفاني لهرن ۾ لڏهندڙ جهاز مثل زمين هيٺ مٿي ٿيڻ لڳي ۽ پاتال مان هيبت ناڪ گجگوڙ جا ڌڪا پڌري ۾ آيا. جو ته هزارين جهاز هڪ ئي وقت لنگهي رهيا آهن يا جرمن توبخانو گوليباري ڪري رهيو آهي. اک ڇنڀ ۾ ڏرتي ڦاٽڻ، چيرجڻ، گهارا ٿيڻ لڳي ۽ سوين جهرڻن مان پاڻي پچڪارين وانگر چوهه مان نڪري جل مٿي ڪرڻ لڳو. ڪن هنڌ ته ميلن جا ميل زمين اٽڪل ٻارهن فوٽ پاڻيءَ هيٺ اچي وئي. زلزلو ٿي منٽ مس هليو پر ماڻهن جي ڏرن ڏڪي وئي ۽ ويچارا ڳوناٺا سمجهڻ لڳا ته قيامت اچي وئي آهي. شهرن ۽ ڳهرن جي ڪرڻ سبب سروتا ۽ جنبون بندوق جي گولين مثل اڏامڻ لڳيون ۽ پٿين چٿين جي مٽيءَ سبب ايڏي ته دز اُڏاڻي جو جڻ ته بارود جي دونهين جا ڪڪر نهي پيا هئا جن جي آرپار ڏسڻ غيرممڪن هو. ڀهراڙين ۾ ايڏيون عمارتون ڪونهن جنهن ڪري ماڻهو چٽو ڏسي سگهيا ٿي، پر سندن هوش جاءِ نه هو جنهن ڪري هيءَ ڏهڪائيندڙ نظارو ڏسي نه سگهيا. ڪٿين زالون، مرد، ٻڪيا، ٻار انهن ٽن منٽن اندر ڪال جو ٻڪ ٿيا، ۽ باقي جيڪي موت کان بچي ويا سي هراس سبب ٽنگون ٽيڙي پٽ تي پئجي رهيا. مظفرپور ۾ ڏهن ڏينهن کان پوءِ هڪ ٻارهن ورهين جو ڇوڪرو جڳهه مان ڪوٺي ڪڍيائون. هو سمجهي وينو هو ته دنيا ۾ پرلئه ٿيڻ سبب، اتفاق سان رڳو ٻاڻ تن تنها وڃي بچيو آهي. جڏهن ڪوٺي ٻاهر ڪڍيائونس ته وسمئه ۾ پئجي ويو ۽ اعتبار ئي نٿي آيس ته ڪوٺي ڪڍندڙ پربت نه پر ماڻهو آهن.

مظفرپور ۾ عين زلزلي وقت جڏهن عمارتون ٻي ڪريون ته هڪ نوجوان عورت کي ڪڪي جائي. ماءُ پيءُ ٻئي الهڙ هئا سو ويچارا مُنجهي پيا ته ڇا ڪجي. قدرت مالڪ جي جو ڪڪي ۽ سندس ماءُ زلزلي مان سلامت بچي ويا. سو ٻونچا جي يادگيريءَ ۾ ڪڪيءَ جو نالو "ڪانپو ديوي" رکيائون.

اسان سڄي پرانت جو گشت ڪيو. تان جو نيپال جي سرحد تي وڃي پهتاسون. جت ڪٿ بربادي ۽ تباهي ڏسي هِري ويا هئاسون، پر منگهير ۾ جو دل ڏاريندڙ نظارو ڏٺوسون سو وسرڻ جو ناهي. منگهير هڪ آباد، آسودو

سهڻو شهر هو، پر هينئر پاري نگريا دلوراءِ جي نگريءَ وانگر زبون ٿي ويو هو.

زلزلي هيٺ آيل ايراضيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي حالت ڏسي ڏک به ٿيو ۽ خار به پئي لڳا. چاڪاڻ ته ماڻهو هٿ ٻڌي ماٺ ڪري ويهي رهيا ته سرڪار يا ڪي ٻيا اچي ڪم ڪري، سهائتا وغيره ڏني. هنن کي سنئين ٻيرين ڪن. شهرن ۾ رهندڙ وچولي درجي وارا سفيد پوش ٻنهه تنبيهه لائق آهن چاڪاڻ ته هو هٿ پير هلائڻ کان نابري واري ويٺا ۽ رڳو ٻين کي حڪم ڏيڻ ته هي ڪريو ۽ هي نه ڪريو تي ياڙي ٻيٺا. عام ماڻهو وڏيڪ برڪ ستا هئا پر انهن جا حوصلا زلزلي خطا ڪري ڇڏيا هئا، جنهن ڪري مُنجهيل پئي ڏٺا.

بهارين جي پيٺ ۾ ٻين والنٽيئرن سچ پچ مڙسي ڪري ڏيکاري. سڄي ملڪ مان جدا جدا سنستائن ۽ جماعتن خدمتگار مُڪا هئا جي سرجوشيءَ سان ڪم ۾ لڳي ويا ۽ پنهنجي علحدي حيثيت جو خيال نه ڪري هڪ ٻئي سان سهڪار ڪرڻ لڳا. منگهير ۾ مون ڪوڏر ڪڍي سچو ڏينهن ڪوٽڻ جو ڪم ڪيو ۽ هڪ گهر مان مٽل ڪِڪي ڪڍي آيس. مون کي ڏسي ٻيا ڪم ڪندڙ به ٽيڪم ۽ ڪوڏر ڪڍي ڪوٽڻ جي ڪم ۾ لڳي ويا. هر قسم جي سنستائن بهار طرف نوجوان والنٽيئر مُڪا هئا پر راجندر بابوءَ جي نظر هيٺ مرڪزي سهائتا سميتيءَ جو ڪم ڪري ڏيکاريو سو حيرت انگيز هو. يلا گجرات ۽ يو. پيءَ جي ڀهراڙين کان سواءِ ڪانگريس ڳوٺن ۾ ڪٿي به ايڏو ڪم نه ڪيو هو جيڏو بهار ۾، سو راجندر بابوءَ جي سڏ تي ڪانگريسي خواهه غير ڪانگريسي ڪم کي ڄنبي ويا. مان جڏهن ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري هئس تڏهن ٻه چار دفعا بهار پرانتڪ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو دفتر جاچڻ ويو هئس. آفيس سُجي سَڪٽي، ويهڻ لاءِ پوري ٽيڙي يا تڏي به نه نهي ۽ ڪارڪن ٿڏا ۽ موٽر ڏسي مون کين خوب ڏما، ڪڏي ۽ مرڪز ۾ وجڻ سان زوردار نوٽ لکي مُڪو. بهار جا ڪانگريسي ڏيک ڪري نه ڄاڻن. ڏسڻ جا سادا سودا، ڳالهائڻ جا ماٺا، هلت چلت ۾ بي ذوق آهن. پر ڪم ڪرڻ ۾ چُست، محنتي ۽ هڏڏوڪي آهن. بهار هارين جو ملڪ آهي جنهن ڪري ڪانگريس تي به انهن جو اثر آهي. سول نافرماني ۽ ستياگرهه سمي بهار ڪيترن ٻين پرانتن کان گوءِ ڪڍي ويو، پر آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ۾ جتي سول نافرماني تحريڪ نسبت وڏا بحث ٿيندا هئا، انهن ۾

ويچارا بهاري چپن کي چُنو لڳايو وينا هوندا هئا، ۽ ائين ڏسڻ ۾ ايندو هو ته هو جڻ هن سنسنا ۾ ويهڻ جي لائق ئي ناهن.

زلزلي سهائتا سمتيءَ کي اجهو اهڙن ماڻهن جي پشتي هئي. ڀهراڙين ۾ خود سرڪار نامدار جي ايڏي پُڇنديُ ناهي. انهيءَ سمتيءَ جو شرومڻي راجندر بابو هو جنهن جهڙو ٻيو ليڊر بهار پرانت ۾ ڪونهي. راجندر بابو خاص بهار جي پيدائش آهي. ڏسڻ ۾ جهڙو هاري. سندس اتساهه، نردوش، چلڪندڙ اکين ۾ جنهن چتائي نه ڏٺو آهي سو سندس ٻاهريون ڪين جهڙو لباس ۽ ٻيهڪ ڏسي هن کي معمولي انسان سمجهندو. پر هڪ دفعو سندس اکين ۾ چتائي ڏسو ته ان مان ساڪيات سچ ۽ صاف دليءَ جي جهلڪ ڏسڻ ۾ ايندوَ جا وسرڻ جي ناهي. هاريءَ وانگر هو آسمان ۾ نهاري تارا نٿو تڪي ۽ نڪي دور درشيه جا سپنا ٿو لهي. جديد زماني جي نقطه نگاهه کان سندس دماغي دنيا ڪافي وسيع ناهي، پر هن مڙس جي غير معمولي لياقت، قلبي سچائي، سرجوشي ۽ وطن جي آزاديءَ لاءِ اتساهه ڏسوا اهوئي سبب آهي جو هو نه رڳو بهار ۾ هردلعزيز ٿيو آهي پر هندوستان جي ناميارن ليڊرن ۾ نالو ڪڍيو اٿس. ٻين ليڊرن نسبت ڪي هيٺ مٿي ڳالهيون ٻڌندا پر راجندر بابوءَ خلاف ڪو گُفتو ٻڌڻ ۾ نه ايندوَ انهيءَ جو سبب شايد اهو اهي جو هن مهاتما جو فلسفو بلڪل سچائيءَ ۽ صداقت سان سان گرهڻ ڪري عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. زلزلي سهائتا سمتيءَ کي راجندر بابوءَ مان وڏو لاڀ پراپت ٿيو ڇاڪاڻ ته ملڪ جي وشواس سبب هن کي هرڪنهن هنڌان نالهي ٻڌا ناڻا مليا ۽ ڪئين ڪم ڪندڙ سندس نظر هيٺ خدمت ڪرڻ لاءِ خواهان هئڻ سبب، بهار ۾ اچي سهڙيا. سندس جسم جُهريل ۽ روڳي هو پر تنهن هوندي به هو بلڪل برجستي نموني ڪم ڪندو رهيو.

مان زلزلي سهائتا جي ڪم ۾ مشغول هئس ته مهاتما هڪ بيان ڪڍيو جنهن ۾ لکاياڻين ته اڇوتن سان انرٿ ٿيڻ سبب ماڻهن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ پرماتما هيءَ آپدا مڪي آهي. پڙهي وائيسر ڦري ويم. روي بابوءَ به خارن وچان انهيءَ بيان خلاف هڪ چتو خط اخبارن ۾ شايع ڪيو. مان روي بابوءَ جي لفظ لفظ سان شامل راءِ هئس. ڪجا اڇوتن سان انرٿ ۽ ڪجا زمين جي آنڊن ۾ گرم بخار جي ڳڙ ڳڙا وگياني منورتيءَ جي اهڙي فاحش نموني

متي پليد ڪرڻ مهاتما جو وَڙهو. ائين صحيح آهي تہ خود سائنس خاطريءَ سان ٻڌائي نہ سگهندي تہ اهڙن هيبتناڪ واقعن جو اثر انسان جي دل ۽ دماغ تي ڪهڙو ٿيندو؟ ممڪن آهي تہ ڏڏڪي سبب ماڻهوءَ کي بدهاضمو ٿي پوي يا مغز جا طاق ڦري وڃنس. پر اهو سمجهڻ تہ ڪنهن پنگتي رسم يا انياءَ سبب زمين تي زلزلو ٿيندو ۽ زمين جي سطح ٻڏي ترو ونندي يا ترو مٿي چڙهي سطح تي پوندو سو عقل خلاف آهي. ڪي صديون اڳ يورپ جا مذهبي اڪابر سمجهندا هئا تہ انسانن جي گناهہ سبب خدا تعاليٰ ڪڏهن ڪڏهن اهڙو غصي ۾ اچيو وڃي جو هنن کي سيکت ڏيڻ لاءِ زمين تي دوزخ ۽ قيامت برپا ڪيو ڇڏي. انهيءَ اونڌي عقيدي سبب هنن برونو جهڙي قابل ۽ اعليٰ انسان کي ڪافر سمجهي جيئري جلايو ۽ ڪئين زالن کي ڏائڻ جو لقب لڳائي چکيا تي چاڙهيو. ارڙهين صديءَ ۾ مئسچوسيٽ جا رهواسي سمجهندا هئا تہ سائنس جي کوجنائن سبب ڀونچال ٿا ٿين ڇاڪاڻ تہ خدا تعاليٰ بندي کي پاڻ سان برابري ڪندو ڏسي ڏمرجي ٿو ۽ سيکت ڏيڻ لاءِ زمين تي زلزلا منجي ٿو.

جيڪڏهن فرض ڪجي تہ ڏٺي اسان کي گناهن عيوض سيکت ڏيڻ لاءِ ڀونڪنپ منجي ٿو تہ ڪيئن سمجهجي تہ ڪهڙي گناهہ لاءِ اهڙي سيکت ڏيڻ واجب سمجهي اٿس؟ افسوس. انسان خطا جو گهر آهي. اسان ۾ ڪئين عيب آهن. انهيءَ حساب هرڪو شخص پنهنجي نموني ان جو ارث ڪيندو. ممڪن آهي تہ اسان مان ڪي سمجهن تہ خدا اسان کي انهيءَ لاءِ سيکت ڏني آهي جو اسين ڌاري حڪومت هيٺ غلام ٿي رهڻ خلاف ڪافي جدوجهد نہ ڪئي آهي يا پاڻ ۾ اتفاق۽ قوميت جو جذبو پيدا ڪري نہ سگهيا آهيون. بهار پرڳڻي ۾ مهاراجا درڀنگا هڪ وڏو جاگيردار آهي ۽ زلزلي سبب هن کي وڏو نقصان پهتو آهي. ڇو ڪين سمجهجي تہ زمينداري ظلم خلاف خدا تعاليٰ زلزلو پيدا ڪيو آهي؟ مان سمجهان ٿو تہ خدا تعاليٰ هي زلزلو زمينداري سرشتي خلاف مُڪو آهي ڇاڪاڻ تہ بهار جي مسڪين هارين سان انهيءَ سرشتي وئل وهايا آهن. باقي ذڪرڻ هندوستان جي مدراس پرڳڻي ۾ اڇوتن سان ٿيندڙ انياءَ عيوض بهار جي غريب هارين کي سيکت ڏيڻ مان نہ پرماتما جي نياڪاريءَ ۽ نہ مسڪين پروريءَ جي ثابتي ملي ٿي.

اڇوتپڻي خلاف خدا کي فتويٰ ڏيڻي هئي تہ مدراس پر ڳڻي ۾ زلزلو پيدا ڪرڻ کپندو هئس. جيڪڏهن مهاتما جو دليل صحيح آهي تہ انگريز دل ۾ سمجهندا هوندا تہ سول نافرماني تحريڪ هلائڻ ۽ ستياگرهہ ۾ ٽکو بهرو وٺڻ ڪري پرماتما بهارين کي سيکت ڏيڻ لاءِ زلزلو آندو آهي. بهار ۾ ڪانگريس زور آهي تنهن ڪري الله سائينءَ جي فتويٰ ڪانگريس خلاف سمجهڻ گهرجي.

انهيءَ نموني خيال هلائيندي ڪئين لغڙ اُڏائي سگهجن ٿا. وڏو سوال هي آهي تہ جيڪڏهن ٻوڏ، زلزلو ڏڪار، پليگ وغيره اسان کي سيکت ڏيڻ لاءِ نازل ٿين ٿا، تہ پوءِ انهن جي اثر گهٽائڻ ۽ ماڻهن کي سهائتا ڏيڻ جي ڪوشش ڇو ڪجي؟ ڇا اهو خدا جي حڪم جي آڏو اچڻ ناهي؟ اسان کي حيرت آهي تہ خدا ڇو انسان سان مروان موت ملوڪان شڪار واري هلت هلي رهيو آهي! اسان کي عيبدار بڻائي، اسان جي رت ۾ اوڻايون ڪمزوريون ۽ بُرايون ڦوڪي، شڪاريءَ وانگر چؤطرف ڪوڙڪيون وجهي، ڄاريون وڇائي، هن بي حد دکي ۽ ظالم دنيا ۾ ڪن کي ڇيتي ۽ ڪن کي رڍ جي صورت ۾ پيدا ڪري، پاڻ نردوش ۽ نياءَ ڪاري بڻجي، اسان تي فتوائون ڪڍي ۽ سيکت ڏئي سو ڪيتري قدر جائز آهي؟

”تارن جڏهن ترورن جا نيزا برسائي، جگري خون جي آنسن سان آسماني پيالو پُرڪيو. تڏهن خالق کي پنهنجي خلقت ڏسي، ڪهڙي خوشي ٿي هوندي؟ جنهن رڍ اُپائي، تنهن کي، اي ڇيتا، توکي ناهڻ جي ڪيئن جرئت ٿي؟“

بهار مان موٽڻ کان اڳ هڪ رات جو پاٽنا ۾ پنهنجي رفيقن ۽ يو پيءَ ۾ ڪانگريس ڪم ڪندڙن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪيم تہ اهو ڪيتري قدر واجب آهي تہ يو پيءَ جا سيئي ڪم ڪندڙ بهار ۾ سهائتا جي ڪم کي لڳي وڃن ۽ هتي سياسي ڪم بيهي وڃي! ڪم ڪندڙ تہ اڻ ڳڻيا هئا، پر مُکيہ ڪار پردازن کي ڪي مهينا ساندهہ يو. پيءَ مان ڪڍي وڃڻ سبب سياسي ڪم کي لوڏو اچڻ جو امڪان هو. يونچال سهائتا لاءِ ڪم ڪندڙن جي اٽاٽ نہ هئي، تنهن ڪري وڏيڪ خطري ۽ جفاڪشيءَ واري ڪم لاءِ ڪارڪن واپس وڃي وڃڻ مان بهارين کي گهوٻي لڳڻ جو امڪان نہ هو. انهيءَ نموني تڪ تور ڪري اسان الهہ آباد موٽڻ جو فيصلو ڪيو. ڏهہ ڏينهن ساندهہ ايڏو

تہ پاڻ پتوڙيو هئم جو يارهين فيبروريءَ تي جڏهن گهر موٽيس تہ مائٽ منهنجي شڪل ڏسي وائڙا ٿي ويا. موتمار ٿڪ سبب ليٽي پيس ۽ ٻارهن ڪلاڪ ساندهہ ننڊ ڪيم. ٻي ڏينهن تي صبح جو چانهہ پي پرشوتمداس ٽنڊن سان ڳالهيون ويني ڪيم تہ پوليس آفيسر وارنٽ کڻي آيو. مون سمجهيو تہ هن جي اچڻ جي مراد ڪهڙي آهي، سو وڏي وجي چيومانس تہ "بهت دنون سي آپکا انتظار تها" مون ڏنو تہ هو ويچارو ڪِڪو وِڪو پي لڳو. هن دفعي ڪلڪتي مان نڪتل وارنٽ کڻي آيو هو. مون کي جيل مان نڪتي پنج مهينا تيرهن ڏينهن مس ٿيا هئا. مان جيلي زندگيءَ جي اڪيلائيءَ تي هِري ويو هئس، پر امان، پيٽم ۽ منهنجي زال هريون نہ هيون. سختي ۽ سور منهنجي عيوض هنن کي پوڳڻو ٿي پيو.



# علي پور جيل

”اِجھو هينئر ئي گذريل پَلَ کان مان ڪيڏو دور نڪري ويو آهيان! ائين آهي ڇا تہ سارين جي ٽُهہ وانگر هلڪي هير سدائين ديس پرديس پٽي پٽڪائينديم ۽ منهنجي قسمت جو ستارو مون کي هڪ هنڌ سُک سمهڻ نہ ڏيندو؟“

رابرٽ برائوننگ

راتو واهہ مون کي ڪلڪتي وٺي ويا ۽ هوڙا اسٽيشن تي پهچڻ سان وڏي بلئڪ ميريا (قيدين کي وٺي وڃڻ لاءِ ڪاري بس) ۾ چاڙهي، لال بازار پوليس چوٺڪيءَ تي وٺي آيا. لال بازار جي پوليس چوٺڪي بنگال بلڪ هندوستان ۾ مشهور آهي، سو اُتي اچڻ سان جڳهہ ۽ ماڻهو جاچي ڏسڻ لڳس. اتر هندوستان جي ٻي ڪنهن بہ پوليس اسٽيشن تي ايترا گورا سارجنٽ ۽ انسپيڪٽر ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندا. سپاهي يو. پيءَ جا رهاڪو هئا. انهن مان ڪيترا بس اندر مون سان گڏ ويهي، ڪورٽ ۾ پهچائي، وري اُتان واپس وٺي ايندا هئم. لاچار هن قسم جي ڊيوٽي ڏيٺي پوندي هين. چاڪاڻ تہ سندن منهن ۾ مون لاءِ همدردي ڏسڻ ۾ ايندي هئي ۽ دک وچان ڪن جي اکين مان لُڙڪ لڙي پوندا هئا.

مون کي پريزيڊنسي جيل ۾ رهايو هئائون، جتان هر روز بلئڪ ميريا ۾ چيف پريزيڊنسي مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ وٺي ايندا هئا. ڪورٽ جي جڳهہ گهيري هيٺ آيل قلعي مثل هئي. وڪيلن ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ اخبار نويسن کان سواءِ، ڪنهن کي اندر اچڻ جي اجازت نہ هئي. حاطي ۾ پوليس وارن جو اٿالو هو. متان سمجهو تہ اهو مون لاءِ خاص بندوبست رکيو هئائون. هيءَ ڪورٽ سدائين انهيءَ نموني پٽي هلي آهي. ڪورٽ روم ۾ پهچڻ کان اڳ مون کي ڏکهي ۽ سوڙهي لنگهہ مان گذر ڪرڻو پيو جنهن جي ٻنهي پاسي ۽ مٿان ڇت هينان تارون لڳل هيون. ڏسڻ ۾ پي آيو تہ لوهہ جو هڪ

وڏو پيچرو نهيل آهي. قيديءَ جي ويهڻ جي جڳهه يا ڊاڪ مئجسٽريٽ جي ڪرسيءَ کان گهٽو پري هئي، ۽ ڪورٽ جو صفحو پوليس وارن ۽ ڪارا ڪوٽ ۽ چوغا چڙهيل وڪيلن سان پُريل هو.

ڪورٽ اندر ڪيس هلڻ تي مان هريل هئس. ڪئين دفعا اڳ مون تي جيل اندر ڪيس هلايو هئائون، پر اُتي بہ ڏوست رفيق، مٽ مائٽ جا مهانڊا ڏسي اندر کي آٿت ايندو هو. پوليس وارن کي ٻاهر پرو بيهاريندا هئا ۽ ڪٽي بہ اهڙو لوهہ جو پيچرو ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو هو. هتي حالت نرالي هئي، جنهن ڪري مان چپ چاپ اڻ ڏٺل، اڻ سڃاتل مهانڊا تڪيندو رهيس. مان سمجهان ٿو تہ ڪارا ڪوٽ ۽ ڪارا چوغا چڙهيل وڪيلن جو انبوهہ ڏسڻ لائق ناهي، ۽ خاص ڪري پوليس ڪورٽ ۾ وڪيلن جون شڪليون بلڪل اڻ وڻندڙ لڳنديون آهن. انهن وڪيلن جي ڪُٽ خلق ۾ چاٽو سڃاڻوءَ لاءِ واجهہ وجهندي هڪڙي واقف جو مهاندو نظر چڙهيم، پر هو بہ ڪارن ڪوٽن ۽ اونداهن صفحن ۾ غائب ٿي ويو. ڪيس هلڻ کان اڳ، مان ٻاهر ڪٽهڙي ۾ وينو هئس جتي ڪجهہ روشني هئي، پر پاڻ کي اڪيلو ۽ ويڳاڻو پئي سمجهيم. سمجهان ٿو تہ ان وقت منهنجي نبض ڪجهہ تڪڙي پئي هلي ۽ چت ۾ پڻ بي آرامي هئم. اوڏيءَ مهل من تي تري آيم تہ جيڪڏهن مون جهڙي ڪورٽن کان واقف ۽ تجربيڪار شخص جي چت تي ڪورٽ اهڙو اثر پيدا ٿي ڪري تہ تنول ۽ بي آزمودگار جوانن جي دل تي ڪيڏو نہ خراب اثر پيدا ڪندي هوندي؟ اڪيلو ٻاهر اوٻاسيون ڏيڻ کان ڊاڪ يا پيچري ۾ ويهڻ بهتر آهي، چاڪاڻ اُتي آسپاس ماڻهن جا مهانڊا ۽ هلت چلت ڏسڻ ۾ وقت گذري وڃي ٿو. ڪيس هلي پورو ٿيڻ ۾ ويرم ئي ڪانہ لڳي، چاڪاڻ تہ ستيا گرهي اصول مطابق بچاءَ عيوض ننڍو بيان پيش ڪيم، جنهن تي جج نهہ پهہ بہ سال ٽيپ ڏئي قصو ڪوتاهہ ڪري ڇڏيو. هي ستون دفعو جيل جي سزا ملي هيم.

گذريل ساڍا پنج مهينا جيل کان ٻاهر رهي ڳچ ڪم ڪيو هئم ۽ اَمان جي صحت بہ گهٽي قدر سڌري هئي. منهنجي ننڍي ڀيڻ ڪرشنا جي شادي بہ سک سان ٿي وئي هئي ۽ اندرا جي پڙهائيءَ جو پربنڌ پڻ خاطر خواهہ ٿي چڪو هو. گهر جي مالي حالت ۽ ٻيا ڪي خانگي معاملا سنوارڻ جو پڻ

موقعو مليو هئم، جنهن ڪري هينئر اها چنتا ڪانہ هئم. سياسي نقطہ نگاهہ کان ملڪ جي حالت اهڙي هئي جو مان گهٽو ڪجهہ ڪري نٿي سگهيس. تنهن هوندي بہ ڪانگريسين کي وڌيڪ پڪو ڪرڻ ۽ ملڪ ۾ سوشلسٽي خيال ڦهلائڻ لاءِ پڄنديءَ آهر پاڻ پتوڙيو هئم. فرقيوار سوال تي جيڪي مضمون لکيا هئم ۽ مهاتما سان جا لکپڙهہ هلائي هئم تنهن لوڪن جي دلين تي ڪجهہ اثر پيدا ڪيو هو. ٻن سالن بعد مهاتما سان مکا ميلو ڪري ۽ ڪيترن يارن دوستن سان دل جو حال اوري اندر هلڪو ڪيو هئم. هينئر پاڻ ۾ وڌيڪ همت ۽ شڪتي محسوس پئي ڪيم. تنهن هوندي بہ مون کي ڪملا جي جهوري لڳل هئي، ڇاڪاڻ تہ سندس صحت ڏينهون ڏينهن وڌيڪ خراب ٿيندي ٿي وئي. جيسين مان جيل کان ٻاهر هئس تيسين مون کي ڇڏي پاڻ لاءِ دوا درمل ڪرڻ جي ڳالهہ بہ نٿي ٻڌائين. هونئن بہ سندس عادت آهي تہ جيسين صفا بستري وهيٽي نہ ٿئي تيسين پٽ کوهہ ڪري جڏو جسم پئي هلائي. ٻيو بہ هڪ ارمان رهجي ويو هئم سو اهو تہ انهن ساڍن پنجن مهينن ۾ الهہ آباد ضلعي جي ٻهراڙين ۾ وڃي هارين سان حالي احوالي نہ ٿي سگهيو هئس. هاري هلچل سبب ڪئين نوجوان گرفتار ٿي چڪا هئا. تنهن ڪري لاٽ صاحب وانگر رڳو فرمان ڪيڻ ۽ سر زمين تي وڃي حالتن کان واقف نہ ٿيڻ ۽ ڪم ڪندڙن کي دلداري نہ ڏيڻ ۽ ساٿن ٻانهن ٻيلي ٿيڻ کان ڪنارو ڪري وڃڻ ۾ قاتل بيوفائي هئي.

ڪورٽ مان بلئڪ ميريا ۾ چڙهي جڏهن جيل ۾ ٿي ويس تہ رستي تي ڪئين سولجرن ۽ قزاقن جون ٽوليون ڏسڻ ۾ آيون. ساٿن زرهہ پوش موٽرون، مشين توپون، چرخي فولادي توپون يا ٽئنڪ هئا. جي بلئڪ ميرا جي ننڍن سوراخن مان پي ڏٺا. ٽئنڪون ۽ مشين توپون ڏسڻ ۾ کهڙيون نہ زشت ۽ بدزيب آهن! نهارڻ سان اوائلي زماني جي هيبتناڪ اجگرن جي يادگيري اچيو پوي.

منهنجي پريزيڊنسي جيل مان علي پور مرڪزي جيل ۾ بدلي ڪيائون جتي 10X9 فوٽ ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو رهيو پيو هئس. ڪوٺيءَ اڳيان ننڍو ورانڊو ۽ کليل اڱڻ هو. احاطي جي چوڌاري ست فوٽي ننڍي ڀت هئي جنهن جي پريان ڪُڏ ماڙيون، تہ ڪنڊين چوڪنڊين ۽ گول جڳهين جا پاسا ۽ سلاميءَ واريون

چتيون هڪ ٻئي کان متيرو پي ڏنيون. اهي جڳهيون ٻنان ڪنهن رتا جي تهيل هيون ۽ ڏسڻ ۾ پي آيو تہ سرڪار کي جيئن ضرورت پئي آهي تيئن سوڙهيون سنگهوڙيون عمارتون اڏينديون وئي آهي. عمارتن جي بيهڪ اهڙي پورائي، ريچڪي، انگڙ ونگڙ هئي جو آڏاڪريءَ جهڙي پي لڳي. عجب رڳو انهيءَ تي هو تہ وچواري بُرج ڏانهن اشارو ڪري عملدارن عمارتن جي رٿيل نقشي جي دعويٰ تي ڪئي. انهيءَ بُرج ۾ گرجا هئي جنهن ۾ عيسوي مت جي قيدين جي پرارٿنا لاءِ پربندڌ ٿيل هو. مان اڃا انهن آڏين ڦڏين پتين ۽ چتين ڏسڻ ۾ محو هئس تہ ڪاري دونهين جو ڪڪر متان اچي ڪڙيو. منهنجو تہ ساهہ قبض ٿي ويو. جان ڪٽي ڏسان تہ منهنجي اڳڻ جي پٽ ٻاهران رڌڻي جون ٻہ ٻخاريون سيس ڪڍيو بيٺيون آهن، ۽ ٻوٽ مان گهاٽي ڪاري دونهين جا ڪڪر پيون ڪڍن جي هوا ۾ ڦيراٽيون پائي، ور وڪڙ ڏئي، هيٺ متي ڏڪجي اچيو منهنجي ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿين. ڪجهہ مدت بعد مون سپرنٽينڊنٽ کي انهيءَ نسبت شڪايت ڏني ۽ چيومانس تہ انهيءَ ساهہ ٻوساٽيندڙ دونهين کان بچاءَ لاءِ مون کي گئس ماسڪ وٺي ڏيڻ جو سعيو ڪري.

علي پور جيل ۾ داخل ٿيڻ سان منهنجي دل تي ان نسبت اُگرو اثر وينو ۽ ٻڳاڙهين سرن جي پتين وچ ۾ ٻہ سال ساندهہ رڌڻي جو دونهون ڳهڻ پنهنجي وت کان ٻاهر سمجهيم. ساوڪ ۽ وڻ جو نشان ڪونہ هو. باقي پڪا فرش پڪيون چتيون ۽ پتيون، بلڪل صاف ۽ اوجل پي لڳيون. منهنجي ڪوٺيءَ ۾ دونهين جي ڪارنهن جا ذرا پيا ڪرندا هئا. اڳڻ مان پريان ٻن وڻن جي شاخن وانگر ڪجهہ ڏسڻ ۾ پي آيو پر منهنجي اچڻ ويل متن پن اصل ڪونہ هئا. ڪجهہ وقت بعد انهن وڻن جي شاخن مان ننڍيون مکڙيون ڦٽي نڪتيون ۽ آهستي آهستي ڇهچ ساوا پن نڪرڻ لڳا. ٿوري ئي وقت ۾ اُگهاڙيون شاخون ساوڪ سان ڍڪجي ويون ۽ عليپور جيل جهڙي جڳهہ ۾ بہ خوشيءَ ۽ سونهن جا آثار بکڻ لڳا. هڪڙي وڻ ۾ ڪو سرڻ آکيرو ناهيو هو جو مان هر روز صبح سانجهيءَ چتائي ڏسندو هوس. مون ڏٺو تہ سرڻ جا ننڍا چوزا اڏامڻ، لامارا ڏيڻ، شڪارڻ جو فن ڪيئن تا سکن. سندن اک تيز چهنب تِکي پرقوي، جسم وڌتو هو جنهن ڪري اک ڇنڀ ۾ لامارو ڏئي، جهٽ هٽي، قيدين جي هٿ بلڪ وات مان کاڌو تڳائي ويندا هئا.

صبح کان سانجهي تائين ڪوٺيءَ ۾ پوربو پيو هوندو هوس. سڄو ڏينهن لکي پڙهي بہ تي پوندو هوس، جنهن ڪري چڙيا گهر يا وحش خاني جي پڃري ۾ بند ٿيل رڇ وانگر ڪوٺيءَ ۾ اچ وڃ شروع ڪندو هوس. جڏهن ان مان بہ ڪڪ ٿي پوندو هوس تہ مٿو هيٺ ٽنگون مٿي ڪري شرش آسن ساڌيندو هوس. نما شام ۽ اڌ رات وچ ۾ ٻاهران تامن، فولي ۽ راڳ وغيره جا آواز ايندا هئا، پر پوءِ سنترين جي بوٽن جي چين چين ۽ ڪڙين جي کڙ کڙ ۽ ڪلاڪ ڪلاڪ پنيان ڪونين جي چڪاس تہ ڪو قيدي ڀڄي تہ نہ ويو آهي، ۽ خاص ڪري ٽين بجي رات جو رڌڻي ۾ برتن ڌوئڻ، فرش صاف ڪرڻ ويل ماڻهن جا آواز گهمسان مچائي ڏيندا هئا. عليپور ۽ پريزيڊنسي جيل ۾ ٻين جيل جيترا ٻاويهہ ٽيويهہ سؤ قيدي مس هئا، پر انهن مان هرهڪ جيل ۾ سرڪاري عملو نيني جيل کان ٻيڻو هو. هتي ڪيترائي گورا وارڊر ۽ پينشن بردار هندواسي فوجي عملدار هئا، جنهن مان ڏسڻ ۾ پئي آيو تہ سرڪار بنگال ۾ ڀڳهارن بلي يو پيءَ کان وڌيڪ خرچ ٿي ڪري. هتي مون کي پيو هڪ مزي جهڙو رواج ڏسڻ ۾ آيو جنهن مان انگريز بهادر جي سلطنت جي اقبال جي ثابتي ٿي ملي. اهو رواج هي هو تہ جيل جي عملدارن جي لنگهڻ ويل قيدي وڏي آواز ”سرڪار سلام“ پڪاريندا هئا. سڄو ڏينهن ڪئين ننڍا وڏا عملدار پيا ايندا ويندا هئا، جنهن ڪري سڄو ڏينهن ”سرڪار سلام“ جي ڏُم هوندي هئي. جيل جي سپرنٽينڊنٽ پنيان وارڊر وڏي شاهي ست فوٽ ڊگهي ڇَٽي کڻي گهمندو هو جنهن کي پريان ڏسي ڪيترا قيدي اڳوات ئي ”سرڪار سلام“ جو سُر آلاپيندا هئا، ۽ ان کي اينگهائي ايڏو تہ ڊگهو ڪندا هئا جو ڪنن مان نڪاءَ نڪري ويندا هئا. مون کي خبر ناهي تہ ”سرڪار سلام“ جو رواج انگريزن وڌو يا قديم زماني جي غلاميءَ جي نشاني آهي. سلام جو نمونو هندي نٿو لڳي، جنهن ڪري مان سمجهان ٿو تہ اها انگريزي دماغ جي ايجاد آهي. شڪر جو بنگال ۽ آسام کان سواءِ ٻي ڪنهن پرانت جي جيل ۾ انهيءَ سلام جو رواج ڪونهي، چاڪاڻ تہ جنهن نموني ۽ جن حالتن هيٺ اهو سلام ڪرايو ٿو وڃي سو ڪوبہ غيرت وارو شخص گوارا نہ ڪندو. علي پور جيل ۾ رواجي قيدين کي کاڌو ڪجهہ بهتر ملندو آهي. يو. پي جيلن ۾ کاڌو ٻين هنڌن کان گهٽ لذت ۽ گهٽ طاقت وارو ڏيندا آهن.

بنگال ۾ سيارو ۽ بهار گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪندا آهن. ڪلڪتي جي آبهوا هوئڻ ئي مون کي ڀاءِ نہ پوندي آهي سو مون لاءِ اونهارو جيل ۾ ڪاٽڻ سولو نہ هو. گرميءَ سبب بت جهري پيم ۽ منهنجي تور وئي گهٽبي. مهيني کن ڪان پوءِ اختياري وارن مون کي ڪوٺيءَ کان ٻاهر ورزش ڪرڻ جي اجازت ڏني. لاچار پاڻ کي ڪلڪتي جي گرميءَ، جيل جي گهمسان ۽ رڌڻي جي دونهين تي هيرايم. ٻاهران جيڪي خبرون ملنديون هيم سي بہ تسلي بخش نہ هيون، جنهن ڪري سڄو وقت اندر ۾ اُلڪو ۽ فڪر رهندو هئم.



# لوڪشاهي

ڪلڪتي ۾ جيسين مون تي مقدمو پي هليو تيسين روزاني استيتسمن اخبار ونڻ ڏيندا هئم. پر سزا ملڻ بعد رڳو هفتيوار استيتسمن ونڻ جي اجازت هئم. اها اخبار پينشن بردار انگريزن ۽ واپارين لاءِ هئي جنهن ڪري مون کي ان مان مزو نہ ايندو هو. غير ملڪي يا پرديسي خبرون تہ اصل ڪونہ هونديون هيون. مان وديسي سماچار خيال ڏئي پڙهندو آهيان سو جهونيون پراڻيون خبرون هفتيوار مئنچيسٽر گارڊين اخبار مان چٽي ڪڍندو هوس ۽ اهڙي ريت يورپي ۽ انتر راشٽريہ معاملات مان واقف ٿيندو هوس.

منهنجي گرفتاريءَ ۽ مقدمي جي زماني ۾ يورپ ۾ گهمسان ۽ گهوٽالو هو. فرانس ۾ فاشسٽين فساد ۽ وڳوڙ پيدا ڪري ڏنو هو جنهن ڪري آخرڪار اُتي "قومي حڪومت" برپا ٿي هئي. آسٽريا ۾ چانسيلر ڊولفس پورهيتن تي گوليون هلائي، "هنري لوڪشاهي" جو خاتمو آندو هو. آسٽريا ۾ رتو ڇاڻ جون خبرون پڙهي اندر ۾ وَڍِ پي پيم. هي دنيا ڪهڙي نہ ظالم ۽ خونخوار آهي ۽ ۽ ماڻهو پنهنجي مال ۽ رتبي بچائڻ لاءِ ڪيڏا نہ ڪلور وهائين ٿا! صاف هو تہ يورپ ۽ امريڪا فاشيزم جي اثر هيٺ اچي رهيا هئا. فاشيزم درحقيقت شاهوڪار شاهيءَ جو آخرين آڏو آهي. مون اندر ۾ خيال پي ڪيو تہ فاشيزم بعد هارين ۽ پورهيتن جا زنجير ٽٽي پوندا پر يورپ جون تازيون خبرون پڙهي پاڻ کان پڇڻ لڳس، ائين تہ ناهي تہ پنهنجي ويچارن جي وس ٿي، حالتن کي مروٽي انهن مان دل گهريو مطلب ٿو ڪيان؟ مون کي سمجهڻ جو ڪهڙو حق آهي تہ هيءَ فاشست ٻوڏ پنهنجو پاڻهي واپس وري ويندي؟ ڇو ڪين سمجهجي تہ ڊڪٽيٽر گهرو حالتن کي ٽارڻ لاءِ جنگ ۾ ٽپي پوندا ۽ قومن جي وچ ۾ خونريزي جاري ٿي ويندي؟ جيڪڏهن اتفاق سان اهڙي جنگ لڳي پوي تہ ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ هن کان پوءِ چيا ٿيندو سو چوڻ ڏکيو هو پر حال في الحال اسپين جي جمهوريت جي بري

گتي ٿي رهي هئي، ۽ مدبرن ۽ سياست دانن جي تقريرن ۽ تحريرن مان لوڪشاهيءَ جي حامين کي فائدو ڪونه پهتو هو ۽ نڪي فاشست ڏر وارن کي ڪو نقصان پهتو هو. آسٽريا جي حالت بہ ڪا بهتر نہ هئي. انگلنڊ جي وزيراعظم ظلم خلاف آواز بلند ڪرڻ عيوض ڊڪٽيٽرن جي ساراهہ جا ڍڪ پريا هئا ۽ سندس چوڻ هو تہ اهي آپيشاهہ قوم جي روح کي تازو ڪري مئل جسمن ۾ نئين جان ڦوڪين ٿا. مئنچسيٽر گارڊين لوڪشاهيءَ ۽ آزاديءَ جي فائدي ۾ ليک پي لکيا پر هندوستان ۾ جتي لوڪشاهي ۽ آزاديءَ کي نگهوسار ڪرڻ لاءِ سرڪار ڪاٺ ڪهاڙا کنيا هئا تنهن نسبت چوڻ ڪ نٿي ٻاڦيائين؟ ائين آهي ڇا تہ اسان کي ڇهنڊڙي نٿي پوي يا ظلم سبب سور نٿو ٿئي؟ اسان جا ٻُت جهريل ۽ روح ڦٿيل هئا پر ان جو مئنچيسٽر گارڊين جي ايڊيٽر کي خيال ڪونہ هو. انگلنڊ ۾ ڪئين شخص آهن جن کي آزاديءَ پياري آهي ۽ هو ان جي حمايت ۾ قلبي صداقت سان آواز بلند ڪن ٿا. نہ رڳو ايترو پر ائسڪئٿ جهڙو ماڻهو جو انگلنڊ جو ڪنهن وقت وزير اعظم هو تنهن هڪ دفعي پنهنجي تقرير ۾ چيو ”بهتر آهي تہ انگلنڊ صفح هستيءَ تان ميٽجي وڃي، انهيءَ کان جو قانون جو خاتمو ۽ آپيشاهيءَ جو ظلم برپا ٿيندو ڏسي.“ غور ڪريو تہ جيڪڏهن ڪو هندواسي اهڙي قسم جا خيال رکي ۽ انهن تي عمل ڪري تہ سندس ڪهڙو حشر ٿيندو؟ گذريل جنگ ۾ انگلنڊ جي نوجوانن لکن جي تعداد ۾ آزاديءَ خاطر مٿي جند جان ڏني. انگلنڊ جي سرڪار بہ وڏي واڪي هام هڻي رهي هئي تہ انگلنڊ دنيا جي آزاديءَ ۽ ماڻهن جي طبعي حقن قائم ڪرڻ لاءِ وڙهي رهيو آهي.

قوميت لوڪن جي ذهنيت ۾ ڪيڏو نہ مونجهارو پيدا ڪيو آهي! هرڪا قوم انصاف پنهنجي طرف سمجهي ٿي. ٻين کي ڏوهي ۽ عيبدار ڄاڻڻ قومي ڪمزوري آهي. اسان مان هرڪو پاڻ کي اڇو اجرو سمجهي ٿو. ڏوهہ سدائين ٻيءَ ڌر جو آهي. شل نہ ڪنهن قوم کي حاڪمي نصيب ٿئي! سمجهندي تہ الله سائينءَ وٽان حاڪميءَ جو پروانو مليو اٿس. حڪم جي انحرافي ڪندڙ ابليس جا پوئلڳ آهن جن کي دٻائڻ ۽ سيڪت ڏيڻ ديني فرض آهي، يا احمق ۽ خود غرض شرارتي آهن جي ڄاڻي واڻي سندن گڻن کي اوگڻ ۽ خوبين کي عيب ڪري ڏيکارن ٿا.

انگريز انگلنڊ جي ٻيٽ ۾ رهڻ سبب دنيا جي ماڻهن کان پاڻ کي نرالو سمجهن ٿا. ٻين لاءِ نفرت اٿن. سندن نظر ۾ ڪاريءَ جي هُن پر، ڪَئلي کان حبشين جي دنيا شروع ٿئي ٿي. شايد انهيءَ ۾ اوهان کي وڌاءُ ڏسڻ ۾ اچي پر سندن دماغ ۾ هن نموني جا تهخانا ٺهيل آهن:

پهريون نمبر برٽين جا رهاڪو. وڏي وٿيءَ کان پوءِ ٻيو نمبر، برٽش بيٺڪن ۾ رهندڙ سندن سفيد پوست سؤٽ ۽ ائنگلو سئڪسن نسل مان پيدا ٿيل آمريڪائي. ٽيون نمبر مغربي يورپ جا رهواسي ۽ چوٿون نمبر باقي ٻيا يورپي، پنجون نمبر ذڪڻ آمريڪا ۾ رهندڙ لاطيني قوم جا ماڻهو ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڇهون نمبر سانوريون پيليون ڪاريون قومون جي آسيا ۽ آفريڪا جي ملڪن ۾ رهن ٿيون.

هاڻي خيال ڪريو ته اسين سانورا، ڪارا، پيلا، سملي جي اُتاهين تي رهندڙ انگريز کان ڪيڏو نه هيٺ آهيون. ڪهڙو عجب، جيڪڏهن هيٺ نهارڻ سان اسين کين ڪُت خلق ڏسڻ ۾ اچون، ۽ هو پريان اسان جي واتان آزاديءَ ۽ لوڪشاهيءَ جا نعرا ٻڌي ڪاوڙجي پون. انگلنڊ جي مدبرن اهي لفظ هتي جي ڪت خلق لاءِ نه گهڙيا هئا. لارڊ مارلي جهڙي روشن دماغ مدبر هڪ دفعي تقرير ڪندي چيو هو ته هندوستان سان آزادي ۽ لوڪشاهيءَ جا اصول لڳائڻ سندس خيال ۾ نٿو اچي سگهي ۽ ٻيٽ ڪندي چيائين ته اهو اهڙو ٿيندو جهڙو ڪئنيڊا جو پشمي سرد ڪوٽ هندوستان جهڙي گرم ملڪ ۾ پائجي. انگلنڊ جي مزدور ڌر جا پاڻ کي پورهيتن ۽ مسڪينن جي حقن جو رکيڪ سڏائي ٿي، تنهن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ بنگال مٿان دٻڻ دؤنس جا خاص قاعدا مڙهيا. مان سمجهان ٿو ته ليبر ڌر وارن جي دلي مراد شايد خراب نه هئي، پر جڏهن هو پليٽفارم تي بيهي آزادي، لوڪشاهي، ساميواد جي لباڙ هڻن ٿا، تڏهن اندر ۾ پاڻ کي پوتر ۽ ڳٺوان سمجهن ٿا. چوندا آهن ته انگريز ۽ فرانسوي ڪنهن به ڳالهه کي ساڳي نظر سان ڏسي نه سگهندا آهن ڇاڪاڻ ته سندن ٻولي ۽ سڀيتا نرالي آهي. جيڪڏهن مٿين چوٽيءَ ۾ سچ آهي ته ٻڌايو ته انگريزن ۽ آسياواسين جي ذهنيت ۾ ڪيڏو فرق هوندو؟

تازو هائوس آف لارڊس ۾ هندوستان کي سڌارن ڏيڻ تي بحث هلي

رهيو هو تہ لارڊ لٽن جهڙو روشن دماغ شخص آکڻ لڳو تہ ”هند سرڪار ڪانگريس کان وڌيڪ هندواسين جي عيوضي آهي. ڇاڪاڻ تہ سرڪاري عملدار، پوليس، فوج، راجائون ۽ نواب، هندو ۽ مومن انسان سهڪار ڪرڻ ۾ فخر وٺن ٿا. ڪانگريس نڪي هندن جي، نڪي مسلمانن جي عيوضي آهي.“ هن تقرير مان ظاهر آهي تہ هند سرڪار جي نظر ۾ هندواسين جي معنيٰ اُهي شخص آهن جي سرڪار سان سهڪار ڪن ٿا تنهن ڪري اهڙن ماڻهن جي سهڪار ملڻ سبب هند سرڪار ملڪ جي عيوضي آهي ۽ سرڪاري سرشتو لوڪشاهيءَ جي اصول تي بدّل آهي. انهيءَ نموني کهڙو بہ آپيشاهہ نوابن راجائن زميندارن فوج پوليس وغيره جو سردار هئڻ سبب پاڻ کي ماڻهن جو عيوضي سڏائي سگهي ٿو. ڏسجي ٿو تہ انگريزي لفظن جي معنيٰ سئيز واهہ جي هِن پر ڦري اُلٽي ٿي پوي ٿي. نہ رڳو ايترو پر هينئر يورپ ۾ آپيشاهي زور پوڙ لڳي آهي، جنهن ڪري سر مالڪوم هيلي جهڙا سُجاڻ شخص آپيشاهيءَ جي خوبين تي اسان کي وياکياڻ ڏيڻ لڳا آهن ۽ رياستن ۾ هلندڙ ڪاروبار جي پڙ ساراهہ پيا ڪن. تازو ميسور رياست جو ديوان ميرزا اسماعيل آکڻ لڳو تہ ”عجب آهي تہ جڏهن دنيا جي سيني ملڪن ۾ لوڪشاهيءَ جي بري گتي ٿي رهي آهي تڏهن رياست اندر ڪي شخص لوڪشاهيءَ جي گهر ڪري رهيا آهن. مان سمجهان ٿو تہ رياست واسين جو ضمير شاهدي ڏيندو تہ ميسور جي حڪومت کي ماڻهن جي حقن جي ڪافي اون آهي.“ حقيقت ۾ مئسور جي لوڪشاهي آپيشاهيءَ کان نرالي ناهي ۽ رياست واسين جي ضمير جو مطلب مئسور جي راجا ۽ سندس وزير جي شخصي خواهش ۽ خودي آهي.

متان سمجهو تہ لوڪشاهي رُڳو هندوستان لاءِ ڪارگر ناهي انگريزن جي نظر ۾ مصر جا رهواسي هندواسين کان بہ گهٽ لائق آهن. تازو استيتسمن اخبار لکيو آهي تہ ”جن کي بہ مصرين جي سياست جي ڄاڻ آهي سي اُتي لوڪشاهي جي سخت مخالفت ڪندا. مصر ۾ لوڪشاهيءَ جي معنيٰ ڪُٽ خلق جي هٿ ۾ حڪومت جون واڳون ڏيڻ آهي. لوڪشاهيءَ جي اصول مطابق چوندون ڪرائڻ جو نتيجو اهو نڪرندو جو وفد پارٽيءَ جا ميمبر گهڻي تعداد ۾ چونڊجي ايندا ۽ مصري قوميت جي اثر هيٺ اچي

ڏارين قومن جي حقن ۾ دست اندازي ڪرڻ شروع ڪندا. اهي وفد وارا وديسين جا دشمن، ڪُٽ خلق جا عيوضي ۽ انقلابي خيال جا ماڻهو آهن. مصري خود اهڙي طبيعت ۽ ذهنيت جا ماڻهو آهن جو مصر ۾ لوڪشاهي قائم ڪرڻ غيرممڪن آهي يورپ ۾ ڪن هنڌ لوڪشاهي ناڪامياب ٿي آهي چاڪاڻ تہ اتي ضرورت کان وڌيڪ پارٽيون آهن پر مصر ۾ لوڪشاهيءَ خلاف وڏي رنڊڪ اها آهي جو اُتي رڳي هڪ پارٽي آهي، جنهن جي هٿ ۾ واڳن ملڻ سان انهيءَ پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿي ويندي "هندوستان ۾ اسان کي سرڪار اپديش ٿي ڏئي تہ هندو مسلم اتحاد بنان خود حڪومت . لڪ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندي ۽ ساڳي وقت هر ممڪن ڪوشش ڪري، هندو مسلم نفاق ڦهلائڻ لاءِ جدا چونڊن، نوڪرين وغيره جا واهڻ ڳوليا ٿا وڃن. مصر ۾ هڪ ڌر جي موجودگي، هندوستان ۾ هڪ ڌر جي عدم موجودگي، لوڪشاهيءَ خلاف دليل آهي. هيءَ لوڪشاهي عجيب چئبي! حقيقت هيءَ آهي تہ حاڪمن ۽ فرنگي مالدارن جي حقن واسطن جي بچاءَ کي هو لوڪشاهي سڏين ٿا ۽ ڪوبہ مشرقي ملڪ جو پنهنجي پيرين سيرين ٿي ڏارين کان پلئو آجا ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري تہ انگريز فوراً فتويٰ ڏيندا تہ اهو ملڪ لوڪشاهي لائق ناهي ۽ اُتي جا ماڻهو آپيشاهہ جي قدم بوسي ڪرڻ وڌيڪ پسند ٿا ڪن.



# تنهائي

اپريل جو مهينو هو. ٻاهران گهٽي ئي اڻ وٽندڙ افواهه ٻڌڻ ۾ پي آيا. هڪ ڏينهن جيل جي سپرنٽينڊنٽ اچاتري نموني ٻڌايو ته مهاتما سول نافرماني تحريڪ بند ڪئي آهي. اها منحوس خبر ٻڌي ڏک ٿيم پر ملڪ جون حالتون اهڙيون هيون جو اڳي پوءِ تحريڪ کي سميٽڻو پوي ها. گهڻا ڪانگريسي هلچل بند رکڻ جي فائدي ۾ هئا، جنهن ڪري مهاتما حالتون مدنظر رکي اهو قدم کنيو. تحريڪ جي بند ٿيڻ تي وري ڪائونسلن ۾ گهڙڻ جا سانبها ٿيڻ لڳا. انهيءَ قسم چؤپچؤ ڳچ وقت کان هلي رهي هئي. مان جڏهن جيل کان ٻاهر هئس تڏهن اُن جي مخالفت ڪري حال في الحال ڳالهه تاري ڇڏي هيم. منهنجي مرضي هئي ته جيترو ٿي سگهي اوترو سول نافرماني وڏيڪ اينگهائجي. ڇاڪاڻ ته سياسي بحران جي زماني ۾ ماڻهن جو ڌيان ڪن بنيادي ۽ اهميت رکندڙ ڳالهين ۾ کُپي وڃي ٿو. لينن جو چوڻ آهي ته "سياسي بحران ڳجهيون ۽ لڪل شڪتيون ٻاهر ڪڍيو هالو چالو دولاب ۽ داغا ۽ دنيا تان نقاب لاهي، سچيون حقيقتون نروار ڪري اصلي حالتن جي ڄاڻ پيدا ڪري ٿو." مون سمجهيو ته سول نافرمانيءَ سبب ڪانگريس اصولي ۽ عملي طرح پنهنجو نظريه ۽ آدرش وڏيڪ چٽو رکندي. ائين ڪرڻ سان شايد ڪي سست دل ڪارڪن نڪري وڃن پر ان مان هرج ڪونه هو. نه رڳو ايترو پر ڪمزور ۽ ڊڄڻن جي عدم موجودگيءَ سبب ڪانگريس خود ڪائونسلن ۾ وڏيڪ اثرائتي نموني ڪم ڪري سگهي ها. افسوس جو هن دفعي سست دل ۽ سست دماغ شخص ماڳهين زور پئجي ويا ۽ هڏڏوڪي ڪم ڪندڙن جي هٿ مان واڳون کسجي ويون.

ڪجهه ڏينهن بعد هفتيوار اسٽيٽسمن ۾ مهاتما جو بيان شايع ٿيو جنهن ۾ هن سول نافرماني تحريڪ بند رکڻ جو اعلان ڪيو هو. بيان پڙهي ڏنديون آڱريون ڏيڻ لڳس ۽ ٻت مان رت ڇڏي ويم. مهاتما لکيو هو ته "هي

بيان ستياگرهہ آشرم ۾ رهندڙ دوستن ۾ سهڪارين سان ڳالهہ ٻولهہ جو نتيجو آهي.... مان جيڪر چوان تہ هي بيان ان ڪري ڪڍيو اٿم جو خبر ملي اٿم تہ منهنجو هڪ جهونو ۽ عزيز رفيق جيل جي قانون مطابق روزانو ڪم ڪرڻ کان نابري واري ڪتاب پڙهڻ ۾ وقت لڳائي رهيو آهي. انهيءَ نموني جي هلت ستيا گرهي نيمن جي ورڌ آهي. پنهنجي دوستن جي اوڻاين جو ويچار ڪندي مون کي پنهنجا عيب سُجهي آيا آهن. دوست جو چوڻ آهي تہ مون کي اڳي ئي سندس اوڻاين جي ڄاڻ هئي. منهنجي اکين تي پٽي چڙهيل هئي، جنهن ڪري مون کي هن جي اوڻاين جي ڄاڻ ڪانہ پئي. ليڊر جو پنهنجي پوئلڳن جون خاميون چٽيءَ ريت ڏسي نٿو سگهي سو معافي ڏيڻ لائق ناهي. اهوئي سبب آهي جو مون سول نافرماني تحريڪ بند ڪئي آهي. هن بعد انهيءَ تحريڪ جو عيوضي رڳو مان پاڻ آهيان.“

مهاتما جي ڪنهن دوست ۾ جيڪڏهن ڪي اوڻايون ۽ عيب هئا تہ ان سان ڪانگريس جو ڪهڙو واسطو؟ قومي تحريڪ جنهن جو ڪروڙين انسانن جي زندگيءَ ۽ ملڪيت سان تعلق آهي ۽ جنهن لاءِ هزارين شخص قربانيون ڪري، گهر ٻار ڇڏي، جيل جون سختيون ڀوڳين ٿا، سا مهاتما جي هڪ دوست جي اوڻاين ۽ خامين سبب ڪيئن بيهاري ڇڏبي؟ منهنجي سمجهہ ۾ هن قسم جو قدم عقل ۽ اخلاق جي ورڌ آهي. مون کي خبر ناهي تہ ستياگرهہ ڇاکي ٿو چئجي پر مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪن اخلاقي اصولن تي هلڻ جي ڪوشش پي ڪئي آهي. مهاتما جي مٿئين بيان منهنجي پيرن هينان ڦرهو ڪڍي ڇڏيو. مون کي خبر آهي تہ مهاتما اڪثر ڪن سنسڪارن جي اثر هيٺ اچي عملي قدم کڻندو آهي، جنهن کي پوءِ انتر جوت، الهام، پرارٿنا بعد سوُجهہ ۽ ٻوُجهہ جو نالو ڏئي ويندو آهي. سندس سوجهي اڪثر صحيح هوندي آهي، پر پوءِ ان جي فائدي ۾ جي دليل پيش ڪندو آهي سي ڦُلهڙا ۽ بي وزن هوندا آهن. ليڊر جنهن جو ڪروڙين انسانن جي زندگيءَ سان تعلق آهي سو رڳو دليل تي ياڙي نٿو سگهي. هن کي حالتن جي سوُجهہ هئڻ کپي. مهاتما سان بہ ساڳي ڪار آهي. سول نافرماني تحريڪ بند ڪرڻ ۾ هو صحيح هو پر پوءِ ان لاءِ جي دليل پيش ڪيا اٿس جي عقل جا دشمن آهن، ۽ قومي ليڊر جي شان وٽان ناهن. ستياگرهہ آشرم واسين ڪئين

پرتگيائون، ڪئين نيم ۽ بندن پاڻ تي مڙهيا آهن. جنهن ڪري مهاتما کي حق آهي تہ پنهنجي آشرم واسين سان جيئن وڻيس تيئن سمجهي. ڪانگريس نڪي ستياگرهہ آشرم آهي ۽ نڪي ڪانگريسين اهڙو پرتگيا پتر پريو آهي ۽ نڪي مان انهن نيمن مطابق هلندو آهيان. اهو ڪيتري قدر واجب آهي تہ اسين جن اصولن ۾ نيتيءَ ۾ نہ مجون تن لاءِ جيل پوڳيون؟ سياسي تحريڪ انهن اصولن مطابق ڪيئن هلائي سگهبي؟ مون ستياگرهہ جا ڪي نيم پنهنجو پاڻهي قبول ڪيا هئا. چاڪاڻ تہ ان دوران راجنيتيءَ کي اعليٰ پائي تي رسائڻ جو امڪان ڏسڻ ۾ تي آيو. منهنجو اهو پڻ خيال هو تہ آڏا ابتا رستا اختيار ڪري مقصد حاصل ڪرڻ چڱو ناهي، چاڪاڻ تہ بُرن ڪمن جو اثر بُرو ئي ٿئي ٿو. پر هن نئين نموني ستياگرهہ جي معنيٰ ڪيڻ تہ هڪ شخص جي بدهلت ڪري قومي تحريڪ بند ڪري ڇڏجي، سو منهنجي عقل کان ٻاهر هو.

بيان جي آخر ۾ مهاتما ڪانگريسين کي اُپديش ڏنو هو تہ پنهنجو پاڻهي مفلسي اختيار ڪن ۽ سڄو وقت ڪتڻ، اڇوت اڌار، شراب بهشڪار، هندو مسلم اتحاد وغيره بلي لڳائين. مون ڏنو تہ مهاتما ۽ منهنجي منورتيءَ وچ ۾ وڏو سنڌو آهي. دک بہ پيو ٿيم پر اندر ۾ پيو سمجهيم تہ اسان جا سالن کان هلندڙ تعلقات ٽُٽي پيا آهن. ڪجھ وقت کان منهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ پيو هلي. سندس ڪئين ڪارروايون مون کي اصل پسند نہ هيون. اسين جڏهن جيلن ۾ هئاسون ۽ ملڪ سخت دباءَ جو مقابلو ڪري رهيو هو تہ هو ريڇڪ اچڻ تي ڪِن خسيس ننڍين ڳالهين تي ڳنڍ ٻڌي، وڏا معاملا وساري، دوستن ۽ رفيقن کي رڻ ۾ رولي، قومي تحريڪ کي ڊانوا ڊول ڪري، روءِ سوءِ پنهنجي وهہ تي ويو. مون کي نڪي سندس اها روش پسند هئي ۽ نڪي سندس ورتن وغيره ۾ وشواس هو. اسان جي منورتي اهڙي نرالي هئي جو جيل کان ٻاهر ٿوري وقت اندر اسان وچ ۾ ڪئين مت ڀيد پيدا ٿي پوندا هئا. مهاتما جو چوڻ هو تہ اسان جو سياءَ نرالو آهي. مان سمجهان ٿو تہ هي رڳو سياوءَ جو سوال ناهي. مون کي ڪئين ئي مسئلن تي پنهنجا رايا آهن جي مهاتما جي رايي جي بنهہ اُبتڙ آهن. تنهن هوندي بہ ملڪ جي آزاديءَ جو خيال ڪري، ڪانگريس اڳيان سر جهڪائي، پنهنجي راين ۽ خيالن کي حال في

الحال پاسي رکي، مهاتما سان سهڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. مان ڪانگريس ۽ ان جي اصولن، پنهنجي شخصي دوستن ۽ سياسي رفيقن سان سدائين وفادار رهيو آهيان. ڇاڪاڻ تہ دوستن ۽ اصولن سان وفاداريءَ ۾ ايمان اٿم. ڪئين دفعا پاڻ کي دٻائي، اندرين عقيدي ۽ وشواس خلاف ٻين سان ناهہ ٻي ڪيو اٿم. مان سمجهان ٿو تہ مون کي ائين ڪرڻ نہ کپندو هو. مون سدائين پنهنجي دوستن جو وڏيڪ خيال ٻي ڪيو آهي، ۽ آس ٻي رکي اٿم تہ حالتن ۾ ڦيري اچڻ ۽ تحريڪ جي اُسرڻ سان هنن جي منورتيءَ ۾ بہ ڦيرو اچي ويندو ۽ ڪنهن ڏينهن اسان جا خيال ۽ مقصد ساڳيا ٿي پوندا. پر هينئر علي پور جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ پاڻ کي بنان يار دوست جي اڪيلو سمجهڻ لڳس. اڳ حياتيءَ جي سختين مان گهڻي ئي سبق سکيو آهيان پر هينئر تمام مشڪل سبق سکي رهيو هئس تہ مُکيہ ڪمن ۾ ٻي ڪنهن تي ياڙڻ نہ گهرجي. پوءِ جي ارمان کان بهتر آهي تہ شروعات کان ئي رڳو پاڻ تي ياڙجي.

خيالن پچائيندي ۽ غور سان مسئلن تي ويچار ڪندي سخت غُصو ٿي آيم. خاص ڪري ڌرم ۽ ڌرمي منورتي تي بڇان ٻي لڳم. مون ڏٺو تہ ڌرم روشن فڪر ۽ استر ٻڌيءَ جو دشمن آهي. امنگ ۽ جذبي تي ٻڌل هئڻ سبب ان جا پوئلڳ لهرن ۾ لڙهندڙ ڪاٺ مثل آهن. هو روحانيت جي هام هڻن ٿا ۽ سندن اکيون آخرت ۾ کتل آهن. پر اها روحانيت ڪهڙي نہ مردهہ ۽ بي روح آهي جا هن پرتويءَ تي هلندڙ انياءَ، مفلسيءَ ۽ ظلم تي چشم پوشي ڪري رڳو پنهنجي مڪتيءَ ۽ نجات جا خواب ٻئي لهي. مذهب معنيٰ سچين حالتن ۽ حقيقتن تي اک پور ڪري، خيالي غبار ۽ دونهين جي دنيا ۾ رهڻ! روحاني رهبر هام ٿا هڻن تہ روحانيت جو بنياد خالص سچ تي ٻڌل آهي. سچ لهڻ سولو ڪم ناهي. خاص ڪري جيئرن ماڻهن جي دنيا، جنهن ۾ نڪي حالتون ساڳيون آهن ۽ نڪي ماڻهن جا من ۽ دماغ ساڳيا، اُتي سچ لهڻ بلڪل مشڪل ۽ اٽانگو ڪم آهي. پر روحانيت جا حامي لباڙ هڻن ٿا تہ هنن سچ مڪمل ۽ خالص سچ هميشہ لاءِ ڳولي لڌو آهي ۽ وڌيڪ ڳولا ڪرڻ جي ضرورت نہ اٿن. حياتيءَ جون اڻ وڻندڙ حقيقتون ڳولي لهڻ عيوض، روحانيت کي هر مرض جو علاج ٻڌائي، وڏي واڪي ان جو وعظ ڪرڻ شروع ڪن ٿا. پر اعتقاد ۽ وشواس ۽ سچ ساڳي شيءِ ناهن. مذهب

سدائين امن امان، برادري ۽ صلح جي هام هڻي ٿو پر ساڳئي وقت زميندار، سرڪار، مالدار، مهنت ۽ پير جي ڪارنامن تي اک پور ڪري، ظالم سرشتي کي خدا جو حڪم يا ڪرم جي گت ڄاڻي، هنسا ۽ خونريزي ۽ بي انصافيءَ جي پٺ ڀرائي ڪري ٿو. ”اهنسا پرمو ڌرم“ جو جاپ جپيندڙ رت واهڻ جا وروڌي آهن، پر هنسا جا سائنٽيڪي ۽ مائي نموني مشين وانگر ماڻهن جو رست چوسي، هنسڪ سرشتو جو ڪروڙين ماڻهن کي ڪنگال، مفلس، مريض بنائي ۽ آخر ۾ سندن سڪل هڏا قبر داخل ڪرائي، تنهن خلاف انهن اهنسڪ وادين ۽ ستيا گرهين کي ڪجهه بولڻو ڪونهي. هو جسم کي عذاب ڏيڻ، سرخ خون وهائڻ خلاف اپديش ڏين ٿا، پر سرشتو جو روح زخمي، دل ڏهڪائي، مغز مچو ڪري، سو دين ڌرم جي اصول مطابق خود الله سائينءَ جي جوڙ آهي، جنهن خلاف ٻڙڪ ٻاڦڻ ڪفر آهي.

اهڙي قسم جا اوپارا لهوارا خيال پچائيندي وري من تي تري آيم تہ گانڌي ڪهڙو نہ عجيب انسان آهي. جيڪي شخص مهاتما کي رڳو سندس تقرير ۽ تحرير مان سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، تن کي سندس شخصيت جي سچي ڄاڻ پوڻ مشڪل آهي. هن جي شخصيت بلڪل حيرت انگريز آهي. هن هندواسين جي رت ۾ فولاد وجهي، منجهن همت، بي ڊپائي، سهن شڪتي، قربانيءَ جو انگ آندو آهي. سندس چوڻ آهي تہ دليريءَ بنان چرتر ۽ اخلاق، مذهب ۽ محبت بي معنيٰ لفظ آهن. هو هنسا جي خلاف آهي پر بزدليءَ ۽ بي همتيءَ کي هنسا کان وڌيڪ خراب ٿو سمجهي. هن اسان کي سيکاريو آهي تہ پاڻ تي ضابطي رکڻ ۽ قربانيءَ بنان ڪاميابي نصيب ٿيڻ غيرممڪن آهي. انتظام بنان قرباني ڪڏهن ڪامياب ٿي نہ سگهندي توهين چوندا تہ اهڙا وعظ گهڻي ئي ٻڌا اٿئون. مان سڪٽي وعظ جو دشمن آهيان. ان جو اثر اڪثر خراب ٿو ٿئي ۽ ٻڌندڙ يا پڙهندڙ ٻنهه ان جي ابتڙ هلڻ لاءِ وڌيڪ خواهان ٿئي ٿو. پر مهاتما جي ٻول ۾ سَتا آهي. هو جيڪي چوي ٿو سو ڪري ٿو. سندس واٽيءَ ۾ ڪيڏي شڪتي آهي تنهن جو آزمودو هندوستان کي اڳ ئي ملي چڪو آهي.

مهاتما هن قديم مظلوم ملڪ جو عبوضي آهي. هو هندوستان جو جيئرو جاڳندو سچ... ...ہ آهي. سندس خاميون هندواسين جون خاميون آهن.

مهاتما جي بي عزتي ۽ توهين هندواسين جي بي عزتي آهي. وائسراءِ ۽ ٻين جڏهن مهاتما لاءِ نفرت جو اظهار ڪرڻ جي جرئت ڪئي آهي تڏهن ڀاڻ لاءِ جنسي ٻاٻرا ڪندا پوڪيا اٿن. ڇاڪاڻ ته مهاتما هڪ شخص ناهي، پر قوم جو عيوضي هئڻ سبب، احترام ۽ عزت جو مستحق آهي. مون کي چٽيءَ يادگيري آهي ته جڏهن روم جي پوپ مهاتما سان ملڻ کان انڪار ڪيو ته مون کي ڪيڏي نه منيان لڳي، ڇاڪاڻ ته اهڙي روش کي پنهنجي وطن جي بي عزتي سمجهيم. حقيقت هيءَ آهي ته ڪئٿولڪ عيسائي پنٿ، غير عيسائي مهاپرشن کي سنت مهاتما جو پد ڏيڻ خلاف آهي. پروٽيسٽنٽ مت وارن ڪئين دفعا مهاتما کي ڏرماتما ۽ سچي عيسائيءَ جو خطاب ڏنو آهي، جو پوپ جي نظر ۾ ڪفر آهي. اهوئي سبب آهي جو پوپ مهاتما سان ملڻ کان انڪار ڪيو. ويجهڙائيءَ ۾ مون برنارڊشا جا ڪي تازا ناٽڪ ۽ مهاڳ نظر مان ڪڍيا آهن. ”سُيج“ (On the Rocks) نالي ڪتاب جي مهاڳ ۾ برنارڊشا، ڪرست ۽ پائلي جي وچ ۾ گفتگوءَ جو ذڪر ڪيو آهي. ڪرست مهاتما وانگر ڏرماتما هو ۽ پائليٽ هتي جي وائسراءِ وانگر سلطنت شاهيءَ جو عيوضي. انهيءَ دلچسپ ۽ نصيحت آميز مهاڳ ۾، ڪرست پائليٽ کي ٿو چوي ته ” اي بندا خدا جا دل مان خوف ڪڍ. روما جي عظمت ۽ دٻدٻي جي لٻاڙ مون اڳيان نه هڻ. روما جي شان و شوڪت جو بنياد هراس ۽ خوف تي ٻڌل آهي. ڪڏهن ماضيءَ تي ارمان ڪڏهن آئينده جو اُڊڪو، ڪڏهن مسڪين ۽ ڪنگال رعيت مان ڊپ، ته ڪڏهن مالدارن جي غداريءَ جو خوف، ڪڏهن مولوين ۽ پنڊتن مان شرارت جو گمان ته ڪڏهن يوناني ۽ يهودي ڪافر عالمن کان امان، ڪڏهن فرنگ جي جنگجو شجاع ۽ دلير قومن مان بيزار ـ ڪڏهن ڪارٿيج جي سڌريل امن پسند ماڻهن سان ناسازي، ڪڏهن قيصر جي آپيشاهيءَ سبب ساهه قبض ته ڪڏهن مون جهڙي نادار رولو گدا مان نقصان پهچڻ جو انديشو ۽ ڊپ. مطلب ته توهان جي سلطنت کي خدا بنان ٻين سڀني مان ڊپ آهي. اوهان جي قلب ۾ خدا ترسي، انسان دوستي، انصاف جو قطرو ڪونهي. باقي زر، شمشير، خونريزيءَ حرفت بازيءَ ۾ ايمان جهجهوئي اٿو اي پائليٽ! تون جو هڪ رفيع الشان سلطنت جو عيوضي آهين سو دراصل ڪانئر ۽ گيدي آهين، ۽ مان جو هڪ

مسڪين خدا جو بندو آهيان ۽ پنهنجي عقيدي خاطر سور سختيون سهي، جان مال قربان ڪريان ٿو تنهن ڪي رب تعاليٰ تاج بقا پهرائي، لافاني حياتي بخشي آهي.“

پر هن وقت مون اڳيان گانڌيءَ جي مهانتا، قرباني، شيوا جو سوال نہ هو ۽ نڪي هن مون مٿان جي ٿورا ڪيا آهن تن لاءِ شڪر گذاري ڪرڻي هئم. ممڪن آهي تہ ايڏين خوبين هوندي بہ مهاتما غلط هجي ۽ ڪيترن معاملن ۾ سخت ڀُلون ڪندو هجي. ڪئين دفعا منهنجي من ۾ سوال اُٿيو آهي تہ آخرڪار سندس مراد ڪهڙي آهي؟ ڪئين ورهيہ ساڻس گڏ ڪم ڪرڻ بعد بہ مان سندس اصلي مطلب سمجهي نہ سگهيو آهيان. شايد پاڻ بہ پنهنجي ڪم جي اصلي مُراد نہ سمجهي اٿس. هو آئينده جي لڪل دنيا ۾ جهاتي پائي نہ ڄاڻي. هو هلندڙ حال جو ڪانڪي آهي. سڄ سنئون حياتيءَ ۾ ڪئين مشڪلاتون پيش اچن ٿيون ۽ نت نئون ڪي اُپاءَ ڪي واهڻ ۽ وسيلا ڳولڻا پون ٿا. اڄ جي اُڻ تڻ سياڻي جي چنتا کي روڪي ڇڏي ٿي. مهاتما سدائين ور ور ڏئي چوندو آهي تہ منزل ۽ مقصد جو اُلڪو نہ ڪريو پر حياتيءَ ۾ هر قدم سوچي سنڀالي کڻو. پنهنجي شخصي حياتي نردوش ۽ سڦلي بڻايو تہ قوم پنهنجو پاڻهي ترقي ڪندي. مان سمجهان ٿو تہ سياسي خواهہ وگياني خواهہ اخلاقي نقطہ نگاهہ کان هن قسم جي ذهنيت درست ناهي. تمام محدود خيال کان ان کي اخلاقي ذهنيت چئي سگهبو پر درحقيقت ڪنهن بہ سماجڪ مسئلي کي انهيءَ نموني حل ڪرڻ غيرممڪن آهي. اسان کي ڏسڻو آهي تہ چڱائي ڇاهي؟ ائين آهي ڇا تہ چڱائي فقط شخص سان لاڳاپو رکندڙ آهي ۽ سماج جو ان ۾ واسطو ڪونهي؟ مهاتما چرتر يا اخلاق ئاهڻ تي زور ٿو ڏئي پر دماغي تربيت ۽ تميز جي اهڙي اون ڪانہ اٿس. ائين برابر آهي تہ اخلاق بنان عقل خطرناڪ آهي، پر ساڳي وقت عقل بنان اخلاق ڪهڙي چيز آهي؟ چرتر يا اخلاق عقل بنان ڪيئن ئاهي سگهبو؟ مهاتما جيڪي ٻولي ٿو سو پندرهين صديءَ جي ڪرستان پادرين ۽ مولوين جي ذهنيت سان مشابهت رکي ٿو. سندس منورتي ويهينءَ صديءَ ۾ پرايل مَنو گيان ۽ تجربي مطابق ناهي. مون کي سندس اهي ٻول وزنائتا نٿا لڳن، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن مُراد مکڻ ڪڍڻ جي ناهي تہ مهيءَ ولوڙڻ مان ڪهڙو

سود؟ اسان کي بنان مطلب ۽ مراد جي ڪم نہ ڪرڻ گهرجي. ائين برابر آهي تہ حياتي مشين ناهي جا ڪنهن مقرر پيچري تي هلائي سگهبي ۽ ممڪن آهي تہ ڪم ڪندي رخ ۽ نمونو بدلائڻو پوي. پر تنهن هوندي بہ ضروري آهي تہ ڪا مراد يا مقصد مدنظر رکي ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ جيترو تي سگهي اوترو انهيءَ مقصد کي پنهنجي اڳيان بلڪل چٽو ۽ صاف ڪري رکجي.

مان سمجهان ٿو تہ مهاتما شايد اهڙو مُنجهيل ناهي جهڙو ڏسڻ ۾ ٿو اچي. شايد من ۾ ڪا مُراد اٿس. پر سندس مُراد ۽ مقصد اهڙو آهي جو اڄڪلهہ جي علم ۽ تجربي ۽ عقل سان ان کي نهڪائي بيهارڻ ڪٺن ڪم آهي. اهوئي سبب آهي جو مهاتما اهڙن معاملن تي بحث ڪرڻ کان ڪيٻائيندو آهي. البت ماڻهن کي سندس نوع ۽ رُخ جي ڄاڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ ذڪرڻ افريڪا واري ڪشمڪش بعد ڪئين موقعا بڻيا آهن جن مان ان جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. انهيءَ زماني ۾ جي ليک لکيا اٿس سي ڪنهن خاص قسم جي ذهنيت آشڪار ڪن ٿا. مون کي ڄاڻ ناهي تہ هو اڃان ڪو انهن عجيب و غريب خيالن ۾ ميچيندڙ آهي پر شڪ ناهي تہ انهن مان سندس من جي اڏاوت جي ڄاڻ گهڻي قدر پوي ٿي.

1909ع ۾ مهاتما هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "هندوستان جو ڇوٽڪارو انهيءَ ۾ آهي تہ گذريل پنجاهہ سالن ۾ اسان جيڪي سکيو آهي سو صفا وساري ڇڏيون. ريلون، تارون، اسپتالون، ڊاڪٽر، وڪيل وغيره ڪڍي، مٿين طبقي وارن ماڻهن کي ڄاڻي واڻي ڏرمي ياوَ سان هاريءَ جي سادي جيوت اختيار ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ فقط اهڙي قسم جي زندگيءَ مان سچو سک پراپرت ٿي سگهي ٿو... مون کي لاچار ريل، موٽر، لاريءَ ۾ مسافري ڪرڻي پوي ٿي، پر مان جڏهن انهيءَ نموني سفر ڪندو آهيان تہ اندر ۾ خيال اُٿپن ٿيندو اٿم تہ مان چڱو ڪم نٿو ڪريان... هٿ جي نهيل تيز رفتار جهازن ۽ گاڏين دواران لوڪن ۾ سُڌارو آڻڻ واريءَ تي ڪوٽ اڏڻ مثل آهي."

منهنجي سمجهہ ۾ مٿيون خيال ۽ سڌانت سراسر غلط ۽ هاڃيڪار آهي. دنيا جون حالتون انهيءَ سڌانت کي ڪامياب ٿيڻ هرگز نہ ڏينديون. انهيءَ عجيب سڌانت جي آڏ پنيان مهاتما مفلسي ۽ ڪنگال پڻي کي ساراهي، تياڳ ۽ تسيا ڪيڻ جي سکيا ڏئي ٿو. مهاتما جي سڌانت انوسار

سماجڪ انتي ۽ سيتا جي سونهن، گهرجون وڌائي اوچ نموني جي رهڻي اختيار ڪرڻ ۾ ناهي، پر جاٽي واٽي گهرجون گهٽائي، قناعت سان رهي، تُوري ۾ پورائو ڪرڻ سان سچو سک ۽ اندر جو آرام حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ لوڪ شيوا لاءِ پڻ پاڻ ۾ لياقت پيدا ڪري سگهجي ٿي. مهاتما جو ويچار واٽي ڪرم هن سڏانت تي ٻڌل آهي. جنهن ڪري انهيءَ مت کي چڱيءَ ريت سمجهڻ ضروري آهي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ اسين ۽ ڪئين پيا انهيءَ مت جا وروڌي آهيون. ڏوهہ اسان جو آهي جو سندس مت ۾ نہ مڃيندي بہ ساڻس گڏجي ڪم ڪرڻ گُهرون ٿا. جيڪڏهن مهاتما پنهنجي اصول تي هلندي ڪئين ڳالهيون اهڙيون ٿو ڪري جي اسان کي نٿيون وڻن تہ اسان کي شڪايت نہ ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ هن ڪڏهن بہ اسان جي اصولن ۾ اعتقاد نہ آندو آهي ۽ نڪي پنهنجي عقيدي کان منڪر شخصن کي پوئلڳي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو اٿس.

مفلسيءَ جي ساراهہ ڪرڻ، ڪشٽ پوڳڻ ۽ بي سوادي بي مزي جيوت کي آدرش سمجهڻ، مون کي پاءِ نٽو پوي. وس پڄيم تہ هوند صفحي هستيءَ تان مفلسي، دک ۽ اڻ وڻند ايوڳي زندگي تڙي ڪڍان. ممڪن آهي تہ ڪن کي تياڳ ۽ ويراڳ وڻندو هجي. هن دنيا ۾ ڪئين نرالن سياون جا لوڪ پيا آهن. ڪن کي واڱڻ وائي ڪن کي بادي. پر اهڙي بي مزي سياوَ کي سماج اڳيان اُديش ۽ آدرش ڪري رکڻ واجب ناهي. سادگي، آتم نگره، مسڪين پروري وغيره بي معنيٰ اصول ناهن ۽ انهن کي سمجهڻ ڏکيو ناهي، پر پنهنجي جيءَ کي خواهہ مخواهہ تنگ ڪرڻ، ڪشٽ ۽ ڪشالا ڪڍڻ، ساءُ سواد ترڪ ڪري، ايوڳي الوٽي جيوت ڪاٽڻ ۾ خصلت ۽ خوبي ناهي. ائين برابر آهي تہ جيئن پهلوان پنهنجي بت کي ورزشون ڪرائي سگهي ٿو ۽ طاقتور بنائي ٿو تيئن من تي قبضو رکي لَچڻ ۽ عادتون سنوارڻ گهرجن. ماڻهو جو پنهنجي نفس کي ڇيڪ ڇڏي عشرت جي زندگي بسر ڪري ٿو سو اعليٰ ڪم جي سرانجامي نہ ڪري سگهندو ۽ نڪي مشڪلات ۽ مصيبت جي وقت مڙسي ۽ همت ڏيکاري سگهندو. اخلاقي صحت لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ايڏو ڪشالو ضرور کپي جيڏو جسماني صحت لاءِ. پر ياد رکڻ گهرجي تہ انهيءَ جي معنيٰ اها نہ آهي تہ سڪو ٽڪر کائي، لوٽيءَ لنگوٽيءَ

سان وقت گذارجي، يا سنياسي بڻجي، ڌوڙي دکائي، پيوت لڳائي، پلٽي ماري، اکيون پوري، ہوٺ بندي، ڪنن ۾ ڪپهہ وجهي ويهجي.

هاريءَ جي سُڄي سڪڙي زندگيءَ کي چاڙهي چوٽ ڪرڻ ۽ لوڪن اڳيان ان کي آدرش ڪري رکڻ جي مان سخت برخلاف آهيان. مون کي هاريءَ جي بي لطف مفلس زندگيءَ خلاف ايڏو تہ ڌڪاءُ آهي جو مان ڪنهن بہ صورت ۾ اهڙي حياتي اختيار ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان. ۽ چاهيان ٿو تہ هر ممڪن ڪوشش ڪري، هارين کي اهڙي قسم جي غليظ ۽ ڪنگال ۽ اڻ هوندي واري حياتيءَ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍان. متان سمجهو تہ هارين ۽ ڳوناٺن کي شهري بنائڻ جا سپنا ڏٺو لهان، پر شهر جا سهنج ۽ سهوليتون سپيتا ۽ سکيا ڀهراڙين ۾ ڦهلائڻ جي خواهش اٿم. سياڻي جيڪڏهن ڪنهن جادوءَ ذريعي مان هاري ٿي پوان تہ جيڪر پاڻ کي بدبخت سمجهان، ۽ انهيءَ قيد مان نڪرڻ جي هرڪا ڪوشش ڪريان. ڏاندن جو جوڙو ڪاهيندڙ زمين کيڙيندڙ ڪوڏر ۽ ڏاتو ۽ رنبو ڪٽيندڙ ماڻهن ۾ آهي ڇا جو انهن جي ساراهہ ڪجي، ۽ جوئر جي ماني، بصر جي ڳنڍ ۽ جهڙ جي وٽي کي حياتيءَ جو اعليٰ مقصد ڪري سمجهجي؟ صدين کان هاريءَ مظلوم، مسڪين، جاهل، غليظ حياتي ڪاٽي آهي، جنهن ڪري سندس هلت چلت، ويچار وهنوار ڍورن ڍڳن جهڙو ٿي پيو آهي. اُٺ، گڏھ، ڍڳا سندس ساٿي آهن. رات ڏينهن انهن گڏ گهاري، ڳهي وَهي ٿو جنهن ڪري پاڻ بہ تقريباً بہ پيرو حيوان ٿي پيو آهي.

"خوشي ۽ غم کان محروم
بي جان جيان آس نراس کان خالي
مڄو ۽ موٽر هاري، تحقيق، ڏاند جو سڳو ڀاءُ آهي!
پر دوست ٻڌاءِ تہ هن اشرف المخلوقات کي ڪنهن اهڙو حقير، نحيف ۽ عاجز بنايو آهي؟"

هن قسم جي خواهش تہ منشپڻي کان نڪري پشو پڻي کي وڃهو ٿجي، انسانيت کان ٿهي حيوانيت سان ناتا ڳنڍجن، دماغي ايجاد تي لعنت وجهي، فقط ساهہ ۽ گاهہ جي تعريف ڪجي، سو منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهي. انسان جي هوش ۽ ادراڪ زمين جي صورت ڦيرائي، وحشي زندگيءَ ۾ حسن

۽ هُبڪار آندي آهي، پر هي عجيب مذهبي مت ان کي ننڌي، ماڻهن کي اهڙين مشڪل ۽ اڻ هوند وارين حالتن ۾ رکڻ ٿو گهري، جنهن ۾ دماغي خواهه اخلاقي ترقي ڪرڻ ناممڪن آهي. هاڻوڪي سڀيتا ۾ ڪئين خاميون آهن، پر ان ۾ ڪيتريون خوبيون پڻ آهن. اڄ ڪلهه جي سڀيتا ۾ جي خاميون آهن سي اهڙيون ناهن جي درست ڪري نه سگهجن. انهيءَ سڀيتا کي پاڙون پٽي ڪيڏڻ سان پاڻ مان سڌاري ۽ واڌاري جي قوت گهٽائي ڇڏائيندا سون، ۽ قديم زماني واري موٽر، انڌي، ذليل زندگيءَ جي چڪر ۾ اٽڪي پوندا سون. ڀل ته ڪي شخص ڌرم ۽ دين جي اوٽ ۾ اهڙن خطرناڪ اصولن جو پرچار ڪن، پر انسان ذات انهن کي هرگز قبول نه ڪندي. اسين زندگيءَ جي وهندڙ گنگا کي روڪي نٿا سگهون ۽ نڪي ان جي وهڪري مان نڪري ڪنهن غليظ ڍنڍ يا ڍوري ۾ آچار وانگر سنڌ جي ٿا سگهون. چاڪاڻ ته اسان هڪ دفعو نئين روشنيءَ جي جهلڪ ڏٺي آهي ۽ جنت جي باغ جو ميوو چکيو آهي. هينئر ناممڪن آهي ته اهو ذوق شوق وساري، جهنگلي آديپٽي واري جيوت کي پسند ڪريان.

اسان جي ذهنيت مهاتمڪ منورتيءَ کان بلڪل نرالي آهي، جنهن ڪري بحث مباحثو ڪرڻ اجايو آهي. مهاتما رڳو مڪتي ۽ پاپ پنيه جا سپنا پيو لهي. سندس فلسفه انفرادي آهي، پر اسين سماجڪ سڌاري ۽ اُنتيءَ جا خواهان آهيون. مون ڪيتري ڪوشش ڪئي آهي ته پاپ پنيه جو فلسفو سمجهان پر مان ان ۾ ناڪامياب ٿيو آهيان. شايد اهوئي سبب آهي جو مان مهاتما جي منورتي سمجهي نٿو سگهان. مهاتما سماج ۾ سڌاري آڻڻ جو حامي ناهي. هو چاهي ٿو ته هرهڪ جي اندر مان وِڪرتي ۽ وڪار ڪيڏي پاپ جي پاڙ پٽي هن کي مڪت روپ بڻائجي. هڪ مضمون ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي مهاتما لکي ٿو ته "سؤديشيءَ ۾ مجيندڙ ڪڏهن به دنيا ۾ سڌارو آڻڻ جهڙو احمقانه ڪم پاڻ تي هموار نه ڪندو چاڪاڻ ته هن کي ڄاڻ آهي ته هن سنسار جو هلائيندڙ ايشور آهي جو پنهنجي نيمن انوسار سرشتيءَ کي آدجگاد کان هلائيندو اچي." عجب اِهو آهي ته اهڙن خيالن هوندي به مهاتما دنيا کي سڌارڻ جو بار کڻڻ لاءِ آتو آهي. فرق اهو آهي ته هو رڳو ماڻهوءَ جي اندر ۾ حرص حواس، ڪامنائون ۽ ترشنائون دبائي، ماڻهوءَ جا

ويچار واٽي ڪرم پاپ رهت يا گناهه کان آجا ڪرڻ گهري ٿو. رومن ڪئٿولڪ وانگر مهاتما جي سمجهه ۾ "آزاديءَ جي معنيٰ آهي ته پاپ جي بنڌن کان آجو ۽ آزاد رهجي." به سؤ ورهيه اڳ لنڊن جي بشپ پڻ ساڳيو سر آلاپيو هو ته "عيسائي ڌرم ۾ آزاديءَ جي معنيٰ پاپ جي بنڌن، شيطان جي شرارت، حرص حوس وغيره کان آجو رهڻ آهي."

اوهان مان ڪيترن کي هي نظريو شايد عجيب لڳي پر مهاتما انهيءَ خيال جو ماٺهو آهي. هڪ دفعو توهين سندس اهو بنيادي خيال جهٽيو ته باقي سمجهڻ ۾ مشڪلات نه ٿيندوَ. مثلاً هو چوي ٿو ته "ٻار ڄڻڻ جي مراد بنان زال مڙس جي وچ ۾ سنجوگ مهاپاپ آهي." ۽ "ڄم تي روڪ وجهڻ لاءِ مصنوعي رستا اختيار ڪرڻ سان نسون نستيون ٿين ٿيون ۽ نامرد ٿيڻ جو امڪان آهي." رومن ڪئٿولڪ مت وارن ڄم روڪ جي مخالفت ڪئي آهي، پر مهاتما وانگر ايڏو مغز نه ڊوڙايو اٿن. انساني سياءَ جو خيال ڪري. هنن اک پور ڪرڻ، بهاني ڪبهاني معاف ڪري ڇڏڻ واجب ڄاتو آهي، پر مهاتما پنهنجو مت پاڻ آهي. نر ناريءَ وچ ۾ جا سياويڪ ڇڪ ۽ سڪ ٿئي ٿي سا هو ليکي ۾ نٿو آڻي، ۽ ٻار ڄڻڻ بنان سنجوگ کي ناجائز فعل ٿو سمجهي. هڪ هنڌ لکي ٿو ته "نر ناري جي وچ ۾ سياويڪ ڪشش ياءَ پيڻ، ماءُ پٽ ۽ پيءُ ڌيءَ جي وچ ۾ محبت جي صورت اختيار ڪري ٿي. سنسار ۽ سماج جو آڌار انهيءَ قسم جي محبت ۽ ڪشش تي آهي، پر زال ۽ مڙس جي وچ ۾ سنجوگ ۽ ڪشش ۽غير طبعي ۽ اڻ سياويڪ آهي."

ويهين صديءَ ۾ جڏهن منو ڇيد گيان جو اپياس تي رهيو آهي، ۽ فرائڊ ۽ ائڊلر وغيره جا ويچار عام جام ڦهلجي ويا آهن، تڏهن دهل تي ڏونڪو هڻي متئين قسم جا خيال ظاهر ڪرڻ مهاتم کان ٿو پڄي. هن قسم جي عجيب ۽ ڪُهني عقيدي نسبت دليل بازي ڪرڻ اجائي آهي. ايمان ۽ عقل اڪثر علحدي واٽ وٺندا آهن، سو جيڪڏهن ڪنهن کي متئين مت ۾ وشواس آهي ته هن سان بحث ڪرڻ اجايو آهي. مان سمجهان ٿو ته مهاتما سراسر غلط آهي. سندس هدايت تي هلڻ جو نتيجو ماٺهن جي من، بت، نسن تي بلڪل خراب پوندو. ڪام ترشنا تي ضابطو رکڻ ضروري آهي، پر مهاتما وانگر لنگوٽي چاڙهي اکنڊ برهم چريه جو پالن ڪرڻ غيرممڪن آهي.

اهوئي سبب آهي جو سندس پوئلگ وات سان پاڻ کي ڪمزور سڏائي ٻين وانگر رواجي ريت پيا هلن. يا انهن مان ڪي ٽڙيل ٽابڙيل ڇوٽيو ڇاڙهي زال ڪان ورهين جا ورهيہ پري رهي گهر ۾ ڪلڪل ۽ گهڀي پيدا ڪري ڪٽنب جي حياتي وهہ ڪيو ڏين. مهاتما جي من تي اثر ويهي ويو آهي تہ ڄم روڪ لاءِ ربڙ وغيره ڪم آڻڻ سان شهوت پرستي وڌي ويندي، ۽ جيڪڏهن نر ناريءَ جي وچ ۾ طبعي ڪشش جي موجودگي قبول ڪبي تہ زالون ۽ مرد بنان تميز ۽ سوچ جي هڪ ٻئي پنيان ڪاهي پوندا. مهاتما جي نظر ۾ هڪ طرف غلاظت ۽ ٻئي طرف پاڪيزگي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مان سمجهان ٿو تہ سندس خيال غلط، غير طبعي ۽ اڻ سياويڪ آهي. هو ٻن انتهاين وچ ۾ لڏڻي مثل ميزان کان ٻاهر آهي. ڏسجي ٿو تہ مهاتما اڄ ڪلهہ ڪوڪ شاسترن ۽ ڪام ويدن جي پلٽ بلڪ ٻوڏ ڏسي ڇرڪي ويو آهي. مان پنهنجي تجربي مان چئي سگهان ٿو تہ سندس ڇرڪ اجايو آهي ۽ رواجي نموني ڪام ترشنا ترپت ڪرڻ ۾ ڪا هاجي ڪانهي ۽ نڪي ائين ڪرڻ سان لوڪ شيوا ۽ ٻين ڪمن سرانجامڻ ۾ رنڊڪ پوي ٿي. البت حياتي نفس وهيڻي ڪري ڇڏڻ مان ڪئين خرابيون نڪرن ٿيون، پر نفس صفا ماري ڇڏڻ بہ ضروري ۽ خرابيءَ کان خالي ناهي.

مهاتما انهيءَ تياڳيءَ ۽ تارڪ الدنيا وانگر آهي جو دنيا کي گناهہ جو گهر سمجهي، حياتيءَ کان ڪنارو ڪرڻ ۾ پنهنجي ڀلائي سمجهي ٿو. سنياسيءَ لاءِ ائين ڪرڻ آسان آهي، پر گرهستي جي گهر ٻار تياڳي نٿا سگهن تن لاءِ هن قسم جو گيان بي سؤد آهي. هو نڪي دنيا ترڪ ڪرڻ گهرن ٿا ۽ نڪي حياتيءَ کي بي ذوق ۽ بي لطف بنائڻ ۾ دلچسپي رکن ٿا. متان سمجهو تہ مهاتما مڪتي ۽ موڪش، تياڳ ۽ وئراڳ جا لغڙ اڏائيندي، پاپ جي مهاجار کان آجو ٿي ويو آهي. هو هڪ ڪوڙڪيءَ مان جند ڇڏائي ٿو تہ ٻيءَ ۾ اٽڪيو رکيو آهي. دنيا جي ڄار مان پلؤ آجا ڪرڻ آسان ڪم ناهي. مان جيڪر چوان تہ غير ممڪن آهي.

مان سمجهان ٿو تہ لکندي لکندي اوپارو لهوارو لڙهي ويو آهيان. علي پور جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلو ويهي پور پچائڻ، خيالي دنيا ۾ لڙهڻ سمان آهي. پلا ڪوني ننڍڙي، نڪو سنگي نڪو ساٿي، سيني تي بار تہ قيدي

آهيان ۽ اندر ۾ وَڌ تہ اسان جي تحريڪ ٻُسي پئي آهي. سو سلسليوار خيال بچائڻ ۽ لکڻ ڪتي ٿو پڇي! جيل کان ٻاهر هجان ها تہ شايد مهاتما جي متين لکيت جو ايڏو اثر نہ ٿئي ها يا ڪم کي جنبي وجڻ سان ان کي وساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪريان ها. پر جيل ۾ ڏينهن جا ڏينهن ملول پيو گذاريم. شڪر جو وري بہ پاڻ سنڀالڻ جي شڪتي اٿم. ڪجهہ وقت بعد ڪملا مون کي جيل ۾ گڏجڻ آئي. ڪيس ڏسڻ سان دک دور ٿي ويا ۽ سمجهڻ لڳس تہ سڀي دنيا ۾ ٻيا پل ڇا بہ چون يا ڪن، پر جيسين ڪملا سلامت آهي تيسين مان اڪيلو ناهيان.



# نشيد

جن شخصن جي مهاتما سان ڏيٺ ويٺ ناهي سي سمجهندا هوندا تہ رُڪو روح آهي ۽ جوڳين وانگر سمورو وقت جپ تپ ۾ لڳائي ٿو. سندس ڪتاب پڙهندي ائين پيو ڀاسي تہ هو پاڪ پرست. ڪٽر، زاهد عابد آهي ۽ ٻوٿ چٻو ۽ اک ڪرڙي ڪري ڪل خوشيءَ کي نگهوسار ڪرڻ وارو سياءُ اٿس. سچ پڇو تہ مهاتما پنهنجي مضمونن ۾ پاڻ سان بي انصافي ٿو ڪري. سندس لکيت پڙهي نڪتہ چيني ڪرڻ يا ان مان سندس سياءُ ۽ ورتاءَ جو اندازو لڳائڻ سراسر غلط آهي. هوُ جيڪي مضمونن ۾ لکي ٿو تنهن کان گهڻو اوچو آهي. خشڪ طبعي ۽ زاهديءَ جو ذرو ڪونهيس. سندس مشڪڻ ڏسي دل بهار پئي ٿئي ۽ سندس ڪل مجلس ۾ ٽهڪڙو وجهيو ڏئي. ٻالڪ جيان سندس سياءُ ۽ هلت وڻندڙ آهي. جنئي پير پاٽي اتي سرهاڻي اچيو وڃي ۽ تازي هوا جي جهٽڪي وانگر ڦڙتي ڦهلايو ڇڏي.

مهاتما جو سياءُ هڪ ٻئي خلاف صفتن ۽ ورونڌي ٽٽن جي ملاوت آهي. مان سمجهان ٿو تہ سڀئي مهاپرش ۽ بزرگ هستيون انهن نهڪندڙ خصلتن جي ملاوت آهن. مون سمجهڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي آهي تہ ڇو مهاتما مفلس ۽ مظلوم جو طرفدار هوندي، اهنسا ۾ اٽل وشواس رکندي بہ هڪ اهڙي هنسڪ سرشتي جي پٺڀرائي ڪري ٿو جو غريبن کي پيڙي سندن رت ست چوسي وني ٿو؟ ڪيئن ممڪن آهي تہ هن جهڙو اهنسا جو اوتار هڪ اهڙي سماج ۽ سرشتي جي حمايت ڪري جا خالص هنسا ۽ ڏباءَ تي ٻڌل آهي؟ شايد ائين چوڻ غلط آهي تہ هو هن سرشتي جو حامي آهي [illegible] ٿو تہ هو ڪنهن بہ سرشتي يا نظام ۾ مڃيندڙ ناهي، پر ساڳئي وقت [illegible] حڪومت [illegible] نظام جي دنيا جي ڪاروبار هلائڻ جي لياقت لوڪن ۾ [illegible] حال [illegible] الحال هلندڙ سرشتي کي تسليم ڪري ٿو هو اڪثر لکندو آهي تہ چڱي نتيجي ملڻ لاءِ چڱا اپاءَ وٺڻ ضروري آهن، پر حقيقت ۾ هن جو اعتراض رکو

هنسا ۽ خونريزيءَ تي آهي. مان سمجهان ٿو تہ آدرش ۽ اُپاءَ ساڳي وستو ناهن. اُپاءَ حالتن تي منحصر آهن. پر آدرش موجودھ حالتن، هلندڙ حال کان گهڻو پري ڏسي سگهجن ٿا.

ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ کي سوشلسٽ يا ساميوادي سڏائيندو آهي. ساميواد جو مت اقتصادي يڪسانگي يا آرٿڪ هڪجهڙائي تي ٻڌل آهي. پر مهاتما جو انسان پريو جن ڪونهي. سندس ڪيترا پوئلڳ بہ هينئر پاڻ کي ساميوادي چوائڻ لڳا آهن. هو ساميہ واد جي معنيٰ جيو ديا ۽ ڪم آزاري سمجهي وينا آهن. هنن گانڌي پرست اهنسا وادين کي ڪهڙو ڏوھ ڏجي، جڏهن انگلنڊ جي پورهيت ڌر جو نامڪنيو ليڊر ۽ بادشاھ سلامت جو وزيراعظم مسٽر مئڪڊانلڊ ساميواد نسبت اهڙا گول مول گفتا پيو ڪڍي جو جڻ تہ قوميت ۽ انفراديت ۽ اقتصادي مساوات ساڳي وستو آهن! مون کي جاڻ آهي تہ مهاتما اهڙو جاهل ناهي، چاڪاڻ تہ ساميواد ۽ مارڪسي مت تي ڪئين پستڪ پڙهيا اٿس ۽ ڪيترن نامي گرامي ساميوادين سان بحث مباحثا ڪيا اٿس. مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ جيسين ماڻهوءَ جي دل مائل ناهي. تيسين دماغ ۾ علم جون سُٽيون پيري وجهڻ مان ڪو نتيجو نٿو نڪري. وليم جيمس جو بہ ساڳيو رايو آهي تہ ”جيسين دل مايل ناهي تيسين دماغ ذريعي ايمان آڻڻ غيرممڪن آهي.“ اسان جو عقل، امنگ ۽ جذبي ۽ سنسڪار وهيڻو آهي. اسان جا ويچار ۽ وهنوار ديني، سياسي، اقتصادي رايا اسان جي سڀاوءَ ۽ ورتيءَ وهيڻا آهن. شوپن هاڻوير سچ چيو آهي تہ ”ماڻهو جيڪي چاهي سو ڪري سگهي ٿو پر ڇا چاهڻ گهرجي ۽ ڇا چاهڻ نہ گهرجي سو سندس وَس کان ٻاهر آهي.“

سائوٿ آفريڪا ۾ مهاتما جي اندر ۾ ڪئين جبرا زلزلا پيدا ٿيا جن سندس جسماني خواھ روحاني دنيا جو نقشو ڦيرائي ڇڏيو. انهيءَ زماني کان پوءِ سندس دلي ۽ دماغي بيهڪ ۾ ڦيرو ڪونہ آيو آهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ هو هرڪنهن قسم جا خيال بلڪل ڌيرج سان ٻڌندو آهي، پر ساڳئي وقت اهڙن خيالن جي اظهار ڪندڙ جي دل تي اِهو اثر ويهندو آهي تہ جڻ ڪنهن ڪاٺ جي پتلي يا پٿ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. مهاتما جي من جا طاق اهڙا تہ سوگها بند ٿيل آهن جو انهن کي کولڻ

محال آهي. هو پنهنجي راين تي اڏول ٽيو بيٺو آهي. ڪاٻ ڳالهہ جا سندس سڏانت ۽ رتا سان نٽي نهڪي، تنهن تي ويچار ڪرڻ يا ان کي آزمائڻ لاءِ هو تيار ناهي. مهاتما جي ڪشتي ڪئين ورهيہ اڳ بندر پيڙي تي لنگر هٽي بيٺي آهي ۽ هينئر مهاساگر ۾ گهڙي نوان ڏيساور ڏورڻ جي منجهس سمر تي ناهي.

مهاتما جو اٽل وشواس آهي تہ سُڪرم جو ڦل ضرور سٺو نڪرندو تنهن ڪري هو ويچار واٽي وهنوار ۾ سدا چار تي ور ڏئي ٿو. سوشلزم ۽ مارڪسزم ۾ ايمان نٿو ٻجهيس. ڇاڪاڻ تہ ساميوادي ۽ ڪميونسٽ "اهنسا پرموڌرم" جو ڪلمو پڙهڻ کان انڪاري آهن. جاتي ڀيد. يا دارا ۽ نادار جي وچ ۾ جنگ جو گفتو مهاتما کي ڇرڪائي ٿو ۽ هو اهڙي قسم جي عقيدي کي خونريزي ۽ جنگ ۽ جدال جو پيغام سمجهي ٿو. مهاتما جي مرضي ناهي تہ دنيا جي پورهيتن کي اَتي،، لتي، اَجهي کان وڌيڪ پلئہ پوي، ڇاڪاڻ تہ هو سمجهي ٿو تہ آسودگي لوڪن ۾ پاپ، بدپرهيزي ۽ بدڪاري آڻيندي مهاتما کي مالدارن جي بدڪاريءَ تي ارمان آهي، تنهن ڪري هو سُڄن کي سائو ڪري حرص حوس جو غلام بنائڻ نٿو گهري. سندس ذهنيت جو اندازو هن مان لڳائي سگهو ٿا. 1926ع جي جنرل اسٽرائيڪ وقت هڪ انگريز لکي مڪس تہ انگلنڊ جي پورهيتن کي ضرور شڪست نصيب ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ منجهن جم تي روڪ نہ هئڻ سبب مزورن جو تعداد گهرج کان گهڻو وڌيل آهي. پورهيت جيڪڏهن شاهوڪارن خلاف ڪامياب ٿيڻ گهرن ٿا تہ هيترا ٻار ڄڻڻ بند ڪن، ۽ فرينچ ليٽر وغيره ڪم آڻي پورائو ڪن. انهيءَ خط جو جواب ڏيندي مهاتما ٿو آکي تہ "جيڪڏهن شاهوڪار غلط راهہ تي هوندي بہ اسٽرائيڪ ۾ سوڀ حاصل ڪن - سندن فتح انهيءَ ڪري نہ سمجهڻ گهرجي جو پورهيتن گهڻا ٻار ڄڻي پنهنجو تعداد وڌايو آهي، پر پورهيتن جي هار انهيءَ ڪري ٿيندي جو هنن اجا پاڻ تي ضابطي رکڻ جو امولڪ سبق نہ پرايو آهي. پورهيت ٻار نہ ڄڻن تہ هوند ترقي ڪرڻ جي خواهش منجهائن گم ٿي ويجي. هو سڏاري ۽ واڌاري جي تقاضا انهيءَ ڪري ڪن ٿا جو هينرا پيٽ پالٽا اٿن. پر جيڪڏهن هو رڳو پنهنجي آسائش ۽ آرام لاءِ وڌيڪ حق گهرن تہ پورهيتن ۽ شاهوڪارن جي وچ ۾ فرق ڪهڙو رهندو؟ اهڙي حالت ۾ اسان کي ساڻن همدردي ڇو ڪرڻ گهرجي؟ هو پگهار

۾ اضافي جي گُهر ڪن ٿا. پر شراب. جوا. تماڪ تي پئسا ضايع ڪرڻ وقت
ڇو نٿا پنهنجي گهر ٻار جو خيال ڪن؟ ائين آهي ڇا تہ لوڪشاهيءَ جي
بهاني هيٺ غريبن کي شاهوڪار بڻائي، شاهوڪارن جي بدافعالي ۽
شاهوڪاريءَ جون خرابيون عام ماڻهن ۾ ڦهلائيون آهن؟“

1926ع ۾ جنرل اسٽرائيڪ وقت مان انگلنڊ ويو هئس. سو مهاتما جو خط پڙهندي اکين اڳيان انگلنڊ جي ڪنگال پورهيتن جا سڪل مهاندا ۽ سندن ٻچن جون ڏرا ڏنل اکيون ۽ پيٽ اکين اڳيان تري آيم. ڪيئن نہ هو ظالم سرشتي جو ٻڪُ تي رهيا هئا! ڪيئن نہ سندن محنت ۽ جفاڪشي جو نتيجو وڏيڪ عذاب ۽ دک جي صورت ۾ نمايان ٿي ٿيو! انهيءَ وقت پورهيتن اضافو نٿي گهريو پر پگهار ۾ ڪاٽ خلاف اسٽرائيڪ ڪئي هئائون. هن مان ڏسي سگهو ٿا تہ مهاتما کي اسٽرائيڪ جي حقيقتن جي پوري ڄاڻ نہ هئي. خير، منهنجو مطلب اسٽرائيڪ يا ڇم روڪ جي سوال ڇيڙڻ جو ناهي. مون مهاتما جي خط مان مٿيون ٽڪر انهيءَ ڪري ڏنو آهي تہ اوهين پاڻ فيصلو ڪريو تہ پورهيتن ۽ غريبن ڏانهن مهاتما جو رخ ڪهڙو آهي. ايترو تہ سمجهي ويا هوندا تہ سندس رُخ ۽ ساميواد وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. مهاتما کي ڇئي بڌائڻ تہ اڄ ڪلهہ جا ڪارخانا ۽ ڪلون، سائنس ۽ هنر، عوام جي حالت ۾ ڇڱو سڌارو آڻي سگهن ٿا ۽ انهن ذريعي پورهيتن جي حياتي وڌيڪ وڻندڙ ۽ مزيدار ڪري سگهجي ٿي تہ ان جو اثر هن تي گهٽو نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ هو اَنگ، اَتي، اڄهي ڪان وڌيڪ سهوليت ميسر ڪرڻ خلاف آهي. اهوئي سبب آهي جو هو سوشلزم جو وروڌي ۽ شاهوڪار شاهيءَ جو طرفدار آهي. هو سمجهي ٿو تہ سوشلزم سڀ ڪنهن لاءِ مال متاع ميسر ڪري گناهہ ۽ بدڪاري وڌائي ٿي، ۽ شاهوڪار شاهي جيتوڻيڪ خراب آهي پر تنهن هوندي بہ اها خرابي ٿورن ۾ ڦهليل آهي ۽ ٻيا ان جي فائدن کان محروم هئڻ سبب ان جي قائل خرابين کان بچيل آهن. هو نڪي شاهوڪار شاهي نڪي سوشلزم مان راضي آهي، پر سندس نظر ۾ شاهوڪار شاهي گهٽ عيبدار آهي ۽ ويهين صديءَ ۾ ان جو اقبال بلند هئڻ سبب ان کي نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. مهاتما اصل کان انهيءَ جي برائيون آهي تہ گهُرجون وڌائي، حياتيءَ کي پرذوق ۽ رنگين بڻائجي هر سينگار جي

فائدي ۾ آهي ۽ چاهي ٿو ته ماڻهو برين عادتون ۽ اجايون خواهشون ڇڏي، پنهنجي روحاني ۽ فڪري طاقت وڌائين. اهوئي سبب آهي جو مهاتما چرخا سنگهه ۽ ڳوٺ سڌار وارن کي سدائين اُپديش ڪندو آهي ته هو ڳوناٺن وانگر ٿي رهن. مهاتما جا ليک پڙهو ته ان ۾ ڏسندا ته هو ڳوناٺن جي مفلسي ڪيڻ ۽ هنن جي گهرن ۾ آسودگي آڻڻ تي ايڏو زور نٿو ڏئي، جيڏو انهيءَ تي ته ڪم ڪندڙ ڳوناٺن جهڙا سادا سودا ٿين ۽ هلڻي چلڻي اهڙي رکن جو گهٽ ۾ گهٽ خرچ ڪرڻو پوين. مهاتما انهيءَ کي سچي لوڪشاهي ٿو سڏي. هڪ هنڌ ٿو لکي "مون کي ارمان آهي ته ڪيترن منهنجي مخالفت ڪرڻ ڇڏي ڏني آهي. شايد مون کي پنهنجي طرف ڪرڻ جي اميد لاهي ڇڏي اٿن. مان لوڪشاهيءَ ۾ مجيندڙ آهيان. جنهن جي ثابتي اها آهي ته مان هر وقت پاڻ کي ڪنگال ۽ مفلس هاري ۽ پورهيت جي حالت ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، ۽ وس پڄندي رهڻي ڪرڻي به سندن اختيار ڪندو آهيان. مون ۾ نه ڪڏهن خواهش ٿي آهي ۽ نه ڪڏهن ڪوشش ڪئي اٿم ته انهن غريبن کان اوچي درجي جي زندگي بسر ڪريان."

مهاتما جي منطق مطابق لوڪشاهيءَ جي معنيٰ آهي مفلسي ۽ ڪنگالپڻو اختيار ڪري غريبن وانگر رهڻ، بلڪ مفلسيءَ ۽ اڻ هوندَ ۾ انهن کان به رتيون ڪتر ڪٽي وڃڻ. هن قسم جي منورتيءَ سان هزارن ۾ ڪو ورلو شامل راءِ ٿيندو. ديني ۽ سناتني جي سدائين مثل ماضيءَ ۾ اکيون وجهي ويٺا آهن تن کي شايد اهڙي قسم جي خيالن مان لطف اچي. هو توهان کي ٻڌائيندا ته غريبي شاهوڪاري ڏٽيءَ جي جوڙ آهي. اها آدجگاد کان هلندي اچي. پيا چوندا ته ڌرمراج جي بنديءَ مطابق پنر جنم جي ڪرمن جو ليکو چُڪتو ڪرڻ لاءِ هن جوڻ ۾ اڻ هوند جڙي آهي. ۽ جيڪڏهن آئينده انهيءَ ڪنگال پڻي ۽ احتياج کان بچڻو آهي ته مهراج توهڻ کي گئودان ڪجي يا مولوي صديق کي پٽ ڪارائجي [illegible] ندا ته ڏسو حضرت عيسيٰ جي زماني کان غريبي هلندي اچي. شاهوڪار [illegible] به هئا، هيڻا به آهن. حقيقت ڇا آهي؟ اڳين زماني ۾ جڏهن ڪلون ۽ ڪارخانا نه هئا ته ماڻهو پنهنجن هٿن سان پورهيو ڪري پگهر وهائي چار ڏاڻا پيدا ڪندا هئا. ڏهن ڪل آپت ايتري ٿيندي هئي جو روٽي لوٽي لنگوٽي مس نصيب ٿيندي هين. انهيءَ قسم جي

سرشتي چالو رکڻ لاءِ ڪن شاهوڪارن جي بہ ضرورت هئي، تنهن هوندي بہ ڌرماتما ۽ سُڌارڪ شاهوڪارن کي دان ڪرڻ جا اپديش ڏيندا هئا، ۽ چوندا هئا تہ اهو ڪنو ڪيل ڌن امانت آهي جو شاهوڪار کي پنهنجي سوارٿ يا عيش بلي خرچڻ نہ کپي. مهاتما اڄ بہ جاگيردارن، شاهوڪارن، ڪارخاني وارن کي ساڳيءَ نظر سان ڏسي رهيو آهي. تازو پوپ پڻ اهڙي قسم جو اعلان ڪيو جنهن ۾ جاڻايائين تہ ”شاهوڪارن کي گهرجي تہ هو پاڻ کي ڏٺيءَ جو بانهو سمجهن ۽ ان جي ڌنل دولت جي پوري حفاظت ۽ ورڇ ڪن. غريبن جي قسمت هنن جي هٿ ۾ آهي. اهو آهي فرمان حضرت عيسيٰ جو.“ هندو ڌرم ۽ اسلام بہ ساڳئي نموني دان پنيہ ڪرڻ جا اُپديش پيا ڪن. هن جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو مالدار مسجدون، تڪاٽا، ڌرمشالائون نهرائي، غريبن کي خيرات ۾ پيت ڪارائي يا تامي جو پئسو ڏوڪڙ ڏئي پاڻ کي ستي ۽ داني پرش پيا سمجهن. قديم زماني جي مذهبي ذهنيت جو اندازو پوپ ليو 13 جي هينين لکيت مان لڳائي سگهجي ٿو:

”انسان ذات جي نصيب ۾ دک ۽ ڪشالا لکيل آهن. هو ڪيتري بہ ڪوشش ڪن، حرفت هلائن، زور لڳائن، پر ڪشٽ ۽ مصيبتون سندن پچر نہ ڇڏينديون. جيڪي شخص مصيبت زده، ڏُکي ماڻهن کي دک ۽ پيڙا کان چوٽڪاري ۽ دائمي سک ۽ راحت جا سبز باغ ڏيکارين ٿا سي نڱ آهن، ۽ سندن ڪوڙن انجامن سبب حالتون پاڻ وڌيڪ خراب ٿين ٿيون. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ حالتن تي اک پور نہ ڪري، دنيا کي ذاتي ننگي صورت ۾ ڏسي، پنهنجي دک درد جو علاج ڪرڻ ۾ مشغول ٿي وڃڻ گهرجي. ڏُک جو سچو علاج دکي دنيا ۾ ملڻ محال آهي. جو شخص آخرت جو خيال نٿو ڪري، تنهن لاءِ زميني زندگي پوريءَ طرح سمجهڻ مشڪل آهي. سچو ڌرم اُهو آهي جو سيکاري ٿو تہ هن پرٿويءَ تي سک پراپرت ٿيڻ ناممڪن آهي، ۽ هن فاني دنيا سان الوداع ڪرڻ بعد سچي حيات جا وداني جو دروازو کلي ٿو. ڏٺيءَ اسان کي فنا ٿيڻ لاءِ فاني دنيا ۾ نہ موڪليو آهي. هيءَ دنيا هڪ مسافرخانو آهي. اسان جو سچو ماڳ ۽ مڪان ڪنهن ٻي هنڌ آهي. ممڪن آهي تہ ڪن وٽ ڌن دولت هجي، ۽ ڪي سُجا پينگيا هجن. جي شخص امرجيون، حيات خضريءَ جو راز پروڙن ٿا. تن اڳيان هوند اڻ هوند بلڪل خسيس چيز آهي.“

مذهبي ذهنيت قديم دنيا جي مفلسي ۽عاجزيءَ سان ڳنڍيل هئڻ سبب، هن دنيا مان نااميد ٿي، بهتري ۽ بهبوديءَ جو آسرو پلي، آخرت جو اجهو وٺي ٿي. هيئنر جيتوڻيڪ حالتون ڦري ويون آهن، ۽ ماڻهن جي منورتي ۽ هلت چلت ۾ ايڏو انقلاب اچي ويو آهي جو اسان جي ابن جي خواب خيال ۾ اچي نٿي سگهيو ۽ اڄ ڪلهه جي مزور، ڪمي ڪاسبيءَ کي اُهي سَهنج ميسر ٿي سگهن ٿا جي اڳ اميرن کي نصيب ٿيڻ محال هئا. تنهن هوندي بہ مذهبي ساڳيو ڏيوالپڻي وارو سر آلاپيندا اچن ۽ روحاني راحت ۽ آتمڪ آنند جا ڏنڌ ۽ غبار پيدا ڪري، لوڪن کي گمراهہ پيا ڪن. ڪئٿولڪ ٻارهين ۽ تيرهين صديءَ جي اونداهي زماني کي عيسوي مذهب جو ست يگ پيا سمجهن. جڏهن عيسوي ساڌو ۽ فقير ماڪڙ مثل يورپ ۾ پُر گهٽ ٿيا هئا ۽ اتي جا امير ۽ حاڪم زرهہ پهري ترار ڪڇي صليب جي جنگين ۾ مسلمانن جو رت وهائڻ لاءِ اُسهندا هئا ۽ ديولين ۽ گرجائن اڏڻ ۾ لکين رپيہ خرچ ٿيندا هئا. انهن سڀهڙ عيسائين جي عقل مطابق اهو زرين زمانو هو. تهڙي ريت مسلمان پيغمبر جي وفات بعد خلافت واري جمهوريت جي زماني ۾ ڪافرن مٿان سوڀ ۽ انهيءَ زماني جي شجاعت تي ناز ڪن ٿا، ۽ هندو ويدڪ ۽ وير سميہ جي سور ويرتا ۽ هندتوَ جي پرڪاش ۽ پرقلتا جو ويچار ڪندي ويهين صديءَ ۾ رام راڄ استاپت ڪرڻ جا سپنا لهن ٿا. اتهاس شاهد آهي تہ اهو عيسائين جو سونهري سمو مسلمانن جي زرين زمانو هندن جو ست يگ مٿي ذڪر ڪيل بانڪن بهادرن، زاهدن عابدن، ڌرماتمائن ڪرمچارين وغيره وغيره هوندي بہ عام ماڻهن لاءِ مفلسي، بک، اڻ هوند ۽ آپدا جو زمانو هو. آڱرين تي ڳڻڻ جيترا شخص پنهنجي وڏائي ڏيکارڻ لاءِ لشڪر وٺي پنهنجا ۽ ٻين جا ماڻهو مارائڻ ۾ فخر وٺندا هوندا، ۽ ڪي پرلوڪ ۽ آخرت ۾ سهوليتون ملڻ لاءِ دان پنيہ ڪندا هوندا يا اديب ۽ ماهر شخصن کي ورسائيندا هوندا. پر لکين ڪروڙين پورهيت ۽ هاري جن جي ٻچن جي خون ۽ پگهر جي پورهئي مان شاهن ۽ سردارن جو جاهہ و جلال، عظمت ۽ شوڪت ٻکي ٿي، سي انگ اگهاڙا پيٽ بکيا، مفلس ۽ مظلوم هئا. انهن ڪروڙين بکين ڏکين لاءِ تمدن ۽ تهذيب، سڀيتا ۽ سدا چار بي معنيٰ لفظ هئا. جن کي پيٽ ٿوت لاءِ وهٽو ۽ ڳهٽو پوي ٿو. تن کي روحاني ترقي ۽ آتمڪ اُنتي جا اُپديش ڪرڻ فضول آهي.

سائنس ۽ ڪارخانن ماڻهن مٿان پورهئي جو بار گهٽائي ڇڏيو آهي. ائين برابر آهي ته هن هنر زماني ۾ ڪيترين خامين آهن جي ڪڍڻ گهرجن، پر ساڳئي وقت اهو وسارڻ نه گهرجي ته جن ملڪن ۾ هنرن ۽ وڏن ڪارخانن جو بنياد پيو آهي اتي ماڻهن جي حياتيءَ ۾ وڏيڪ سهوليتون سهنج آرام آيو آهي، ۽ هو هينئر پنهنجي دماغي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ وقت ڏئي سگهن ٿا جو اڳ بلڪل غيرممڪن هو. هندوستان ۽ ٻين غلام ملڪن ۾ هنرن ۽ ڪارخانن جي اٺاڻ سبب سائنس مان جيڪي فائدا ٿيا آهن سي چٽيءَ ريت ڏسي نٿا سگهجن. اسان کي ته پاڻ نقصان پهتو آهي، ڇاڪاڻ ته هنرن ۽ ڪارخانن وارا واپاري ملڪ، سائنس ۽ ڪارخانن مان فائدو وٺي، اسان کي ڏُهي رهيا آهن؛ جنهن ڪري اسين ڪنگال ٿي ويا آهيون ۽ اسان جو اخلاق ۽ چرتر پڻ بنهه خراب ٿي چڪو آهي. اسان جي افسوسناڪ حالت لاءِ سائنس ۽ ڪارخانا ذميوار نه آهن، پر اسان جي غلامي ۽ عاجزيءَ جا اسان کي پر وهيٽو ڪري ڌارين جو چاڪر بنائي ٿي. مغربي علم، هنر ۽ سائنس جو فيض اسان کي نصيب نه ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته ڌاري سرڪار جاگيرداري، زميداري سرشتو قائم رکڻ ۾ پنهنجي سلامتي سمجهي ٿي، ۽ هالو چالو رهڻي ڪرڻي ۽ رسم رواج ۾ ڦيرو آڻڻ خلاف آهي.

سچ پڇو ته اسين بدبخت آهيون. ڪافي سنو اٿئون. اکين تي کوپا چاڙهي، موجوده حالتن کي صحيح صورت ۾ نه ڏسي، پنهنجي بدبختي ۽ بدحالي وڌائڻ نه گهرجيئون. اچو ته تعصب ۽ تنگ دليءَ جي عينڪ لاهي، ٻين ملڪن جي حيرت انگريز ترقيءَ جو اڀياس ڪريون. اڄ ڪلهه جي سماج ۽ نظام کي جاگيردار، زميندار، شاهوڪار جي ضرورت ناهي. اهي سڌاري ۽ ترقيءَ جي آڏو اچي رهيا آهن. پير، مولوي، ٻاوا ۽ ٻانڀڻ جي اڳ شاهوڪارن کي هدايت ڪندا هئا ته دان پنيه ڪري پرلوڪ لاءِ گهڙا پرين، تن جو پڻ ضرور ڪونهي. هو غريبن کي مفلس حالت ۾ رکڻ گهرن ٿا ۽ هنن کي تقدير ۽ قسمت، جوڙ ۽ ڪرم ڀڳونت جي ڀاڻي تي پنو رهڻ ۽ لکيو منجهه نرار قلم ڪيارڻ نه وڃي جهڙا اوتڏا وعظ ڪري مفلسي، اڻ هوندَ، مرض، ظلم سهڻ ۽ غليظ حالتن تي راضي رهڻ لاءِ آماده ڪن ٿا. اهي ڌرم ويچ ۽ مالدار جڙون آهن جي غريبن جو رت چوسي هنن کي نستو ۽ مجو

بنائي ڇڏين ٿا. انهن شخصن مان سماج کي فائدي ملڻ جو امڪان ناهي. هو هن سرشتي کي جاري رکڻ چاهين ٿا. سرشتو جو هڪ طرف بي ڪار مالدار ۽ ٻئي طرف بيڪار بيروزگار پيدا ڪري سو سماج کي مفلسيءَ جي حالت ۾ رکي ٿو. خود مهاتما جهڙو پڙهيو قديم خيال وارو ماڻهو بيڪاري ۽ بيروزگاريءَ جو خيال ڪندي لکي ٿو ته:

”بيڪار بيروزگار جو ڏنڊو ”خدا“ آهي جنهن مان چار ڏوڪڙ ڪمائي پيٽ پورائو ڪري. خدا انسان کي خلقيو ته پيٽ لاءِ پورهيو ڪري ۽ حڪم ڪيائين ته جي شخص بنان پورهئي پيٽ ڀرين ٿا سي چور آهن.“

اڄ ڪلهه جي پيچيده مسئلن کي قديم زماني جي ذهنيت، آيت ۽ حديث يا پوٿي ۽ پراڻ سان سمجهڻ فضول آهي. ائين ڪرڻ سان دماغ ۾ مونجهارو پيدا ٿئي ٿو. اڄوڪيون حالتون نراليون آهن جن تي قديم زماني جا ڪتاب روشني وجهي نٿا سگهن. ڪيترا ماڻهو سمجهي ويٺا آهن ته ملڪيت رکڻ جو اصول ازلي ابدي آهي، پر هو سراسر ڀُليل آهن. ڪنهن زماني ۾ غلام ارباب جي شخصي ملڪيت سمجها ويندا هئا. عورتن ۽ صغير ٻارن سان به ساڳي ڪار هوندي هئي. ارباب کي اختيار هوندو هو ته ڪنوار کي پهرين رات پاڻ وٽ رهائي. رستا، پليون، مندر، مڪتب، زمين پاڻي، هوا ارباب جي شخصي ملڪيت سمجهيا ويندا هئا. اڄ ڪلهه جانور مالدار جي شخصي ملڪيت آهن، پر هينئر ڪيترن ملڪن ۾ انهيءَ مالڪيءَ تي ڪي حدون وڌيون ويون آهن. جنگ جي زماني ۾ سرڪار ڪئين شخصن جي ملڪيت ۾ دخل ڪندي آهي. اڄ ڪلهه ملڪيت جي صورت بدلجي وئي آهي ۽ ڪمپنين ۾ حصن ۽ بئنڪن ۾ ڊراوت کي ملڪيت چيو وڃي ٿو. رفته رفته ڪن هنڌ سرڪار شخصي ملڪيت ۾ دست اندازي ڪرڻ ۽ نوان قانون ناهي، مالدارن تي بندشون وجهڻ لڳي آهي. جدا جدا نمونن جون ڍلون وجهي مالدارن کان ملڪيت کسڻ سرڪار لاءِ رواجي ڳالهه آهي. اڄ ڪلهه جي سُڌريل سرڪار جو اصول آهي ته عام ڀلي جو اونو رکي ۽ ان لاءِ جيڪڏهن شخصي ملڪيت ڪم آڻڻ جي ضرورت پوي ته بنان هڇڪ اها ملڪيت هٿ ڪرڻ لاءِ قانون ناهي، جتي لوڪشاهي آهي اتي ڳريون ڍلون وجهي مالدارن جي ملڪيت عام ڀلي لاءِ ڪم آڻڻ جي

فائدي ۾ گهٽن ماڻهن جو رايو آهي، چاڪاڻ ته 90 في صد ماڻهن کي ملڪيت آهي ئي ڪانه. هو ويچارا پاڻ ٻين جي ملڪيت آهن. سالن کان شاهوڪارن جي حقن جي حفاظت جا وعظ ٻڌندا اچون، پر هينئر لوڪن ۾ شناس اچڻ لڳي آهي ته جي شاهوڪار ناهن تن کي به ڪي حق آهن، مثلاً هرهڪ انسان کي حق آهي ته پورهيو ڪري آجيوڪا پيدا ڪري، ۽ جيڪي پوکي سو پاڻ لڻي ۽ کڻي. ائين ڪرڻ سان ملڪيت غائب نه ٿي ويندي. رُڳو ايترو ٿيندو جو مال ڪن ٿورن جي گهرن ۾ رهڻ عيوض سيني جي وچ ۾ ورهائجي ويندو ۽ وڏن ڪارخانن، بئنڪن، زمين وغيره تي سماج يا سرڪار جو ضابطو رهندو.

مهاتما هرهڪ شخص جي انتر شڌي ۽ پوترتا ۽ سداچار تي زور ڏي ٿو. سندس چوڻ آهي ته جيڪڏهن هرهڪ منش سداچاري ٿيندو ته سماج پنهنجو پاڻهي سُڌري پوندي. اهوئي سبب آهي جو هو شراب، تماڪ، شهوت وغيره کان پرهيز ڪرڻ تي وعظ ڪري ٿو. نفس پرستي ۽عيش ڪيتري قدر ۽ ڪهڙي منزل ۽ حد تائين خراب آهن يا نه. سو هرڪو پنهنجي طبيعت مطابق فيصلو ڪندو. پر حرص ۽ هبچ، خود غرضي ۽ آپ سوارٿ جي ماڻهن جي وچ ۾ ضد ۽ تڪرار، فرقن جي وچ ۾ فساد ۽ رتوڇاڻ، قومن جي وچ ۾ تباهه ڪندڙ جنگيون پيدا ڪن ٿا. سي اوهين قبول ڪندا ته خسيس شخصي اوڻائين ۽ عيبن کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ قاتل آهن. مهاتما هنسا جو وروڌي اهي، پر هي سرشتو جو ڏاڍي مڙس جو طرفدار آهي ۽ قاعدي قانون سان هوندَ وارن جي حقن ۽ ملڪيت جي حفاظت ڪري اڻ هوندَ وارن کي اُسرڻ کان روڪي ٿو. سو چا ۾ گهٽ خوني آهي. اهو سرشتو مالدارن کي مدد ڪري ٿو ته هو پورهيتن جي پگهر جي ڪمائي هضم ڪري وڃن. شخصي لاڀ ۽ نفعي جي بنياد تي آرٿڪ جيوت ٻڌڻ سان سماج هڪ قسم جو ڪروڪيتر ٿي پئي آهي، جنهن ۾ هرڪو پنهنجي لاڀ لاءِ پيو واجهه وجهي ۽ چڪ پائي. شڪاري جانورن وانگر لامارا ڏئي، هتان هتان چنبو هڻي، مال تگائڻ ماڻهن جو ڌنڌو ٿي پيو آهي. جيڪي وڌيڪ حريف، بي اصول ۽ بي ضمير آهن تن کي ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي ۽ سماج ۽ سرڪار وٽ سندن مان ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي جو ڪيترا لائق ۽ سمجهو ماڻهو انهيءَ طرف

ڳِهلجي وڃن ٿا، ۽ پاڻ لاءِ رتبو حاصل ڪنديءَ خلق لاءِ آزار بڻجي پون ٿا. جيسين هي سرشتو چالو آهي تيسين سداچاري پرش پيدا ڪرڻ جي اميد رکڻ اجائي آهي. مهاتما لوڪ شيوا ڪي پنهنجو آدرش بنائڻ گهري ٿو ۽ ممڪن آهي تہ ڪي ڳاڻ ڳٽيا سندس هدايت تي هلن؛ پر جيسين سماج ۽ سرشتو حريفن ۽ هاتڪن کي عزت جي نظر سان ڏسي ٿو ۽ سندن خود غرضي ۽ بدڪاريءَ جو عيوض مال، رتبو، اقتدار ۽ آبرو آهي تيسين گهڻا ماڻهو ضرور انهن جو نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

هي سوال رواجي اخلاقي مسئلو ناهي. اڄ ماڻهن جي پيٽ ۾ وَڍ آهن ۽ سماج ۾ ولوڙ آهي. اسين وتائي فقير وانگر الله سائين تي آسرو رکي هٿ ٻَڌي خاموش ويهي نٿا سگهون. رڳو شاهوڪار شاهي، سوشلزم، ڪميونزم وغيره تي نڪتہ چيني ڪرڻ، يا جديد ۽ قديم تهذيب جي خمير مان نئون روٽلو پچائڻ جا خواب لهڻ سان حالتون سُڌري ڪونہ پونديون. اها حقيقت آهي تہ موجوده دنيا سخت پريشانيءَ ۾ گرفتار آهي جنهن جو علاج ڳولي لهڻ اسان جو فرض آهي. اسان جو ملڪ ۽ قوم هڪ هنڌ کپ کوڙي ويهي نٿا سگهن، ۽ نڪي قديم زمانو واپس وري ٿو سگهي. دنيا جون طاقتون اسان کي گهلي، ڌڪي، ڌونڌاڙي رهيون آهن. تنهن هوندي بہ مهاتما خواب پيو لهي تہ هرڪو ڳوٺ ۽ ڳوناٺو پاڻ ڪتي، پاڻ اُٽي، پاڻ پوکي ۽ پاڻ لٽي. هو هرڪنهن ڳوٺ کي پنهنجي پيرن تي بيهاري، سڄي دنيا جي اثرن کان آزاد ۽ آجو ڪرڻ گهري ٿو. ائين ڪرڻ سان ڳوناٺا سدائين ڍوڍي ۽ جهڻ، گوڏ ۽ اجرڪ، ڪکائين جهوپڙي ۽ بيل گاڏيءَ واري حالت ۾ رهجي ويندا. ويهندا ڏڏي وانگر پر نصيب اهو دانگي ۽ ڪُنو ٿيندن. هندوستان کان ٻاهر جيڪر ڪنگال ۽ ڪنل بہ اهڙي زندگي ڪاٽڻ پسند نہ ڪن. ان کي آدرش بنائي نٿو سگهجي. ممڪن آهي تہ هٿ جي هنرن مان بہ چار آنا ڪمائي، سال ۾ هاري هڪ چولي عيوض بہ چولا پائي. مهاتما جي سمجهہ ۾ اها وڏي نعمت آهي، ڇاڪاڻ تہ هندوستان بلڪل ڪنگال آهي. مان سمجهان ٿو تہ انهن هٿ جي هنرن مان ڇاڙهو ٿيڻو ناهي، ۽ هرهڪ ڳوٺ کي دنيا کان ڇني پنهنجي آٽي لٽي وارو ڪرڻ جو فلسفو غلط آهي. اسين دنيا جو جُزو آهيون ۽ دنيا ۾ هنر ۽ سائنس بلڪل تيز رفتار ترقي ڪندا وڃن ٿا. اسين انسان ذات کان

ڇڄي، حيرت انگيز ڪوجنائن ۽ نو ايجادين تي اک پور ڪري، گهر يا ڳوٺ جي چار ديواري اندر جنڊ پيهڻ، اَئٽ هلائڻ ۽ تڪلي ڦيرائڻ ۾ اعتقاد رکي نٿا سگهون. مون کي ته انهيءَ قسم جي فلسفي مان مورڳو هاڃي ۽ ضرر ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

مان ساميوادي خيال جو آهيان. ساميواد بنان مون کي ٻي واهه ڪانه سُجهي جنهن ذريعي لوڪن جا ڏک دور ڪري سگهجن. مان چاهيان ٿو ته پهرين پنهنجي ملڪ ۾ سوشلزم آڻيان ۽ پوءِ سڄي دنيا ۾ ان جو ڦهلاءُ ڪريان. ڪارخانن ۽ زمينن جي محصولات تي قبضو ڪري عام پلي خاطر ماڻهن جي گُهرج مطابق هر سال اوترو پيدا ڪريان جيتري جو کَپُ يا ضرورت هجي. توهين پڇندا ته اهو ڪيئن ٿي سگهندو؟ سمجهائڻ ڏکيو ناهي. هڪَ ڳالهه اوهان کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته ڪن ٿورن شاهوڪارن ۽ زميندارن جي مخالفت سبب عام پلي جي تجويزن ۽ ڪمن کي روڪي نه ڇڏبو. جيڪڏهن قانون، سرڪار، مالدار، مذهبي وغيره اهڙي خيال جا آهن جو لوڪن جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ جي آڏو اچن ٿا ته انهن کي ڪيڏٽو پوندو. هي بنيادي ڳالهيون آهن جنهن ۾ ڏي وٺ ڪري رضانامو ڪرڻ غير ممڪن. آهي، اهڙي هلت لوڪن سان غداري ڪرڻ مثل ٿيندي. ممڪن آهي ته هن قسم جو انقلاب ڪنهن حد تائين ماڻهن مٿان مَڙهيو وڃي، يا دنيا جون حالتون اهڙيون بڻجي پون جو پاڻهي جريان ۾ اچي وڃي، پر اهو ضروري آهي ته گهڻا گهڻا ماڻهو اهڙي انقلاب آڻڻ لاءِ خواهان هئڻ گهرجن يا گهٽ ۾ گهٽ ان جي مخالفت نه ڪن. تنهن ڪري ضروري آهي ته عام ماڻهن ۾ اهڙو پرچار ڪري انهن کي پنهنجي طرف ڪجي. ڳجها منصوبا سٽڻ يا ڪن شخصن کي خون ڪرائڻ سان مطلب برثواب نه ٿيندو. مالدارن کي پنهنجي طرف ڇڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، جيتوڻيڪ انهن مان گهڻا انهيءَ قسم جي انقلاب جا طرفدار هرگز نه ٿيندا.

هٿ جي سُٽ ڪُتڻ ۽ اُڻڻ جي تحريڪ جا مهاتما وينو هلائي سا گذريل ٻن صدين جي سائنس ۽ هنر جي اصولن خلاف آهي. انهيءَ مان ملڪ جو نيتارو ٿيڻو ناهي. جيڪي اهڙي قسم جي هلچل ۾ ٻهرو وٺن ٿا تن جي منورتي پس پيش انتيءَ جي راهه ۾ رنڊڪون وجهندي. تنهن هوندي به

جيسين سرڪار هنر پنهنجي قبضي هيٺ رکي سڄي ملڪ ۾ ڪارخانن کولڻ جي رٿ عمل ۾ آڻي، تيسين پورهيتن کي ان مان ٻه چار ڏوڪڙ ملڻ جو امڪان آهي. تنهن ڪري حال في الحال ان مان ڪجهه فائدو آهي. اسان جي ملڪ ۾ بيروزگاري وڏيل آهي ۽ ڏنو ويو آهي تہ کاڌيءَ مان بيروزگارن کي ڪجهه تمام ٿوري هٿي ملي ٿي. هنن جي من تي بہ چڱيرو اثر پوي ٿو ۽ منجهن نراسائي گهٽ ٿئي ٿي. کاڌي پائڻ سبب شهرين ۾ سادگي اچڻ لڳي آهي ۽ اجايو ڏيک ويک گهٽجڻ لڳو آهي. هيٺين طبقي وارا سفيد پوش کاڌي پائڻ بعد ڪٿي بہ بنان حجاب اچي وڃي سگهن ٿا. اڳ شاهوڪارن جو نقل ڪري اوچو لباس ونڌو پوندو هون. هينئر تہ کاڌي پوش پنهنجو مَٿُ پاڻ آهن. ٻين کان پاڻ کي گز کن اوچو پيا سمجهن. کاڌي پهرڻ سبب شاهوڪار غريب، هندو مومن جو ويڇو بہ گهٽجي ويو آهي. شهري ۽ ٻهراڙيءَ وارا بہ هڪٻئي کان ايترو نرالا نٿا ڏسجن. کاڌيءَ سبب ڪانگريس هارين نارين جي گهرن ۾ گهڙي سگهي آهي. ائين برابر آهي تہ ڪا بہ يونيفارم مقرر ڪرڻ سان ساڳيو نتيجو نڪري ها. هيءَ بہ هڪ قسم جي يونيفارم آهي جا ڪانگريسين پنهنجي لاءِ اختيار ڪئي آهي.

هن ملڪ ۾ سوديشي ڪپڙي جي ڪارخاني وارن وقت بوقت بنان سبب ڪپڙي جا اگهه پيي وڌايا آهن. اڳ وديسي ڪپڙي سان چٽاپيٽيءَ سبب اگهه گهٽائڻا پوندا هئن. پر گذريل جنگ جي زماني ۾ وديسي ڪپڙو اچڻ گهٽي قدر بند ٿي ويو جنهن ڪري مل وارن کي وجهه ملي ويو تہ پنهنجا اگهه چوٽ چاڙهي ڇڏين. ولايتي ڪپڙي جي بهشڪار ۽ سؤديشيءَ کي همٿائڻ جي هلچل ديسي ڪارخانن کي چڱي هٿي ڏني، پر کاڌيءَ جي پرچار سبب اگهن وڌائڻ تي هڪ قسم جي روڪ پئجي وئي. ديسي ڪارخاني وارن سادو ۽ کهرو ڪپڙو پيدا ڪري کاڌيءَ سان چٽاپيٽي پيي ڪئي آهي، پر هينئر چرخا سنگهه ڪافي ترقي ڪري چڪو آهي ۽ کاڌي چڱي انداز ۾ پيدا ٿئي ٿي.

منهنجي سمجهه ۾ کاڌيءَ کي هندوستان ۾ دائمي جڳهه ملڻ محال آهي. ڪو وقت ايندو جڏهن اسين جهوني پراڻي کيتيءَ ۽ هٿ جي هنرن کي الوداع ڪري، زمين کي وڏين موٽرن سان کيڙي ۽ وڏن ڪارخانن ۾ ڪپڙو ۽

شيون ناهي، گهٽ پورهئي ۽ گهٽي اُپت جي اصول تي ملڪ جو نظام ٻڌنداسون. مهاتما ڪي ڊپ آهي تہ ائين ڪرڻ سان بيروزگاري وڌي ويندي. هو شاهوڪاري سرشتي جي خيال کان صحيح آهي. پر ساميوادي سرشتي جي خيال کان صحيح ناهي. ساميوادي سرشتي مطابق ڪيتيءَ کان فارغ ٿيل پورهيت ڪارخانن ۽ ٻين ڪمن ۾ لڳايا ويندا ۽ مزدورن کان پورهيو پڻ گهٽ ڪرايو ويندو. منهنجي سمجهہ ۾ ڪاڏي هلچل ڪرنڌ پت ڪي تونٽي ڏئي جهلي بيهارڻ مثل آهي. اسان جي اڪين اڳيان زميندار سرشتي جو ڏيوالو نڪري رهيو آهي، پر ڪاڏي پت ۾ لوڻ وجهي هاريءَ لاءِ هي ردي ڪاڏو ڪائڻ لائق ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي. ڪيترن هنڌ زمين جي ٻن چئن ايڪڙن جي اپت ايتري ناهي، جو هاري زميندار جو حصو ڏيڻ بعد گذران ڪري سگهي. ڪاڏيءَ مان گهڻو اپراسو هونئن ئي ڪونهي. پر اهي ٻہ چار ڏوڪڙ هاريءَ کي ڏِل پيچائڻ ۾ مدد ڪن ٿا. اڄ ڪلهہ جو زميداري سرشتو اهڙو آهي جو اُپت ۾ واڌ ٿيڻ مان هاريءَ کي فائدو ملڻ مشڪل آهي. جيئن نديون اوپارو لهوارو وَهي وڃيو سمنڊ ۾ پون تيئن هاريءَ جي اُپت بہ ٻهاني ڪُٻهاني زميندار ۽ وياج خور وٺ اچيو ڪني ٿئي. ڪاڏيءَ کي جيڪڏهن انهيءَ نقطہ نگاهہ کان ڏسبو تہ هاريءَ لاءِ هاڃيڪار چئبي.

مهاتما ڳوٺ سڌار هلچل بہ ساڳئي اصول تي پيو هلائي. ان مان بہ عارضي فائدي ٿيڻ جو ڪجهہ امڪان آهي پر دائمي فائدو گهڻو نہ ٿيندو. ممڪن آهي تہ انهيءَ هلچل ذريعي ڳوناڻن جي حالت ڪجهہ سڌاري سگهجي، پر هٿ جا هنر وغيره ڪامياب ٿي نہ سگهندا. مهاتما هريجن اخبار ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ ”هن ملڪ ۾ ماڻهو اڳي ئي گهڻا آهن جن لاءِ پورهيو پيدا ڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي. ڪارخانا بيڪاري وڌائيندا. يورپ ۾ پورهيتن لاءِ ڪم جَهجهو آهي جنهن ڪري هنن کي واندڪائي کپي پر هتي واندڪائي گهڻي آهي ۽ ماڻهن کي پورهيو کپي.“ بيروزگاري رڳو هندوستان ۾ ڪانهي. ٻين ملڪن ۾ بہ لکين بيروزگار ۽ بيڪار آهن. انهيءَ حساب سان اُتي بہ ڪارخانا ڪيڏي هٿ جا هنر جاري ڪرڻ گهرجن. حقيقت هيءَ آهي تہ دنيا ۾ ڪم جي اڻاٺ ڪانهي. جيڪڏهن رستا، ريلون، گهر سُڌريل شهر ۽ ڳوٺ، مڪتب ۽ اسپتالون، وندرگاهہ ۽ وڙاهہ، بجلي ۽

ٿل وغيره سڀ ڪنهن کي ميسر ڪري ڏجن، ۽ هرهڪ انسان کي سهٽي زندگيءَ جي سامگري ميسر ڪري ڏجي، تہ لکين ڪروڙين پورهيتن لاءِ مشغولي پيدا ڪري سگهجي ٿي. هينئر بيڪاري برابر وڏيل آهي ڇاڪاڻ تہ اهي سُڌاري ۽ واڌاري جا ڪم اهڙا آهن جن مان شاهوڪارن کي اپراسي ٿيڻ جو امڪان ناهي، جنهن ڪري هو انهن ۾ هٿ نٿا وجهن. جيڪڏهن ڪم جي مراد ماڻهن کي سهوليت ۽ راحت ميسر ڪري ڏيڻ آهي تہ دنيا جا ڪروڙين ماڻهو صدي ساندهہ ڪم ڪن تہ کُٽڻ جو ناهي. غلط آهي چوڻ تہ ڪم ڪونهي. ڪم آهي پر ان مان شاهوڪار کي نفعو ڪونهي، جنهن ڪري لکين ماڻهو اَهنجي جيوت پيا ڪاٽن. روس ۾ بيروزگاري ڪانهي ڇاڪاڻ تہ اتي ماڻهن جي گهرجن جو ويچار ڪري ڪم ڪنيو ٿو وڃي. جيڪڏهن شڪارپور ۾ سوڙهہ آهي ۽ ماڻهن جي رهڻ لائق گهر ناهن، يا تنگواٽيءَ جي پسگردائيءَ ۾ ڪکايون جهوپڙيون آهن جن ۾ ماڻهو ۽ ڍور سمٽي ڇت هيٺان سر لڪايو ويٺا آهن تہ نوان ڪشادا گهر ٺهڻ کپن ۽ ماڻهن کي اهڙي قسم جي ڪِرت ۾ لڳايو وڃي. اسان وٽ ڪئين بالڪ ننڍي ٿهيءَ ۾ ڪمائڻ کي لڳن ٿا، پر جيڪڏهن انهن کي زوريءَ تعليم ڏجي ۽ مدرسا کولجن ۽ ڪئين پيا اهڙي قسم جا ڪم ڪجن تہ بيڪاري غائب ٿي ويندي.

مهاتما تڪلي ۽ چرخي ۾ سڌاري آڻڻ جي ڪوشش ۾ آهي. چرخو بہ هڪ قسم جي مشين آهي ۽ جيڪڏهن ان کي سُڌاري انسان وڏيڪ سُٽ ڪتي سگهجي تہ شاهوڪار ڪٺا رکي فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا. ممڪن آهي تہ ڳوٺن ۾ بجلي وجهي ڪئين هنر جاري ڪري سگهجن، پر رُڳو هٿ جي پورهئي سان موجوده مفلس حالتن ۾ ڦيرو آڻڻ غيرممڪن آهي. مهاتما جي فلسفي تي جيڪڏهن هلجي تہ لوهہ جا ڪارخانا، سٽي ۽ ڪپڙي جون ملون، کنڊ ۽ سيمينٽ جون فئڪٽريون بند ڪري، سمن سومرن جي صاحبيءَ وارا گهاڻا ۽ آڏاٽا هلائڻا پوندا. اڄ اسان وٽ ريلون، ٽِليون، تارون، ٽيليفون آهن جي هٿ سان نهي نٿا سگهن. روهڙي پل جي هڪ گارڊر ناهڻ لاءِ سنڌ جا لوهار گڏ ڪري انهن کان سڄي ڄمار ڪم وٺجي، تہ سندن ننڍڙي سنداڻ ۽ هٿ جي مترڪن سان گارڊر نهي ڪونہ پوندو. ائين آهي ڇا

ته اهي شيون اسان لاءِ سدائين پيا ناهن ۽ اسين انهن مان فائدو وٺندي به هٿ جي هنر جي واڪاڻ ڪندا اچون؟ تهڙي ريت ملڪ جي بچاءَ لاءِ بمباز وِمان، توپون، زره پوش موٽرون، جنگي جهاز وغيره کپن. اسان جي ملڪ جي آزادي ۽ آسودگي ڪارخانن تي منحصر آهي، تنهن ڪري جيترو جلد گهڻا ڪارخانا کُلن اوترو چڱو. ممڪن آهي ته ساميوادي سرڪار ڳوٺن ۾ بجلي وجهي ڪي ننڍيون شيون ڳوٺن مان نهرائي، باقي شاهوڪاري سرشتي هيٺ هٿ جا هنر ڪارخانن اڳيان ٽڪ جهلي نه سگهندا.

ڪي ڪانگريسي ليڊر ڪارخانن جو نالو ٻڌي چرڪن ٿا ڇاڪاڻ ته ٿو سمجهن ٿا ته يورپ جون وڳوڙي حالتون ڪارخانن ۾ وڏي انداز ۾ شيون ناهڻ سبب ٿيون آهن. انهيءَ ۾ هو ڀُليل آهن. چڱائي ڇا ۾ آهي ته گهڻي تعداد ۾ شيون ناهي ماڻهن ۾ ورهائي سندن گُهرجون پوريون ڪجن، يا شيون ڪافي تعداد ۾ پيدا نه ڪري ماڻهن کي بُکيو ڏُکيو رکجي؟ يورپ ۾ شاهوڪاري سرشتي سبب شين جي ورڇ پوري نٿي ٿئي، جنهن ڪري هڪ طرف ضرورت کان وڌيڪ دولت اچيو گڏ ٿئي ۽ ٻئي طرف احتياج ۽ اڻاٺ آهي. انهيءَ خرابيءَ جو ڪارڻ شاهوڪاري سرشتو آهي، تنهن ڪري ڪارخانن کي ان لاءِ ملزوم ٺهرائڻ بي عقليءَ جي نشاني آهي.

اسان اڳيان ٻيو هڪ مشڪل مسئلو آهي. اسان جي کيتيءَ جو مدار ڏيساورن تي آهي. ڪڻڪ، ڪپهه، چانورن جا اگهه وديسي بازارين ۾ هالو چالو نرخ تي منحصر آهن. اهي اگهه سدائين ڦرن گهرن پيا، پر هاريءَ کي ڍل ڀيارڻ لاءِ پئسا کپن جي فصل جي وڪري مان وصول ڪري پهچائڻا اٿس. اهوئي سبب آهي جو هاري اڪثر پنهنجي ڪاج خوراڪ جو خيال نه ڪري واپاري جنسون پيو پوکي، يعني ته مصري ڦٽين جو گهر ۾ ڪاپو نه هوندي به لئنڪاشاير جي واپارين کي وڪڻڻ لاءِ ڪپهه پيو پوکي. مهاتما ڳوٺاڻن کي پنهنجي پيرين سيرين ڪرڻ لاءِ هٿ جي هنرن جو پرچار ڪري ٿو پر اڄ ڪلهه جون انتر راشٽريه حالتون اهڙيون آهن جو لکين هاري زمين کيڙيندي لُٽندي به پنهنجي قوت گذران لاءِ ڪڻڪ يا ٻاجهر پوکي نٿا سگهن. تازو ڪاڏي جي جنسن جا اگهه اهڙو اچي ڀٽ پيا جو بهار ۽ يو پيءَ جي هارين کي لاچار ڪمند جي پوک ڪرڻي پئي. کنڊ جي ڪارخانن کي سرڪار وٽان

خاص رعايت ملڻ سبب مينهوڳيءَ ۾ ڪنيين وانگر ڪارخانا ويا وڌندا، جنهن ڪري ڪنڊ جو اڳهه ڪري پيو ۽ هارين کي نئين سر مصيبت جو مقابلو ڪرڻو پيو. هن مان اوهين ڏسي سگهو ٿا تہ ڳوٺن ۽ ڳوٺاڻن کي مهاتما وارن طريقن سان پنهنجو سهنجو ڪرڻ سولو ڪم ناهي. مٿي ڄاڻايل حقيقتون اهڙيون آهن جن تي غور ڪرڻ جڳائي، ڇاڪاڻ تہ هن ملڪ جي ڪروڙين پورهيتن جي حياتي ۽ آجيوڪا انهن مسئلن سان ڳنڍيل آهي. اجايا غُبار پيدا ڪرڻ يا روحانيت جي اوٽ ۾ دائمي مفلسي ۽ احتياج جي پنيرائي ڪرڻ ۽ ڪروڙين ماڻهن کي سُڃي سَڪٽي حياتيءَ تي راضي رهڻ جو اپديش ڏيڻ عيوض اسان کي جڳائي تہ اڪيون ڪولي حالتن جو اڀياس ڪريون، ۽ پنهنجا سنسا ۽ وهم ڦٽا ڪري، ترقيءَ جي راهہ تي قدم ڌريون.

مٿين مسئلن تي خيال ڪندي، وري بہ منهنجي اڳيان اهو سوال پيش ٿو ٿئي تہ مهاتما هارين نارين جو طرفدار هوندي بہ موجوده ظالم سرشتي جو حامي ڇو آهي؟ ائين برابر آهي تہ هو بي واهہ ونڻ جي فائدي ۾ آهي. پر اها واهہ اهڙي آهي جنهن تي هلڻ مشڪل آهي. ان ۾ ڪئين مشڪلاتون ۽ رنڊڪون آهن ۽ جيڪڏهن سور ڪائي هلجي بہ، تہ ان مان لاڀ پرائڻ جو امڪان ڪونهي. فعلاً جيسين مهاتما جو من گهريو نولهي ۽ نڪر، لوٽي ۽ لنگوٽيءَ وارو آدرش عمل ۾ اچي، تيسين هو جاگيردارن، زميندارن، وياج خورن کي آسيسائون پيو ڪري، هو چوي ٿو تہ اهو ڌن وٽن امانت آهي. اهو ڪيتري قدر واجب آهي تہ اڻ ميو ڌن ۽ لامحدود طاقت هڪ شخص کي سپرد ڪجي؟ ڌن ۽ طاقت بهترين انسان جو دماغ ڦنڊائي ڇڏي ٿي. مان نٿو سمجهان تہ ڪنهن بني بشر کي حق آهي تہ امانت جو ڏٽي تي وهي. افلاطون راج ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڪنهن دانا فيلسوف کي انتخاب ڪرڻ جو مشورو ڏنو هو پر بشري فطرت کان جي واقف آهن سي [illegible] دنيا جي اعليٰ [illegible] بزرگ هستيءَ مهاپرش ۽ [illegible] سپرد [illegible] جيڪڏهن [illegible] ڪجي تہ [illegible] [illegible] سونپڻ ضروري آهي تہ [illegible] سبب مرچونل دانا بينا شخص آهي [illegible] لاءِ پيا ترڙ[illegible] اسان وٽ سوارٿي، اوٺاين ۽ خا[illegible] روا[illegible] جهجهائي آهي.

جواهر جيُرلي

جي پنهنجا مطلب سنوارڻ ۾ مشغول آهن. انهن کي امانت جو صاحب بڻائڻ، جوَ ڍيري گڏهہ رکپال مثال آهي. ائين ڪرڻ سان مورڳو مصنوعي ويچا وڌائڻا آهن ۽ خاندان ۽ رتبي ۽ دولت کي اڻواجبي عزت ۽ احترام ڏيڻو آهي.

مان هتي انهيءَ جي اُپٽار نٿو ڪريان تہ ڪهڙن طريقن سان سماج ۾ انقلاب آڻي سگهجي ٿو. زوريءَ ڦيرو آڻجي يا پرپائي ڪم ڪڍجي، هنسا جائز آهي يا اهنسا، قانوني طريقا اختيار ڪجن يا غير قانوني؟ انهيءَ تي بحث ٻي هنڌ ڪبو. پهرين ضروري آهي تہ اوهين انقلاب جي ضرورت محسوس ڪيو. جيڪڏهن قوم جا ليڊر ۽ عالم انقلاب جي ضرورت محسوس نٿا ڪن ۽ سماج ۾ ڦيري آڻڻ خلاف آهن تہ عام ماڻهن کي ان لاءِ تيار ڪيئن ڪري سگهبو؟ ائين برابر آهي تہ حالتون ڪجهہ ڪرڻ لاءِ کين مجبور ڪنديون، پر حالتن کي صحيح صورت ۾ ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۽ اهڙي قسم جي ٻين کي تربيت ڏيڻ ضروري آهي. ٻيءَ صورت ۾ رڳو حالتن تي ڀاڙي ويهڻ مان گهڻو نہ وٺبو.

مون کان ڪيترا دوست پڇندا آهن تہ تو ڪڏهن شهزادن، جاگيردارن، زميندارن، سيٺين، شاهوڪارن، مولوين پنڊتن ۾ ڀلارو ماڻهو ڏٺو ئي ڪونهي ڇا؟ منجهن گهڻي ئي رَجَ چڱا مڙس پيا آهن. سوال عجيب آهي ڇاڪاڻ تہ مان پاڻ اهڙي ڪٽنب ۾ پيدا ٿيو آهيان جنهن جو شاهوڪارن زميندارن سان بلڪل گهاٽو تعلق آهي. مون شاهوڪاري گهر ۾ پرورش پاتي آهي ۽ شاهوڪاري فرقي جا سنسڪار پيل اٿم. ڪميونسٽ مون کي تعليم يافتہ سفيد پوش ڪري ليکيندا آهن. هو بلڪل صحيح آهن. هينئر شايد چون تہ مان ”پشيمان سفيد پوش“ آهيان. مان ڇا آهيان ان جو قوم ۽ دنيا جي سنگين معاملن سان ڪهڙو واسطو؟ اسين ڪن جزوي شخصن جي گُڻن يا اوگڻن جو ويچار ڪونہ ڪري رهيا آهيون. منهنجو ڪن خاص زميندارن يا شاهوڪارن سان جهڳڙو ڪونهي. مان هن سرشتي جو دشمن آهيان. ائين برابر آهي تہ ڪنهن بہ سرشتي کي هلائڻ لاءِ ڪي شخص کپن ۽ جيڪڏهن سرشتي کي بدلائڻو آهي تہ انهن شخصن کي پنهنجي طرف ڪرڻو پوندو يا انهن جو مقابلو ڪبو. سرشتو جو گهڻن ماڻهن لاءِ نقصانڪار آهي سو گهڻو جالي ڪيئن سگهندو؟ ممڪن آهي تہ ڪن جزوي شخصن کي ان مان

فائدو هجي، پر انهن صدقي بين کي قربان ڪيئن ڪبو؟ بهتر آهي تہ سرشتي سان گڏ اُهي ڳاڻ ڳڻيا مالدار لڙهي وڃن يا نئون جنم وٺي نئين صورت ۾ نمايان ٿين. انهيءَ کان جو عام لوڪ مفلس ۽ مظلوم رهن. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ سماج ۾ ايڏي وڏي انقلاب آڻڻ ڪري ڪن کي نقصان پهچندو! اسين ڪوشش ڪري گهٽ عذاب ڏينداسون. پر ٻار ڄڻڻ وانگر نئون نظام بنان سور پر گهٽ ٿي نہ پوندو.

سنسار ۾ انسان جيڪي بہ سنستائون، جماعتون ۽ انجمنون ناهيون آهن تن پنيان ڪنهن قسم جو فلسفو ضرور آهي. جڏهن سياسي، اقتصادي، اجتماعي حالتن ڦرڻ سبب ماڻهن جا تعلقات ڦِري وڃن ٿا تہ انهن جماعتن جي بنيادي فلسفي ۾ پڻ ڦيرو اچڻ گهرجي. ڏنو ويو آهي تہ سُست دماغ انسان حالتن جي ڦرڻ بعد بہ ساڳئي جهوني پراڻي سُري ڪاڏل عقيدي کي چهٽي پون ٿا ۽ ائين ڪرڻ سان رنج ۽ مصيبت جو ڪارڻ بڻجن ٿا. اٺوهين صديءَ ۾ لوڪشاهي ۽ شاهوڪار شاهي گڏ اُسرڻ لڳيون، لوڪشاهي گهٽن کي سياسي طاقت سپرد ڪرڻ جي فائدي ۾ هئي ۽ شاهوڪار شاهي رڳو ڪن ٿورن کي دولتمند بنائي سگهي ٿي، جنهن ڪري انهن ٻن طريقن وچ ۾ بنيادي اختلاف ۽ ضد هو. هيل تائين ٻئي طريقا ساڳئي وقت عمل ۾ اچي سگهيا ٿي ڇاڪاڻ تہ لوڪشاهي نالي ماتر لوڪن کي شاهہ بڻائي، واڳون ڪن جزوي ماڻهن کي سپرد ڪري ڇڏيون هيون. اها لوڪشاهي شاهوڪار شاهيءَ سان انهيءَ ڪري هلي سگهي ٿي جو لوڪ سچي طاقت کان محروم هئا ۽ حاڪمي ڪن ڳاڻ ڳڻين جي هٿ هئي. پر آهستي آهستي عام ماڻهن ۾ شناس اچڻ لڳي ۽ هو سمجهڻ لڳا تہ اقتصادي طاقت ٿورن ماڻهن کي سپرد ڪري، سياسي طاقت پنهنجي هٿ ۾ رکڻ نيرممڪن آهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ ڪلهہ پارليامينٽري لوڪشاهي خلاف نعرا بلند ٿي رهيا آهن. مخالفت لوڪشاهيءَ جي ناهي، پر لوڪشاهيءَ جي اوٽ ۾ حڪم هلائيندڙن جي. انگريز سرڪار ان جو اونڌو مطلب ڪڍي لوڪشاهيءَ جي ناڪاميابيءَ جا مثال پيش ڪري، اسان کان خسيس سياسي رعايتون بہ کسڻ ٿي گهري، ۽ سرڪاري چاڙتا ۽ نواب ساڳيو سُر آلاپي هندوستان ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ وارو زمانو جاري رکڻ گهرن ٿا. حقيقت هيءَ آهي تہ

اج ڪلهه جي شڪايت عام ماڻهن ڪي گهٽي طاقت ڏيڻ خلاف ناهي، پر لوڪشاهيءَ جي مخالفت انهيءَ ڪري تي رهي آهي جو عام ماڻهن جي هٿ ۾ ڪافي طاقت ناهي، جنهن وسيلي هو سماجڪ انقلاب آڻي سگهن.

تازو بيڪانير جي مهاراجا شهزادن جي مجلس اڳيان تقرير ڪندي آکيو ته:

”رياستن جا والي ڪي ستائي، نصيب آزمائو جانباز ناهن. اسان ابي ڏاڏي کان حاڪم تي رهيا آهيون ۽ صدين جي آزمودي سبب مدبري ۽ سياست اسان جي رت جو جُزو تي وئي آهي. اسان ڪنهن به صورت ۾ دست بردار ٿيڻ لاءِ تيار ناهيون. سياڻي جيڪڏهن هند سرڪار اسان جي حقن جي حفاظت ڪرڻ جو ست ساري نہ سگهي تہ اسين آخرين گهڙيءَ تائين وڙهي پنهنجو بچاءُ ڪنداسون.“

دنيا ۾ جيڪڏهن آپيشاهيءَ ڪي ننگي صورت ۾ ڏسڻو هجيوَ تہ رياستن ۾ هلندڙ ڪاروبار جاچي ڏسو. راجائون انگريز سرڪار جا مطيع آهن، پر انگريز پنهنجي مطلب بنان رياستي ڪاروبار ۾ دست اندازي نہ ڪندا آهن. حيرت آهي تہ اهي چوڏهين صديءَ جا يادگار ويهين صديءَ تائين ڪيئن قائم رهي سگهيا آهن. رياستن جو وايومنڊل بهري ۾ بند ٿيل هوا مثل آهي. هتي حياتيءَ جو وهڪرو بيهي ويو آهي. ٻاهران ايندڙ ماڻهو رياست اندر پير پائڻ سان دماغ تي ڳهير ۽ بت ۾ سُستي محسوس ڪندو. قديم زماني جو آداب اخلاق ڏسي اهڙو مزو ايندس، جهڙو عجائب خاني اندر صدين کان معدوم جانورن جا مٺ ڏسڻ سان ايندو آهي. هتي گهڙيال جا ڪانٽا هلڻ کان بيهي ويا آهن. مرده ماضيءَ جو جنازو ڳن نَڪ چَپ سميت پنهنجي اصلي صورت ۾ نمايان آهي. راجپوتانا تہ خاص ڪري پراچين سورويرتا، حيرت انگيز ناشدني، عجيب و غريب ڪارناما. رومان ۽ رمٽيڪ سندرتا جو ديس آهي. ٻالڪ اوستا جا سپنا ۽ الف ليلي جون ڪهاڻيون اکين اڳيان تريو اچن، ۽ ڪوٽن ۽ قلعن جي برجن ۽ منارن مان زره [illegible] رٿيل ۽ پدمڻيون نڪري، گهوڙن ۽ سؤمان جي [illegible] لاءِ آبدار جهلڪ [illegible] ڪيون ڪيهه بي نظير همت ۽ شجاعت سان موت جو مقابلو پيا ڪن [illegible] جنب [illegible] هي [illegible] درشيہ خواب ٿيو وڃي ۽ دل تي [illegible] افسردگي [illegible] ۽

ملال غالب پئجيو وڃي. پاڻ کي ڪنهن پڃري يا پرامد جي تهخاني ۾ بند ٿيل بت وانگر پيو سمجهجي. هڪ طرف راجائن جا سهڻا محلات، ٻئي طرف رعيت جا سڪل مهاندا ۽ پراڻيون جهوپڙيون. انهن جهوپڙين مان ڪيڏو ڏن انهن محالتن ۾ گهلجي وڃي ٿو. اسان جا شهزادا بيشڪ لاڪيڻا آهن چاڪاڻ ته هو لک اُپائي نه ڄاڻن، ته خرچي لاشڪ ڄاڻن. هو پنهنجي عياشيءَ ۾ لکين رپيه خرچين ٿا پر ان جي عيوض رعيت جي ڪهڙي خدمت ڪئي اٿن؟

رياستن مٿان نقاب چڙهيل آهي جنهن ڪري دنيا کي اتي جي حالتن جي خبر پئجي نٿي سگهي. ممڪن آهي ته ڪو ادبي رسالو يا نواب ۽ عملدارن جي ثناخوانيءَ جو مخزن نڪرندا هجن. باقي ٽيو پلو ٻاهرن اخبارن تي بندش آهي. ٽريو نڪور، ڪوچن، مئسور رياستن ۾ برٽش انڊيا کان وڌيڪ ماڻهو لکي پڙهي ڄاڻن. پر ٻين رياستن ۾ پڙهيل اتي ۾ لوڻ سمان آهن. رياستن ۾ تقرير ۽ تحرير جي آزادي ناهي، جنهن ڪري رياست کان ٻاهر وارن کي رڳو شهزادن جي شاديءَ يا وائسراءِ جي آمد تي پيڪيدار جلوس ۽ دربار يا ڏتڙيل هارين جي دنگي ۽ فساد جي خبر پوي ٿي. راجائن تي نڪته چيني ڪري نٿي سگهجي. سرڪار ان کي روڪڻ لاءِ قانون ناهي ڇڏيو آهي. ٻاهريان ليڊر رياست جي حدن اندر گهڙي نٿا سگهن. چاڪاڻ ته پير پائڻ کان اڳ بندش نامو اچيو سهڙي. هڪ دفعي تندرستي سڌارڻ جي خيال کان مسٽر آر. داس ڪشمير وڃي رهيو هو ته سرحد تي منع نامو مليس جنهن ڪري پويان پير ڪرڻا پيس. نظام جي حيدرآباد ۾ جناح جهڙي شخص تي بندش وجهي ڇڏيائون ۽ سروجني نئڊو کي رياست ۾ پير پائڻ نٿي ڏنائون جيتوڻيڪ سندس گهر ٻار خاص حيدرآباد دکن ۾ آهي.

اهڙين حالتن هيٺ ڪانگريس جو فرض هو ته رياست واسين جو سات ڏئي. پر مهاتما وچان ئي عجيب نيتي اختيار ڪئي ۽ چوڻ لڳو ته رياست جي اندروني انتظام ۾ ڪانگريس کي دخل نه ڏيڻ گهرجي. ڪئين دفعا رياستن ۾ بلڪل دکدائڪ واقعا ٿيا آهن ۽ رياستن جي والين ڪانگريس تي حملا ڪيا آهن. پر مهاتما چپن کي چُنو لڳائڻ واري نيتي هلائيندو اچي. مهاتما شايد راجائن ۽ نوابن کي پنهنجي پنڌ ۾ آڻڻ جو پهه پچائي رهيو آهي. سمجهي ٿو ته ڪنهن ڏينهن هو ساڻس هم خيال ۽ ٻانهن ٻيلي ٿيندا،

جنهن ڪري نڪتہ چيني ڪري هنن کي ٿاهي چڏڻ خلاف آهي. دليل بہ مزي جهڙا ٿو پيش ڪري. چي رياستون انگريزي قانون هيٺ افغانستان ۽ لنڪا وانگر آزاد ملڪ آهن ۽ هند سرڪار کي اتي جي ڪاروبار ۾ دست اندازي ڪرڻ جو اختيار نہ آهي. ڪهڙو عجب جيڪڏهن رياست پرجا ڪانفرنس ۽ لبرل ڏر وارا ۽ ٻيا جي بلڪل نرم خيالن وارا آهن، سي پڻ اهڙي منورتيءَ خلاف آواز بلند ڪري، مهاتما کي غلط ٺهرائن؟

مهاتما جي هن نيتيءَ مان رياستن جي حاڪمن چڱو فائدو ورتو اهي. ڪن هنڌ ڪانگريس کي بيقاعدي جماعت ٺهرائي رياست مان ڪانگريسين جو تڏو ڪڍايو اٿن، ۽ ائين ڪرڻ لاءِ مهاما جي دن پيش ڪئي اٿن تہ ٻاهرين سنستائن کي رياست ڪاروبار ۾ دخل ڏيڻ جو حق ناهي. مون کي پنڊت مدن موهن مالويہ بنان، ٻيو ڪو نرم گرم اڳواڻ نہ سُجهي، جو مهاتما وانگر رياست جي والين جو ايتري قدر خير خواهہ ۽ طرفدار هجي. حقيقت ۾ ڪانگريس مهاتما جي اشاري تي اک پور جي نيتي اختيار ڪري پاڻ کي نرمن کان وڌيڪ قلهڙو ثابت ڪيو آهي. جسين مهاتما مٿان هندوستان جي قومي تحريڪ جو بوجو نہ پيو هو تيسين سندس رخ رياستن ڏانهن ڪي قدر نرالو هو. مثلاً 1916ع ۾ شهزادن جي ميڙ اڳيان بنارس ۾ تقرير ڪندي هنن کي هدايت ڪيائين تہ هو عيش اڊمبر ڇڏي، هيرا جواهر وڪڻي رياست پرجا جي شيوا ۾ لڳي وڃن. چون ٿا اها تقرير اهڙي تہ تکي هئي جو راجائون ٻہ ٻہ، چار چار تي ميٽنگ مان رفو چڪر ٿي ويا ۽ مائي بسنتي اعتراض وٺي ميڙ مان اُٿي وئي.

هڪ دفعي مسٽر ڪيلڪر کي خط لکندي مهاتما ٿو چوي "منهنجي مرضي آهي تہ راجائون ۽ نواب پنهنجي پرجا کي خود حڪومت جو حق ڏين ۽ پاڻ کي رعيت جا عيوضي ۽ رکپال سمجهي سندن پرگهور لهن." جيڪڏهن راجائون ۽ نواب رعيت جا عيوضي ۽ رکپال آهن، تہ انگريز ڇا ۾ گهٽ آهي؟ فرق ايترو آهي جو هنن جي چمڙيءَ جو رنگ اڇو آهي ۽ اسان جي چمڙيءَ جو سانورو. انهيءَ حساب هندوستان اندر علحدين قومن جي شڪل شبيهہ ۾ ڪو گهٽ فرق ناهي، ۽ نسل ۽ اخلاق بہ هر ڪنهن جو نرالو آهي.

گذريل ٿورن سالن اندر هند سرڪار رياستن ۾ پنهنجا عملدار رکڻ

شروع ڪيا آهن. راجائن کي اها نيتي نئي وٺي، پر هو لاچار آهن ۽ ڪجهه ڪري نٿا سگهن. هن کان اڳ هند سرڪار رياستن تي ٻاهران حڪومت هلائيندي هئي، پر هينئر اندريون ڪاروبار به پنهنجي هٿ ۾ رکيو اٿس. هينئر ٻاهران نالو رياست جي واليءَ جو آهي، پر حڪم هند سرڪار جو. ائين ڪرڻ سان هند سرڪار رياستن جي پنهنجي پيل حالتن جو پورو فائدو وٺي رهي آهي. ڪانگريس کي جڳائي ته حقيقتن تي اک پور نه ڪري، قومي خيال وارن لاءِ هندوستان هڪ ملڪ آهي، تنهن ڪري هو جدا جدا ٽڪرن لاءِ جدا نيتي اختيار ڪري نٿا سگهن. جيڪڏهن غلط عقيدي جي اثر هيٺ اچي، هو رياستن ڏانهن نرالو رخ اختيار ڪندا، ته مٿن بلڪل واجبي نڪته چيني ٿيندي، ته هو طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ بي اصول ٻڌجي وقت کي سلام ڪرڻ ٿا گهرن.

مون ڏٺو آهي ته پنڊت مالويه ۽ ٻيا هندو سڀائي جدا چونڊڪن خلاف وڏا وعظ ڪن ٿا، ۽ چون ٿا ته جدا چونڊڪ لوڪشاهي اصول جي خلاف آهن. ائين برابر آهي ته مذهب جي آڌار تي جدا چونڊڪ رکڻ لوڪشاهي اصول جي خلاف آهي، پر ساڳئي وقت اهي هندو سڀائي رياستن جي ڪاروبار تي چشم پوشي ڪري، آپيشاهه راجائن کي هندوستان جي فيڊريشن ۾ داخل ڪرڻ جي فائدي ۾ آهن. هو ڪانگريس کي جدا چونڊڪن خلاف سخت هلچل نه هلائڻ سبب ڏوهه ڏين ٿا، پر پاڻ ڇا ۾ وڌيڪ اصولي آهن؟ منهنجي نظر ۾ مهاتما جي رياستن نسبت اختيار ڪيل نيتي صحيح ناهي. ٿامس پيين هڪ دفعي برڪ تي نقطه چيني ڪندي لکيو هو ته "هي سجاڻ پکيءَ جي سهٽن پرن تي ماتم ڪري ٿو پر نيم بسمل مرغ خواب و خيال ۾ نه اٿس." رياستي رعيت جي نيم بسمل مرغ کي مهاتما وساري نه ڇڏيو آهي، پر راجا روپي سهٽن پر تي هيڏو ماتم ڇا لاءِ آهي؟

جاگيرداري ۽ زمينداري سرشتي سان به ساڳيو دليل لاڳو آهي. ٻين ملڪن ۾ انهيءَ سرشتي کي ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ سمجهي ڪڍي ڇڏيو اٿن. حيرت آهي ته مهاتما ان جي پنيرائي ٿو ڪري. هو چوي ٿو ته "مان مالدارن کان بنان سبب مال کسڻ جي خلاف آهيان. منهنجي مرضي آهي ته زميندارن جي دلين کي رجائي پنهنجي طرف ڪريان، جيئن هو غريب

هارين جي پرگهور لهن ۽ پاڻ کي هنن جو عيوضي ۽ رکپال ڪري سمجهن....
سياڻي جيڪڏهن ڪي شخص زميندارن کان زمين کسڻ جي ڪوشش ڪن تہ مان هوند انهن جي مخالفت ڪريان. مغرب ۾ ساميواد ۽ ڪميونزم جو پرچار ڪري ماڻهن کي ذهن نشين ڪن ٿا تہ انسان جو سياؤ سوار تي آهي. مان انهيءَ عقيدي جو ناهيان. مان چاهيان ٿو تہ شاهوڪار ۽ پورهيت، هاري ۽ زميندار جي وچ ۾ سهڪار ٿيڻ گهرجي، ۽ سماج جو بنياد اهنسڪ مت تي بڌي ڪاروبار هلائڻ گهرجي.“

مون کي جاڻ ناهي تہ هندوستان ۽ يورپ جي ذهنيت ۽ منورتيءَ ۾ بنيادي فرق آهي. مهاتما چوي ٿو تہ هتي جي ۽ هُتي جي منورتي نرالي آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ هندوستان جي شاهوڪارن ۽ زميندارن هتي جي پورهيتن ۽ هارين کي وڏيڪ ڏُڌو آهي ۽ غريبن جي برگهور اصل ڪانہ لڌي اٿن. دنيا ۾ ڪٿي بہ اهڙا زميندار ۽ وياج خور ڪونهن جي اهڙا هيچي، خود غرض. رت پياڪ هجن. شايد حالتن مجبور ڪيو اٿن. زمينداري سرشتو زماني جي رفتار خلاف هئڻ سبب پراڻي جڳهہ وانگر يجڻ پرڻ لڳو آهي جنهن ڪري ڪيترا زميندار قرضدار آهن ۽ هزارين ايڪڙ زمين هوندي بہ جُهڳو گروي اٿن. ڪاتيدار تہ ماڳهين سُڃا سُڪٽا آهن ۽ زمين وڪٽي پين جو هاري بڻجي پيا قوت گذران ڪن. ڀلا ڏاندن جو جوڙو ۽ هٿ جو رنبو امريڪا جي ٽرئڪٽر ۽ بجليءَ سان ولايت جي بازارين ۾ چٽا پيٽي ڪيئن ڪري سگهندو؟ حال في الحال وياج خور زميندار بڻجي وينا آهن ۽ مهاتما سمجهي ٿو تہ جن بدبختن کان زمين ڦري پاڻ مالڪ بڻيا آهن، تن جا هو رکپال ۽ خيرخواهہ ۽ خدمتگار بڻجي پوندا. ۽ زمين جي اپت ۽ وياج مان بچت هارين نارين جي ڀلي ۽ اُنتيءَ لاءِ ڪتب آڻيندا. جيڪڏهن زميندار ي سرشتو چڱو آهي تہ چونہ سڄي ملڪ سان لڳايو وڃي، ۽ گجرات جي ڪاتيدارن کي وڏن جاگيردارن ۽ زميندارن جي سپرد ڪيو وڃي؟ مهاتما ... ۾ ائين ڪرڻ ڏيندو؟ جيڪڏهن گجرات لاءِ زميندار ي سرشتو خ ب آهي تہ بهار، بنگال، يو. پي، پنجاب، سنڌ لاءِ اهو سرشتو ڪارگر ڪيئن ليکبو! ڏسجي ٿو تہ مهاتما هالو چالو رسم ۽ نيتيءَ جو طرفدار آهي. پل تہ سرشتو کهڙو بہ خراب هجي، ماڻهو پيا آزارجن، ڪُسجن ۽ مسجن. پر

ان ۾ ڦيرو آڻڻ پاپ آهي. رڳو ماڻهن جي دلين ۾ ڦيرو آڻي، سندن روح پاڪ ۽ پوتر بنائي، موڪش ۽ نجات لاءِ هنن کي تربيت ڏيڻي آهي، بيو ٽيو پلو. مذهبي انهيءَ فلسفي تي ٻڌا آهن. مهاتما ٻـ جيڪڏهن ڌرما چاري ٿي وهي تہ اسان کي اعتراض ڪونهي، پر هو راجنيتي، سماج سڌاري ۽ جاتي اُڌار جي ڪمن ۾ انهيءَ قسم جا اُپديش ٿو ڏئي، جن مان پس پيش فائدو پهچڻ جو امڪان ناهي. مون مٿي ڪن مشڪل مسئلن جو ورنن ڪيو آهي. منهنجي مراد آهي تہ امنگ ۽ پريم، جذبو ۽ جنون ترڪ ڪري ٿڌي سيني انهن مسئلن تي غور ڪريان. هيل تائين اسان پنهنجو پاڻ لاءِ ڪئين مشڪلاتون پيدا ڪيون آهن جي ٿوري خيال ڪرڻ سان ٽاري سگهجن ها. اسان جي اها قومي ڪمزوري آهي جو ڪنهن بہ مسئلي تي ٿڌي سيني غور ڪرڻ عيوض مذهب ۽ ڌرم، امنگ ۽ جذبي، وهم ۽ پرم جا چوٽا وچ ۾ وجهي سٽ مُنجهايو ڇڏيون. انهيءَ نموني نڪي مسئلن کي ڇتيءَ ربت سمجهي سگهبو نڪي قوم جو پلو ڪري سگهبو. اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ آزادي روشن فڪر قوم کي نصيب ٿيندي آهي، ۽ غلامي انهن کي، جي سدائين دماغي ۽ قلبي غبار پيدا ڪري سچ ۽ حقيقت کان گمراهہ ٿي وڃن ٿا.

# خوشي يا زوري

ويهارو ورهيہ اڳ مهاتما "اهنسا پرموڌرم" جو پرچار ڪري هندوستان ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمايو. ڪروڙين ماڻهن بنان سوچ ويچار جي اهو منتر پي اُچاريو آهي. ڪيترن پڙهيل شخصن پڻ مخالفت ڪري، پوءِ ان کي سوئيڪار ڪيو آهي؛ ۽ ڪن ڪُليو ڪُلايو اُنتي ننولي ۾ چٽرون ڪيون آهن. انهن ويهن ورهين اندر هن ملڪ جي سياسي زندگي ۽ سماجڪ جيوت تي ان جو گهرو اثر پيو آهي ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ بہ ان جي پچار ۽ پنيرائي تيڻ لڳي آهي. اهنسا جو مت هماليہ وانگر جهونو پراڻو آهي، پر مهاتما پهريون شخص آهي جنهن انهيءَ سڌانت کي وڏي پئماني تي سياسي ۽ سماجڪ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم آندو آهي. هن کان اڳ ڪي درويش ۽ مهاپرش، اهنسا کي پنهنجي عقيدي ۽ اصول جو مکيہ جزو سمجهي، ان تي عمل ڪندا هئا. آتمڪ اوڏار ۽ روحاني ترقي لاءِ ان کي اثرائتو اوزار سمجهيو ويندو هو. پر سماجَ ۾ سُڌاري آڻڻ لاءِ اهنسڪ يڌ جوڙڻ جو ڪنهن کي خواب و خيال نہ هو. اڳ ماڻهو سمجهندا هئا تہ سماج اندر اَنياءُ ڏٽيءَ جي جوڙ آهي. مهاتما اهنسا کي سماج سڌاري جو واهڻ بنائي، لوڪن جي هٿ ۾ هڪ نئون شستر ڏنو آهي؛ هڪ هنڌ هو لکي ٿو تہ "جي شخص سماج ۾ انقلاب آڻڻ گهرن ٿا تن لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهن جي قلب ۾ بي آرامي پيدا ڪن. ائين ڪرڻ بنان هو ڪامياب ٿي نٿا سگهن. بي آرامي پيدا ڪرڻ جا بہ رستا آهن. هڪ هنسڪ ٻيو اهنسڪ. جبر يا هنسا جو اثر جسم تي پوي ٿو ۽ هڪ طرف فاعل کي وحشي بنائي ٿو، تہ ٻي طرف مفعول کي گيدي ۽ ڪانئر. اهنسا جو اثر نرالو آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڻ تي تڪليف هموار ڪرڻ سان انتر شڌي يا اندر جي پاڪيزگي نصيب ٿئي ٿي ۽ ٻي ڌر جي قلب تي جبر و اخلاقي ۽ روحاني اثر ٿئي ٿو."

هن قسم جو خيال هندواسين جي منورتيءَ سان نهڪندڙ آهي. اهوئي

سبب هو جو ڪيترن ماڻهن بنان چند چاڻ ۽ تڪ تور جي مٿيون فلسفو قبول ڪيو. ڪي شخص جن کي انهيءَ فلسفي ۾ شڪ گمان هو تن عمل جو وقت ڏسي اڻ تي ايمان آڻڻ واجب سمجهيو. ڪجهه وقت بعد جڏهن تحريڪ ڍري ٿي وئي ۽ جنگ جي زماني جو جوش لهڪاٽجڻ لڳو ته ماڻهو سوال پڇڻ لڳا جن جا جواب ڳولي لهڻ بيحد مشڪل ڪم هو. اهي سوال فقط اهنسڪ آندولن نسبت نه هئا پر "اهنسا پرمودرم" جي سڏانت ۽ فلسفي جي بنيادي چڪاس لاءِ هئا. سياسي نقط نگاهه کان اهنسڪ اسهيوگ ڪامياب نه ٿيو آهي ۽ ان جي ثابتي اها آهي ته اج تائين سلطنت شاهيءَ جو حڪم هن ملڪ مٿان هلندو تو اچي. سماجڪ سڌاري جي خيال کان به گهڻو وٽي نه سگهيا آهيون. نه رڳو ايترو پر اهنسا وادين سماج ۾ انقلاب آڻڻ تي اجان جوڳو ويچار ئي نه ڪيو آهي. انهن اوٽاين هوندي به گذريل ويهن ورهين جي تحريڪ ماڻهن ۾ زبردست جاڳرتا آندي آهي. جنهن کان انڪاري ٿيڻ مشڪل آهي. هن هلچل ماڻهن ۾ بي ڊپائي، آتم وشواس، چرتر آندو آهي، جنهن بنان سياسي خواهه اجتماعي ترقي محال آهي. اها جاڳرتا ۽ اخلاقي بهتري گذريل سالن جي جدوجهد جو نتيجو آهي يا اهنسا جو، سو چوڻ مشڪل آهي. ايتري سو چاڻ اٿئون ته بين ملڪن ۾ جتي اهنسا جو نالو نشان ڪونهي، اتي اهڙي قسم جي ڪشمڪش، هنسا هوندي به، ماڻهن ۾ ساڳي همت ۽ خود ياوري پيدا ڪئي آهي. ائين برابر آهي ته مهاتما اهنسا ذريعي ملڪ ۾ بي آرامي پيدا ڪئي آهي. بي آرامي جا ايندڙ انقلاب جو آثار آهي. پر جيسين ملڪ جون حالتون ماڻهن کي بي آرام بڻجڻ لاءِ مجبور نه ڪن، تيسين بي آرامي ڪنهن شخص جي اپديش يا سڏانت جي پرچار سبب ڦهلجي نٿي سگهي.

مهاتما اهنسا تي ڪئين ورق ڪارا ڪيا آهن پر سائنس ۽ فلسفي جي نقطہ نگاهه کان ان تي پوري روشني وجهي نه سگهيو آهي. هو سدائين اهو اپديش پيو ڏي ته چڱو پوکيندين ته چڱو لڻندين. زور زبردستيءَ هيسائي ڪم ڪڍڻ کان رضا خوشيءَ سان ماڻهن کي پنهنجي طرف ڪري ڪم ڪرائڻ بهتر آهي. ستيه ۽ سدا چار جو بنياد اهنسا آهي وغيره. ڏنو ويو آهي ته مهاتما جي نظر ۾ ستيه سداچار اهنسا ساڳيا وستو آهن. اهوئي سبب آهي جو سندس پوئلڳ پاڻ

ڪي ٻين کان اُتم ٿيا سمجهن ۽ جيڪي سنڌن راين سان هم خيال ناهن تن کي اخلاق کان ڪريل تصور ڪيا ڪن. بدبختاً اسان ۾ ڪيترا اهڙا آهن جن کي اهنسا ۾ وشواس ناهي ۽ جن جي من ۾ ان نسبت ڪئين شڪ گمان آهن. هن جي مراد اها ناهي تہ اسين اهنسڪ نموني تحريڪ هلائڻ خلاف آهيون. هتي سوال، ڇا ڪجي يا ڇا نہ ڪجي جو ناهي. دماغي ريت ضروري آهي تہ عمل ٿنيان فلسفي ۽ خيال ڇنڊيءَ ريت سمجهجي. مون کي ارمان سان قبول ڪرڻو ٿو پوي تہ هنسا لاءِ سخت نفرت هوندي بہ مان اهنسا وادي ٿي نہ سگهيو آهيان. مون کي انهيءَ سڌانت تي ڪئين اعتراض، شڪ، گمان آهن. مان پنهنجي اندر مان هنسا صفا ڪڍي نہ سگهيو آهيان ۽ ڪئين دفعا ٻين کي هيسائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. مان سمجهان ٿو تہ اخلاقي ريت ٻين کي هيسائڻ بدترين هنسا آهي سچ پڇو تہ مهاتما پنهنجي پوئلڳن ۽ رفيقن کي دماغي ۽ اخلاقي ريت هيسائي ۽ مطيع بنائي هنن سان هنسا ڪري رهيو آهي. خير، هتي سوال آهي تہ سماجڪ مسئلا اهنسا ذريعي حل ڪري سگهجن ٿا يا نہ؟ عام ماڻهن کي اهنسڪ بنائڻ کان اڳ ضروري آهي تہ هو اعليٰ درجي جي محبت ۽ اشرافت سان ٽمٽار هجن. اهو بہ صحيح آهي تہ سڌارو آزادي وغيره انهيءَ لاءِ آهن تہ ماڻهن جو اخلاق، رهڻي ڪرڻي بهتر ٿئي. هن دنيا ۾ رهندڙ ڪروڙين ماڻهن مان، هرهڪ سڌري اعليٰ درجي جو انسان ٿيندو يا نہ. سو چوڻ مشڪل آهي: پر انڪاري ٿي نٿو سگهجي تہ اهڙي قسم جو آدرش رکڻ ضروري آهي. سوال آهي تہ انهيءَ آدرش کي پهچڻ لاءِ فقط سچ، پاڪيزگي، سداچار جو پرچار ڪجي، يا سماج جو چرخو ڦيرائي، ماڻهن جي هلت چلت ۾ ڦيرو آڻي، ماڻهن کي انهن گڻن طرف مايل ڪجي. يا ٻنهي کي ملائي ڪم ڪجي؟

هنسا ۽ اهنسا تي اپديش ڪرڻ خاصو پر انهن جي وچ ۾ ليڪ ڪڍي حدون ٺاهي ڇڏڻ سولو ڪم ناهي. ڪيترين حالتن ۾ ڏنو ويو آهي تہ اخلاقي جبر، جسماني جبر کان وڌيڪ ڏهڪائيندڙ آهي. اهنسا ۽ ستيہ کي ساڳي وستو سمجهڻ بہ صحيح ناهي. سچ ڇاهي سو هڪ پراڻو مُنجهيل مسئلو آهي. ودوانن پنهنجي ورتيءَ ۽ گيان انوسار سچ جو جدا جدا نمونن ۾ ورنن ڪيو آهي، پر هيل تائين اهو مُنجهيل سُٽ سمجهائي نہ سگهيا آهن. سچ جي معنيٰ ڪهڙي بہ ڪٽي ڪڍو پر اهو صاف آهي تہ سچ ۽ اهنسا نرالا گڻ

آهن. هنسا تحقيق خراب آهي. پر هنسا جو مطلب هرو ڀرو اتيا چار ۽ استيہ ناهي. هنسا جا ڪئين نرالا روپ ۽ رنگ آهن. ۽ ڪيترين حالتن ۾ هنسا وڏين خرابين کي روڪڻ لاءِ اثرائتو اوزار آهي. مهاتما پاڻ قبولدار آهي. تہ گيدڙپڻي، غلامي ۽ ڊپ کان هنسا بهتر آهي. تورو خيال ڪرڻ سان ٻيا بہ ڪئين اوگڻ ۽ عيب سُجهي ايندوَ جي هنسا کان بدتر آهن. اٿين برابر آهي تہ هنسا اڪثر دشمني، ۽ وير وروڌ جو اظهار آهي، پر هنسا کي ٻنان وير وروڌ ڪم آڻي سگهجي ٿو. تنهن کان انڪاري ٿيڻ مشڪل آهي. ممڪن آهي تہ جراح وانگر هنسا کي ٻين جي ڀلي لاءِ ڪتب آڻجي. اهڙيءَ حالت ۾ هنسا کي اتياچار ۽ استيہ سان مشابهت ڪيئن ڏئي سگهبي؟ نيتي ۽ سداچار جي سچي پرک اندر جي ڀاونا مان پئجي سگهي ٿي. جيڪڏهن ڀاونا ڀلي آهي تہ هنسا کان ڪم وٺڻ ۾ عيب ڪونهي. تنهن ڪري اخلاقي نقطہ نگاهہ کان جبر اعتراض جوڳو ۽ خطرناڪ هوندي بہ ڪن حالتن ۾ نہ رڳو مفيد ۽ ڪارگر آهي، پر نيڪي ۽ سچ جو واهڻ پڻ آهي.

هيءَ دنيا ڪشمڪش ۽ هنسا جو گهر آهي. صحيح آهي تہ وير سان وير، دشمنيءَ سان دشمني وڌي ٿي، پر ساڳئي وقت اندر مان وير وروڌ صفا ڪيڍي ڇڏڻ سان ماڻهو دنيا کان ڇڄي وڃي ٿو ۽ مشڪل مسئلن کي حل ڪرڻ جي شڪتي گهٽجي وڃيس ٿي. هاڻوڪي سرڪار ۽ سماج جو بنياد هنسا تي ٻڌل آهي. جيڪڏهن پوليس ۽ جيل نہ هجن تہ نڪي سرڪار ڍلون اُگاڙي سگهي، ۽ نڪي زميندار ٻنائي وجهي سگهن، نڪي ملڪيت ڪن شخصن جي هٿ ۾ رهي سگهي. اڄ ڪلهہ جو قانون پوليس ۽ فوج وسيلي گهڻن ماڻهن کي مالدار ٿيڻ کان روڪ ٿو ڪري. جيڪڏهن لشڪر ۽ هٿيار نہ هجن تہ جدا ملڪن جون سرڪاريون پنهنجي آزاد هستي قائم رکي نہ سگهن.

مهاتما جي اهنسا مخالف اڳيان سر جهڪائڻ جي هدايت نٿي ڪري. هو چاهي ٿو تہ هن جي مخالفت ڪجي. مهاتما جي اهنسا هڪ تيز هٿيار آهي جو پاسي کان رکي، هٿ ٻڌي ويهڻ لاءِ ناهي. اهنسڪ سپاهيءَ کي اهو هٿيار ڪم آڻو آهي ۽ ان ذريعي "سماج ۾ بي آرامي" پيدا ڪري، ملڪ جو صورتحال ڦيرائڻو آهي. اٿين برابر آهي تہ ظاهري ريت مهاتما ماڻهن جون دليون وَس ڪرڻ جو اپديش ڏئي ٿو پر اها بہ حقيقت آهي تہ اهنسا جو

مطلب مخالف ڏر کي مجبور ڪري ڪم ڪڍڻ جو آهي. فرق رڳو ايترو آهي تہ مخالف کي مجبور ڪرڻ جو هي سُڌريل ۽ گهٽِ ۾ گهٽِ اعتراض جوڳو نمونو آهي. مهاتما خود ان کان انڪاري ناهي. ڪئين دفعا ظاهر ڪيو اٿس تہ سندس مُراد سرڪار کي مجبور ڪرڻ جي آهي.

دنيا ۾ جيڪي بہ حڪومتون آهن تن جو ڪاروبار تشدد تي ٻڌل آهي. پوليس، جيل ۽ فوج تہ کليو کلايو هنسا جا هٿيار آهن، پر ان کان بدتر نموني جا ڳجها هٿيار جي ماڻهن کي هيسائڻ لاءِ سرڪار استعمال ڪري ٿي سي آهن جاسوس، ڇيڙ ڇاڙ ڪندڙ ۽ حشي ڏيندڙ سرڪاري ايجنٽ، اسڪولن ۽ اخبارن ذريعي گمراهہ ڪندڙ تبليغ، مذهب معرفت غلط نمونيٰ جي اشاعت، بيڪاري ۽ بيروزگاريءَ جو ڊپ. ٻن سرڪارين وچ ۾ ڌوهہ ۽ ويساهہ گهاتي جائز سمجهي وڃي ٿي ۽ صلح جي زماني ۾ هرڪا سرڪار پنهنجو مطلب ڪڍڻ لاءِ ٻين کي گمراهہ ڪرڻ پنهنجو فرض ڄاڻي ٿي. جنگ جي زماني جي تہ ڳالهہ ئي نہ پڇو. ٽي سؤ ورهيہ اڳ هينري ووٽن، جو پنهنجي سر انگريزي سفير ۽ شاعر ٿي گذريو آهي، تنهن سفير جي شغل جي سمجهاڻي ڏيندي لکيو آهي تہ "سفير هڪ اُهو شريف انسان آهي جنهن کي ملڪ جي ڀلي خاطر ڌارين وٽ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ شرارت ڪرڻ لاءِ موڪليو وڃي ٿو." اڄ ڪلهہ هرڪنهن سفير سان فوجي، واپاري، سياسي همڪار لاڳو ڪيا ويندا آهن، جن جو شغل ڌاري سرڪار مٿان ٽيٽ رکڻ ۽ جاسوسي ڪرڻ آهي. انهن سفارتن کي ڪئين پنهنجا جاسوس آهن جي رشوتون ڏئي، حرفتون هلائي، منصوبا سٽي، خون ۽ چوريون ڪرائڻ ۾ مشغول آهن. هرڪا سرڪار ڌارئي ملڪ ۾ اهڙي قسم جي چار وڇائي ڪنڊ ڪڙڇ مان خبرون هٿ ڪرڻ ۽ ايجنٽن معرفت نقشا ۽ ڪاغذ ٽپائڻ ۾ رُڌل آهي. گذريل جنگ جي زماني ۾ جاسوسن جا ڪارناما پڙهي ڏندين آڱريون ڏيندا. متان سمجهو تہ صلح جي زماني ۾ حالتن ۾ ڪو بنيادي ڦيرو اچي ٿو. اڄ ڪلهہ صلح ٻن جنگين وچ ۾ ساهي پٽڻ، تياري ڪرڻ جو زمانو آهي. خوني هٿيارن سانءِ جنگ بند ڪري، واپاري ۽ سياسي طريقن سان جنگ هلائي وڃي ٿي. جن جيتيو ۽ جن هارايو تن وچ ۾ ڇڪتاڻ هلندي اچي. حاڪم ۽ محڪوم قومون، هوندَ ۽ اڻ هوندَ وارا هڪ ٻئي خلاف وڙهندا اچن. تنهن

ڪري ائين سمجهڻ ته صلح جي زماني ۾ امن ۽ قانون آهي سو غلط آهي. لارڊ وُلزلي پنهنجي ڪتابچي ۾ لکي ٿو ته "اسين وَر وَر ڏئي ٻين کي وعظ ڪنداسون ته "سچ ۽ ايمانداري جي آخر جئي آهي." پر ساڳي وقت اهو ڪڏهن وساري ڪونه ڇڏينداسون ته انهيءَ قسم جا اپديش صغير ٻالڪن کي اخلاقي درس ڏيڻ لاءِ آهن. جنگ جا سورما اهڙي هدايت تي عمل ڪن، ان کان اڳ ترار مياڻ ۾ وجهي ميدان ڇڏي وڃي گهر ويهن."

جيسين دنيا ۾ قومي حڪومتون آهن ۽ هڪ قوم ٻي قوم خلاف آهي ۽ هوندَ اڻ هوندَ وارن وچ ۾ ملڪيت تان رَڳڙو آهي، تيسين اهنسڪ نموني جو ڪاروبار قائم ڪرڻ غير ممڪن آهي. اهي شخص ۽ قومون جي ٻين جو رت چوسي متارا ٿيا آهن ۽ مظلومن کي اُسرڻ، وڌڻ ويجهڻ جو موقعو نٿا ڏين، سي دولاب، دروغ، ويساهه گهاتي ۽ هنسا ڪيئن ڇڏيندا؟ ممڪن آهي ته لوڪ رايو ۽ حالتون ڪي قدر اشرافت جي راهه ونڻ لاءِ هنن کي مجبور ڪن، پر تازو جيڪي واقعا ٿيا آهن تن مان ڏسجي ٿو ته غلام قومن، پورهيتن ۽ مظلومن ۾ جاڳرتا جي اچڻ سبب، حاڪم شخص ۽ قومون جبر طرف وڌيڪ مايل ٿيڻ لڳيون آهن. ممڪن آهي ته لٺ ڏڪي هلائڻ جو رواج گهٽجي ويو هجي، پر ٻين طريقن سان هيسائڻ جو رواج پاڻ وڌيل آهي. ائين برابر آهي ته موجوده دنيا ۾ سڌريل ۽ نيڪ ۽ روشن دماغ شخصن جو تعداد اڳ کان گهٽو وڌيل آهي، ۽ سماج جي ترقي سبب وحشي ذهنيت ۽ روش تي ضابطي رکڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، پر نڪي عقل جي واڌاري، نڪي اخلاقي ۽ مذهبي تبليغ قومن ۽ فرقن کي وڌيڪ مهذب، انصاف پسند، امن دوست ۽ اشراف بڻايو آهي. اڄ ڪلهه جاتيون ۽ فرقا وڌيڪ منظم آهن. هر ڪنهن جاتيءَ ۾ شريف انسان پيا آهن، پر ڪا به جاتي اهڙي سڌريل ناهي جو انصاف ۽ اشرافت جي طرفدار هجي. اهوئي سبب آهي جو هر ڪنهن فرقي ۽ جاتيءَ جا رهنما ۽ ليڊر اڪثر اهي شخص آهن جي اخلاق، انسانيت، اشرافت جي لحاظ کان پست درجي جا ماڻهو آهن.

ممڪن آهي ته سياسي حالتن ۾ تبديلي اچڻ سبب ايندڙ زماني ۾ قومن جي وچ ۾ جنگ ۽ خونريزي بند ٿي وڃي. تنهن هوندي به راڄيه ڪاروبار هلائڻ لاءِ هنسا جي ضرورت پوندي. سماجڪ جيوت هلائڻ لاءِ حڪومت

ضروري آهي. ۽ حڪومت مجبور آهي تہ انهيءَ سماج کي قائم رکڻ لاءِ انهن ماڻهن تي ضابطو رکي جن جي طبيعت خود غرض آهي ۽ جي پنهنجي سوارٿ لاءِ سماج کي نقصان پهچائڻ کان نٿا هچڪن. ائين برابر آهي تہ هرڪا حڪومت ضرورت کان وڌيڪ رعيت کي هيسائي ٿي، پر ان جو ڪارڻ عيبدار انساني فطرت آهي جا طاقت ملڻ سان ڦوندجي، آڪڙيل ٿي پوي ٿي. هرحال جيسين ملڪ ۾ رهندڙ هرهڪ شخص خير خواهہ نسوارٿي، اشراف، سچار نہ ٿيو آهي تيسين سرڪار کي پوليس، جيل، عدالت گهر رکڻا پوندا. ازانسواءِ جيسين انتر راشٽريہ اتحاد نہ ٿيو آهي ۽ دنيا جي سڀني قومن جي گڏيل حڪومت نہ ٿي آهي تيسين ملڪ جي بچاءَ لاءِ لشڪر ۽ هٿيار رکڻا پوندا.

جيڪڏهن مٿيون دليل صحيح آهي تہ اندروني انتظام خواهہ باهرين خطري کان بچاءَ لاءِ هنسا جي ضرورت آهي، تہ پوءِ هالو چالو سرشتي جي بچاءَ لاءِ سرڪار کي هنسڪ طريقا اختيار ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ ۽ انقلابين تي روڪ وجهڻ تہ انهيءَ سرشتي ڊاهڻ لاءِ هو هنسڪ طريقا اختيار نہ ڪن، سو ڪيتري قدر واجب آهي؟

ڪراچي ڪانگريس هڪ پرستاوُ پاس ڪيو آهي جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ آزاديءَ جي معنيٰ رڳو سياسي آزادي ناهي. سياسي آزاديءَ سان گڏ ڪروڙين ماڻهن کي آرٿڪ آزادي ملڻ گهرجي، جيئن هنن جي حياتي سکي سَهنجي ٿئي. ائين ڪرڻ لاءِ پورهيتن جو پگهار وڌائڻو پوندو ۽ مالدارن تي ڳريون ڍلون وجهڻيون پونديون. ازانسواءِ انهيءَ پرستاوَ ۾ اهو بہ ڄاڻايل آهي تہ سرڪار مکيہ ڪارخانا، معدنيات، ريلون، جهاز وغيره پنهنجي قبضي هيٺ آڻيندي ۽ نشيدار شين تي بندش وجهندي. ائين ڪرڻ سان ڪئين شاهوڪار ۽ واسطيدار سوراجي حڪومت جي مخالفت ڪندا. ممڪن آهي تہ سيڪت جي ڊپ سبب هو هيسجي وڃن ۽ سرڪار اڳيان ڪنڌ جهڪائن. سوال آهي تہ غلبہ راءِ سان اهڙي قسم جا قاعدا پاس ڪرائڻ هنسا آهي يا اهنسا. واسطيدار چوندا تہ اها هنسا آهي. انهيءَ حساب سان لوڪشاهيءَ جا تورن مٿان گهڻن جي راءِ مڙهي ٿي سا هنسا آهي. جيڪڏهن هرڪا واسطيدار ڌر پنهنجي سوارٿ کي مدنظر رکي فتوي ڏيندي ۽ ان تي عمل ڪبو تہ لوڪشاهي طريقو ڪيئن هلائي سگهبو؟ مون نشيدار شين

واپرائڻ وغيره خلاف گهڻي ئي وعظ ٻڌا آهن. نشئي رڳو پنهنجو پاڻ کي نقصان پهچائي ٿو پر ڪن شخصن جي هٿ ۾ اڪيچار ڏن ڏيڻ مان سڄي سماج کي نقصان پهچي ٿو. ڪي شخص نشو واپرائڻ خراب سمجهن ٿا پر شاهوڪار شاهيءَ تي اعتراض ڪونه اٿن. ڪيترن اهنسا وادين جو چوڻ آهي تہ شاهوڪارن جي رضامنديءَ کان سواءِ سندن ملڪيت عام ڀلي لاءِ کڻي آڻڻ يا ضبط ڪرڻ، اهنسا جي اصول خلاف آهي. عجب اهو آهي تہ زميندار جڏهن هاريءَ کان حصو وٺڻ لاءِ ضبطيون ڪرائين ٿا يا ڪارخاني وارا مزورن کي دٻائڻ لاءِ سرڪار جي مدد وٺن ٿا، تڏهن اهنسا جو خيال نٿو اچين. جيڪڏهن اهنساواد جي معنيٰ آهي تہ زميندار جي رضامنديءَ کان سواءِ هاريءَ کي حق وٺي نہ ڏجن، تہ صدين گذرڻ بعد بہ نہ زميندار اهڙي قسم جي رضامندي ڏيندا ۽ نہ هارين جي حالت سڌرندي. ڊرمي اپڊيش گهڻو ئي چڱا پر جڏهن سوارٿ ۽ آپي جو سوال اچي ٿو تڏهن ماڻهو ٻيو سڀ وساري ان کي ڇُهنيو پون. ممڪن آهي تہ ڪي جزوي شخص پنهنجو سوارٿ وساري لوڪ هتڪار ۽ عام ڀلي لاءِ مال ملڪيت قربان ڪن، پر دنيا جي تاريخ ۾ اهڙو مثال ڪونہ سُجهي جو ڪنهن فرقي اهڙي نموني جي قرباني ڪئي هجي. زميندار شاهي ۽ شاهوڪار شاهيءَ کي دست بردار ڪرائڻ لاءِ طاقت کپي جا سندن مقابلو ڪري پورهيتن ۽ هارين کي حق وٺي ڏئي. تنهن ڪري اميد رکڻ تہ پنهنجو پاڻهي هڪ قوم ٻي قوم مٿان راڄ ڪرڻ ڇڏي ڏيندي يا شاهوڪار مال متاع تان هٿ کڻندا سو سراسر غلط آهي.

مهاتما پاڻ تي سور سختي هموار ڪري مخالف جي دل پگهارڻ گهري ٿو. ممڪن آهي تہ ائين ڪرڻ سان ڪن شخصن کي پنهنجي طرف ڪري سگهي. پر زميندار ۽ شاهوڪار ڪي ڳاڻ ڳڻيا شخص ناهن جن کي مهاتما پنهنجو آتم ٻل ڏيکاري، پنهنجي وس ڪري سگهي. شاهوڪار هڪ فرقو آهن. هنن کي ورهين کان گهمنڊ ويهجي ويو آهي تہ هو ٻين کان اعليٰ درجي جا انسان آهن. هو پنهنجو مال ملڪيت ۽ رتبو ڇڏڻ لاءِ هرگز تيار ناهن ۽ ساميواد وغيره کي ڪفر ٿا سمجهن. اهڙن ماڻهن مان اميد رکڻ تہ هو چيتي جي ڪل لاهي ٻڪري يا ڳانءِ تي پوندا، ٻبر کان ٻير گهرڻ سمان آهي. البت اُهي شخص جن کي هڙان ڪجهہ وڃائڻ جو خطرو ناهي، سي اسهيوگ

آندولن ۽ قومي تحريڪ جو سات ڏيندا. هيل تائين ٿيو بہ ائين آهي. اهڙن ماڻهن کي پنهنجو طرفدار بنائڻ آسان آهي.

جيڪڏهن اهو اصول قبول ڪجي تہ سرڪار کي هنسا ڪم آڻڻ جو حق آهي تہ پوءِ ڪهڙي حساب آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هنسا جا طريقا اختيار ڪرڻ بي واجب آهن؟ فرض ڪريو تہ سياڻي اهنساوادين کي حڪومت جي ڪاروبار جون واڳون ملن ٿيون ۽ سندن مخالف عام رائي کي ريٽي سندن خلاف بلوو شروع ڪن ٿا. ائين برابر آهي تہ اهنساوادي هنسا جو نالو ٻڌي چرڪي نہ ويندا، پر بلوي کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ مخالفن کي زوري دٻائڻو ضرور پوندن. تهڙي ريت اُهي شخص جي سماجڪ سڏاري جي مخالفت ڪن ٿا، تن خلاف ڪي جبرا قدم کڻڻا پوندن. ٻيءَ حالت ۾ سور سهي طاقت هٿ ڪرڻ مان ڪهڙو سود؟ پنهنجو پاڻ تي تڪليف هموار ڪرڻ، مخالف ذر کي نقصان پهچائڻ بنان اعليٰ اخلاق جو مثال پيش ڪرڻ، پنهنجي قلب کي قرباني ۽ محبت ذريعي پنهنجي وُس ڪرڻ، اهڙي قسم جي روش آهي جنهن لاءِ هر شخص جي دل ۾ عزت پيدا ٿيڻ گهرجي. انهيءَ نموني جو ورتاءُ، جيڪڏهن ڪنهن اعليٰ مقصد ۽ عام ڀلي لاءِ عمل ۾ آندو وڃي تہ بيشڪ چڱو آهي، پر اهو بہ ممڪن آهي تہ شخصي هٺ يا خسيس مراد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي عذاب ڏئي، هڪ اعليٰ آدرش کي ڪلٺهاب ڪجي يا ڪانئرتا ۽ گيدپڻي کي لڪائڻ لاءِ ٻاهريون اهنسا جو ملمعو رچيو وڃي.

گذريل ڪن سالن کان هندوستان ۾ انقلابي خيال زور وٺي رهيا آهن ۽ ڪيترا روشن دماغ ۽ آزاد طبع نوجوان انهن جي پٺيرائي ڪري رهيا آهن. پر اهنسا وادي هنن جي مخالفت ڪن ٿا، ڇاڪاڻ تہ انقلابي هنسا بنان سماج کي اُلٽ پُلٽ ڪرڻ ۾ عقيدو نٿا رکن. اهنساوادي قوم جي آئنده جو خيال نہ ڪري، اهنسا ۽ پريم ۽ سهڪار جا هوائي سپنا لهي، جدا شغلن ۽ فرقن وچ ۾ ڇڪتاڻ ۽ خصومت تي اک پور ڪري، حقيقتن کي نظرانداز ڪرڻ گهرن ٿا. رواجي ريت اها حقيقت آهي تہ شاهوڪار ۽ زميندار مُٺي ماڻهن بنان پنهنجي حقن تان آهو نہ پليندا، پر اهنسا وادي جي برٽش سلطنت جو اهنسڪ طريقن سان تڏو کڻائڻ ۾ وشواس رکن ٿا سي شاهوڪارن کان ڇو ڇرڪي رهيا آهن؟ اهنسا جيڪڏهن انگريز کي جيتي سگهي ٿي تہ زميندارن ۽ شاهوڪارن تي ڇو

ڪين ٿي غالب پئجي سگهي؟ اهنسا ذريعي سوراج ملندو يا نہ. ڳالهہ نرالي آهي پر جي شخص انهيءَ ۾ اعتقاد رکندڙ آهن تن کي جڳائي ٿہ زميندارن ۽ شاهوڪارن جي اهنسڪ نموني مخالفت ڪري، ساميوادي سوراج جي پيڙهہ ٻڌڻ شروع ڪن. ائين آهي ڇا تہ اهنسا رڳو ڌاري حڪومت خلاف ڪم آڻي سگهجي ٿي؟ عقل چوي ٿو تہ اسان جا هم وطني جي ساڳئي ملڪ ۾ وايو منڊل ۾ رهن ٿا انهن مٿان اهنسا جو اثر پاڻ وڌيڪ پوڻ گهرجي.

ڪانگريس اهنسڪ مت انهيءَ ڪري اختيار ڪيو جو ان دواران سوراج ۾ سماجڪ سڌاري آڻڻ جي خاطري ڏني وئي هئي پر هينئر اهنسڪ ست کي سلامت رکڻ لاءِ سڌاري ۽ سوراج کي نظرانداز ڪري ڇڏڻ ڪيتري قدر واجب آهي؟ اسان جو مقصد اهنسڪ مت جو پرچار ۽ ان جي پيچيدگين تي عجيب و غريب ايثار وغيره نہ هو. اهنسا بہ هڪ قسم جو واهڻ هئي. ڪوبہ چئي نہ سگهندو تہ پورن سوراج اهنسا جو هڪ جزو آهي ۽ اهنسا بنان آزادي حاصل ڪرڻ چڱي ناهي. پر افسوس، هينئر رڳو اهنسا جو سُر پيو آلاپجي ۽ آزاديءَ کي اهنسا جي پرچار لاءِ هڪ قسم جو واهڻ سمجهي ڪتب پيو آندو وڃي. اهنسا هينئر هڪ اهڙو منتر ٿي پيو آهي جو اڪيون پوري، سمرٽي سوري، بنان سوال جواب "ايڪو برهم دتيو ناستي" وانگر جپٽو آهي. ڪهڙو عجب جيڪڏهن هن نموني جو انڌ وشواس اهنسا وادين جي مت کوهي ڇڏي ۽ خود غرض آپ سوار ٿي شاهوڪارن جي بچاءَ لاءِ ٽنيو ٽوٽي ٿي پوي.

مون کي ارمان آهي تہ اهنسا وادي پنهنجي سڌانت کي اهڙي اُبتي نموني ڪتب ٿا آڻين. منهنجو وشواس آهي تہ اهنسا هڪ اتم آدرش آهي جو مهاتما هندوستان بلڪ دنيا جي ڀلي خاطر ماڻهن اڳيان رکيو آهي. ممڪن آهي تہ دنيا جون موجوده حالتون ۾ ماڻهن جا قلب اجان انهيءَ ڪڙيءَ تي نہ رسيا آهن جو اهنسا عمل ۾ آڻي سگهجي، پر اهنسا جو جيترو وڌيڪ پرچار ڪبو اوترو ماڻهن ۾ شناس وڌندي ۽ ان ڏانهن راغب ٿيندا. اهنسڪ اسهيوگ هڪ نئون هٿيار آهي جو ماڻهو حڪومت خلاف ڪم آڻي سگهن ٿا ڪوبہ نيڪ ا ان اهنسڪ اسهيوگ ڪندو تہ ان جو اثر ماڻهن جي دلين تي بلڪل گهرو پوندو پر جڏهن هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو ستياگرهہ ڪرڻ لڳن ٿا، تہ ٻاهران ڏيک ڀيشڪ ٿئي ٿو پر اخلاقي اثر گهٽو گهٽجي وڃي ٿو.

اهنسا تي حد کان ٻاهر وزن ڏيڻ سبب ڪئين روشن فڪر، تيز فهم شخص ڪانگريس کان پاسو ڪري ويا آهن. حالت اها اچي بڻي آهي جو اهنسا جون اکيون پوري جاپ جُپڻ يا ڪانگريس ڇڏي وڃڻ بنان چارو ڪونهي. 1920ع ۾ ڪيترا هنسا وادي پنهنجون اڳيون ڪارروايون ترڪ ڪري ڪانگريس ۾ اچي شامل ٿيا. هنن بيحد سچائيءَ سان هي نئون اهنسڪ اسهيوگ جو طريقو آزمائڻ تي گهريو. ڏسجي ٿو تہ هينئر ويهن ورهين جي آزمودي بعد اهنسا مان ايمان گهٽجي ويو اٿن. حقيقت آهي تہ اسهيوگ ۽ سول نافرماني تحريڪ ۾ ڪئين هڏڏوڪي. وطن دوست نوجوانن ٻهرو ورتو ۽ اهنسڪ اصول ۽ نيتيءَ جي پيروي ڪئي، پر هينئر هنن کي ڪافر سمجهي ڪانگريس مان نيڪالي ڏني اٿن. چاڪاڻ تہ هو ”اهنسا پرمو ڌرم“ جو ڪلمو پڙهڻ کان انڪاري آهن ۽ شاهوڪار ۽ زميندار شاهيءَ کي بنياد کان اکوڙي پورهيتن، هارين، بيروزگارن، مظلومن کي سکيو سهنجو ڪرڻ لاءِ ساميواد جو پرچار ڪري رهيا آهن. البت مهاتما پنهنجي سر اهڙو تنگدل، تعصبي ناهي پر سندس پوئلڳن کان الله امانَ ڏئي. هو هن نئين پنٿ جا رکپال آهن ۽ سنڌن مندر ۾ ڪئين لڪاپتي ۽ جاگيردار اَچهو وٺي رهيا آهن. نتيجو اهو ٿو نڪري جو دشمن کي اهنسا جو اپديش ڏئي پنهنجي طرف ڪرڻ عيوض، اهنسا وادي دشمن جو ساٿ ڏئي ان جو بچاءَ ڪري رهيا آهن. ڏٺو ويو آهي تہ ڪانگريس ۾ ڪيترا اهڙا شخص آهن جن پنهنجي رفيقن کي نظرانداز ڪري، شاهوڪارن ۽ مالدارن جي پنيرائي ڪئي آهي. ائين ڪرڻ سان هنن تحريڪ کي سخت صدمو پهچايو آهي، ڇاڪاڻ تہ مالدارن جي طرفداري ڪرڻ ۽ انهن کي اهميت ڏيڻ مان هنن پنهنجي همڪارن ۽ دوستن جي دل ۾ بدگماني ۽ نفرت پيدا ڪئي آهي ۽ ڪم لاءِ پڻ سندن اُتساهہ گهٽائي ڇڏيو آهي. جيئن عطر جي پرک خوشبوءِ مان پوندي آهي، تيئن اوچي آدرش جي پرک عمل مان پوڻ گهرجي. جيڪڏهن اسين سچ انصاف انسانيت جا ڍڪ پريون ۽ عملي ريت بي انصافي ۽ دولاب ڪريون تہ اسان تي ڪو اعتبار ڪونہ ڪندو. آدرش ڪا اسٿول وستو ناهي جنهن جي ڇڪاس ڪري سگهبي، تنهن ڪري ان کي سمجهڻ لاءِ ڏسجي تہ ان کي پهچڻ لاءِ عملي ريت ڪهڙا اپاءَ ورتا وڃن ٿا. هوئن بہ

اعليٰ مقصد جي ڪاميابيءَ لاءِ آڏا ابتا اعتراض جوڳا رستا اختيار ڪرڻ سان وير وروڌ وڌائجي ٿو ۽ پاڻ لاءِ رنڊڪون ۽ مشڪلاتون پيدا ڪجن ٿيون. منزل ۽ راهہ اهڙو تہ هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن جو منزل کي راهہ کان، ۽ راهہ کي منزل کان، جدا ڪرڻ مشڪل آهي. مقصد بنان پنڌ ڪرڻ واٽڙن وانگر ڀٽڪڻ برابر آهي ۽ ڪنهن صحيح راهہ تي هلڻ بنان مقصد تي پهچڻ جي اميد رکڻ حماقت آهي. مهاتما سدائين سدا چار ۽ نيڪ اعمال جو پرچار پئي ڪيو آهي، جنهن ڪري ڪانگريسين پاڻ تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ قومي تحريڪ باانتظام نموني هلي سگهي آهي.

انهيءَ کان انڪاري ٿيڻ مشڪل آهي تہ سڄي دنيا هينئر وڏي الجهن ۾ آهي. ماڻهن جي قلب ۾ سخت بي آرامي آهي ۽ سندن خيال ۽ اُمنگ مُنجهيل آهن. ويهين صديءَ ۾ سائنس جي ترقيءَ ۽ آمدرفت جي سهوليت سبب آسيا واسين جي رهڻي چلڻيءَ ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو آهي. پراڻين ۽ نين عادتن، قديم ۽ جديد خيالن جي خاموش جنگ هلندي اچي. جيسين ماڻهن جا خيال ۽ عادتون نين حالتن سان نهڪي نہ آيا آهن تيسين مونجهارو ۽ بي آرامي هلندي ايندي. ڌاري حڪومت جي موجودگيءَ سبب هندوستان ۾ سياسي معاملو نهايت اهميت وارو ٿي پيو آهي، ڇاڪاڻ تہ جيسين حڪومت جون واڳون هندواسين جي هٿ ۾ نہ آيون آهن تيسين سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪجهہ ڪري نٿو سگهجي. هن ملڪ ۾ خود حڪومت هجي تہ هوندَ سياست تي ايڏو ڏيان نہ ڏنو وڃي. صدين کان اسان جي سماج ڪن جهونن پراڻن نيمن انوسار هلندي اچي، جنهن ڪري ڪيترا سمجهو ۽ هوشيار شخص سمجهي وينا آهن تہ سماج هلائڻ لاءِ بيا ڪي ڪاگر ۽ مفيد طريقا ۽ نيم آهن ئي ڪونہ. ابي ڏاڏي کان رسمون ۽ رواج هلندا اچن، جيتوڻيڪ ابي ڏاڏي وارو زمانو ۽ دنيا دفن ٿي ويا آهن ۽ اسان جو رودن ۽ راڙو مئل ماضيءَ جي سڪل هڏن ۾ جان ڦوڪي نٿو سگهي. اسان جي نيتي ۽ اخلاق، رواج ۽ وهنوار جو اڳين زماني جي حالتن مطابق هو سو اڄ جي حالتن سان نهڪي نٿو اچي، جنهن ڪري اسان کي سور سهڻا پون ٿا ۽ سماج جو گاڏو هلڻ ۾ چين چين ڪري ٿو. اسان جي اندر ۾ هالو چالو نيتيءَ ۽ وهنوار نسبت ڪئين سوال اٿن ٿا ۽ اجوڳ ڪارروايئن ۽ بي انصافيءَ سبب وويڪ ڇهنڊڙي پائي ٿو ۽ روح ۾ بي آرامي اٿپن ٿئي ٿي. اڳيان مذهب ۽ ڌرم

گرنٿ ۽ پستڪ جي ڪنهن خاص زماني جي حالتن تي روشني وجهڻ لاءِ ناهيا ويا هئا سي اسان جي موجوده سوالن جا جواب ڏئي نٿا سگهن. اسين انهن جهونن پراڻن پستڪن کي انهيءَ ڪري ڇهڻي پيا آهيون جو اسان جي ابن ڏاڏن جو انهن ۾ وشواس هو ۽ صدين کان لکين ماڻهن. انهن تي عمل پي ڪيو ۽ انهن کي آڪاس واڻي يا الهام ڄاڻائي انهن ۾ شڪ گمان آڻڻ ڪفر تي ڄاتو. اسان کي ڄاڻ آهي تہ انهن ڪتابن جا واڻيون ۽ واقعا، وعظ ۽ نصيحتون، گول مول عبارت ۽ ڳنوارن ۽ ريڍارن جي حياتيءَ مان پرماڻ اسان جي مسئلن تي روشني نٿا وجهي سگهن. راجا جنڪ ۽ حضرت نوح بلڪ ڀلارا انسان هئا پر جنهن دنيا ۾ هو رهيا ٿي سا هيءَ ويهين صديءَ واري ريڊيو ۽ بجليءَ، هوائي جهاز ۽ سينيما، فورڊ ۽ ڪرپ، بئنڪ آف انگلنڊ ۽ فيڊرل بئنڪ آف آمريڪا واري دنيا نہ هئي. سندن زماني ۾ ناممڪن هو تہ انگريز ڇهه هزار ميلن جي مفاصلي تان هندوستان تي حڪومت هلائي سگهي يا جپان سستو ڪپڙو ناهي نصرپور جي ڪوريءَ کان پيٽ قوت کسي وٺي. حضرت نوح ۽ راجا جنڪ جي دنيا محدود هئي، پر هيءَ اسان جي ويهين صديءَ واري دنيا، جنهن ۾ مختلف قومون هڪ ٻئي سان ڪلهي گس پيون ڪن ۽ مال ۽ خيال جي ٻوڏ وجهي ڏني اٿن، تنهن ۾ حضرت موسيٰ ۽ منوءَ جي نيتي هلائڻ چريائي آهي. اسان کي جُڳائي تہ اهي قديم ڏنڊ ۽ غبار ڪڍي اکيون کولي، غور ڪري مڙس ٿي حالتن کي منهن ڏيون، ۽ نئون چرتر ۽ اخلاق، نيتي ۽ وهنوار پيدا ڪري آسودگي ۽ عظمت جو بنياد وجهون.

اهنسڪ مت بہ جيڪڏهن قديمي مذهبن وانگر انڌ وشواس تي ٻاڌڙي وهندو تہ ان مان منش ڄاتيءَ کي فائدو نہ ملندو. انهيءَ ذريعي هالو چالو مسئلن جي چنبڙ ڇاڻ ڪرڻ ناممڪن آهي. ڪوبہ مت جو ماڻهن جي سياويڪ ڪمزوري ۽ خاص ڪري عوام الناس جي اوڻاين ۽ لوڪن جي خامين جو ويچار نٿو ڪري سو ڪامياب ٿي نہ سگهندو. جيڪڏهن دنيا جو نظام نئين بنياد تي ٻڌڻو آهي تہ ڪن ڳاڻ ڳڻين ليڊرن جا خيال ماڻهن مٿان مڙهي نہ سگهبا. پر عام ماڻهن جي جذبات ۽ احساسات جو ويچار ڪرڻو پوندو ۽ حالتن کي مدنظر رکي نيتي ناهڻي پوندي. دنيا جي اتهاس ۾ هنسا ۽ تشدد وڏا ڪم ڪري ڏيکاريا آهن. پراچين سميہ ۾ جيڪي بہ انقلاب ٿيا ۽ سماج ۾ تبديليون آيون ۽ حڪومتون نهيون ۽ ڊٺيون، تن لاءِ هنسڪ رستا اختيار

ڪيا ويا هئا. مون کي ڪونہ سُجهي تہ اهنسا جي اپديش ڪرڻ سان ڪنهن حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ڪيون هجن يا سماج ۾ وڏو انقلاب آندو هجي. مون کي انگلنڊ جي وزيراعظم مسٽر گلئڊسٽون جو گفتو ٿو ياد پوي جنهن ۾ هو چوي ٿو تہ ”مون کي ارمان سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي تہ مشڪلات جي زماني ۾ انگلنڊ واسين کي جيڪڏهن اهنسا، امن امان، صبر ۽ ڌيرج جو اپديش ڏنو وڃي ها تہ هي ملڪ پنهنجي آزادي هرگز قائم نہ رکي سگهي ها.“

جيڪي شخص هنسا تي ملامت ڪري ان جي اهميت تي چشم پوشي ڪن ٿا تن حياتيءَ جو ڪاروبار سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي. اها حقيقت آهي تہ تشدد ۽ هنسا خراب آهي ۽ دشمني، ڌڪار ضد ۽ وير بي حد ڏک ۽ مصيبت جو باعث آهن. پر اها بہ حقيقت آهي تہ هنسا چڱي ياونا ۽ اعليٰ مقصد لاءِ بہ ڪم آڻي سگهجي ٿي. افسوس جو هنسا اڪثر دشمني، وير ۽ ڌڪار جو اظهار ڪري ٿي، تنهن ڪري جيترو ٿي سگهي اوترو ان کان ڪنارو ڪري وڃڻ گهرجي. پر هنسا پر ڊجي ٻرين خرابين ۽ ظلم جو مقابلو نہ ڪرڻ غلط آهي. ملڪ ۾ هنسڪ سرشتو ۽ ماڻهن سان انياءُ ڏسي هٿ ٻڌي ويهڻ اهنسڪ اصول جي ورڌ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهنسا جيڪڏهن سماج مان انياءَ ۽ خرابيون ڪڍي نہ سگهي تہ ماڻهن لاءِ ڪارگر نہ چئبي. مان نٿو سمجهان تہ اهنسا ذريعي اسين پنهنجي ماڳ تي پهچي سگهنداسون. جيتوڻيڪ حال في الحال ان تي عمل ڪرڻ سان شايد ڪجهہ اڳتي وڌي سگهون. جنهن صورت ۾ حاڪم ۽ مالدار پنهنجا حق واسطا مُئي مارائي بنان ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن، تنهن صورت ۾ لاچار هنن لاءِ ڪي اهڙيون حالتون پيدا ڪرڻيون پونديون جو هو مجبور ٿي انهن تان آهو پلين. پورهيتن ۽ شاهوڪارن، سلطنت شاهي ۽ مظلوم قومن جي وچ ۾ جا موجوده ڇڪتاڻ آهي تنهن جو فيصلو هيسائڻ ۽ دٻائڻ بنان ٿيڻ محال آهي. ائين چوڻ تہ شاهوڪار ۽ پورهيت جو فائدو هڪ ٻئي سان سهڪار ڪرڻ ۾ آهي، يا مظلوم قومن جي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي تہ ڌاريا انهن تي حڪومت ڪندا رهن. سو پاڻ کي ۽ ٻين کي گمراهہ ڪرڻو آهي. ائين چوڻ سان نہ رڳو سچ جو خون ڪيو وڃي ٿو پر ساڳئي وقت شاهوڪارن ۽ حاڪمن کي هُشي ملي ٿي ۽ هو سمجهن ٿا تہ سندن ڪرتوت اخلاقي نقط نگاهہ کان صحيح آهن. جيڪڏهن ڪنهن خراب سرشتي جي مخالفت ڪرڻي آهي تہ

ان جون پاڙون کولي ظاهر ڪرڻ گهرجن جيئن سيني کي ان جي ذاتي خرابيءَ جي ڄاڻ پوي. اسپيوگ ۾ هيءَ خوبي آهي جو انياءَ سان اسهڪار ۾ قطع تعلقات ڪري ان جي ذاتي خرابيءَ کي نرنئه ۾ پڌرو ڪري ٿو.

اسان جي مُراد آهي ته هڪ اهڙو سماج ناهيون جنهن ۾ شاهوڪار ۽ غريب جو نالو نه هجي ۽ سيني کي اُسرڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ جو هڪجهڙو وجهه ملي. اسان جي اها به خواهش آهي ته زمينون، ڪارخانا، بئنڪون، ريلون، جهاز واپار وغيره پنهنجي قبضي هيٺ رکي، شين جي اُپت وڌائي، سيني کي سُکيو سَهنجو ڪري، هرهڪ فرد جي دماغي لياقت، قلبي قوت، روحاني راحت وڌايون. ۽ سهڪار ۽ شيوا جي آڌار تي نئون نظام اَڏي هيءَ دنيا سڌريل ۽ شريف انسانن جي رهڻ لائق بڻايون. هيءَ نئون زرين زمانو آڻڻ اسان جو دلي مقصد آهي، تنهن ڪري جيڪي ان خلاف رنڊڪون ۽ مشڪلاتون پيش اينديون تن کي ڪيڏڻ اسان جو فرض آهي. اسين ڪوشش ڪري نرميءَ کان ڪم وٺنداسون، پر لاچاري حالتن هيٺ زوري ۽ جبر به شايد ڪم آڻڻو پوي. اسان جي مراد ناهي ته ڪنهن سان دشمني ڪجي يا وير پاڙجي، پر رستي مان رڪاوٽ ڪيڏڻ اسان جو فرض آهي. اهي رڪاوٽون وهمي ناهن. حقيقتون ۽ حالتون فقط عمل ذريعي بدلائي سگهجن ٿيون. ممڪن آهي ته اسان مان ڪيترا جوش ۾ ڪاوڙ جي وس ٿي، يا دشمني ۽ وير پاڙڻ لاءِ ڪن کي ضرورت کان وڌيڪ آزارين، انسانن مان ڪمزور صفا ڪيي ڇڏڻ، اسان جي وس کان ٻاهر آهي. تنهن هوندي به اسين ڪوشش ڪري ڏڪار ۽ دشمنيءَ کي دخل ڏيڻ کان روڪينداسون. ايترو ته معلوم آهي ته هي سرشتو سيني جي رضا خوشيءَ سان ڦيرائي نه سگهبو. زوري ضرور ڪرڻي پوندي ۽ عام ماڻهو شايد راڳا ڪري وجهن، ڇاڪاڻ ته هنن لاءِ اوچن اخلاقي اصولن تي هلڻ ۽ اسان جي هدايت کي پوريءَ ريت سمجهڻ مشڪل آهي. اسين خون خرابي، ڏڪار ۽ دشمني گهٽائڻ جي فائدي ۾ آهيون ۽ وس پڄندي ان کي قبضي هيٺ رکڻ جي ڪوشش ڪنداسون.



# ديرادون جيل

ڪلڪتي جي خراب آب هوا ۽ سخت گرميءَ سبب منهنجي تور گهٽجي وئي هئي ۽ طبيعت ۾ ناخوش ڏسڻ ۾ پئي آيس، جنهن ڪري سرڪار مون کي ديرادون جيل ۾ موڪلڻ جو خيال ڪيو. بدليءَ جو ٻڌي خوش ٿيس. علي پور جيل ۾ ڪيترا مهينا اڪيلو گذاريو هئم، سو ڪوٺڙيءَ مان نڪري، سانجهن جي وڻندڙ هير جو لطف ورتي. هورا اسٽيشن تي ماڻهن جي گپا گيهه ڏسي، منهنجي دل بهار بهار پئي ٿي. دل ۾ چيم تہ اڳتي ديرادون جا جبل ڏسي پاڻ پيو وندرائيندس، پر افسوس جو اُتي پهچڻ سان پاڻ کي هڪ وٿاڻ ۾ ڏنم، جنهن جي ننڍي اڱڻ جي چوڌاري پندرهن فوٽ اوچي ديوار هئي، جنهن جبل کي لڪائي ڇڏيو هو. اڳئين مڪان کان هيءَ جڳهہ ڪشادي هئي، پر وڏي پٽ سبب ٽن مهينن ۾ هڪ دفعو بہ پهاڙن جو ديدار نصيب نہ ٿيم. پر وارن وڻن جون چوٽيون سو ڏسبيون هيون، باقي پيو ٿيو پلو. اڳ صبح جو احاطي کان ٻاهر ورزش لاءِ ڊڪڻ ڊوڙڻ ڏيندا هئم پر هينئر چيائون تہ اڱڻ خلاصو هئڻ سبب ٻاهر ڊوڙڻ پائڻ جو ضرور ناهي. اهي نيون بندشون ڏسي ٻت جون رڳون پيو سيٽيون. مايوسيءَ سبب ڪسرت ڪرڻ بند ڪري ڇڏيم. اهڙو تہ پاڻ کي اڪيلو ۽ ويڳاڻو سمجهڻ لڳس، جوحياتي وِهءُ ٿي پئي ۽ روح ڪَٽو ٿي پيو. پاڻ ۾ جسماني خواهہ دماغي تنزل محسوس ڪرڻ لڳس. مون کي ڄاڻ هئي تہ پٽ جي هن پربلند جبلن جو ديدار، گاهہ ۽ وڻن جي هٻڪار، سبز زمين ۽ نيلي آسمان جو فرحت ڏيندڙ نظارو آهي. پر ندوريءَ پٽ انهن تي نقاب وجهي ڇڏيو هو جنهن ڪري هر روز ساڳيون سڪٽيون سرون ڏسي بيزار ٿي پيو هئس. جيل ۾ ماڻهن جي ڪمي ڪانهي پر هن اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ بن پيرن جي ديدار کان بہ محروم هئس، جنهن ڪري پوءِ تيئن پوءِ طبيعت وئي بگڙندي.

ڇهن هفتن بعد سارنگ ميگهہ ملهار ڪيا. وڄون وسڻ آيون ۽ ٿهہ ٿهہ

مينهن تميا. هڪ ئي هفتي اندر ٻارهن انچ برسات پوڻ سبب جل مئي ٿي وئي. وڻن ٽڻن، پکين پسن جي جُهريل جسم ۾ جان آئي. گرمي گهٽجي وئي، ۽ هوا ۾ وڏندڙ تبديلي اچڻ سبب بت بود ۾ اچڻ لڳو. اتفاق سان وارڊر منهنجي اڱڻ جو لوهه وارو دروازو کوليندو هو ته پريان وڻڪار ۽ ساوا پٽ خوشنما رنگن ۽ موتيءَ جي داڻن جهڙن برساتي ڦڙن سان ٻهڪندا ڏسبا هئا. ڪنوڻ جي چلڪات وانگر هي منوهر درشيه اک ڇنڀ ۾ غائب ٿي ويندو هو. وارڊر ڪي حڪم هو ته سڄو دروازو نه کولي ۽ اندر گهڙڻ بعد يڪدم ان کي بند ڪري ڇڏي. نتيجو اهو ٿيو جو هي ساوڪ ۽ تازگيءَ جو نظارو ڪنهن مهه لقا معشوقه جي ديدار مثل، سڄو ڏينهن مون لاءِ دلتنگيءَ ۽ سرد رديءَ جو باعث بڻجڻ لڳو. جنهن ڪري دل هوندي به در کلڻ تي ٻاهر نهارڻ کان پيو نٽائيندو هئس.

هينئر غور ڪرڻ بعد سمجهان ٿو ته منهنجي طبيعت جي بگڙڻ جو باعث رڳو جيل جون بندشون نه هيون. جيتوڻيڪ شڪ ناهي ته انهن بندشن سبب هر گهڙي جُهڪي پي آيم. جنهن جو صحت تي اثر ضرور خراب ٿيو هوندو. سڄو سبب شايد ڪملا جي بيماري ۽ قومي تحريڪ جي ناڪامياب ٿيڻ جي جهوري ۽ چنتا هئي. مون کي پرون پي پيا ته ڪملا وري پنهنجي پراڻي مرض ۾ مبتلا ٿي آهي. مان ڪيس دلداري ۽ تسڪين ڏئي سگهان ها ۽ هوءَ مون کي پنهنجي پر ۾ ڏسي خوش ٿي ها. جنهن ڪري سندس بيماري شايد گهٽجي وڃي ها. ڏاڍي دل هيم ته سندس شيوا ڪري پر گهور لهان، پر لاچار هئس ۽ اندر جو سور پيڻ بنان مون لاءِ ٻيو چارو ڪونه هو.

ديرادون جيل ۾ روزاني اخبار ملندي هيم جنهن ڪري ٻاهرين دنيا جو واءُ سواءُ پيو پوندو هو. ٽن ورهين جي طول عرصي بعد آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ميڙ پاٽنا ۾ ٿيو جنهن جي ڪارروائي پڙهي مايوسي وڌي ويم. انهن ٽن ورهين ۾ سرڪار راڳا ڪيا هئا ۽ ڪانگريس کي بيقاعدي جماعت ٺهرائي قوم جو ٻوٽ بندي ڇڏيو هو پر اسان جي رفيقن چند چاڻ ڪري حالتن کي سمجهڻ ۽ رڏن واري جهوني پيچري مان نڪرڻ جي ڪوشش ئي ڪانه ٿي ڪئي. مهاتما پنهنجي طبعي عادت انوسار ساڳيو سُر پي آلاپيو. ڇي "منهنجي پوئلڳي ڪرڻي آٿوَ ته منهنجا شرط مڃڻا پوندوَ." ظاهري ريت

مهاتما صحيح آهي، تہ هو بين جا شرط مڃي. پنهنجا اصول ۽ عقيدا پاسيرا رکي، ملڪ جي اڳواڻي ڪري نٿو سگهي. پر ساڳي وقت رفيقن سان بحث مباحثا ڪري نيتي ڏاهڻ کان نابري وارڻ، ۽ هر وقت ميدان مان نڪري وڃڻ جي ڌمڪي ڏئي ڪم ڪندڙن کي مجبور ڪرڻ تہ هو سندس اصول ۽ عقيدن اڳيان مٿي ٽيڪ ڪن، سو ڪيتري قدر واجب آهي؟ مهاتما اڪثر شڪايت ڪندو آهي تہ اسان جي ماڻهن ۾ ٿورم ڪانهي جو پنهنجي سر ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ، پر پاڻ ڪڏهن غور ڪيو اٿس تہ ان لاءِ پاڻ ڪيتري قدر تلاهي آهي؟ هو ماڻهن جي من تي مڪمل قبضو رکڻ ٿو گهري ۽ ساڳئي وقت هنن مان آزاد ويچار ۽ ڪرم جي اميد ٿو رکي. مون کي اهڙو ماڻهو ڪونہ سُجهي جنهن کي مهاتما جيترا پوئلڳ هجن ۽ اهي پوئلڳ اهڙا وفادار ۽ صادق هجن جو پنهنجا سوراٽ، ويچار امنگ خيال ۾ نہ آڻي، ورهين جا ورهيہ سندس آگر جي اشاري تي ڪيڏي بہ قرباني ڪرڻ لاءِ تيار هجن. تنهن هوندي بہ مهاتما شڪايت ٿو ڪري تہ لوڪن سندس حڪم جي پيروي ڪرڻ ۽ سندس هدايت تي هلڻ جي پاڻ ۾ لياقت پيدا نہ ڪئي آهي.

پاٽنا ۾ ڪانگريس ڪميٽيءَ جي اجلاس ختم ٿيڻ تائين بہ نہ ترسيو چاڪاڻ تہ تہ هريجن اڌار لاءِ گشت جي پروگرام ۾ رخنو ٿي پيس. ڌسجي ٿو تہ پاٽنا ۾ اچڻ سان آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي حڪم ڪيائين تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جا نهراءَ يڪدم بحال ڪن ۽ ائين چئي پاڻ رفو چڪر ٿي ويو.

ممڪن آهي تہ وڌيڪ بحث مان ڪو خاص نتيجو نہ نڪري ها، چاڪاڻ تہ ميمبر نڪتہ چيني ڪرڻ لاءِ تيار هئا، پر وٽن ڪا عملي رٿ يا پروگرام نہ هو. انهيءَ ۾ هنن جو ڏوهہ نہ هو. سرڪار سان جبري چڪري ڪائڻ بعد هو ڪي قدر ٿڪل هئا ۽ پنهنجي علائقي اندر ڪاروبار هلائڻ سبب وڌيڪ خيال ڪرڻ جو موقعو نہ مليو هون. ايترو سو چاتائون ٿي تہ سول نافرماني وڌيڪ هلائي نہ سگهبي، پر پوءِ ڇا ڪجي ان تي جوڳو ڌيان نہ ڏنو هئائون. ڌسجي ٿو تہ ڪميٽيءَ ۾ بہ ڌريون هيون. هڪ ڌر جو رايو هو تہ اسيمبلين ۾ گهڙي قانوني ڪارروائين ۾ بهرو وٺجي ۽ ٻيءَ ڌر جو رايو هو تہ ساميوادي پروگرام ناهي ڪم هلائجي. آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جا

گهڻا ميمبر تہ ماڳهين ڪنهن بہ رٿا ۽ تجويز تي سوچ ڪرڻ بنان آيا هئا ۽ مٿين ٻنهي ڌرين جي راين خلاف ٿي ڏنا. هو اسيمبلين ۾ گهڙڻ جي برخلاف هئا ڇاڪاڻ تہ اڳ ئي آزمايل قانوني طريقن مان وشواس نڪري ويو هون، ۽ ساميوادي پروگرام مان نفاق ۽ ڦيٽاڙي جي بوءِ پي آين. انهن جو ٽنيو ٽوٽي، هرتا ڪرتا مهاتما هو. سندس خيالن سان شامل ٿين يا نہ، پر سندس حڪم مڃڻ لاءِ هو هر دم تيار هئا. نتيجو اهو نڪتو جو مهاتما کي غير ساميوادي فرقي جي پنيرائي ڪندو ڏسي، انهن سڀني ميمبرن ساميوادي پروگرام خلاف ووٽ ڪيو. جنهن ڪري نرم ڌر واري رٿ بحال ٿي وئي. گذريل پندرهن سالن ۾ ڪانگريس، ڪڏهن بہ اهڙي نرم نيتيءَ جو اظهار نہ ڪيو هو. سوراج پارٽيءَ جي زماني ۾ اسيمبلي ڌر جي اڳواٽي ديش بندو ۽ ٻين جهڙن شخصن جي هٿ ۾ هئي، پر هينئر هرڪو پنهنجو سر آلاپڻ لڳو ۽ اسيمبلين ۾ گهڙڻ جي پروگرام کي خاص اهميت ملڻ لڳي. ڪانگريس کي نرم ۽ ڍهلڙي نيتي اختيار ڪندو ڏسي، ڪئين خود غرض ۽ بي اصول شخص ڪائونسل ڪرسي ملڻ جي آسري تي، ڪانگريس ۾ گهڙڻ لڳا ۽ هنن کي غير واجبي اهميت ملڻ لڳي. طوفان ۽ آتش جي زماني ۾ جڏهن ليڊري ڪنڊن جو بسترو هئي، تڏهن اهي مدبر ۽ معتبر گهرن ۾ سکي وينا هئا، پر هينئر ديش ڀڳتيءَ جي لباڙ هٽي سرخرو ٿيڻ لڳا. سرڪار ڪانگريس کي بيقاعدي جماعت نهرائڻ جي وڏيڪ ضرورت محسوس نہ ڪري اڳين بندش لاهي ڇڏي، پر ڪانگريس سان تعلق رکندڙ سنستائن سان اهڙي رعايت نہ ڪئي وئي. سيوا دل، ڪسان سڀائون، نوجوان جماعتون، خدائي خدمتگار وغيره تي بندش قائم ڪرڻ سان ۽ خاص ڪري هارين، پورهيتن ۽ جوانن کي دٻائڻ ۽ انهن خلاف خاص قانون لڳائڻ سان سرڪار جنگ چالو رکندي آئي. نہ رڳو ايترو پر سرڪاري عملدار زميندارن جون جماعتون ناهڻ ۽ انهن جماعتن لاءِ چندو ڇيرو ڪنو ڪرڻ جو ڪم ڪندا رهيا.

مان سمجهان ٿو تہ مون ڪڏهن هندو يا مسلم فرقي پرست جماعتن جو ساٿ نہ ڏنو آهي پر هن دفعي هڪ اهڙو واقعو ٿيو جو هندو مهاسڀا خلاف اندر ۾ ڪٿ پئجي ويم. مون هڪ هنڌ پڙهيو تہ هندو سڀا جي هڪ سيڪريٽريءَ "سرخ چولن يا خدائي خدمتگار جماعت" خلاف بندش وجهڻ

تي سرڪار کي واڌايون ڏنيون آهن. سرحدي نوجوانن جو رهبر خان عبدالغفار ان وقت سرڪار وٽ نظربند هو ۽ منديڪان وني خدائي خدمتگارن ملڪ جي اهڙي تحسين جوڳي خدمت ڪئي هئي جو سيني سندن ساراهه پي ڪئي. خان عبدالغفار خان جهڙو سچار، دلير همدرد انسان بنان دليل وڪيل نظر بند هجي ۽ سرحد جا نوجوان وطن صدقي جان قربان ڪن، سو انهيءَ هندو سڀا جي سيڪريٽريءَ جي نظر ۾ ڪي ڪين هو. فرقي پرستيءَ جي انڌ ڪي بہ ڪا حد ٿيندي آهي. مون کي اميد هئي تہ هندو مهاسڀا جا نامڪنيا ليڊر انهيءَ سيڪريٽريءَ جي بيان کي رد ڏيندا ۽ اڳتي لاءِ ڪيس فهمائش ڏئي ڇڏيندا. پر افسوس هنن مان ڪنهن ٻُڙڪ نہ ٻاڪي. مون کي انهيءَ هندو سڀائيءَ جي وقلڻ جي ايڏي چنتا نہ هئي، پر انهيءَ بيان کي ملڪ جي موجوده حالتن جو آثار سمجهي، منهنجي ننڊ ڦٽي پئي. خيال پچائيندي بہ پهرن جي گرميءَ سبب جهوٽا اچڻ لڳم ۽ اک لڳڻ سان هڪ عجيب خواب ڏٺم. مون ڏٺو تہ عبدالغفار خان کي دشمن وڪوڙي ويا آهن ۽ مان هن کي بچائڻ لاءِ وڙهي رهيو آهيان. ڇرڪ ڀري جڏهن اٿيس تہ پاڻ کي بلڪل ٿڪل ۽ نستو محسوس ڪيم. منهنجو وهاڻو ڳوڙهن ڳاڙڻ سبب آلو ٿي پيو هو. مون کي پاڻ تي حيرت لڳي، ڇاڪاڻ تہ جاڳرت اوستا ۾ مان مجذوب طبع انسان ناهيان.

انهن ڏينهن ۾ نسون نستيون ٿي پيون هيم، جنهن ڪري رات جو اڌو گابري ننڊ ايندي هئي ۽ ڪئين منجهيل خواب ڏسندو هوس. ڪڏهن تہ ننڊ ۾ ڇيخندو هوس. هڪ دفعي ڏٺم تہ ڪو مون کي گُهٽو ڏئي رهيو آهي سو ايڏيون تہ زور سان رڙيون ڪيم جو بہ جيل جا واردر در کولي منهنجي کٽ جي پر ۾ اچي بيٺا.

هڪ ڏينهن اخبار ۾ پڙهيم تہ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ ڪراچي نهراءَ جي سمجهاڻي ڏيندي، هڪ نئون نهراءُ پاس ڪيو آهي جنهن ۾ ڄاڻايو اٿن تہ "ڪراچي نهراءَ جي مراد شاهوڪارن جي ملڪيت ضبط ڪرڻ يا هوندَ ۽ اڻ هوندَ وارن وچ ۾ جنگ جاري ڪرڻ ناهي. نہ رڳو ايترو پر ملڪيت جي ضبطي ۽ سُڃن ساون وچ ۾ ويڙهہ اهنسا جي اصول خلاف آهي" نهراءُ اهڙن ماڻهن ناهيو هو جن کي هوندَ ۽ اڻ هوندَ وارن وچ ۾ جنگ

جي ڪافي جاڻ نہ هئي، جنهن ڪري اهڙا لفظ ۽ جملا ڪتب آندا هئائون جي هڪ ٻئي سان نهڪيا ئي نٿي. هيل تائين ڪنهن معتبر ڪانگريسيءَ ملڪيت ضبط ڪرائڻ نسبت ٻُڙڪ نہ ڪئي هئي. ايترو سو هو تہ اتفاق سان سان ڳالهين ڪندي شاهوڪارن ۽ پورهيتن وچ ۾ اختلاف ۽ ڇڪتاڻ نسبت ڪو گفتو نڪري ويندو هون. هن نهراءَ جي سچي مراد اها هئي تہ نئين سوشلسٽ پارٽيءَ کي ڪانگريس مان نيڪالي ڏجي، ۽ جي شخص سمجهن ٿا تہ موجوده سرشتو هڪ قسم جي پورهيتن ۽ شاهوڪارن وچ ۾ دائمي جنگ آهي تن کي ڪانگريس ميمبر ٿيڻ کان روڪجي. هيل تائين ڪانگريس لاءِ ڪنهن بہ ڪونہ ٿي چيو تہ سامراجي جماعت آهي. البت ڪي ڪانگريسي ساميوادي خيال جا هئا، پر هن نهراءَ بعد هو ڪانگريس جهڙي قومي جماعت جا رواجي ميمبر بہ ٿي نٿي سگهيا.

ڪانگريس نسبت ليڊر اڪثر دعويٰ سان چوندا آهن تہ قومي جماعت آهي، جنهن ۾ امير فقير، سُجا ساوا، هندو مومن عيسائي وغيره بنان فرق جي شامل ٿي سگهن ٿا. قومي جماعتون اڪثر اهڙي لباڙ هڻنديون آهن ۽ سڀني کي خوش ڪرڻ لاءِ دعويٰ سان چونديون آهن تہ هو سڀني مذهبن، شغلن، واسطن ۽ حقن جي نمائندگي ٿيون ڪن. پر اهڙي دعويٰ بلڪل باطل آهي ڇاڪاڻ تہ جدا شغل، مقصد ۽ نموني وارن ماڻهن جي هڪ ٻئي خلاف فائدن ۽ واسطن جي سنڀال هڪ جماعت ڪيئن ڪري سگهندي؟ ڪانگريس جيڪڏهن سياسي طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ ڪا نيتي ۽ منورتي نہ ناهيندي تہ هڪ صوفي جماعت ٿي پوندي جا انسانن جي ڀلائيءَ جي لباڙ هڻندي بہ عملي ريت ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ کان بلڪل عاجز آهي. ڪانگريس ڪهڙي بہ نيتي ۽ فلسفي اختيار ڪري پر عيوضي رڳو انهن جي ٿي سگهندي جي ان سان هم خيال آهن. ۽ جيڪي هم خيال نہ آهن تن کي قوميت، سڌاري، آزاديءَ جو دشمن پڪاري لوڏڻ يا صفحِ هستيءَ تان ميساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪندي. ائين برابر آهي تہ هيل تائين ڪانگريس ۾ ڪئين خيالن جا ماڻهو شامل ٿيا آهن جن جا ويچار ۽ مطلب ڪيترين ڳالهين ۾ هڪ ٻئي جي ورڌ آهن. انهيءَ جو سبب اهو آهي جو ڪانگريس رڳو سلطنت شاهيءَ خلاف ۽ قومي آزاديءَ جي حق ۾ ڪم پئي ڪيو آهي. جيڪي شخص

سلطنت شاهيءَ خلاف هئا سي ڪانگريس ۾ داخل ٿيا پر جيڪي سلطنت شاهيءَ جي فائدي ۾ هئا يا ان خلاف ڪانگريس وانگر وڙهڻ لاءِ تيار نہ هئا سي ٻاهر رهجي ويا ۽ سرڪار جو ساٿ ڏيندا آيا. نتيجو اهو نڪتو جو ڪانگريس رنگ برنگ شخصن، مختلف مزاج ۽ مختلف مُراد وارن ماڻهن جي جماعت ٿي پئي، ۽ اهي شخص مهاتما جي سايي هيٺ ڌاري حڪومت سان عداوت ۽ سلطنت شاهيءَ سان مخالفت جي آڌار تي هڪ ٻئي سان گڏجي هٿ هٿ ۾ ڏئي وڙهڻ لڳا.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ هوندَ ۽ اڻ هوندَ وارن وچ ۾ ڇڪريءَ خلاف نهراءُ بحال ڪري، انهن کي مروٽي سمجهائڻ جي ڪوشش پيي ڪئي آهي. اسان کي نهراءُ تي ايڏو ارمان نہ هو. اسان کي ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪانگريس اڳيون ويڙهو رخ ڇڏي، شاهوڪارن، نرمن، اڳين مخالفن وغيره کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، ۽ آزاد خيال، انقلابي، ساميوادي خيال وارن کي هيسائڻ ۽ قومي جماعت مان لوڏي ڪيڍڻ جا سعيا ڪري رهي هئي. ڪانگريس جي پارليامينٽري بورڊ بہ هڪ پڌرنامو ڪڍيو جنهن ۾ جاٽايل نيتي اهڙي ڦلهڙي ۽ بي اثر هئي جو گڏريل پندرنهن ورهين ۾ اسان مان ڪنهن کي خواب خيال ۾ نہ آئي هئي.

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ مهاتما ڪانگريس جو مُربي آهي پر ڪانگريس جي ناموس ڪنهن هڪ شخص جي محنت جو نتيجو ناهي. ڪانگريس جي معرفت ڪئين بزرگ هستين وطن جي خدمت ڪئي آهي ۽ قوم خاطر ڳريون قربانيون ڪيون آهن. اسان جي هم وطنين کي هنن لاءِ عزت آهي. پر افسوس جو انهن بي ڊپ، ايماندار، آدرشي ديس ڀڳتن جي ويچار ۽ جذبي جو لحاظ نہ ڪري، هتان هتان جي ڪانڊيرن ۽ ڪرڙن کي ڪانگريس جون واڳون سپرد ڪيون ويون. ائين برابر آهي تہ اڳ بہ ڪانگريس اندر ڪئين خود مطلبي شخص داخل ٿي چڪا هئا، پر هينئر اهڙن ماڻهن جي ٻيگهي مچي وئي. سچ پُڇو تہ ڪانگريس ڀهروپي جماعت ٿي پيئي، چاڪاڻ تہ هڪ طرف هئا سياست دان جي اسيمبلين ۾ پارٽيون ناهڻ کي حياتيءَ جو مکيہ مقصد ۽ قوم جي اعليٰ خدمت سمجهي وينا هئا، تہ ٻي طرف هئا پاڪ پرست مدهوش جي ڪانگريس کي مسجد سمجهي،

عبادت ۽ اخلاقي نصيحت ذريعي قوم جي بگڙيل قسمت کي سنوارڻ ۽ سڌارڻ ۾ مشغول هئا.

سرڪار ۽ ان جا ڇاڙتا بود ۾ اچي ويا هئا ڇاڪاڻ تہ سول نافرماني تحريڪ کي دٻائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي هين. جراحت ۾ مريض مُئو ڪي بچيو ان جي چنتا ڪانہ هين. سندن حساب موجب هيءَ نئين دٻاءَ جي نيتي بلڪل ڪارگر ثابت ٿي هئي، سو ڪي خسيس جزوي تبديليون آڻي هيسائڻ ۽ دٻائڻ واري پاليسي هلائيندا آيا. هنن کي ڄاڻ هئي تہ جيسين هند واسين انگريزن سان حساب چُڪتو نہ ڪيو آهي تيسين قومي تحريڪ زهري خون وانگر ڦٽ ڦرڙين جي صورت ۾ نڪري نروار ٿيندي، تنهن ڪري ماٺهن کي ڇيڪ ڇڏي ڏيڻ تہ سرڪار کي وري نئين سر تنگ ڪن تنهن کان هنن کي هيسيل حالت ۾ رکڻ بهتر آهي. شايد سرڪاري مرڪزن ۾ اهو خيال بہ ويٺو هو تہ ڪانگريس اندر گرم ڏر وارن کي دٻائڻ سان نرم ڪانگريسين کي مُنيان نہ لڳندي ۽ هو سرڪار سان سهڪار ڪرڻ کان ٿهي نہ ويندا.

علي پور جيل ۾ هڪ بہ اخبار نہ ملندي هيم پر ديرادون جيل ۾ فقط هڪ روزاني اخبار ملندي هئي. اها اخبار منهنجي دل وٽان نہ هئي. ڪهڙي اخبار مون کي ملڻ گهرجي سو منهنجي وس کان ٻاهر هو. اوهين سمجهي سگهو ٿا تہ سرڪار جي چونڊيل اخبار مان ڪهڙيون خبرون ملنديون هونديون. ممڪن آهي تہ رفيقن سان ملاقات بعد ڪانگريس جي نئين اختيار ڪيل نيتيءَ ۾ گهٽ اوٽايون ڏسڻ ۾ اچن ها. خير، ديرادون جيل ۾ مٿين خبرون پڙهي مايوسي ويڙهي وئي هيم. واندڪائيءَ ۾ خيال پچائڻ سپاويڪ آهي سو مُنڊ کان توڙ تائين قومي هلچل جو پوتاميل جاچڻ لڳس. ائين ڪندي ور ور ڏيئي پاڻ کان پي پڇيم تہ اسان ڪهڙيون غلطيون ڪيون آهن، ڪٿي ناڪامياب ٿيا آهيون ۽ شڪست کاڌي اٿئون؟ ساڳئي وقت اهو بہ ڏسڻو هو تہ اسان جي تحريڪ ۾ ڪهڙيون خوبيون آهن ۽ انهن مان ملڪ کي ڪهڙو فائدو پهتو آهي؟ انهن مسئلن کي سلسليوار سمجهڻ ۽ خيالي مونجهاري کان بچڻ ۽ واندڪائيءَ ۾ وندر پيدا ڪرڻ جا خيال پچائي رهيو هوس تہ اوچتو ڪتاب لکڻ جو خيال من تي تري آيو ۽ هيءَ ”جيوَني“

لکڻ شروع ڪيم. 1934ع جي جون مهيني ۾ ديرادون جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ هن ڪتاب جو آرنڀ ڪيم، ۽ گذريل انن مهينن ۾ وقت بوقت ريچڪ اچڻ تي ڪم کي جُنبي ويو آهيان. ڪڏهن تہ لکڻ کان چت پيو ڪيبائي. تي دفعا اهڙو موقعو بڻيو آهي جو مهينو ساندهہ هڪ سٽ نہ لکي اٿم. وري بہ شڪر جو اورچ ٿي لڳڻ سبب هينئر سفر جي آخري منزل تي اچي پهتو آهيان. ڪتاب جو گهڻو حصو انهيءَ وقت جو لکيل آهي جڏهن منهنجو من مايوس ۽ بت بيزار هو. ممڪن آهي تہ ان جو اثر لکڻيءَ ۾ اچي ويو هجي، پر ساڳئي وقت اهو بہ وسارڻ واجب نہ آهي تہ هن "جيوني" لکڻ ڪري مان حياتيءَ جي هڪ مشڪل عرصي مان پاڻ سلامت بچائي نڪتس ۽ نراسائيءَ کي پاڻ تي غالب پوڻ نہ ڏنم. لکڻ وقت مون کي پڙهندڙن جو خيال ڪونہ هو. ڇاڪاڻ تہ مان پنهنجي ڀلائيءَ خاطر پاڻ کان سوال پڇي ۽ پنهنجي لياقت آهر انهن جا جواب ڏئي، پاڻ کي وندرائي رهيو هوس. منهنجي مراد هئي تہ پاڻ کي ۽ پنهنجي حياتيءَ سان تعلق رکندڙ مسئلن کي بلڪل چٽيءَ ريت سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان. ائين ڪرڻ لاءِ ضروري هو تہ پنهنجي حياتيءَ تي سرسري نظر وجهي. گذشتہ ڪاررواين جو نئين سر ملاحظو ڪري، پنهنجي دماغ کي تازو توانو ڪريان.

جولاءِ جي آخر ۾ ڪملا جي صحت وڌيڪ خراب ٿيڻ لڳي ۽ ٿورن ڏينهن اندر سندس حالت انتظاريءَ جو باعث بڻجي پئي. آگسٽ جي يارهين تاريخ، پوليس جي نظر هيٺ مون کي الهہ آباد وٺي آيا جتي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ٻڌايو تہ منهنجي زال جي نازڪ حالت سبب ٿوري وقت لاءِ سرڪار مون کي آزاد ڪيو آهي. هن دفعي جيل ۾ ساڍا ڇهہ مهينا رهيو هئس.



# يارهن ڏينهن

جيئن شمشير مياڻ گسائي ٿي.
تيئن روح انسان جو قلب ڪوري ٿو. (بائرن)

مون کي ٿوري وقت لاءِ آزاد ڪيو هئائون، پر آزاديءَ جو مدو مقرر نہ هئڻ سبب، مان نہ گهر جو نہ گهاٽ جو ٿي پيس. مُدو مقرر ڪن ها تہ ان مطابق پروگرام ناهيان ها. ٻيو تہ اوچتوئي اوچتو جيل جي اڪيلي ڪوٺڙيءَ مان نڪري ڊاڪٽرن، داين، مٽن مائٽن جي انبوهہ ۾ اچي پيس. ڪئين دوست ڪملا کي ڏسڻ پي آيا. اندرا شانتينڪيتن مان آئي هئي. اسان سڀني کي ڪملا لاءِ سخت انتظاري هئي. هوءَ اهڙي تہ ضعيف ٿي وئي هئي جو باقي هڏن جو پڃرو وڃي بچيو هئس. اسان کي ساڍا ارڙهن ورهيہ شادي ڪئي ٿيا هئا. تڏهن مان چوويهن ورهين جو هئس ۽ ڪملا سترهن سالن جي ابوجهہ لڄ جهڙي ڇوڪري هئي. دماغي ريت مان ڪملا کان گهڻو اُسريل هئس، پر ٻاهران فهميدو ۽ سُڄاڻ پاسندي بہ منهنجو سُپاءُ ڇوڪراڻو هو. مون کي جاڻ ئي ڪانہ هئي تہ ڇوڪريون نازڪ مکڙيءَ جيان نفيس آهن ۽ کين خاص پرورش جي ضرورت آهي. اسين هڪ ٻئي کي پائيندا هئاسون، پر اسان کي نرالي نموني جي تربيت ۽ پرورش ملي هئي، جنهن ڪري هڪ ٻئي جي پيٽ تي پوڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هئي. ڪئين دفعا بلڪل خسيس ڳالهين تان پيا ٽڪرندا هئاسون، پر اها نونٽ لڳي، ساهيڙي پڳي جتاءُ ڪونہ ڪندي هئي، جنهن ڪري جهٽ ۾ سرچي وڃبو هو. اسان ٻنهي جو تکو ۽ ڏکڙو سڀاءُ هو. ڳرائي رکي ٻارن وانگر بم ٻڏي ويهندا هئاسون. انهيءَ هوندي بہ هڪ ٻئي سان پيار ويو وڌندو. البت هڪ ٻئي جي پيٽ تي پوڻ اهڙو سولو نہ هو تنهن ڪري هِري مِري وڃڻ ۾ ڪجهہ وقت لڳي ويو. ايڪيهن مهينن پڄاڻان منهنجي سڪليڏي ڏيءَ اندرا ڄائي.

منهنجي شادي هوم رول تحريڪ جي زماني ۾ ٿي هئي. ان بعد جليانوالا

ڪوس ٿيو جنهن ڪري شروعات کان منهنجو گھڻو وقت قومي تحريڪ ۾ خرچ ٿيندو هو. مان قومي تحريڪ ۾ اهڙو ته محو ٿي ويس جو جڏهن ڪملا کي منهنجي سنگ جي سخت ضرورت هئي، تڏهن بنان ڄاڻ جي مون کيس نظرانداز ڪري ڇڏيو. مون کي ڪملا لاءِ پيار هو. اهو پيار وڌندڙ هو. هوءَ مون کي دلداري ۽ تسڪين ڏئي منهنجي حوصلہ افزائي ڪندي هئي، پر ساڳئي وقت مون کي پاڻ کان پري ڪمن ۾ مشغول ڏسي دل ۾ ارمان ٿيندو هوندس. اهڙي اتاچڙي ۽ اويسلي نموني هلڻ کان تکو پوڻ يا غير مشفق ٿيڻ بهتر. مون کي ائين ڪرڻ نه جُڳائيندو هو.

تنهن کان پوءِ منهنجو گھڻو وقت جيل ۾ گذرڻ لڳو ۽ ڪملا بہ ور ور ڏئي بيمار پوڻ لڳي. اتفاق سان جيل ۾ ملاقات ٿيندي هئي، باقي ٻيو ٿيو پلو. سول نافرماني تحريڪ ۾ ڪملا پنهنجو پاڻهي تکو ڀهرو وٺڻ لڳي. سرڪار جڏهن جيل اماڻيس تہ گدَ گدَ پي ٿي. اسان جو پيار اهڙو تہ وڌي ويو جو جيل ۾ ملاقات واري ڏينهن لاءِ واجھہ وجھي روز ڳڻيندا هئاسون. اسان جي گڏجاڻي گھڻو وقت جٽاءُ نہ ڪندي هئي، جنهن ڪري اندر ۾ ڇڪ هلندي ايندي هئي، جڏهن گڏبا هئاسون تڏهن اسان کي هڪ ٻئي ۾ ڪي نوان گُڻ ۽ خصلتون ڏسڻ ۾ اينديون هيون. البت اسان ۾ ڪي اهڙيون وصفون بہ هيون جي هڪ ٻئي لاءِ اڻ وڻندڙ هيون. ڪيترين ڳالهين ۾ هڪ ٻئي سان بِگڙي پوندا هئاسون، پر اسان جي اٽبڻت توڙ تائين ٻاراڻي نموني جي هوندي هئي، جنهن لاءِ اسان جو تکو ۽ ڏکڻو سياءُ گھڻي قدر جوابدار هو.

ارڙهن ورهين جي شاديءَ کان پوءِ بہ ڪملا جو چهرو ڪنواري ڇوڪريءَ جهڙو هو. ٻارن ٻچن واري زال جو منهن ۾ نشان ڪونہ هئس. هينئر بہ هوءَ نئورني ڪنوار جهڙي پي لڳي، پر مون ۾ وڏو انقلاب اچي ويو هو. عمر جي لحاظ کان منهنجو بت ورڻو سرڻو جانئو ۽ تندرست هو. ڇوڪراڻو ڍنگ لپٽ نڪري ڪونہ ويو هو تنهن هوندي بہ منهنجي شڪل مان اُسريل عمر جا آثار پي بکيا. ٽپڻ نوڙهي ۽ وار اَڇا. منهن تي ليڪون ۽ گُهنج ۽ اکين هينان ڪارهن جا داغ پي ڏنا. جڻ تہ گذريل ڇٽن سالن جي ڳڻتين ۽ جهوريءَ جا نشان منهن تي ڇنجي ويا هئا. ڪملا پنهنجي ڌيءَ اندرا جيڏي پي لڳي ۽ ماڻهو سمجهندا هئا تہ هو بہ ڀنر آهن. بہ چار دفعا اهڙو موقعو بہ ٿيو

جو ماڻهو اسان ٽنهي کي گڏ ڏسي ڪملا کي منهنجي ڏيءُ سمجهندا هئا.

پر ٽيل زندگيءَ جا سچا سارا ارڙهن ورهيه! ڪيڏو نه وڏو عرصو آهي؟ پر انهن ارڙهن ورهين مان گهڻا سال مون جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ ۽ ڪملا اسپتالن ۽ صحت گهرن ۾ گذاريا هئا. منهنجي ڄمار بنديخاني ۾ گذري هئي ۽ هينئر جڏهن ڪملا جي حياتي ڇڪ پڇڻ تي هئي، تڏهن مون کي ٿوري وقت لاءِ آزاد ڪيو هئائون. مون کي خار پئي لڳا ته ڪملا پنهنجي صحت جي سنڀال نه ڪري هميشه لاءِ پاڻ جهوري ڇڏيو آهي. اندر ۾ جهاتي پائيندي مان ڪملا کي ڏوهه ڏئي نٿي سگهيس، ڇاڪاڻ ته سندس روح جي اشتياق کيس بي آرام ڪري ڇڏيو هو ۽ جُهريل بت سبب پنهنجي عاجزيءَ تي ارمان هئس. ڪملا جي دل هئي ته قومي تحريڪ ۾ تکو ۽ چٽو بهرو وٺي، پر سندس حالت اهڙي اچي بڻي جو نه تحريڪ ۾ بهرو وٺي سگهي ۽ نه اسپتال يا گهر ۾ آرام وٺي، دوا درمل ڪري صحت سڌاري سگهي. اندر ۾ ايڏي ته آتش هئس جو سندس ضعيف بت ان جي لهس سَهي نه سگهيو.

هينئر جڏهن مان رات ڏينهن سندس پير ۾ وينو هوندو هئس ته ڪئين خيال پيا من ۾ اُٿندا هئا. اسان ٻنهي گڏيل حياتي اجان شروع مس ڪئي هئي. هڪ ٻئي جي پيٽ تي پورڻ جو سبق سکيا هئاسون ۽ هڪ ٻئي جي خيالن ۽ جذبن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي هئيسون. اسان کي گڏجي حياتيءَ ۾ گهڻو ڪجهه ڪرڻو هو. ڪملا جو مون تي ۽ منهنجو ڪملا تي آڌار هو. دل ۾ پئي چيم ته هينئر جڏهن مون کي ڪملا جي ضرورت آهي تڏهن هوءَ مون کي اڪيلو ڇڏي ڪيئن ويندي؟

ڪئين دوست رفيق مون کي گڏجڻ آيا ۽ مون کي ڪئين اهڙيون ڳالهيون ٻڌايائون جن جي مون کي ڄاڻ نه هئي. سياسي معاملن جو ذڪر ڪندي، هنن مون کان ڪي سوال پڇيا پر ڪملا جي بيماريءَ ۽ ڳچ وقت جيل ۾ رهڻ سبب هنن جي سڌن سوالن جا ڪُتا جواب ڏئي نٿي سگهيس. تجربي مان ڏٺو هئم ته جيل اَندر ٽڙيل ڦاٻڙيل خبرون پڙهي ٻڌي، ٻاهر جي حالتن جو صحيح اندازو لڳائي نٿو سگهجي. جيسين ڪرمچارين ۽ ڪارپردازن سان مُکا ميلو نه ٿيو آهي تيسين حالتن جي سچي ۽ اندرين ڄاڻ پوڻ مشڪل آهي. هتان هتان خبرون پڙهي يا احوال ٻڌي دماغ جي

فرحت لاءِ دليل بازي ڪري سگهجي ٿي، جا اندرين پيچيدگين کان نا آشنا هئڻ سبب ڪنهن صحيح نتيجي تي پهچڻ کان قاصر آهي. مان اجان ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۽ مهاتما سان گڏيو نہ هئس، تنهن ڪري ڪانگريس نيتيءَ تي ڪئين اعتراض هوندي بہ فتويٰ ڏيڻ مون لاءِ واجب نہ هئي. ازانسواءِ سرڪار مون سان مُروت ڪري ڪملا سان گڏجڻ لاءِ آزاد ڪيو هو. اهڙيءَ رعايت ڪي سياسي ڪمن ۾ لڳائڻ مون ڪي غير واجب ڏسڻ ۾ آيو. ائين برابر آهي تہ سرڪار سان سياست کان پرهيز ڪرڻ جو اقرار ڪونہ ڪيو هئم. تنهن هوندي بہ اندر واري ائين ڪرڻ جي مون ڪي اجازت نٿي ڏني. اهوئي سبب هو جو جيل کان ٻاهر نڪرڻ بعد مون پڌرنامون يا بيان ڪونہ ڪڍيو نڪي ڪنهن خاص نيتيءَ جو اعلان ڪيو. البت دوستن سان ڳالهيون ڪندي ڪانگريس نيتيءَ تي سخت نڪتہ چيني ڪرڻ ۽ غلط افوهن کي اخبارن دواران رد ڪرڻ کان عار ڪونہ هئم. تازو ڪانگريس اندر سوشلسٽ پارٽي ٺهي هئي، جنهن ۾ منهنجا گهڻا رفيق ۽ همڪار شامل ٿيا هئا. مون کي انهيءَ پارٽيءَ جي نيتيءَ پسند هئي؛ پر ان ۾ پانت پانت جا لوڪ اچي ڪٺا ٿيا هئا، جنهن ڪري مان جيڪڏهن جيل کان ٻاهر هجان ها تہ بہ يڪدم ميمبر ٿيڻ کان ڪيٻايان ها. تازو الهہ آباد ڪانگريس ڪميٽيءَ جي عهديدارن جون چونڊون ٿيون هيون جنهن تان ڪانگريسين وچ ۾ اچي لٺ لڳي هئي. اصول سيني جا ساڳيا هئا، پر شخصيتن تان مت ڀيد سبب ٽنٽو مچي ويو هو جنهن جي تارڻ لاءِ لاچار مون کي پاڻ پتوڙڻو پيو. حيرت هئي تہ آستاني ڪانگريس ڪميٽيءَ جي چونڊن تي ايڏو ٻناغو مچي. جهيڙي ڪندڙن مان ڪيترا اهڙا شخص هئا جي شخصي ۽ خانگي سببن ڪري سول نافرماني تحريڪ ۾ ڀهرو وٺي نہ سگهيا هئا. تحريڪ جي بند ٿيڻ بعد هو وري ڪانگريس ۾ ڪاهي پيا ۽ هڪ ٻئي خلاف بلڪل بيهودي ۽ ناشائستي ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪري ڏنائون. هو هڪ ٻئي تي بيهودا ۽ بي بنياد حملا ڪرڻ لڳا ۽ انهن مان ڪي ڪملا جي بيماريءَ جو ناجائز فائدو وٺي، سندس نالي پنيان چونڊن ۾ برک پوڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. اهي حالتون ڏسي مان تہ شرم ۾ ٻڏي ويس.

انهن چونڊن پيري اسيمبليءَ ۾ ايندڙ انتخابات تي بحث اچي ڇڙيو.

نوجوان اسيمبلين ۾ عيوضي موڪلڻ خلاف هئا پر وٽن ان عيوض پروگرام هوئي ڪونہ. انهن نوجوانن ۾ ڪي اهڙا بہ هئا جي انهيءَ جي برخلاف هئا تہ ڪانگريس چونڊن ۾ بهرو وٺي، پر غير ڪانگريسين جي چونڊجڻ تي اعتراض ڪونہ هون. سندن مراد هئي تہ فرقي پرستن کي ڇيڪ ڇڏجي تہ اسيمبليءَ ۾ وڃي هڪ ٻئي جي ڏاڙهي پٽ ڪن. مون کي انهن ڳالهين ۾ دلچسپي نہ هئي ۽ خسيس معاملن تي جهيڙن جهڳڙن لاءِ نفرت هيم. الهہ آباد ۾ منهنجو مڪان آهي جنهن ڪري ننڍپڻ کان اُتي جي ماڻهن کي سُڃاڻان، پر هن دفعي پنهنجي شهر اندر ڪانگريسين جا اهڙا بڇڙا افعال ڏسي غيرت آيم ۽ اندر ۾ سمجهڻ لڳس تہ مون لاءِ انهن شخصن جي سنگ ۾ رهڻ ڏکيو آهي.

مون کي چارڻ نہ هئي تہ وري جيل ڪڏهن موٽندس. ڪيڏي مهل بہ سرڪار مون کي واپس ورڻ جو حڪم ڏئي تي سگهي، جنهن ڪري واجب سمجهيم تہ ڪملا جي بيماريءَ جي احوال سان گڏ پنهنجي اندر جي قرٽن جو حال مهاتما کي لکي منجهان. ليٽر ۾ مون ڪونہ ڄاڻايو تہ ڇا ڪجي يا ڇا نہ ڪجي، پر اندر ۾ جا آنڌ مانڌ ۽ رنجش هيم سان چلڻ جي ڪوشش ڪيم. ڏسجي ٿو تہ اهو ليٽر پڙهي مهاتما کي ڏاڍو دک ٿيو.

يارهن ڏينهن جيل کان ٻاهر رهڻ بعد پوليس عملدار مون کي پاڻ سان وٺي وڃڻ لاءِ موٽر وٺي آيو. انهيءَ وچ ۾ ڪملا جي صحت سڌري هئي. ٻڌڻ ۾ پيو آيو تہ سرڪار جو خيال مون کي آزاد ڪرڻ جو هو پر پوءِ ڪانگريس جي ساليانيءَ ميڙ ۽ اينڊڙ چونڊن جو ويچار ڪري مون کي واپس جيل ۾ اماڻڻ واجب سمجهيائون. ڊپ هون تہ متان منهنجي موجودگيءَ سبب ڪانگريس جي رخ ۾ ڦيرو اچي وڃي. پوليس عملدار سان جڏهن گڏجي ٻاهر ٿي نڪتس تہ منهنجي ٻڍڙي ماءُ هنڌ مان ڇال ماري اُٿي ۽ ٻانهون کولي ڊوڙي اچي ڀاڪر پاتائينم. جيل ۾ وڃڻ کان پوءِ ڪئين هفتا ساندهہ آمان جو ڏکي منهن اکين اڳيان پيو ڦريم.



# وري ساڳيو قيد ۽ قفس

پاڇي جو ڦهلاءُ سدائين ساڳيو آهي پر روشنيءَ جي گهاٽ واڌ سبب رنگ ۾ سوين تبديليون اچن ٿيون. اهڙي ريت سک ڏک کان بلڪل نرالو آهي، ڇاڪاڻ تہ سک ۾ هزارين دکن جا سور ۽ ارمان لڪل آهن. راج ترنگني

مان وري نئني جيل ۾ موٽي آيس. اندر ۾ ائين پئي ڀانيم تہ نئين سر ڀيهر سيڪت ملي اٿم. ڪوريءَ جي نڙي وانگر هر هر اندر ٻاهر اچڻ سبب بيزار ٿي پيو هئس. ايترو جلد جلد نئين حالتن تي پاڻ هيرائڻ آسان ناهي. نئني جيل ۾ اچڻ سان مون سمجهيو تہ مون کي اڳين ڪوٺيءَ ۾ رکندا، جتي ڪشادو ورانڊو آهي ۽ اڱڻ ۾ گل ٻوڪيل آهن. مان پليل هئس ڇاڪاڻ تہ هينئر اُتي هڪ نظربند قيدي رهي ٿو جنهن سان مون کي گڏ رهائڻ تي سرڪار کي اعتراض هو. اهوئي سبب هو جو مون کي جيل جي ڪنهن ٻي بلاڪ ۾ رهاياءِون، جتي ساوڪ ۽ گلن جو نشان ڪونہ هو.

هن دفعي مون کي جڳهہ جو ايترو خيال ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ منهنجي من کي سڄو وقت ڪملا جي جهوري لڳل هئي. مون کي اڳي ڊپ لڳو تہ منهنجي ڀيهر گرفتار ٿيڻ سبب متان سندس دل کي چوٽ لڳي ۽ سندس صحت وري بگڙي پوي. ٿيو بہ ائين. جيل ۾ اچڻ سان پهريان بہ هفتا روز ڪملا جي صحت جي رپورٽ ايندي هيم. جا ڊاڪٽر پوليس مرڪز کي ٽيليفون رستي ٻڌائيندو هو ۽ پوليس وارا جيل وارن کي لکي موڪليندا هئا. اهو آڌو ابتو رستو انهيءَ ڪري اختيار ڪيو هئائون جو قاعدي موجب ٻاهرين ماڻهن يڪ قيدين سان سڌو لاڳاپو رکڻ تي بندش پيل آهي. بہ هفتا رپورٽ ملندي رهي پر پوءِ ڪملا جي صحت وڌيڪ خراب هوندي بہ رپورٽ بند ڪري ڇڏيائون. مان خبر ملڻ لاءِ اڪيون پائي وينو هوندو هئس، جنهن ڪري ڏينهن وڏي پوندو هو ۽ رات نبرڻ کان پڙ ڪيڏي ٻيهندي هئي. مون لاءِ هر گهڙي هيبت ناڪ ٿي پئي ۽ وقت

کي جونءَ وانگر چرندو ڏسي آنند مانڻ ويڙهي ويم. حياتي ۾ ڪڏهن اهڙو انتظاريءَ ۽ بيقراريءَ جو وقت نہ سمجهيم. شايد ڪانگريس اجلاس ختم ٿيڻ پڄاڻا مون کي آزاد ڪري ڇڏين، ها پر ڪملا بستري داخل ۽ مان جيل ۾، سو وچوارا ٻہ مهينا مون لاءِ ٻن صدين برابر ٿي پيا.

پورو هڪ مهينو گذريو تہ پوليس آفيسر ڪملا سان مختصر گڏجاڻيءَ لاءِ مون کي وٺڻ آيو. موٽندي ٻڌايائون تہ هفتي ۾ ٻہ دفعا ملاقات لاءِ وڃڻ ڏيندم ۽ انهيءَ لاءِ وقت بہ مقرر ڪري ڇڏيائون. چوٿين ڏينهن تي مان اکيون پائي ويٺس پر ماڻهو ڪونہ آيو. اٺين انتظار ڪندي پنجون، ڇهون، ستون ڏينهن گذري ويو. اوسيئڙو ڪري ڪري اکيون ٿڪجي پيون. ڪملا پوڻتي پوندي ٿي وئي، پر هي اقرار ڪري، مون کي آسري ۾ وهاري عدم پيدا ٿي ويا. آخرڪار سيپٽمبر جو مهينو پوور ٿيو. سڄي جمار ۾ اهڙا دوزخي ٿيهہ ڏينهن مون کي نہ سُجهن.

سرڪار وچوارن معرفت چوائي مُڪو تہ جيڪڏهن مان جيل جي مدي وارا ڏينهن سياسي هلچل ۾ بهري نہ وٺڻ جو اقرار ڪريان تہ مون کي يڪدم آزاد ڪيو ويندو. سچ پڇو تہ اوڏي مهل قومي تحريڪ منهنجي خواب خيال ۾ نہ هئي، ۽ جيل مان ڇٽڻ وارن يارهن ڏينهن اندر جا ڪانگريسين جي نفرت انگيز هلت ڏٺي هيم تنهن مون کي ڏِئي ڇڏيو هو پر اهڙي قسم جو اقرارنامو ڏيڻ مون لاءِ غير ممڪن هو. انهيءَ جي معنيٰ هئي تہ پنهنجي قول، اصول، رفيقن ۽ پنهنجو پاڻ سان بيوفائي ڪريان. ڇا بہ ٿئي، مان اهڙو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئس. ڪيئن ممڪن هو تہ مان ورهين جي عقيدي کي نظرانداز ڪري پنهنجو آتم گهات ڪريان. دوستن مون کي گهڻو ئي سمجهايو تہ ڪملا پوڻتي پوندي ٿي وڃي ۽ ممڪن آهي تہ مون کي پنهنجي پير ۾ ڏسڻ سان خوش ٿئي ۽ سندس حياتي بچي پوي. هو چوڻ لڳا تو کي پنهنجو آپو ۽ سؤمان ڪملا جي جان کان بہ پيارو آهي ڇا؟ شڪر جو منهنجي اڳيان پنهنجي آپي ۽ ڪملا جي جان بچائڻ جو مشڪل سوال درپيش نہ هو. مون کي جاڻ هئي تہ جيڪڏهن اهڙو اقرارنامو ڏئي مان ڪملا وٽ وڃان ها تہ هن کي اها ڳالهہ هرگز پسند نہ پوي ها. ممڪن هو تہ اهو ٻڌي سندس دل کي ڌڌڪو اچي ها ۽ ان سبب سندس صحت وڌيڪ خراب ٿي پوي ها.

آڪٽوبر جي شروعات ۾ مون کي وري ڪملا وٽ وني هليا. هوءَ ذري گهٽ بي سرتيءَ جي حالت ۾ هئي. ڪيڏي نہ مون لاءِ اَڪير هيس. موٽڻ ويل

جڏهن مون پويان پير تي پير تي ڪنيا. تہ مون کي اشارو ڏئي نوڙڻ لاءِ چيائين. سمجهو ٿا تہ اوڏي مهل ڇا چيو هونداٺين. مون کي چيائين ”هيءَ اقرارنامي جي قيل وقال ڇا جي آهي؟ متان اهڙو ڪم ڪيو اٿيئي!“

يارهن ڏينهن جڏهن جيل کان ٻاهر هئس تڏهن ڪملا جي صحت سڌرڻ بعد ڪيس ڪنهن ٻي هنڌ وٺي علاج ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو هئم. صحت سڌرڻ تہ سڌرڻ جي ماڳ الٽو سندس حالت وئي وڌيڪ خراب ٿيندي، سو وڌيڪ ترسڻ واجب نہ سمجهي ڪملا کي ڀوالي پهاڙ تي ڏياري موڪلڻ جو پهہ پچايم. ڪملا جنهن ڏينهن ڀواليءَ وڃڻي هئي انهيءَ کان هڪ ڏينهن اڳ جيل مان ڪيس ڏسڻ آيو هئس. خدا حافظي ڪندي ڏک پي ٿيم. انهيءَ ڏينهن ڪملا سَرهي پي لڳي جنهن ڪري من کي آٿت پي ڏنم پر اندر ۾ هر هر اهو سوال پي پڇيم تہ وري ڪڏهن گڏباسون؟ هن کان پوءِ اسان جي گڏجاڻي ٿيندي يا هيءَ آخرين الوداع آهي؟

ٽن هفتن بعد مون کي المورا جيل ۾ ڏياري موڪليائون تہ ڪملا اوڏڙو ٿيان. المورا ويندي بہ چار ڪلاڪ ڀواليءَ ۾ ڪملا وٽ گذاريم. ڪملا جي صحت سڌريل هئي جنهن ڪري دل تان بار ڪجهہ هلڪو ٿيم ۽ رستي تي پهاڙن جو نظارو ڏسي دل کي فرحت آيم. پهاڙن جي ور وڪڙ رستي تي هيناهيون مٿاهيون لهندا چڙهندا، صبح جي تازي، سرد هوا ڳهندا، نوان نوان دلفريب نظارا ڏسندا ٿي وياسون تہ دل ٻهار ٻهار پي ٿي. سڙڪ تي موٽر جيئن مٿي چڙهندي وئي تيئن ميدان ۽ ٻٽ سوين فوٽ هيٺ پوندا ويا ۽ لڪن جي اونهائي وڌندي وئي. رفتہ رفتہ جبلن جون چوٽيون ڪڪرن ۾ غائب ٿي ويون. وڻن جي بہ شڪل ڦري وئي سو هر طرف پهاڙ ديودر ۽ صنوبر سان ڍڪيل ڏسڻ ۾ آيا. ڪڏهن تہ سڙڪ جي موڙ ۽ خم مان وراڪي ڏيڻ بعد بلڪل نئون دلپذير نظارو پرگهٽ ٿي ٿيو ۽ پرٻان ٽڪرين ۽ ميدانن جي وسيع فضا ۾ لڪ لاهہ. نچندڙ ڪڏندڙ جابلو لهرون ۽ آبشار نڪري نروار ٿي ٿيا. دل ڏسندي نہ ڍاپي سو پياسي نيڻن سان هي نظارو ڏسي، حافظي جي صندوق ۾ ان کي سمائي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. خواهش هيم تہ جڏهن اهي پهاڙ گهاٽ، لڪ، آبشار ۽ درخت اکين کان غائب ٿي وڃن تہ انتراگ اڳيان انهن کي آڻي پنهنجي دل وندرايان.

پهاڙ جي هنج ۾ ڪئين جهوپڙين جا جهرمٽ پيا ڏنا. لاهه تي ننڍا ننڍا کيت هئا جي هارين بيحد عرق ريزي ۽ پورهيو ڪري آباديءَ هيٺ آندا هئا. اهي کيت پريان هڪ شاهي ڏاڪڻ وانگر پيا لڳا ۽ زمين جي سطح کان چڙهي جبل جي چوٽ تي دنگ تي ڪيائون. ويچارا ڳوناٺا ڪيڏو نه پگهر ڳاڙي، جبل کيڙي، سڪٽي برپٽ تي پورهيا ڪري ان داڻا پيدا ڪن ٿا. هيڏو پورهيو ڪندي به روٽي لنگوٽي مشڪل نصيب ٿي ٿئين. هٽ جي پورهئي سبب اهي بارا ۽ کيت گنجي ٽڪر ۽ وٽڪار کان بلڪل نرالا پيا لڳا ۽ انهن وچ ۾ ايڏو فرق هو جيڏو آباد ۽ غير آباد زمين جي وچ ۾ ٿيندو آهي.

ڏينهن جو هي نظارو ڏاڍو وڻندڙ هو. سج جي چڙهڻ سبب زمينَ تي روشني ۽ ڪوساڻ ٿيڻ لڳي جنهن ڪري جبل جي هونئن ڏاريا ۽ ڏورانهان پيا ڏنا. سي هينئر پنهنجا ۽ ويجها ٿي پيا. منجهن حرارت ۽ حياتي پيا بکي. سج لهڻ سان جبلن جي صورت بدلجي وڃي ٿي. رات جڏهن راڪاس وانگر وکون وڌائي پرتويءَ تي پنهنجي ڇايا وجهي ٿي ۽ زندگي دنيا جو ڪاروبار وحشي فطرت کي سپرد ڪري پاسي ڪنڌ مٿو لڪائي ٿي، تڏهن اهي خوشنما پهاڙ کهڙا نه پيانڪ ۽ ڪنور ڏسڻ ۾ اچن ٿا! تارن جي جهڪي روشنيءَ يا چانڊوڪيءَ ۾ هي اسرار خيز مهيب، طلسمي ڪوٽ فضا کي چئني پاسي گهيري وڃن ٿا، ۽ ماٿرين مان هوا جا سڏڪا ۽ روج ڪن پوي ٿو. ويچارو مسافر جو اهڙي ويل انهيءَ انوکي هنڌان رهگزر ٿئي ٿو سو چوڌاري دشمن ڏسي خوف وچان ڏڪي وڃي ٿو. خود هوا مان هن کي للڪار ۽ ٺٺولي ۽ کنديءِ جو آواز ٻڌڻ ۾ پيو اچي. ڪڏهن ته هوا صفا بيهي ويندي آهي ۽ بي حد سن سنات سبب دل گهبرائڻ لڳندي آهي. اهڙي وقت رڳو ٽيليگراف جي تارن مان جهيٽي سوُن سوُن ٻڌبي آهي ۽ تارا وڌيڪ چٽا ۽ ويجها ڏسبا آهن. پر جبل خشمناڪ نگاهه سان گهوُر ڪري هِنون هراسي ڇڏيندا آهن. ماٺهو پاڻ کي ڪنهن پراسرار غيب جي سامهون بيٺل ڏسي ٿر ٿر ڪنبندو آهي ۽ پاسڪال وانگر بي اختيار چئي ڏيندو آهي ته ”هن وسيع فضا جي ابدي خموشيءَ مان مون کي ڊپ ٿو ٿئي. ميدان ۾ رات وڳڙي اهڙي سن سنات نه ٿيندي آهي. اتي حياتيءَ جي نبض جي هلڪي ٽپ ٽپ ٻڌبي آهي ۽ مختلف جانورن ۽ جيوڙن جا آواز رات جي خموشيءَ کي ٽوڙي ڇڏيندا آهن.

اسين جڏهن المورا تي وياسون تڏهن رات جي سردي، ڪم لطفي ۽ بي مهري پري پئي هئي. آخرين منزل طئي ڪري ماڳ اوڏڙو ٿياسون تہ اوچتو رستي نانگ وانگر ور ڪاڏو ۽ بادلن جي ڦاٽ مان هڪ سندر شوينيڪ درشيہ نڪري نروار ٿيو جنهن ڏسڻ سان خوشي ۽ حيرت وچان دنگ رهجي ويس. چا ڏسان تہ وڻن سان ڍڪيل پهاڙن ڪان گهٽو مٿي ۽ گهٽو پري، هماليہ جون برف آلود بلنديون سورج جي سونهري روشنيءَ ۾ پيون چلڪن! هي جبل جي ماضيءَ جي حڪمت ۽دانش جا وارث، هندوستان جي سرسبز ميدانن جا زبردست محافظ آهن. سي هتان ڪهڙا نہ پُراسرار ۽ پُروقار پيا لڳن. هماليہ ڏسڻ سان نسن جي تؤنس، قلب جي بيقراري گم ٿي وئي، ۽ سندس لافاني جلال اڳيان شهري زندگيءَ جو مڪر ۽ فريب، حرص ۽ حوس، ضد ۽ وير بلڪل خسيس ۽ بي سود ڏسڻ ۾ آيا.

الموڙا جو ننڍو جيل پهاڙ جي ڪناري تي نهيل آهي. رهڻ لاءِ مون کي ڪشادي بوراڪ ڏني هئائون. بوراڪ جو هال 15x17 فوٽ وڏو پٽ ڪچو ۽ اڻ سنئون، ۽ ڇت سُري ڪاڏل هئي جنهن جا ذرا هر گهڙيءَ هيٺ پي ڪريا. پندرهن تہ در ۽ دريون هيس جي سيخن سان بنديل هئا. تازي هوا جي ڪمي ڪانہ هئي. ڪجهہ وقت بعد ٿڌ ڪان بچاءَ لاءِ درين تي تڏا چاڙهيائون. هيڏي ڪشادي ديوان ۾ مان تن تنها شاهاڻي فلڪ سان خلوت ۾ رهندو هئس. متان سمجهو تہ مان بنهہ اڪيلو هئس! مٿي پڳل پريل ڇت ۾ ويهارو ڪن جهرڪين جا آکيرا هئا ۽ ڪڏهن ڪو قلندري ڪڪر اچي لانگهائو ٿيندو هو تہ درين ۽ درن مان ليئا پائي، بانهون ڊگهيڙي، ڪوهيڙي ۽ گهم سان بوراڪ کي مرطوب ڪري ڇڏيندو هو.

سادي ڇئين بجي ڏينهن جو رات جي ماني ڪارائي اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ بوراڪ کي تالو لڳائي ڇڏيندا هئا جو وري صبح جو ستين بجي کوليندا هئا. ڏينهن جو بوراڪ اندر يا اڱڻ ۾ ٻاهر ويهي اُس ڇنيندو ۽ بت ڪوسو ڪندو هئس. احاطي جي پٽ جي ٻاهران اٽڪل ميل کن پري جبل جي چوٽي ڏسبي هئي ۽ نيلي آسمان جي اٿاهہ پکيڙ ۾ ڪڪر ٽڙيا پکڙيا پيا هوندا هئا. واهہ جو نيرنگ ٽا اِهي بادل ڇنين! ڪڏهن حيوانن جي شڪل ۾ اچيو پر گهٽ ٿين تہ ڪڏهن پنهنجا منهن ۽ پُڇ ملائي، جيءُ جنٿو سمائي هڪ ٿيو وڃن ۽ آسمان مها

ساگر وانگر چوليون هٽندو پيو ڏسجي. ڪن ئي ڪانہ گذري تہ ساگر ساحل تيو پوي ۽ ديودار وڻن مان ايندڙ هير جو آواز سمنڊ جي لهرن جي اُڇل جيان پيو پاسي. ڪڏهن تہ ڪڪرن جي فوج مان هڪ سورمو اسان مٿان اُلر ڪيو اچي، پر هي رٽبير اسان تائين پهچي ئي پهچي تنهن کان اڳ سندس تلوار ۽ ڍال، گهوڙو ۽ زين، ڏاڙهي ۽ پڳ واسينگ وارن ورن وڪڙن ۾ غائب ٿيو وڃي ۽ اسين غُبار جي سهس باهوُ ياڪر ۾ لپيٽجو وڃون.

نندي ڪوٺڙيءَ کان هي ڪشادو هال بهتر آهي. وڏيءَ جڳهہ ۾ اڪيلائي وڌيڪ محسوس ڪبي آهي پر مان هيٺ مٿي اچ وڃ ڪري پاڻ کي مشغول رکندو هئس. مان ڪليل هوا جو شوقين آهيان، پر هتي ٿڌ سي وڌندي تان جو ٿرماميٽر لهي پاري جي پد تي پهتو. هن بوراڪ مان جو لطف ايندو هئم سو انهيءَ ٿڌ سبب ويو گهٽبو ۽ حياتي بہ ڪجهہ بي مزي ٿي پئي. نئين سال جي شروعات ۾ برف باران ٿيڻ لڳي. جنهن ڪري جيل مٿان کير جهڙي اڇي چادر وڇائجي وئي ۽ جيل کان ٻاهر ديوار ۽ درخت پرين جهڙا سهڻا ٿي پيا. پهاڙن جي سگهہ ۽ صحت ڏيندڙ هوا منهنجي جسم ۾ نئين جان آندي. اندر ۾ ڪملا جي اون هوندي هيم، پر پاڻ کي آٿت ڏئي خوب نندون ڪندو هئس. ڪڏهن تہ گهيرٽ ڪائيندي خيال ايندو هئم تہ ننڊ ڪهڙي نہ عجيب ۽ پراسرار چيز آهي. جاڳڻ جو ضرور ڪهڙو آهي؟ هينئر اک لڳڻ بعد اُٿان ئي نہ، تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ عجب تہ اهڙن خيالن ايندي بہ جيل مان نڪري ٻاهر ٿيڻ جي خواهش هيم. ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ختم ٿي چڪو هو ۽ اسيمبليءَ جون چونڊون پڻ پوريون ٿي ويون هيون. مان جلد آزاد ٿيڻ ۾ اڪيون پائي ويٺو هئس تہ اوچتو عبدالغفار خان جي گرفتاريءَ ۽ سباش بابوءَ تي بندشن جي خبر ٻڌم. سباش بابو بيماريءَ جو خيال نہ ڪري پنهنجي مرٽينگ پتا جي درشن لاءِ ولايت مان آيو هو. مون خيال ڪيو تہ جيڪڏهن سباش بابوءَ جهڙي معزز وطن دوست ۽ ليڊر سان سرڪار هن قسم جي بي مروت ۽ بي شرف رفتار هلڻ جو فيصلو ڪيو آهي تہ مون کي جيل مان ڪيئن آزاد ڪندي؟ ٿوري وقت بعد سرڪار هڪ پڌرائي ڪيڏي جنهن مان پڻ ڏسڻ ۾ آيو تہ سرڪاري نيتيءَ ۾ ڦيرو ڪونہ آيو آهي!

المورا جيل ۾ هڪ مهينو رهائڻ کان پوءِ مون کي پوالٽيءَ ۾ ڪملا سان

ملاقات ڪرڻ لاءِ وني هليا. انهيءَ ڪان پوءِ ٽن هفتن بعد ڪملا سان ملاقات ڪرائيندا هئم. پارليامينٽ ۾ سر هور ميمبرن کي ٻڌايو ته هفتي ۾ ٻه دفعا مون کي ملاقات جي موڪل ملندي آهي. سندس بيان صحيح نه هو پر تنهن هوندي به مان سرڪار جو شڪر گذار آهيان جو مون کي ملاقات لاءِ هر قسم جي سهوليت ميسر ڪري ڏنائون. ڪملا سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ گهڻو ئي وقت ملندو هئم، جنهن ڪري اسان جي پاڻ ۾ محبت وئي وڌندي. موٽڻ وقت اندر ۾ چيرا پوندا هئم. اها ملاقات کهڙي جا پياسيءَ کي پاڻيءَ جو ڪٽورو هٿ ۾ ڏئي پيڻ کان اڳ کسي وني. انهيءَ وچ ۾ امان علاج لاءِ بمبئي وئي هئي جتي سندس صحت سڌري هئي پر هڪ ڏينهن اوچتو تار آيم ته اڄ رنگ تي پيو اٿس. ممڪن هو ته يڪدم مون کي بمبئي جيل ڏانهن روانو ڪن ها پر پوءِ سندس حالت سڌرڻ سبب مون کي الموڙا کان ٻاهر موڪلڻ جي ضرورت نه سمجهيائون.

فيبروريءَ جي مهيني، بسنت رت جي هير آندي آهي. بلبل جي ٽڪلو ۽ ڪوئل جي ڪوڪو پئي ٻڌجي. پريان خر زُهره پهاڙ تي ڳاڙهي رت جا داغ ڪري ڇڏيا آهن ۽ زمين مان گل ۽ گونچ نڪري پنهنجي معصوم اکين سان هن عجيب دنيا جو ديدار ڪري رهيا آهن. شفتالو، زردالو، گيلاس ۽ بادام جي رنگ برنگ مکڙين وڻن تي واهه جي قلم ڪاري ڪئي آهي. ڏينهن پنيان راتيون ۽ راتين پنيان ڏينهن گذرن ٿا. پر مان پوالي‌ءَ ۾ ڪملا سان مکا ميلي لاءِ در ۾ اکيون پائي وينو آهيان. عام چوٽي آهي ته ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري. شايد ملاقات جو مزو فراقت ۾ آهي. شايد روشن دماغ ٿيڻ لاءِ بدبختيءَ ۽ پريشانيءَ جو زهر پيڻ ضروري آهي. پر انسان جڏهن حد کان وڌيڪ مصيبت جو مقابلو ٿو ڪري ته قلب ڪسارو تي پويس ٿو. جيل ۾ ماڻهوءَ کي لاچار اندر ڪائو ٿيڻو پوي ٿو سو مون ۾ هينئر پنهنجي اندر جي اونداهي غفا ۽ تاريڪ تهخانن ۾ نوس نوس ڪرڻ جي عادت پئجي وئي آهي. مان جائي جم کان اهڙو انتر درسي نه هئس، پر جيلي زندگيءَ ڦهوي جي پيالي وانگر مون کي خودبين ڪري ڇڏيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته مان خودبينيءَ ۽ بيرون بينيءَ جي وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ لاءِ پروفيسر مئڪڊوگل وارا ڇهه ڪتاب پني تي ڪڍي ليڪ جي اندرين ۽ ٻاهرين پاسي جي وچ ۾ تفاوت ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، ۽ عجب لڳندو اٿم ته انهن مان ڪيئن هيتريون معنائون ۽ مطلب ڪڍي سگهجن ٿا.



# تازو احوال

رات جي پوياڙيءَ ۾ پرھ باکون ڪڍي ٿي، پر حياتيءَ جا ڏينھن
وري نٿا اچن.
جيئن اُفق اڪ جي تاري ۾ سمائجي وڃي ٿي، تيئن بھار قلب چاق
چاق ڪري، اندر ۾ دائمي زخم ڇڏي وڃي ٿي. لي- تائو- پو

اخبارن ۾ ڪانگريس اجلاس جي ڪارروائي پڙھيم. مون پنھنجي سموري ڄمار قوم کي اربڻ ڪري ڇڏي ھئي ۽ ويھارو ورھيہ دوستن رفيقن سان ڪلھو ڪلھي لڳائي ڪانگريس جي خدمت ڪئي ھيم، جنھن ڪري ڪانگريس جي ڪارروائيءَ ۾ دلچسپي وٺڻ مون لاءِ سياويڪ ھئي. پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ بمبئيءَ واري ڪانگريس اجلاس جو احوال پڙھندي مون کي مزو اصل ڪونہ آيو. مون کي جن ڳالھين ۾ دلچسپي ھئي سي ھنن کي خواب خيال ۾ ڪونہ ھيون، ۽ جن ڳالھين کي ھنن وزن ٿي ڏنو سي مون ليکي ۾ نٿي آنديون. مان اُتي حاضر ھجان ھا تہ ڇا ڪريان ھا سو چوڻ مشڪل آھي، ڇاڪاڻ تہ جيل اندر نڪي ڪانگريس جو وايو منڊل آھي ۽ نڪي دوست آھن جن سان تبادلہ خيالات ڪري صحيح فيصلي تي پھچي سگھجي. ممڪن آھي تہ وقت اچڻ تي مون کي شايد پنھنجي روءِ سوءِ کي فيصلا ڪرڻا پون، پر اھو ڪيئن چئي سگھجي تہ ايندڙ حالتن سان ھاڻوڪا خيال ۽ نقطہ نگاھہ نھڪي ايندا.

اخبارن جي احوال مان بہ ڳالھيون بلڪل صاف ھيون، جي آلمورا جي جيل ۾ ويھي سمجھڻ ڏکيون نہ ھيون. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ مھاتما جي شخصيت جو ڪانگريس تي اثر اڳي کان اڳرو آھي. بيو تہ پنڊت مدن موھن مالويہ ۽ آلي جي فرقي پرستيءَ پاران وڪالت بلڪل ڦلھڙي ۽ ڪمزور آھي. جن کي ھن ملڪ جي عام ماڻھن جي دل جي پرک آھي ۽ سفيد پوشن جي ذھنيت کان واقف آھن، تن کي معلوم ٿي چڪو ھوندو تہ مھاتما سان

بريمچڻ جهڙو ليڊر اسان وٽ اڃان پيدا نہ ٿيو آهي. سرڪاري ڪامورا ۽ ڪي ٻيا هام هڻندا آهن تہ مهاتما ڏئي ونئي رهيو آهي، پر اوچتوئي اوچتو جڏهن ڪڪرن جي ڪارهن مان نڪري، نئين سر واڳون هٿ ۾ جهلي هو اڳواڻي ڪندو آهي تہ هو مُنجهي پوندا آهن ۽ ان لاءِ خاص دليل ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ائين برابر آهي تہ ڪيترا ماڻهو مهاتما سان هم خيال ناهن. پر مهاتما جي هلندي پڄندي سندس خيالن سبب ناهي. ماڻهن جو مهاتما جي بي نظير شخصيت ۾ اعتقاد آهي، جنهن ڪري هو سندس پوئلڳي ڪن ٿا. دنيا ۾ شخصيت وڏي اهميت رکي ٿي ۽ خاص ڪري هندوستان ۾ تہ ان جو مَٽُ لهڻ محال آهي. ظاهري ريت بمبئيءَ ڪانگريس وقت مهاتما ڪانگريس سان خدا حافظي ڪري ويو جنهن ڪري ڪانگريسي تاريخ ۾ هي موقعو ياد رهندو پر ساڳئي وقت اهو وسارڻ نہ کپي تہ مهاتما جو ڪانگريس ۾ خاص پوزيشن سندس ڪن لفظن تي مدار نٿو رکي، نڪي سندس ليڊري ڪانگريس اندر عهدي تي مدار ٿي رکي. هيل تائين هو عهدي بنان رهيو آهي، تنهن ڪري ظاهري ريت ڪانگريس کان جدا ٿي وڃڻ جي اعلان ڪرڻ بعد بہ ڪانگريس سندس مطيع آهي. ممڪن آهي تہ ڪنهن وقت ڪانگريس نرالو رخ اختيار ڪري، پر جيئن مون مٿي چيو تہ سندس شخصيت ۾ لڳ لاڳاپا، عام ماڻهن تي اثر ۽ ملڪ ۾ هلندي ايڏي آهي جو ڪانگريس سان سڌو تعلق نہ رکندي بہ ان جي پاليسيءَ تي ضابطو رکي سگهي ٿو. حالت اهڙي آهي جو جيڪڏهن هو صفا پري ٿي وڃي، تہ بہ سندس پاڇو ڪانگريس مٿان رهندو. هن دفعي هو ڪانگريس مان انهيءَ ڪري نڪري ويو آهي جو شايد شخصي ستياگرهہ جاري ڪرائڻ جو خيال اٿس. سندس مرضي ناهي تہ ڪانگريس طرفان انهيءَ قسم جو ستياگرهہ جاري ڪيو وڃي.

مون کي خوشي ٿي تہ ڪانگريس آئين سازيءَ لاءِ مجلس اتحاديہ (Constituent Assembly) گهرائڻ جو اُصول بحال ڪيو آهي. سچ پڇو تہ اهڙي اهم معاملي فيصل ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪو رستو ئي ڪونهي. البت ڪنهن جبري انقلاب بنان مجلس اتحاديہ جو ميڙ ڪنو ٿي نٿو سگهي. انگريز سرڪار رضا خوشيءَ اهڙو سميلن ڪرڻ نہ ڏيندي. هرحال جيسين قوم ۾

ڪافي شڪستي پيدا نہ ٿي آهي، تيسين نہ مجلس اتحاديہ جي بينڪ ٿي سگهندي ۽ نہ سياسي معاملي جو قطعي فيصلو ٿي سگهندو. ڪن ڪانگريسين جي خيال ۾ مجلس اتحاديہ اڳين سيني ڏرين جي ڪانفرنس (All Parties Conference) جو نئون روپ آهي. هنن هن مسئلي کي صحيح نموني ۾ سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي. جيڪڏهن اڳين ڪانفرنس وانگر مجلس اتحاديہ ۾ آپيشاهہ، خود ساختہ ليڊر، جهونا جوڳي ۽ حرفت باز اچي ڪنا ٿيندا تہ هو هڪ ٻئي خلاف وڦلي، "اَپني گهوٽ تہ نشا هو وئَ" وارو قصو ڪري، هر ڪو پنهنجي کچڙي رڌڻ ۾ مشغول ٿي ويندو ۽ قومي اتحاد ۽ آئين سازيءَ جو مسئلو حل ٿيڻ بنان رهجي ويندو. مجلس اتحاديہ جو اهو بنيادي اصول آهي تہ ميمبر عام ماڻهن جا عيوضي هجن ۽ ڪنهن خاص سوال فيصل ڪرڻ لاءِ چونڊيا وڃن ۽ منجهن عام ماڻهن جي خيالن ۽ گُهرجن جو پورو احساس هجي. اهڙي مجلس لاءِ غير ممڪن آهي تہ قوم جي سياسي، اقتصادي، اجتماعي مسئلن کي نظرانداز ڪري، فرقي پرستيءَ جي خسيس ڳالهين کي چُهٽي پوي.

ڪانگريس جي ٺهراءَ پاس ڪرڻ بعد سرڪار پهرين مجلس اتحاديہ جي پنيرائي ڪرڻ لڳي. هنن سمجهيو تہ هيءَ مجلس بہ اڳين آل پارٽيز ڪانفرنس وانگر ناڪامياب ٿيندي، پر جڏهن غور ڪيائون تہ هن مجلس لاءِ عام ماڻهن جا چونڊيل عيوضي ڪن خاص سوالن جي فيصل ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا ۽ انهن کي پنهنجي ووٽرن جي ڏنل حڪم جي تعميل ڪرڻي پوندي تہ ڍِڍر ڍرا ٿي وين ۽ مخالفت ڪرڻ لڳا.

بمبئيءَ ڪانگريس جي اجلاس ختم ٿيڻ بعد يڪدم اسيمبليءَ جي چونڊن لاءِ گرما گرم تياريون ٿي ويون. منهنجو ڪائونسلن جي پروگرام ۾ اعتقاد ڪونہ هو پر تنهن هوندي بہ اخبارن ۾ احوال پڙهي مزو ايندو هئم ۽چاهيندو هئس تہ غير ڪانگريسي اميدوارن کي هار نصيب ٿئي. انهن غير ڪانگريسي اميدوارن مان ڪيترا سرڪار جا چاڙتا، فرقي پرستيءَ تي ٽِڳندڙ عهدن ۽ لقبن لاءِ پيچ لتڪايندڙ ۽ ڪانگريس ڪان غدار ٿي ويل شخص هئا. انهن ۾ ڪي اهڙا وطن فُروش بہ هئا جن عملدارن کي ڪانگريس خلاف مدد ڪئي هئي. مون کي جاڻ هئي تہ اهي شخص چونڊن

۾ ڪامياب نہ ٿيندا. هن دفعي هنن ڪميونل اوارڊ خلاف چوهہ چنڊي پاڻ کي سُرخرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ماڻهن کي سندن افعالن جي ڄاڻ هئي، جنهن ڪري هو ناڪامياب ٿيا ۽ ڪانگريسي وڏي تعداد ۾ چونڊجي آيا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ ڪانگريس جيڪو رخ ڪميونل اوارڊ نسبت اختيار ڪيو آهي سو بلڪل غيرمعمولي آهي، پر ساڳي وقت اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ ڪانگريس لاچار آهي. هن کان اڳ جيڪڏهن ڪانگريس ڦلهڙائي نہ ڏيکاري ها ۽ فرقي پرستن سان رعايت ڪرڻ کان نابري واري ها تہ هن دفعي آبرودار ۽ صحيح رخ اختيار ڪري سگهي ها. انهيءَ کان انڪاري ٿيڻ مشڪل آهي تہ ڪميونل اوارڊ بلڪل ضررناڪ ۽ بيهودو آهي، آزاديءَ جي راهہ ۾ هي اوارڊ وڏي رنڊڪ آهي. منهنجي لکڻ جو مطلب اهو ناهي تہ انهيءَ اوارڊ سبب مسلمانن کي حصي کان وڌيڪ مليو آهي. انهيءَ اوارڊ کان سواءِ بيا گهڻا ئي رستا آهن جن ذريعي مسلمانن جون گُهرون بحال ڪري سگهجن ها. ڪميونل اوارڊ جي وڏي خامي اها آهي جا ان دواران قوم کي پرزا پرزا ڪري، فرقن کي جدا طبقن ۾ ورهائي، هڪ ٻئي خلاف انهن جو ميزان بهاري، طاقت هميشه لاءِ ڌاري سرڪار جي هٿ ۾ سپرد ڪري ڇڏي اٿن. بنگال ۾ هندن سان خاص بي انصافي ٿي آهي، پر طاقت مسلمانن کي بہ نہ ملي آهي، ڇاڪاڻ تہ اسيمبليءَ ۾ ايترا تہ انگريزي واپارين جا عيوضي رکيا اٿن جو انهن جي مدد بنان مسلمان ڪجهہ ڪري نٿا سگهن. انهيءَ اوارڊ مان هڪ فائدو آهي، سو اهو تہ ان خلاف ناراضپي هئڻ ۽ ڪن سان بي انصافي ٿيڻ سبب جٽاءُ نہ ڪري سگهندو. انهيءَ اوارڊ جي ذاتي خرابي ان جي آڏو ايندو.

هندو مهاسڀا ۽ هندو قومي پارٽي هڪ عظيم ڀُل ڪئي آهي، سا اها تہ سرڪار جي مخالفت ڪرڻ گهٽائي ڇڏي اٿن. ائين ڪرڻ سان هو سمجهن ٿا تہ سرڪار کي پنهنجي طرف ڪري ڇڏيندا. هو ڀُليل آهن ڇاڪاڻ تہ هڪ طرف سرڪار هنن کي آسرن تي رکندي ايندي ۽ ٻئي طرف مسلمان سندن مخالفت ڪندا ايندا ۽ ٻين ڳالهين تي ناهہ ڪرڻ کان نابري واري ويهندا. سرڪار جي لاءِ مسلم فرقي پرستن جو ساٿ ڇڏڻ مشڪل آهي، ڇاڪاڻ تہ قومي ڏُر وارن جون گُهرون اهڙيون آهن جي بحال ڪرڻ سان

سرڪار کي طاقت پنهنجي هٿان ڇڏڻي پوندي. دراصل فرقي پرستن جو تڪرار ۽ ضد اهڙين ڳالهين تي آهي جو ٻنهي ڌرين کي راضي ڪرڻ محال آهي. سرڪار مسلم فرقي پرستن جي طرفداري ڪرڻ سان سياٽپ ڏيکاري آهي. ڇاڪاڻ ته هندو فرقي پرست هڪ ته ٿورا آهن. ٻيو هندو جاتيءَ ۾ سندن هلندي پڄندي بلڪل گهٽ آهي. سرڪار اهڙي بيوقوف ناهي جو ڪن ٿورن شخصن کي خوش ڪرڻ لاءِ پاليسي ڦيرائي پنهنجي مسلم پوئلڳن کي ناراض ڪري ڇڏي. سرڪار کي جاڻ آهي ته هندن ۾ قوميت جو خيال گهڻي قدر ڦهلجي چڪو آهي ۽ هو قومي آزاديءَ جا خواهان آهن. جيڪڏهن هندن کي ڪي عهدا، نوڪريون، اسيمبليءَ ۾ وڌيڪ ڪرسيون وغيره ڏبيون ته سندن مخالفت بيهي ڪانه ويندي. ساڳئي وقت جيڪڏهن مسلمانن سان اهڙي قسم جون خسيس رعايتون ڪبيون ته سندن رخ سرڪار ڏانهن چڱيرو رهندو. اهوئي سبب آهي جو سرڪار هندو فرقي پرستن کي ليکي ۾ نه آڻي، مسلم فرقي پرستن جي طرفداري ڪرڻ لڳي آهي.

چوندبن وقت ٻي مزي جهڙي ڳالهه جا ڏسڻ ۾ آئي سا اها ته مسلمان توڙي هندو فرقي پرست جماعتن پاران جي اميدوار بيهاريا ويا هئا سي زميندارِي ۽ شاهوڪاري فرقي جا ماڻهو هئا. مهاسڀا شاهوڪار شاهيءَ جي طرفدار آهي. اهوئي سبب آهي جو هندو سڀا لهڻيدارن جو پاسو ڪٽي قرضدارن سان رعايت ڪرڻ خلاف آهي. ڪارخانن جا مالڪ. فرقي پرست جماعتن جا طرفدار ناهن. ڇاڪاڻ ته جاگيرداري ۽ زميندارِي سرشتي جي موجودگيءَ سبب هو گهڻي ترقي نٿا ڪري سگهن. اهوئي سبب آهي جو هو قومي خيال وارن ۽ سرڪار ٻنهي سان نهي هلڻ جي ڪوشش پيا ڪن. هو چاهين ٿا ته سوديشيءَ جو وهنوار وڌي ۽ وديسي واپار گهٽجي. انهيءَ مان هنن کي اپراسي ٿيڻ جو امڪان آهي. تعليم يافته سفيد پوش طبقي جي ته اڳي ئي جاڻ اٿو. هو فرقي پرست جماعتن ۽ سرڪار جا مخالف آهن. موجوده ڪانگريس جو اقتدار ۽ قومي آزاديءَ لاءِ جدوجهد گهڻي قدر انهن تي مدار رکندڙ آهي.

مسلمانن ۾ تعليم يافته ٿورا آهن جنهن ڪري هنن کي سولائيءَ سان نوڪريون ملن ٿيون. هندن وانگر تعليم يافته بي روزگار ۽ دال روٽي ڪمائيندڙ سفيد پوش گهڻا ڪونه اٿن. اهوئي سبب آهي جو مسلم جماعتن

جا پيشوا مدت خارج پينشن بردار، وڏيرا ۽ پير آهن. ڪنهن بہ مسلم جماعت ۾ وجو تہ اوهان کي جاگيردارن، وزيرن، خان بهادرن ۽ وڏن عملدارن جا ميڙاڪا ڏسڻ ۾ ايندا. تنهن هوندي بہ مان سمجهان ٿو تہ مسلمانن جا ڪمي ڪاسبي، هاري ناري هندن کان وڌيڪ برجستا آهن. هندن جي رسمن رواجن ۽ بندشن کين ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. مسلم سماج وڌيڪ فراخ ۽ آزاد آهي جنهن ڪري مسلمان سوشلزم ڏانهن وڌيڪ ڇڪجي ايندا. افسوس جو تعليم يافتہ سفيد پوش مسلمان دماغي خواهہ جسماني طور بلڪ خسي ٿي ويا آهن، ۽ خان بهادر، وڏي عملدار، جاگيردار ۽ پير وغيره اڳيان اُٻڙي نٿا سگهن. منجهائن جوانيءَ جو جلوو، حياتيءَ جو جوهر نڪري ويو آهي.

ڪانگريس ٻين جماعتن جي ڀيٽ ۾ گهڻو اڳري آهي پر تنهن هوندي بہ ڪانگريس جا ليڊر عام ماڻهن جي حالت ۽ گُهرجن تي اک پور ڪري ڏجي قدم کڻن ٿا. هو راج مهاجڻ کي اپيل ڪن ٿا تہ سندن ڇٽي پٽاندڙ هلن پر ڪڏهن ڀُلي ڀُلائي بہ هنن کان پڇن نٿا تہ سندن خيال ۽ گُهرجون ڪهڙيون آهن. چوندن کان اڳ غير ڪانگريسين کي پنهنجي طرف ڇڪڻ لاءِ پنهنجو پروگرام ڦيرائي ڇڏيائون. سماجڪ معاملن ۾ بہ ڪانگريس ڏڍڙو رخ اختيار ڀي ڪيو آهي. مثلاً اڇوتن کي مندر ۾ داخل ٿيڻ جو حق وٺي ڏيڻ جي فائدي ۾ هوندي بہ مدراس جي ڪٽر سناتنين کي خوش ڪرڻ لاءِ هنن کي هر قسم جا دلاسا ڏيڻ لڳا. چوندن ۾ جيڪڏهن ڪانگريس تکو پروگرام ملڪ اڳيان رکي ها تہ ڀهراڙين ۾ نوان خيال ڦهلجي وڃن ها ۽ لوڪن ۾ اُتساهہ پڻ ٿئي ها. پر ڪن ٽڙيل ٽابڙيل ووٽن هٿ ڪرڻ لاءِ هنن غير ڪانگريسين ۽ قوميت ۽ ترقيءَ جي دشمنن کي خوش ڪرڻ واجب سمجهيو ۽ انهيءَ نموني ڪانگريس ۽ عام جنتا جي وچ ۾ وڏي وٿي وجهي ڇڏي. هينئر بہ اسيمبليءَ اندر وڏي شدَ مدَ سان تقريرون ٿينديون ۽ اهي وڏ واتا سورما لفظي جمع خرچ ڪري، پاڙا پٽا وٺي اچي پنهنجي گهر سهڙندا. ۽ پنيان سرڪار ساڳيو اُٺ ساڳي مهار وانگر پنهنجي عادت انوسار ڪاروبار هلائيندي ايندي. سرڪار وٽ هنن جي فصاحت، قانون داني ۽ غلبہ راءِ "ڪتا ڀؤنڪ تہ ميڪون نند آوي" سمان آهي. اهوئي سبب آهي جو

سندن راءِ کي ريٽي وائسراءِ قلم جي هڪ گهڪي سان سندن تقريرون وائي بادي ڪيو ڇڏي. ڪانگريس جڏهن ڪائونسلون بهشڪار ڪيون ته سرڪار چوڻ لڳي ته اسيمبلين جا ميمبر ماڻهن جا عيوضي ۽ هنن جي خيالن جا ترجمان آهن. هينئر جڏهن ڪانگريسي ڪائونسلن ۾ گهڙيا آهن ته سرڪار ماڳهين نئون سُر آلاپڻ لڳي آهي. ڇي چوندڪ ٿي سيڪڙو مس آهن تنهن ڪري ميمبرن جو رايو ڪو ملڪ جو آواز ناهي. شايد هو پاڻ کي 97 سيڪڙو هندواسين جو عيوضي سمجهي وينا آهن. مزو اهو آهي ته انهن کي ووٽ ڏيڻ جي ڳالهه به نٿا ٻڌن. چاڪاڻ ته پوءِ سندن وَکا پڌرا ٿي پوندا ۽ سڄي دنيا کي جاڻ پئجي ويندي ته عام رايو ڪنهن جي طرف آهي.

چوندن کان ٿورو ئي پوءِ سڌارن جي ڪميٽيءَ جي رپورٽ شايع ٿي. ان تي نڪته چيني گهڻن نمونن جي ٿي پر عام طور رايو اهو اچي بيٺو ته انگريزن جو هند واسين ۾ وشواس ناهي ۽ هو اسان کي شڪي نظر سان ڏسي رهيا آهن. مان سمجهان ٿو ته ڳالهين کي ڏسڻ جو هي هڪ عجيب نمونو آهي.اٿين آهي ڇا ته هن ملڪ ۾ ڏاري سرڪار جي وچ ۾ جهڳڙو مصنوعي آهي؟ هند واسين جا حق واسطا ۽ برطانيه سلطنت جا فائدا ساڳيا آهن ڇا؟ سوال آهي ته هن ملڪ جي حڪومت هندواسين جي ڀلي لاءِ هلائڻي آهي يا انگريز جي اقتدار نفعي ۽ شان برقرار ڪرڻ لاءِ؟ اسان کي آزادي ڇا لاءِ کپي؟ سرڪار جو چوڻ آهي ته جيسين هند واسي سنئين راهه تي هلندا تيسين خاص بچاءَ جا فقرا عمل ۾ نه آندا ويندا. سوال آهي ته اها سنئين راهه ڪهڙي آهي؟ هنن جي مراد آهي ته سلطنت شاهي ۽ گورن واپارين ۽ شاهوڪارن جا حق واسطا سلامت رهن ۽ ان کي هو هند واسين لاءِ سنئين راهه سڏين ٿا. پر جيڪڏهن اسين انگريز جي حقن واسطن جا محافظ بڻجي ويهون ته پوءِ آزاديءَ لاءِ قيل و قال ۽ ڪشمڪش ۽ قرباني ڇا لاءِ آهي؟ انگريزن هندوستان سان واپار مان نالهي بڌا ناڻا ڪمايا آهن ۽ هنتي جي هنرن کي سخت نقصان پهچايو آهي. اوٽاوا واپاري ٺاهه مان انگريز کي ڪئنيڊا ۽ آسٽريليا ۾ نقصان پيو چاڪاڻ ته اتي جون سرڪاريون پنهنجي ملڪ کي نقصان پهچائي انگلنڊ کي فائدو ڏيڻ واريون نه هيون. تنهن هوندي به اهي بئنڪون اوٽاوا ٺاهه کي رد ڪرائڻ جي فائدي ۾ آهن.

چاڪاڻ تہ هو پنهنجي واپار ۽ ڪارخانن ۽ هنرن جي وڌڻ ويجهڻ تي بندش وجهڻ جي خلاف آهن. نہ رڳو ايترو پر آسٽريليا ۾ ڏکڻ آفريڪا جي ڪپڙي تي ڳريون ڍلون وڌيون اٿن، جنهن تي لئنڪا شاير وارن آسٽريليا جي مال جو بهشڪار ڪيو آهي. ڪير ڪونہ چئي سگهندو تہ آسٽريليا ۽ ڪئنيڊا وارن جي انگريزن سان دشمني آهي. هتي دشمنيءَ جو سوال آهي ئي ڪونہ. هر ڪنهن ملڪ جون گُهرجون ۽ فائدا نرالا آهن. اتي جي سرڪار جو فرض آهي تہ پنهنجي ماڻهن جي ڀلائيءَ جي اون رکي. هندوستان ۾ قصو ئي اُلٽو آهي. اوٽاوا پئڪٽ سبب انگريزن کي هندوستان مان چڱو اپراسو ٿيو آهي. تازو جيڪو نئون واپاري ناهہ ڪيو اٿن تنهن جي برخلاف اسيمبلي ووٽ ڪيو ڪارخاني وارن ۽ واپارين وغيره ان جي مخالفت ڪئي، پر انگريزن هنن کي ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪري ڇڏيو. هن مان ثابت آهي تہ انگريز اهي خاص بچاءَ جا فقرا هن ملڪ ۾ ڪهڙي نموني لڳائڻ گهرن ٿا. حقيقت هيءَ آهي تہ انگريز کي آسٽريليا، ڪئنيڊا ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ خاص بچاءَ جي ضرورت آهي پر جريت نہ ٿي ٿئيس تہ انهن بينڪن ۾ اهڙي قسم جا قانون لاڳو ڪري سگهي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ اڄ ڪلهہ سلطنت جو بنياد قرض تي ٻڌل آهي. خاص قانون ۽ قاعدا انهيءَ لاءِ ٺاهيا وڃن ٿا تہ شاهوڪار قرضيءَ کان وياج سميت رقم وصول ڪري سگهي ۽ آئينده لاءِ پنهنجا حق واسطا قائم رکي سگهي. اهڙي حالت ۾ ڪيئن ممڪن آهي تہ هند واسي پنهنجي ڳلي ۾ ڦاسي وجهڻ لاءِ اهڙا خاص بچاءَ قبول ڪن؟ انگريزن جي جوڳ اجوڳ حقن واسطن جو بچاءُ ڪرڻ سان اسين پير تي ڪهاڙو هڻنداسون، ۽ اقتصادي ۽ سماجڪ ۽ سياسي سڌاري آڏو ڪان هميشه لاءِ آهو پلٽو پوندو. سوشلزم سان تہ آخرت تائين الوداع ڪرڻي پوندي. انگريزن هندوستان کي اتحاديہ آئين يا فيڊرل ڪانسٽيٽيوشن ڏيڻ جو ويچار ڪيو آهي، ۽ هن ملڪ جي راجائن، نوابن، شاهوڪارن زميندارن مٿان ڳريون جوابدريون مڙهيون آهن، پر ساڳئي وقت اختياري ۽ طاقت پنهنجي هٿ ۾ رکي اٿن. اختيار ۽ حاڪمي انگريز هٿ پر جوابداري هند واسين مٿان! اڄ ڪلهہ جي دنيا اهڙي آهي جو سرڪار کي ڪئين دفعا ترت فيصلو ڪرڻو پوي ٿو پر هي اتحاديہ

آئين اهڙو ناهيو اٿن جو حڪومت ڇُرڻ پُرڻ ڪان بيهي ويندي. نئين آئين ۾ ايڏا تہ ٻنڌن، اٽڪون ۽ رنڊڪون وڌيون اٿن ۽ قوم کي اهڙو تہ زنجيرن ۽ بيڙين ۾ ٻڌو اٿن. جو نئين اتحاديہ جي موٽر ڪار هوندي بہ هندواسي نہ ان کي هلائي سگهندا ۽ نڪي موٽر ئي ڇُري سگهندي. ڀلا جن حڪومت مارشل لا ۽ رولٽ ائڪٽ جمعدار ۽ صوبيدار معرفت هلائي ڏني، سي آزادي ڪيئن ڏيندا تہ ماڻهو پنهنجي روءِ سوءِ گاڏو هلائن؟ هيءَ نئين سوغات جا انگريز هندوستان کي ڏني آهي سا اهڙي تہ ردي ۽ خراب آهي جو لبرل ڏر جا اڳواڻ بہ ان جي پنيرائي ڪرڻ لاءِ تيار آهن. خود سرڪاري ڇاڙتا بہ ان جون خوبيون ڳوليندي ان جي خامين مٿان وچيو ڪڙڪن. لبرل ڏر وارا چوندا هئا تہ انگريز جي هندوستان مٿان حڪومت رب جي جوڙ آهي جنهن ۾ ضرور ڪا ڀلائي هوندي. پر هن اتحاديہ آئين جو نقشو ڏسڻ بعد اڳيون ايمان ڇڏائي ويا اٿن. ڏسجي ٿو تہ نرم ڌُر وارن کي سخت ارمان انهيءَ تي ٿيو آهي تہ برٽش سرڪار رپورٽ ۽ آئين ۾ ڪٿي بہ "بينڪي راڄ" جو گفتگو نہ لکيو آهي. انهيءَ تي هنن ايڏي تہ واويلا مچائي جو هنن کي خوش ڪرڻ لاءِ هند سيڪريٽريءَ کي لاچار ڪجهہ پنهنجي مُک مان ٻولڻو پيو. بينڪي راڄ ڪلجڳ ۾ ملندو يا پرلئہ پڄاڻان سو چوڻ ڏکيو آهي، پر حال في الحال انگريز پرست انهيءَ ست جڳ جي خوبين جو چرچ سان بيان ڪري، وات جا پلاوَ ۽ بريانيون کائي، دل خوش پيا ڪن. سر تيج بهادر ساپروءَ جو برٽش پارليامينٽ ۽ برطانيا واسين مان اعتقاد نڪري، ويو آهي، سو هيٺئر بلڪل حيرت انگيز ٻول پيو ٻولي. ڇي پارليامينٽ ۽ انگريز ڇا بہ ڪن يا نہ ڪن، پر انهن مٿان بادشاهہ سلامت آهي جو ضرور هندوستان جي حقن جي حفاظت ڪندو. ڪهڙو نہ هي وڻندڙ دل کي آٿت ڏيندڙ دليل ڳولي لڌو اٿس! ڇا جا قانون، ڇا جا آئين! دنيا هيٺ مٿي ٿي وڃي، سماج ۾ انقلاب، پنگت ۾ گهوٽالو ملڪ ۾ ڏقيڙ پئجي وڃي، پر بادشاهہ سلامت وٽ ڏاندومل حڪيم وانگر هر مرض جو علاج موجود آهي. باغ بهار هجي بادشاهہ سلامت!

لبرل ڏر وارن لاءِ چوڻ تہ هنن آئين اتحاديہ جي مخالفت ڪرڻ ۾ ڪمي ڪئي آهي، سو غير واجب ٿيندو. هنن مان ڪيترن جو اهو رايو آهي تہ انهيءَ نئين جوڙجڪ کان موجوده نظام بهتر آهي. البت هو عملي ريت

ڪجھ ڪري نٿا سگھن. باقي هو سرڪار جي مخالفت ڪندا ايندا چاڪاڻ تہ سندن اصول آهي.

"جيڪڏهن تين عمل ۾ ناڪامياب

تہ ڪر فرياد، ڪر فريادا"

ڪيترا هند واسي انگلنڊ جي مزدور پارٽيءَ ۾ اکيون وجهي ويٺا آهن تہ هو کين هتي جي سياسي معاملن ۾ مدد ڪندا. انگلنڊ جي آزاد خيال شخصن ۽ ڌرين سان سهڪار ڪرڻ، يا پورهيت ڌر جي هٿ ۾ طاقت اچڻ مان فائدو وٺڻ ۾ عيب ڪونهي، پر اهو اسان جي شان وٽان ناهي تہ پنهنجي ملڪ جي واڳ پورهيت ڌر جي پُڇ سان ٻڌي ڇڏيون. عقل بہ ان جي خلاف آهي. هن کان اڳ پورهيت ڌر ٻہ دفعا انگلنڊ مٿان حڪومت هلائي چڪي آهي ۽ هنن پنهنجي صاحبيءَ ۾ اسان سان ڪهڙا پال پلايا سو ڪنهن کان وسرڻ جو نہ آهي. ڇو سمجهون تہ مئڪڊانلڊ جا اڳيان ساٿي ۽ رفيق آئينده اسان سان چڱا پير پريندا؟ ائين برابر آهي تہ مئڪڊالنڊ پورهيت ڌر مان نڪري ويو آهي، پر ان جي اها معنيٰ ناهي تہ پورهيت ڌر جو رُخ اسان ڏانهن فائدي وارو ٿيو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ اسان لاءِ جهڙا پورهيت ڌر وارا، تهڙا مردار ڌر وارا. پورهيت ڌر جا رواجي ميمبر وڏيڪ فراخ دل ۽ آزاد خيال آهن، پر جن جي هٿ ۾ واڳون آهن سي مردارن جهڙا خود مطلب ۽ سلطنت شاهيءَ جا راڪا ۽ محافظ آهن. ممڪن آهي تہ انگلنڊ ۾ ڪميونسٽ ۽ آزاد خيال وارا ڪنهن وقت ڪامياب ٿين، پر اهو ڪيتري قدر واجب آهي تہ پنهنجي قوم جي قسمت ڌارين وهيٽي ڪري ڇڏجي؟

عجب آهي تہ هتي جا نرم، پورهيت ڌُر تي ياڙي ويٺا آهن. هو پاڻ سماجڪ انقلاب جا وروڌي آهن. جيڪڏهن سياٽي پورهيت ڌر جي صاحبيءَ ۾ انگريز سرڪار هندوستان ۾ سماجڪ ۽ آرٿڪ انقلاب آڻي تہ اهي ساڳيا نرم برخلاف ٿي پوندن. شخصاً مان انگريزن جي برخلاف ناهيان ۽ جيڪڏهن پورهيت ڌر يا ٻي ڪا پارٽي هندوستان ۾ سوشلزم آڻي تہ مان ان سان سهڪار ڪندس.

گول ميز ڪانفرنس کان پوءِ سرڪار راجائن نوابن کي اهميت ڏيڻ لڳي آهي. هن کان اڳ هنن کي ڪنگهي بہ ڪونہ نهاريندا هئا. جيئن وٽندو

هئن تيئن هلائيندا هئن. هينئر راجائون ۽ نواب ڳرائيءَ سان پيا ڳالهائن ۽ هندوستان جي حڪومت ۾ ياڱي پائي ٽيڻ جا خواب پيا لهن.

مون متي ڪن ٿورين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي. سچ پڇو ته هن ملڪ جي حالت بنهه دکدائڪ آهي. سرڪار قوم جي آزادي نگهوسار ڪري، ماڻهن جي عيبن ۽ اوڻين کي همٿائي، سندن خوبين ۽ چڱاين کي دبائي، قوم جي زندگي بي سود بنائي ڇڏي آهي. ڪئين جوان جيلن ۾ پيا سڙن ۽ پنهنجي جگر جو خون پي، ڏکيا ڏينهن پيا ڪاٽن. سندن عزيز خويش، دوست رفيق ۽ هزارين بيا جن کي قومي ذلت جو احساس آهي تن کي اندر ۾ وَدِ پيا پون. ورهين جي سور سبب قلب ڪارا ٿي پيا اٿن. هو لاچار آهن ڇاڪاڻ ته هن حيواني طاقت ۽ ظلم سان مقابلي ڪرڻ جي منجهن سگهه ناهي. امن امان جي زماني ۾ بہ ڪئين سنستائون بي قاعدي نهرايل آهن ۽ دباءَ جا ڪئين خاص قانون جاري ڪيل آهن. اهڙي ريت ڪئين اخبارن ۽ رسالن تي بندش پيل آهي. اتفاق سان جيڪڏهن ڪنهن وٽان منع ٿيل رسالو يا ڪتاب لڀي پوي ته هن کي وڏي عرصي لاءِ جيل اماڻي سگهن ٿا. نہ رڳو ايترو پر دنيا ۾ جو سياسي ۽ اقتصادي مسئلن تي بحث ٿي رهيو آهي يا تجربا ٿي رهيا آهن تن تي رايو ڏيڻ جي اجازت ناهي. تازو روي بابو رشيا مان ٿي آيو آهي ۽ اتي جي سماجڪ ۽ آرٿڪ ۽ علمي مسئلن تي ماڊرن رويو ۾ مضمون لکيو اٿس. انهيءَ مضمون ۾ روي بابوءَ روسي نظام ۽ نيتيءَ جي ساراهه ڪئي آهي. انگريز ڪٿان ٿا بولشيوڪن جي واکاڻ ٻڌي سگهن، سو ماڊرن رويو جي سمپادڪ کي چتاءُ ڏنائون ته اهڙي قسم جا ليک جن ۾ انگريز بهادر جي حڪومت ۽ ڪارنامن تي ملامت ڪيل آهي، سي مخزن ۾ درج نہ ڪري. ڊاڪٽر ٽئگور شاعر فيلسوف آهي. هو سياسي ڳالهين کان اڪثر پري رهندو آهي. هن ملڪ جي ننڍي وڏي کي هن لاءِ عزت آهي. خيال ڪريو ته جيڪڏهن روي بابوءَ جهڙي عالم آشڪار ۽ هر دلعزيز شخص جي مضمون تي هڪ رواجي خسيس عملدار بندش وجهي سگهي ٿو ته بين هندواسي ليکڪن سان ڪهڙي جٽ هوندي؟ هن ملڪ ۾ سرڪار ايڏو ته هراس پيدا ڪري ڇڏيو آهي. جو ڪنهن بہ مسئلي تي آزاد نموني تيڪا ٽپڻي ڪري نٿي سگهجي. آزاد خياليءَ تي روڪ هئڻ سبب هتي جا ماڻهو دماغي خواهه علمي ترقي ڪري نٿا سگهن.

اخبارون بہ صحيح حالات ۽ خيالات کان ماڻهن کي واقف نٿيون ڪري سگهن. اسڪولي ۽ ڪاليجي ڪتابن ۾ درج ٿيل تاريخ ۽ اقتصاديات، سياست ۽ معاملات. بين الملل اتڪل اڌ صدي اڳ جي خيالن ۽ دليلن سان ڀريل آهي. اُهوئي سبب آهي جو هتي جا تعليم يافتہ شخص اهڙي ٻولي ڳالهائن ٿا ۽ اهڙي قسم جي خيالن جو اظهار ڪن ٿا جن جو موجوده حالتن سان تعلق ئي ڪونهي. دنيا تيز رفتار ترقي ڪندي وڃي ٿي پر هنن جا دماغ اٺوهين صديءَ ۾ گپي پيا آهن. هاڻي ٻڌايو تہ جنهن ملڪ جي ودوانن ۽ عالمن جي اهڙي بري گتي آهي، اُتي جي رواجي ماڻهن جو ڪهڙو حال هوندو؟ مون کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ جيسين اهي حالتون قائم آهن تيسين خود حڪومت وغيره مان فائدو ملڻ محال آهي.

ڪوبہ سمجهو ماڻهو انهيءَ کان انڪاري نہ ٿيندو تہ اڄ ڪلهہ ماڻهن جي من ۾ وڏو مونجهارو آهي ۽ دنيا جون حالتون ان لاءِ گهڻي قدر جوابدار آهن. سڄي دنيا ۾ موجوده سرشتي مان ماڻهو بيزار ٿي پيا آهن، جنهن ڪري سندن اندر ۾ پريشاني ۽ بي آرامي آهي. اسان جي نڪ سامهون دنيا جي جدا جدا ملڪن ۾ اُلٽ پُلٽ ٿي رهي آهي. مستقبل ۾ سماج ڪهڙي اصول ۽ نيتيءَ تي بيهاري وڃي تنهن تي جيڪي رايا ۽ خيال ظاهر ڪيا وڃن ٿا سي فقط ڪن عالمن ۽ ماهرن جي دماغي تفريح لاءِ ناهن. جن معاملن ۽ مسئلن تي ودوان، مدبر، بني بشر جا خير خواهہ مضمون ۽ ڪتاب لکي رهيا آهن سي هرهڪ شخص کي پڙهڻ گهرجن ۽ انهن تي غور ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اهي خيال ۽ مسئلا اسان جي حياتيءَ سان تعلق رکندڙ آهن ۽ سماج جي آئنده جو انهن تي مدار آهي. هيئنر جڏهن اسان جي ڏسندي ڏسندي ڪالهوڪو زمانو قبر داخل ٿيندو ٿو وڃي ۽ نئين دنيا شعلور تمنا ۽ آرزوءَ سان نمايان ٿيڻ لڳي آهي، تڏهن جُڳائي تہ اسين هن نئين اُسرندڙ ٻار جي روحاني خواهہ جسماني ڪيفيت کان واقف ٿيون. اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ سانوٽيءَ ۾ جيڪڏهن سنڌوءَ جي وهڪري سان نہ وهنداسون تہ آبڪلاٽيءَ جي ٻوڏ ۾ لڙهي ويندا سون. تنهن ڪري دوستو اچو تہ تنگدلي ۽ تعصب، خام خيال ۽ تُند مزاجي ڇڏي، اخلاص ۽ صداقت سان مسئلن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون!

جواهر جيُوني

افسوس جو هن ملڪ جي عالمن، سياستدانن، ليڊرن، هندوستان کان باهر ملڪن جو ڳوڙهو اڀياس نہ ڪيو آهي ۽ نڪي موجوده مسئلن جي بنيادي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي اٿن. سرڪاري عملدار ۽ آءِ سي ايس وارا هڪ محدود، مصنوعي، چاپلوسي دنيا ۾ رهن ٿا، جنهن ڪري هن ملڪ جي ڪروڙين ماڻهن جي خيالات ۽ احساسات کان ناآشنا آهن. حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڇهنڊڙي ڪانہ پئي اٿن جو ٻين جا ڏک سور سهي ڪري سگهن. انٽر ديسڪ معاملا سمجهڻ ۽ ٻين ملڪن سان وهنوار لاءِ نيتي ناهڻ جو نيڪو انگريز سرڪار پاڻ تي کنيو آهي. جيڪڏهن هندواسي ان ۾ دلچسپي ڏيکارين ٿا تہ يڪدم مٿان بوڇ ڏنو وڃي ٿو. اها حقيقت آهي تہ انگلنڊ جي وديسي يا خارجيہ پاليسيءَ تي انهيءَ ڳالهہ جو بلڪل گهڻو اثر آهي تہ هندوستان انگلنڊ جو مطيع آهي. ٻڌايو تہ اسان وٽ گهڻا شخص آهن جي بين الملي معاملات صحيح نموني سمجهن ٿا؟ ڪيتري آهن اسان وٽ اهي سياستدان جي سمجهن تہ جپاني سلطنت جي واڌاري، روس جي اسرندڙ طاقت، مرڪزي آسيا، افغانستان ۽ ايران جي معاملات، چين ۾ انگريزي، روسي جپاني سازشن ۽ منصوبن جو اسان جي ملڪ جي واپار، سياست، فوج، بلڪ تهذيب ۽ اخلاق تي وڏو اثر آهي.

ساڳي ريت اقتصاديات ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو آهي ۽ اٺوهين صديءَ جا اصول، نمونا ۽ نيتي هلندڙ حال سان لڳائي نٿا سگهجن. وڪيلن وارا اڳيان مثال پيش ڪري دعويٰ ثابت ڪرڻ بي معنيٰ ۽ بي سُود آهي، ڇاڪاڻ تہ موجوده آرٿڪ حالتن کي سمجهڻ لاءِ اڳيان مثال آهن ئي ڪونہ. ڪي احمق سمجهن ٿا تہ بيل گاڏيءَ کي پٽي تي رکڻ سان ريل نهي پوندي ائين ڪرڻ سان نڪي ريل نهندي، نڪي بيل گاڏي اصلوڪي صورت ۾ بيهي سگهندي. تهڙي ريت بيل گاڏيءَ جي زماني ۽ تهذيب جا مثال پيش ڪري، هوائي جهازن جي زماني جون حالتون سمجهائڻ بي عقلي آهي. مون کي خبر آهي تہ ڪيترا شخص سوشلزم يا ساميواد سمجهڻ بنان ان جي مخالفت ڪري رهيا آهن. روس خلاف ايڏو تہ زهري پرچار ٿيو آهي جو ڪئين شخص ان جي اثر هيٺ اچي سوشلزم جا مخالف بڻجي پيا آهن. پر غور ڪري ڏسو تہ روس کانسواءِ بيا ڪيترا ملڪ آهن جتي انقلاب زور پوندو ٿو

وجي. ونو مثال آمريڪا جو جنهن کي شاهوڪارن جو بهشت سمجهيو وېندو آهي. اُتي جو پريزيڊنٽ کليو کلايو تقريرون پيو ڏي تہ "هوندَ وارن جا حق کسي، اڻ هوندَ وارن جي حالت سڌاربي" ائين ڪرڻ لاءِ هن امريڪا ۾ ڪارخانن، گهرن، ريلن، رستن ناهڻ، شهرن ۽ ٻهراڙين سُڌارڻ جو پروگرام هٿ ۾ ڪنيو آهي، جنهن تي ڪيئن عرب روپيہ خرچ اچي ويندو. روز ويلٽ انهيءَ ڪم ۾ ڪامياب ٿيندو يا نہ سا نرالي ڳالهہ آهي، پر هو هر وقت پنهنجون ٻُلون چڪون سُڌاري، ملڪ کي رڍن واري قديم پيچري کان ٻاهر ڪڍي، نئين نظام جي وسيع ميدان ۾ وٺي اچڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي. انگلنڊ ۾ لائڊ جارج پڻ نئين نظام جا سپنا پيو لهي. جيڪڏهن يورپ ۽ امريڪا ۾ ايڏي بنيادي ڦير گهير جي ضرورت آهي تہ هندوستان ۾ ان کان صدبار وڌيڪ الٽ پلٽ کپي. اهي شخص جي سمجهن ٿا تہ دنيا جو علم هميشه لاءِ پراڻن پستڪن ۾ سمائجي ويو آهي ۽ ان کان وڌيڪ ترقي ۽ نئين معلومات دستياب نہ ٿيندي سي بلڪل خطرناڪ احمق آهن.

اسان اڳيان ڪئين مشڪل مسئلا آهن جن کي مڙس ٿي منهن ڏيڻ اسان جو فرض آهي. مکيہ سوال هي آهي تہ هالو چالو سرشتي دواران ڪروڙين مفلس ۽ مظلوم پورهيتن جي حالت سڌاري سگهبي يا نہ؟ جيڪڏهن انهيءَ سماجڪ سرشتي دواران گهڻن جي حالت سڌاري نہ سگهجي تہ پوءِ اهڙي سرشتي جي پنيرائي ڇو ڪرڻ گهرجي؟ اهڙو ڪو ٻيو سرشتو آهي ڇا جنهن وسيلي لوڪن جي رهڻي ڪرڻيءَ ۾ ڦيرو آڻي سگهجي ٿو؟ هندوستان کي جيڪڏهن قومي آزادي ملي ۽ سماجڪ ۽ آرٿڪ سرشتو ساڳيو رهي، تہ نوي سيڪڙو ماڻهن کي ان مان ڪهڙو فائدو پهچندو؟ جيڪڏهن زميندار ۽ شاهوڪار پنڊت ۽ مولوي، پير ۽ ساڌو ڪامورا ۽ ٻيا نوي سيڪڙو ماڻهن جي ڀهبودي ۽ آسودگيءَ جي آڏو اچن ۽ پنهنجو فائدو مدنظر رکي جهونو پراڻو سرشتو هلائيندا اچن ۽ نئين نظام جي راهہ ۾ رنڊڪون وجهن، تہ اخلاق ۽ عقل جي تقاضا ڪهڙي آهي؟ هن سوال جي مراد اها ناهي تہ مٿين ماڻهن کي نقصان پهچائجي، پر سوال آهي تہ ٻين کي نقصان پهچائڻ کان هنن کي ڪيئن روڪجي؟ جيڪڏهن رضا خوشيءَ هنن سان ناهہ تي اچي سگهجي تہ بهتر. جيڪڏهن ڪجهہ عيوض ڏئي زمين ۽ ڪارخانن تان هٿ

ڪٽائجين تہ لائو ڪونہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ ڪشمڪش ۽ ويڙهہ رضا نامي ڪان وڌيڪ مهانگي پوندي پر تاريخ شاهد آهي تہ مالدارن ۽ حاڪمن مئي مارائي بنان ڪڏهن مال ۽ اقتدار تان آهو نہ پليو آهي. هو جواريءَ وانگر آخر دم تائين وڙهڻ ۽ صفحي هستيءَ تان غائب ٿي وڃڻ وڌيڪ پسند ڪندا آهن.

ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ شاهوڪارن جي ملڪيت ضبط ڪرڻ خلاف تازو نهراءُ پاس ڪيو آهي. ڪين شايد خبر ڪانہ هئي تہ هالو چالو سرشتو ضبطيءَ جو سرشتو آهي. پورهيت ڪري پورهيو ۽ شاهوڪار ڪائي نفعو جو پورهيت جي پورهئي جو ڀاڱو آهي. جو هو ضبط ڪري ٿو. هاري پوکي زمين ۽ جاگيردار ڪري ٻڌائي. جاگيردار ڪي حو حصو مليو سو هاريءَ جي پورهئي مان پيدا ڪيل محصولات جي ضبطي آهي. اڳين زماني ۾ امير زوريءَ زمين کٽي وبندا هئا ۽ پنهنجي پوئلڳن کي جاگيرون عطا ڪندا هئا. هن مان ثابت آهي تہ ملڪيت ضبط ڪرڻ ڪا نئين ڳالهہ ناهي. هينئر بہ خود سرڪار وڏيون ڍلون وجهي، موت بعد ملڪيت جو وڏو حصو کٽي، اگهن جي واڌ تي روڪ ۽ وياج جو نرخ مقرر ڪرڻ سان ملڪيت تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. ازانسواءِ ڪيترا ملڪ قومي قرض ڏيڻ کان نابري واري ملڪيت جي اصول جي توهين ڪري رهيا آهن. اڳ چوندا هئا تہ رڳو بولشيوڪ ٻين ملڪن جو قرض ادا ڪرڻ کان انڪاري آهن پر هينئر تہ خود انگريز سرڪار امريڪا کي قرض جا پئسا موٽائي ڏيڻ کان نابري واري ويني آهي. هن مان ثابت آهي تہ ملڪيت ڪا ويد يا قران وانگر پوتر چيز ناهي جنهن کي هٿ لڳائڻ پاپ آهي. هن وقت جيسين بنيادي ريت ملڪيت جي اصول ۾ قيرقار نہ آندي وئي آهي تيسين دنيا جي اقتصادي حالت ۾ گهٽي قيرقار آڻڻ مشڪل آهي. ائين برابر آهي تہ ڪنهن بہ سرشتي کي قيرائڻ ذکيو ڪم آهي ۽ ائين ڪرڻ سان ڪيترن کي سخت نقصان پهچڻ جو امڪان آهي. پر ساڳئي وقت اسان کي اهو بہ خيال ڪرڻ گهرجي تہ انهيءَ سرشتي کي قائم رکڻ سان ڪروڙين ماڻهن جي حياتي ضايع ٿئي ٿي ۽ انسان ذات جي اخلاقي خواهہ روحاني ترقي روڪجي وڃي ٿي. هي شاهوڪاري سرشتو هڪ قسم جي سانوڻيءَ جي ٻوڏ

آهي جا لکين بدبخت، مفلس، مظلوم انسانن کي موت ۽ مرض جو شڪار بنائي ٿي. انهيءَ بوڏ مان ڏول پري ڪيڻ سان ان جو اثر ڪونہ گهٽبو. ننڍا سڌارا بہ انهيءَ ڏول مثل آهن. اسان کي بند ۽ واهہ ناهڻا پوندا، جيئن اهو پاڻي هڪ هنڌان وهي وڃي ۽ ملڪ لاءِ مصيبت جو باعث نہ بڻجي.

ائين برابر آهي تہ ڪن قاعدن پاس ڪرڻ سان سوشلزم اچي ڪانہ ويندي، پر ساڳي وقت جيسين موجوده قاعدا قانون ڦيرايا نہ ويا آهن ۽ طاقت اسان جي هٿ نہ آئي آهي، تيسين اسين نئين جوڙجڪ جي پيڙهہ ٻڌي نٿا سگهون. جيڪڏهن اسان کي نئين نظام جي اعليٰ عمارت اڏڻي آهي تہ ان لاءِ ڪي ورهيہ ساندهہ پورهيو ڪرڻو پوندو ۽ ميدان تيار ڪرڻ لاءِ رنڊڪون ڪيڏيون پونديون. اسان جي مراد ڊاهڻ جي ناهي. اسين ناهڻ ۽ اڏڻ گهرون ٿا. مفلسي ۽ اڻ هوندَ ڪيڏي آسودگي ۽ راحت آڻڻ گهرون ٿا. ائين ڪندي جيڪڏهن اسان کي ڪنسان مخالفت ڪرڻي پئي، تہ ان کان ڊڄي ڪونہ ويندا سون. متان سمجهو تہ اسين ڪن هوائي خيالن پنيان لڳي، ملڪ ۾ خواهہ مخواهہ وڳوڙ پيدا ڪرڻ ٿا گهرون. حقيقت هيءَ آهي تہ اسين اُهو ڪي ڪرڻ ٿا گهرون جو علم ۽ تجربي جي لحاظ کان درست آهي، جنهن مان گهڻي ۾ گهڻن ماڻهن کي فائدو پهچڻ جو امڪان آهي ۽ جنهن ذريعي انسان ذات ترقي ڪري سگهندي.

ڏسجي ٿو تہ جدا طبقي جي ماڻهن جي هڪ ٻئي سان ڪشمڪش ضرور ٿيندي. اسان مان هرهڪ کي فيصلو ڪرڻو پوندو تہ ڪهڙي ڌر جي طرفداري ڪري. وچين واهہ آهي ئي ڪانہ. پر قدم کڻڻ کان اڳ ضروري آهي تہ هرڪو ڳالهين کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري. اهو ڪافي ناهي تہ اسين ماڻهن جي جذبن کي جاڳائي، سندن همدردي هٿ ڪريون. اسان جي مراد آهي تہ علمي ۽ اخلاقي نقطہ نگاهہ کان هرهڪ شخص هن اهم معاملي کي چڱيءَ ريت سمجهي ۽ انگن اکرن جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ ايمان سلامتيءَ سان پاڻ لاءِ فيصلو ڪري. يورپ ۾ سامياواد تي هزارين ڪتاب نڪري چڪا آهن. جن مان ڪي تمام سٺا ڪتاب بندش سبب هندوستان ۾ اچي نٿا سگهن. پر ڪتاب پڙهڻ ڪافي ناهن. اسان کي اهڙن شخصن جي ضرورت آهي جن کي سامياواد جي ڪافي ڄاڻ هجي ۽ ساڳئي وقت منجهن

اها لياقت هجي جو هندوستان جي حالتن سان اهي اصول لڳائي سگهن ۽ عام ماڻهن ۾ انهن جو پرچار ڪري سگهن. انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ هتي جي ماڻهن جي حالت جو اڀياس ڪيو وڃي ۽ ساميوادي سڌاري آڻڻ لاءِ مفصل تجويزون ۽ رٿون تيار ڪيون وڃن. افسوس جو اسان جا ڪيترا ڄاڻو سرڪاري نوڪرين يا نيم سرڪاري ڪاليجن ۾ آهن، جنهن ڪري هو اهڙو ڪم هٿ ۾ ڪٺي نٿا سگهن. سوشلزم آڻڻ لاءِ رڳو ڄاڻ ۽ علم ڪافي ناهي، پر علم ۽ ڄاڻ بنان زبردست تحريڪ هلائي نہ سگهبي. فعلاً اسان وٽ مکيہ سوال زمين ۽ هاريءَ جو آهي. اسان وٽ ڪارخانا بہ وڏندڙ آهن. ملڪ جي بهبوديءَ لاءِ اسان کي ڪارخانا وڌائڻا پوندا ۽ زراعت جو نمونو ڦيرائڻو پوندو. هن ملڪ جي شاهوڪارن ۽ ڪارخاني وارن ۽ اميرن جي منورتي ارڙهين صديءَ جي آهي. هنن کي پورهيتن جي سڌاري جو خيال اصل ڪونهي. مزدورن جو پورهيو گهٽائڻ ۽ پگهار وڌائڻ هو نٿا چاهين. ڪارخانن ۾ شين ناهڻ جا نوان ۽ سستا طريقا اختيار ڪن ٿا، پر مزورن جو پگهار پنهنجي فائدي لاءِ وڌائي، انهن شين لاءِ گراهڪ پيدا ڪرڻ جي اون ڪانہ اٿن. هتي جا پورهيت اهڙا تہ مفلس آهن جو ڪمترين معمولي شيون بہ ڳنهي نٿا سگهن. جيڪڏهن سندن پگهار وڌائبو تہ شين جو کاپو وڌندو. ڪارخاني وارا شين ناهڻ ويل، شين جو کاپو وڌائڻ، نفعو گهٽائڻ۽ پورهيتن کي اضافو ڏئي نوان گراهڪ پيدا ڪرڻ سکيا ئي ڪونهن. جنگ لڳي پوي يا ڏارين ملڪن مان ڪي شيون اچڻ بند ٿي وڃن تہ شين جا اگهہ چوٽ چاڙهي، انهن مان ڳرو فائدو وني ڄاڻن. ۽ موڙيءَ جي زماني ۾ پورهيتن جا پگهار ڪاٽي پيا گاڏو هلائن. هو اجان سکيا ئي ڪونهن تہ ڪارخانا ماڻهن جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ آهن. هنن پنهنجي سوارٿ لاءِ ڪارخانا کوليا آهن ۽ انهيءَ سوارٿ لاءِ انهن کي پيا هلائن. سرڪار ۽ سفيد پوش، ڪانگريسي ۽ بيا هنن جا طرفدار آهن، جنهن ڪري حالت اها اچي بڻي آهي جو هڪ طرف سٺي ۽ ڪپهہ جا واپاري وڃن ڪروڙپتي ٿيندا، تہ ٻئي طرف پورهيت وڃن ڏتڙبا. جيڪڏهن ڪنهن کي اکين سان هيءَ حالت ڏسڻي آهي تہ ڪلڪتي، بمبئي، احمد آباد وغيره ۾ انهن واپاري شهزادن جا محلات ۽ فضول خرچي هڪ طرف ۽ ڪنگال پورهيتن جا ڪوئن وارا ٻر ۽

مفلسي ۾ طرف جاچي ڏسي. مون کي خاطري آهي تہ ڏسڻ سان دل کي ڏاڍو ڏکو اچي ويندس ۽ هن قسم جي شاهوڪار شاهيءَ لاءِ اندر ۾ نفرت پيدا ٿينديس. افسوس جو اسين هر هنڌ هر روز سوين سُڃا پينگا ۽ ڳاڻ ڳڻيا سٽيا ستابا شخص ڏسي هري ويا آهيون ۽ اسان مان غيرت جو احساس گم ٿي ويو آهي.

جيڪڏهن پورهيتن جي حالت سقيم آهي تہ هارين جي ان کان بہ بدتر آهي. پورهيت کي پگهار ملي ٿو ۽ سندس آمدني هاريءَ کان وڌيڪ آهي. هاري ڳوٺن جي کليل هوا ۽ ڪشادي ميدان ۾ رهي ٿو جنهن ڪري شهري پهرن ۾ رهڻ جي ذلت کان آجو آهي، پر سندس گهر ۽ ڳوٺ، چيٽي لڏ ۽ گند جو ڍير آهي. هو پنهنجي پلي خاطر سهڪار ڪرڻ ۽ پنهنجي پاڙن سان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ سکيو ئي ڪونهي. هن جو ڏوهہ ڪونهي ڇاڪاڻ تہ حياتيءَ جي تجربي مان هو ڏسي ٿو تہ هرڪو سندس دشمن آهي. هڪ هاري ٻي هاريءَ خلاف زميندار جو چاڙتو ٿي ڪم ڪري ۽ پنهنجي پاڙن کي هيسائي، زميندار ۽ ڪاموري وغيره کي فائدو وٺي ڏئي، سا رواجي ڳالهہ آهي. اهڙين حالتن هيٺ هاريءَ جو جيڪڏهن ڪنهن ۾ اعتقاد نٿو ٻجهي تہ ان تي عجب ڪائڻ نہ گهرجي. اسان جي هارين جي حالت اهڙي تہ سقيم آهي جو عجب پيو لڳي تہ هو تڳي ڪيئن ٿا سگهن. چون ٿا تہ پنجاب جي هاريءَ جي روزاني اُپت نو آنہ آهي. پنجاب جو هاري هندوستان جي ٻين سيني هارين کان سائو ليکبو آهي. گڏيل پرانت، بهار، بنگال وغيره ۾ کيتيءَ تي مزوري ڪندڙ کي روزانو ٻہ آنا ملندا آهن. هاڻي ٻڌايو تہ جتي هيڏي مفلسي ۽ اڻ هوند آهي اُتي ڳوٺ سڌار هلچل يا ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ داني پرش جي سخا مان ڇا ورندو؟ سچ پڇو تہ ڳوٺ سڌار وغيره جي لباڙ ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪڻ ۽ هاريءَ جي بک ۽ اوگهڙ تي ٺٺولي ڪرڻ سمان آهي.

سوال آهي تہ هن ڏُٻڻ مان ڪيئن نڪرجي؟ ممڪن آهي تہ ڪي طريقا ڳولي لهجن جن ذريعي هارين جي مالي خواهہ اخلاقي ترقي ڪرائي سگهجي پر زميندار پير شاهوڪار وغيره اهڙن طريقن جا مخالف آهن ۽ سرڪار سندن طرفدار آهي، تنهن ڪري انهيءَ ڏس ۾ قدم کڻي نٿو سگهجي. ساڳئي وقت اهو بہ غير ممڪن آهي تہ هيڏو ملڪ سدائين لاءِ هٿ ٻڌي ويهي. گڏيل پرانت جي گورنر سر مالڪوم هيليءَ جو چوڻ آهي تہ

هندوستان ۾ قومي ساميواد يعني فاشزم زور پڪڙي ويندي شايد ويجهڙائيءَ ۾ ائين ٿي به وڃي، ڇاڪاڻ ته هندوستان جا جوان فاشستي خيالن ڏانهن مائل ٿيڻ لڳا آهن ۽ خود ڪانگريس اندر اها ذهنيت زور پوڻ لڳي آهي. ڪانگريسي اهنسا ۾ اعتقاد رکندڙ آهن تنهن ڪري هنن کي فاشستي ۽ نازي هنسا شايد پسند نه پوي، پر ساڳي وقت فاشست، واد واري سهڪاري، غير تفرقيءَ حڪومت جي نگاهه هيٺ زمين ۽ ڪارخانا هلائي، مالدارن جي ڪارنامن تي ڪرڙي نگاهه رکي، سندن ڪمائيءَ وغيره تي حدون وجهي ڇڏڻ ڪانگريسين کي پسند آهي. هو چاهيندا ته اهڙي قسم جو نظام برپا ڪري هالو چالو سرشتي ۾ نئين جان وجهي ان کي ڪارگر بڻائجي. هو انهيءَ ڪم ۾ ڪامياب ٿيندا يا نه سا نرالي ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته ماني يا ڪائي سگهجي ٿي يا بچائي سگهجي ٿي، پر ساڳي ماني کائجي به ۽ بچائجي به سو غيرممڪن آهي. تهڙي ريت زميندار سرشتو قائم رکڻ ۽ ساڳئي وقت سرڪار طرفان زمين تي ايڏو قبضو رکڻ جو زميندار ڪوڪو بڻجي پوي سو غيرممڪن آهي. خير، هندوستان ۾ هارين جي حالت اهڙي آهي جو هو ازخود سرشتو ڦيرائي نٿا سگهن. پورهيت هارين کان وڌيڪ زور پريا آهن، پر هندوستان ۾ جيڪڏهن ڪنهن به وقت فاشيزم زور ورتو ته ان لاءِ تلاهي تعليم يافته سفيد پوش ٿيندا. هو قومي خيالن جا اڳي ئي آهن. ڏاري سرڪار نه هجي ها ته هن کان اڳ حڪومت کي فاشستي رنگ ڏئي ڇڏن ها. هو مڪمل آزاديءَ ۽ ڪٽر قوميت جا حامي آهن تنهن ڪري ڏاري قوم ۽ سرڪار سان ساٿ ڏئي نٿا سگهن. اڄ به جيڪڏهن انگريز بهادر نه هجي ته هوند اهي تعليم يافته سفيد پوش شاهوڪارن ۽ زميندارن سان ٺهي وڃن ۽ ملڪ ۾ ڪٽر قومي ۽ فاشستي حڪومت جو سرشتو جاري ڪن. حال في الحال انگريز بهادر ڏرٽو ماري ويٺو آهي ۽ هتان ٽپڙ سوئڻ جي مراد ڪانهيس. انهيءَ وچ ۾ ساميوادي ۽ ڪميونسٽي خيال وڃن ٿا ڦهلبا. ڪميونسٽ پارٽيءَ تي سرڪار طرفان بندش پيل آهي ۽ ڪميونسٽي راين ۽ ويچارن کي دٻائي ڇڏڻ جي پڻ ڪوشش هلندڙ آهي. تنهن هوندي به اهي رايا ۽ خيال وڃن ٿا ڦهلبا. مان پاڻ ڪميونسٽي خيالن ڏانهن وڌيڪ مائل آهيان، جيتوڻيڪ منهنجي پرورش سفيد پوش طبقي ۾ ٿي آهي ۽ ننڍپڻ

ڪان اٺوهين صديءَ واري فراخ نموني جي تربيت ملي اٿم. مان اها فراخدلي ۽ بشر دوستي ڇڏي، متعصب ڪميونسٽي بڻجي نٿو سگهان. اُهوئي سبب آهي جو منهنجا ڪميونسٽ دوست مون تي ڪاوڙيل آهن. مان ڪٽر پٽي جو دشمن آهيان ۽ مارڪس يا ٻي ڪنهن بہ شخص جي ڪتاب کي آڪاس واڻي يا الهام سمجهي، ان تي عمل ڪرڻ ۽ منڪرن سان نفرت ڪرڻ ۽ انهن سان وير پائڻ يا بي انصافي ڪرڻ يا هڪ تعصبي عقيدي ۾ ايمان رکڻ خلاف آهيان. روس ۾ ڪيتريون اهڙيون ڪارروايون ٿيون آهن جي مون کي پسند ناهن ۽ خاص ڪري امن امان جي زماني ۾ تشدد، دٻاءَ ۽ ڌهڪاءَ ذريعي حڪومت هلائڻ لاءِ ڌڪار اٿم. ايڏن فڪري خواهہ طبعي اختلافن هوندي بہ منهنجي قلب جو لاڙو ڪميونسٽ فلسفہ، ويچار ۽ وهنوار ڏانهن آهي.

ممڪن آهي تہ مارڪس ڪن جزوي ڳالهين ۾ غلط هجي يا هن جا نفعي ۽ اُپراسي نسبت جي ويچار آهن سي درست نہ هجن. مان علم اقتصاد جو اهڙو ڄاڻو ناهيان جو ان تي فتويٰ ڏيان. هڪ خوبي جا مارڪس ۾ مون کي ڏسڻ ۾ اچي ٿي سا اها، تہ هن کي سماجڪ حالتن سمجهڻ جي خاص ۽ غير معمولي ڏات آهي جا علمي ۽ سائنس واري طريقي اختيار ڪرڻ سبب نصيب ٿي اٿس. هو ڪنهن بہ مسئلي کي سمجهڻ لاءِ سائنس وارو تز طريقو اختيار ٿو ڪري. اُهوئي سبب آهي جو دنيا جي مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ۽ سماجڪ حالتن کي سمجهڻ لاءِ جي پستڪ لکيا ويا آهن، تن ۾ مارڪسي مت وارن جي لکٽي سيني کان اعليٰ درجي جي آهي. مارڪس جون ڳلون ڳولي لهڻ سوليون آهن، پر هن جي پائي تي پهچڻ آسان ناهي. مارڪس کي معلوم نہ هو تہ ڪائنس هڪ صدي پوءِ سفيد پوش تعليم يافتہ شخصن ۾ انقلابي خيال ڦهلجي ويندا. هو ڪو ڄائي ڄاڻڻ هار ڪونہ هو. مارڪس جي اها خوبي آهي جو هن ۾ اجايو هٺ ڪونهي. هو ڪنهن عقيدي تي ڳنڍيل نٿو وهي. هو ڪنهن خاص نموني تاريخ، غريبي ۽ شاهوڪاري ۽ مذهب وغيره جي ڇڪاس ڪري ٿو. ائين ڪرڻ لاءِ هن جو نقط نگاهہ ماڻ ۽ معيار بہ خاص نموني جو آهي. جيڪي مارڪس جي خيالن کان واقف آهن تن کي ڄاڻ آهي تہ گذشتہ خواهہ موجوده مسئلن کي سمجهڻ لاءِ اهو نمونو

ڪيڏو نہ ڪارگر ۽ اثرائتو آهي ۽ ان تي عمل ڪرڻ سان انسان ذات کي ڪيڏو نہ فيض پهچائي سگهجي ٿو.

لينن جو چوڻ آهي تہ مارڪس جو طريقو بيشڪ بلڪل عمدو آهي پر ڦرندڙ گهرندڙ حالتن سان ان کي لڳائڻ لاءِ تميز کپي. ممڪن آهي تہ ڪن حالتن ۾ طريقو خود بدلايو وڃي. هڪ هنڌ لينن ٿو چوي تہ ”ڳالهين جي چند چاڻ، مسئلن جي چڪاس، حالتن جي پوري ڄاڻ بنان مارڪسي فلسفي جي آڌار تي ڪنهن بہ سوال جي جواب ۾ ها يا نہ چوڻ مارڪسي طريقي جي خلاف آهي... اسان کي ڄاڻڻ گهرجي تہ ڪوبہ شخص يا ڪتاب اسان جي مسئلن جو فيصلو اڳواٽ ڪري نٿو سگهي. حالتن جي ڦير گهير سبب جي نوان مسئلا پيش اچن ٿا ۽ انهن کي حل ڪرڻ لاءِ جي تدبيرون سوچي سگهجن ٿيون، تن تي ڪا بندش يا حد وجهي نٿي سگهجي.“ هن مان ڏسي سگهندا تہ مارڪس عقل تي بندش وجهڻ خلاف آهي ۽ پاڻ لاءِ خاص طريقو يا رخ انهيءَ ڪري اختيار ڪيو هئائين جو ڪيس اهو وڏيڪ لاڀدايڪ ڏسڻ ۾ آيو هو. اهي شخص جي دانا آهن سي ڄاڻن ٿا تہ انسان ذات جي حياتي هڪ اسرندڙ بوٽي جيان آهي ۽ سماج ۾ جي سياسي خواهہ اقتصادي، اخلاقي خواهہ روحاني زلزلا ۽ تغيرات ٿين ٿا تن ۾ قدرت جو هٿ آهي. هو انهن ڦرندڙ گهرندڙ حالتن جو اڀياس ڪري، زماني جو نوع ۽ رخ جاچي، انسان ذات جي بهبودي ۽ بهتريءَ لاءِ ڪي اصول ۽ عمل جا طريقا ڳولي لهن ٿا ۽ پاڻ کي هوون هار جي اڻ ڳڻيءَ سينا جو سپاهي سمجهي، رڻ پوم ۾ رفيقن سان ڪلهو ملائي قدم وڌائي، منش جاتيءَ کي ڪنهن اوچي ماڳ، اعليٰ مقصد تي رسائڻ ۾ ڀاڳي ڀائي ٿين ٿا. ممڪن آهي تہ ڪيترن ڪميونسٽن کي اها ڄاڻ نہ هجي تہ حياتي کي گنگا نديءَ وانگر منڍ ۽ ڇيڙو آهي ۽ صدين کان هي قافلو ڪنهن سلسلي مطابق هلندو پيو اچي. لينن اعليٰ درجي جو انسان هو جنهن ڪري هن کي اها ڄاڻ هئي. حياتيءَ جو معرڪو اول کان آخر تائين ڏسڻ ۽ ان کي هڪ ئي نظر ۾ سمائي ڇڏڻ سڀ ڪنهن جو ڪم ناهي. مارڪس کي جن سمجهيو آهي ۽ جن تاريخ جي ريز ريز ڪارنامن ۾ سلسلو ۽ ميل معلوم ڪرڻ جي تربيت ورتي آهي، تن لاءِ ڪوتاهہ نظر ۽ تنگدل ٿيڻ مشڪل آهي.

سچ پچو تہ ڪميونسٽ اهڙا تنگ ڪنڌڙ ۽ دل آزار شخص آهن جو ماڻهوءَ کي خواهہ مخواهہ پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍيو ڇڏن. روس جي حدن کان ٻاهر هنن کي مصيبتن ۽ ماجرائن جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي، جنهن ڪري شايد هو ڪي قدر تلخ طبع ٿي پيا آهن. مون کي سندن همت ۽ جان نثاريءَ لاءِ عزت آهي. هو شهادت جو سهرو ٻڌي پيا گهمن، پر اڳين زماني جي شهيدن وانگر آخرت ۾ ايمان ڪونهين ۽ نڪي قلب تي صوفياڻو خمار چڙهيل اٿن. هو انسان ذات جي بهبوديءَ لاءِ انسان جي حيثيت ۾ سور سختيون سهن ٿا، جنهن ڪري سندن شهادت ۾ شاهاڻو شان سمايل آهي.

روس ۾ هلندڙ ساميواد تجربا ڪامياب ٿيندا يا نہ، سو چوڻ ڏکيو آهي. ممڪن آهي تہ دنيا جون طاقتون گڏجي روس تي حملو ڪن ۽ ساميواد کي اُسرڻ کان اڳ نگهوسار ڪري ڇڏن. پر مارڪسي مت مان جا سڄي دنيا کي سکيا ملي آهي سا غائب ٿيڻ جي ناهي. مون کي ڊپ آهي تہ روس اندر تشدد ۽ هنسا، دٻائڻ ۽ هيسائڻ کان ايتري قدر ڪم ورتو اٿن جو ممڪن آهي تہ ان مان ڪي خراب نتيجا نڪرن. وري بہ خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو روس جا حاڪم پنهنجون ڀُلون سڌاري نوان تجربا ڪرڻ لاءِ تيار آهن. منجهن ٻي خوبي اها آهي جو هو پنهنجي اصول ۽ مقصد کان نہ ٿِڙيا آهن. ٻين ملڪن ۾ سندن پرچار ۽ تبليغ جلوو ڪونہ ڏيکاريو آهي ۽ هينئر تہ خود بخود ان ۾ پاڻ ڍر وجهي ڇڏي اٿن.

هندوستان ۾ ساميواد ۽ ڪميونزم اجان پري پيو آهي. هي ملڪ فرقي پرستن ۽ تعصبين جو وٿاڻ آهي، جتي ڏسڻا وائسڻا عالم فاضل، ڍورن وانگر هڪ ٻئي کي ٿوٽا ۽ لتون هڻڻ ۾ مشغول آهن. هنن جو دماغ هڪ ٻئي خلاف سازش ۽ منصوبي، ڌڪار ۽ دشمنيءَ سان ڀريل آهي. هيءَ دنيا بني بشر لاءِ بهتر مڪان بڻجي، زالون ۽ مرد، ٻُڍا ۽ ٻار سکي سهنجي، آزاد ۽ آبرودار زندگي بسر ڪن سو هنن يارن جي عقل کان ٻاهر آهي. ڪانگريس انهيءَ فرقي پرستيءَ جي زهر کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر ڪانگريس جي نظر ڪافي وسيع ناهي ۽ ٻاهران جهڙي جبري ڏسڻ ۾ اچي ٿي تهڙي ناهي. هن وقت ڪانگريس تي جنڊ جي ٻن پڙن جو زور اچي رهيو آهي. هڪ طرف شاهوڪار ۽ ٻئي طرف هاري ۽ پورهيت هڪ ٻئي خلاف زور لڳائي

رهيا اٿس. آئنده ڪانگريس جي حالت ڪهڙي ٿيندي سو چوڻ ڏکيو آهي، پر ايترو سمجهي سگهجي ٿو تہ قومي آزاديءَ خاطر ڪانگريس کي لاچار پورهيتن ڏي وڌيڪ ڌيان ڏيڻو پوندو. ممڪن آهي تہ پورهيت ۽ هاري ڪنهن وقت زور پڪڙي وڃن پر جيسين قومي آزادي نہ ملي آهي تيسين ڪانگريس هن ملڪ اندر بين سيني جماعتن کان برک رهندي.

هندوستان ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايڪڙ ٻيڪڙ خوني حادثا ٿين ٿا جن جو ڪارڻ سياسي آهي. قطع تعلقات تحريڪ کان اڳ اهي حادثا وڌيڪ ٿيندا هئا. انهن خونن سبب انگريز ملڪ ڇڏي ڪونہ ويندو. اسان وٽ نڪي هٿيار آهن ۽ نڪي جنگي فن ۾ تربيت اٿئون جو ڪليو ڪلايو وڙهي سگهون. باقي ايڪڙ ٻيڪڙ خونن مان مورڳو نقصان پهچڻ جو امڪان آهي، ڇاڪاڻ تہ سرڪار ان خلاف بلڪل وحشي نموني جو دٻاءُ جاري ڪري ماڻهن کي هيسائڻ جي ڪوشش ڪندي. قومي تحريڪ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ اهو رستو ڪارگر ٿيڻ جو ناهي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن هندو مسلم اتفاق ٿيندو تہ سوراج جهٽ ۾ ملي پوندو. سروجني نئڊو تہ ساز ۽ سلوڪ تي تقريرون ڪري پنهنجي شاعرانہ طبيعت جو اظهار پي ڪيو آهي. مون ڏاڍي ڪوشش ڪئي آهي تہ هندو مسلم معاملو سمجهان. مون کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هندو مسلم اتحاد جي معنيٰ ڪن وڏ وڏيرن جي وچ ۾ ٺاهہ ڪرائي، ڪي شرط شروط قبول ڪرائڻ آهي. فرض ڪريو تہ اهي ليگي خان بهادر ۽ سڀائي راءِ بهادر ڪنهن ٺاهہ تي اچن ٿا ۽ انهيءَ ذريعي هندو مسلم اتحاد ٿي ويو آهي. هاڻي اتحاد بعد آزادي يا سوراج اچڻ گهرجي، سو انهن ليگين ۽ سڀاين جي سهائتا سان ڪيئن ايندو؟ هي يار انگريز جي گولين اڳيان سينو سپرد ڪرڻ عيوض پُڇ پائي پڄندا ۽ سنڌن پوئلڳ بہ سنڌن عمدو مثال وٺي ساڳي ڪارروائي ڪندا. مون کي اڃان سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ليگ گهوٽ ۽ سڀائي ڪنوار کي هڪ ٻئي سان ملائڻ مان آزادي يا سوراج جو ٻار ڪيئن ڄمي پوندو؟ ائين چوڻ تہ اسين ڪنهن سان بہ ٺاهہ ۽ سهڪار نہ ڪنداسون سو درست ناهي. اسان کي ٺاهہ ڪرڻ کان عار ڪونهي ۽ ضرورت مطابق ڪهڙي بہ ڌُر سان ٺاهہ ڪنداسون. بنان اڳ پوءِ جاچڻ جي هڪ سڌي پيچري تي هلڻ اسان لاءِ غيرممڪن آهي. البت اسين

پنهنجو مکيه مقصد وساري خسيس معاملن کي حد کان وڌيڪ اهميت ڏئي، قوم کي گمراھ نہ ڪنداسون. بهتر آهي تہ ڪي جماعتون ۽ شخص اسان مان ناراض ٿي وڃن انهيءَ کان جو اسان پنهنجو آدرش وساري ويهون.

معاف ڪندا جيڪڏهن مون اوپاري لهواري نموني خيال ظاهر ڪري اوهان جي دل تي اثر وهاريو هجي تہ منهنجو انهن مسئلن سان شخصي تعلق ڪونهي ۽ مان هڪ تماشبين آهيان. جڏهن عمل جو اشارو مليو آهي يا جنگ جو ناد وڳو آهي تہ مان شنڪائون ۽ سنسا ڦٽي ڪري ميدان ۾ ڪاهي پيو آهيان. ڪيترن دوستن جو چوڻ آهي تہ مون ۾ بنان سوچ ويچار ويڙھہ ۾ ڏوڪي وجھڻ جي عادت آهي. تنهن ڪري اها غلطي نہ ڪجو تہ مان رڳو ويچار اوڳاري ڄاڻان. البت اوهين پڇندا تہ مان هن کان پوءِ ڇا ڪندس؟ مون کي پنهنجي ديس واسين کي ڇا چوڻو آهي؟ سچ پڇو تہ مون کي خود ڄاڻ ناهي تہ هن کان پوءِ ڇا ڪندس، ۽ نڪي ان ڄاڻڻ جي چنتا اٿم. جيل اندر هئڻ سبب هينئر جڏهن ڪجھہ ڪري نٿو سگهان تہ ايندڙ زماني جي چنتا ڇو ڪريان؟ جيل اندر ماڻهو بي وس آهي. هو حالتن کي پنهنجي وس آڻي ناهي نپي نٿو سگهي. پر حالتون هن تي پنهنجو اثر جمائي پاڻ ڏانهن گهلي وڃن ٿيون. ائين برابر آهي تہ مان هتي هندوستان ۽ دنيا جي سياسي ۽ سماجڪ مسئلن تي وينو ويچار ڪريان. ائين ڪندي هن ڪتاب جا ڪئين ورق ڪارا ڪيا اٿم. پر سچ پڇو تہ جي شخص جيل جي ننڍڙي دنيا اندر پنهنجا ڏينهن ڪاٽن ٿا، تن کي رڳو اها جهوري لڳل آهي تہ ڪهڙي ڏينهن هتان ٻاهر نڪري، وري آزاد ماڻهن جي ڪشادي دنيا ۾ سئر ڪندا. آلمورا ۽ نيني جيل ۾ قيدي مون کان پيا پڇن تہ "جُگلي" ڪڏهن ٿيندي، پهرين تہ مان سمجهي نہ سگهيس تہ "جُگلي" ڇا هي؟ پر پوءِ خبر پيم تہ بادشاھ جارج جي سلور جبليءَ لاءِ پچا ڪري رهيا آهن. هنن کي ڄاڻ ناهي تہ جبليءَ ڏينهن وڏا جشن ٿيندا آهن. پر هو ايترو ضرور ڄاڻن ٿا تہ انهيءَ ڏينهن ڪن قيدين کي سرڪار آزاد ڪندي آهي ۽ ڪن جي جيل جو مُدو گهٽائي ڇڏيندي آهي. اُهوئي سبب آهي جو قيدي "جُگلي" ۾ ايڏي دلچسپي وٺن ٿا. هنن ويچارن لاءِ پارليامينٽ جي بحال ڪيل سڌارن، سوشلزم ۽ ڪميونزم وغيره کان "جُگلي" وڌيڪ اهميت رکندڙ آهي.



# خاتمو

”اسان کي تاڪيد ڪيو اٿن تہ پورهيو ڪريون. پر ان جو ڦل ملڻ اسان جي ڀاڱي ۾ ناهي.“

منهنجي ڪهاڻي اڄي پوري ٿي آهي. اڄ 14 فيبروري 1935ع جو پنهنجي حياتيءَ جي سفر جو احوال الموڙا جيل ۾ لکي پورو ڪيو اٿم. مون اهو احوال پنهنجي شخصي نقطہ نظر کان لکيو آهي، جنهن مان اوهان کي شايد خود ثنائي ۽ آپي جي بوءِ اچي. ٽي مهينا اڳ هن جيل ۾ مون پنهنجو پنجيتاليهون سالگرهہ ملهايو هو. سمجهان ٿو تہ مون کي اڃان گهڻو عرصو جيئرو رهڻو آهي. ڪڏهن تہ سمجهندو آهيان تہ پڌو ٿي ويو آهيان ۽ ٿڪجي پيو آهيان. منهنجو بت رشت پشت آهي ۽ منهنجو دماغ چوٽ چپيٽ جهلي سگهي ٿو. انهيءَ مان سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن ڪو اوچتو حادثو نہ ٿيو تہ مان اڃان گهڻا ورهيہ جيئرو رهندس. خير، جيسين ايندڙ حياتي پوري نہ ٿي آهي تيسين اڳواٽ ان جو بيان لکي نٿو سگهجي.

ممڪن آهي تہ منهنجي ”جيونيءَ“ مان اوهان کي چشڪو نہ اچي. ڀلا جنهن جيوت جا ڏينهن ڪاٽيا جيل جي سوڙهي ڪوٺڙيءَ ۾، تنهن جي حياتيءَ جي داستان مان ڪهڙو لطف ايندو؟ سچ پڇو تہ منهنجي حياتيءَ ۾ اڻ ڏٺو اڻ ٻڌو واقعو ٿيو ئي ڪونهي. جيڪي مون تي ٿي گذريو آهي تنهن ۾ منهنجا لکين هم وطني، زالون ۽ مرد، ڀاڱي ڀائي آهن. تنهن ڪري هي ڦرندڙ گهرندڙ چِٽ ورتي ۽ انترڱت. آس ۽ نراس، خوشي ۽ غم، سخت محنت ۽ دکدايڪ اڪيلائيءَ جو داستان اسان سڀني جي حياتيءَ جو تذڪرو آهي. مان هن ملڪ ۽ قوم جو جزو آهيان، جنهن ڪري ٻين سان گڏ پيو هليو آهيان. ڪڏهن مون هنن تي اثر وڌو آهي، ڪڏهن هنن مون تي تنهن هوندي بہ ٻين شخصن وانگر مون کي پنهنجي جدا حيثيت ۽ زندگي آهي، جنهن ڪري قوم سان هڪ هوندي بہ نرالو آهيان. اٿين برابر آهي تہ اسان ڪٿين

دفعا ٻاهريون ڏيک ۽ ڳرائي رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر ساڳئي وقت اسان پنهنجي ڪم ۾ سچائي ۽ اخلاص وجهي. پنهنجي آدرش ۽ ڪرم لاءِ، ماڻهن جي دلين ۾ عزت ۽ محبت پيدا ڪئي آهي. اسين جيڪڏهن آپي ۽ اهنڪار جي تنگ دائري ۾ اٽڪي پئون ها ته اسان جو ۽ اسان جي ڪم جو ايڏو قدر نه ٿي ها. اسان جي خوش قسمتي آهي جو اسان کي ڪن موقعن تي مڪمل زندگيءَ جو تجربو نصيب ٿيو آهي. تجربو جو فقط آدرش ۽ عمل جي ميلاپ ۽ پرقلتا مان ملي سگهي ٿو. اسين جيڪڏهن پنهنجو آدرش وساري، حاڪمن جي زبردست طاقت اڳيان سر جهڪايون ها، ته اسان جي زندگي ضايع ٿي وڃي ها ۽ اندر ۾ ارمان ۽ رنج رهجي وڃي ها. مون کي پنهنجي تجربن مان گهڻو ئي لاڀ پراپت ٿيو آهي، پر سڀ کان وڏي نعمت اها عطا ٿي اٿم ته مان حياتيءَ کي نهايت دلچسپ سفر سمجهڻ لڳو آهيان. سفر جنهن ۾ انسان گهڻو ئي سکي ٿو ۽ گهڻو ئي ڪري ٿو. مون اندر ۾ پڪي سمجهيو آهي ته مان عقل ۽ تجربي ۾ ترقي ڪندو پيو وڃان. مون ۾ اهو احساس هينئر به آهي، جنهن ڪري ڪتابن پڙهڻ ۽ ڪم ڪرڻ مان لطف ايندو اٿم. اُهوئي سبب آهي جو منهنجي حياتيءَ جا ڏينهن سُکيا سهنجا گذري ويندا آهن.

مون هن سرگذشت لکندي ڪوشش ڪئي آهي ته هر ڪنهن موقعي تي جي خيال ۽ جذبا اندر ۾ هئم تن جو پيرائتو ذڪر ڪريان، جيئن منهنجي اندروني حالت جي انداز جي پروڙ پئجي سگهي. گذشته ڪيفيت ۽ چِٽ ورتيءَ جي تصوير اهڙيءَ ريت کينچي ٻهارڻ، جو اُن کان پوءِ ٿيل واقعن جو دهو انتي نه پوي سو آسان ناهي، تنهن ڪري ممڪن آهي ته گذريل واقعن جي بيان تي پوءِ وارن خيالن جو رنگ لڳي ويو هجي. ليڪن هن جيوني لکندي منهنجي مراد هئي ته پنهنجي بصيرت ۽ تربيت خاطر پنهنجي ذهني نشو ونما ۽ دماغي ترقيءَ جو نقشو کينچيان. شايد هن آتم ڪهاڻيءَ ۾ مان پاڻ کي پنهنجي ذاتي ۽ واقعي صورت ۾ ڏيکاري نه سگهيو آهيان، ۽ ان عيوض جيڪي ٿيڻ گهران ٿو يا خيال ۾ جيڪي پاڻ کي سمجهان ٿو، تنهنجي صورت پر دازي ڪئي اٿم.

ڪي مهينا ٿيا ته سر رام سوامي آئر ڪليل ميڙ ۾ تقرير ڪندي چيو ته

جواهر لال راج مهاجڻ جي خيالن ۽ جذبن جو عيوضي ناهي، پر پنهنجي آدرش، پوڄا، تصور پرستيءَ، قرباني ۽ عقيدي ۾ ايمان سبب، وڏيڪ خطرناڪ شخص آهي. هو پنهنجي اندر جو صحيح اندازو لڳائي نٿو سگهي. چاڪاڻ ته هو "نفس جي فريب" ۾ گرفتار آهي. رام سواميءَ سان هن شخصي معاملي تي بحث ڪرڻ جي مون کي مجال ناهي. ڪئين سال ٿي ويا آهن جو منهنجي ساڻس ملاقات نه ٿي آهي. ليڪن ڪو زمانو هو جڏهن اسين ٻئي هوم رول ليگ جا جائنٽ سيڪريٽري هئاسون. انهيءَ وچ ۾ ڪئين لاڀارا لُڙجي ويا آهن. هو ترقيءَ جي ڏاڪڻ تي چڙهي عرش برين تي پهتو آهي، پر مان هڪ خسيس مٽيءَ جو پتلو پوڙهو مٽي پون رهجي ويو آهيان. هينئر اسين هڪ ٻئي کان ڇڇي اهڙو ته جدا ٿي ويا آهيون، جو سواءِ انهيءَ جي ته اسين ساڳي قوم جا جزا آهيون، اسان وچ ۾ ڪا هڪجهڙائي نه رهي آهي. رام سوامي هينئر برطانوي حڪومت جا گيت ڳائيندڙ پٽ، ديد پرديس ۾ سرڪار جو حامي ۽ قصيده خوان، هڪ ديسي رياست جو وزير اعظم، آپيشاهي ۽ استبداد جو چسم ۽ چراغ آهي. تقريباً هر معاملي ۾ اسان جا خيال ۽ رايا علحده آهن. پر هڪ خسيس ڳالهه ۾ اسين ٻئي متفق آهيون. هن جو چوڻ آهي ته مان لوڪ ياوُ ۽ جمهور جي خيالات جو عيوضي ناهيان. مون اهڙي غلطي ڀُلي ڀُلائي به نه ڪئي آهي.

سچ پڇو ته جڏهن مان پاڻ کان سوال پڇندو آهيان ته مان ڪنهن جو عيوضي آهيان، ته اندر مان آواز ايندو اٿم ته مان ڪنهن جو به عيوضي ناهيان. ائين برابر آهي ته ڪيترن کي مون لاءِ محبت ۽ قرب آهي. پر لوڪ ياءَ جو ترجمان ۽ ماڻهن جو عيوضي ٿيڻ نرالي ڳالهه آهي. منهنجا خيال مغرب ۽ مشرق جي مرڪب معجون آهن. جنهن ڪري مان نه گهر جو نه گهاٽ جو آهيان. منهنجي من تي پشچمي ويچار وهنوار جو اثر آهي جنهن ڪري حياتيءَ جي مسئلن کي انهيءَ نظر سان ڏسندو آهيان. ليڪن ٻين هندواسين وانگر منهنجي نس نس هن ديس سان ڳنڍيل آهي ۽ دماغ جي نيم شعوري طبقي ۾ سوين پنڊتن جي پيڙهين جا سنسڪار دٻيل آهن. مان نڪي قديم اثرن کان آجو ٿي سگهان ٿو. نڪي جديد خيالن کان. هينئر اهي ٻئي منهنجي سيرت ۾ سمائجي ويا آهن، جنهن ڪري مشرق خواهه

مغرب جي مسئلن سمجهڻ ۾ سولائي ٿئيم ٿي. انهن اثرن سبب مون ۾ روحاني ترقيءَ جو احساس جمي ويو آهي، جو قومي تحريڪ خواهه حياتيءَ جي ٻين معاملن ۾ مون کي مدد ڪري ٿو. يورپ ۾ مان پاڻ کي ست ڌاريو سمجهندو آهيان ۽ اُتي جي سماج ۾ ڪپي وڃڻ مون لاءِ مشڪل آهي، پر ساڳئي وقت پنهنجي ديس ۾ پاڻ کي وديسي پيو سمجهندو آهيان.

پريان جبل ڏسي، چڙهڻ آسان سمجهبو آهي. پريان چوٽي اڪ جا اشارا ڏئي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي پر اوڏڙو اچڻ سان مشڪلات محسوس ڪبي آهي. مٿي چڙهڻ سان تڪليف وڃي وڌندي ۽ چوٽي وڃي پري پوندي. تنهن هوندي بہ يتن ڪرڻ ۾ لاپ ۽ لطف ٻئي آهن. ڏسجي ٿو تہ زندگيءَ جو قدر ۽ قيمت سعي ڪرڻ ۾ آهي. البت حياتيءَ ۾ سڌو سنواٽو رستو ڳولي لهڻ مشڪل آهي، پر غلطي محسوس ڪري گمراهہ ٿيڻ کان بچي وڃڻ آسان آهي. گمراهيءَ کان بچڻ بہ ڪا گهٽ غنيمت ناهي. مون کي حڪيم جليل سقراط جو گفتو ٿو ياد اچي، جو نهايت عجز ۽ نمرتا سان اوهان اڳيان ٿو رکان: "مون کي خبر ناهي تہ موت ڇا آهي. ممڪن آهي تہ موت ۾ چڱائي هجي. تنهن ڪري مان ان کان نٿو ڊڄان. مون کي ايتري ڄاڻ ضرور آهي تہ پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ گسڻ برو ڪم آهي. تنهن ڪري مان لِڱائيءَ کي چڱائيءَ تي ترجيح ڏئي نٿو سگهان."

خبر ناهي تہ مون ڪيترا سال جيل ۾ ڪاٽيا آهن. ڪئين مندون آيون ويون، ڪئين چنڊ لٿا چڙهيا، ۽ تارن جو شاندار جلوس آسمان جو سئر ڪري ڇڪو پر مان تن تنها خلوت ۽ محويت جي عالم ۾ تماشو ڏسندو رهيس. منهنجي جوانيءَ جا اڪيچار ڏينهن هتي دفن ٿي ويا آهن. ڪڏهن ڪڏهن اهي جوانيءَ جا ڏينهن ڀوت بڻجي اکين اوڏو اچو بيهن ۽ گذريل زماني جا ستل سور جاڳائي منهنجي ڪن ۾ سُس پُس پيا ڪن تہ "آخر انهيءَ مان ڇا وٺيو اٿئي؟" جواب ڏيڻ آسان آهي. هينئر بہ جيڪڏهن مون کي هن پرايل تجربي ۽ علم بعد گذريل حياتيءَ جا ڏينهن وري رهڻ جو موقعو ملي، تہ مان جيڪر پنهنجي جيوت ۾ گهٽي ڦيرڦار آڻي پنهنجي افعال ۽ اعمال کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ جي ڪوشش ڪريان. پر قومي معاملن ۾ پنهنجي ذهنيت هوند ساڳي رکان. سچ پڇو تہ انهيءَ ذهنيت کي ڦيرائڻ

منهنجي وس کان ٻاهر آهي. چاڪاڻ تہ قوميت ۽ آزاديءَ جي تحريڪ هلائڻ لاءِ اها شڪتي جوابدار آهي جا مون کان گھڻو اوچي آهي ۽ جنهن تي منهنجو اختيار بلڪل هلي نٿو سگھي.

مون کي جيل ۾ آئي ٻارهن مهينا ٿي ويا آهن. ٻن سالن مان هڪ ورهيہ گذريو، سو باقي رهيو هڪ. هن دفعي سزا ۾ تخفيف جي اميد ڪانهيم، چاڪاڻ تہ بنان پورهئي قيدين کي تخفيف نہ ڏيندا آهن. آگسٽ جي مهيني ۾ جيڪي ٻارهن ڏينهن ڪملا جي بيماريءَ سبب گھر گذاريا هئم سي ٻن سالن ۾ شمار نہ ٿيندا. يعني تہ اهي ٻارهن ڏينهن جيل ۾ وڌيڪ رهڻو پوندو. خير، اهو مُدو بہ گذري ويندو ۽ جيل مان مون کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيندو. پوءِ؟ مون کي پوري سُوجھہ نٿي پوي پر سمجهان ٿو تہ منهنجي حياتيءَ جو هڪ باب ختم ٿي چڪو آهي ۽ ٻيو باب شروع ٿيڻ وارو آهي. مان چئي نٿو سگهان تہ هن کان پوءِ ڇا ٿيندو. تنهن ڪري پنهنجي حياتيءَ جي ڪتاب جا اڳيان ورق حال في الحال هتي ختم ڪريان ٿو.



# جنگ جا ڪکر

باڊن وائلر، شوارتز والڊ، جرمني
25 آڪٽوبر 1935ع

مئي مهيني ۾ منهنجي زال وڌيڪ علاج ڪرڻ لاءِ ڀوالي ۽ مان يورپ روانا ٿي ويا. سنڌس اُسهڻ کان پوءِ منهنجو ڀواليءَ ۾ اچڻ بند ٿي ويو ۽ پندرهين ڏينهن جيل کان ٻاهر نڪري جابلو رستن تان لنگهڻ جو موقعو ويندو رهيو. مون کي ان جو سخت ارمان ٿيو ۽ آلمورا جيل مون لاءِ رڃ سمان ٿي پيو.

ڪوئٽا مان ڀونڪنپ جي دردناڪ خبر آئي آهي. ڪي ڏينهن ساندهه ٻيا خيال وسري ويا اٿم. هن ملڪ جي حڪومت جي روش اهڙي آهي جو ڪيتري ڪوشش ڪندي به نظرانداز ڪري نٿي سگهجي. اسان ٻڌو ته سرڪار راجندرپرساد جهڙي معزز شخص ۽ ڪانگريس جي صدر کي ڪوئٽا وڃڻ کان منع ڪئي آهي. زلزلي بعد مصيبت زده ماڻهن کي سهائتا ڪرڻ جي ماهريت جا راجندر بابوءَ کي آهي سا ٻي ڪنهن هند واسيءَ ۾ مشڪل ليندي. اهڙي ريت مهاتما ۽ ٻين معزز ليڊرن کي اتي وڃڻ کان روڪ ڪيائون ۽ ڪيترن اخبارن جون ضمانتون ضبط ڪيائون، ڇاڪاڻ ته هنن زلزلي تي مضمون لکڻ جو جرم ڪيو هو. غور ڪريو ته اهڙي مصيبت جي وقت اهڙي روش ڇا ٿي ڏيکاري؟ هر وقت ۽ هر جا، سرڪار جي اها پوليس ذهنيت هلندي اچي، پوءِ خواهه اسيمبلي هجي، خواهه سول حڪومت، خواهه سرحد تي گوليبار توپخانو. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي جڻ ته برطانوي حڪومت ۽ هندي پرجا جي وچ ۾ دائمي جنگ جاري آهي.

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته پوليس ضروري آهي. دنيا ۾ جيڪڏهن لال پڳڙي ۽ بانس جي لڪڙي نه هجي ته شايد انسان لاءِ ان ۾ رهڻ مشڪل ٿي پوي. چوٽي آهي ته جو شخص ٻين تي زور زبردستي ٿو ڪري، سو رڳو هنن

ڪي ذليل ۽ حقير نٿو بڻائي، پر پاڻ به ذليل ۽ حقير ٿيو پوي. عالم آشڪار آهي ته هتي جي حاڪمن خاص ڪري سول سروس وارن ۾ اخلاقي، ذهني، علمي پستي ۽ تنزل روز بروز وڌندڙ آهي. بالا عملدار ته بڻيئون ويل آهن. باقي رهيا ننڍا عملدار ۽ ڪاڪڙ ڪوڪڙ، جي وڏن جو نقل ڪري پيا تڳن. جڏهن ڪٿي به ڪا جوابداريءَ يا اهميت واري جڳهه خالي ٿئي ٿي ته سرڪار ان لاءِ اهڙو شخص انتخاب ڪري ٿي جو اهڙي رنگ ۾ رتل هجي.

چوٿين سيپٽمبر جو جرمنيءَ مان خبر آئي ته منهنجي زال جي حالت بلڪل نازڪ ٿي وئي آهي، سو سرڪار يڪدم مون کي جيل مان آزاد ڪري ڇڏيو. مُدي پوري ٿيڻ ۾ اجان ساڍا پنج مهينا پيا هئا. تنهن ڪري مون کي چيائون ته منهنجي سزا فعلاً ملتوي ڪئي وئي آهي. مان بنان دير جي هوائي جهاز ۾ چڙهي يورپ هليو ويس.

يورپ ۾ سخت وڳوڙ ۽ بي چيني آهي. هڪ طرف جنگ ۽ شورش جو خوف ۽ ٻي طرف بک ۽ بي روزگاريءَ جو ڊپ اٿن. حبش تي چڙهائي ڪئي اٿن ۽ اتي جي رهاڪن مٿان گولين جي برسات پئي وسي. دنيا جون زبردست قومون ۽ سلطنت شاهيءَ جا حاڪم هڪ ٻئي سان ٽڪرڻ جي تيارين ۾ آهن. برطانيه، جا دنيا ۾ وڏي سلطنت جي ڌياڻي آهي، سا هڪ طرف صلح ۽ امن جو جاپ جپي، قومن جي منڊل جي حمايت ڪري رهي آهي، ته ٻي طرف پنهنجي مظلوم پرجا مٿان بم برسائي، ان کي ذليل ۽ بي همت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي. هتي شوارتز والڊ ۾ شانتي ۽ امن آهي. جرمنيءَ ۾ سؤستڪ هر جا ڏسبو آهي، پر هتي اهڙو نشان اتفاق سان اک تي مس ٿو چڙهي. پريان ڪوهيڙو آهستي آهستي اڀ لڪائيندو وڌندو پيو اچي. ڏسندي ڏسندي ماٿري ۽ منظر ۽ فرانس جي سرحد مٿان ڇانئجي ويو آهي. مان سوچان ۽ ويچاريان پيو. خدا ڄاڻي ته انهيءَ ڪوهيڙي جي پنيان ڪهڙو راز لڪل آهي!



# قلم تازو

سايا پنج ورهيه اڳ آلمورا جيل جي بورائڪ ۾ مون "جيونيءَ" جو آخرين باب لکيو هو. اٺ مهينا پوءِ جرمنيءَ ۾ هڪ وڏيڪ مضمون لکي ان سان شامل ڪيم. منهنجي "جيوني" پهرين انگلنڊ ۾ شايع ٿي ۽ مون کي خوشي ٿي ته ان جي پڙهڻ سان گهڻني ملڪن جي ماڻهن ۾ هندوستان لاءِ وڏيڪ دلچسپي پيدا ٿي، ۽ هو اسان جي آزاديءَ جي جنگ جي اصلي مراد صحيح نموني سمجهڻ لڳا. افسوس جو اهو اوائلي ڇاپو امريڪا واسين کي دستياب نه ٿيو ۽ ڪن سببن ڪري امريڪا ۾ نئون ڇاپو ڪڍڻ ۾ دير پئجي وئي. وري به شڪر، جو هينئر امريڪا واسين لاءِ هي ڪتاب نئين ويس ۾ ميسر ٿي سگهيو آهي.

پستڪ جي پرڪاشڪ جي مرضي هئي ته نئين جلد ۾ باقي رهيل سرگذشت قلمبند ڪريان. مون ڏنو ته اها تقاضا واجبي آهي، پر ان جي سر انجامي ذرا مشڪل پئي لڳي. اسين اهڙي مشڪل وقت مان گذر پيا ڪريون جو خود پرڪاشڪ سان لکپڙهه ڪرڻ ۾ مشڪلات پيش اچي ٿي. هينئر امريڪا اسان لاءِ اهڙو دور ديس ٿي پيو آهي جو رواجي خط پهچڻ ۾ به ڪي مهينا لڳيو وڃن.

گذريل چند سالن ۾ جي واقعا مشرق ۽ مغرب ۾ ٿي گذريا آهن تن مون تي بلڪل جَبرو اثر ڪيو آهي. ميونيڪ جي معاملن دل دهلائي ڇڏي هيئم ۽ اسپين جو درد انگيز ماتم خيز واقعو جڻ مون شخص جي جند جان سان وهي چڪو هو. ڏينهون ڏينهن جيئن اهڙا ڏرن ڏڪائيندڙ واقعا ويا وڌندا، تيئن اندر ۾ ايندڙ آفت جا پرون پوڻ لڳم، ۽ انسان ذات جي روشن آئنده، مجلل مستقبل ۽ پلاري ياڳ مان ايمان ويو نڪرندو.

هينئر مصيبت مٿان اچي ڪڙڪي آهي. فرنگ جا آتش فشان آگ جا اُلا ڪيڏي ملڪ تباهه ڪرڻ لڳا آهن. آءٌ پنهنجي سر هتي جوالا مک جي

بنيي تي وينو آهيان ۽ ڊپ اٿم تہ ڪيڏي مهل بہ اوچتو جبل ڦاٽي پوي. اهڙيءَ حالت ۾ ممڪن ناهي تہ هلندڙ حال جي حقيقي ۽ واقعي مصيبت کي پس پرده رکي، گذريل پنج سالي پس بيني ڪريان. انهيءَ سبب مان فقط انهن جزوي ڳالهين ڏي اشارو ڪرڻ واجب سمجهان ٿو جن ۾ مون بهرو ورتو آهي يا جن جو اثر منهنجي دل تي رهجي ويو آهي.

گذريل پنجن سالن ۾ ڪئين دفعا مون ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ تان استعيفيٰ ڏيڻ جو ويچار ڪيو هو. انهيءَ زماني ۾ پنهنجي رفيقن ۽ ساٿين سان گڏجي ڪم ڪرڻ مون لاءِ مشڪل ٿي پيو هو ۽ هو بہ منهنجي ڪارنامن مان راضي نہ هئا. البت منهنجي ڪنهن خاص فعل تي اعتراض ڪونہ ٿي ورتائون، پر منهنجو نوع ۽ رخ پسند نہ هون. منهنجي نقطہ نگاهہ ڪانئن نرالي هئي، تنهن ڪري ناراضپي لاءِ هنن کي ڪافي سبب هو. مان ڪانگريس جي فيصلي سان پاڻ کي بڌل رکندو هئس، پر جيڪي نهراءَ بحال ٿيندا هئا تن ۾ اڪثر نرالن نمونن جا خيال درج ٿيل هوندا هئا. جنهن ڪري اسان مان هرڪو پنهنجي دل گهرئي ويچار جي اشاعت ڪرڻ تي زور ڏيندو هو. مون ڏٺو تہ ائين ڪرڻ سان ويڇو ويو وڌندو جنهن ڪري مون ڪانگريس تان استعيفيٰ ڏيڻ جو قطعي فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ مهاتما کي پڻ اهڙو اطلاع ڏنم.

ٿوروئي وقت پوءِ هڪ اهڙو حادثو ٿيو جو مون کي پنهنجو خيال بدلائڻو پيو. انهيءَ حادثي جو هندوستان سان ڪو تعلق ڪونہ هو. اسپين مان خبر آئي هئي تہ جنرل فرانڪو بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو آهي ۽ کيس جرمنيءَ ۽ اٽليءَ جي پشتي ملي آهي. مون کي پرون پي پيا تہ ان مان وڏو ينيت مچندو جو ممڪن آهي تہ نہ رڳو يورپ بلڪ دنيا کي وڪوڙي وجي. مون کي خاطري هئي تہ هندوستان بہ انهيءَ مچ کان بچي نہ ويندو. تنهن ڪري اهڙي وقت اسان لاءِ يڪمشت ٿي بيهڻ بلڪل لازمي ڏسڻ ۾ آيو. منهنجي استعيفيٰ ڏيڻ سان ڪانگريس جي قوت گهٽجي ها، جنهن ڪري حال في الحال خيال لاهي ڇڏيم. يورپ جي واقعات جي پڙهڻ ۽ ان پٺيان جو راز سمايل هو سو مان صحيح نموني سمجهي ويو هئس. البت انهيءَ اوائلي زماني ۾ يڪدم ايذا انومان ڪيڻ لاءِ دليل پيش ڪرڻ آسان ڪم نہ هو.

ڇاڪاڻ تہ خود حالتن کي هاڻوڪيءَ ڪڙيءَ تي پهچڻ ۾ ڪي ورهيہ لڳي ويا آهن.

هن مان اوهين سمجهي سگهو ٿا تہ ڪيئن نہ منهنجي من ۾ هندوستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جا مسئلا هڪ ٻئي سان ڳنڍيا پيا آهن. چين ۽ هند، حبش ۽ اسپين، مرڪزي ۽ مشرقي يورپ وغيره جا سياسي ۽ اقتصادي معاملات هڪ ٻئي وستوءَ جا نرالا روپ آهن. دنيا ۽ انسان ذات هڪ ٿي ويئي آهي، تنهن ڪري جيسين انهن مسئلن جو بنيادي علاج ڳولي نہ لڌو اٿئون تيسين سک سانت سمپتي محال آهي. شايد علاج کان اڳ مرض کي بلڪل نازڪ ۽ خطرناڪ حالت مان لنگهڻو پوي. چوندا آهن تہ دنيا جو امن تقسيم پذير ناهي يعني، تہ موجوده دنيا ۾ ممڪن ناهي تہ هڪ هنڌ جنگ هجي ۽ ٻئي هنڌ ان جو اثر نہ پوي. آزاديءَ سان بہ ساڳي ڪار آهي. ممڪن ناهي تہ هڪڙا ملڪ آزاد هجن ۽ ٻيا غلام. انهيءَ مان دائمي وڙهاءَ ۽ جنگ جو امڪان آهي.

بنيادي ريت نازي ۽ فاشستي سرشتو سلطنت شاهيءَ جهڙو آهي. سلطنت شاهي ۽ نازي شاهي هڪ ٻئي آنڊي ۽ اوجهري جي پيدائش آهن. فرق رڳو هي آهي تہ سلطنت شاهيءَ روش ۽ نيتي مطيع ملڪن ۽ ٻينڪن سان اختيار ڪئي آهي، سا هتلر ۽ مسولني پنهنجي ماڻهن سان جرمني ۽ اٽليءَ ۾ هلي رهيا آهن. جيڪڏهن دنيا ۾ آزادي ۽ استقلال جو جهنڊو بلند ڪرڻو آهي تہ نازي ۽ فاشست شاهيءَ سان گڏ سلطنت شاهيءَ جو خاتمو آڻڻ بلڪل ضروري آهي.

متان سمجهو تہ رڳو مان انهيءَ خيال جو آهيان. هندوستان ۾ ڪيترائي ٻيا روشن دماغ شخص آهن جن جا خيال ساڳئي قسم جا آهن. عام رايو پڻ انهن ڏانهن مايل آهي. هندواسين کي انتر راشٽريہ معاملن ۾ دلچسپي آهي. چين، اسپين، فلسطين ۽ حبش سان همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ لاءِ جي سوين هزارين ميٽنگون ٿيون تن مان اها ظاهر آهي. چين ۽ اسپين ۾ دوائون ۽ ڪاڏو پهچائڻ لاءِ جي جتن ڪيا ويا. تن مان پڻ اهڙي ثابتي ملي ٿي. هتي جا ماڻهو هينئر دنيا جي حالتن کان وڌيڪ واقف ٿيڻ جي ڪوشش ۾ آهن جنهنڪري قومي تنگدلي گهٽجڻ لڳي آهي ۽ آزاديءَ جي تحريڪ وڌيڪ بلندپائي تي پهچڻ جي سعي ۾ آهي.

1938ع ۾ يورپ مان موٽڻ بعد مون ٻن ڳالهين تي خاص توجه ڏنو. هڪ ته لڏيانه ۾ رياستي پرجا سميلن جو صدر ٿيس ۽ انهن قديم اڌ سڌريل جاگيرن ۾ جي ترقي ۽ سڌاري جا خواهان آهن، تن سان ڏيٺ ويٺ ٿيم. ڪجھ وقت کان ڪيترين رياستن اندر راجا پرجا جي وچ ۾ ڇڪتاڻ هلندي ٿي اچي ۽ اتفاق سان دنگا فساد به ٿي پيا آهن. راجائن کي هند سرڪار جي پشتي آهي. رياستن اندر وهنوار تي خيال ڪندي جوش غالب پئجيو وڃي، جنهنڪري ماني نموني ايثار ڪرڻ مشڪل ڪم آهي. رياستن جي اونڌي ڪاروبار لاءِ هند سرڪار تلاهي آهي. تازو هڪ ليکڪ مضمون ۾ لکيو آهي ته اهي رياستن جا والي راجا جئچند جيان ملڪ سان غدار ۽ ڏارين سان همراهه آهن.

1939ع جي اونهاري ۾ مون کي لنڪا وڃڻو پيو. اتي جي سرڪار ۽ هند واسين وچ ۾ تڻتڻو ٿي پيو هو سرنديپ ويندي مون کي بي حد خوشي پئي ٿي. اتي جي هوا ۽ نظارا دلپذير آهن. مان سمجهان ٿو ته لنڪا واسين ۽ هندي پرجا جا ناتا سڌارڻ ۾ مون کي چڱي ڪاميابي نصيب ٿي. مون کي سيني وٽان چڱو آدر ستڪار مليو. سيلان سرڪار جي ڪاروبارين جي روش پڻ بافضيلت هئي.

مون کي خاطري آهي ته پس پيش لنڪا ۽ پارت ورش کي هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيڻو پوندو. مان سمجهان ٿو ته چين و هند، لنڪا، برما، افغانستان ۽ ڪن بين ملڪن کي گڏجي هڪ سياسي نظام هيٺ اچڻو پوندو. البت جيڪڏهن اتحاد به بين الملل يا سرديسڪ سنگھه نهي ته اسين ان ۾ راضي آهيون.

جنگ ۽ هند.. اسين ڇا ٿي ڪري سگهياسون؟ ورهين جا ورهيه انهيءَ جنگ جي فڪر ۾ هئاسون ۽ پنهنجي نيتي ان مطابق ٺاهڻ جي ڪوشش پئي ڪئيسون. پر سرڪار انهيءَ جو ويچار نه ڪري، نه ماڻهن سان، هند اسيمبليءَ سان، نه پرانتڪ حڪومتن سان صلاح مصلحت ڪئي، ۽ پنهنجي جوابداريءَ تي هندوستان کي جنگ ۾ داخل ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو. اسان لاءِ اها بي عزتي سهڻ مشڪل هئي. ان مان ثابت هو ته سلطنت شاهيءَ جي ذهنيت ۾ اجا ڪو فرق ڪونه پيو آهي. سيپٽمبر جي وچ ڌاري ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ هڪ لنبو بيان شايع ڪيو جنهن ۾

ڪانگريس جي اڳين پاليسي چٽيءَ ريت نرنئہ ڪيل هئي ۽ انگريز سرڪار کان تقاضا ڪئي وئي هئي تہ جنگ جو مقصد ۽ مراد ٻڌائين ۽ هندوستان جي آزاديءَ نسبت سندن ڪهڙو رُخ آهي تنهن جي پڌرائي ڪن.

اسان ڪيئي دفعا تازي ۽ فاشست ذهنيتءِ روش کي ننديو آهي، پر اسان جو خاص تعلق برٽش سلطنت شاهيءَ سان آهي، جا ورهين کان اسان مٿان ڏاڪو جمائي ويٺي آهي. سلطنت شاهيءَ جو خاتمو آڻيندا يا نہ؟ اسان کي پنهنجي آئين ناهڻ جو حق پلئہ پوندو؟ پورڻ سورج ڏيڻ لاءِ تيار آهيو؟ جيسين جنگ پوري ٿي تيسين مرڪزي حڪومت ۾ هند واسين کي ڪهڙا حق ڏيو؟ اهي هئا اسان جا سوال. امڪان هو تہ اقليت يا ٿورائي وارين قومن جي دل ۾ ڪي شڪ گمان هجن، سو اسان ڪانسٽيٽيوئنٽ اسيمبليءَ (جدا فرقن جي عيوضين جو گڏيل ميڙ) جو مطلب سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. اسان اهو بہ ڄاڻايو تہ ٿورائيءَ وارن جون گهرون سندن عيوضين جي غلبہ راءِ سان بحال ڪبيون. جيڪڏهن ان ۾ ڪا ارچڻ ٿي پئي تہ اها رٿ بي ريا منصفن ڏانهن قطعي فيصلي لاءِ موڪلي ويندي. هن قسم جي تجويز لوڪ شاهي اصول جي خلاف آهي، پر ٿورائي وارين قومن جا شڪ گمان دور ڪرڻ لاءِ ڪانگريس هر ڪا ڪوشش ڪرڻ لاءِ تيار هئي.

برٽش سرڪار جو جواب پڌرو پيو هو. هو نڪي جنگ جي مراد صاف ظاهر ڪرڻ لاءِ تيار هُئا، نڪي حڪومت جون واڳون هند واسين کي سونپڻ جو خيال هئن. اڳيون سرشتو جاري هو ۽ اڳتي بہ ساڳي نموني ان کي هلائڻ جو خيال هئن. حالت اهڙي هئي جو انگريزي واپارين جي حقن جي حفاظت لاءِ هند سيڪريٽريءَ خاص اختياريون پنهنجي هٿ ۾ ٿي رکيون. سرڪار جو نڪي هند واسين ۾ وشواس هو، نڪي طاقت تان آهو پلڻ جو خيال. ڪانگريس لاءِ غير ممڪن هو تہ اهڙي نيتيءَ کي تسليم ڪري. اهوئي سبب آهي جو پرانتن ۾ ڪانگريس وزيرن پنهنجي عهدي جي استعيفي ڏني. سرڪار قانوني حڪومت مهمل رکي گورنرن کي خود مختيار آپيشاهہ بڻائي ڇڏيو. حالتون عين اهڙيون اچي بيٺيون جهڙيون ڪنهن زماني ۾ انگلنڊ ۽ فرانس ۾ پارليامينٽ ۽ اتي جي حاڪمن جي وچ ۾ ٿيون هيون. اوهان ڄاڻ آهي تہ ٻن بادشاهن کي انهيءَ سبب ڦاسيءَ لٽڪايو هئائون. هي معا...

فقط قانوني نہ هو. سرڪار کي علوم هو تہ ماڻهن ۾ ناراضپو آهي جو ڪيڏي مهل بہ پڙڪو ڪائي اُٿي ۽ جوالا مک وانگر باهہ جا اُلا وسائڻ لڳي.

ڪانگريس ۽ سرڪار جي وچ ۾ ناهہ ٿي نہ سگهيو. جنهنڪري سرڪار نوان نادري فرمان جاري ڪري ڪانگريس کي جيل اُماڻڻ ۾ پنهنجي سلامتي سمجهڻ لڳي. ماڻهن ۾ تاءُ ويو وڌندو هر طرف کان صدا بلند ٿي تہ ڪانگريس نئين سر انقلاب جو نعرو بلند ڪري. پر جنگ ۾ جرمن فوجن جي واڌ ۽ انگلنڊ مٿان مصيبت جو ويچار ڪري، اسان برٽش سرڪار کي تنگيءَ جي وقت سوڙهو گهٽڻ واجب نہ ڄاتو. ڪجهہ عرصي بعد سرڪار کي نين مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻو پيو. جنگ جي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ اڳيان طريقا ۽ تعلقات ڪافي نہ هئا، سو وقت بوقت صدمو سهڻو ٿي پيس. سرشتو قيرائي نوان تعلقات پيدا ڪرڻ اهڙو آسان ڪم نہ هو. روس، جرمن جي واپاري ناهہ ڻن لئنڊ. روس جي وچ ۾ جنگ، جپان روس جا هڪ ٻئي سان دوستانہ تعلقات ٻڌجي وڃڻ وغيره پنيان هڪ اهڙي قسم جي شطرنجي راند هئي جا اصولي نقطہ نگاهہ کان سمجهائڻ بلڪل عبث هئي. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو تہ هرڪا ڌر حال في الحال ڪم ٽپائڻ ۽ پنهنجي ڪل بچائڻ جي فڪر ۾ غلطان هئي.

اپريل ۾ ناروي تي ڌڪ لڳو، مئي ۾ هالينڊ ۽ بيلجيئم مٿان آفت ڪڙڪي، جون ۾ فرانس کي شڪست ملي. ۽ پاريس جو سهڻو ۽ مغرور شهر جنهن ۾ سياسي آزادي گويا جائي نپي آهي. سو فاتحہ جي قبضي هيٺ اچي ويو. فرانس جي فوجن هارايو سا رواجي بدقسمتي نہ هئي، پر فرانس جي روحاني ۽ اخلاقي زوال ۽ تباهيءَ سبب روشن فڪر انسانن جي دل کي جو صدمو پهتو سو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. جيڪڏهن بنياد ڪمزور ۽ پيڙهہ پوري نہ هجي ها تہ فرانس جي عظيم الشان عمارت هڪ ئي ڌڪ سان ڪيئن ڪِري ها؟ ائين تہ ناهي تہ فرانس ۽ انگلنڊ ڪهني قديم سرشتي جا عيوضي آهن جو طاقتور نئين نظام اڳيان اُپڙي نٿو سگهي؟ ائين آهي ڇا تہ سلطنت جنهن تي فرانس ۽ انگلنڊ جو گذران آهي ۽ جنهن سبب هو دنيا ۾ برک ۽ طاقتور شمارجن ٿا، سا سندن ڪمزوريءَ جو باعث بڻي آهي؟ جيڪڏهن سلطنت اندر آزادي ڏيڻ کان انڪاري آهن تہ پوءِ هو آزاديءَ لاءِ

ڪيئن اُتي لڙندا؟ ممڪن آهي تہ نازڪ حالتن هيٺ پنهنجي ملڪ ۾ بہ فاشستي حڪومت جاري ڪن. فرانس تہ اڳيئي ائين ڪري ڏيکاريو آهي.

چيمبرلين واري پاليسيءَ جي اثر ڪان انگلنڊ اچا آجو نہ ٿيو هو. جپان جي راضپي هٿ ڪرڻ لاءِ برما چين وارو رستو ٿي بند ڪيائون. هتي هندوستان ۾ ساڳي نيتي هلائيندا پئي آيا. اسان جي ماڻ جو مطلب اهو ڪڍيائون تہ اسين بي همت آهيون ۽ ڪجهہ ڪري نٿا سگهون. برٽش سرڪار جي ڪوتاهہ نظريءَ تي مون کي حيرت ٿئي. هو نڪي زماني جون حالتون صحيح نموني سمجهي سگهيا ٿي، نڪي ڦريل حالتن تي پاڻ کي هيرائڻ جي ذات هئن. ائين آهي ڇا تہ سرشتو جو عملي ۽ اخلاقي ريت ناڪام ثابت ٿي چڪو آهي، تنهن مان پنهنجي بچاءَ لاءِ عقل سان وڙهڻ جي شڪتي بہ نڪري وئي آهي؟ جيڪڏهن انگلنڊ جي سرڪار اهڙي ڪم عقل ۽ ڪُند فهم آهي تہ هند سرڪار جا ڪهڙا حال هوندا؟ هند سرڪار جي روش تي ڪڏهن ڪِل پئي اچي تہ ڪڏهن افسوس پيو ٿئي. چاڪاڻ تہ نڪي دليل، نڪي عقل، نڪي مصيبت، نڪي آفت هنن کي سجاڳ ڪري سگهن ٿا.

جنگ سبب ڪانگريس اڳيان نوان سوال اچڻ لڳا. مهاتما جي مرضي هئي تہ اهنسا جو اصول جو انگريز سان وڙهڻ ۾ ڪتب آيو آهي، سو آزاد هندوستان سان پڻ لڳايو وڃي. سندس چوڻ هو تہ آزاد هندوستان کي ڌارئي دشمن جو خواهہ خانگي بد انتظاميءَ جو مقابلو اهنسڪ نموني ڪرڻ جڳائي. اسان اڳيان حال في الحال هنسا يا اهنسا جو سوال هوئي ڪونہ. پر مهاتما جا خيال انهيءَ طرف وَسي رهيا هئا. هو خواهان هو تہ اهڙي قسم جو اعلان ڪيجي. اسين سيئي انهيءَ راءِ جا هئاسون تہ قومي تحريڪ هلائڻ لاءِ اسان کي فقط اهنسڪ رستا اختيار ڪرڻ گهرجن. پر ان کان پوءِ آزاد هندوستان ڪهڙي نيتي اختيار ڪندو، تنهن جو فيصلو اڳوات ڪري ڇڏيڻ جو اسان کي اختيار ناهي. درحقيقت سياسي ميدان ۾ جتي حالتون وقت بوقت پيون ڦرن، اتي اهڙو فيصلو ڪرڻ غيرممڪن آهي. مهاتما جو ويچار هو تہ "اهنسا پرمو ڌرم" جو سنديش منش جاتيءَ لاءِ آهي، جو سياسي معاملن مٿان قربان ڪري نٿو سگهجي. انهيءَ تي مهاتما ۽ ورڪنگ

ڪميٽيءَ جي وچ ۾ متيبد تي پيو. متان سمجهو تہ اسان هڪ ٻئي سان ڇني ڦاڙي ڇڏيو. سياسي اختلاف هوندي بہ اسان کي سنڌس مشوري جي ضرورت هئي ۽ ڪيڏي مهل بہ هو واڳ پنهنجي هٿ ۾ رکي سگهيو ٿي. انهي متيبد سبب مهاتما حال في الحال ڪانگريس کان ڪنارو ڪري وينو جنهن ڪري اسان سمجهيو تہ ڪانگريس جي اتهاس جو اڳيون ورق شايد ختم تي چڪو.

مون ڏنو آهي تہ ڪن سالن کان مهاتما وڏيڪ اڻ مڙندڙ سياءَ جو تي پيو آهي ۽ هو پاڻ کي نين حالتن تي هيرائي نٿو سگهي. تنهن هوندي بہ سنڌس اڳيون اثر هلندو اچي ۽ سنڌس شخصيتون بين متان غالب پئجيو وڃي. پُلي پلائي بہ اهڙو خيال نہ ڪجو تہ هندوستان جي عام ماڻهن تي سنڌس اثر گهٽجي ويو آهي. گذريل ويهہ سال هو هندوستان جي قسمت جو هرتا ڪرتا تي رهيو آهي ۽ ڏسجي ٿو تہ اجا بہ ڪي وڏا ڪم ڪرڻا اٿس.

راج گوپال آچاريہ جو ڪانگريس جي نرم ڌر جو اڳواڻ ليکيو ويندو آهي، تنهن جي سفارش تي ڪانگريس انگريز سرڪار سان ناهہ تي اچڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. راج گوپال آچاريہ نسوارتي، ذهين، باريڪ بين شخص آهي. هن ملڪ جا چڱا گهڙا پريا آهن. ڪانگريس حڪومت جي زماني ۾ هو مدراس پرانت جو وزيراعظم تي رهيو آهي. سنڌس خواهش هئي تہ ڪانگريس ۽ سرڪار جي وچ ۾ ناهہ ٿئي. هن جي پريائڻ تي ورڪنگ ڪميٽيءَ سنڌس مسودو بحال ڪيو. انهيءَ مسودي مطابق انگريز سرڪار کي هندوستان لاءِ مڪمل آزاديءَ جو حق تسليم ڪرڻو هو ۽ جنگ جي عرصي لاءِ مرڪزي حڪومت جون واڳون قوم جي عيوضين کي سپرد ڪرڻيون هيون. ائين ڪرڻ سان ملڪ جي بچاءَ جي جوابداري هند واسين متان ٿئي ها ۽ هو جنگ ۾ انگريز کي هر قسم جي مدد ڪن ها. ڪانگريس جي هيءَ گهر بلڪل واجبي هئي، ان کي عمل ۾ آڻڻ سان سرڪاري ڪاروبار ۾ تبديلي نہ اچي ها، مرڪز ۾ جا قومي سرڪار ٺهي ها تنهن ۾ تورايين ڌارين قومن جا عيوضي پڻ هجن ها. ملڪ جي بچاءَ ۽ جنگ جي خيال کان بہ پڌرو پيو آهي تہ قومي اڳواڻن جي سهڪار بنا سرڪار گهڻو ڪجهہ نہ ڪري سگهندي. سلطنت شاهيءَ جا آپيشاهہ ڪارپرداز صلح جي

زماني ۾ پنهنجي روءِ سوءِ ڪاروبار هلائي سگهن ٿا. پر جنگ هلائڻ لاءِ لوڪن جو سهڪار ڪپي، جو غير هندي حاڪمن کي ملڻ محال آهي.

پر اسان جي حاڪمن ۽ ملڪ جي والين جي ذهنيت نرالي آهي. هو سمجهن ٿا تہ ماڻهن کي هيسائي پنهنجو ڪم ڪڍي ويندا. جان جو خوف هوندي بہ هو سياسي ۽ ماني طاقت ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهن. هندوستان کي آزاد ڪرڻ سان دنيا اندر جا ناموس ۽ اخلاقي همدردي ملندن تنهن جي بہ لوڙهہ ڪانہ اٿن. تازو وائسراءِ برٽش سرڪار طرفان جواب ڏياري موڪليو آهي. ساڳيا روح. ساڳيا ختما. فرق ڪونہ پيو آهي، پر وقت ۽ واقعا وائسراءِ لاءِ ترسي ڪونہ ويهندا. ممڪن آهي تہ يورپ ۽ دنيا جي ٻين ملڪن وانگر هندوستان ۾ بہ ڪجهہ ٿي پوي!

منهنجا ڪيئي دوست هينئر گرفتار ٿي چڪا آهن. هو وڏا ڀاڳي آهن. جيل جي خلوت ۾ ويهي حياتيءَ جو جلوس ڏسڻ ۽ ان جو مطلب سمجهڻ آسان آهي. هتي جنگ و جدال آهي. دنيا ۾ امپيريلسٽ ۽ فاشسٽ سياست ۽ چال بازيءَ ڪافي مونجهارو ۽ ڀاڳلپٽو پيدا ڪيو آهي. هيءَ شطرنج جي راند سمجهڻ سولو ڪم ناهي. ممڪن آهي تہ اهڙي اڙٻنگ ۽ احمق دنيا کان ڪنارو ڪري وڃجي. ٽيويهن ورهين بعد اڳئين مهيني ۾ مان ڪشمير ويو هوس. ڏينهن رهيس ڪل ٻارهن، پر انهيءَ ٿوري عرصي اندر جنت جي جلوه جمال، رنگ ورعنائي جو ديدار ڪري اکين جي پياس، دل جي آس پوري ڪيم. سياست ۽ جنگ! ماڻهن جون دليون تنگ ۽ بت بيزار!! اهو احمقن جو گوڙ ۽ شور ڪيلاس کان ڏيهان ڏور، ملڪان پري آهي. هتي برف ۽ بلندي ڏسي نيڻ پيا ٺرن. دل بهار بهار پئي ٿي. زندگي، تون بيشڪ جميل، دِلپذير آهين!



# آخرين ڪلام

اوهان کي معلوم هوندو تہ شاهہ جي رسالي ۾ جي سُر آهن تن جي آخر ۾ وائي ايندي آهي. اها وائي اڪثر ”واءِ يا هاءِ“ يعني درد جي دانهن هوندي آهي. پراچين سمي جا ليکڪ پنهنجي ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ آخرين ڪلام ٻُڌيندا هئا جنهن ۾ مبهم نموني گرنٿ جو سار ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. هاڻي ٻُڌايو تہ هن ”جيونيءَ“ جو سار ڪهڙيءَ ريت پيش ڪجي؟ ”جيونيءَ“ ۾ ڪو رهبسہ ۽ راز آهي يا نہ؟ رهسيہ ۽ رازا پرهہ ڦٽيءَ جو نرگس نماڻي اک کٽي برهماند جي وچتر ليلا جو ديدار ڪري. پنهنجي جوڀن ۽ حسن تي ناز سان ڪنڌ لوڏي. صبح جي ٿڌي هير ۾ لچڪي ۽ لڏي پريان ڪوئل نم ۽ سُرهيل جي وڻن مان چِتوءِ تکو سر آلاپي. زمين ۽ آسمان تي پنهنجي عاشقانہ ۽ مجزوبي وجود جو آشڪار ڪري ٿي. چؤطرف پوپٽ رنگ برنگ ريشمي لباس ۾ جهمريون پيا پائين ۽ نشي وانگر هڪ غنچہ تان ٻئي تي ڀي گونج تي وچيو ڪڙڪن. آسمان ۾ ابر مست قلندر جيان ديسان ديس پيا گهمن ڦرن ۽ ڏکڻ اولهہ جي هوا هيٺ مٿي ڊومائون ڪائيندي. برپٽ جهنگ جبل واسيندي. ڀرتويءَ جي اردگرد پرڪرما پئي ڏي. دوست ڪڏهن انهن کان پڇيو اٿئي تہ سندن زندگيءَ جو راز ڪهڙو آهي؟ ڪهڙو آهي مطلب ۽ معنيٰ سندن جاکوڙ ۾؟ هائوس. ڪڏهن غالب وانگر پاڻ کان پڇيو اٿيئي.

”يہ گل کہاں سے آئے ہیں،

ابر کیا چیز ہے، ہوا کیا ہے؟“

جيڪڏهن گل ۽ ڪڪر ۽ هوا جي مختصر ۽ محبوبي حياتيءَ جو مطلب سمجهائڻ مشڪل آهي تہ منش جيون جو سار سلڻ تهائين وڌيڪ اٽانگو آهي. ڪنهن کي آهي مجال جي بالڪپڻ کان ٻڍاپي تائين حياتيءَ جي منجهيل سُٽَ جا ڌاڳا سمجهائي. هر خيال ۽ عمل جي سلسيوار تشريح

پيش ڪري؛ شايد زندگيءَ جو راز خود زندگي آهي. هتي زندگي جو مطلب حياتي ناهي. ممڪن آهي تہ زندھ رهڻ. بنا حياتيءَ جو سلسلو هلندو اچي. اسين سپيئي هن ويل حيات آهيون. پر ٻُڌائيندا تہ اسان مان ڪيترا هن ويل زندھ آهن؟ هيءَ "جيوني" هڪ زنده انسان جي زندگيءَ جو تذڪرو آهي. وسشت جو چوڻ آهي، "راجي جگت بنيا ئي نہيں". سندس مطلب آهي تہ جگت مايا آهي. هي ايشور رچنا هڪ کيل آهي جنهن ۾ اعليٰ ۽ ادنيٰ پنهنجو پارٽ ادا ڪن ٿا. جواهر لال بہ انهيءَ کيل جو هڪ جزو آهي. قدرت انهيءَ کيل ۾ هن کي ڪنهن خاص قسم جو پارٽ ادا ڪرڻ لاءِ ڏنو آهي، جو جنهن خوبيءَ سان ادا ڪيو اٿس، سو هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

هن ناٽڪ جي پوئين باب ۾ اسان پنهنجي سورمي کي ڪيلاس پربت جي گردون تاز بلنديءَ تان مدبرن ۽ سياستدانن جي ڪارنامن تي نفرت جو اظهار ڪندو ڏنو ۽ ڪشمير جي گلشن ۾ زعفراني ۽ نيلوفري نيرنگ ڏسي، بهار جي بلبل جيان بانگ ڏيندو ٻُڌو تہ "زندگي، تون بيشڪ جميل- دلپذير آهين." هي پوبون باب هن ناٽڪ جو آخرين باب ناهي. مون کي ڄاڻ ناهي تہ هن ڪان پوءِ آزاديءَ جي جنگ ۽ بين الملل سياست ڪهڙو روپ وٺندي ۽ انسانذات جو آئينده خوشحال ٿيندو يا بدحال. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ هي معرڪو معمولي ناهي. صدين کان سٿاپت ٿيل سرشتا، دين ۽ ڌرم، ويچار ۽ وهنوار دوزخ جي ديگ ۾ ڪڙهي رهيا آهن. ماڻهن جي دلين ۾ آنند مانڊ ۽ اُلجهن آهي. هر ڪو نئين ماڳ ۽ مڪان جا خواب پيو لهي. هڪڙا هلندڙ حال جي آزار کان بچڻ لاءِ ۽ ٻيا ماضيءَ کي محفوظ رکڻ لاءِ، هڪڙا ناداريءَ ۽ بي سرو سامانيءَ جي ذلت مان نڪرڻ لاءِ ۽ ٻيا مال ملڪيت ۽ اقتدار برقرار رکڻ لاءِ وڙهي رهيا آهن. ڪيئي اهڙا بہ آهن جي وچ ۾ ڪُسجي مسجي رهيا آهن. سندن حال تي جيترو ارمان ڪائجي اوترو ٿورو. قدرت کي ڇا منظور آهي ۽ ايندڙ زمانو اسان جي قسمت ۾ ڪهڙا انقلاب آڻيندو سو چوڻ ڏکيو آهي. حالت اهڙي آهي جو نڪي اسان جو روئڻ نڪي اسان جو کلڻ حالتن ۾ ڦيرو آڻي سگهي ٿو. اسان جي قومي هستي اهڙي ڪمزور آهي جو عمل جي خواهش هوندي بہ بي عمل بڻجي پيا آهيون. ممڪن آهي تہ ملٽن وانگر دل کي آٿت ڏيون تہ:

"They also serve who watch and wait."

جواهر جيُوني

پر سمنڊ جي وير چڙهندي وڃي ٿي ۽ اسان جا غوراب ڪاريءَ جي ڪنڌي تي بيڪار پيا آهن. جيڪڏهن اسين وِير کي چئون تہ جيسين اسين پنهنجا سڙهہ سانباهيون تيسين ترس تہ وير اسان لاءِ ويهي نہ رهندي. انسانذات جي حياتيءَ ۾ بہ هينئر وير چڙهي آهي. انهيءَ وِير جي وهڪري ۾ ڪروڙين انسان لڙهي ويندا. حڪومتون نابود ۽ قومون تباهہ ٿي وينديون ۽ آخرڪار زمين جي صورتحال ڦري ويندي. اسان کي ڪهڙي مجال آهي جو پيش بيني ڪريون تہ ڪاليداس جي ناٽڪ وانگر هن رچنا جو انت سکدايڪ ٿيندو. ڪاليداس آريہ ورت جي سونهري سمي جي پيداش هو. تنهنڪري سندس دماغ تي انهيءَ زماني جي جاهہ و جلال، خوشبختي ۽ بلند اقبال جو رنگ چڙهيل هو. ازانسواءِ سندس عقيدو هو تہ آدجگاد کان هلندڙ شڪتي جا منش ساگر ۾ اُڇل اٿپن ڪري ٿي سا انت ۾ اوس ستيہ جي جئہ ڪندي. اسين نڪي اهڙي زرين زماني ۾ رهون ٿا. نڪي آدي شڪتيءَ جي ستيہ ورتيءَ ۽ سگرڻ سياءَ ۾ اٽل وشواس رکون ٿا. تنهنڪري اڳڪتي ڪرڻ تہ هن جدوجهد ۽ ڪشمڪش جو نتيجو ڀلارو نڪرندو سو اسان لاءِ غير ممڪن آهي.

اسان کي پراچين رشين واري الوڪڪ ڌرم کيتر ۽ مڪتي مارگ ۾ دلچسپي ڪانهي. اسان پنهنجي تجربي مان ڏٺو آهي تہ هن اچت اڏول اٿاهہ پرڪرتيءَ جي قفس مان آزاد ٿيڻ لاءِ انساني مرغ جون ڪوششون ناڪامياب ٿين ٿيون ۽ منش کي اڪثر اٿينت دک جو مقابلو ڪندي دنيا سان الوداع ڪرڻي پوي ٿي. هن پرٿويءَ تي جڳن کان ڪيئي قومون اعليٰ تهذيب ۽ بلند اقبال جي لباڙهڻي نيست نابود ٿي ويون آهن. ممڪن آهي تہ ڪي شخص آدي شڪتيءَ ۾ اٽل وشواس رکي حياتيءَجي بدين ۽ براين تي اک پور ڪن. پر اُهي شخص جي جيون ڌارا جو وهڪرو انسان اک ۽ اُمنگ، دل ۽ دماغ سان ڏسن ٿا. تن کي منش جيوت جو سلسلو چمرو بينيءَ جي آپيرا جهڙو ڏسڻ ۾ اچي. هن قسم جي آپيرا ۾ ڪڪرن جي ڪارنهن مان سج جا ڪِرڻا نڪري مغموم دلين ۾ ذوق، شوق، کل خوشي، جيت سوڀ جو احساس پيدا ڪن ٿا پر آخرڪار هار توڙي جيت مان ساڳيو مايوسيءَ، غمگيني، نااُميديءَ جو آلاپ نڪري ٿو. مون کي خاطري آهي تہ "جواهر جيونيءَ" ۾ بہ اوهان کي اهڙي قسم جو آلاپ ٻڌڻ ۾ آيو هوندو.

مهاتما جو آدي شڪتي جي ستيہ ورتيءَ ۾ سگهڻ سياءَ ۾ درڍ وشواس آهي جنهن ڪري ڏولاوا ڏسندي، مصيبتون سهندي بہ ڌيرج ڌاري سگهي ٿو. هو آريہ ورت جي سورمن وانگر منش جامي ۾ ديوتا پرش آهي. هن جي آتما اننت جي رهسيہ، غيبت جي اسرار ڏانهن مايل آهي. هو پرارٿنا ڪري انتر جوت جاڳائي ٿو ۽ نماڻي اک کڻي نرمل هردي سان وِشو جو وهنوار ڏسي ٿو ۽ اندر ۾ هن اپار ليلا جي ڦند ۽ فريب مان مڪت ٿيڻ جا خواب لهي ٿو. سندس ويچار ۽ واڪيہ دليل ۽ عقل تي ٻڌل ناهن. اندر جي سوجهہ ۽ ٻوجهہ ڪافي اٿس پر سندس ويساهہ آڪاس وانيءَ ۾ آهي يا خاص ڪري ورت رکڻ ۽ نرجل وارڻ بعد چٽيءَ ريت ٻڌڻ ۾ اچيس ٿي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ هو عجيب انسان آهي. پراچين سمي جي رشين منين، زاهدن عابدن جو سڪون پيو لاهي. هو سمجهي ٿو تہ ”اهنسا پرمو ڌرم“ جو جاپ جپڻ سان دنيا ۾ امن امان اچي ويندو ۽ پاڻ تي سور سختيون هموار ڪرڻ سان ڌاري قوم جي حاڪمن جو ردو رجي پوندو، جنهن ڪري هو طاقت ۽ اقتدار تان آهو پلي، مظلوم قوم سان انصاف جي هلت هلندا. هو چيتي کي گانءِ ٻڌائڻ جي ڪوشش ۾ آهي. اوائل ۾ اهو فلسفہ هند واسين جي ڪمزور حالت ڏسي اختيار ڪيو هئائين يا گجرات ۾ جين ڌرم جي اثر هيٺ اچي اڻ عقيدو آندو هئائين، پر هينئر ان ۾ اٽل وشواس اٿس ۽ دنيا جي سيني ملڪن سان اهو اصول لڳائڻ ٿو گهري، هو سمجهي ٿو تہ جنگ ختم ٿيڻ بعد سڄي دنيا ۾ هنسا ۽ تشدد خلاف ڌڪار پيدا ٿيندي ۽ وڙهندڙ قومون سندس سنديش ٻڌڻ لاءِ وڏيڪ خواهان ٿينديون. اهنسا سندس زندگيءَ جو آفتاب آهي جنهن بنا جگت اوندهہ انڌڪار آهي. اسٽالن جيڪڏهن سندس فلسفہ اختيار ڪري ها تہ روس جنگ جي تباهيءَ کان بچي وڃي ها، پر ساڳئي وقت هيل تائين نہ روسي حڪومت آزاد رهي ها، نہ برٽش سلطنت سلامت.

مهاتما جي منورتي ويهين صديءَ جي حالات سان نهڪي ايندڙ ناهي. هو ڪنهن پراچين نيتي ۽ وهنوار جا سپنا پيو لهي. وس پڄيس تہ ڪارخانا، ريلون، جهاز، ومان، سروديسڪ واپار، وڏي پيماني تي هنر وغيره عيوض چرخي، جنڊ، نولهي نڪر، روٽي لوٽي لنگوٽيءَ، ٻئل گاڏيءَ ۽ گڏهہ گهوڙي جي سواريءَ وارو دؤر نئين سر جاري ڪري، ممڪن آهي چرخي هلائڻ سان

آنو ڏيڍ روزاني اُپت وڌائي سگهجي. اهو بہ ممڪن آهي تہ ڏاري حڪومت جي سايي هيٺ هاريءَ لاءِ آنو ڏيڍ وڌيڪ اُپت غنيمت شمارجي، پر فلسفہ جو انسان ذات کي اهڙي ڪنگاليٽي ۽ ڪشالي واري حياتيءَ کي آدرشي سمجهي ٿو. تنهن مان انسان ذات کي دائمي لاڀ ملڻ محال آهي. غيرممڪن آهي تہ ماڻهو اهڙي حياتيءَ تي راضي رهي سگهن. ناداريءَ ۽ مفلسيءَ مان نڪرڻ لاءِ انسان ذات جا سائنس ۽ علم، هنر ۽ حرفت ذريعي ترقي ڪئي آهي تنهن جو فائدو نہ وٺڻ عظيم گناهہ آهي. شاهوڪار شاهي ۽ وڏنڊڙ بيڪاري. قومن جي وچ ۾ جنگ ۽ پنتي پيل قومن جي پورهئي مان حاڪم قومن کي مالامال ڪرڻ وارو سرشتو برابر نقصانڪار آهي. ان کي اُلٽ پلٽ ڪري ان عيوض ڪو بهتر سرشتو جو نياءَ ۽ انصاف تي ٻڌل هجي، سو جاري ڪرڻ هرڪنهن روشن دماغ انسان جو فرض آهي. پر اهو ياد رکڻ گهرجي تہ مهاتما وارو فلسفو جو گهڻو پورهيو ٿوري اُپت، دائمي اڻ هوند ۽ پيٽ پورائي تائين محدود آهي، سو هن زماني ۾ رهندڙ ماڻهن کي هرگز پسند نہ پوندو. مهاتما کي پنهنجي عقيدي ۾ اٽل وشواس آهي. قلبي اخلاص ۽ سچائيءَ جي بہ وٽس ڪمي ڪانهي. پر سچائي ۽ وشواس هڪ ڳالهہ آهي ۽ صحيح هجڻ ٻي ڳالهہ. ممڪن آهي تہ ماڻهو سچائيءَ سان ڪنهن عقيدي ۾ ايمان آڻي ۽ اهو عقيدو غير صحيح هجي. دنيا ۾ صدين کان ڪيئي نرالن عقيدن وارا ماڻهو ٿي گذريا آهن. ڪن جو تہ پنهنجي عقيدي ۾ ايڏو ايمان هو جو ان لاءِ شهادت ۽ سُور سختيون برسر ڪرڻ لاءِ تيار هئا. پر ڪير چئي سگهندو تہ اهي صادق، سچار، ايمان ۽ عقيدي وارا ماڻهو هرحال ت ۾ صحيح هئا. البت سچائي ۽ صدق ۾ قوت آهي. اهي چڱا گڻ آهن. جنهن شخص ۾ اهي گُڻ واسو ڪن ٿا سو ٻين تي چڱو اثر جمائي سگهي ٿو. مهاتما بہ ٻين تي انهيءَ ڪري اثر جمائي سگهيو آهي. گذريل ويهن ورهين جي سياسي ۽ اقتصادي ۽ سماجڪ حالتن بہ هن کي چڱي هٿي ڏني آهي. هينئر هندوستان ۾ سندس مَٽ ڪونهي. ڏسجي ٿو تہ جيسين سندس سڀورو وجود سلامت آهي تيسين ٻيا ليڊر يا خيال يا آدرش اُپڙي نہ سگهندا.

ائين چوڻ غلط ٿيندو تہ هند واسين جو گهڻو تعداد مهاتما جي خيالن يا نيتيءَ سان شامل راءِ آهي. جيڪي شخص سياسي معاملن تي غور ڪري

سگهن ٿا. سياسي ۽ سماجڪ فهم رکن ٿا. سي بہ گهڻي انداز ۾ مهاتما سان هم خيال ناهن. مهاتما جي موجوده طاقت جا ڪارڻ گهڻي ئي آهن. هڪ تہ منجهس ذاتي مٺيا آهي جا خاص ڪري سچائيءَ، سادگيءَ، صداقت جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ سبب هند واسين جي ڏرمي رڳ ڇڪي ٿي. جنهنڪري هو ڪيس جذبي ۽ اُمنگ جي پاوَ سان ڏسن ٿا. ٻيو تہ ويهہ ورهيہ ڪانگريس جو هرتا ڪرتا ٿي رهڻ سبب خاص سياسي اهميت ۽ درجو نصيب ٿيو اٿس جو ٻئي ڪنهن بہ ليڊر کي ناهي. ٽيون تہ مهاتما کي هزارين شخصي پوئلڳ آهن جي بنا سوال جواب سندس حڪم بجا آڻڻ لاءِ تيار آهن. چوٿون تہ برٽش حڪومت انقلابين جي پيٽ ۾ مهاتما کي گهٽ خطرناڪ سمجهي هن خلاف اُهي قدم کڻڻ کان پي هچڪي آهي جي گرم خيال وارن خلاف وقت بوقت پئي کنيا اٿس. اهي ۽ ڪي ٻيا سبب آهن جنهن ڪري مهاتما جي پيٽ ۾ ٻيو ڪو ليڊر اُسري نہ سگهيو آهي. ائين برابر آهي تہ مهاتما جو هن ملڪ تي ايڏو ڏاڪو ناهي جو سڄو ملڪ سندس نيتي ۽ آدرش اختيار ڪري پر ساڳئي قوت اها حقيقت آهي تہ ڪابہ اهڙي نيتي ۽ آدرش جن تي مهاتما جي آسيس ناهي سي سندس موجودگيءَ سبب اُسري نہ سگهيا آهن.

هن ڪتاب پڙهندي اوهان ڏٺو هوندو تہ جواهر لال مهاتما جي خيالن سان شامل راءِ ناهي. ٽپي ٽپي تي هو مهاتما جي ويچار ۽ وهنوار، نيتي ۽ آدرش تي سخت نڪتہ چيني ڪري ٿو. هو مهاتما کي سمجهڻ ۽ سندس هلت کي ساراهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ سندس فائدي ۾ دليل ڳولڻ جي چنتا ۾ آهي، تنهن هوندي بہ سندس رويڪ ۽ هوش، ضمير ۽ دماغ ان خلاف بي اختيار دانهن ڪن ٿا. اوائلي جوانيءَ کان وٺي هو مهاتما جي سنگ ۾ آيو آهي جنهن ڪري ساڻس شخصي محبت ٻجهي ويئي اٿس. شايد اهو بہ خيال اٿس تہ انت ڪال سمي سندس پيءُ سندس ٻانهن مهاتما کي سپرد ڪري ويو آهي، جنهنڪري نرالو ڍنگ ۽ پيچرو اختيار ڪرڻ روا ناهي. ازانسواءِ جواهر جي زندگي ڪانگريس سان اهڙي جُڙيل آهي جو ان کان الڳ ٿيڻ اڻ سياويڪ پيو لڳيس. جيڏي مهل انهن لڳ لاڳاپن جو خيال ٿو ڪري تہ پنهنجي ڪمزوريءَ تي ارمان ٿو ٿئيس، پر پنهنجي رفيقن ۽ ڪانگريس جي خوبين کي دهرائي پاڻ پرچائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري اهو

بہ صاف آهي تہ هو پاڻ کي عاجز ٿو سمجهي. ڏسي ٿو تہ خامين هوندي بہ ڪانگريسين جهڙا سروبچ رفيق ملڻ محال آهن ۽ مهاتما جي موجودگيءَ ۾ هن جي آسيس بنا ڪامياب ٿيڻ مشڪل آهي. سندس دلي مراد آهي تہ مهاتما ۽ سندس پوئلڳن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، پر پوءِ تيئن پوءِ آزمودي مان ڏٺو اٿس تہ مهاتما کي پنهنجي اٽل ارادي تان هٽائڻ ۽ نَون خيالن جو حامي بڻائڻ غيرممڪن آهي. هو ڄاڻي ٿو تہ نين حالتن مطابق پنهنجي ويچار وهنوار کي نٿا هي بيهارڻ جي شڪتي مهاتما مان نڪري وئي آهي ۽ سندس پوئلڳ رڍ وارو پيچرو ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن. انهيءَ ۾ هنن جو ڏوهہ ناهي، ڇاڪاڻ تہ اوائل کان هنن کي پنهنجي پير تي بيهڻ، ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ، آزاد نموني مغز هلائڻ جي تربيت نہ ملي آهي. هو سروبچ سپاهي آهن. قوم کي اهڙن سپاهين جي ضرورت آهي. اهڙا سپاهي جنهن سالار جا پيرو ٿيندا تنهن جي طاقت اوس وڌندي. هندوستان هڪ غير منظم ملڪ آهي. هتي جا ماڻهو جوارو اٽو آهن. ڪانگريس ئي هڪڙي سنستا آهي جنهن ۾ ڪنهن قسم جو انتظام آهي ۽ جنهن جا ميمبر ليڊر جي سڏ تي سر تريءَ تي کڻي سُور سختيون سهڻ لاءِ تيار آهن. اهڙي سنستا ۽ اهڙي ليڊر جي طاقت گهٽائڻ قوم کي ڪمزور ڪرڻ برابر آهي، اسين غلام ۽ ڪمزور آهيون. اسان جا حاڪم طاقتور ۽ حريف آهن. هنن سان مقابلو ڪرڻ آسان ناهي. مقابلي لاءِ کپي طاقت. جا ٿوري انداز ۾ ڪانگريس ۽ مهاتما وٽ آهي. ممڪن آهي تہ مهاتما انهيءَ طاقت کي درست نموني ڪم نٿو آڻي ۽ نڪي ان مان پورو فائدو ٿو وٺي. ساڻس اختلاف ٿي سگهي ٿو. سوال آهي تہ انهيءَ اختلاف سبب انهيءَ طاقت کي ڀڃڻ يا ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي يا نہ؟ جواهر لال هيل تائين انهيءَ خيال جو رهيو آهي تہ اها طاقت ڀڃڻ سياسي نقط نگاهہ کان غلطي ٿيندي. اهوئي سبب آهي جو اختلافن هوندي بہ هو مهاتما ۽ ڪانگريس سان پٺي هليو آهي.

هن ڪتاب لکڻ کان پوءِ جواهر لال تيرهن مهينا ۽ ڪي ڏينهن جيل ۾ رهيو آهي. جيڪڏهن ڇئجي تہ جيل سندس گهر آهي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. هونئن بہ آزاد انسان لاءِ هندوستان هڪ بنديخانو آهي. عام ماڻهن کي ان جو احساس ڪونهي، پر جواهر لال جي قلب ۾ اها اُگري حقيقت ڇپي وئي آهي.

سرڪار تازو جيل مان ٻاهر ڪڍيو اٿس پر جيسين هندوستان پراڌين آهي تيسين جواهر لال جيل اندر خواه ٻاهر پاڻ کي آزاد نـ سمجهندو. هن کي هن ديس جي جهوري لڳل آهي. حياتيءَ جو وڏو ديس شيوا ۾ لڳايو اٿس ۽ باقيت بہ ان ۾ صرف ڪندو. جواهر لال جي ديس ڀڳتي، خودغرض ۽ تنگدل قومپرستيءَ تي ٻڌل ناهي. هن کي هند واسين جي افعالن ۽ عادتن لاءِ عزت ناهي. هو نڪي پراچين سڀيتا تي موهت آهي، نڪي ورتمان وهنوار مان راضي. وس پڄيس تہ هن ڪنگال، جاهل، ڪمزور، غلام ملڪ کي هندي سمنڊ جي تري ۾ داخل ڪري، ڪو دل گهريو وطن پيدا ڪري. هتي جون حالتون ۽ ماڻهن جي روش ڏسي، ڪڏهن ڪاوڙ لڳيس ٿي تہ ڪڏهن ارمان ٿئيس ٿو. پر ساڳئي وقت اندر ۾ آس ۽ اُميد جي لاٽ ٻريس ٿي جا رات جي اوندهہ ۾ پريات جي جهلڪ وانگر سندس خيالن ۽ جذبن کي رنگين ۽ معطر بڻائي ٿي. جواهر لال رڳو وطن دوست ناهي پر بني بشر جو خير خواه، انسان ذات جو گهڻ گهرو آهي. سڄي حياتي انسان ذات جي بهبوديءَ ۽ بهتريءَ جا سپنا لڌا اٿس ۽ انهن سونهري سپنن کي عملي صورت ڏيڻ لاءِ جفاڪشي ڪئي اٿس. جواهر لال جا ويچار ۽ اُديش، آدرش ۽ اُمنگ ويهين صديءَ جي روشن فڪر انسانن جي دماغ جي ايجاد آهن. نئين دنيا ۽ نئون سماج، نئون سرشتو ۽ نئون وهنوار پيدا ڪرڻ لاءِ اعليٰ هستيون ۽ زبردست شڪتيون ڪم ڪري رهيون آهن. جواهر لال جي خوبي انهيءَ ۾ آهي جو هو نـ رڳو انهن خيالن کي مڃي ٿو پر انهن خيالن کي زور ونرائڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجو تن من ڌن ارپڻ ڪري ٿو. هن جو جياپو انهن خيالن ۽ آدرشن تي آهي. اهي آدرش ڪيس اعليٰ بڻائين ٿا ۽ پاڻ اهڙن آدرشن جي شيوا ڪري انهن جو قدر وڌائي ٿو.

جواهر لال جڏهن جيل ۾ هو تڏهن جرمنيءَ بنا چتاءُ جي روس تي حملو ڪيو. بولشيوڪي انقلاب جي شروعات کان وٺي روس کي ڪاهہ جو خطرو پئي رهيو آهي ۽ ان خلاف سانباها پئي ڪيا اٿس. اول کان آخر تائين اسٽالن سُيم رکيا جي نيتي اختيار ڪري، پاڙيسرين خواه ٻين سان سلوڪ قائم رکڻ لاءِ پاڻ پئي پتوڙيو آهي. هٽلر ۽ مسوليني، چرچل ۽ روز ويلٽ وانگر اسٽالين لنبيون تقريرون ڪري نـ ڄاڻي: نڪي لوڪ شاهيءَ ۽ نادر

شاهيءَ جي فائدي ۾ وعظ ڪري، لباڙ هڻي، لوڪن کي گمراهه ڪرڻ ۾ ايمان اٿس. هو تور ڳالهائو شخص آهي، پر سندس سرد خاموش واري جميل برف جي تهن هينان لافاني آتش جا پڇرندڙ ڪورا آهن. جي اڻ گس عمل آهي، محڪم ارادي، لازوال عقيدي، حيرت انگيز جانفشانيءَ جي صورت ۾ نڪري نروار ٿين ٿا. استاليني آتش گجگوڙ ڪري اُلا ڪڍي، آسمان ۽ زمين دونهين جي چادر ۾ ڍڪي نٿي چڏي، پر اندران ئي زمين جي آنڊن ۾ گهڙي، زلزلا ۽ يونڪنپ پيدا ڪري، دنيا جي شڪل ڦيرائي ٿي ڇڏي. گذريل ويهارو ورهين ۾ روس خلاف جا مخالفت ۽ فتنا انگيزي ٿي آهي ۽ سامراج جي راهه ۾ جي مشڪلاتون ۽ رنڊڪون وڌيون ويون آهن ۽ انهن خلاف جا روسين دليري، جفاڪشي ۽ قرباني ڪئي آهي، سا دنيا جي تواريخ ۾ بينظير باب آهي. روسي انقلاب جي عمارت لکين پورهيتن جي اَٽڪ ۽ اَورچ محنت جو نتيجو آهي. سندن خشڪ هڏن مان ان عمارت جون سِرون نهيون آهن ۽ سندن گوشت ۽ رت مان گارو ۽ چُن. اڄ هٽلر جي حملي انهيءَ عمارت کي تف ۽ تاراج ڪيو آهي. لکين پورهيت وطن جي سڳوري خاڪ ۽ ساميواد جي اُتم آدرش خاطر جنگ جي ميدان ۾ مري چڪا آهن. جت وسندڙ شهر ۽ ڪارخانا هئا ات هينئر شمشان يوم آهي، جت ڪڻڪن جا فصل، ميون جا باغ، سرسبز ماڙيون ۽ نوخيز آباديون هيون، ات هينئر قبرستان آهي. يورپ جي بين ملڪن بہ جنگ جو ڀيانڪر روپ ڏٺو آهي، پر جا جان ۽ مال جي قرباني روس ڪئي آهي تنهن دنيا جو عقل چرخ ڪري ڇڏيو آهي. هو ماڻهن وانگر نہ وڙهيا آهن، پر ديون وانگر. هٽلر روس جو ملڪ تباهه ڪرڻ ۾ بيشڪ ڪامياب ٿيو آهي پر روسي روح جنهن پرهه ڦٽيءَ جي سورج جي جهلڪ ڏٺي آهي ۽ نئين دنيا جا نہ رڳو سپنا لڌا آهن پر انهن سپنن کي عملي صورت ۾ ظاهر ٿيندو ڏٺو آهي، سو دبجي نہ ويندو. جيڪڏهن هن جڳت جي وچتر رچنا پنيان ڪا شڪتي آهي، جيڪڏهن انساني اُمنگ ۽ اُچلون پاڻيءَ جي مٿاڇري تي بد بدا ۽ سماجڪ تحريڪون ۽ انقلاب بيابان تي واچوڙي جيان بي بقا جوش ۽ جنبش ناهن، تہ روس جي قرباني ۽ صداقت، محنت ۽ جفاڪشي ضرور ڪو دائمي اثر پيدا ڪندي!

جواهر لال روس جو گهڻ گهرو ۽ ساميواد جو طرفدار آهي. هو ڏسي ٿو

تہ هڪ طرف هٽلر، مسوليني، توجو دنيا تي ڌاڪو ڄمائڻ لاءِ وڙهي رهيا آهن، تہ ٻئي طرف اسٽالن ۽ چيانگ ڪائي شيڪ پنهنجي هستي قائم رکڻ لاءِ پنهنجو بچاءُ ڪري رهيا آهن. افسوس جو هيءُ جنگ رڳو ظالم ۽ مظلوم وچ ۾ ناهي. انگلنڊ ۽ آمريڪا کي مظلوم ۽ ٻي ڌوهي ٺهرائڻ واجب ناهي. انگلنڊ اسان جي ملڪ سان جا روش هليو آهي تنهن ماڻهن جي دل ۾ ڪٽ وجهي ڇڏيو آهي، جنهنڪري روس ۽ چين سان همدرد هوندي بہ هو انگريز کي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. جيسين انگريزن هندوستان جي سياسي آزادي تسليم نہ ڪئي آهي، تيسين هن جنگ ۾ هند واسين وٽان اخلاقي همدردي ۽ مدد ملڻ محال اٿن. جواهر لال خواهان آهي تہ هن جنگ ۾ اتحادين جي سوڀ ٿئي، ڇاڪاڻ تہ تارازيءَ جا ٻئي پُڙ جاچڻ بعد ڏسي ٿو تہ انگلنڊ ۽ آمريڪا ۾ اڪيچار شخص آهن جي شاهوڪار شاهي ۽ سلطنت شاهيءَ جا دشمن آهن. هو چاهين ٿا تہ دنيا اندر نئون نظام جاري ڪري بين الاقوامي اتحاد جي پيڙهہ ٻڌجي. جواهر لال روسي حڪومت تي ڪيئي دفعا نڪتہ چيني ڪئي آهي ۽ اتي جي حاڪمن جي دٻاءَ واري نيتي ۽ تقرير تحرير تي بندش کي ننديو آهي، پر ساڳئي وقت روس ۾ جي حيرت انگيز سڌارا ٿيا آهن تن جي ڪليءَ دل سان ساراهہ ڪئي اٿس. وس پڄيس تہ پاڻ اهي سڌارا هن ملڪ ۾ آڻي. هو چاهي ٿو تہ روس ۽ چين کي مدد ڪجي. اها مدد ڪيئن ڪجي سو مشڪل سوال آهي. هندوستان غلام ملڪ آهي. هند واسين جو اوائلي فرض پنهنجي وطن ڏانهن آهي. وطن سان وفاداري ۽ قومي آزاديءَ لاءِ محبت انگريز کي مدد ڪرڻ کان روڪي ٿي. روس ۽ چين هينئر انگريز سان ٻَڌُ آهن. اهوئي سبب آهي جو جواهر لال ڪانگريس واري اسهڪاري نيتيءَ جي پٺڀرائي ڪري ٿو.

هينئر تہ جپان بہ جنگ ۾ گهڙيو آهي. برما تي هوائي حملا شروع ٿي ويا آهن. اسين اڳ تماشبين هئاسون پر هينئر بمباريءَ ۽ مشين گن جو خطرو اٿئون. اوير ۾ جنگ اسان جي ٻُنيي وٽ اچي بيني آهي. ممڪن آهي تہ 1942ع ۾ اسان جي اولهہ واري سرحد بہ ان کان سلامت نہ رهي. اسان جي حالت بلڪل افسوسناڪ آهي. جي ٿا وڙهون تہ اهو وڙهڻ اسان جي حاڪمن جي حاڪمي برقرار رکڻ لاءِ ٿيندو ۽ اسين جهڙا غلام ۽ پراڌين

آهيون اهڙا رهجي ويندا سون. اسان مٿان هڪڙا حاڪم ويٺا آهن. ٻيا انهن کي لوڏي پاڻ حاڪم بنجڻ گهرن ٿا. اسان جا هرحال مُنهن ڪارا! جيڪڏهن نٿا وڙهون تہ ٻي گناهہ جُهڳو ٿو جهڻ ٿئي. بم گولا ايڪڙ ٻيڪڙ انگريز مٿان ڪونہ ڪِرندا. اسان جي ماڻهن کي شڪارُ ٿيڻو پوندو. هتي سوال انهن جو ناهي جي حڪومت جا طرفدار آهن. هو اڳيئي انگريز کي مدد ڪري رهيا آهن. هنن اڳيان آزادي ۽ قوم پرستي، ساميواد ۽ انترراشٽريہ سهڪار جا مشڪل مسئلا ناهن. ڪهڙو بہ حاڪم هجي تہ ان لاءِ سندرو ٻڌي ٻيهندا. ڪجي سو ڪجي ڇا؟ هڪ طرف انگريزاِت هٽي بيٺو آهي. سلطنت تان آسرو پلڻ نٿو پُڄيس. ٻئي طرف مهاتما "اهنسا پرمو ڌرم" جو جاپ جپي، هلندڙ خونريزيءَ تي اک پور ڪري، جنگ جي آخر ۾ "اهنسا کي جئي" جي ڏُني ٻڌي رهيو آهي. لکين ماڻهن جي موت ۽ ڪيئي قومن جا تباهيءَ بعد ويران قبرستان مان نڪرندڙ "اهنسا کي جئي" مان ڪهڙو آٿت ملندس ۽ ان مان دنيا کي ڪهڙو فيض رَسندو سو مهاتما پاڻ ڄاڻي. حال في الحال هو هماليہ جبل وانگر اڏول ٿيو بيٺو آهي ۽ جنگ جي زماني ۾ اهنسڪ اُديش جي پرچار لاءِ جا تقريري ۽ تحريري آزادي کپي، ان لاءِ شخصي ستياگرهہ جو ملمعو رچي ويٺو آهي. جواهر لال ۽ ٻيا ڪانگريسي مهاتما سان شامل راءِ ناهن، پر نرالي منورتي هوندي بہ موجوده حالتن ۾ اسهڪار بنا ٻي واٽ نٿي ليين. اسيمبليءَ ۾ وڃي ٻيخي هٽڻ سان هي مشڪل مسئلو حل ٿي نٿو سگهي. ممڪن آهي تہ قومي تحريڪ کي نئين سر جاڳائڻ سان سرڪار کي تنگ ڪري سگهجي ۽ هو هن آپدا وقت مقابلو ڪرڻ ڪان مُڙي وڃن ۽ ڪنهن ناهہ تي اچڻ پسند ڪن، پر مهاتما جا اهنسڪ اصول مخالف کي مشڪلات جي وقت تنگ ڪرڻ خلاف آهن، جنهنڪري قومي تحريڪ جو وهڪرو بيهي ويو آهي، ۽ خطري جي زماني ۾ اسين هٿ ٻڌي ويٺا جنگ جو تماشو ڏسون.

هي تماشو ڪهڙو نہ عجيب آهي! اسين تہ ريڊيو دوران ڪڙڪيدار تقريرون ٻيا ٻُڌون ۽ ڪلاڪ اڌ لينن‌گراڊ ۽ ماسڪو تي ڪاهہ نسبت يٽ شٽ هٽي، پرنس آف ويلس ۽ رنائون جي سرن درياهہ تيڻ تي بحث ڪري، هونو لولو ۽ هاوائي ۽ منيلا تي بمباريءَ جا بيان پڙهي بسترن داخل وڃيو

تيون. هيءَ جنگ هند واسين لاءِ چندر ڪانتا جو ناول ٿي پئي آهي، جنهن جو هر هڪ باب پڙهندي انومان پيا اٿن تہ ٻئي باب ۾ عيار ڪهڙيون حرفتون هلائيندا ۽ آڪاڻيءَ جو سلسلو اولهہ وهندو يا اوڀر. سچ پڇو تہ هڪ صدي امن امان ۾ رهڻ سبب اسان مان جنگ جو حقيقي احساس نڪري ويو آهي. هتي جا ماڻهو چؤپڙ جي راند ۽ قطب شاهہ تي ملاکڙي ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺن ٿا. البت بازار ۾ جڏهن اٽو، چانور، ڪپڙو مهانگو ٿو ملين تہ ڪرڪن ٿا ۽ شاهوڪار تي چوهہ چنبي سور پي وجن ٿا. شهر جي رستن تان ملٽري لاريون پيون لنگهن، ڪڏهن هلڪا ٽئنڪ ڌڌڙ جو طوفان اُٿاري سؤ پيريءَ وانگر پيا سِرن، ۽ بمبار هوائي ميدان تي لهڻ کان اڳ سرڻ وانگر گهرن مٿان لامارا ڏئي، چوڪرن کي ٻاهر نڪري اچڻ ۽ هو هو ڪرڻ جي دعوت پيا ڏين. اخبارون بہ اڳ کان وڌيڪ ٽيون نيڪال ٿين. مرچو مل ۽ عارب نانوائي جي دڪان تي جي چهرا ۽ سوادي گفتا نڪرن ٿا، پيشين گويون ٿين ٽيون، جنگيون کٽجن ۽ هارائجن ٽيون، تن جو وچور سان بيان ڪرڻ جي قلم کي طاقت ناهي. عام ماڻهو اڪثر فاتح جا طرفدار ٿيندا آهن. روس جيڪڏهن سمولينسڪ ۾ هارايو ۽ يوڪرين جرمن قبضي ۾ آندي، تہ چوندا تہ روس خدا کان منڪر ٿيو آهي تنهنڪري شڪست نصيب ٿي اٿس. ٻُڌڻ ۾ ٿو اچي تہ هڪ منڊليءَ ۾ ڪلجڳي اوتار پنهنجي گوبين کي هر روز اهو اپديش پيو ڏي تہ هٽلر کي جنگ کٽڻ بعد وئراڳ اچي ويندو سو پنهنجي ڪئي تي پشيماني ظاهر ڪرڻ لاءِ انهيءَ اوتار جي چرنن ۾ اچي سيس نمائيندو ۽ دنيا جي واڳ ان جي سپرد ڪري پاڻ سنياس ڌارڻ ڪندو. مطلب تہ ڪوپريءَ ڪوپريءَ گت نياري آهي. هن مان ثابت آهي تہ هتي جا ماڻهو جنگ کي اصلي صورت ۾ ڏسي نٿا سگهن.

شايد غلاميءَ جي طوق ۾ بہ ڪا چڱائي آهي. بار کڻي غلام جي پٺ جو ڪُٻ نڪري اچي ٿو پر خيال ڪرڻ جي جوابداري حاڪم تي هئڻ سبب غلام جي دماغي حالت ٻالڪ جهڙي رهجي ويجي ٿي. سچ پڇو تہ آزاديءَ جو ملهہ مهانگو آهي. اسان وٽ گهڻا اهڙا آهن جي يورپ جي قومن وانگر هر ٻيهن ورهين جي عرصي ۾ پنهنجا ساماڻل پٽ ڪسجڻ لاءِ ڪڍي ڏين، شهر ڪا رخانا، گهر زمين دوز ٿيندا ڏسي همت نہ هارن، يا روسين وانگر بارود

جون سرنگهون هٽي تيلي لڳائي گهر گهاٽ، شهر ڳوٺ نابود ڪري لکين ماڻهن کي سخت سياري جي موتمار ٿڌ ۾ دربدر خاڪ بسر ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪن. انهيءَ ڪان جو دشمن سوپ پائي قوم کي غلام بڻائي. هتي جا ماڻهو من- چت- واد تي لنبا اپديش ڏئي روحانيت جي لباڙ هڻن ٿا ۽ فخر سان چون ٿا تہ هندوستان ڌرم کنڊ آهي جتي فرنگين جي جڙواد ۽ مادي پرستيءَ کي جڳهہ ناهي. سچ پڇو تہ جڙواد جو فرنگين کي ڪنهن آدرش لاءِ هن قسم جي جان مال قربان ڪرڻ جي سکيا ڏي، سو هند واسين جي زباني آتم واد کان گهڻو اوچو آهي. ڪنهن بہ خيال يا عقيدي جي پرک لنبي وياکاڻ ڪرڻ ۾ ناهي. سچائيءَ جي ڪسوٽي عمل آهي ۽ عمل ۾ يورپ اسان کان برک آهي. ڪرشن هند واسين کي گيتا ۾ ڪرم جو گيان ڏنو پر هند واسين انهيءَ امولڪ وچن کي مروٽي، تياڳ ۽ وئراڳ جون معنائون ڪيون، لوڪن کي گمراهہ ڪيو ۽ جيوت جي وهنوار ۾ ان تي عمل ڪرڻ عيوض مرٽينگ جي اڻ ٻڌندڙ ڪن ۾ ڦوڪڻ لاءِ پاسيرو ڪري رکيو. هينئر ٿي ڪٽي ڏسو. اولهہ اوڀر ۾ شهر چٽ تي رهيا آهن ۽ لکن جي تعداد ۾ جوان پيا ڪُسجن. انهن جوانن کي اسان وانگر مائر ڀينر آهن. گهرن ۾ رودن آهي. ٻڍيون زالون پنهنجي پٽن لاءِ ڀينر پنهنجي ڀائرن لاءِ در جي چوڙٽ تي بيهي تارا تڪي رهيون آهن. مٿان بم بار بم وسائين ٿا ۽ جايون ڪاغذي رانديڪن وانگر ڪِرڻ ۽ سڙڻ لڳن ٿيون. سخت سيارو آهي. فوٽ ڏيڍ فوٽ برف پٽ تي پيئي آهي. نڪو اوچڻ نڪو اجهو. شايد ٻن ٽن ڏينهن کان خشڪ نان بہ نصيب نہ ٿيو اٿن. سرحد تي گوڙ گهمسان آهي. آسمان مان آتشي بم پيا وسن، زمين تي دونهين جي ڪڪر ٻنيان فولادي اجگر پيا چرن، جن جي وات مان منٽ منٽ ۾ سوين گوليون پيون نڪرن، ۽ توپ جا گولا ڌرتيءَ جي اُرهہ چيري منجهس زخم ۽ گهاءَ پيا ڪن. هن دوزخ اڳيان ويچارو انسان ڪهڙي وٽ آهي! سون هزارن جي تعداد ۾ جيڪي جيئرا جاڳندا جوان هئا ۽ جن جي دل ۾ هزارين نوخيز تمنائون ۽ اُمنگ موجزن هئا، سي اک ڇنڀ ۾ معدم ٿين ٿا. گذريل ڇهن مهينن ۾ رُڳو روسي سرحد تي اٽڪل منو ڪروڙ ماڻهو زخميا ۽ مئا آهن. اهي حقيقتون آهن. اڻ وٽندڙ اگريون حقيقتون آهن. پر اسين اکيون پوري هٿ ٻڌي انهيءَ ڏينهن لاءِ ترسي

وينا آهيون، جڏهن جنگ جو طوفان هتي ويندو ۽ صلح جي مُرلي وڄڻ لڳندي انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ اهڙو ڏينهن ضرور ايندو جيترو جلد اچي اوترو چڱو. پر انهيءَ وقت جو امن امان ۽ اهنسا جو آواز بلند ٿيندو سو نڪي مهاتما جي اپديش سبب، نڪي سندس فلسفہ صحيح هئڻ سبب. جيڪڏهن ڏينهن جو سخت پورهيو ڪرڻ بعد رات جو سَنڌ سَنڌ ۾ سور ٿي پوي ۽ بت جي نَس نَس مان سمهڻ ۽ آرام ڪرڻ جي رڙ نڪري، تہ ڪير چوندو تہ انسان سمهڻ لاءِ پيدا ٿيو آهي، ۽ نہ پورهئي ڪرڻ لاءِ. ڪنهن بہ سڌانت جي پرک عمل مان، پوڻ گهرجي. مهاتما جيڪڏهن "اهنسا پرمو ڌرم" جو سڌانت آدي ۽ اٽل سمجهي ٿو تہ انهيءَ وسيلي هيءَ جنگ بند ڪري ڏيکاري!

اسين اهڙي سمي ۾ پيدا ٿيا آهيون جنهن ۾ پرڪرتي وڏا انقلاب آڻڻ تي گهري اهي انقلاب منش جاتيءَ جي ان تي جا واهڻ ٻَڌبا يا نہ، سو خاطريءَ سان چوڻ مشڪل آهي. وڪاس- واد وارو دائمي اُنتيءَ جو اصول عقل خلاف آهي. جيڪڏهن ڪو شخص چوي تہ مان اڳتي وڌندو وڃان ٿو تہ ضرور ان کان پُڇبو تہ ڪيڏانهن وڌندو ٿو وڃين؟ هن کي ضرور ڪو ماڳ، ڪو مقصد هوندو، جنهن ڏي وڌڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ جنهن کان پوءِ وڌيڪ وڌي نہ سگهندو. اهوئي سبب آهي جو پراچين رشين منش جاتيءَ جو جيون يگين ۾ ورهائي، آخرڪار پرلئہ وسيلي قصو سميٽڻ جي ڪوشش ڪئي. هي اُنتيءَ جو اصول نئون، خام، ناقص اصول آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ هرڪنهن سمي نئين سڀيتا جو سلو اُپري ٿو جنهن ۾ ڪي گُڻ ۽ وصفون نڪري نروار ٿين ٿا. ڪجهہ وقت بعد ان جي نشوونما جو دؤر ڏڪاڻجڻ لڳي ٿو ۽ آهستي آهستي اهي گڻ ۽ خاصيتون بدلجي اوگڻ ۽ بُرايون ٿي پون ٿا. اهڙي وقت ماڻهن جي من ۾ بي آرامي ۽ ناراضپو اُٿين ٿئي ٿو ۽ هو نئين سر ڪنهن نئين سڀيتا، نئين سرشتي، نئين ماندان اڏڻ جا خواب لهڻ لڳن ٿا. سچ پڇو تہ هرڪنهن تهذيب، اخلاق، سڀيتا کي بالڪپڻ، جواني، ٻڍاپو آهي. هن پرتويءَ ڪيئي اهڙا کيل ڏٺا آهن. انت ڇاهي، تنهن جي ڪنهن کي ڄاڻ ناهي. شايد انت آهي ئي ڪانہ. گول چڪر پيو ڦري. جدا حالتن جي نرالي نموني ميلاپ ٿيڻ سبب نواڻ پئي ڏسجي. تنهن جي معنيٰ حياتيءَ

جو مول مقصد آهي وهڪرو. منهنجي لکڻ جو مقصد آهي تہ مقصد آهي ئي ڪونہ. نڪي هنسا نڪي اهنسا، نڪي مڪتي نڪي يڪتي منش جيون جو مقصد آهي. جيون پنهنجو مقصد پاڻ آهي. افسوس، هن وقت جڏهن جيون لهر زور سان وهي رهي آهي تڏهن اسين موتر ۾ مردود ٿي پيا آهيون ۽ غلط عقيدي جي اثر هيٺ اچي، چرڻ پُرڻ کان نابري واري ويٺا آهيون. اسان جي انهيءَ هلت سبب جگت جون طوفاني شڪتيون بيهي ڪونہ ويندين. ارمان فقط انهيءَ تي آهي تہ حياتيءَ جو هڪ لاثاني موقعو هٿان ٿو وڃي!

هي ڪتاب حال في الحال هتي ختم ٿو ڪريان. ڪڏهن تہ ريچڪ اچڻ سان اوپارن لهوارن خيالن جي لهر ۾ لڙهندو پيو وڃجي ۽ هڪ هنڌ بيهڻ مشڪل ٿيو پوي، پر ڪڏهن تہ هفتن جا هفتا قلم هلڻ ۽ هٿ چرڻ کان نابري واريو وهي. سچ پچو تہ هن ڪتاب سماپت ڪندي خوشي ۽ رنج ٻئي ٿين ٿا. خوشيءَ انهيءَ ڪري ٿئي ٿي جو هيڏو ڪتاب بنا تڪليف لکي ويو آهيان ۽ رنج انهيءَ ڪري جو هن کان پوءِ جواهر لال جهڙي وڻندڙ شخص جي وندرائيندڙ خيالات سان رهاڻ ڪرڻ جو موقعو گهٽ ملندم. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ مون ۾ عيب ۽ اوڻايون اڪيچار آهن. انهن جو اثر ضرور هنن ورقن ۾ رهجي ويو هوندو. جيڪڏهن هن گرنٿ ۾ ڪي خوبيون آهن تہ جواهر لال جون ۽ خاميون آهن تہ منهنجون. پنهنجي خامين لاءِ معافي طلب آهيان ۽ خوبين لاءِ جواهر لال جو ٿورائتو.

حيدرآباد، سنڌ
20 ڊسمبر 1941ع

**تيرٿ وسنت**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهڻ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)